لوڪ ادب سلسلي جو تيرهون ڪتاب

# ڳجهارتون

(ٻيو ڀاڱو)

مرتب:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو، سنڌ

2010ع

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | ڊسمبر 1969ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو ٻيو | آگسٽ 2010ع | تعداد 1000 |




قيمت: چار سؤ پنجاهه رپيا
(Price: 450-00)

خريداري لاءِ رابطو:
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)
Email: sindhiab@yahoo.com
www. Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب ايليگنٽ پريس ڪراچيءَ مان پروفيسر سيد زوار حسين شاهه نقوي، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.

# مهاڳ

سنڌ جي ’لوڪ ادب‘ کي سهيڙڻ لاءِ هڪ تفصيلي تجويز، سن 1955ع ۾ ’سنڌي ادبي بورڊ‘ جي سامهون رکي وئي، جا 1956ع جي آخر ڌاري بورڊ بحال ڪئي، ۽ اُن جي عملي نگراني ۽ تڪميل بنده جي حوالي ڪئي.

ان تجويز مطابق، 1957ع کان لوڪ ادب سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. اُنهيءَ موجب، ڀهراڙيءَ مان مواد گڏ ڪري موڪلين. سنڌ يونيورسٽي ۾ ’سنڌي لغت آفيس‘ سان گڏ ’لوڪ ادب‘ جي مرڪزي آفيس قائم ڪئي وئي، ۽ ڪارڪن مقرر ڪيا ويا، ته مقامي طور گڏ ڪيل، توڙي ٻاهران آيل مواد کي هدايتن موجب ورچي ورهائي، پيٽي صاف ڪري، ڇپائڻ لائق بنائين.

پهريان ٻه سال، 1957ع ۽ 1958ع، لوڪ ادب جي مواد سهيڙڻ ۾ صرف ٿيا، انهيءَ عرصي ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، ڳوٺن مان گهربل ڳالهيون هٿ ڪيون، مرڪزي آفيس جي عملي ڇپيل ڪتابي ذخيري مان ضروري مواد اُتاريو، ۽ بنده ڪوشش ڪري سنڌ جي هر ڀاڱي جو گشت ڪري سڄاڻ سگهڙن سان ڪچهريون ڪيون، ۽ عام سنڌي ادب جي هر پهلوءَ کي سمجهڻ لاءِ اُن جي خاص ذخيري کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهي سعيي ۽ همت، بلڪ جذبي ۽ محبت سان قدري ايترو مواد گڏ ٿيو، ۽ ٿي رهيو آهي جو اُن جي آڌار تي عام سنڌي ادب جي هر نوع بابت نموني طور هڪ ڪتاب مرتب ڪري سگهجي. ڪتابن جي تاليف جو سلسلو ٽئين سال 1959ع کان شروع ڪيو ويو آهي.

هت ٻه ڳالهيون واضح ڪرڻ ضروري آهن:

پهريون ته هن تجويز موجب، سنڌي ٻوليءَ جي عام ادب جون اهي جملي جنسون، جيڪي هن وقت تائين ڀهراڙيءَ جي عوام ۾ عام مقبول ۽ مروج آهن، تن کي ’لوڪ ادب‘ جو ذخيرو تسليم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ذخيري ۾ سنڌي ادب جون معياري جنسون پڻ شامل آهن. مثلاً: مداحون، مولود، ٽيهه اکريون، ڪافيون وغيره، مگر جيئن ته اهي هن وقت تائين ڀهراڙيءَ ۾ عام مقبول ۽ مشهور آهن، انهيءَ ڪري انهن کي پڻ ’لوڪ ادب‘ جي دائري ۾ شمار ڪيو ويو آهي. انهيءَ لحاظ سان، هن تجويز هيٺ گڏ ڪيل ’لوڪ ادب‘ کي بعينه ’فوڪ لور‘ (Folk Lore) جي مغربي مفهوم سان تعبير ڪرڻ صحيح نه ٿيندو. اسان جي ملڪ ۾ شهري زندگيءَ اڃا ايتري

وسعت يا خاص نوعيت اختيار نہ ڪئي آهي، جو اها خواص جي زندگي ۽ تمدن جو يا ’معياري ادب‘ جو سرچشمو بنجي. سنڌي زندگيءَ جو مرڪزي دائرو اڃا تائين ڳوٺ آهي. ۽ انهيءَ ڪري سنڌي ادب جو وڏو ذخيرو اهوئي آهي جو عوام جي زندگيءَ جو آئينو آهي. انهيءَ ڪري هن مرحلي تي سنڌي ٻوليءَ جي ’لوڪ ادب‘ جي وچ ۾ حد فاصل قائم ڪري نٿي سگهجي.

ٻيو تہ هن تجويز ذريعي ’لوڪ ادب‘ جو سمورو مواد گڏ ٿي سگهيو آهي، ان کي سهيڙڻ لاءِ وڏي وقت ۽ ڪافي ذريعن جي ضرورت آهي. لوڪ ادب جو سڄو ذخيرو سربستو گڏ ڪرڻ چڻ اٿاهہ سمنڊ سوجهي مڙني موتين ۽ ماڻڪن کي ميڙڻ برابر ٿيندو، جو ناممڪن آهي. البت جو ڪجھہ مواد گڏ ٿي سگهيو آهي سو لوڪ ادب جي هر جنس بابت مثالي مواد آهي. انهيءَ لحاظ سان هن تجويز هيٺ تاليف ڪيل ڪتاب اُميد تہ آئنده ڪوشش لاءِ نمايان نشان ۽ نيڪ فال ثابت ٿيندا.

’لوڪ ادب تجويز‘ جيتوڻيڪ بنده جي طرفان ٿي مگر ان جي عملي سربراهي توڙي تڪميل ۾ گهڻن ئي مخلصن جون ڪوششون شامل آهن. اول تہ ’سنڌي ادبي بورڊ‘ جي ميمبرن کي جس جڳائي، جن هن تجويز کي سن 1956ع ۾ منظور ڪيو. ان بعد گهربل مواد گڏ ڪرڻ ۽ صاف ڪرڻ، ترتيب ڏيڻ، ابتدائي مسودا توڙي پريس ڪاپيون تيار ڪرڻ ۽ آخر ۾ ڪتابن ڇاپڻ ۾ ڪيترائي ساٿي ٻانهن ٻيلي ٿيا آهن. هن تجويز کي ڪامياب بنائڻ ۾ تعلقيوار ڪارڪن، مرڪزي آفيس جي باهمت فردن، سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن، توڙي انهن مڙني دوستن جو حصو آهي، جن بنده لاءِ سگهڙن کي ڳولي هٿ ڪرڻ ۽ ساڻن ڪچهرين ڪرڻ ۾ پنهنجي هڙان وڙان مدد ڪئي.

مجموعي طور سان هيءُ ڪتاب ’لوڪ ادب‘ سلسلي جو تيرهون ڪتاب آهي، ان جو بنيادي مواد ڊسمبر 1958ع تائين گڏ ٿيو، سڄي مواد کي ڇڪاسي، مختلف روايتن کي ڇيٽي، ترتيب ڏيئي، اپريل 1961ع ۾ ڪتاب جو مسودو تيار ڪيو ويو، ۽ نومبر 1961ع ۾ مسودي جي آخرين تصحيح ڪري، پريس ڪاپي شايع ٿيڻ لاءِ ڏني وئي.

ڪتاب جي ڇپائي ڪافي وقت ورتو، پر ان هوندي بہ 1965ع جي آخر ڌاري ان کي شايع ڪرڻ جو انتظام ڪيل هو، مگر بدقسمتيءَ سان لوڪ ادب تجويز کي شايع ڪرڻ ۾ رڪاوٽ پئجي وئي ۽ هن ڪتاب جي اشاعت پڻ روڪجي وئي. 25- اپريل 1968ع تي سنڌي ادبي بورڊ جي صدر جناب مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب (تمغهء پاڪستان) جي سفارش تي سنڌي

ادب بورڊ وري لوڪ ادب تجويز کي پايهء تڪميل تي پهچائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اها ذميواري بنده کي سونپي.

جون 1968ع کان ڪم شروع ڪيو ويو پر ٽئن مهينن بعد وري بورڊ طرفان ڪم بند ڪرڻ جو اطلاع مليو. وري 18- جون 1969ع تي بورڊ لوڪ ادب تجويز کي عمل ۾ آڻڻ جو فيصلو ڪيو ۽ جناب مخدوم صاحب جن کان خط پهتو ته دوباره ڪم شروع ڪيو وڃي. مخدوم صاحب جن جي ذاتي دلچسپي شامل حال نه رهي ها ته 'لوڪ ادب تجويز' هن مرحلي تي نامڪمل رهجي وڃي ها.

باوجود انهن تڪليفن جي جيڪي هڪ مخلص ڪارڪن کي پهچن ٿين ۽ جيڪي راقم کي پڻ 'لوڪ ادب' جي خدمت ڪندي سهٽيون پونديون آهن. بنده هي ڳرو بار ٽيون پيرو پنهنجن ضعيف ڪلهن تي کنيو آهي، انهيءَ تي سنڌي لوڪ ادب جي قيمتي سرمايي کي جيترو ٿي سگهي اوترو سهيڙي ان کي ضايع ٿيڻ کان بچائجي ۽ رٿيل پروگرام موجب 'لوڪ ادب' جي چاليهن جلدن کي پورو ڪجي.

مرڪزي آفيس جي ٻين ڪارڪنن سان گڏ خاص طرح محترم محمد بچل ۽ محترم محمد يوسف شيخ هن ڪتاب جي مواد کي اُتاري، يڪجاءِ ڪرڻ، پيشڻ ۽ دوباره صاف ڪري لکڻ ۾ تحسين جوڳو ڪم ڪيو، سگهڙ بيڙي فقير ڪنير هن ڪتاب جي مواد پيشڻ ۾ خاص مدد ڪئي ۽ محترم محمد اسماعيل شيخ ان سڄي ڪم جي نگراني ڪئي ۽ ڪتاب جي مسودي تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. ڪتاب جي آخري سٽاءَ، ترتيب ۽ تاليف لاءِ خود ذميوار آهي.

سنڌ يونيورسٽي، خادم العلم
حيدرآباد سنڌ نبي بخش
22- جولاءِ 1969ع

# فهرست

## پاڳو پھريون

## ڳجھارتن جي پيچٽي جا پاوا

# پاڳو بيو
# سُرن وار ڳجهارتون

ام للانسان ماتمنيٰo فلله الاخرة والاوليٰ

# مقدمو

'ڳجهارت'، سنڌي 'پرولي' جو هڪ قسم آهي. لوڪ ادب سلسلي جي 'ڪتاب ٻارهين' جي مقدمي ۾ بيان ٿي چڪو آهي ته 'پروليءَ' جي فن کي سنڌ وارن پنهنجي ذوق ۽ ذهانت سان ڪمال تي پهچايو آهي. سنڌ ۾ پرولين جي پهه پچار ڪنهن آڳاٽي سمي کان شروع ٿي ۽ جيئن وقت گذرندو ويو تيئن نوَن خيالن ۽ نُڪتن جي اضافي سان پروليءَ جا نت نوان قسم نمودار ٿيا، جن کي موجوده اصطلاحن ۾ پروليون، ڏٺون، معمائون، ڳجهارتون وغيره سڏيو وڃي ٿو. انهن مڙني قسمن مان 'ڳجهارت' فني ۽ معنوي لحاظ سان نهايت ڳوڙهي ۽ معياري آهي، جنهن جو جنسي مثال دنيا جي ڪنهن ٻ ٻئي ملڪ يا قوم جي ٻوليءَ ۾ ملڻ مشڪل آهي.

معنوي لحاظ سان ڳجهارت جيتوڻيڪ هڪ قسم جي پرولي آهي، مگر سٽاءَ جي لحاظ سان 'پرولي' ۽ 'ڳجهارت' ۾ فرق آهي: 'پروليءَ' جو بنياد تشبيهه ۽ استعاري تي آهي، ۽ 'ڳجهارت' جو مدار تجنيس ۽ تلميح تي آهي. فطرت جو مطالعو، ماحول جي ڄاڻ، شين جي واقفيت ۽ نُڪتن جي پروڙ پروليءَ جي پس منظر جا خاص اسباب آهن، مگر 'ڳجهارت' جي پرک پروڙ لاءِ زندگيءَ جي مختلف شعبن، سماجي رسمن رواجن، عام قصن ڪهاڻين ۽ خاص داستانن جي تلميحي ٽاڻن ۽ اهڃاڻن جو علم، سنڌي لغات جي گوناگون لفظن ۽ محاورن جي واقفيت، ۽ انسانن جي باهمي رشتي جي مختلف مرحلن تي رٿن ۽ ارادن، خوشين ۽ ميارن، ڏکن ۽ ڏوراپن جي ڄاڻ پڻ ضروري آهي. 'پرولي' کي پروڙڻ لاءِ ذهن جي تيزي ڪافي آهي، مگر 'ڳجهارت' کي ڀڳلڻ لاءِ ذهني تيزي سان گڏ سوچ ۽ دانائي جي ضرورت آهي. پروليءَ وانگر ڳجهارت جي ڏي- وٺ محض هلڪي ريجهه رهاڻ ۽ وندر وروندهه ناهي، بلڪ ادب ۽ ثقافت، لغت ۽ حڪمت (دانائي) جي ڳوڙهي رهاڻ آهي. انهيءَ ڪري ئي ڪن سالڪن جيتوڻيڪ هڪ مخصوص معنيٰ ۾ 'پرولي' کي 'راز' سان تشبيهه ڏني آهي. ("يج پرولي ان جي، ڏنگي ڏور ڏيڻ" - چتو فقير سانگي)، مگر عام مروج

معنيٰ ۾ سنڌ جي سالڪن ۽ سگهڙن جي نظر ۾ پرولي زياده عام فهم آهي، ان جي برعڪس 'ڳجهارت' هڪ ڳوڙهو فن آهي جو هنر، ڏهسنامي، ڏور، ڊُراهي ۽ سينگار جي صف ۾ شامل آهي ۽ جنهن جي وهجائڻ ۽ ورجائڻ لاءِ خاص ڄاڻ ۽ دانائي درڪار آهي. انهيءَ لحاظ سان سالڪ فقير الله ڏني ماڇي سندس هيٺئين بيت ۾ 'ڳجهارت' کي خاص فنن جي صف ۾ شمار ڪيو آهي:

ڳَهي 'ڳجهارت' کي ڪي ڳوليندڙ ڳولين
'هنر' جي حساب جو خزانو کولين
'ڏهسنامي' 'ڏور' کي فلڪ سان ڦولين
'ڊُراهي' کي دل سان، الله ڏنا! اولين
معنيٰ جا من جي عاقل اُکولين
کي وير وَڙولين، 'سينگار' کي سوچ سان.

## لفظ ڳجهارت جي معنيٰ

لفظ 'ڳجهارت' جي اصليت بابت جداجدا رايا آهن: ڪن جي خيال ۾ هيءُ لفظ 'ڳجهو اَرت' (لڪل معنيٰ) مان نڪتل آهي، ۽ ڪن جي راءِ ۾ ڳجهارت جو لفظ هندي 'بجهارت' يا 'بجهول' مان سنڌيءَ ۾ رائج ٿيو. هنديءَ ۾ لفظ 'بجهارت' موجود آهي، ۽ ان جي معنيٰ آهي 'حساب ڪتاب صاف ڪرڻ'، البت 'بجهَوَل' جي معنيٰ 'پرولي پڇڻ' آهي. پر جيئن تہ سنڌي ٻولي 'هندي' کان زياده قديم آهي، انهيءَ ڪري قوي گمان سان چئي سگهجي ٿو تہ 'ٻجهارت' سنڌي جو پنهنجو لفظ آهي جو 'ٻوجهہ' يا 'ٻجهڻ' مان 'سمجهڻ' ۽ پروڙڻ جي معنيٰ ۾ آڳاٽي وقت کان رائج ٿيو، ۽ بالاخر ڳُجهہ، راز يا 'مام' (پروڙڻ) جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ لڳو. ڀٽائي صاحب توڙي ٻين شاعرن پڻ لفظ 'ٻجهارت' انهيءَ معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي:

ٻولي ٻجهارت، جوڳيان سندي ذات جي
ڏورڻ گهڻو ڏاڪڙو، هلڻ ۾ حيرت
عجب عبارت، پَسهہ پروڙڻ ان جو.

(شاهہ جو رسالو: سُر رامڪلي)

وائنتا وِلات جا، ڪي جي ٻڌائون
ٻولي ٻجھارت جني ڀِڳڻ ٻوليائون
اولن سين لائون، لهي گھاتو گھڙيا.

(رسالو غلام محمد خانه زئي: سُرگھاتو)

لفظ 'ٻجھارت' جڏهن ڳُجھ، راز يا مام جي معنيٰ ۾ سنڌيءَ ۾ رائج ٿيو ته غالباً عوام ۾ پڻ 'ڳجھ' لفظ مان، 'ٻجھارت' سان نهڪندڙ لفظ، 'ڳجھارت' عام مشهور ٿيو.

## ڳجھارت جي فن جي ابتدا

چئي نٿو سگھجي ته موجوده سنڌ ۾ واري 'ڳجھارت' ڪڏهن ۽ ڪيئن وجود ۾ آئي، مگر غالباً ان جي ابتدا مخفي سنيهي يا پيغام سان ٿي، جنهن جا ٻه پهلو هئا:

پهريون ته محبت جي راهه ۾ ڳجھارت نينهن جي نياپن، مجازي رازن، ڏکن ۽ ڏوراپن جي ادا ڪرڻ جو خاص ذريعو بني. انهيءَ لحاظ سان هن فن جي تاريخ ٻه هڪ حد تائين محبت ۽ مجاز جي تاريخ سان وابسته آهي، جا ڪافي جهوني پراڻي آهي. سنڌ جي رومانن ۽ افسانن جي عروج وارو دؤر سومرن جو آهي جنهنڪري هن فن جي تاريخ جي ابتدا جو دؤر پڻ اهوئي سمجھڻ گھرجي.

ٻيو ته ڳجھارت ذريعي اهي مخفي پيغام ۽ نياپا پڻ ادا ڪيا ويا جن جو تعلق سماجي يا سياسي معاملن سان هو. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته سنڌ جي درٻارن ۾ 'فن ڳجھارت' اهوئي مقصد ادا ڪيو جو اڄڪلهه جا "مخفي ڪوڊس" (Codes) ۽ ملٽري جا "ڪوڊ ورڊ" (Code Words) ادا ڪن ٿا.[1]

مخفي پيغام ڪان سواءِ، ظاهري پيغام سان گڏ مقصد جي وضاحت خاطر ڪا شيءِ موڪلڻ، يا ظاهري پيغام بدران مام طور ڪا شيءِ موڪلڻ جنهن جي اهڃاڻ مان آڏي ڏر دانائيءَ سان مطلب پروڙي- اهو سلسلو ٻين ملڪن

[1] هن سلسلي ۾ مخدوم محمد زمان 'طالب المولىٰ' جي هيءَ راءِ قابل قدر آهي: "سمجھڻ ۾ اچي ٿو ته ڳجھارت جنهن اول ايجاد ڪئي آهي، انهيءَ مخفي پيغام ڏيڻ جو هڪ نمونو ايجاد ڪيو هجي ته عجب نه آهي. مثال طور جنگ ۾ جيئن ڪي خاص اشارا هوندا آهن جو دور دراز فاصلي تان انهن جي ذريعي هڪٻئي کي چئي سمجھائي سگھجي ۽ ڪو ٻيو ماڻهو معلوم نه ڪري سگھي." ("سنڌي سلوڪ ۾ ڳجھارت"، رسالو نئين زندگي، ماهه اپريل 1951ع).

وانگر سنڌ ۾ پڻ آڳاٽي وقت کان وٺي رائج رهيو. مثال طور سنڌ جي تاريخي دؤر ۾ ٺٽي جي حاڪم ميرزا محمد باقي پنهنجي التجا سان گڏ، وڌيڪ وضاحت خاطر، اڪبر بادشاهه ڏانهن ’ناپو‘، ’ٻـهر‘ وغيره پڻ ڏياري موڪليا: يعني ته هتي جي ماڻهن جو گذر غريباڻو آهي، ۽ سنڌ فتح ڪرڻ سان بادشاهه کي ڇا حاصل ٿيندو! ٽالپوري عهد جو مثال آهي ته روهڙيءَ جو مير جان الله شاهه رضوي (فارسي زبان جو شاعر ۽ درويش) جهوڪ جي عارف شاهه، عنايت شهيد جو مريد ۽ هر سال جهوڪ شريف جي زيارت لاءِ ايندو هو. شاهه فضل الله قلندر جي سجاده نشيني واري دؤر ۾ هڪ سال پيريءَ سببان پهچي نه سگهيو. بزرگ ڏانهنس سوڪڙيون ڏياري موڪليون جن ۾ هڪ ڪشتي به شامل هئي. مير جان الله شاهه مام پروڙي چيو ته: ’ابا، حڪم آيو آهي ته ٻيڙيءَ ذريعي پڻ اچو.‘

سنڌ ۾ انهيءَ سلسلي کي اڃا به وڌيڪ ڳوڙهو بنايو ويو ۽ ڪنهن هڪ شيءِ جي بدران هڪ کان وڌيڪ شيون ڳنڍ ٻڌي موڪليون ويون، جيئن پيغام جا هڪ کان وڌيڪ پهلو روشن ٿي سگهن. اهو سلسلو اڪثر مجازي پيغامن خاطر عوام ۾ رائج ٿيو. ان کي ’ڳنڍ‘ يا ’موڙي‘ سڏيو ويو، جو ويندي موجوده دؤر تائين رائج آهي. پر جيئن ته شيون موڪلڻ يا انهن جي مطلب کي وهجائڻ آسان نه هو، انهيءَ ڪري وقت گذرڻ سان راز ۽ رمز خاطر معنوي سٽاءَ واريون پروليون پيغامن طور رائج ٿيون[1] .

ان بعد جڏهن سنڌي ٻولي ۾ بيان جي وسعت پيدا ٿي ته سالڪن ۽ سگهڙن کي سنڌي لفظن جي انوکي سٽاءَ ۽ معنوي مناسبت متوجهه ڪيو، ۽ ساڳئي صوت يا صورت (آواز ۽ صورتخطي) مگر مختلف معنيٰ وارن لفظن جو پن ۽ پردي خاطر گفتگو ۾ استعمال شروع ٿيو جو ’ڳجهارتن‘ جي سٽاءَ لاءِ هڪ محرڪ ذريعو بنيو، اهڙيءَ طرح بالآخر سگهڙن رٿيل مقصد واري جملي کي ”تجنيس لفظي“ جو لباس ڍڪائي، ’تلميح‘ (ڪنهن ڳالهه جي اشاري يا اهڃاڻ) خاطر استعمال ڪري، ’فن ڳجهارت‘ جو بنياد وڌو جيئن ته (پرولي

---

[1] ڏسو لوڪ ادب سلسلي جي ٻارهين ڪتاب ”پروليون، ڏٺون، معمائون ۽ ٻول“ جو مقدمو، ص ص 9-18.

واري خيالي مامر بدران) 'ڳجهارت' جو بنياد 'لفظي سٽاءَ' تي ٻڌو ويو ۽ ٻوليءَ جي ڄاڻن لاءِ اها سٽاءَ نسبتاً آسان هئي، انهيءَ ڪري ڳجهارت جي رهاڻ جيئن پوءِ تيئن ترقي ڪئي.

تاريخي لحاظ سان چئي سگهجي ٿو تہ سومرن جي دؤر ۾ موجوده سنڌي ٻوليءَ ۾ بيان جي وسعت پيدا ٿي ۽ قصن ۽ داستانن جي شروعات ٿي. ٻوليءَ جي لساني ۽ لغوي سرمايي جي اضافي سان غالباً انهيءَ دؤر ۾ ئي 'ڳجهارت' جي فن جي شروعات ٿي. دودي- چنيسر جي قصي ۽ سومرن جي دؤر جي ٻين واقعن بابت ڳجهارتون اڃا تائين رائج آهن[1] . مگر جيئن تہ هن فن متعلق ڪو آڳاٽو لکيل رڪارڊ موجود ڪونهي، انهيءَ ڪري اهو چوڻ مشڪل آهي تہ ڪو فلاڻي يا فلاڻي ڳجهارت انهيءَ دؤر جي سِٽيل آهي. البت سمن جي دؤر جي واقعات متعلق ڪن ڳجهارتن جي اندروني شهادت مان گمان نڪري ٿو تہ غالباً اهي انهيءَ دؤر جون سٽيل آهن. مثلاً هيٺين ڳجهارتن جو مقصد ۽ مفهوم انهيءَ گمان جي تائيد ڪري ٿو:

ڏيڌي: **نالا اي نرنان! نالن نان ڦتا ڪيا،**
پڇڻي: سما اي سلطان! باغن ڦل ڦتا ڪيا.

ڄام لاکي قول ڪيو هو تہ جيڪو منهنجي پيءُ ڦل جي مرڻ جي خبر ٻڌائيندو تنهن منحوس کي مارائي ڇڏيندس. پوءِ هڪ سگهڙ چارڻ وچي ڪيس سهڻي رمز سان هن ڳجهارت ذريعي اها خبر ٻڌائي.

خوش قسمتيءَ سان اسان کي هڪ اهڙي ڳجهارت معلوم ٿي آهي جا ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي مشهور سمي بادشاهہ ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جي ڏينهن جي آهي. ٺٽي جي آسپاس جي ڪا معزز عورت پنهنجي رسوخ واري مرد (يا ڪو مرد پنهنجي ڪنهن رسوخ واري ساٿي) ڏانهن ٿي مخفي طرح هيٺين ڳجهارت ذريعي پيغام موڪلي ٿي تہ:

ڏيڌي: انهن ذاتين سين، **پنهنجو وهٽ جيئن نہ وڻ جيئن**
**اهي ذاتيون اڳيئي ڪڪ جا ڪن**
**ڇئو نرنانءَ کي تہ ڳاهہ جو ڏئين**
**۽ ڇوي ذاتين کي تہ ولات سي وڃن.**

---

[1] ڏسو متن، ص ص 312-319

(ذاتيون = رنون. وهڻ جيئن = هنو. وڻ جيئن =، پن > پنو.

ذاتيون = رنون. ڪک جا = تـُوتـَڙ.

نرنانءُ = ڄام ننڊو. گاهه = پونگرو > پونگڙو.

ذاتيون = رنون. ولات = سال)

مُراد : انهن رنن سان پنهنجو هَـنـُو نڪي پَـنـُو

اهـي رنون اڳـيـئـي تـوتـڙ ڪـن[1] .

ڄئو ڄام ننڊي ڪي تہ پٽي پونگڙو ڏئين،

۽ ڇـوي رنـن ڪـي تہ سـال سي وڄن.

ڳجهارت جي هن مراد ۾ "منهنجو نڪي هنو نڪي پنو" توڙي "توتڙ ڪن" ٻئي سنڌيءَ جا جهونا محاورا آهن. ڄام ننڊي مان مراد يقيني ڄام نظام الدين آهي. 'سال سي وڄن' يعني ٽٽي جي پسگردائي ڇڏي وڃي جهرڪن ڪان بہ اتر طرف 'سال' واري ايراضي ۾ رهن. "سال" واري ايراضي جهرڪن ۽ ٺٽن بارڻ جي وچ تي درياءَ لڳ آهي. اهي سڀ اهڃاڻ ڄـتائين ٿا تہ اها ڳجهارت تاريخي آهي. ڄام ننڊي جـو عهد (868-914هـ) پندرهين صدي عيسويءَ جي پوئين نصف سان تعلق رکي ٿو، جنهن جي بناءَ تي اندازو لڳائي سگهجي ٿـو تہ غالباً پندرهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌي ڳجهارت جو فن ڪمال تي پهچي چڪو هو. انهيءَ نڪتہ نظر ڪان پڻ هن فن جي شروعات سومرن جي دؤر ۾ قرين قياس معلوم ٿئي ٿي.

بهرحال سمن جي دؤر ڪان وٺي هن فن ۾ وڏي وسعت پيدا ٿي، ۽ فن قصہ- خواني جي رواج سان سنڌ جا مشهور قصا ۽ داستان (مثلاً سسئي- پنهون، عمر- مارئي، مومل - راڻو، ليلان- چنيسر، نوري- ڄام تماچي، ڦل وڏوو ۽ پوري، ٻوبنا- ڄراڙ، مري- مگٽر، راءِ ڏياچ- سورٺ، موروڙو وغيره) ڳجهارتن جا مکيہ موضوع بنيا. عربي ۽ فارسي تعليم جي رواج سان نبين بابت روايتون ۽ ٻيون ٻاهريون حڪايتون (ليليٰ- مجنون، بانڪو شاهہ بهرام، سيف الملوڪ وغيره) ٻيا قديم قصا ۽ تاريخي واقعا ويندي بخت نصر ۽ بني اسرائيل جي جنگ و جدل جي واقعن تائين ڳجهارتن جا موضوع بنيا. مثلاً

[1] توتڙ = ڪوڙا بهتان ۽ جهيڙا.

ڳجھارت آهي تہ:

**نرنانءَ ذاتين کي مسجد ۾ قرآن جو ڪيو**

(نرنانءَ = بخت نصر، ذاتيون = بني اسرائيل،

مسجد = بيت المقدس، قرآن جو (لفظ) مثقال ذرة (يعني ذرا ذرا)

مراد: 'بخت نصر بني اسرائيل کي بيت المقدس ۾ مثقال ڪيو.'

مغلن جي تسلط کان پوءِ جڏهن سنڌ ۾ وري سنڌ جي ڪلهوڙا خاندان جي حڪومت قائم ٿي تہ سنڌي ٻوليءَ جي علم ادب توڙي ٻئي هر مقامي فن وڏي ترقي ڪئي. غالباً هن دؤر ۾ ڳجھارت جو فن پنهنجي اوج کي پهتو. جيئن تہ 'ڳجھارتن' ۾ ڳجھارتن ٺاهيندڙن سگهڙن جا نالا موجود نہ آهن، انهيءَ ڪري انهن جو زمان ۽ مڪان متعين ڪرڻ مشڪل آهي. مگر 'ڳجھارت' جي ٻئي ساٿي فن يعني 'هنر' ۾ شاعرن جا نالا موجود آهن. 'هنر' جي فن کي ڪلهوڙن جي دؤر جي وڏي سالڪ ۽ سگهڙ جلال ڪنٽي اوج تي پهچايو. جيئن تہ 'ڳجھارت' توڙي 'هنر' جو بنياد 'تجنيس لفظي' تي آهي ۽ 'هنر' ۽ 'ڳجھارت' ٻئي سگهڙن جي رهاڻ جا لازم ملزوم جز آهن، انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو تہ 'هنر' سان گڏ 'ڳجھارت' جو فن پڻ سٽاءَ جي سهڻائي توڙي معنيٰ جي نزاڪت جي لحاظ سان ڪلهوڙن جي دور ۾ ترقي ڪري اوج کي پهتو. ان وقت کان وٺي ڳجھارتن جو ذوق شوق اڄ تائين قائم آهي، ۽ ان ۾ نت نوان اضافا ٿيندا رهن ٿا. اڳين سالڪن جون جوڙيل ڳجھارتون سٽاءُ توڙي معنيٰ جي سهڻائي ۾ لاجواب آهن، مگر پيچڻ ۾ نسبتاً آسان آهن. هن وقت سگهڙن جا ذهن تيز آهن ۽ سندن توجهہ پڻ ڳجھارتن کي وڌيڪ ڏکيو ڪري لڪائڻ طرف آهي. انهيءَ ڪري موجوده دور جي سٽيل ڳجھارتن ۾ لِڪ گهٽي آهي ۽ پيچڻ ۾ ڏکيون آهن، مگر سهڻائي ۽ نزاڪت ۾ اڳين سگهڙن ۽ سالڪن جون ڳجھارتون ڪٿر آهن.

## ڳجھارت جي بنيادي يا لفظي سٽاءُ

'ڳجھارت' ڪنايہ مطلب ادا ڪرڻ جو بهترين ذريعو آهي، ۽ انهيءَ لحاظ سان ڳجھارت جي سٽاءَ جا ٻہ بنيادي پهلو آهن: (الف) مقصد واري ڳالهہ ۽ (ب) پَنَ پردي سان ان جي ادائگي. عام اصطلاح ۾، پَنَ ۽ پردي

واري طرز ادا کي ئي 'ڳجهارت' چيو وڃي ٿو. حالانڪ حقيقت ۾ اهو ڳجهارت جو محض هڪ پهلو يعني 'ڳجهارت جي ڏيٺي' آهي. ٻيو اهم پهلو آهي، 'مقصد واري ڳالهہ جو اظهار' يا 'ڳجهارت جي پيڄٽي'. 'ڏيٺي' ۽ 'پيڄٽي' جي سڃاڻ کي سمجهڻ لاءِ اول هيٺين مثالن تي غور ڪرڻ گهرجي:

'ڳجهارت' کي سٽڻ وقت 'مقصد واري ڳالهہ' کي اول ذهن نشين ڪرڻو آهي، ۽ پوءِ ان کي ڍڪ ۾ پردي سان ادا ڪرڻ بابت سوچڻو آهي. مثلاً، اسان جو مقصد ڪنهن دوست يا عزيز کي چوڻو آهي تہ "پيارا! سُکيو هوندين". هن جملي ۾ 'پيارا' ۽ 'سکيو' ٻوليءَ جي لحاظ سان خاص اهميت رکن ٿا. ڇاڪاڻ تہ هرهڪ جون ٻہ معنائون آهن: پيارو معنيٰ پيار وارو ۽ پڻ پيارو مرد ماڻهو جو نالو (نرنانءَ = نر جو نالو) آهي. اهڙيءَ طرح 'سکيو' معنيٰ 'خوش' ۽ پڻ سکيو مرد ماڻهو جو نالو (نرنانءَ) آهي. هاڻي مقصد واري هن جملي "پيارا! سکيو هوندين" کي ڳجهارت جي فن موجب جڏهن لِڪ ۽ پردي سان ادا ڪنداسون تہ چونداسون "نرنانءَ! نرنان هوندين". اها ٿي ڳجهارت جي 'ڏيٺي' (۽ "پيارا! سکيو هوندين" ان جي پيڄٽي).

هن ڏيٺي ۾ 'نرنان' 'نرنان' ٻئي پردي ۽ ڍڪ وارا خاص لفظ آهن جن کي ڳجهارت جي اصطلاح ۾ 'پاوا'، 'بندَ' يا 'ٽَپَ' چئبو. انهيءَ لحاظ سان اسان چونداسون تہ هن ڳجهارت ۾ ٻہ پاوا آهن، جن ۾ مردن جا نالا (نرنان) مخفي آهن. ڳجهارت پيڄڻ لاءِ ڳولو (ڳولينڌڙ) مردن جا نالا وٺندو. عام سمجهہ وارو ڳولو محض 'نرنان' واري 'پائي' کي ڌيان ۾ رکي مردن جا نالا وٺندو ويندو، پر سمجهو ۽ سگهڙ ڳولو ڳجهارت جي ڏيٺي جي سڃاڻ جي لحاظ سان اصل مقصد کي خيال ۾ رکندو، يعني تہ سوچيندو تہ 'ڏيٺي' جو رخ هيئن آهي تہ: "اي فلاڻا هيئن هوندين"، انهيءَ لحاظ سان هو مردن جا اهي نالا وٺندو جي اصل مقصد مطابق هجن، ۽ چوندو تہ، 'سائو ستابو هوندين، خوش خورم هوندين، چڱو ڀلو هوندين' (ستابو، خوش محمد، خورم، چڱو ۽ ڀلو مڙيئي مردن جا نالا آهن). انهن نالن وٺڻ سان ڳجهارت ڪانہ ڀڳي، پر جي چيائين تہ 'سکيو هوندين' تہ ڳجهارت ڀڳي. ڳجهارت جي ڪچهري جي قانون موجب

ڪوبہ هڪ پائو پيڳو تہ ڇڻ سڃي ڳجهارت پڳي.

متئين مثال مان هينيان پهلو واضح ٿين ٿا: اول تہ ڳجهارت جي سٽاءَ ۾ 'مقصد واري ڳالهہ' کي خاص اهميت آهي. ڳجهارت سٽڻ يا ٺاهڻ، تـوڙي ڳجهارت پيڇڻ يا ڳولڻ ۾، 'مقصد واري ڳالهہ' مرڪزي حيثيت رکي ٿي. ٻيـو تہ ڳجهارت جي ڏيٺي 'پاون' تي ٻڌل آهي، يعني تہ ڏيٺي واري سٽاءَ ڇڻ هڪ اڏاوت آهي جا 'پاون' يا ٽنين تي بيٺل آهي. ڳجهارت جي 'ڏيٺي' ڇڻ ڳجهارت جي 'لفظي سٽاءُ' آهي، جنهن ۾ 'پائي' ۽ ان ۾ سمايل 'صنعت تجنيس' کي وڏو دخل آهي، ڳجهارت جي پيڇٽي ڇڻ ڳجهارت جي 'معنوي سٽاءُ' آهي جنهن جو تعلق 'مقصد واري ڳالهہ' سان آهي. مقصد واري ڳالهہ ڏانهن اشارو يا ان جو اهڃاڻ، يعني 'تلميح'، ڳجهارت جي 'معنوي سٽاءَ' جي جان آهي. مطلب تہ ڳجهارت جي اڏاوت ۽ مقصد جي لحاظ سان، 'تجنيس' ۽ 'تلميح' ڳجهارت جي جندجان آهن. هيٺ اسان پهريائين ڳجهارت جي اڏاوت يعني 'لفظي سٽاءُ' تي روشني وجهون ٿا جنهن ۾ 'صنعت تجنيس' ۽ 'پائي جي بيهڪ ۽ بناوت' خاص اهميت رکن ٿا.

## ڳجهارت جي سٽاءَ ۾ تجنيس جي اهميت

ڳجهارت جي لفظي سٽاءَ ۾ 'پائو' مرڪزي حيثيت رکي ٿو. 'پائو' هڪ پردي وارو لفظ آهي، جو ظاهري طور فقط هڪ معنيٰ ظاهر ڪري ٿو. متئين مثال ۾ هرهڪ 'پائي' مان ان جي ظاهري مراد 'مرد جو نالو' آهي. مگر اصلي مقصد جي لحاظ سان هرهڪ پائي ۾ 'مرد جي نالي' واري لفظ جي 'ٻي معنيٰ' پڻ آهي. انهيءَ لحاظ سان 'پائي' وارو لفظ 'ذو معنيٰ' آهي، يعني تہ ٻہ معنائون رکي ٿو. علمي اصطلاح ۾ اهڙي صورت کي 'تجنيس لفظي' چئجي ٿو. هاڻي واضح ٿيو تہ ڳجهارت جي ڏيٺي جي سٽاءَ 'پاون' تي ٻڌل آهي ۽ 'پائي' جو بنياد اڪثر 'تجنيس لفظي' تي آهي. لفظي سٽاءَ جي لحاظ سان 'تجنيس' جا هينيانٌ قسم ڳجهارت جي پاون جو بنياد بنجن ٿا:

(الف) تجنيس تام: متئين مثال ۾ پائي جي هرهڪ لفظ 'پيارا' تـوڙي

’سڪيو‘ جون ٻہ مختلف معنائون آهن، اهڙو لفظ جنهن جي صورتخطي ۽ اُچار ساڳيو مگر معنائون مختلف هجن ان کي علمي اصطلاح ۾ ’تجنيس تام‘ چئجي ٿو. انهيءَ لحاظ سان متئين مثال وارن پاون ۾ ’تجنيس تام‘ سمايل آهي.

(ب) تجنيس زائد: ٻن هم صورت ۽ هم آواز لفظن مان هڪ جي شروع ۾ اکر زائد هجي، جيئن تہ ’زار‘ ۽ ’آزار‘.

(ج) تجنيس مرتب: ساڳي صورتخطي وارن لفظن مان هڪ مرڪب ۽ ٻيو منفرد لفظ، جيئن تہ ’ساهَڙَ‘ (اها هڙ) ۽ ’ساهڙ‘، (مرد جو نالو).

(د) تجنيس مضارع: ٻن لفظن جو ساڳيو آواز مگر صورتخطي ۽ معنيٰ مختلف، جيئن تہ ’لال‘ ۽ ’لعل‘.

(هہ) تجنيس ناقص: ٻن لفظن ۾ اٽپوري هڪجهڙائي، جيئن تہ ’ڪَنَ‘ ۽ ’ڪُنَ‘.

(و) تجنيس لاحق: هم وزن لفظن جي پهرئينِ اکرن جي تبديل، جيئن تہ ’ٻار‘ ۽ ’هار‘[1].

(ز) بعضي ڪن پاوَن جي سٽاءَ ۾ ’تجنيس مُطرب‘ وارو اصول (پوين حرفن ۾ تبديل) پڻ سگهڙن جائز سمجهيو آهي جيئن تہ ’دوربين‘ ۽ ’دور بيهہ‘[2].

اهڙي طرح ڳجهارت ۾ ’پائي‘ جي پڇڻي واري اصلي لفظ ۽ ڳالهہ جي مقصد واري اصولي لفظ ۾ متين ’تجنيسن‘ مطابق فرق جائز آهي. ڳجهارتن جي ڪافي وڏي حصي ۾ ’پاون‘ جو بنياد ’تجنيس لفظي‘ تي آهي، حالانڪ ڪن ’پاون‘ جو بنياد محض پائي واري اهڃاڻ ۽ مقصد واري لفظ جي معنوي مناسبت تي هوندو آهي.

---

[1] ڳجهارت جي بنيادي پائي ۾ هوبهو ’تجنيس لاحق‘ جي بدران اڪثر آڏو ڪي حرف گڏبا يا حذف ٿيندا آهن.

[2] ’تجنيس مطرب‘ ٻن مفرد لفظن جي پوين حرفن ۾ تبديل کي چئجي ٿو، جيئن تہ ’خار‘ ۽ ’خام‘. مگر ڳجهارت جي پائي ۾ اڪثر ’مرڪب لفظن‘ ۾ انهيءَ تبديلي جا مثال ملن ٿا.

ﻣﺘﺌﻴﻦ وضاحت ذرا علمي ۽ پيچيده آهي، مگر اها ان حقيقت تي پڻ شاهد آهي ته فن ڳجهارت علمي نقطهٔ نظر سان پڻ ڪافي ڳوڙهو ۽ معنيٰ خيز آهي. هيٺ اسان عام فهم لفظن ۾ 'پائي' جي جداجدا صورتن ۽ سٽائن ۽ ڳجهارت ۾ 'پائي' جي بيهڪ ۽ بناوت تي روشني وجهون ٿا.

## ڳجهارت جي سٽاءَ ۾ "پائي" جي بيهڪ

مٿي چئي آيا آهيون ته 'پائو'، 'بند' ۽ 'ٿپ' ٽيئي ساڳي ڳالهه آهن. گرامر جي لحاظ سان، ڳجهارتن جا 'پاوا' جداجدا قسمن جا ٿيندا آهن، جيئن ته: اسم خاص (مردن ۽ عورتن جا نالا)، اسم عام (پکي، مڇيون، جيت وغيره)، اضافي (جو، جي، جون)، صفاتي (ٿلهو، موچارو) ضميري (پنهنجي، پنهنجن، تنهنجي، تنهنجن)، يا عددي (هڪ، ٻه، ٽي وغيره). ازانسواءِ ڪي منفرد لفظ، فعلي صيغا وغيره 'ٻولي' جي مجموعي 'پائي' هيٺ اچي وڃن ٿا. ٿلهي ليکي اسين چونداسون ته مکيه 'پاوا' ٽن قسمن جا آهن: (1) خاص اسم ۽ نالا، (2) عام اسم يا نالا، ۽ (3) نالن جون اضافي وصفون. خاص اسمن ۾ مردن، عورتن، شهرن، ولايتن وغيره جا نالا اچي وڃن ٿا جي ڳجهارت جي 'پاون' جي صورت ۾ 'نرنانءُ'، 'نارنانءُ'، 'نالو'، 'شهر'، 'ولايت' سڏبا. عام اسمن يا نالن ۾ مرن، مڇين، جيتن، پکين وغيره ساهوارن، ۽ گاهن، پوکن، وکرن ۽ ٻي هر جنس جا نالا اچي وڃن ٿا. ڳجهارت ۾ انهن جا 'پاوا' هر جنس جي مجموعي نالي جي صورت ۾ بيهندا جيئن ته 'پکي'، 'مڇي'، 'پوک' وغيره. ٽئين قسم جي 'اضافي وصفن، وارا پاوا، 'جو'، 'جي'، 'جا'، وغيره اضافي حرفن سان نروار ٿين ٿا، جيئن ته 'وڻ جو'، 'جنڊ جي'، 'اُپ جا'، 'جر جون' وغيره. ڳجهارتن ۾ اڪثر انهيءَ ٽن قسمن، يعني خاص اسمن، عام جنسن ۽ اضافي وصفن وارا 'پاوا' استعمال ٿين ٿا. انهن جي پيٺ ۾ عددن، صفتن ۽ ضميرن وارا 'پاوا' قدري انوکا ۽ ٿورين ڳجهارتن ۾ آيل آهن. جيئن ته:

پاٺو عددي (سـُر سسئي):

ڏيٺي: **اٺ، نو، يارهن، تيرهن، ٽيهہ، ٻٽيهہ ذاتيون** ڇڏيو تہ **نالو** ملي.

(8 +9 +11 +13 +30 +32=103 سوُٽي > سوُٽيون، ذاتيون = وڳڻ، نالو = پنهون).

پيٺي: **سوُٽيون وڳڻ** ڇڏيو تہ **پنهون** ملي.

(يعني تہ اي سهيليون اوهين مون سان بحث ڇڏيو تہ آءُ وجان ۽ مون کي پنهون ملي).

پاٺو صفاتي (سـُر سسئي):

ڏيٺي: **وڏن** منجهہ **نِنڊي**، آءُ **نِنڊين** جا **وڏا** ڏسان.

(وڏن = ڪافن (جبلن)، نِنڊي = ڪَهي، نِنڊين = گوُنٺرن، وڏا = گس)

پيٺي: **ڪافن** منجهہ **ڪهي**، آءُ **گونٺـَرن** جا **گس** ڏسان.

پاٺو ضميري (سـُرمارئي):

ڏيٺي: ادا ڙي عمر! جڏهن هيس **تنهنجن** ۾، تڏهن تي مون کي **پنهنجن** ماريو.

(تنهنجن = اوطاقن > اوتاڪن > تاڪن = درن ۽ بندن، پنهنجن = اوجاڳن).

پيٺي: ادا ڙي عمر! جڏهن هيس **تاڪن** ۾ تڏهن تي مون کي **اوجاڳن** ماريو.

پاٺو 'ٻولي'.

هيءَ هڪ مجموعي پاٺو آهي. 'ٻولي' معنيٰ تہ ٻولي جو ڪوبہ لفظ جيئن تہ جيتر، تيتر، اگر، مگر، جڏهن، ڪڏهن، هاڻي، هان، هون وغيره. يعني تہ اهڙو لفظ جو ٻئي ڪنهن پاٺي هيٺ نہ اچي، تہ 'ٻولي' جي پاٺي سان اُدا ٿيندو. البت ڳجهارت جي سهٽائي انهيءَ ۾ آهي تہ 'ٻولي' جو پاٺو سهٽو ڪري بيهارجي، ائين نہ ٿئي جو ڏکيو ۽ انوکو لفظ اُجايو ڪري آڻجي. 'ٻولي' جي پاون جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

سـُر سنسئي:

ڏيٺي: **ٻولي** پنهل اچي، **ٻولي** ڪريان ڪيئن.

(ٻولي = جيتر يا جاسين، ٻولي = تيتر يا تاسين).

پيٺي: **جيتر** پنهل اچي، **تيتر** ڪريان ڪيئن.

ڏيٺي: **ٻولي** تان نہ ڪندياس، **ٻولي** هوت پنهونءَ سان.

(ٻولي = اگر، ٻولي = مگر).

پيچٽي: **اگر** تان نہ ڪندياس، **مگر** هوت پنهونءَ سان.

(سسئي تي چوي تہ: هوت پنهون سان 'اگر'، 'مگر' چئي ٻهانا ڪانہ ڪنديس).

پاڻو لفظي.

اهڙن عام مروج پاون کان سواءِ، فقط ڪي 'لفظ' يا 'لفظيَ ستائون' پڻ 'پاون' طور استعمال ٿين ٿا، جن کي اسين 'لفظي پاڻو' ڪوٺيون تہ مناسب ٿيندو، مثلاً:

سُر سسئي:

ڏيٺي: **ونءَ پکي** مون **ڪاچ جا** ڏٺا.

(ونءَ = لهہ، پکي = للو، (هنجهہ)> للا، ڪاچ جا = لوڙهہ).

پيچٽي: لهہ لَلا، مون لوڙهہ ڏٺا.

سسئي جو لوڙهہ (قبر) ڏسي پنهون پنهنجي ياءُ لَلي کي تو چوي تہ: للا! لهہ، جو مون لوڙهہ ڏٺو آهي. هن ڳجهارت جو پهريون پاڻو 'ونءَ' آهي يعني 'وڃ'. هلڻ، چلڻ، لهڻ، چڙهڻ، ڊوڙڻ وغيره سڀ 'وڃڻ' جي معنيٰ ۾ آهن، انهيءَ ڪري 'ونءَ' جي مناسبت سان ٻيو هم معنيٰ لفظ 'لهہ' پيچٽي طور آيو آهي.

ڏيٺي: **ڏڪار پاروٿو** مون، **پيءُ- مُئو** اوهين.

(ڏڪار= قحط > ڪهہ + تہ، پاروٿو = باسي، پيءُ- مُئو = ڇورو> ڇو +رئو).

پيچٽي: ڪَهہَ تہ باسي مون، ڇو رئو اوهين.

هن ڳجهارت ۾ ڏڪار ۽ پاروٿو ٻئي اڪيلا لفظ آهن، ۽ 'پيءُ- مئو' لفظي ستاءَ (صفاتي) آهي، ۽ اهي ٽيئي 'پاوا' بنيا آهن. هيٺين ڳجهارت ۾ جملي پاوا لفظي ستاءَ وارا آهن ۽ صفاتي معنيٰ ۾ آيل آهن. هيءَ ڳجهارت 'سُرن ۾ ناهي مگر ڪنهن 'مهل ۽ موقعي' تي چيل آهي:

ڏيٺي: **ڪُ ماٺهو ڪُ وڻ** چڙهيا، **ڪُ پوڪ** ۾ **ڪُ ڏڻ** لڙيا.

(ڪُ ماٺهو= مهاٺا، ڪُ وڻ= اڪ، ڪُ پوڪ= نانگلي، ڪُ ڏڻ= ڳڏهہ).

پيچٽي: مهاٺا اڪين چڙهيا، نانگلي ۾ ڳڏهہ لڙيا.

پاڻو ۽ ٻين ٻولين جا لفظ.

ڳجھارت ۾ 'پاون' جي بنياد ۽ مراد يعني 'ڏيڻي' ۽ 'پڇڻي' وارا الفاظ اڪثر سنڌي ٻوليءَ جائي هوندا آهن. مگر سگهڙن ڳجھارت تي ڪڪ رکڻ، يعني لڪائڻ خاطر ڪجهه سرائڪي، اردو، فارسي ۽ ويندي انگريزي لفظن کي پڻ پاون جو بنياد بڻايو آهي. ذومعنيٰ هجڻ سبب 'پڇڻي' ۾ اهڙن لفظن جي مراد اڪثر سنڌي مفهوم مطابق ٿيندي آهي. مثلاً 'اردو'، 'پاون' جي سڃاڻ سان هيٺيون ڳجھارتون ٻڌل آهن، جي اڳاٽي وقت کان ڪچهرين ۾ هلندڙ آهن.

مومل راڻو.

ڏيڻي: ٽنگي شوم ڪي، شهر موئن مال جي.

(ٽنگي (ڇوڪري)= لڙڪي، شوم= راجا نند، ڪي= جي، شهر= ماتيلو، مال جي= تڙي> مال کي تڙڻ).

پڇڻي: لڙڪي راجانند جي ماتيلي موئن تڙي.

موڪي ۽ متارا:

ڏيڻي: مَدني ڏَنِ ڪي ڏي نرنانءَ ڪي.

(مَد= رس> مدني = رسيل يا پريل، ڏَن ڪي (ناڻي جي)= ڪيونٽي (سوني)= ڪي +وٽي، نرنان= متارو (ماڻهو جو نالو)> نرناون= متارن).

پڇڻي: پَرڪي وٽي ڏي متارن ڪي.

ليلان چنيسر:

هيءَ ڳجھارت 'اردو' ۾ ٻڌل آهي:

ڏيڻي: وَن ڪي ڏن ڪي ڦِر ڪيٽي ڪي ڪيون؟

(ون ڪي(= وڻ ڪي> وڻ جو نالو)=سُکمرد، ڏن ڪي (= ناڻي جي)= مَٽا، ڪيتي ڪي(= ڪيتي جي 'روت')= روتي).

پڇڻي: سک مرد مٽا ڦر روتي ڪيون؟

اهڙيءَ طرح سرائڪي زبان ۾ ڳجھارتون ٻڌل آهن، مثلاً مارئي جي سُر جي ڳجھارت آهي تہ:

ڏيڻي: مئن نہ تيڏي ذات، تون لوهہ دي ڪر.

(ذات= جو (يا)، لوهه دي= چابي).
پجٽي: مٺن نہ تيڏي جويان، تون چا ٻي ڪر.

هيٺين ڳجهارتن ۾ ڪن 'پاون' جون پجٽيون انگريزي لفظن مطابق آهن.
مثلاً:

سهٽي.

ڏيٽي: رَچ تو چٽي تہ **نالن** ماري سهٽي.
(رچ يعني ٿانءُ = جگ (Jug) > جڳ، نالو = ويرُو، نالن= وِيرن).
پجٽي: جڳ تو چٽي تہ وِيرن ماري سهٽي.

مارئي:

ڏيٽي: عمر سومرا! **ڪـني ڪانيءَ** ۾.
(ڪـنِي=ڳلا، ڪاني= پينسل (Pencil) > پئي +نسل).
پجٽي:عمر سومرا! ڳـلاپئي نسل ۾.

مومل راڻو[1]،

ڏيٽي: مومل بہ ڪاني، پر **ڪاچ جو** ڪيني مينڌرا.
(ڪائي= هاڪي (راند جي Hockey) > هاءِ +ڪي، ڪاچ جو= ناشتو (نيرن)> ناس +تو).
پجٽي: مومل بہ هاءِ ڪي، پر ناس تو ڪئي مينڌرا.
(مومل بہ هاءِ ڪي يعني گهٽا ماريا، پر تو ڪيس ماريو)

مٿئين ڳجهارت ۾ هڪڙي پائي جي پجٽي انگريزي لفظ ۾ تہ ٻئي جي فارسي لفظ ۾ آهي. اها ڳجهارت اسان جي روبرو هڪ ڪچهريءَ ۾ لعلڻ خان لغاري کي پيڙي ڪنير ڏني. لعلڻ خان لغاري ذات ذات جي ڪاني ڳولي هڪ بيت ۾ بند ڪئي هئي، انهيءَ ڪري ڪانئس لڪائڻ خاطر سگهڙ پيڙي ڳجهارت ۾ ڪاني جو 'پائو' انگريزي ۾ رکيو. بهرحال 'پائي' جو صحيح اصول اهو آهي تہ پل پائي جو اصلي لفظ ڪهڙي بہ ٻولي جو هجي مگر اُهو اهڙو ذومعنيٰ هجي جو پجٽي ۾ ان جي مراد سنڌي ٻولي موجب پوري بيهي، جيئن تہ مٿين ڳجهارتن ۾ 'جگ'، جي مراد 'جڳ'، 'هاڪي' جي مراد 'هاءِ

---

[1] ڏسو ص ص 618- 655

ڪي' بيٺي. ڪن ڪچهرين ۾ هيٺين ڳجهارت خوش طبعي طور پيش ٿي مگر ان ۾ 'پاون' جو بنياد توڙي مراد ٻئي انگريزي لفظن مطابق آهن، انهيءَ ڪري اصول موجب اها صحيح ناهي:

ڏيٺي: مومل هڏ **ليڪو** هئي، پر لڳي **ليڪو** راٺي ڪي.

(ليڪو=وَن (one) = هڪ، ليڪو= ٽُو ((two) = ٻه).

پيچٺي: مومل هڏ 'ون' هئي، پر لڳي 'ٽُو' راٺي ڪي.

## پاٺي ۾ تجنيس لفظي جون رعايتون

پاٺي وارو لفظ هميشه ذومعنيٰ هوندو آهي: يعني ته هڪ ان جي اصلي يا بنيادي معنيٰ ۽ ٻي ان جي 'مراد' واري معنيٰ هوندي آهي. ڪنهن 'پاٺي' جي 'بنياد' توڙي 'مراد' وارو لفظ بلڪل ساڳيو ٿي سگهي ٿو. جيئن ته ليلان چنيسر جي هيٺين ڳجهارت جي مراد ۾ پاون وارا الفاظ 'جواب'، 'سوال' ۽ 'نفعو' بنا ڪنهن تبديل جي هوبهو ساڳيا بيٺا آهن (تجنيس تام).

ڏيٺي: **ٻولي** اٿئي ليلان، هاڻي ويٺي **ٻولي** ڪر، **پنهنجو** ٿيندئي ڪونه.

(ٻولي= جواب، ٻولي= سوال، پنهنجو = نفعو).

پيچٺي: جواب اٿئي ليلان، هاڻي ويٺي سوال ڪر، نفعو ٿيندئي ڪونه.

مگر اڪثر پاون ۾ 'بنياد' ۽ 'مراد' وارن لفظن ۾، 'تجنيس لفظي' جي رعايت ملحوظ هوندي آهي. اسان مٿي چئي آيا آهيون ته ڳجهارتن جي پاون ۾ 'تجنيس لفظي' جون مڙيئي صورتون ملن ٿيون. هيٺ اسان انهيءَ نُڪتي کي ورجائڻ خاطر 'پاون' جي بنيادي لفظن ۽ انهن جي مرادن جي مختلف صورتن کي مثالن ذريعي نروار ڪريون ٿا.

عام طور پاٺي جو 'بنيادي' لفظ 'مراد' ۾ پڻ ساڳي صورت ۾ بيهي ٿو مگر ذومعنيٰ هجڻ سببان نئين معنيٰ ڏيکاري ٿو. اها 'تجنيس تام' جي صورت آهي، مگر 'پاٺي' جي بنيادي لفظن ۾ 'مراد' خاطر سگهڙن کي ڦيريون گهيريون جائز قرار ڏنيون آهن، جي علمي لحاظ سان مختلف تجنيسن جي دائري ۾ اچن ٿيون. مثلاً

1. پائي واري لفظ ۾ زير، زبر، پيش يا ا، و، ء ي وغيره جي ڦيرگھير سان مراد ڪرڻ (تجنيس ناقص).

پاون جي بنيادي لفظن ۾ 'مراد' خاطر هيءَ ڦيرگھير عام آهي: مثلاً عمر مارئي جي سر مان ڳجھارت آهي تہ:

ڏيٺي: ادا عمر! **سٽپ ان جون** ڪري، **نرنانءِ** ٿيو ڪونہ ڪو.

(سٽپ ۽ ان جي= چُوري، سٽپ ۽ ان جون= چُوريون> چوريون (بنا پيش)، نرنانءُ = ونهيون).

پيچٽي: ادا عمر! چوريون ڪري، ونهيون ٿيو ڪونہ ڪو.

ڏيٺي: **نارنان نالن** ڪي **ذات** تہ ڏي (موڪي ۽ متارا).

(نارنان=موڪي، نالو=متارو، نالن=متارن، ذات= سَرڪي> سُرڪي).

پيچٽي: موڪي متارن ڪي سُرڪي تہ ڏي

2. پائي واري بنيادي لفظ جو مراد ۾ پيچي بہ لفظ ٿيڻ.

ڏيٺي: **نالو** اتيئي منگتا، هاٿي **ذات** ڪر. (سُر سورٺ).

(نالو=آڍو> آ +ڍو، ذات=مزاري=مرَ +زاري).

پيچٽي: آ ڍوُ اتئي منگتا، مرَ زاري ڪر.

ڏيٺي: **ڪاٺ** پائيندياس، **وڻ جا** ڪنديس ڪينڪي. (مارئي)

(ڪاٺ=نهيرو> 1. نہ +2. هيرو، وڻ جا=چير).

پيچٽي: نہ هيرو پائيندياس، چيرا ڪنديس ڪينڪي.

3. بہ پاوا ملائي مراد وارو لفظ ٺاهڻ

ڏيٺي: ليلان انهيءَ **وڻٿون تندئون چمر جو** وجيئي. (ليلان چنيسر).

(وڻ=اڪ، تند=لئون> اڪ +لئون> عقلئون، چمر جو=مڙهہ).

پيچٽي: ليلان انهيءَ عقلؤن، مڙهہ وجيئي.

4. ٻن پاون مان هڪ جو اکر ٻئي سان ملائي 'مراد' ڪرڻ.

ڏيٺي: اتي **نالي ڪاني** متان **نالي هوت اچيئي**. (سسئي)

(نالو= ڪالو، ڪاني= چڪر> ڪالو + چڪر> ڪا + لوچ + ڪر، نالو= نظر).

پيچٽي: اٽي کا لوچ ڪر متان نظر هوت اچيئي.

ڏيٽي: هي **نرنالي پاٽي جون** آيون، تن اچي **ذاتيون** ڏنيون انسِي کي آئون، **گهـُمي** ويني. (ليلان چنيسر).

(نرنالي=نصير، پاٽي جون=نيون> نصير +نيون> نہ سي ر +نيون> نہ سي رنون، ذاتيون=پڙهيار> پڙهي هار، گهمي=ور ڏيئي).

پيچٽي: هي نہ سي رنون آيون، تن اچي پڙهي هار ڏنو اني کي آءٌ ور ڏيئي ويني.

5. پاٺي واري لفظ جو 'ڏيٽي' ۾ پير واري لفظ سان ملي 'مراد' بنجڻ.

ڏيٽي: **مال جي** ويا اٿم جيڏيون، آءٌ **پنهنجي** ڏيندي سان. (سسئي)

(مال جو= اوهہ اوهہ (= هـُو)، پنهنجي= 'نـِچ'، مچ + ڏيندي> نہ + چڏيندي).

پيچٽي: اوهہ ڙِي ويا اٿم جيڏيون، آءٌ نہ چڏيندي سان.

ڏيٽي: ڏي **رَچ** سومرا، مون کي **نالو** تہ نہ (مارئي).

(رچ= حقو، ڏي +حقو> ڏيهہ +ڪو، نالو=وِيسريو> وسريو.

پيچٽي: ڏيهہ ڪو سومرا، مون کي وسريو تہ نہ.

6. پائي واري بنيادي لفظ ۾ 'مراد' خاطر ڪن حرفن جو بدلجڻ

ڏيٽي: مون توکي ڄيو تہ اها **ذات نالو** نہ ڪر. (ليلان چنيسر)

(ذات= درزي> درجي> در +جي، نالو= محرم).

پيچٽي: مون توکي چيو تہ اها در جي محرم نہ ڪر.

(چنيسر ٿو ليلان کي چوي تہ مون توکي چيو هو تہ اها ڪوئرو در جي محرم نہ ڪر).

ڏيٽي: **لوهہ جي** ليلان، اجا تي **مال جا** ڪرين.

(لوهہ جي=دوربين> دوربيهہ (تجنيس مطرب)، مال جا= آسرا).

پيچٽي: دوربيهہ ليلان، اجان تي آسرا ڪرين.

7. پائي واري بنيادي لفظ ۾ هڪ يا ٻن (بعضي ٽن) حرفن جو وڌائڻ (تجنيس زائد)

سر سسئي مان هيٺين ڳجهارت آهي تہ:

ڏيٽي: **ڪيڙو** ڏيرن من ۾، **ڪيڙو** ڪنهن نہ چيون.

ڪپڙو[1] بري مون اندر، ڪپڙو[2] ڏيهہ سندون.

(ڪپڙو[3]= چُني<

1. ڪ + چني> ڪَڇُ + ني.[4]
2. س + چني> سَڇُ + ني.
3. م + چني> مڇُ + ني.
4. ڪ ي + چني> ڪيڇُ + ني).

پجڻي: ڪڇُ ني ڏيرن من ۾، سڇُ ني ڪنهن نہ چيون.
مڇُ نـي بري مـون اندر، ڪيڇُ ني ڏيهہ سندون.

## 8. پائي واري بنيادي لفظ مان هڪ يا ٻہ حرف ڪيرائڻ

ليلان چنيسر جي سُر مان ڳجهارت آهي تہ:

ڏيٺي: **ذات** پلايس جيڏيـون، **ڪـاڄ** خـدا خلقيا.
سرتين نہ سمجهائيو، **ست جي** ڪي هٿ لاءِ.

(ذات= لوهار> هار، ڪاڄ= چوهارا> چوهار، ست جي=مُـهار> مَ+هار).

پجڻي: هار پلايس جيڏيون، چو هـار خدا خلقيا
سرتين نہ سمجهائيو، مَ هار ڪي هٿ لاءِ.

مراد (پجڻي) خاطر 'پاون' ۾ مٿيون سڀ تبديليون جـائز آهـن، بشـرطيڪ سهڻي سٽاءَ سان بيهارجن. اهي ڳجهارتون جن ۾ مراد خاطر 'پائي' واري بنيادي لفظ ۾ حد ڪان وڌيڪ ڀڃ ڊاهہ ڪرڻي پوي، سي ڳجهارت جي اصول موجب صحيح نہ چئبيون. علمي لحاظ سان اصول هيئن ٿيندو تہ پاون جي بنيادي لفظن ۾ فقط اها تبديل جائز آهي جا ڪنهن نہ ڪنهن 'تجنيس' مطابق هجي.

## ڳجهارتن جي فني ۽ معنوي سٽاءُ

ڳجهارت جي 'لفظي سٽاءَ' ان جو بنيادي قالب يا سانچو آهي، ۽ لازمي آهي تـہ هر ڳجهـارت انهـيءَ سـانچي ۾ سموهيـل هجـي. پـر هـن فـن جـي مـاهر سگهڙن، ڳجهارتن کي محض انهـيءَ بنيـادي سـانچي ۾ سموهڻ تـي اڪتفـا نـہ ڪئي آهي، مگر پنهنجي هنرمنديءَ سان ان کي وڌيڪ سهڻو ڪري سينگاريو

آهي. انهيءَ سهڻائي ۽ سينگار کي اسان ڳجهارت جي 'فني سنّاءَ' چئون ٿا. جنهن جا مکيه پهلو آهن: هڪ ان جي هيئت ۽ صورت ۾ جدت، ۽ ٻيو ان جي مراد ۽ معنيٰ ۾ نزاڪت.

1. هيئت ۾ فني اضافو

جيڪڏهن ڪنهن ڳجهارت ۾ فقط هڪ 'پائو' آهي: ته به سنّاءَ ۽ صورت ۾ 'ڳجهارت' پوري چئبي. مثلاً سسئي جي سُر مان هڪ ڳجهارت آهي ته:

ڏيڻي: مون سان اها هلي؛ جيڪا هلي **واٽڪي** ڪري.

(واٽڪي= چوٽي).

پڇڻي: مون سان اها هلي، جيڪا هلي چوٽي ڪري.

غالباً ڳجهارت جي شروعات ٿي هڪ 'پائي' سان ٿي پر پوءِ جيئن ڳجهارت جو شوق وڌيو ته سگهڙن هڪ کان وڌيڪ پاوا رکيا. اهڙيءَ طرح ٻن يا ٽن پاون واريون ڳجهارتون عام ٿي ويون، پر سگهڙن اجا به وک وڌائي، ستن، اٺن يا اجا به وڌيڪ پاون واريون ڳجهارتون جوڙي ڳجهارت جي سنّاءَ ۾ فني اضافو ڪيو. ويتر وڌيڪ نزاڪت پيدا ڪرڻ خاطر هر جاءِ ساڳيو پائو استعمال ڪيائون، جيئن ته:

1. ڏيڻي: **ڪڪين** ويـاڙي جيڏيون، **ڪڪين** ويندي سان،
**ڪڪين** سنديون ڳالهڙيون، وجي **ڪڪين** چونديسان. (سسئي)
(ڪڪين= تڏي> تڏو ڪکن جو).

پڇڻي: تڏي ويا ڙي جيڏيون، تڏي ويديسانِ،
تڏي سنديون ڳالهڙيون، وجي تڏي چونديسان.

2. ڏيڻي: **ڪاني** هلي، **ڪاني** چلي، **ڪاني** ڪدي پار،
**ڪاني** هلندي ڪيچ ڏي، **ڪاني** ڪُتي بار. (سسئي)
(ڪاني= ڪامُ).

پڇڻي: ڪا مَ هلي، ڪا مَ چلي، ڪا مَ ڪدي پار،
* ڪا مَ هلندي ڪيچ ڏي، ڪا مَ ڪُتي بار.

هنن ڳجهارتن ۾ نه صرف پائي جي نزاڪت آهي، مگر انهن ۾ نظم ۽ قافيو پڻ آهي. داناءُ سگهڙن ڳجهارتن جي هيئت ۽ صورت ۾ اجا به وڌيڪ

نزاڪت پيدا ڪرڻ خاطر ان کي باقاعدي بيتن جي قالب ۾ سموهيو. مثلاً:
ليلان چنيسر جي سر جي ڳجهارت آهي ته:
3. ڏيٺي: **مـــتـــيءَ جـــو ڳهه** تنهنجـــو، **چيـــري** توئي ساڻ،
جنهن سان مون ٻانڌاڻ، سو ڏينم ميچي ڪاند ڙي!
(متيءَ جو= ڪامو> ڪامي، ڳهه= هار چيري= سڙي، ميچي= پلو)
پيجٺي: ڪـــامـــي هـــار تنهنجو، ســـڙي تـــوئـــي ساڻ،
جنهن سان مون ٻانڌاڻ، سو ڏينم پلئه ڪاند ڙي!
مارئي جي سر جي ڳجهارت آهي ته:
4. ڏيٺي: **ذات** ســاريم ســومــرا، جـــي **ذاتيين** هـــوءِ،
ته پاسي مارن لوءِ، وجي **ذات** لاهيان سومرا.
(ذات= جانجهڻ> جا + جهڻ، ذات= سامٺيا، ذاتيين> سامٺيين> سا + ماٺيين، ذات= پيسڪ> پي + سڪ).
پيجٺي: جا جهڻ ساريــم ســومــرا، جي سا ماٺيين هوءِ،
ته پاسي مارن لوءِ، وجي پي سڪ لاهيان سومرا.
مومل راڻي جي سر جي ڳجهارت:
5. ڏيٺي: **پنڊ ذاتين** جا پڌرا، جتي **پوڪ پڪيءَ** جا پونِ، هن ٻه **نالا** ڪوڙيا، بينا **نالا** رُونِ.
جي **عضوي عورت** پونِ، تن جو **نرنانءَ** ٿي نه ٿي.
(پنڊ=ڳام، ذاتيون= ڳـجر، پـوڪ جا= لـَڙڻ (لڙي پوڻ)> لڙيو، پڪي= باشا، نالو= کيمو، نالا= کيما، نالو=راوت، عضوو= منهن، عورت= مومل، نرنانءِ= موٽڻ).
پيجٺي: ڳــام ڳجر جـــا پـــڌرا، جتي لڙيو باشاه پـُون
هن ٻه خيما ڪوڙيا، بينا راوت رُون
جي منهن مومل جي پون، تن جو موٽڻ مس ٿئي.
6. ڏيٺي: اديون ڙي! انهن **ذاتين** جو مون سان اڳي **نـالو** هو،
ڪـــري **ٻوليـــون** پـــاڻ ۾، هـــن ٺـــي **نـــالو** نيـــو

سڌ نہ پييم سرتيون تہ مون سان **وڻ** تيو
**پوڪ** پنان تي پانهنجي، مون کي **ذاتيون** چو نہ ڏيو
اھڙو ڪونہ ٿيو، جنھن ڪئي **ڳھ جي** ٻن **نرناون** ڪي.
(سسئي)

(ذاتين= جتن، نالو= وٽو> وِٽو (وير)، ٻوليون= پارسيون، نالو- ھوت، وڻ = ھيرڻ> ھي +رِڻ، پوڪ= چانور> چان (چوان) + وَرَ، ذاتيون= ڏيرا، ڳھ جي= نٿ> منٿ، ٻہ نرنان (ٻہ نالا)= خان ۽ پنھون)

پيچڻي: اديون ڙي! انھن جتن جو مون سان اڳي وِٽو ھو
ڪري پارسيون پاڻ ۾، ھُن ئي ھوت نيو
سڌ نہ پييم سرتيون تہ مون سان ھي رڻ ٿيو
چان: وَر پنان تي پانھنجو، مون کي ڏيرا! چو نہ ڏيو
اھڙو ڪونہ ٿيو، جنھن ڪئي منٿ خان پنھونءَ ڪي.

محبت ۽ مجاز جي سلسلي جي ڳجھارت آھي تہ:

7. ڏيڻي: **ڪاٺ ڪاٺي** جون ڳالھڙيون،
ھڪڙيون **پڪين** ٻيون **مائٽن**، ڪجن نہ **مال جن**
اسان ۽ پرين، ڪٺي **شھر** ڦٽو ڪيو.

(ڪاٺ جي= ڳجھہ، ڪاٺ جو=در> اندر، پڪين= طوطن> تو + تَن، مائٽن= مامن> مان + مَن، مال جون= ٻيڪون، مال جن= ٻيڪن> ٻئي + ڪَنِ، شھر= گڏيجي> گڏي + جيءَ)

پيچڻي: ڳجھہ اندر جون ڳالھڙيون،
ھڪڙيون تو تن ٻيون مان من، ڪجن نہ ٻئي ڪن
اسان ۽ پرين، گڏي جيءَ ڦٽو ڪيو.

ھن آخري ڳجھارت جي مراد نہ صرف 'بيت' جي صورت ۾ آھي پر جڻ سنڌي بيت ۾ صنعتِ مستزاد جو پيوند ھنيو ويو آھي جو نھايت ئي پيارو پيو لڳي. ان ڪان، مطلب ۽ معنيٰ پڻ دلپذير آھي.

2. 'مراد' ۾ معنوي نزاڪت

سچاڻ سگهڙن، ڳجهارت جي مراد ۽ معنيٰ واري مضمون جي مدنظر، ڳجهارت جي 'ڏيٺي' توڙي 'پڇٺي' ۾ نوان نڪات پيدا ڪيا. نہ فقط سسئي، مارئي، مومل راڻو وغيره داستانن جي هرپهلو تي ڳجهارتون ٻڌائون، مگر هر هڪ داستان ۾ ڳالهہ جي سلسلي کي ڳجهارتن جي سلسلي سان روشن ڪيائون. يعني تہ سسئي ۽ سندس سهيلين، عمر ۽ مارئي، يا مومل ۽ راڻي جي پاڻ ۾ گفتگو ۽ سوالن- جوابن وغيره کي ڳجهارتن جي سلسلي سان ادا ڪيائون. مثلاً سهيليون تيون سسئي کان پڇن تہ ادي ڙي متان.

**چمر ڪپڙي** جي تو نہ ڪئي، تڏهن توکان هوت ويا؟
**ڪاچ حاڪم جي** تو نہ ڪئي، تڏهن توکان هوت ويا؟
**ولايت پنهنجي** تو نہ ڪئي، تڏهن توکان هوت ويا؟
يعني تہ
**ڳلي** تو نہ **جهلي**، تڏهن توکان هوت ويا؟
**رس رهاڻ** تو نہ ڪئي، تڏهن توکان هوت ويا؟
**ڪيچ تياري** تو نہ ڪئي، تڏهن توکان هوت ويا؟

تڏهن سسئي جواب ڏنو تہ:

اديون ڙي! **علمر ذات** جا مون ڪيا، پر **نالا** ڪين
مون کي **پار جي** چڏي، **حاڪم جي** هوت ويا.

(علمر جا = قُل (قل هو الله پڙهڻ)> ڪُل، ذات جا= جت> جتن (حيلا)، نالو= سرتو، نالا= سرتا، پار جي= سُتي، حاڪم جي= چڙهي)

يعني تہ:

اديون ڙي! ڪُل جتن مون ڪيا، پر سرتا ڪين،
مون کي سُتي ڇڏي، چڙهي هوت ويا.

سگهڙن جڏهن مختلف قسم ۽ داستانن بابت ڳجهارتون سٽيون، تہ ڪين ڳالهين ۾ هڪجهڙايون نظر آيون، ۽ انهيءَ خيال کي ڳجهارت ذريعي ادا ڪيائون. مثلاً سهڻي، سسئي، ليلان ۽ سورٺ چئني بابت هڪ نڪتو ذهن ۾ رکي هينئين ڳجهارت 'لفظي سٽاءَ' جي بدران 'معنوي انداز' ۾ رٿيائون تہ:

ڏيٺي: هڪڙي ڳهہ چار مُنيون.

(هڪڙو ڳهہ = هار> مي + هار = ميهار، مُ+ هار= مُهار، مگڻ + هار= مگٹهار، چار= 1. سهڻي 2. سسئي 3. ليلان 4. سورٺ).

پيڄي: سهڻي تان ميهار مٺي، سسئي تان مُهار مٺي،
سورٺ مگٹهار مٺي، ليلان لکي هار مٺي.

يا وري سهڻي، بوبنا، ليلان، نوري، مومل ۽ سسئي جي ڪردارن کي ذهن ۾ رکي ساڳئي نوع تي ڳجهارتون سٽيائون تہ:

**نارنان نرنانءَ** لاءِ **پاڻي جيئن** پيئي= **سهڻي ساهڙ** لاءِ **اوڙاهين** پيئي
**نارنان نرنانءَ** لاءِ **پُونءَ جي** تي پيئي= **بوبنا جراڙ** لاءِ **چري** تي پيئي
**نارنان نرنانءَ** لاءِ **ڳهہ** تي پيئي= **ليلان چنيسر** لاءِ **ڪڙي** تي پيئي
**نارنان نرنانءَ** لاءِ **نالن** ۾ پيئي= **سسئي پنهون** لاءِ **ڀهاڙن** ۾ پيئي
**نارنان نرنانءَ** لاءِ **ذات** تي پيئي= **مومل راڻي** لاءِ **سنياسي** تي پيئي
**نارنان نرنانءَ** لاءِ خيراتن ۾ پيئي= **نوري ڄام تماچي** لاءِ **نيازن** ۾ پيئي.

### 3. ست سُري ڳجهارت.

مٿيون ڳجهارتون ساڳئي نوع تي آهن، مگر هرهڪ ڳجهارت جدا بيئل آهي ۽ جدا داستان بابت آهي. سگهڙن وڏيڪ معنوي نزاڪت پيدا ڪرڻ خاطر اڳتي وک وڌائي. ۽ 'بيت' جي صورت ۾ ڳجهارت سٽي، ان ساڳي ڳجهارت جي جداجدا سٽن ۾ جداجدا سرن جا اهڃاڻ آندائون. مثلاً:

**پنهنجيءَ** ۾ **نرنانءَ** جي هميشہ هونديا س
**شهر جن مال جو** نہ مون کي، **نالي** آءٌ ويندياس
**پولي ڳهہ** هنياس، تڏهن ويم **نرنان وڪر** جو.

(پنهنجي= سڪ، نرنان= ساهڙ ڄام، شهر جا= محل، شهر جن= محلين، مال جو= پورڻ> پور، نالو= وتڻ> وطن، پولي=هائي، ڳهہ= هار، نرنان= سکيو> سک، وڪر= سهاڳو).

يعني تہ:

سڪ ۾ ساهڙ ڄام جي هميشہ هونديا س
محلين پور نہ مون کي وطن آءٌ ويندياس

هائي هار هنياس، تڏهي ويم سک سهاڳ جو.

هت پهرئين سٽ ۾ سهڻي، ٻيءَ ۾ مارئي ۽ ٽينءَ سٽ ۾ ليلان جي زباني سندن پنهنجن مدعائن جو اظهار ڪيل آهي. ساڳي ڳجهارت ۾ جيڪڏهن ٻن ڪان وڌيڪ سرن جا اهڃاڻ سمايل هجن تہ اهڙي ڳجهارت کي مجموعي طور "ست سُري" سڏجي ٿو. هيٺين ڳجهارت ۾ پورن ستن سرن جا اهڃاڻ سمايل آهن، پر ڪو سگهڙ ڪنهن ڳجهارت ۾ اجان بہ وڌيڪ سرن جا اهڃاڻ ڏيئي سگهي ٿو:

اديون ٻن **نالن جي نرنان** آءُ هياس
**نالي** بنا **شهر** ۾ منهنجو روح نہ اڇي راس
**اَن** جون **رچن** ۾ **واءُ-ئون واڍينديا**س
**نرنان نالي** تڪيي، **گهرجي** تي ٻهندياس
جيڪر **نالو** مون **سندو، ملڪ** مڙيئي ڏينديا‌س
هي جي **نالو** پانهنجو، **وري ليکي جو** نہ ڪندياس
**پنهنجي** پٺي وينداس، **گاهہ مڇي نرنانءَ** ڏي.

(ٻہ نالا= هوت ۽ بلوچ، نرنان=نواب> نباب> نہ باب (=نہ جوڙ جيس)، نالو= راڻو، شهر= ڪاڪ، ان جون=مانڌاڻيون (مانڌاڻي جو ان)، رچن= ماٽين، واءَ= چوهو، واءَ-ئون= چوهئون، واڍينديا‌س (واڍڻ= واڍ يا رسو وجهڻ)= چڪيندياس، نرنان= چام، نالي= تماچي، گهر جي= ٻانهي، نالو=ٻچو> ٻچي، سندو=ڏٽي، ملڪ= ڏيهہ، نالو= بخشو> بخشي، وري= ٻيهر، ليکي جو=ٻيو، پنهنجي= تَري (هٿ جي)، گاهہ= نڙ، مڇي= سُٺي، نرنان= ميهار).

هن ڳجهارت جي ستن سٽن مان سلسليوار هرهڪ ۾ سسئي، مومل، مارئي، نوري، سورٺ، ليلان ۽ سهڻي جي زباني هن طرح سمايل آهي تہ:

سسئي: اديون هوت بلوچ جي نہ باب آءُ هياس
مومل: راڻي بنا ڪاڪ ۾ منهنجو روح نہ اڇي راس
مارئي: مانڌاڻيون ماٽين ۾ چوهئون چڪيندياس
نوري: چام تماچي تڪيي ٻانهي تي ٻهندياس

سورٺ: جيڪر بچي مون ڏٽي، ڏيھہ مڙوئي ڏينداس

ليلان: ھيءُ جي بخشي ڏوھہ مون، پيھر پيو نہ ڪنداس

سھڻي: تري پئي ويندياس، نڙ سٽي ميھار ڏي.

ھن ڪتاب جي باب سترھين ھيٺ ھن قسم جون ڪي 'ست سُريون' ڳجھارتون ڏنيون ويون آھن.

## 4. ڳجھارت دُراھو.

ست- سُري ڳجھارت 'ساڳئي بيت' جي قالب ۾ سٽيل ھوندي آھي، مگر ھرھڪ سُر يا داستان جو ذڪر جداجدا سٽن ۾ سمايل ھوندو آھي. سچاڻ سگھڙن پنھنجي ھنر ۽ ڪاريگريءَ ۾ انھيءَ معيار ڪان بہ اجان اڳتي قدم وڌايو، ۽ ڳجھارتون اھڙي تہ نزاڪت سان سٽيائون جو ساڳئي سٽ مان ٻن بالڪل جدا سرن جي مراد ۽ معنيٰ حاصل ٿئي. اھڙو بيت يا ڳجھارت جنھن جي 'مراد' معلوم ڪرڻ لاءِ 'ٻہ رايا' يا 'ٻہ راھون' ھجن تنھن کي 'دُراھو'[1] چئجي ٿو. 'دُراھو بيت' جوڙڻ ڀڻ وڏي ڏاھپ آھي، مگر دُراھي ڳجھارت سِٽڻ بہ وڏي ڳالھہ آھي. ھيٺين ڳجھارت 'دُراھي' مثال آھي:

**عورت** ويئي، **نالو** ڪيائين، **نرنانءُ** ٿي

ھن ڳجھارت جي 'پاون' مان ھرھڪ جون ٻہ معنائون آھن: 'ڪنولان' جي مراد ھڪ ڪنولان راڻي، ٻيو ڪنولان= قولان يعني قول ڪان يا وعدي ڪان. 'مدگر' جي مراد ھڪ 'مدگر' نالو وزير جو، ٻيو مدگر=مد +گھر> مدو+گھر، 'پورن' جي مراد ھڪ 'پورن' نالو راجا جو، ٻيو پورن=پو +رن> پوءِ + رن.

پاون جي پھرين مرادن مان "ڪنولان راڻي ۽ پورن راجا" جي قصي جو اھجاڻ ملي ٿو، جنھن موجب ڪنولان راڻي، مدگر وزير سان ڪري ۽ اھا خبر پورن راجا جي ڪنين پئي. (پورن خبر ٿي).

"ڪنولان ويئي، مدگر ڪيائين، پورن ٿي"

پاون جي پوين مرادن ۾، "ليلان ۽ چنيسر" جي قصي جو اھجاڻ سمايل

---

[1] دو= ٻہ + راھو= راھن وارو، يعني ٻن راھن يا رستن وارو. ڪن جي خيال ۾ 'دُرائو' يا 'دُراپو' يعني 'ٻن راپن وارو'.

آهي، جنهن موجب ليلان تيئي قول پڳا (قولن کان ويئي)، ۽ پنهنجو گهر مدو ڪيائين، جنهن تي چنيسر تڙايس، سهاڳ ويس ۽ پوءِ رن ٿي:

"قولان ويئي، مدو گهر ڪيائين، پوءِ رن ٿي."

اهڙيءَ طرح ڳجهارت جي مراد ۾ بہ معنائون سٽڻ، معنوي نزاڪت جو هڪ معياري مثال آهي.

## 5. ڏيٺي واري سٽاءَ ۾ معنوي نزاڪت:

پانئجي ٿو تہ پهريائين سگهڙن ڳجهارت جي پڇٽي يا مراد ۾ نوان نڪات پيدا ڪيا، ڇاڪاڻ تہ پڇٽي يا مراد ئي ڳجهارت جو مرڪزي مضمون هو، جنهن ڏانهن پهريائين سندن ڌيان ۽ توجهہ رهيو. مگر پوءِ جيئن هن فن ترقي ڪئي تہ سگهڙن ڳجهارت جي 'ڏيٺي' واري سٽاءَ ۾ پڻ معنوي نزاڪتون پيدا ڪيون. عموماً ڳجهارت جي 'ڏيٺي' بذات خود بي معنيٰ آهي: مثلاً "عورتان ويئي، نالو ڪيائين، نرناڻ ٿي" بذات خود بي معنيٰ جملو آهي. ڳجهارت جي ارتقائي دؤر ۾ هڪ وڏي عرصي تائين ڳجهارتن جون 'ڏيٺيون' رسمي طور، 'پاون' تي مشتمل ۽ بي معنيٰ رهيون، ڇاڪاڻ جو 'ڏيٺي' محض هڪ ڪوپو، کپ يا مياڻ آهي ڇنهن جي سونهن ڏانهن سگهڙن جو ايترو توجهہ نہ رهيو. اڄ تائين اڪثر ڳجهارتون پنهنجي بنيادي سٽاءَ موجب 'ڏيٺي' ۾ بي معنيٰ آهن. مگر سگهڙن جي ڪچهرين ۾ جيئن ئي هن فن ڏانهن وڌيڪ توجهہ ٿيو تہ اهو محسوس ڪيائون تہ ڳجهارت جي 'ڏيٺي' مبهم ۽ ڍڪيل ئي صحيح، مگر سٽاءَ ۾ سهٽي سوڌي هجي. جيئن ئي 'ڏيٺي جي سٽاءَ' تي توجهہ ڏنائون تہ 'ڏيٺي' کي نہ فقط معنيٰ خيز بنايائون. مگر ان ۾ معنوي نزاڪتون پيدا ڪيائون جن مان بہ اسان کي نمايان طور نظر اچن ٿيون. هڪ ڳجهارت جي 'ڏيٺي' کي ظريفانہ انداز ۾ سٽڻ، ۽ ٻيو تہ مضمون جي خلاف الٽي معنيٰ پيدا ڪرڻ.

'ڏيٺي' ۾ ظريفانہ انداز خوش طبعي خاطر سگهڙن ڳجهارت جي 'ڏيٺي' کي مزاحيہ انداز ۾ سٽي ان کي معنيٰ خيز بنايو. مثلاً هڪ 'موقعي' جي ڳجهارت آهي تہ ڪنهن ڳوٺ ۾ فقير اچي در تي خيرات لاءِ تڪڙ ۽ تاڪيد

ڪٺي. مائي ڪيس سگهو سارو ڏسي چيو تہ:

”جو تو ساڳ ڪائين، لسي نٿو ڪائين، ڪهڙي مڇي لڳي اٿئي!“

(ساڳ= پني، لسي=ڪٺي، مڇي= حُوت> تاهوت= تڪڙ).

يعني تہ

”جو تو پني ڪائين، ڪٺي نٿو ڪائين، ڪهڙي تاهوت لڳي اٿئي!“

هن ڳجهارت ۾ ’ڏيٺي‘ نہ فقط معنيٰ خيز آهي مگر ظريفانہ انداز ۾ سٽيل آهي. ’ڏيٺي‘ ۾ انهيءَ معنوي نزاڪت جا مثال سسئي، سهڻي ۽ مومل جي هيٺين ڳجهارتن ۾ ملن ٿا.

سسئي

1. ڏيٺي: **لوهہ ڪوئن اڳي ردِ ڪاٺ** ۾.

(لوهہ= سانير (چڙو لوهہ جو). ردِ= سسي> سسئي، ڪاٺ= صندوق).

پيچٺي: سانير ڪوئن اڳي سسئي صندوق ۾.

2. ڏيٺي: **مسخري ڪري** اديون اوٺارن جي.

(مسخري= نقل (نقل يا اهل ڪرڻ)> نہ +ڪَل، ڪرِي= پيئي).

پيچٺي: نہ ڪل پيئي اديون اوٺارن جي.

سهڻي

ڏيٺي: **ٿلهي موچاري جهرڪي.**

(تلهي= وهہ (چوبي). يعني درياءَ جو وَهہ يا وهڪرو. موچاري= سهڻي، جهرڪي= ٻوڙي.

پيچٺي: وهہ سهڻي ٻوڙي.

مومل

ڏيٺي: راڻا! تون تو **ڪانيون** ڪرين، منهنجو بہ اٿئي **ڪاٺ.**

(ڪانيون= پڳيون. ڪاٺ= لاهہ> الله).

**ڏيٺي ۾ اُلٽي معنيٰ** سسئي جي سر ۾ سٽيل هيٺين ڳجهارتن جي ’ڏيٺي‘ ۾ عجب معنوي نزاڪت سٽيل آهي، جو ظاهر ۾ ’ڏيٺي‘ وارو مفهوم

مراد واري مضمون جي مخالف نظر اچي ٿو.

1. ڏيڻي: پنهون **نار نالي**، سسئي **نرنان** پڇي.

(پنهون 'نار نالي' ڪونہ هو، مگر 'ڏيڻي' ۾ الٽي رمز رکيل آهي).

نار نالي= جيوائي> جي +وائي، نرنان=پيروز> پئي +روز).

پڄڻي: پنهونءَ جي وائي، سسئي پئي روز پڇي.

2. ڏيڻي: **ويهڻ- هنڌ** ٿيوس، تڏهن **پٿي** چام پنهونءَ کي.

(حقيقت ۾ سسئي نڪا ويني، نڪو پنهون کي پٿيائين.)

ويهڻ- هنڌ (ويهڻ جي جاءِ)= ڪٿولو> ڪٿو +لوڪ، پِٿي= اوساري> او + ساري.

پڄڻي: ڪٿو لوڪ ٿيوس، تڏهن اوساري چام پنهونءَ کي.

3. ڏيڻي: پنهل **باھ** ڏيانءِ، **نالي** نہ ڏسانءِ.

(سسئي ائين ڪانہ چوندي، پر 'ڏيڻي' ۾ الٽي رمز رکيل آهي).

باھ= آس، باھ ڏيانءِ= آس ڏيانءِ= آ +سڏيانءِ، نالو= پريو، نالي = پريي> پري).

پڄڻي: پنهل آ سڏيانءِ، پري نہ ڏسانءِ.

4. ڏيڻي: پنهل آءُ تنهنجي لاءِ **ماء**، متان پائين **ذات**.

(ماء= آئي، ذات= نائي (حجم) نہ + آئي).

پڄڻي: پنهل آءُ تنهنجي لاءِ آئي، متان پائين نہ آئي.

## 'ڏيڻي' ۽ 'پڄڻي' هم معنيٰ

ڪن ڳجهارتن جي 'ڏيڻي' ۾ ڪنِ 'پاون' جي بيهڪ اسان کي معنيٰ خيز ۽ مراد واري مضمون مطابق نظر آئي. مثلاً:

ڏيڻي: پنهون **پورهيو** هئي تہ **شهر** نہ ڇڏين ها.

مشهور آهي تہ پنهون پنيور ۾ باالآخر پورهيت،ٿي ڪٽيءَ جو ڌنڌو ڪرڻ لڳو. جڏهن پورهيت ٿي پنيور ۾ وينو هو تہ پوءِ انهيءَ شهر کي نہ ڇڏي ها. انهيءَ لحاظ سان 'ڏيڻي' معنيٰ خيز ۽ اصل مضمون مطابق آهي. هن ڳجهارت

۾ ’شهر‘ وارو پائو جيتوڻيڪ قدري ڍڪ ۽ پردي جو اهڃاڻ ڏئي ٿو، مگر ’پورهيو‘ اهڙو ’پائو‘ آهي جنهن جو مضمون سسئي پنهون جي داستان جي اصل اهڃاڻ مطابق آهي:

(پورهيو= لائي، شهر= ڇني).

ڀڄڻي: پنهون لائي هيئي، تہ ڇني نہ ڇڏين ها.

مراد واري هن مفهوم ۾ البتہ ڪچائي آهي، ڇاڪاڻ جو پنهون پاڻ پريت ڪانہ ڇني هئي جو ڪيس ڏوراپو ڏجي. بهرحال هن توڙي ٻين ڳجهارتن جي ڪن ’پاون‘ مان اسان کي اهو نڪتو ذهين نشين ٿئي ٿو تہ ’ڏيڻي‘ نہ فقط معنيٰ خيز ٿي سگهي ٿي، مگر خود مراد واري مضمون جو مفهوم ادا ڪري سگهي ٿي، ايتريقدر جو مقصد ۽ معنيٰ جي لحاظ سان ’ڏيڻي‘ ۽ ’ڀڄڻي‘ ۾ ڪو فرق ئي نہ ٿئي. ڳجهارت جي اهڙي سناءَ ’فن‘ جي لحاظ سان ڪماليت جو درجو رکي سگهي ٿي. انهيءَ نڪتي جي تصديق ۽ وضاحت خاطر بنده راقم پاڻ هي ڳجهارت ’سورٺ جي سر‘ ۾ سٽي تہ:

”ٻيجل جو نالو، راءِ کي ساز جي ميناج ماريو“

يعني تہ عام خيال موجب راءِ ڏياچ کي ٻيجل ماريو، پر حقيقت ۾ راءِ کي ساز جي ميناج ماريو. هي ڳجهارت جي ڏيڻي آهي، مگر ان ۾ ڪا لڪ ڪانهي، يعني تہ ڪي بہ مبهم ’پاوا‘ ڪين آهن، ’ڏيڻي‘ خود ڀڄڻي وانگر معنيٰ خيز ۽ سُر سورٺ جي مضمون مطابق آهي. پر جو اسان ’**نالو**‘، ’**ساز جي**‘ ۽ ’**ميناج**‘ ٽنهي کي پاوا تسليم ڪري انهن جي مراد ڪريون تہ هن طرح ٿيندي:

(نالو= موسو> موسو (=بهانو)، ساز جو= سڳو (سرنديءَ جو)، ميناج = ساءِ).

يعني:

”ٻيجل جو موسو، راءِ کي سڳي جي ساءِ ماريو.“

## ڳجهارت جي ڪڇهريءَ جا قانون:

سنہ 1958ع ۾ جڏهن اسان ڳجهارت جي ڪچهرين ڏانهن خاص ڌيان ڏنو

تہ معلوم ٿيو تہ سگهڙن وٽ 'ڳجهارت' جهڙو ڳوڙهو ۽ اعليٰ فن موجود هو، مگر ڳجهارت جي ڪچهري ڪنهن سهڻي رٿ ۽ اصولن موجب ڪانہ ٿي هلي. ڏٺوسون تہ ڪچهريءَ ۾ جيڪي سگهڙ گڏ ويجها وينل هوندا هئا، تن پاڻ ۾ ڳجهارت جي ڏي وٺ ٿي ڪئي، ۽ فقط ڪين ويجهو وينل ڏهن- پندرهن ماڻهن ئي سندن آواز ٿي ٻڌو. پيو تہ گهڻو ڪري سندن خيال ان طرف هو تہ ڏکي ڳجهارت ڏجي، جيئن آڏو ڳولي پچي نہ سگهي. ٿيون تہ ڳجهارت جو سُر رکي ڪونہ ٿي ڏنائون، جنهنڪري ڳوليندڙ بہ ٻنان ڪنهن گس جي ڇڻ جهرجهنگ پئي ووڙيو. پيلا ڳجهارت جي ڏِس جوئي پتو ڪونہ هو تہ ڳولڻ بہ نشان ڪري ڏک ڪين ٿي هنيا، پر رخ وني ٿي هليا، ۽ اتفاق سان وجي ٿي ڪنهن 'پائي' جي مٿان پيا. نابينا لاءِ بہ سهاري واسطي لٺ هوندي آهي، مگر ڳولڻن ڪي اڪيون ٻوٽي ٻنان لٺ جي ڏونگر ڏورڻو ٿي پيو. ڏيڻ وارو ڳجهارت ڏيئي ڇُڪ هٽي ٿم ڪري ويهي ٿي رهيو، ۽ ڳوليندڙن پوءِ سندس چوڌاري وني ٿي هنبس لاتو. سندن هاءِ هوءِ سبٻان سٽندڙن ڪي گفتا سمجهہ ۾ نٿي آيا ۽ ڪچهري ٻاڙي ٿي ٿي پئي.

انهن سببن ڪري ڳجهارت هڪ وٽندڙ رهاڻ جي بدران گورکہ- ڏنڌو بنجي وئي، فقط هڪ ڳجهارت ڪي ڳولڻ ۾ ئي ايڏي ڊيگهہ ٿيندي هئي جو ٻن- ٽن ڳجهارتن کان پوءِ ماڻهو ڪڪ ٿي اٿندا هئا. انهيءَ ڪري ئي ڪچهريءَ ۾ 'ڳجهارت' جي پيٽ ۾ بيتن ۽ ڏورن جي رهاڻ وڌيڪ مقبول پئي، ۽ ڳجهارت جي رهاڻ فقط ڏيندڙن ۽ وٺندڙن تائين محدود رهجي وئي.

ڪن سڄاڻ سگهڙن البت آڳاٽي وقت کان محسوس ڪيو تہ ڳجهارت جي رهاڻ تڏهن وڌندي جڏهن ڏيندڙ ڳجهارت ڪي سولو ڪري ڏئي ۽ ڳولو اها پچي سگهي. انهيءَ ڪري ئي پري ڪچهريءَ ۾ 'هڪ- نپي' يا 'ٻہ- نپي' (فقط هڪ يا ٻن پاون واري) ڳجهارت ڪي ڏيڻ پسند نہ ڪيائون: مقصد هو تہ ڏيندڙ ڳجهارت ڏئي تہ گهٽ ۾ گهٽ ٽن پاون واري ڏئي جيئن پچڻ جو امڪان وڌي. ٻئي طرف ڳوليندڙ کي اها سهولت ڏنائون تہ جي ڳجهارت (جي ڪنهن بہ پائي) کي چاليهين پتي واءُ لڳو تہ ڳجهارت پڳي. بس قانون اهي بہ هئا، ۽ فقط انهيءَ لاءِ هئا تہ ڳجهارت ڪنهن طرح پچي ۽ محفل مچي. ٻئي لحاظ

سان، انهن پائبندين ۾ ڪا خاص خوبي ڪانه هئي. اسان 'ٻه- نپيون' بلڪ 'هڪ-نپيون' به ڪي سهٽيون ڳجهارتون ٻڌيون جن ڪي ڪچهريءَ ۾ نه ڏيڻ لاءِ ڪوبه سبب نٿي نظر آيو. ٻئي طرف 'چاليهين پتي واءِ لڳڻ' واري اصول موجب ڳجهارت جي ڳول جو پورو انصاف نٿي ٿيو. پر ڳجهارت جو فن اڳتي ڳوڙهو هو ۽ ان جو ميدان وڏو وسيع هو: ويتر سر نه رکي ڏيڻ سان واٽون ويهه تي ٿيون ۽ ڳولي لاءِ صحيح گس ونڻ ئي مشڪل تي تي پيو. انهيءَ ڪري اهي به پائبنديون لڳائي سگهڻ هن مشڪل کي ڪم از ڪم قدري آسان ڪيو.

اسان هن باري ۾ سنڌ جي سيني ياڱن جي سگهڻ سان ڪچهريون ڪيون ۽ ساٿن خيالن جي ڏي وٺ ڪئي. سيني قبول ڪيو ته ڳجهارت جي ڪچهري وڏي نٿي جو ڏکي تي پئي آهي، ۽ ضروري آهي ته انهيءَ ڪچهريءَ جا قانون مقرر ڪري ان کي سهٽو ڪري سينگارجي. انهيءَ مقصد خاطر سگهڻ جي صلاح سان اسان ڳجهارت جي ڪچهري جا ڪي قاعدا ۽ قانون مقرر ڪيا، جي آهستي آهستي سيني قبول ڪيا. جي ڪا مشڪل پيش آئي ته فقط هي ته شروع ۾ ڳجهارت جي سگهڻ جو اهو خيال هو ته جي 'سُر رکي ڏبو ته ڳجهارت پڇي پونڌي'. انهيءَ خيال کي درست ڪرڻ لاءِ اسان ڪچهرين لاءِ اهڙيون ڳجهارتون چونڊيون يا پاڻ جوڙيون جي هر لحاظ سان سوليون ۽ سهٽيون هيون، انهن جو سُر به ظاهر هو. مگر اهڙي ته هنرمنديءَ سان پاون تي پَن رکيل هئو جو سُر رکي ڏيڻ سان ته خير، پر ڳالهه جي وڏيڪ ٽاڻن ۽ اهڃاڻن ڏيڻ سان به اهي ائين تڪڙو کين تي پڳيون. مثلاً اسان مومل- راڻي جي سُر مان هيٺين ڳجهارت سِٽي 'ڏيٺي' ۾ سر ظاهر ڪري، نشان چاڙهي ڏني ته، مومل تي راڻي کي چوي ته:

"راڻا! تو ڪاڻي مون نه ڪاڻي"

هي سهٽي ۽ سوڏي ڳجهارت ڪيترن ئي ڪچهرين ۾ بيٺي ۽ نه پڳي، حالانڪ 'سر' ظاهر آهي، ۽ 'ٽاڻو' به ظاهر آهي. مراد هن طرح آهي ته 'ڪاڻي' "سَري" (ڏاند- گاڏي جي) معلوم ۽ مشهور آهي، يعني ته:

"راڻا! تو سَري، مون نه سَري."

بهرحال گذريل ڏهن سالن کان جي انهن ڪوشش سان، هن وقت سنڌ جا مڙيئي مشهور سگهڙ ۽ چاڙون ڳجهارت جي ڪچهري جي اصولن کي سمجهن ٿا، ۽ انهن تي هلڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. جنهنڪري 'ڳجهارت جي ڪچهري' جا اڳي ٻُڌي پئي هئي سا وڏي آهي ۽ وڌيڪ وڌندڙ تي آهي. هن موقعي تي اسان انهن اصولن کي چٽو ڪري لکون ٿا.

**(1) ڳجهارت جي رهاڻ کي پريءَ ڪچهريءَ لاءِ سينگارجي:**

ٻن - ٽيئن سگهڙن جو وچ ۾ يا ڪُنڍ پاسي ويهي هڪٻئي کي ڳجهارتون ڏيڻ وٺڻ سندن پنهنجي واسطي ٺيڪ آهي، پر ڪچهريءَ جي لحاظ کان اها چڻ گونگي رهاڻ آهي. پري ڪچهريءَ ۾ ضروري آهي ته ڳجهارت ڏيندڙ ۽ وٺندڙ سگهڙ، هڪ طرفان سڄي ڪچهري ڳجهارت جي ڏيڻي کي سمجهي، وٺندڙ ڳجهارت کي آهستي پر وڏي سڏ ڳولي، جيئن سڄي ڪچهري سندس ڏڪ سُٽي، جي ڳجهارت پڇي ته ڏيندڙ يڪدم وڏي سڏ 'واهه واهه' ڪري ۽ اڳتي وڏي ڳوليندڙ کي هٿ ڏئي، ڏارو ڏئي يا پاڪر پائي جيئن سڄي ڪچهري ڏسي. مطلب ته ڳجهارت جي رهاڻ کي پري ڪچهري لاءِ سينگارجي جو ڪُنڊ پاسي واري رهاڻ گونگي ٻوڙي آهي.

**(2) ڳجهارت جي ڪچهري ۾ ٻُڌندڙن جو چاهه وڌائجي:**

ڳجهارت ڏيندڙ توڙي وٺندڙ ائين سمجهن ۽ محسوس ڪن ته 'اسان ٻڌندڙن جي آڏو پنهنجو فن پيش ڪري رهيا آهيون.' جي رڳو ٻيهي پاڻ ۾ نَڪا ڏنائون ته اها رهاڻ نه، پر سندن پنهنجي ڇڪتاڻ ٿيندي، جنهن سببان ڪچهري ٻاڙي تي پوندي. ٻڌندڙن ۾ ڪچهريءَ لاءِ چاهه تڏهن وڌندو جڏهن هڪ ڳجهارت پئي پڇندي ته ٻي پئي ڏبي، ۽ نڪ نڪ لڳي ايندي. اهو خيال ٿي موران غلط آهي ته اهڙي ڳجهارت ڏجي جو ڪو پڇي نه سگهي، اهڙي رت سببان ڪچهري ڪَلڻ جي بدران ٻُتجي ويندي.

**(3) ڳجهارت جي ڪچهري کي زيب وٺائڻ ۽ ان جي معيار قائم رکڻ لاءِ هڪ امين مقرر ڪجي:**

ڳجهارت جي ڪچهري شروع ڪرڻ کان اڳ، حصو وٺندڙ سگهڙ پاڻ کي ٻن ٽولن ۾ وراهين، جيئن واري سان هڪٻئيءَ کي ڳجهارتون ڏين ۽ ڳولين.

پنهنجي وچ ۾ هڪ اهڙي سگهڙ کي 'امين' ڪري بيهارين جو ڳجهارت جي ڪچهريءَ کان بلڪل پوريءَ طرح واقف هجي. امين سڀ کان اول ٻنهي طرف جي سگهڙن جي واقفيت ڪرائي، ٻنهي طرفان واري سان ڳجهارتون ڏياري، ڏنل ڳجهارت کي وهجائي ورجائي ۽ ڪچهريءَ کي مچائي زيب ونائي، باوجود چڱي ڳول جي ڳجهارت نه پڇي ۽ ٻيهي وڃي ته ڪولائي سال ڪرائي، ڏيٽي ۽ پيٽي ۾ ڪو اختلاف ٿئي ته فيصلو ڏيئي، فوراً ڪچهريءَ کي اڳتي وڌائي. اهڙي حالت ۾ سگهڙ فيصلو امين تي ڇڏين، ۽ جو به فيصلو ٿئي سو فوراً قبول ڪري ڪچهريءَ کي مچائي بيٺا هجن. پري ڪچهريءَ ۾ ڪِرڪِر ڪرڻ سگهڙپائي جي شان ۽ ڪچهريءَ جي اصول جي خلاف آهي.

**(4) واري سان هرهڪ سگهڙ ڳجهارت ڳولي:** هڪ طرفان ڳجهارت ملي ته ٻئي طرفان واري سان هرهڪ سگهڙ ڳجهارت ڳولي، جيئن هرهڪ ڳوليندڙ جا ڏڪ سچي ڪچهري سُٺي سمجهي واهه واهه ڪري ۽ هرهڪ سگهڙ جي لياقت ۽ قابليت جو انصاف ٿئي. جڏهن ڪا ڳجهارت ڳوليندڙن مان هرهڪ جا ڏڪ جهلي وڃي، تڏهن جي امين مناسب سمجهي ته سيني کي گڏجي ڳولڻ جي صلاح ڏئي، پر امين جي صلاح کان سواءِ، جي ڳوليندڙ اُبهرا ٿي ساڳئي وقت ڳجهارت کي ڳوليندا ته هڪ ته سندن گوڙ سببان ٻڌندڙن کي ڪچهري سمجهه ۾ نه ايندي ۽ ٻيو ته خود ڳولڻ مان هرهڪ جي لياقت پڌري نه ٿيندي.

**(5) ڏيندڙ ڳجهارت کي سهٽو ڪري ڏئي، ۽ 'سُر' جو نالو نروار ڪري ڏئي:**

ڳجهارت 'پرائو ڳجهه' آهي ۽ ڳولڻ ڏکيو آهي. سگهڙ جعفر ڏيرو چوندو هو ته 'ڳجهارت ڇري مبارڪي آهي'، يعني ته مبارڪ ملڻ سان سرهائي ٿيندي آهي، پر ڳجهارت ملڻ سان حالي ته ڳوليندڙ سگهڙ مونجهاري ۾ اچي ويندو. انهيءَ ڪري ڏيندڙ لاءِ لازمي آهي ته ڳجهارت کي سهٽو ڪري ڏئي. ڳجهارت جي ڪچهريءَ ۾ ڀرين وڏي جوابداري سيني کان وڌيڪ ڳجهارت ڏيندڙ تي آهي. انهيءَ جوابداري کي پوري ڪرڻ لاءِ هن کي هيٺيون ڳالهيون خيال ۾ رکڻ گهرجن:

* ڏيندڙ کي ڳجهارت جي ڏيٽي توڙي پيٽي ٻئي حرف بحرف چٽيءَ طرح ياد هجن. ڪچهريءَ ۾ ڳجهارت ڏيڻ کان اڳ هو 'ڏيٽي' توڙي 'پيٽي' کي

پنهنجي وجود ۾ ويچاري وهجائي خاطري ڪري. ائين نہ ٿئي جو ڳوليندڙ
جڏهن ڳجهارت کي ڳولي ڳولي مٿو هٽي ڪڪ ٿي ڏيندڙ کي چون تہ ’ادا
سچي ڪر‘ تڏهن چوي تہ ’پيٽي مون کي بہ نٿي اچي‘ يا ’پيٽي مون کي
وسري وئي آهي.‘

* ’ڏيٺي‘ بالڪل ’پيٽي‘ مطابق هجي: يعني ’ڏيٺي‘ ۾ لفظن جي بيهڪ ۽ سناءَ
هوبهو ’پيٽي‘ واري بيهڪ ۽ سناءَ موجب هجن، اهڙيءَ طرح جو پائو پائي
سان ملي، حرف حرف سان ملي ۽ لفظ لفظ سان ملي. ڳجهارت ڏيڻ کان اڳ
۾ ڏيندڙ کي گهرجي تہ ڳجهارت جي ’پيٽي‘ کي خيال ۾ رکي ’ڏيٺي‘ کي
ويچاري ڏسي تہ برابر بيهڪ ۾ پوري آهي. ڪا گهٽ وڌائي هجي تہ سگهڙ
’ڏيٺي‘ کي سوڌي سنواري پوءِ ڳجهارت کي ڪچهريءَ ۾ پيش ڪري.

* ’ڏيٺي‘ ۾ ڳجهارت جو سر ظاهر نہ هجي تہ ’سر‘ جو نالو رکي ڏجي. عام
خيال آهي تہ سر ڪٽي ڏبو تہ ڳجهارت يڪدم پڌري پوندي، پر ائين نہ
آهي: ڳجهارت جو فن ايڏو تہ ڳوڙهو آهي جو سر ڏيڻ ساڻ تہ خير، پر
ڳالهہ جي ٽاٽن ڏيڻ سان بہ ڳجهارت وڏي داناءَ ڳولي کان لڪي سگهي
ٿي. پر جي سُر رکڻ سان ڳجهارت پڌري تہ پل پڌي: هڪ پڇندي بي
ڏبي، ۽ ڪچهري پاڻ مچندي. پهاڪو مشهور آهي تہ ”رسو پڌري ور تي،
ڳجهارت پڌري سر تي.“ ’سر‘ جي ڄاڻ کانسواءِ ڳجهارت ائين آهي جيئن
’جر ۾ ڳنڍون‘ پوءِ جڏهن ليي. هڪ سگهڙ چيو تہ: بنا سر جي ڳجهارت
ڏيڻ ۽ ڳولڻ، چڻ مرون ڪتي واري ويڙهہ ڪرڻي آهي: ’هڪ ٿم ۾ ٿنيي
هنيو وينو هوندو، پيا پيا چوڏاري باهيندا‘.

’سُر‘ يا ’سرائتي ڳجهارت‘ جي معنيٰ کي سمجهڻ ضروري آهي.
سگهڙن کان سواءِ پيا جيڪي هن فن کان واقف نہ آهن، تن کي ’پرولي‘ ۽
’ڳجهارت‘ ۾ جو فرق آهي سو صحيح طور معلوم نہ آهي، انهيءَ ڪري عام
طرح سان بين پرولين جي پيٽ ۾ خاص طور ڳجهارت کي ئي ”سرائتي
ڳجهارت“ ڪري سڏين. پر سگهڙ جڏهن چوندا تہ ’ادا، ڳجهارت سرائتي ڏي،
بي سُري نہ ڏي‘، تہ ان جو مکيہ مطلب اهو آهي تہ: ’ادا ڳجهارت سُهٽي ۽

سوڙي ڏي: اهڙي نہ ڏي جنهن جي ڏيٺي يا پيٺي ۾ ڪا خامي هجي'.
ڪڇهريءَ جي لحاظ سان 'سر' جي هڪ خاص معنيٰ آهي، ۽ ڳجهارتون مجموعي طور سان هيٺين 'سرن' ۾ ورڇيل آهن:

**(الف) متين سرن واريون يا حقاني:** جن ۾ نبين، اصحابن، امامن، ولين، فقيرن ۽ درويشن بابت، يا نصيحت ۽ هدايت طور چيل ڳجهارتون ڳڻجن ٿيون.

**(ب) خاص رهاڻ جا سر:** (1) سر سسئي، (2) سر مارئي، (3) سر سهڻي، (4) سر مومل- راڻو، (5) سر ليلان- چنيسر، (6) سر راءِ ڏياچ، (7) سر مورڙو، (8) سر نوري، (9) سر موکي متارا، (10) سر ڦل وڏوئو - پوري، (11) سر بوبنا جراڙ، (12) سر همون دولهہ دريا خان، (13) سر ليليٰ- مجنون.

**(ج) سر 'ٻاهر':** يعني تہ اهي ڳجهارتون جي (الف) ۽ (ب) هيٺ ڄاڻايل سرن کان ٻاهر هجن. يعني تہ جيڪي 'حقاني' يا سنڌ جي مشهور قصن وارين ڳجهارتن کان ٻاهر آهن.

**(د) سر بادشاهي:** سڪندر بادشاهہ، دودي چنيسر، ٻين حاڪمن ۽ بادشاهن وغيره بابت جملي تاريخي ڳجهارتون.

**(هہ) سر مجازي:** عشق ۽ محبت جي پيغامن، ڏکن ڏوراپن ۽ ٻي پهہ پچار واريون ڳجهارتون.

**(و) سر سنگت:** پاڻ ۾ اٿندي ويهندي ڪنهن موقعي ۽ مهل تي ڪن سگهڙن يا سنگتين جون چيل ڳجهارتون.

مٿي (ب) هيٺ ڄاڻايل 'تيرهن سر' ڳجهارتن جي ڪچهري جا خاص سر آهن. پري ڪچهريءَ ۾ اڪثر اهي ڳجهارتون ڏيبيون جي انهن سرن مان آهن، ۽ جڏهن بہ ڪا ڳجهارت ڏبي تہ 'سر رکي ڏبو': يعني تہ چٽو ڪري چئبو تہ سر سسئي، سر مارئي يا سر سهڻي وغيره مان آهي. پري ڪچهريءَ کان ٻاهر واري رهاڻ ۾ پل ٻين سرن مان بہ ڳجهارتون ڏجن، پر هرهڪ ڳجهارت بابت چٽو ڪري چئبو تہ 'متين سرن' ۾ آهي يا 'حقاني' آهي، يا چئبو 'سر ٻاهر'، 'سر بادشاهي'، 'سر مجاز ۽ محبت'' يا 'سر سنگت'. مطلب تہ هر حالت ۾ سر رکي ڏبو.

**(6) جيڪڏهن ڳجھارت ڪافي ڏک جهلي وڃي تہ ڏيندڙ ڪي گھرجي تہ ڳولي کي 'تاٽو ڏئي'، ۽ ڳجھارت جيئن چئي ٿي تيئن لهجي سان چئي ٻڌائي، يعني تہ پڇڻي واري خيال مطابق 'ڏيٺي' ڪي ادا** ڪري. 'تاٽو ڏيڻ' معنيٰ اهڃاڻ ڏيڻ تہ ڪير ٿو چوي يا ڪهڙي موقعي جي ڳجھارت آهي. مثلاً ڳجھارت آهي تہ:

ٻولي اٿئي ليلان، پل پئي ٻولي ڪر، پنهنجو تينڌءِ ڪونہ.

'ڏيٺي' مان ئي ظاهر آهي تہ هي ڳجھارت 'ليلان چنيسر' جي سر مان آهي. ڏيٺي بہ سوڌي ۽ سهٺي آهي، پر ڪاريگر اهڙا کک رکيا اٿس جو تڪڙو ڪانہ پڄندي[1] . ظاهر آهي تہ ڪو ماڻهو ليلان کي ٿو چوي، پر اِهو معلوم ناهي تہ ڪير ٿو چويس: ڪونئرو ٿي چويس، سرتيون سهيليون ٿيون چونس، يا خود چنيسر ٿو چويس؟ جيڪڏهن ڳجھارت ڪافي ڏک جهلي وڃي تہ پوءِ ڳولي کي همٿائڻ لاءِ تاٽو ڏبو تہ: 'ادا چنيسر ٿو ليلان کي چوي[2] '.

هيٺين ڳجھارت اسان پاڻ جوڙي ۽ ڪچهرين ۾ ڏني، پر گھڻو ڪري بيهي وئي ۽ پڳي ڪانہ:

راڻي مال جي، ڏسي وکر ڪانئيءَ تي.

هي ڳجھارت اهڙي نموني سان ستيل آهي جو ڳوليندڙ اڪثر ائين سوچيندو تہ هي ڳجھارت انهيءَ موقعي جي آهي، جڏهن راڻي مومل کي ڪٺ تي ٻئي ڪنهن سان ستل ڏٺو. ڪو ڳولو انهيءَ لحاظ سان ڳولي ۽ ڳجھارت ڪافي ڏک جهلي بيهي وڃي تہ پوءِ تاٽو ڏبو تہ: 'ادا! هي ڳجھارت ڪٺ واري جاءِ تي نہ آهي، مومل ڪان راڻو رسي ويو، جنهن تي مومل گھٽيون ڪي منٿون ڪيون جي نہ مڃيائين. هي ڳجھارت ان ڪان پوءِ جي آهي.' انهيءَ تاڻي ڏيڻ سان ڳولو وڏيڪ سولا ۽ سنڌائتا ڏک هٽندو. هيءَ ڳجھارت ان موقعي جي آهي

---

[1] هي ڳجھارت اسان پري ڪچهري ۾ ڏني، بين سان گڏ سگھڙ ٻيڙيءَ ڪنيار سهٺي ڪري ڳولي پر پڳي ڪانہ ۽ بيهي وئي.

[2] هي ڳجھارت ڪتاب ۾ موجود آهي (نمبر 1184) جتي ان جي مراد ڏسو.

جڏهن مومل ويس بدلائـي راڻي وٽ آئي ۽ ويهي پاڻ ۾ چوپڙ راند کيائون- ڍارو هٽندي، مومل جي ٻانهن تان کپڙو ڪڇي ويو ۽ راڻي لسڻ ڏسي سڃاتو تـ هي مومل آهي (مال جي= سڃاتي، وکر= لسڻ (تومر)، ڪاني= ٻانهين> ٻانهن)- يعني:

'راڻي سڃاتي، ڏسي لسڻ ٻانهن تي.'

'ڻاڻون ڏيڻ' ڄڻ ڳولي کي همٿائڻو آهي، ۽ ڪچهريءَ جي قاعدي موجب اهو همٿائڻ ضروري آهي. بنيادي اصول اهو آهي تہ 'ڏيندڙ ڳجهارت کي سهڻو ڪري ڏي ۽ ضرورت پوي تہ ڳولي کي ڻاڻو ڏيئي همٿائي ڏيڻ ۾ سهڻي ڳجهارت اها آهي جا نظاري چڙهي نشان تي ٻيهي، جيئن ڳولو حرص مان ڏک هٽيس..اڳ سگهڙ 'هڪ نيپي' (هڪ 'پائي' واري) ڳجهارت کي قبول ڪين ڪندا هئا، ۽ هن وقت پڻ ڪچهريءَ ۾ 'هڪ نيپي' ڳجهارت جو رواج گهٽ آهي. اسان ڪن سگهڙن کي ائين چوندو ٻڌو تہ: 'ٻہ- نيپي يا ٻہ- پائي ڳجهارت ليلان ۽ مارئي جي اصل ٿي نيپٽي آهي'، يعني ڳولڻ ۾ ڏکي آهي. ائين برابر آهي، پر سڄو مدار ڳجهارت جي رخ ۽ ٻيهڪ تي آهي: ٻٽيل ڳجهارت ٽن پاون واري بہ ڳولڻ ۾ ڏکي آهي، پر جي هڪ پائي واري ڳجهارت سهڻي ۽ سوڙي هجي تہ پوءِ ان جي ڏيڻ يا ڳولڻ ۾ ڪو هرج ڪونهي. مثلاً هيئين ڳجهارت 'هڪ پائي' واري آهي پر بلڪل سهڻي آهي ۽ ڪچهريءَ ۾ ڏجي تہ عيب ڪونهي:

ڏيڻي: اديون! مون سان اها هلي، جيڪا واٽڪي ڪري.

(سسئي)

ڀڄڻي: اديون! مون سان اها هلي، جيڪا چوتي ڪري.

ان جي برعڪس 'ٻٽيل ڳجهارت' ڏيڻ مناسب ناهي، پوءِ پل ڪٽي ان ۾ ٻن ڪان وڌيڪ پاوائي هجن. 'ٻٽيل ڳجهارت' اها آهي جنهن جو رخ ۽ رايو ظاهر نہ هجي- مثلاً، "ڪڪ، پکي، ڪاني ڙي." هن ڳجهارت جو سر ڪٽي رکي بہ ڏجي تہ 'سسئي' جي سر مان آهي، مگر ان بعد بہ اهو معلوم نٿو ٿئي تہ ڳجهارت جو رخ يا رايو ڪهڙو آهي. اهڙيون ڳجهارتون سگهڙ سندن خاص

ڪچهرين ۾ ڏيئي پل پنهنجو ذهن پيٽين، پر پيري ڪچهريءَ ۾ ڏيڻ مناسب نه آهن. هن ڳجهارت جي مراد هي آهي: [ڪڪ = قلم (ڪانهن جو)، پڪي = وهيو. ڪاني (لٺ) = لوڙهه] "قلم وهيو لوڙ ڙي."

**(7) ڳولو اول ڳجهارت جي رايي ڪي سمجهي ۽ پوءِ ملوڪت سان**

**ڳولي:** ڳجهارت جي ڳول فني لحاظ سان ذهانت ۽ هنرمندي جو بهترين مظاهرو آهي. ڳولڻ واري جي ملوڪت اها آهي جو اجايو جهنگ نه جهڙي پر گس وٺي هلي، رڳو رخ تي ڪڙن، پٽرن ۽ چاڙين جا وارا نه لائي، پر ڪا شيءِ ڏسي نشان چٽي. ڪانبو ٻڌي ڪک ڪهچر نه ميڙي پر جانچي گل چوندي. مطلب ته ڳجهارت جو رايو ۽ لهه ڏسي، پاون جي لحاظ سان سهٽا ۽ سنڌائتا ڏک هٽي جيئن هرڪو 'واهه واهه' ڪري.

اڳ وارين ڪچهرين ۾ ڳجهارت جو سر ظاهر ڪري نه ڏيندا هئا. انهيءَ ڪري ڳولي کي اهو ته معلوم نٿي ٿيو ته نشان ڪٿي آهي، پر ڪيس اها به خبر ڪانه ٿي پيئي ته نشان ڪهڙي قبلي تي آهي: انهيءَ ڪري هو وٺي چوڌاري ڳوڙها وسائيندو هو ته من ڪو وڃي ڪٿي لڳي. پلا نه هئي نشان جي خبر ته نه هو رخ معلوم. پوءِ جي ڪو ڳوڙهو اتفاق سان وڃي ٿي نشان جي ڀر پاسي سان ڪِريو ۽ نشان کي پورو واءُ ته نه پر جي 'چاليهين پتي واءُ' لڳو ته به چوندا هئا ته 'ڳجهارت ڀڳي'. ظاهر آهي ته ڳجهارت جي اهڙي ڳول ۾ ڳولي جي پنهنجي سمجهه ۽ عقل کي گهٽ دخل رهي ٿو. البته جي وٽس ڪڙا، پٽر، ڳوڙها گهڻا هجن ته پل پيو وسائي ته من ڪو اتفاق سان وڃي نشان کي لڳي، يا ڪٿي چٽي ته جيڪڏهن وٽس ڀوليءَ جي نالن ۽ لفظن جو وڏو لشڪر موجود آهي ته پل ڪٿي هر قبلي تي فوجون چاڙهي، جن مان ڪي نه ڪي فرد وڃي نشان جي مٿان پوندا.

ڳجهارتن جي نئين رس رهاڻ ۾ اول 'سر' ظاهر ڪري ٿو ڏجي انهيءَ لاءِ ته ڳولي کي گهٽ ۾ گهٽ ايتري خبر پوي ته نشان ڪهڙي ڏس تي آهي، ان بعد ناٺو تو ڏجي ته انهيءَ ڏس تي نشان ڪيتري فاصلي تي ڪيتري حد اندر آهي. انهن اهڃاڻن سان ڳولي کي ڏِس ۽ گس جو پتو پوي ٿو: پر پوءِ سڄو مدار سندس سمجهه ۽ دانائي تي آهي ته هو پوري تڪ تور ڪري نشان چٽي. پر اها

ڳڻ ٻه ڪا سولي نه آهي: ٻجهارت کي ملوڪت سان ڳولڻ ۾ وڏيءَ سمجهه ۽ سياٽپ کپي، جنهن لاءِ هيٺيون ڳالهيون ضروري آهن:

*** ڳولو پهريائين پاڻ ۾ ٻجهارت ڳولڻ ۾ لياقت پيدا ڪري:** اِسان جي خيال ۾ انهيءَ لياقت پيدا ڪرڻ جا ٽي درجا آهن: پهريون ته مشهور سرن مان، هرهڪ سر مان ڪيس گهٽ ۾ گهٽ پنجن ٻجهارتن جي ڏيٽي ۽ پيٽي ياد هجي، جيئن ٻجهارت جي مختلف بيهڪن، پاون ۽ پيٽين سان ڪيس پوري واقفيت پيدا ٿئي. ٻيو ته هو مشهور قصن ۽ داستانن (سسئي پنهون، سهڻي ميهار، عمر مارئي وغيره وغيره) جي ڳالهين جي سلسلي کان پاڻ کي پوريءَ طرح واقف ڪري، ڇو ته ٻجهارتون ڳالهين جي ٽاڻن ۽ اُهجاڻن تي ٻڌل آهن. ٻجهارت ڳولڻ لاءِ ضروري آهي ته ڳالهين جا موقعا ۽ ٽاڻا ياد هجن، جيئن ڳولو سمجهي سگهي ته ٻجهارت ڪهڙي موقعي جي آهي، ڪير ٿو چوي، ڇا ٿو چوي، ڇو ٿو چوي ۽ ڪيئن ٿو چوي. ٽيون ته 'پاون' جي مناسبت سان سهڻن ڏکن هٽڻ لاءِ ضروري آهي ته ڳولي کي سنڌي ٻولي جي لفظن ۽ اصطلاحن، ۽ مختلف قسمن جي شين ۽ جنسن جي نالن سان ڪنهن حد تائين واقفيت هجي. اهڙيءَ واقفيت هر شخص جي پنهنجي ڄاڻ ۽ تجربي جو نتيجو ٿي سگهي ٿي. ٻهراڙيءَ ۾ سگهڙن لاءِ خالص سنڌي ٻولي، سنڌ جي رهڻي ڪهڻي، ۽ پوکن، وڻن، پکين وغيره شين جو قدرتي ماحول اهڙيءَ ڄاڻ ۽ واقفيت لاءِ موجود آهي، البته لکيل پڙهيل طبقي لاءِ لکت ۾ اهڙو مواد موجود نه هو. پر هاڻي هن ڪتاب جي 'پهرئين ڀاڱي' ۾ اهڙي واقفيت لاءِ چڱو خاصو مواد موجود آهي.

*** ڳولو اڳ ٻڌل ٻجهارت کي ڏڪ نه هڻي:** ٻڌل ٻجهارت کي ڏڪ هڻڻ ڄڻ مئل شيءِ کي مارڻو آهي. محض سرخرو ٿيڻ خاطر ٻڌل ٻجهارت کي ڏڪ هڻڻ سگهڙپائي جي شان ۽ ڪچهري جي قانون جي خلاف آهي. ٻڌل ٻجهارت ملي ته ڳولو چوي ته: 'ادا ٻڌل آهي، يا مون وٽ اڳي آهي'. البته ڪي ٻجهارتون 'ڏيٽي' ۾ هڪجهڙيون ٿين ٿيون، انهيءَ ڪري ڏيندڙ سگهڙ جي مناسب سمجهي ته بيشڪ ڳولي کان ثابتي جي طلب ڪري. اهڙي طلب تي پوءِ ڳولو پيل ٻڌل ٻجهارت سچي ڪري ٻڌائي.

*** ٻجهارت تڏهن پڇي جڏهن ڳولو ڪنهن ٻه 'پائي' وارو صحيح**

۽ **ثابت نالو ڪٽي:** جڏهن سُر رکي ٿو ڏجي ته پوءِ 'چاليهين پتي واءَ' تي ڳجهارت ڪانه پڇندي. ضروري آهي ته ڳولو ڪنهن به پائي وارو صحيح ۽ ثابت نالو ڪٽي. ڪن سچاڻ سگهڙن اهو اصول اڳ به تسليم ڪيو هو جو چيائون ته "ڳجهارت پنهنجي پائي چٽندي" يعني ڳجهارت پڇندي تڏهن جڏهن 'پائي' وارو لفظ پڌرو ٿيندو. مثلاً پائي وارو لفظ 'ڏڱو' آهي ته 'ڏاند' چوڻ سان ڳجهارت ڪانه پڇندي، ۽ جي پائي وارو لفظ 'دلو' آهي ته 'گهَڙي' چوڻ سان ڳجهارت ڪانه پڇندي. چوندا آهن ته، "هر 'پائي' پنهنجي مزوري پوري لهڻي." البته جيڪڏهن ڳولو هڪ پائو ڳوليندي، ڪنهن ٻئي پائي وارو پورو لفظ چئي ويو ته ڳجهارت پڇي پوندي. مثلاً ڪنهن ڳجهارت ۾ ڳڻ ۽ **ذات** ٻه جدا پاوا آهن، ۽ ڳڻ جي پڇٽي 'دستي' آهي، پوءِ جي ڳولو، ڳوليندي 'دستي' چئي ويو ته به ڳجهارت پڇندي. اصول اهو آهي ته ڳولو پائي جو مراد وارو صحيح ۽ پورو لفظ ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ پڌرو ڪري چئي.

***ڳول جي ملوڪت انهيءَ ۾ آهي ته ڳولو ڳجهارت جو خيال ۽ رايو سمجهي، پوءِ پاون جي مناسب سان پورا ڏڪ هڻي: ڳجهارت ڳولڻ آسان نه آهي:** پرائو ڳجهه ڳولڻو آهي، جو ڪنهن به طرح ڳولجي ته جڳائي. پر سهڻائي انهيءَ ۾ آهي ته ڪنهن ڍنگ سان ڳولجي. سهڻائي ۽ دانائي جي لحاظ سان ڳول جا ٽيءَ درجا آهن:

(1) سڀ کان سولي پرچڻ ٻارناڻي درجي واري ڳول اها آهي جو فقط 'پاون' کي ڳولجي: يعني ته پائو 'ڳڻ' جو هجي ته وٺي ڳڻن جا نالا ونجن، يا 'ذات' جو هجي ته وٺي ذاتيون بيان ڪجن. اهڙيءَ ڳول ۾ خيال ۽ فڪر جي ضرورت ناهي: ڳڻن يا ذاتين جا گهڻا نالا ياد هوندا ته 'پاون' جي پچڻ جو وڌيڪ امڪان ٿيندو. انهيءَ ڪري ڪن سگهڙن ڳڻن، ذاتين، ڪاٺين، پکين، وکرن وغيره جنسن جي نالن کي بيتن ۾ منظوم ڪيو ته جيئن مختلف شين جي نالن جون ڪنڊيون سولائي سان ياد ٿي سگهن. جن کي بيت ياد هوندا سي ڳجهارت پڇڻ وقت وٺي ڳڻن، ذاتين، پکين وغيره جنسن جي نالن جي ڪنڍي ڪڍندا ۽ بيت پڙهندا. جن ڳولن اهي ڪنڊيون ناهيون ۽ ياد ڪيون تن جي ذوق

شوق ۽ يادگيري کي آفرين ڏيئي سگهجي ٿي، پر ڳجهارت ڳولڻ جو اهو طريقو هيٺين درجي وارو شروعاتي طريقو آهي، جو نون سيکڙاٽن کي ئي جڳائي ٿو. بنا سوچ سمجهه جي وني پاون جا نالا کڻڻ، ڳجهارت سان انصاف ڪرڻو ناهي، مگر ان تي زبردستيءَ سان فوج چاڙهڻي آهي. پوءِ جي اتفاق سان ڪو تير لڳو ته گهائجي پوندي نه ته گهٽو ڪري بچي پوندي.

(2) وچين درجي جي ڳول اها آهي جو ڳوليندڙ ڳجهارت جي 'ڏيٺي' يا 'بيهڪ' کي خيال ۾ رکي پوءِ پاون کي انهيءَ لحاظ سان ڳولي.

(3) بالڪل مٿئين ۽ اعليٰ درجي واري سهڻي ڳول اها آهي، جو ڳولو 'ڏيٺي' کان نظر اڳتي وڌائي، مقصد ۽ مراد جي لحاظ سان ڳجهارت جو خيال يا رايو سمجهي ته ڪهڙي موقعي تي چيل آهي، ڪير ٿو چوي ۽ ڪيئن ٿو چوي! جيڪڏهن ڳولي دانائي سان ڳجهارت جو رايو هٿ ڪيو ته انهيءَ رايي کي موزون لفظن ۾ بيان ڪرڻ سان ڳجهارت کلي پوندي. سدا ملوڪ ڳولو اهو چئبو جو ڳجهارت جي مقصد کي وهجائيندي ڳالهه ۾ ڳجهارت کي پيچي جڏي، پر جي ڳالهه ۾ ڳجهارت نه پچي ته قابليت اِها آهي جو ڳولو، ڳالهه جي لحاظ سان 'پاون' کي سهٽا ۽ سنڌائتا ڏڪ هڻي. سهٽا ۽ سنڌائتا ڏڪ اهي آهن جن ۾ پاون (مثلاً 'ڳهه' يا 'ذات') جون پيچٽيون به اچي وڃن ۽ اهي پيچٽيون ڳجهارت جي رايي سان پڻ پيچي بيهن. ڪچهرين ۾ اسان جيڪي سگهڙ ڏٺا آهن تن ۾ رمضان ٽالپر کي اها رمز ياد آهي جو بعضي ته- پائي ڳجهارت جي تنهي پاون کي سهٽا ۽ سنڌائتا ڏڪ هڻي چڻ سچي پيچٽي ڏيندو ويندو.

ڳجهارتن جي ڪچهرين ۾ ويهڻ ۽ پاڳي پائيوار ٿيڻ بعد اسان هن نتيجي تي پهتا آهيون ته معنيٰ ۽ مقصد جي لحاظ سان ڳجهارتون گهٽو ڪري ٻن قسمن جون آهن: هڪڙيون 'بياني' ۽ ٻيون 'معنوي'. 'بياني' ڳجهارتون اهي آهن جن جي پيچٽي ۾ فقط ڳالهه جو ڪو بيان ٿيل هجي. 'معنوي' ڳجهارتون اهي آهن جن جي پيچٽي ۾ سهٽو خيالُ يا معنوي نڪتو سمايل هجي. ٻين لفظن ۾ جيڪر چئجي ته: هڪ 'ڳجهارت ڳالهه' ۽ ٻي 'ڳجهارت خيال' آهي. تجربي مان معلوم ٿئي ٿو ته 'بياني' ڳجهارتون پچڻ ۾ وڌيڪ سوليون آهن،

پر معنوي ڳجھارتون ڳولڻ ۾ البت مشڪل آهن. ’بياني‘ ڳجھارت جو مثال مارئي جي سر مان هي ڳجھارتَ آهي:

ڏيٺي: **ڪک مٿيءَ تي نالو اَباٽن.**

پڇٽي: **پکو دڙي تي آڏيو اَباٽن.**

يعني تہ مارن هيٺن يا هيٺن ڪيو: اهو هڪڙو بيان آهي، ۽ سجاڳ ڳولو ڪوشش ڪندو تہ ڳجھارت کولي وجھندو. پر مارئي جي سر مان هينئن ڳجھارت ’معنوي‘ آهي:

ادا عمر هِت نہ **مال جا**، پر هُت **مال جا**.

جي ڳولو بيان طرف ويندو تہ ائين پائيندو تہ ڄڻ مارئي عمر کي ٿي چوي تہ، هت عمرڪوٽ ۾ اهي شيون نہ آهن پر هت مارن وٽ اهي شيون آهن. پر انهيءَ لحاظ سان ڳجھارت نہ پڇندي ڇو تہ ان ۾ ’بيان‘ جي بدران ڪا معنيٰ وار ڳالھہ ڪيل آهي. مارئي عمر کي چوي ٿي تہ:

”ادا عمر هِت نہ مران، پر هُت مران“

(مالَ جا= مَرا> مران)

اهڙي طرح ٻين سرن ۾ بہ معنيٰ واريون ڳجھارتون وڏي سمجھہ ۽ دانائي سان ڳولي سگھبيون.

**(8) ڳجھارت پڇي تہ، ڏيندڙ ڳجھارت کي سچو يا سال ڪري:**

ڳجھارت جو ڪوبہ هڪ پائو پڳو تہ ڳجھارت پڳي. ان بعد ڳجھارت جي پوري پيڄٽي يا وَراڻ پڌري ڪرڻ ضروري آهي، انهيءَ لاءِ تہ سڄي سربستي ڳجھارت ڪچهريءَ جي ڪنين پوي، ۽ ڳولي کي پڻ اطمينان ٿئي تہ ان کان اڳ سندس ڪنهن بئي ڏک سان تہ ڳجھارت ڪانہ پڳي! انهيءَ لاءِ ڳولي کي گھرجي تہ ڏيندڙ کان طلب ڪري تہ: ’ادا ڳجھارت سچي ڪر‘ پڻ چوندا تہ: ’ڳجھارت سال ڪر‘، يا ’ڳجھارت کول‘.

هن بعد اسان ڪچهرين ۾ ڳجھارتن جي ڏيندڙن ۽ ڳوليندڙن جي خاص گفتن ۽ خوش طبعين تي قدري روشني وجھون ٿا.

**ڳجھارتن جا سگھڙ، سندن ڪچهريون ۽ تڪيا ڪلام** ڳجھارتن جي ڪچهرين ۾ ڏي- وٺ ڪندي سگھڙ پاڻ ۾ ڪي گفتا ۽ بول ڪندا آهن. مثلاً ’ڳجھارت ڏيندڙ‘ ڳولي جو نالو وٺي چوندو تہ: ’فلاڻا! اچئي تي ڳجھارت‘ يا

رڳو چوندو تہ 'اچئي ٿي'. ڳولو ورائيندو تہ: 'ادا پلي ڪري اچي'. جيڪڏهن ڪنهن ڳولي وٽ اڳ ٿي اها ڳجهارت هوندي تہ چوندو تہ: 'ادا آهي' يا 'بُدل آهي'. ڪي چوندا تہ 'ادا جهلي پئي آهي، ٻي ڏي.' ڪچهريءَ جي قانون موجب ٻدل ڳجهارت ڪيَ ڏڪ نہ هٽبو. ڪنهن سگهڙ ڳجهارت پنهنجي سمجهہ سان پڳي تڏهن بہ چيائونس تہ: 'ٻيلي تنهنجي ٻدل آهي.' جواب ڏنائين تہ: "ادا پلاجي ٻدل آهي، تہ بہ مون پنهنجي ٻاجهري ڪاٽي ٻڌي آهي."

اهڙن ٻولن مان ڪي ڪچهريءَ لاءِ ضروري آهن، ۽ ڪي محض خوش طبعي طور ڪبا آهن. ڳولو جڏهن ڳجهارت کي ڳولي ۽ ڏڪ هٽي تہ ڳجهارت ڏيندڙ لاءِ ضروري آهي تہ ڪيس اهڃاڻي ڏئي تہ ڳجهارت پڳي يا بيٺي، مئي يا اجان جيئي ۽ ٻچي. ڳجهارت نہ پڄڻ واري حالت ۾، ڳولي جا ڏڪ ٻڌندي ڏيندڙ اهڃاڻي طور اڪثر چوندو تہ: "ادا، اجا ٻچي." ڪي جهڙا وڏيڪ ڏڪ لڳي وِيا پر اجا بہ ڳجهارت بيني تہ چوندو، "اجا جيئي." پر جي ڳولا ٻولائي ڏڪ هٽندو ۽ پائيندو تہ هاڻ پڄندي نہ ڏيندڙ بہ انهيءَ لحاظ سان چوندو تہ: 'اجا ٻچندي'. ڪي وري خوش طبعي طور چوندا تہ 'اجا چوندي'، 'اجا پڙهندي'، 'اجا ٻوليندي.' ڪي چوندا تہ 'پنهنجو ٿي ڪاٽي'. عليمِ فقير مگريو[1] چوندو هو تہ 'پنڊ جو ٿي ڪاٽي.' عثمان ڪچي جو پڻ اهو تڪيو ڪلام هو. ڪي وڏيڪ دعويٰ سان چوندا تہ 'اجا گيهہ ٿي گهري'، 'اجا کير ٿي گهري'. ڪي اجا بہ اڳيرو ٿي چوندا تہ 'مجي تہ مار ڪاٽي'. پر اهو گفتو ايڏو سهڻو نہ آهي، چو تہ ڏيندڙ جو ڪم آهي تہ ڳولي کي همٿائي، ۽ نہ ڪِ ان کي هيسائي.

ڪي ڳولا بہ خوش طبعي سان ڳول ڪندا ۽ چوندا تہ 'ائين نٿي چوي، تہ پلاچا ٿي چوي!' هڪ سگهڙ سرائڪي ۾ چوندو هو تہ: 'آهدي پئي اي، پر ڪيئہ پئي اهدي اي؟' ڪي ڳولا ڳول ۾ وٽ پڪڙ ڪندا ۽ ابتا سبتا ڏڪ هٽي بہ پيا منڊل مچائيندا.

ڳجهارت پڄي تہ ڏيندڙ کي گهرجي تہ يڪدم اهڙي اهڃاڻي ڏئي. اڪثر ائين چوندا تہ 'ادا وئي' يا 'فلاڻي ڏڪ ماري'. پر سهڻائي انهيءَ ۾ آهي تہ ڳولي جي قدرداني ڪجي ۽ کيس آفرين ڏيڻ لاءِ "واهہ واهہ" ڪجي: يعني تہ

[1] سندن نالا هيٺ ايندا.

وڏي سڏ "واهه واهه" چئجي، بلڪ وڏي اڃي ڪيس ڏارو ڏجي. اسان پنهنجين ڪچهرين ۾ "واهه واهه ڪرڻ" ۽ "هٿ ملائڻ" کي ترجيح پئي ڏني آهي.

ڪي ڳوليندڙ به ڳجهارت پڇڻ وقت ناز انداز سان چوندا ته 'مري وئي'، يا هڪل سان 'ها' ڪندا. سگهڙ گلڻ جلباڻي جي (هڪل واري) 'ها' ڪچهرين ۾ مشهور آهي. سگهڙ رمضان ٽالپر، ڳجهارت پڇندو ته اڪثر چوندو ته 'هل پانڌي گدام تي'. (يعني ته 'اي ڪاٺي، تون به هل گدام تي'. جڻ ته اها ڳجهارت به هڪ ڪاٺي هئي جا ٻين ڪاٺين وانگر گدام تي اڇلي ڦٽي ڪيائين). اهو سگهڙ رمضان ٽالپر جو تڪيو ڪلام آهي.

ڳجهارت جون ڪچهريون سنڌ ۾ اتر، لاڙ، ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان توڙي سنڌ جي موجوده سرحد کان ٻاهر لس ٻيلي، ڪڇ، ناڙي (ضلعو ڪڇي) ۽ چولستان ) بهاولپور ۾ مدت کان وٺي سگهڙن جي رس رهاڻ ۽ وندر ورونهه جو ذريعو پئي رهيون آهن. پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل، امير توڙي غريب انهن سگهڙن جي صف ۾ شامل پئي رهيا آهن. اڄ کان پنجاسي سال کن اڳ ڪوڙومل چندنمل ڪلناڻي ڳجهارتن جي ذوق بابت لکي ٿو ته: "سنڌ ۾ گهڻن ماڻهن کي خصوصاً ٻهراڙي ۾ ڳجهارتن جو ڏاڍو شوق آهي، رڳو اڻ پڙهيل ۽ دهقاني ماڻهو نه، پر بعضي بعضي وڏا ماڻهو به ڳجهارتن سان اهڙيءَ طرح دل وندرائيندا آهن، جيئن چوپڙ يا پتن جي راند سان"[1] . اڳ ميلن ملاڪڙن ۽ عيدن شادين جي موقعن تي سگهڙن جي عام رس رهاڻين کان سواءِ ڳوٺن ۾ چڱن مڙسن، رئيسن ۽ خانن جي اوطاقن، يا پيرن فقيرن جي درگاهن ۽ منزلن ماڳن تي موقعن سان ڪچهريون لڳنديون هيون، جن ۾ ڳجهارتن جي رس رهاڻ ٿيندي هئي. ڪچهرين جي انهن سرپرستن ۾ خاص طرح ڳجهارت جي ڪچهرين جي ڪوڏين مان اسان تعلقي عمرڪوٽ جي صوفي فقير جو مثال ڏيون ٿا، حالانڪ سنڌ جي ٻين خاندانن پڻ ڪچهريون قائم ڪري سگهڙپائي جي ذوق شوق کي وڌايو:

ضلعي ٿرپارڪر ۾ فقير صوفي محمد صادق رحه جي خانقاه جي سجاده نشين مان فقير ميان حاجي محمد صوفي عام سنڌي ڪچهرين جو سرواڻ ٿي

[1] ديباچو 'سنڌي ڳجهارتون' قيصريه پريس حيدرآباد، 1901ع.

گذريو آهي. ڪانئس اڳ سندس پاءُ فقير ميان علي بخش سگهڙ پائي جي ڪچهري ۾ رهاڻ جو بنياد وڌو. فقير علي بخش صوفي خاص طرح ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جو ڪوڏيو هو. خود پاڻ وڏو ڳولو هو. رئيس مرحوم گل محمد خان لغاري (ويٺل ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقو سنجهورو. ضلعو سانگهڙ) سنہ 1945ع ۾ بنده راقم کي ٻڌايو تہ: 'آءٌ گڏ هوس جو جهوڪ شريف جو سجاده نشين صوفي صاحب عبدالستار (وڏو) ۽ فقير علي بخش سفر ۾ فلاڻي منزل تي اچي گڏ لٿا. فقير علي بخش جهوڪ وارن صاحبن جو مريد هو. صوفي صاحب عبدالستار چيو تہ: 'فقير علي بخش! اسان ٻڌو آهي تہ تون ڳجهارت ٿو ڳولين ، ٻہ اٺي اچئي ٿي اسان جي ڳجهارت، صوفي صاحب ڳجهارت ڏيئي بس ڪئي تہ فقير علي بخش چيو تہ: 'قبلا، پانيان ٿو تہ هيئن ٿي چئي.' ڳجهارت ٽني وئي، جنهن تي صوفي صاحب چيو تہ: 'فقير علي بخش! تون پلي ڳجهارت ڳول'. رئيس گل محمد خان چيو تہ: فقير صاحب خان مري (ويٺل لڳ پڙي، تعلقو سنجهورو) هڪ سالڪ ۽ سگهڙ هو. نڙ جي بيتن ۽ ڳجهارتن جو ملوڪ هو. فقير علي بخش سنجهوري تعلقي ۾ مريدن وٽ ايندو هو تہ فقير صاحب خان هلي اچي ساڻس ڳجهارتن جي ڪچهري ڪندو هو، چراري، پيراني ۽ سنجهوري ۾ سندن ڪچهريون اسان کي ياد آهن. فقير علي بخش هميشہ سهٽا ڏڪ هٽي فقير صاحب خان جون ڳجهارتون پئي پڇيون: ڪانبو ٻڌي ڪونہ ٿي ڳولياڻين.'

اهو دؤر سنہ 1920ع کان اڳ وارو هو. 1920ع کان 1940ع واري دؤر ۾ ڳجهارتن جا ڳولا ۽ چاٽو جيڪي حضرت شاهہ عبداللطيف جي ميلي تي آيا ۽ پنهنجن ڪچهرين ذريعي مشهور ٿيا، تن سيني ۾ سرس ۽ سوايو ۽ ڳجهارت جو وڏو چاٽو اوباهيو ماڇي (پاڙو سيماراڻي، سنائي) هو. تعلقي شهدادپور ۾، 'سئي ڪندر' لڳ ڏکڻ اوپر طرف حاجي سنجر جوٽيجي جي ڳوٺ ۾ ويٺل هو ۽ سنہ 1945ع ڌاري 75 ورهين جي عمر ۾ اتي وفات ڪيائين. ڳجهارت توڙي ڏور جي ڪچهريءَ جو اباهيو وڏو ملوڪ هو. سندس گفتي ۽ رهاڻ ۾ وڏو لطف هو. ڳجهارت ملندي هيس تہ اول ان تي غور ڪندو هو. ڳوڙهي ڳجهارت هوندي هئي تہ ٻہ يا ٽي دفعا ورائي چورائيندو هو ۽ پوءِ ويهي سهٽا ۽ سنڌائتا ڏڪ هٽندو هو. ڳجهارت مٿس ڪا ورلي بيهندي هئي. بعضي ڪا ڳجهارت

سهڻن ڏکن کان پوءِ بہ نہ پڄندي هئي. تہ ڏينڊڙ کي چوندو هو تہ: 'ادا، ڳجهارت کول، جو انهيءَ ۾ ضرور کا غلطي آهي.' کولڻ بعد ڳجهارت ۾ برابر خامي پڌري ٿي پوندي هئي.

ٿر، سري، لاڙ توڙي ڪڇ، لس ۽ ناڙي ۾ ڳجهارتن جا سوين سگهڙ ٿي گذريا آهن، جن جا نالا بہ اڄ باقي ياد نہ رهيا آهن. اسان گذريل پندرهن سالن واري عرصي ۾ مختلف ماڳن مڪانن تي ڪچهريون ڪيون آهن، ۽ جن سگهڙن جا اسان نالا ٻڌا يا جن کي اسان ڏٺو تن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو، انهيءَ لاءِ تہ سندن نالا ياد رهن ۽ پڻ تصديق ٿئي تہ ڳجهارت جون ڪچهريون موجوده دؤر ۾ اجان تائين مقبول آهن.

**ڪڇ:**

* چڳو جت. ڪڇ جو مشهور شاعر، سگهڙ، سالڪ ۽ درويش هو، ۽ ڏيڍ سؤ ورهيہ اڳ ٿي گذريو. ڳجهارتن جو شاعر هو. سلوڪ ۾ سندس بدل، هيٺين ڳجهارت اڄ تائين سگهڙن کي ياد آهي:

ڏيٺي: **ڪڪ ٻولي جي ڪن اپ ارٹ جون سي پسن**

ڪڪ = ڪل، ٻولي= مون، اپ جي= حور،

ارٹ جي= رون.

مراد: ڪلمون جي ڪهن، حورون سي پسن

* پچم ۾ راهبجي سمون سگهڙ ۽ ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جو ملوڪ هو.

* عثمان نالي ڪڇي مهاجر سان ڪيٽي بندر ۾ اسان جي رهاڻ ٿي. ڳجهارتون وٽس گهٽيون هيون. 'پند جو ٿي ڪائي' سندس تڪيو ڪلام هو. سگهڙ بيڙي ڪنيار ۽ راقم سندس ڳجهارتون ڳوليون. وري وري پئي بيڙي کي للڪاريائين تہ 'متي نہ وڃ، ذرا هيٺ لهہ، زمين تي اچ' (يعني اجايا ڏک نہ هڻ).

**ضلعو ٿرپارڪر:**

*فقير علي بخش صوفي، ڳوٺ صوفي فقير تعلقو عمرڪوٽ، ڳجهارت ڳولڻ جو ملوڪ هو.

* منگو فقير وسائي پوٽو چانديو، ويٺل ڪاڪٺهار رحم علي جو، تعلقو مٺي،

ڳجهارتن جو شاعر ۽ وڏو ملوڪ ڳوليندڙ هو. سنہ 1948ع ڌاري 75 ورهيہ جي عمر ۾ وفات ڪيائين. سرندو وڄائيندو هو، ۽ ڳجهارت ملندي هئس تہ سرندي تي ٽي گزيون هڻي ڳجهارت پيڇي ڇڏيندو هو، پر جي ڳجهارت نہ پڇي ۽ ڪيس وڄٽو پوندو هو تہ وري موٽي ايندو هو ۽ ڳجهارت پيڇي پوءِ ويندو هو. ڪنهن ڪيس هٽ جي ناهي ڏني تہ "ذات ڪاني ڇا ڪري"، نيٺ اها بہ پڳائين تہ "شيدي ڦٽي ڇا ڪري."

* سائين بخش وسائي پوٽو، وينل ڪاڪٺار، بہ ڳجهارت جو ڇگو ڇاڙو هو.

* حاصل فقير وسائي پوٽو وينل ڪاڪٺار، شيرو درس وينل وَڪڙيو، ۽ وريام موسي پوٽو، ٽيئي ڇگا سگهڙ، جن سان سنہ 1956ع ۾ مِــئي ۾ اسان جي پهرين ڪچهري ٿي.

* حاجي ٽيبو، مارو ٽيبو ۽ مارو جو پٽ، ٽيئي وينل ڪَــرنور، تعلقي ڇاڇري جا. مارو ۽ سندس پٽ سان اسان جون ڪچهريون ٿيون. مارو ڳجهارت جو ڪانبڙيو ڳولو ملوڪ آهي.

* عبدالشڪور اوٺو وينل ڳوٺ ستي- ڏيرا تعلقو ڇاڇرو.

*منو چانڊيو وينل ڪرچيلو، تعلقو سامارو، وڏو سدا ملوڪ سگهڙ هو جو 1954ع ڌاري گذاري ويو. ڪانئس پوءِ، اسان جي ڪچهري ڏٽي بخش چانڊيي سان 1957ع ڌاري ٿي.

* بهار شاهہ وينل جهلوري، تعلقو ميرپورخاص جو، جنهن سان 1957ع ڌاري اسان جي ڪچهري ٿي.

* وريام نونڊاڻي وڏو سگهڙ ۽ هر ڪچهري مان واقف هو، 1958ع ۾ ان ڪان اڳ ساڻس اسان جون ڪچهريون ٿيون.

* محمد خان ڪپري، وينل ڳوٺ عبدالله خان ڪپري، تعلقو سامارو پير مرد عمر 75 سال. ساڻس 9، 10- تاريخ جنوري 1965ع تي اسان جي ڪچهري ٿي. ڪيس سهٽيون ڳجهارتون ياد آهن.

* ڪريمڏنو ملاح جنهن سان جنهڻ (تعلقو سامارو) ۾ رئيس مرحوم قادر دادخان بلوچ جي اوطاق تي اسان جي رهاڻ ٿي. ڳجهارتون وٽس گهٽيون هيون.

**ضلعو حيدرآباد:**

* رمضان واڍو، وينل پنجمورو، تعلقو هالا، وڏو داناءُ سگهڙ ۽ شاعر هو. هر

فن ۾ طبع آزمائي ڪيائين ۽ ڳجهارتن تي پڻ ڪتاب لکيائين. ڳجهارتن جو باڻ شاعر هو ۽ سندس ناهيل ڳجهارتون اڃان تائين ڪن سگهڙن کي ياد آهن، غالباً رمضان فقير ٿئي پهريون سگهڙ هو جنهن پنهنجو نالو پڻ ڳجهارت ۾ آندو[1] .

* نمر لوهار ۽ گل لوهار وينل ڳوٺ 'وڏي اڏوڙي' (تعلقو ٽنڊوباگو) ڳجهارتن ڳولڻ ۾ نالي وارا سگهڙ هئا. نمر لوهار هر فن مولئ هو. ان وقت تاجو نون، ڏاتو پهنور، بدر سينهڙو ۽ نمر لوهار چارئي وڏا سگهڙ هئا، ۽ تاجو نون سندن سرواڻ هو. اهو اندازاً 1880ع کان 1915ع وارو دؤر هو.

* الله ڏنو ماڇي ۽ جعفر اگاريو ماڇي، وينل 'ملان ڪاتيارن' جا ڳجهارت جا وڏا قابل ڳولا هئا ۽ پنهنجي وقت ۾ ڳجهارت جي ڳول ۾ دنگ ڪري ويا. پاڪستان کان اڳ وفات ڪيائون.

*طاهر هاليپوٽو، وينل بيبيءَ وارو اوٺو، تعلقو ماتلي، الله ڏني ماڇي جو ساٿياري ۽ ڳجهارت جو وڏو ڳولو هو.

* صالح ٽارو (ذات جو) وينل ڳوٺ سيد مـَتو، تعلقو گوني. ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جو ملوڪ هو. 1925ع ڏاري گذاريائين.

* چگو ماڇي قبول پور (تعلقو گوني)، ڳجهارتن جو ملوڪ هو.

* بچوکور، جنهن سان 24- ڊسمبر 1951ع ۾ ٽنڊي قيصر ۾ اسان جي پهرين ڪچهري ٿي. هنر ۽ ڳجهارت ڳولڻ جو ملوڪ هو.

* حامد خاصخيلي، وينل ملهڻ (عمر 65 ورهيه) هر فن مولئ ۽ وڏو سگهڙ آهي. سن 1958 کان وٺي اسان جون ساڻس رهاڻيون ٿيون آهن. ڳجهارتن جو باڻ شاعر ۽ اڻ ورچ ڳولينڌڙ آهي. سنڌائتا ڏک به هٽندو پر پنهنجا ناهيل بيت چئي به ڳجهارت مارڻندو. اچا به نه مئي ته وٺي قصي واري ڳالهه ڪٽندو. بيڙي فقير ڪنيار ڳجهارت ڏنس: ڏک هٽي، بيت ڏيئي، آخر اچي ڳالهه ۾ پيو. بيڙي فقير چيس ته ڳجهارت ڳول. جواب ڏنائينس ته: "تون وينو ڳالهه ٻڌ، پاڻهي پيچي پوندي." ڳجهارت ڳولڻ ۾ حامد جي اها 'ڏکهي شنوائي' اسان کي هميشه ياد رهي آهي.

---

[1] ڏسو سندس نالي واري ڳجهارت ص 451

* قاضي الله ورايو نظاماڻي (عمر 55 سال) اصل وينل ڳوٺ سومرو نظاماڻي، ديهه جهالار، تعلقو بدين 1955ع کان وني ساڻس اسان جون ڪچهريون پئي ٿيون آهن. ڪنهن حد تائين حامد سگهڙ جو شاگرد آهي، پر علم وارو، ذهين ۽ وڏي حافظي وارو آهي. ڳجهارت ڳولڻ جو ملوڪ آهي. سنڌائتا ۽ سهڻا ڏک هڻندو، ۽ ڪانبو ٻڌي به ڳوليندو.

* اڪ ماڇي (پاڙو مرڪٽ) وينل ڳوٺ سليمان ماڇي، پاڙو مزار شاهه اولياءَ لڳ قبول پور (تعلقو گوني) ڳجهارتن جو سهڻو ڳولو آهي. اسان جي 2- تاريخ مئي 1965ع تي ساڻس حيدرآباد ۾ ڪچهري ٿي.

* خليفو ربڏنو، جنهن 17، 18- ڊسمبر 1964ع تي شاهه قادري جي ميلي (بدين) تي اسان جي قائم ڪيل ڪچهريءَ ۾ بهرو ورتو.

* رمضان ٽالپر، وينل ٽنڊو سومرو، تعلقو ٽنڊوالهيار، ڳجهارت جي ڳول جو سدا ملوڪ آهي. ڪانبو ٻڌي ڪونه ڪاهيندو، پر پاون جي پيڄڻي جي لحاظ سان سهڻا ۽ سنڌائتا ڏک هڻندو جا وڏي ملوڪت آهي. اڪثر ڪانب ڪڍي ويهندو، ۽ بنا ڪنهن گوڙ گهمسان جي آهستي آهستي ڏک هڻي پيو ڳجهارت وهڃائيندو. سندس ڳول جي ڪاريگري اها آهي جو بعضي ڳجهارت جي ٻن يا ٽن پاون کي ساڱيئي وقت معنيٰ وارا ڏک هڻي ڳجهارت سڄي ڄندو ويندو. ڪنهن ڪنهن وقت اهڙا ته موزون ۽ سهڻا ڏک هڻندو جو چئجي ته جيڪر ڳجهارت وارا اصل ڏک ڇڏي سندس ڏک ڪٽجن.

* بيڙو فقير ڪنيار، وينل اصل لقمان ڪوٺريجو تعلقو هالا، حال رهندڙ ڪاري موري، شهر حيدرآباد. ساڻس اسان جي 1953ع کان ڏيٺ ويٺ ٿي. ان وقت هو 'ڏور' جي ڪچهريءَ جو سگهڙ هو. اسان پوءِ ڪيس ڳجهارت، سينگار وغيره ڏانهن مائل ڪيو. ڳجهارتن ۾ بيڙي فقير ۽ اسان جي سالن کان وٺي ڏي- وٺ پئي رهي آهي، ۽ هينئر ڪيس پوريءَ طرح ذهن نشين ٿي ويو آهي ته اول ڳجهارت جو رخ ۽ رايو سمجهي پوءِ ڳجهارت ڳولجي ۽ سهڻي ڪري ڳولجي. بيڙي کي آزمائڻ ۽ سجاڳ ڪرڻ لاءِ وقت بوقت اسان پنهنجي ذاتي ڪچهرين ۾ مختلف سرن مان جداجدا نوع جون ڳجهارتون جوڙي پئي ڏنيون آهن. بعضي

خوشطبعي ڪندي چوندا آهيون تہ بيڙا توکي هاٽي ڳجهارت ۾ پڌون تا. هڪ پيري ڪيس هن طرح ڳجهارت ڏنيسون تہ:

بيڙي جي بَدڻ لاءِ مون ڳنڍي ڳجهارت
هيءَ ڪوئرو جي ڪهت، سالڪ سو صحيح ڪري:

ڏيٽي: **ملڪ ماڳ** ليلان، **ڳاه ڳاه** ڪري، تي **پڪي** ڪرين.
پيٽي: **جهل جهل** ليلان، **ول ول** ڪري، تي **بل بل** ڪرين.

بيڙي هي ڳجهارت پڳي. بيڙو پاڻ بہ ڳجهارتون جوڙي تو جيتوٽيڪ مُتس اڪثر ميار رکندا آهيون تہ: 'بيلي اها ڳجهارت ڏهاڪن ۾ آهي. يعني تہ سهٽائي ۾ سوَن جهڙي نہ آهي.' ڳجهارت جي ڳول ۾ بيڙو فقير هن وقت سنڌ جي سڄاڻ ڳوليندڙن مان آهي.

*صابح احمداڻي، ويٺل ڳوٺ احمداڻي لغاري تعلقو ٽنڊوباڳو. ڳجهارت جي ڪچهريءَ جي عاشقن مان آهي. وٽس ڳجهارتون گهڻيون آهن. ڪانبڙيو پر وڏو خفتي ڳولو آهي.

**ضلعو ٺٽو:**

* الله ڏنو رَٺو. ويٺل 'اَپلاڻن جو ڳوٺ' لڳ بهادي پور (تعلقو جاتي) ڳجهارتن جو وڏو شائق، شاعر ۽ ڳولو هو. سڄي عمر ڳجهارتن جي رهاڻ ۾ گذاريائين. ڳجهارتون جوڙيائين ۽ ڳجهارتن پيجڻ لاءِ مچين، پکين وغيره جنسن جي نالن تي سهٽا بيت بڌائين، جي اسان کي سندس راوي دُري اوني بڌايا[1] . الله ڏنو 1950ع ڌاري گذاري ويو.

* پوپٽ خاصخيلي، عنايت خاصخيلي، جُڙِوُ شاهہ سيد ٺيئي ننگر جا، ۽ پيروز مرگو (بلوچ) ڪاري جو (يعني تعلقو ميرپورساڪرو) چارئي ڳجهارت جي ڪچهريءَ جا سدا ملوڪ هئا. سگهڙ الله بخش پالاري چيو تہ منهنجون ساڻن ڪچهريون ٿيون.

* الله بخش پالاري ويٺل ڪوهستان تعلقو ٺٽو. وڏو داناءُ سگهڙ هر ڪچهريءَ جو قابل ۽ ڳجهارتن جو ملوڪ. جنهن سان سنہ 1959ع کان وٺي اسان جون وڏيري ڪرن شوري جي ڳوٺ، مياڻي جي بيلي (تعلقو حيدرآباد) ۾ بين ماڳن

---

[1] ڏسو 'مچين' بابت سنڌس بيت، صفحو 231

تي ڪچهريون ٿيون.

*ڪنڌو جتوئي، ويٺل ڳوٺ شيرمحمد جتوئي (جهوڪ ڪان اتر، تعلقو ميرپور بٺورو) جنهن 15- فيبروري 1965ع تي ميرپور بٺوري ۾ اسان جي قائم ڪيل ڪچهريءَ ۾ بهرو ورتو.

* پنيلڏو ماڇي ويٺل لڳ سونڊا، جنهن سان 1- آگسٽ 1962ع تي مڪلي (ٺٽو) تي اسان جي ڪچهري ٿي.

* علڻ فقير ٻبر، ويٺل سال (تعلقو ٺٽو) ڳجهارتن جو شاعر جنهن سان 7- ڊسمبر 1962ع تي ٺٽن بارڻ واري بنگلي تي اسان جي رهاڻ ٿي. سندس پنهنجيون جوڙيل ڳجهارتون نهايت سهڻيون، جيڪي ڏيندو ويو ۽ هرهڪ جي آخر ۾ پئي چيائين ته: ”علڻ فقير چئي.“

* خدا بخش ميربحر، ويٺل لڳ ميرپور بٺورو. ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جي سگهڙن مان آهي.

**لس ٻيلو:**

* اسماعيل شاهه لس جو، ڳجهارت جو وڏو ملوڪ ڳولو هو ۽ سهٽا ۽ سنڌائتا ڏڪ هٽي ڳجهارت مارينڊو هو.

* ڪنڊو چنو، لس جو، جنهن سان اسان جي سنه 1962ع ۾ ڪچهري ٿي. هن وقت هو ڪراچي ۾ ’پڙي‘ تي رهندڙ آهي. وٽس گهڻيون ڳجهارتون آهن ۽ ڪانبڙيو ڳولو ملوڪ آهي. ٻيڙي فقير ڪنيار سان ڳجهارتن جي ڏي- وٺ ۾ چڱو مقابلو ڪيائين.

**ضلعو دادو:**

* جعفر ڏيرو، ويٺل لڳ فريدآباد (ضلعو دادو) ڳجهارت جو سدا ملوڪ ڳولو هو. تاريخ 4- جولاءِ 1965ع تي اسان جي ساٿس پهرين ڪچهري خيرپورناٿن شاهه ۾ ٿي. راقم ويهارو ڪن ڳجهارتون ڪيس ڏنيون ۽ سڀ هڪ- ٻن ڏڪن ۾ ڀڳائين. شڪ پيو ۽ چيوسون ته: ’ادا شايد تنهنجو ٻُڌل آهن.‘ چيائين ته: ’سائين، اوهان ڪٿي اهڙي ڏيو جا ٻڌل نه هجي.‘ جعفر حقيقت ۾ ڳجهارت جو قابل ڳولو هو. چوندو هو ته ’ڳجهارت چري مبارڪي آهي، يعني ته ڳولي ڪي ڳٽي ۾ وجهندڙ آهي، حديث تي ٻڌل نه آهي، ۽ انهيءَ ڪري نڪي هوند نڪو شڪر.‘ ڳجهارتن ۾ جعفر ڏيري جي مهارت ڪان متاثر ٿي، اسان 1958ع ۾

گاجي شاھ جي ميلي (تعلقو جوهي) تي سگهڙن جي هڪ خاص ڪچهري قائم ڪئي ۽ جنهن ۾ لاڙ مان رمضان ٿالپر، لعلڻ خان لغاري ۽ بيڙي فقير ڪنيار جهڙا ڳولا مقابلي لاءِ آنداسون. وڏي ڪچهري تي، پر لاڙ وارن سگهڙن بہ مڃيو تہ بيشڪ جعفر ڏيرو ڳجهارت جو وڏو ڳولو آهي. هي سگهڙ پوءِ سنت ٿي گذاري ويو.

* ميوو خان رند ۽ يوسف سيلرو وينل ڳوٺ فريدآباد، گاجي شاھ جي ميلي واري ڪچهريءَ ۾ جعفر ڏيري جا ساٿي هئا.

* ميرمحمد پٽ لال بخش پانڌياڻي لغاري، وينل واهي پانڌي (تعلقو جوهي) جنهن سان 26- جنوري 1958ع تي اسان جي پهرين ڪچهري جوهي ۾ ٿي، جڏهن سندس عمر 85 سال کن هئي. هر فن موليٰ ۽ وڏو سگهڙ هو. خاص طرح ڪيس سهٽيون ۽ گهٽيون ڳجهارتون ياد هيون، ۽ پڻ ڳجهارت جو سهٹو ڳولو هو. فضل بن خان محمد باگائي چانڊيو وينل واهي پانڌي، عالم خان پٽ جڙيو ٻبر (عمر 75 سال کن) وينل 8- شاخ، ۽ ميوو پٽ پريل رجباڻي پرڳڙي وينل 8- شاخ، اهي ٽيئي ميرمحمد خان لغاري جا ساٿي ۽ ڳجهارتن جا چڱا سگهڙ هئا.

* قادربخش چانڊيو، ڳجهارت جو ملوڪ سگهڙ جنهن سان 11- جولاءِ 1958ع تي اسان جي رهاڻ ٿي.

* ولي محمد مريداڻي وينل بهاولپور (تعلقو دادو)، ڳجهارت جو وڏو ڳولو هو. چوندو هو تہ ڳجهارت ڏجي تہ سُر رکي ڏجي. سندس لياقت ۽ قابليت جي. خبر اسان سان ولي محمد جتوئي وينل ميان يارمحمد (لڳ خداآباد) ڪئي.

## ضلعو سانگهڙ:

* صاحب خان مري وينل پڙي، تعلقو سنجهورو. ڳجهارت جو وڏو سڄاڻ سگهڙ هو. سنہ 1915ع ڌاري گذاريائين.

*غلام علي ٿالپر، وينل ڳوٺ نواب حيدر علي خان لغاري، تعلقو سنجهورو. ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جو ملوڪ هو.

* جاڙو خان ڪنگراڻي مري (عمر 85 سال). وينل ڄام ننڊو مري تعلقو سانگهڙ. هر فن موليٰ ۽ وڏو سگهڙ آهي. ڳجهارتون وٽس سهٽيون، گهٽيون ۽

قسمين قسمين آهن. ڳجهارت جي ڏيٺي تـوڙي وهجاڻي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

* عليم فقير مگريو، وينل سابو، تعلقو کپرو. بظاهر موحدانہ تبليغ ۾ مشغول ۽ مشهور هو، پر وڏو سگهڙ هو. خاص طرح ڳجهارتن جي وٽس کمي کانہ هئي. ساڻس ست- اٺ ڪچهريون ٿيون جن ۾ سهٽيون ڳجهارتون ڏنائين پر ڪڏهن بہ ساڳي ڳجهارت بيهر کانہ ڏنائين. سندس تکيہ ڪلام هو تہ: 'ادا، پنڌ جو ٿي ڪائي.'

* لعلڻ خان لغاري (عمر 75 سال)، وينل ڳوٺ گل محمد لغاري تعلقو شهدادپور. شاعر ۽ وڏو سڄاڻ سگهڙ آهي. ڪچهريءَ جي هر فن جي ڄاڻ اٿس. ڳجهارتون ڏئي توڙي ڳولي. هن وقت جي وڏن ڳولن مان آهي. ڳجهارت ڳولڻ لاءِ جنس وار بيت ناهيا اٿس جي هن ڪتاب جي 'پهرئين ڀاڱي' هيٺ ڏنا ويا آهن. لعلڻ خان سنا سنڌائتا ڏک بہ هٽي، پر جي ڳجهارت بيهي تہ پوءِ مٿس فوج چاڙهي، يعني تہ جنس وار شين جا نالا ڪٽي يا بيت چوي. بيڙو فقير ڪنيار چوندو آهي تہ: 'لعلڻ خان ڳجهارت لاءِ ملٽري آهي.' انهيءَ ڪري ڪو سگهڙ هوندو جو لعلڻ خان کان ڳجهارت ڪنهن رمز سان لڪائيندو. اسان مٿي بيان ڪري آيا آهيون[1] تہ ڪيئن بيڙي فقيرڪنيار 'ڪاني' جي پائي کي لعلڻ خان کان لڪائڻ لاءِ انگريزي نالو 'هاڪي' آندو، ڇو تہ ڪاني ڪاني ڇيٰ ذات لعلڻ خان کي ياد آهي. هڪ دفعي بيڙي فقير چيو تہ: 'لعلڻ خان کان لڪائڻ لاءِ "ملَڪ" 'لبنان' جي پائي سان هي ڳجهارت ناهي اٿم تہ:

**ملڪ** نہ رکان سومرا، مون کي **جر جو** ڪو مَرچئو

يعني:

**لب نان** نہ رکان سومرا، مون کي **گهٽو** ڪو مَرچئو

* بخشو خان شر، وينل ڳوٺ دليلٰ شر، تعلقو سانگهڙ. جنهن سان گذريل ڏهن- ٻارهن سالن کان اسان جون ڪچهريون پئي ٿيون آهن. بخشو خان ڏور جو وڏو قابل ڳولو آهي. اسان جي ڪچهرين ۾ حصو وٺندي ڳجهارتن ڏانهن پوءِ مائل ٿيو ۽ هينئر ڳجهارت کي سهٽا ۽ سنڌائتا ڏک هٽي ڳولي ٿو.

---

[1] ڏسو مٿي، ص 66

ضلعو نوابشاهه:

ضلعي نوابشاهه ۾ ڳجهارتن جي ڪچهريءَ ۾ هينيان سگهڙ نالي وارا ٿي گذريا آهن:

*اوباهيو ڏاهري، ويٺل ڄام صاحب، تعلقو نوابشاهه، سنه 1925ع ڌاري گذاري ويو. ڄاڙي خان مري جي چوڻ موجب ڳجهارتن جي ڳول ۾ اوباهيي ماڇي جو مٽ ڪونه هو.

* عثمان مير بحر، ويٺل دليل ديرو، تعلقو سڪرنڊ، پاڪستان کان اڳ گذاري ويو.

*لعل بخش شاهاڻي، ويٺل لڳ ڳوٺ مجيد ڪيريو، تعلقو سڪرنڊ ڳجهارت جو خفتي ڳولو هو.

* عثمان کٽي، ويٺل ڪنياريون، لڳ نوابشاهه، ڳجهارت جي ڪچهريءَ جو سگهڙ هو.

هن وقت علي خان سنجراڻي، ويٺل لڳ صابو راهو، تعلقو سڪرنڊ، ڳول ۾ لعلڻ خان لغاري جون سڪون لاهي ٿو. وارث کٽي ويٺل شهر نوابشاهه، پڻ ڳجهارت جي ڪچهريءَ جي سگهڙن مان آهي.

ضلعو خيرپور:

*قادر بخش راڄپر، ويٺل لڳ ٽالپر وڏا تعلقو ٺ ري، وڏو هر فن مولي سگهڙ هو. 1955ع کان وٺي اسان جون سانڱس ڪچهريون قائم رهيون. ڳجهارتن جي ڏي- وٺ ۾ به ملوڪ هو. 1966ع ۾ گذاري ويو.

* علي شير جاگيراڻي، ويٺل لڳ ڪنڊڙي، تعلقو خيرپور. وڏو داناءُ سگهڙ ۽ هڪ لائق انسان هو. ڏور جو وڏو ڄاڻو هو، پر پوءِ اسان جي ڪچهرين ۾ حصو وٺندي ڳجهارت ۽ سينگار ڏانهن مائل ٿيو. ڳجهارتون پنهنجون جوڙي ڪک رکي ڏنائين جي ڪچهرين ۾ بيٺيون. 1967ع ۾ هي سڃاڻ سگهڙ اسان کان جدا ٿي ويو.

*خدابخش ڏيپر، ويٺل لڳ ڪنڊڙي، ڳجهارت جي ڪچهريءَ جي سڃاڻ سگهڙن مان هو. 1962ع ڌاري گذاري ويو.

* سبحان شاهه، ويٺل سنابو، تعلقو گمبٽ. ڳجهارت جو وڏو ڳولو هو. حاجي فقير مهيسر خبر ڪئي ته: ڳجهارت ڏک جهلي ويندي هئي ۽ پاڻ ٽڪڙو هوندو

هو، تہ وري ٻئي دفعي موٽي اچي ڳجهارت ڳوليندو هو. ڪنهن ڪيس هٿ جي ناهي ڏني تہ "ذات آزار ۾ خوش" جا في الحال ڪانہ پڳي. ڳوٺ ويو تہ گهاٽو ڏنائين ۽ موٽي اچي ڳجهارت پڳائين تہ: 'چاڪي پيڙ ۾ خوش.'
*ميوو ڦلپوٽو (عمر پنجهٺ ورهيہ) تعلقو خيرپور. هن وقت ڳجهارت جي وڏن ڳولُڻ مان آهي. وٽس ڳجهارتون گهٽيون آهن ۽ پاڻ بہ ڳجهارتن جو شاعر آهي. ڳجهارت ڳوليندو تہ پاون ڪي سهٽا ۽ سنڌائتا ڏک هٽندو ويندو ۽ چڻ ڳجهارت تي سوار ٿيو وينو هوندو. هن وقت ڳجهارت جي فن ۾ وڏو سڃاڻ سگهڙ آهي.
*حاجي فقير مهيسر، 'ڏور' جو شاعر آهي، پر اسان جي ڪچهرين ۾ ڳجهارت ڏانهن پڻ مائل ٿيو آهي. قدري ڳجهارت ڪي ڳولي ٿو ۽ ڪي ڳجهارتون پنهنجون بہ ڪچهرين ۾ ڏئي ٿو.
*مراد لاشاري (عمر 65 ورهيہ) وينل لڳ ڪنڌڙي، ڳجهارت جي ڪچهريءَ جي سمجهدار سگهڙن مان آهي. ڏيڻ لاءِ بہ وٽس ڳجهارتون ججهيون آهن، ۽ ڳوليندو تہ بہ جانچي سهٽا ڏک هٽندو.
*گل بهار ڪٽي (تعلقو خيرپور) ڳجهارت جي ڪچهريءَ جي سمجهو ۽ سنجيده سگهڙن مان آهي.
* گلڻ خان جلباڻي (عمر 65 سال) تعلقو خيرپور، ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جو مور آهي. سندس ويٺي ڪچهري سينگارجي ويندي. ڳجهارت ڳوليندو تہ وڏي چڙهائي سان ڳوليندو. بس ڳجهارت ڪي ٻڪين پئجي ويندو ۽ منڊل مچايو ويٺو هوندو. ڳجهارت ڪي سندس ڏک لڳو ۽ پڳي تہ ٻئي هٿ اُڀا ڪري 'ها' ڪندو ۽ ڪچهري تي ڇانئجي ويندو. گلڻ جلباڻي جي 'ها' مشهور آهي ۽ ڪنهن ڪي ڪانہ وسرندي.

**ضلعو لاڙڪاڻو:**

لاڙڪاڻي ضلعي ۾ اسان نسبتاً گهٽ ڪچهريون ڪيون آهن، ڳجهارتن جا نالي وارا سگهڙ جن جي اسان ڪي خبر آهي يا جن ڪي ٻين سگهڙن 'تسليم ڪيو آهي سي هي آهن:
* نبي بخش لاشاري گهوگهاري جو، ڳجهارت جي ڏيٽي ۽ پيٽي جو خفتي، جنهن سان 1955ع ۾ اسان جي ڪچهري ٿي.

* علي بخش لوهار، شهر قمبر جو، ڳجهارت جي وڏن سڃاڻ ڳولڻ مان هو. 1950ع ڌاري گذاري ويو.
*حاجي عيسو موچي، ويٺل رتوڪوٽ، تعلقو لاڙڪاڻو. ڳجهارت جي سگهڙن مان هو.
*احمد چانديو گهوگهاري جو، ڳجهارت جي ڪچهريءَ جو سگهڙ هو.

## ضلعو سکر:

*مولا بخش درزي شهر شڪارپور جو، ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جو وڏو ملوڪ هو.
* واحد بخش شيخ، شهر شڪارپور جو. ڳجهارت جو سگهڙ هو.
* هوت موچي، شهر روهڙي جو، ڳجهارت جي ڪچهريءَ جو وڏو شائق هو. ڏيڻ جو توڙي ڳول جو ملوڪ هو. سنڌس دم سان ئي شهر روهڙي ۾ سگهڙن جون ڪچهريون قائم هونديون هيون.
*فريد خان گڏاڻي (عمر 85 سال) ويٺل لڳ گهوٽڪي. هرفن مولي سگهڙ ۽ ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جو پڻ ملوڪ آهي. 1955ع ڌاري اسان جي پهرين ڪچهري ساڻس ٿي ۽ ان کان پوءِ گهوٽڪي توڙي ڳوٺ گلو پتافي (تعلقو ميرپور ماٿيلو) ۾ ساڻس ڪچهريون ٿيون. فريدخان ڪچهريءَ جو مور آهي ۽ پنهنجي گفتي جي ملوڪت سان منڊل مچايو ويٺو هوندو آهي.
* غمثار فقير انساٽي مهر (عمر 75 سال) ويٺل تڙ چنيسر، ديهه ٻسچارو، تعلقو ميرپور ماٿيلو. شاعر ۽ هر فن مولي سگهڙ آهي. 1960ع کان وٺي ساڻس اسان جون ڪچهريون پيئي ٿيون آهن. وٽس ڳجهارتون گهٽيون ۽ سهٽيون آهن. ڳولو بہ چڱو آهي. جنسن جا بيت ياد اٿس.
* امين تڙت، ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جي سگهڙن مان آهي. ڳوٺ گلو پتافي ۾ سردار فتح علي خان پتافي وٽ 7- مارچ 1969ع تي قائم ڪيل ڪچهريءَ ۾ امين سان اسان جي ڪچهري ٿي.

## ضلعو جيڪب آباد:

جيڪب آباد ضلعي جي وڏي سگهڙ سيد شريف شاهہ ۽ سهائي موچي جون پاڻ

۾ ڳجهارت جون مقابلي واريون ڪچهريون هونديون هيون. سيد شريف شاهه چوندو هو تہ ’بيشڪ علي بخش لوهار ڳجهارت جو وڏو ڳولو هو.‘

* ماڻڪ خان لاشاري، وينل محرابپور جمالي، تعلقو اوستو محمد. هرفن مولي سگهڙ ۽ وڏو قصہ خوان هو. ڳجهارتن جي ڪچهريءَ جو بہ چاڙهو هو. سنہ 1942ع ڌاري پنجانوي سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين.

* سُهائو موچي، وينل ميرپور برڙو، تعلقو ٺل، هرفن مولي سگهڙ ۽ ڳجهارت جي ڪچهريءَ جو وڏو چاڙهو هو.

* سيد شريف شاهہ، وينل بکرڙو، تعلقو اوستہ محمد، ڳجهارت جي سنڌ ملوڪ ڳولن مان هو. قنبر جي سگهڙ علي بخش لوهار سان سندس مقابلي واريون ڪچهريون هونديون هيون. ڳجهارت کي سهٽا ۽ سنڌائتا ڏک هٽندو هو. 1960ع ڌاري پنجاسي ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو.

* خاقل برڙو (عمر 75 سال)، وينل لڳ ميرپور برڙو، تعلقو ٺل، هرفن مولي سگهڙ آهي ۽ ڳجهارتن جي ڏي- وٺ جو بہ ملوڪ آهي. خاقل ڪچهريءَ جو مور آهي، ۽ گفتي جي وڍ- ٽڪ لايو ويٺو هوندو.

* پنهون خان لاشاري (عمر ست ورهيہ)، وينل ڳوٺ سانوڻ لاشاري، تعلقو ڳڙهي خيرو، ڳجهارت جو خفتي ڳولو آهي. چونڊ ڏک بہ هٽندو پر گهٽو ڪري ڪانبو ٻڌي ڳول ڪندو ۽ وڏي همت ۽ حرص سان ڳوليندو. سنہ 1960ع کان وٺي اسان جون ساڻس ڪچهريون پئي ٿيون آهن.

## ناڙي:

ناڙي (ضلعو ڪڇي، قلات ڈويزن) ۾ اسان جون ڪچهريون ڊسمبر 1968ع کان شروع ٿيون. هيئين سگهڙن سان ’بيرون ڪيرٽر‘ (زمين مير شاهنواز خان شاهلياڻي جمالي) ۾ اسان جون رهاڻيون ٿيون، ۽ ڳجهارتن جي ڪچهري جا چڱا چاڙهو نظر آيا.

* چنيسر خان عمراڻي، هرفن مولي سگهڙ. ڳجهارت جو سدا ملوڪ ڳولو ۽ ناڙي جي سيني سگهڙن ۾ سرس ۽ سوايو آهي. 28- مارچ 1969ع تي اسان جي ساڻس ڪچهري ٿي.

* غلام حيدر جويو، جنهن وٽ ڳجهارتون گهٽيون آهن، ڳولڻ کان وڌيڪ ڏيڻ جو ذوق اٿس.

* سومر خان مگسي، ڳجهارتن جي ڏي- وٺ ۾ ڀرپور وٺندو آهي.

**چولستان- رحيم يار خان (بهاولپور):**

بهاولپور جي ٿر واري علائقي (چولستان) توڙي ضلعي رحيم يار خان ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ قومون رهن ٿيون جن ۾ ڪچهرين جو وڏو شوق آهي. انهيءَ ياگي ۾ هوت موچي، ويٺل پـُنگ تعلقو صادق آباد ڳجهارتن جو وڏو ڄاڻو ۽ سهائي موچي جو استاد هو. اسان وڏي ۾ وڏي ڪچهري سنجرپور لڳ، محمدآباد ۾، جناب پير مبارڪ شاهه جي مدد ۽ مهرباني سان 5- اپريل 1965ع تي ڪئي جنهن ۾ هيٺيان سگهڙ ڳجهارت جي ڪچهريءَ ۾ برڪ نظر آيا.

*لطيف شر (عمر 65 ورهيه ڪن) ويٺل ڳوٺ جنگو، ڳجهارتن جي ڳول ۾ سيني ڪان ملوڪ هو.

*دين محمد مهر (عمر 60 ورهيه ڪن) ويٺل بيگ مهر، تعلقو صادق آباد، وٽ گهٽيون ڳجهارتون هيون جي ڪچهريءَ ۾ ڏنائين.

*صالح محمد شيخ (عمر 30 سال) ويٺل ٽبي، نوجوان سگهڙ جنهن ڳجهارتن جي ڏي- وٺ ۾ گهڻو ڀرپور ورتو.

**فن ڳجهارت جي اهميت ۽ افاديت:**

ڳجهارت ادب ۽ ثقافت، لغت ۽ حڪمت (دانائي) جي ڳوڙهي رهاڻ آهي. ڳجهارت بابت مخدوم محمد زمان صاحب جي هي راءِ بالڪل صحيح ۽ وزندار آهي ته: "ڳجهارت جيئن سنڌي ۾ آهي اهڙيءَ طرح ڪنهن ٻيءَ زبان ۾ شايد ئي هجي" ۽ "ڳجهارت کي سنڌي ادب جي جان ڪٺي چئجي.... ته بيجا نه ٿيندو"(1). اسان واضح ڪري چڪا آهيون ته تجنيس ۽ تلميح ڳجهارت جا ٻه مکيه پهلو آهن: اهي ڄڻ ٻه ٿنيا آهن جن تي ڳجهارت جي اڏاوت ٽيل آهي، يا ٻه پر آهن جن سان ڳجهارت اڏامي ٿي. معاني ۽ بديع جي لحاظ سان تجنيس ۽ تلميح جون صنعتون خاص اهميت رکن ٿيون. بيشڪ ڳجهارت هڪ نهايت ڳوڙهو ۽ شاندار فن آهي، ۽ سنڌي علم ادب جو هڪ اهم ۽ نتيجي خيز سرمايو آهي. ڳجهارتون

---

(1) مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ: "سنڌي سلوڪ ۾ ڳجهارت"، نئين زندگي، اپريل 1951ع.

عوامي ڪچهرين جي سونهن ۽ سگهڙن جي ونڊر ورونهن جو ذريعو پئي رهيون آهن. اهو ڳجهارتن جي اهميت ۽ افاديت جو نمايان مگر هڪ پهلو آهن. ڳجهارتون عام تعليم ۽ تربيت جو هڪ موثر ذريعو آهن جن سان هڪ تہ تاريخي واقعن ۽ قصن، نينهن جي نياپن ۽ ڏوراپن، سلوڪ ۽ نصيحت جي گفتن، بلڪ زندگي جي هر شعبي بابت دانائيءَ جي نڪتن جي پرک پروڙ ۽ واقفيت حاصل ٿئي ٿي، ۽ ٻيو تہ ڳجهارت ڏيڻ ۽ ڳولڻ سان سوچ ۽ ويچار جي ذهني مشق ٿئي ٿي ۽ سنڌي لغت جي ڄاڻ وڌي ٿي.

هن ڪتاب جي پهرين ٽن بابن هيٺ[1] ڏنل ڳجهارتن مان معلوم ٿيندو تہ ڪيترين ئي ڳجهارتون قدرت جي ڪارنامن، قديم قصن، ۽ مختلف تاريخي واقعن تي سٽيل آهن، جن سان معلومات وڌي ٿي، ۽ اهو پڻ واضح ٿئي ٿو تہ سنڌ جي سگهڙن جي ڄاڻ جو دائرو ڪيترو نہ وسيع هو جو گذريل دؤر جي ڪيترن ئي انوکن اهڃاڻن تي ڳجهارتون سٽيائون. سندن اها تاريخي ڄاڻ بخت نصر ۽ بني اسرائيل ۽ سڪندراعظم جي اهڃاڻن کان وٺي ويندي هن دؤر جي تاريخي واقعن تائين پهچي ٿي. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جڏهن ڪڇ تي ڪاهہ ڪئي تڏهن 'جهاري' جي ٽڪر تي جنگ لڳي جنهن ۾ پيمجي جاڙيجو بهادري سان وڙهيو پر مارجي ويو. ڪنهن سگهڙ هڪ بيت چيو تہ:

پنج پڄيئي وڄ ۾ انوري اٽڪيا      پيمجي جهارو ملهائيو مُڙيو نہ ماڳا

انهيءَ ٿاٽي تي ڳجهارت آهي تہ:

**نرنان ڌاتين سين مال جن تي پوک جا ڪيا**

يعني: **پيمجي جاڙيجن سين ٽڪرن** تي ڳاهہ ڪيا

ٻي هڪ ڳجهارت آهي تہ:

**شـــهرئون نـــارنـــان آئيٰ،** فقير ڏي ويئي

يعني: نيرون- ئون نابينا آئي، سرفراز ڏي ويئي.

هن ڳجهارت ۾ شهر نيرون (حيدرآباد) ۽ سرفراز جو نالو ڪنيل آهي، ۽ ٿي سگهي ٿو تہ هن ڳجهارت جو تعلق ميان سرفراز ڪلهوڙي جي دؤر جي

[1] ص ص 283- 306

ڪنهن واقعي سان هجي. اهو واقعو وسري چڪو آهي پر ڳجهارت ان جي اهڃاڻ کي محفوظ رکيو آهي.

ڪن ڳجهارتن ۾ ڪن ڪهنن قصن ۽ ڪهاڻين جا اهڃاڻ سمايل آهن، جن جي ذريعي انهن قصن ۽ ڪهاڻين بابت معلومات ۾ اضافو ٿئي ٿو. مثلاً 'ڪان سڄان' بابت ڪهاڻيون هلندڙ آهن، پر هيٺين ڳجهارت مان معلوم ٿئي ٿو ته 'ڪان سڄان' پٽ هو 'سڄي ڪارياٽي' جو:

اي ميان **نرنان**! نه تون **نرنان** جهلين نه **پنهنجو** پلين،
هو **نارنان پنهنجي** سڪيو، جو **نرنان** چنيو، **نرنان** ڪري،
تنهن کي **نرنان** ڪيئن **پنهنجو** ڪندو.

(نرنان= سڄي ڪارياٽي، نرنان= ڪان سڄان، پنهنجو= پٽ،
نارنان = چڱي، پنهنجي= ڪار، نرنان= ميهار> هار، نرنان=
گلدار> گل ڏار، نرنان= خاوند، پنهنجو ڪرڻ= صبر ڪرڻ>
ڪمڻ> ڪمندو).

اي ميان سڄي ڪارياٽي! نه تون ڪان سڄان جهلين نه پٽ پلئين
هو چڱي ڪار سڪيو، جو هار چنيو، گل ڏار ڪري
تنهن کي خاوند ڪيئن ڪمندو!

'ممتاز ۽ ماه طلعت' جي افساني بابت ڳجهارت آهي ته:

**ساز** وچي **نرنان** جاڳي، **نارنان** ڪاتي،
**مرڏنگ** وچي **ممتاز** جاڳي، **ماه طلعت** ڪاتي.

هيٺيون ڳجهارتون عمر- مارئي جي قصي جي ڪن ناٽن کي روشن ڪن ٿيون. عام روايت آهي ته 'ڦوڳ' **وچي** عمر سومري کي چوري چاڙهيو هو، پر هيٺينءَ ڳجهارت ۾ جکري نالي چغل جو نالو ڪنيل آهي.

**مچي ڪاڄ** ڪيو، نه ته عمر **نالو** ٿي نه.
(مچي= جکري> جکري، ڪاڄ= جونو> جوٺ، نالو= اڇٺو)
يعني: جکري جوٺ ڪيو، نه ته عمر اڇٺو ٿي نه.

بادشاهه عمر سومرو عادل هو جنهن ڪابه خيانت نه ڪئي ۽ مارئي کي امانت سمجهي پنهنجن مائٽن ڏانهن موٽايائين. انهيءَ حقيقت تي هيٺين ڳجهارت

شاهد آهي تہ:

عمر **شهر** کانہ، وئـــي **شهر** ساڻ مارئي.

يعني: عمر **جو هي** کانہ، وئي **امان** ساڻ مارئي.

قصن ۽ کهاڻين کان سواءِ ڳجهارتون زندگي جي هر شعبي تي سٽيل آهُن: بزم ۽ رزم، محبت ۽ مجاز، سلوڪ ۽ دانائي ۽ روزمره جا تجربا ۽ احساسات مڙيئي ڳجهارتن جو موضوع ۽ مضمون بنيا آهن، جن جي پهڻ پروڙڻ سان عقل ۾ اضافو ٿئي ٿو. مثلاً سورهيائي ۽ بهادري جي اهجاڻن بابت هيٺين ڳجهارت اثر آميز آهي:

**لوهہ جا** لڳن، **پکي** چپن، **نرنـــان** اچيو **ان جا** ٽين

يعني: **ڪان** لڳن، **ڪانئر** چپن، **سورهيہ** اچيو **ٽڪر** ٽين

هيٺين ڳجهارت پڻ جنگنامي جي آهي تہ:

هـــو جـــي **پـــڪـــي** آئيا، ڪري **ڪپڙا** وات

اچي پچيائون **رات**، تہ **نالا جنگ جا** ڪٿي؟

يعني تہ: هـــو جي **ڳجهون** آئيون ڪـــري **ڳاڙها** وات

اچي پڇيائون **پرپات**، تہ **محب ماراٽا** ڪٿي؟

محبت ۽ مجاز جي مضمون ۾ هيٺيون ڳجهارتون دلپذير آهن:

**ڪپڙي** دل عجيب، **ان جي** مور نہ ٽئي.

يعني: **رِلـــي** دل عجيب، **پـــلـــي** مـــور نہ ٽئي.

---

**نالو** تو وٽ ناهي، **آءُ ڪاچ جي** چا ڪريان.

يعني: **محبت** تو وٽ ناهي، آءُ **ٽڪي** چا ڪريان.

---

**تڙ** لڳن جيڏيون، جو **مرد** نہ مڪائون

انهن ڪي آئون، مـــن **ڳهہ** لڳي آهيان!

(تڙ= ڪيهي (نالو ڳوٺ يا تڙ جو)، مرد (جو نالو)= سلام، ڳهہ= ڪڙي).

ڪيهي لڳن جيڏيون، جو سلام نہ مڪائون

انهن ڪـــي آئون، مـــن ڪـــڙي لڳي آهيان!

محبت جي مضمون ۽ قدرت جي نظاري جي ڳجهارت آهي تہ:

**نالا** آيا **نالن** وٽ ڪي **وڪر جون** وٺ
(نالا= پونئرَ. نالن= ڳلن. وڪر= سَنا. وڪر جون= سنائون
> واسنائون)
پونئر آيا ڳلن، وٽ ڪي واسنائون وٺ.
روزمره جي زندگي ۾ باهمي تعلق ۽ لڳ لاڳاپي بابت ڳجهارت آهي تہ:
**پولي** ڪجي ان ڪي جيڪو **پولي** ڪري
جيڪو **پولي** نہ ڪري، تنهن ڪي **پولي** ڇا ڪجي!
يعني: **عرض** ڪجي ان ڪي جيڪو **غرض** ڪري
جيڪو **غرض** نہ ڪري تنهن کي **عرض** ڇا ڪجي!
سلوڪ ۽ توڪل جي موضوع تي ڳجهارت آهي تہ:
الله **ذات** آهي، **نوڪر** اتس ئي ڪونہ، پر جي **نالو** تئي.
(ذات= ڏيتو> ڏئي تو، نوڪر= ڪمي، نالو= راضي)
يعني: الله ڏئي تو، ڪمي اتس ئي ڪانہ، پر جي راضي تئي.
تاريخي واقعن ۽ قصن ڪهاڻين جي تاڻن، رزم ۽ بزم جي اهڃاڻن، ۽ روزمره جي زندگي جي مختلف شعبن بابت معنوي نُڪتن ۽ نزاڪتن جي آئيني کان سواءِ، ڳجهارت سنڌي لغت جو خزانو بلڪ سانچو آهي، جنهن ۾ انوکا لفظ پيا اٿلن پٿلن ۽ نئين سر سموهجي استعمال ٿين. بيشڪ ڳجهارت سنڌي لغت جي کاڻ جي کوٽائي جي هڪ نهايت موثر مگر پيچيده ڪَل آهي، جنهن مدت مديد کان پئي انوکن لفظن ۽ محاورن جي هيرن ۽ لعلن کي کوٽيو، ونڊيو ۽ چمڪايو آهي. هن فن جي ذريعي سنڌي لغات جي ڇِڇ- گهڙ ۽ وڌ- ٽڪ سان سنڌي ٻولي جو نت نئون مواد اُجرندو رهي ٿو، ۽ انهيءَ صيقل گيريءَ سان سنڌي لغت جو سرمايو وڌيڪ پختو ۽ پائيدار ٿيندو رهي ٿو.
روايتي رنگ ۾ ڳجهارتن کي ڳولڻ لاءِ لغت جي وڏي سرمايي ۽ سامان جي ضرورت آهي. جنس جنس جا نالا ۽ ٻولي جا انوکا الفاظ 'پاون' جي پوش ۾ ڍڪجن ٿا، جن جي ڳولڻ ۽ کولڻ لاءِ لغت جي جهان ۽ جنسار تي نظر رکڻي آهي. 'ڳجهارت جي ڀڃڻي' خاطر سگهڙن جيڪو سنڌي لغت جو خزانو کوليو ۽ ڦوليو آهي، تنهن جو اندازو قدري هن ڪتاب جي 'پهرئين ڀاڱي' مان

ڪري سگهجي ٿو. شين جي هر جنس ۽ صنف، ۽ ڳالهه جي هر ڳالهه جي هر تاڻي ۽ اهڃاڻ متعلق سنڌي لفظن جو ذخيرو وڏو وسيع آهي، جنهن جو اندازو فقط اهوئي ڪري سگهندو جنهن ڳجهارت ڳولي هوندي. ڪنهن لفظ يا معنيٰ جي ڄاڻ جي باوجود، جڏهن ماڻهو هم معنيٰ لفظ يا معنوي تاڻي جي تلاش ڪري ٿو ته سنڌي لغات ۾ مترادفات ۽ متعلقات جو ميدان ايڏو وسيع لڳي ٿو جو پانئجي ته پهچڻ پيٽي ڪانهي. سنه 1950ع ۾ ڪراچي شهر (صدر) ۾ مرحوم سليمان ٻري جي ڊيري (ڪير مکڻ جي دڪان) تي هڪ ڪچهري تي جنهن ۾ هڪ سگهڙ (جنهن جو نالو ياد نه رهيو آهي) ڳجهارتون ڳوليندي هر جنس جي لفظن ۽ نالن جا انبار لائي ڇڏيا. ڪيس ٻڌي آءُ پهريون پيرو سنڌي لغت جي وسعت کان نهايت متاثر ٿيس. ان موقعي تي ڪنهن هي ڳجهارت ڏني ته:

**جنڊ جي ليلان ڪونئرو حاڪماڻو ڏي.**

مون کي فوراً خيال آيو ته: 'جنڊ' (چڪي) متعلق نالا محدود آهن ۽ ڳجهارت جو پائو 'جنڊي جي' آهي جو ويتر جنڊ متعلق لفظن کي محدود ڪري ٿو. هاڻي ڏسان ته سگهڙ 'جنڊ جي' لحاظ سان ڪهڙا لفظ ٿو ڪٽي! اهو خيال ڪري آءُ پنو پينسل تيار ڪري ويٺس، ۽ هن سگهڙ جيڪي لفظ پئي چيا سي تڪڙا تڪڙا لکندو ويس حالانڪ سڀ لکي ڪونه سگهيس. ان وقت جي اِها يادداشت هن طرح آهي: **جنڊ جي**= ڳري، ڳاري، ٻڪي، هلڪي، ڳوري، ڪُتي، رَتي، سوڙهه، جهٽ- پٽ، گهُمري، ٻُهاري، ڪوسڙي، ڪاني، ڪَـهي، چِٽي، موڙي، ڦيري، اُبتي، سبتي، هَتي، اڏاڻي، جوٽي، اڍاڻي، اڪڙي، ٽڙي، لوڏ، اَهوڙَ، ليڪ، وٽ، پَٽي، مڪڙي، هينين، مٿين، ڪُمر، ماٺ، ڳني، پيني، لِتي، ننڊ، ڳهر، اوجهراڻي، نائي، ڪَڻ، لپ، مٺ، ڪاڻي، ڦُٽي، ڦاٽي، ڦِٽي، ٽڪري، ڪڪري، جهري، پڳي، زخمي، اُسوئي (اُس ۾ ڇڏڻ)، ٻَجهه، تاڻي، مُڪائي، چڪي.... پر انهن ڏکن تي ڳجهارت نه پڳي، ۽ آخرڪار 'گهرڪي' تي پڳي. جنڊ جي 'گهرڪي' ۽ حاڪماڻو (يعني حاڪم جو) 'اَمن'. يعني:

گهُرڪي ليلان، 'ڪونئرو امن ڏي.'

انهن لفظن ٻڌڻ کان اڳ وهم گمان ۾ ئي نٿي آيو تہ ڪو 'جنڊ جي' متعلق بہ ڪي ايترا لفظ سنڌي ۾ موجود آهن. ڳجهارتن ذريعي اسان ڪي سنڌي لغت جا اهڙا تہ انوکا لفظ معلوم ٿيا آهن جن جي اڳ خبر ئي ڪانہ هئي. مثلاً مومل راڻي جي ڳجهارت آهي تہ:

هڏو ڏنئي تہ **گاهہ** نہ ڪيئي.

هڏو 'ڪو شڪ' ۽ گاهہ 'ڪوتڪ' آهي. ڪوتڪ گاهہ تہ معلوم آهي پر اهو معلوم نہ هو تہ ڪو وَهہ يا مِڪ واري هڏي کي 'ڪوشڪ' چئبو آهي. مومل (يا ڪو ٻيو) راڻي کي ٿو چوي تہ، ڪٽ تي بہ گڏ ستل ڏسي ڪنهن ۾ ڪو شڪ ڏنو هئي تہ ڏک هٽي کي تڪ (ٽڪرا) نہ ڪيئي:

ڪو شڪ ڏنئي تہ ڪي تڪ نہ ڪيئي.

لعلڻ خان لغاري ڳجهارت جو وڏو ڳولو آهي ۽ لفظن جو وٿس پرپور خزانو آهي. سنہ 1956ع ۾ پير حسن بخش جي ميلي تي (ڊنڙو، تعلقو شهدادپور) اسان ادبي محفل ڪئي جنهن ۾ ڳجهارتن جي ڪچهري هلي. پيڙي فقير ڪنيار ان موقعي تي هيٺين ڳجهارت لعلڻ خان کي ڏني تہ:

عمر انهيءَ جاءِ تي مارو مون لاءِ **ڪاٺي ذات** ڪن.

لعلڻ خان وٽ ڪاٺي ڪاٺي جي ذات هڪ بيت ۾ ٻڌل آهي. لعلڻ خان بيت چيو ۽ پيا بہ 'ڪاٺي' جا گهڻا ڏک هنيا پر ڳجهارت ڪانہ پڳي. پيڙي فقير لِڪ خاطر ڪنيارن جي ڏنڌي مان 'اڏهٽي' نالي ڪاٺي ڳجهارت ۾ آندي هئي. 'اڏهٽي' يا 'ڏڪ' اها ڪاٺي آهي جا ڪنيار وڏن تانوَن (ماٽي، مٽ يا دلِي) کي ٺپي پورو ڪري، زمين تي رکڻ وقت اندرين پاسي کان اُپي ٽيڪ طور ڏيندا آهن تہ تانو پنهنجو پاڻ جهلي اُيو تي بيهي. هر تانو کي گهٽ ۾ گهٽ بہ اڏهٽيون اَينديون. ڳجهارت جي پاوَن جي لحاظ سان، ڪاٺي= اڏهٽي> او + ڏهاٽي، ذات جا= گهمرا. مارئي ٿي عمر کي چوي تہ:

'عمر انهيءَ جاءِ تي مارو مون لاءِ او ڏهاٽي گهمرا ڪن'

انوکن لفظن کان سواءِ، اصطلاح ۽ محاورا پڻ ڳجهارتن ۾ سموهيل آهن. مثلاً زماني جي حالات بابت ڳجهارت آهي تہ:

شهر لڳو ماڻهو ذات ٿيا

يعني: سن لڳو ماڻهن ساءِ مٿيا

ذات جا 'سامٿيا'، 'سن لڳڻ' يعني 'چوڏهين سن جو اچڻ'. سنڌ تي انگريزن جي قبضي ۽ ٽالپرن اميرن جي حڪومت جي پڇاڙي ۽ آزادي جي خاتمي سان، ملڪ ۾ پنهنجي راڄ رسم موجب فيصلا نبيرا ختم ٿي ويا ۽ نوان قاعدا قانون رائج ٿيا. 1259ھ ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ اينڌڙ چاليهن سالن ۾ سنڌن تسلط پورو ڄمي ويو. يعني ته سنه 1300ھ بعد، چوڏهين سن (صدي) جي شروعات سان اهو نئون اثر نمايان طور نظر اچڻ لڳو، جنهن جو احساس سنڌ جي عوام کي شدت سان ٿيو ۽ چوڏهين سن کي ننديائون ۽ شڪ جي نگاهه سان ڏٺائون. سگهڙن ان جو اظهار مٿين ڳجهارت ذريعي ڪيو.

**مواد جي سهيڙ ۽ ترتيب:**

پهريون اديب جنهن هن اعليٰ فن جي افاديت محسوس ڪئي سو هو ڪوڙومل چندنمل کلناڻي، جنهن سنه 1888ع کان اڳ (اندازاً 87- 1885ع وارن سالن ۾) ڳجهارتون گڏ ڪرڻ شروع ڪيون ۽ هن موضوع تي ڪتابڙو مرتب ڪيائين. تاريخ 1- جنوري 1888ع تي ان ڪتابڙي جو ديباچو لکيائين، جنهن ۾ چوي ٿو ته:

"سنڌ ۾ گهڻن ماڻهن کي خصوصن ٻهراڙيءَ ۾ ڳجهارتن جو ڏاڍو شوق آهي. رڳو اٽپڙهيل ۽ دهقاني ماڻهو، پر بعضي وڏا ماڻهو به ڳجهارتن سان اهڙيءَ طرح دل وندرائيندا آهن جيئن چوپڙ يا پتن جي راند سان. ميلن ملاکڙن ۾ گهڻا ڳجهارتي اچي گڏ ٿين ٿا ته اتي ڪي شوقين ماڻهو سڄيون راتيون انهيءَ وندر ۾ گذارين. گهڻن ماڻهن چيم ته ڳجهارتون گڏ ڪري ڇپايو ته چڱو ۽ مون پاڻ به ڏٺو ته ماڻهو اٽپڙهيل ۽ دهقاني سڄڻ ٿا سي ڪيئن پنهنجو عقل ويڙهائين ۽ خيال ڊوڙائين ٿا ۽ پاڻ وندرائين ٿا سا ڳالهه ته ڳجهارتن مان معلوم ٿئي ٿي، پر انهن ۾ گهڻا نوان نوان لفظ ٿا ڏسجن، تنهنڪري جي گڏ ڪري ڇپائبيون ته سنڌيءَ جي به ڪجهه واڌ ٿيندي، پوءِ حيدرآباد ۽ ڪراچي ضلعن ۾ گهمندي انهن جي گڏ ڪرڻ ۾ پيس."

اهڙيءَ طرح هن سڄاڻ اديب ڳجهارتن جي اهميت محسوس ڪري حيدرآباد ۽ ڪراچي ضلعن مان پنج سوءِ ڳجهارتون گڏ ڪيون، جن مان چونڊ ڪري ٽي سوءِ ٽيهٺ ڳجهارتون سرن وار مرتب ڪري انهن جي پيڄڻي ۽ مطلب سميت "سنڌي ڳجهارتون" نالي ڪتابڙي ۾ ڇپايائين[1].

انهيءَ ساڳئي دؤر ۾ سنڌ جو هڪ وڏو سڄاڻ سگهڙ رمضان فقير وادو (ذات جو لاڪو وينئل پنجمورو تعلقو هالا) ساماڻو، جنهن سنڌي سگهڙپائي جي هر فن ۾ طبع آزمائي ڪئي. هو پاڻ سگهڙ شاعر هو، جنهن پنهنجون ڳجهارتون جوڙيون جن مان اڪثر منظوم هجڻ ڪري سگهوئي سگهڙن ۾ عام مشهور ٿي ويون. رمضان فقير اهي ڳجهارتون هڪ جدا ڪتابڙي ۾ مرتب ڪيون جو هن فن ۾ پهرئين تصنيف آهي، ۽ هن وقت قلمي صورت ۾ موجود آهي. اهڙيءَ طرح ٻئي ڪنهن سگهڙ ڳجهارتون گڏ ڪيون جي آڳاٽو هريسنگ (سکر) ۽ پوڪرداس (شڪارپور) ڪتب فروش طرفان شايع ٿيون. پاڪستاني دؤر ۾ محترم عبدالڪريم سنديلي ڪتاب 'وينجهار' ۾ هڪ باب ڳجهارتن تي لکيو ۽ ڳجهارتون درج ڪيون، ۽ پوءِ مرحوم عبدالحسين شاهه موسوي پنهنجي ڪتاب 'سرهاڻ' ۾ ڳجهارتون درج ڪيون. انهن مڙني ڪوششن ۾ ڪوڙيمل جي ڪوشش سڀ کان اول ۽ اهم هئي.

مٿيان ڇاڙتايل ٻه پهريان ذخيرا ڳجهارتن جي هن ڪتاب مرتب ڪرڻ وقت اسان کي نه ملي سگهيا. اسان سنئون سڌو سگهڙن وٽان مواد ميڙيو. 1951ع کان 1956ع واري عرصي ۾ اسان پنهنجي ذوق شوق سان مختلف ماڳن تي ڪچهريون ڪندي ڪافي ڳجهارتون گڏ ڪيون، ۽ سنه 1957ع ۾ جڏهن بورڊ طرفان "لوڪ ادب تجويز" منظور ٿي ته اسان هن تجويز هيٺ ڳجهارتن بابت جدا هڪ خاص ڪتاب رٿيو ۽ تعلقيوار ڪارڪنن کي هدايتون ڏنيون ته ڳجهارتون گڏ ڪري موڪلين. اهڙيءَ طرح ڪنهن حد تائين سنڌ جي هرياڳي ۽ ضلعي مان ڳجهارتن جو مواد دستياب ٿيو.

جڏهن اهو مواد مرڪزي آفيس ۾ پهچڻ لڳو ۽ زير مطالع آيو ته بنده

---

[1] اسان جي آڏو هن وقت سنه 1901ع وارو ڇاپو آهي جو "قيصريه پريس حيدرآباد سنڌ" مان شايع ٿيو. ٿي سگهي ٿو ته ان کان به اڳ ڪو ڇاپو شايع ٿيو هجي.

راقم محسوس ڪيو تہ ڳجهارت هڪ نهايت ڳوڙهو فن آهي ۽ جيسيتائين آءٌ بذات خود هن فن ڪان پوريءَ طرح واقف نہ ٿيندس تيسيتائين 'لوڪ ادب تجويز' جي ڊائريڪٽر جي حيثيتِ ۾ ڳجهارتن جيُ ڪتاب کي ڪماحقه مرتب نہ ڪري سگهندس. انهيءَ ڪري جيتوڻيڪ ڳجهارتن سان اُنس اڳ هو مگر 1958ع کان وٺي هڪ طالب علم جي حيثيت ۾ ڳجهارت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيم ۽ ٽن سالن (1958- 1960ع) جي عرصي اندر ڪچهرين ۾ سگهڙن سان ڏي- وٺ ڪندي، ڳجهارتن جو مطالعو پختو ٿيو. ڳجهارت ڳولڻ توڙي پنهنجي طرفان ڳجهارت ٺاهڻ جي لياقت پيدا ٿي. بيڙي فقير ڪنيار کي، جو اڳ ڏور جو سگهڙ هو، ڳجهارتِ جو شوق ڏياري پنهنجي ذاتي ڪچهرين ۾ رفيق بنايو ويو. جنهنڪري ڳجهارتن ۾ ڏي- وٺ جي مشق ٿيندي رهي ۽ سنہ 1960ع تائين فن ڳجهارت جي هرپهلوءَ جي پوري پرک پروڙ پئجي ويئي.

انهيءَ ڪوشش ۽ ڪشالي بعد سنہ 1961ع ۾ ڳجهارتن جي مواد جي چڪاس ۽ ڇنڊڇاڻ تي توجهہ ڏنو ويو. پنهنجي ذاتي ميڙسيڙ سميت ڏهن هزارن کان وڌيڪ ڳجهارتون قلمبند ٿيل مواد ۾ ڪٺيون ٿيون. ڪيتريون ئي ساڳيون ڳجهارتون جداجدا ڪارڪنن کان لکجي آيون ۽ پڻ ڪي ساڳيون ڳجهارتون جزوي ڦيرگهير سان لکجي آيون. اهڙين ڳجهارتن کي ڀيٽي هڪ قابل قبول ڳجهارت قائم ڪئي وئي. انهيءَ ڇنڊ ڇاڻ بعد اندازاً پنج هزار ڪن مستقل ڳجهارتون وڃي بيٺيون جن تي تنقيدي نگاهہ وجهڻ سان ڪي اٽپوريون، ڪي غير معياري ۽ ڪي مبهم نظر آيون جن کي ڇڏي باقي صافي طور 2674 ڳجهارتون هن ڪتاب لاءِ چونڊيون ويون جي متن ۾ شامل آهن. مطالعي ۽ ڀيٽ سان معلوم ٿيندو تہ هن ذخيري ۾ ڪوڙيمل جي ڪتاب واريون توڙي بيون پوءِ شايع ٿيل اڪثر ڳجهارتون (قدري روايتن جي اختلاف سان) اچي ويون آهن. سگهڙ رمضان وادي جون ڪي ڳجهارتون پڻ سگهڙن وٽان مليون جي هن ذخيري ۾ شامل آهن.

فن ڳجهارت جي اعليٰ معيار جي لحاظ سان هن ذخيري ۾ اجان بہ ڪيتريون ئي ڪچيون ڦڪيون ڳجهارتون موجود آهن، پر اسان عمداً ۽ ارادتاً

اهي شامل ڪيون انهيءَ لاءِ تہ جنهن دؤر ۾ هيءُ ڳجهارتون گڏ ڪيون ويون انهيءَ ۾ ڳجهارتن جي ڏي- وٺ جو جيڪو چالامان هو تنهن جو قدري صحيح اندازو ڪري سگهجي. انهيءَ لحاظ سان هن ڪتاب ۾ ڳجهارتن جو شامل مواد موجوده عام روايتي رنگ جو آئينو آهي.

ڳجهارتن جي هيڏي وسيع مواد کي سهٽي ترتيب ڏيڻ هڪ اٽانگو ڪم هو. اسان اول 'ڳجهارتن جي پيچٽي' واري مواد کي ڪتاب جي 'پهرئين ڀاڱي' هيٺ 'پاون' جي لحاظ سان 'الف- بي وار' مرتب ڪيو آهي، انهيءَ لاءِ تہ جنهن بہ 'پائي' جي پيچٽي جو مطالعو ڪرڻو هجي ان کي آساني سان لهي سگهجي. خود ڳجهارتن کي انهن جي پيچٽين سميت ڪتاب جي 'ٻئي ڀاڱي' ۾ سُر وار ڪري رکيو ويو آهي: مختلف سُرن هيٺ هرهڪ داستان (سسئي- پنهون، عمر- مارئي وغيره وغيره) جي شروع کان آخر تائين ڳالهہ جي مکيہ ٺاٺن ۽ اهڃاڻن جي سلسلي موجب ڳجهارتن کي مرتب ڪيو ويو آهي. انهيءَ سلسليوار سٽاءِ ۽ ترتيب سان اميد تہ هيءُ ڪتاب ڳجهارتن جي مطالعي لاءِ مفيد ثابت ٿيندو.

ڪوئيٽا ن.ب.

4- سيپٽمبر 1969ع

## پاڳو پهريون

# ڳجهارتن جي پيڇٽي

ڳجهارت جي 'پائي' ۾ لِکل نالي ونڻ يا انهيءَ نالي کي واءُ لڳڻ سان ڳجهارت پيچي پوندي، تنهنڪري سگهڙ ۽ ڳولا، اڪثر نالن جون ڪنڊيون پاڻ وٽ ياد رکندا آهن. انهيءَ ترڪيب سان ڳجهارت وسئون وٺائڻ ٻچي ڪانہ سگهندي آهي، جيئن تہ ڳجهارت جي 'ڳولَ' ڏکي آهي، تنهنڪري سگهڙن نہ فقط جداجدا جنسن جي نالن ياد ڪرڻ تي ڌيان ڏنو پر هنن انهن نالن کي آسانيءَ سان ياد ڪرڻ لاءِ بيت جوڙيا، تہ ڳجهارت کي ڳولڻ ۾ سولائي ٿئي. هن ياڳي ۾ ڳجهارت جي مشهور چاڙن جي زباني قلمبند ڪيل نثرتوڙي نظم جي ڪنڊين کي شامل ڪيو ويو آهي.

ڳجهارتن جا 'پاوا' ٻن قسمن جا آهن، (1) نالا يا اسم ۽ (2) نالن جو صفتون. نالن ۾ ماڻهن، ذاتين، ساهوارن، جيتن، پکين، گاهن، پوکن ۽ شهرن وغيره جا نالا اچي وڃن ٿا، صفن ۾ "جا"، "جو"، "جون"، ۽ "جي" اچي وڃن ٿا، مثلاً "اُب جا"، "گاهہ جو"، "جَر جون" ۽ "اڪ جي"، انهن پاون جي پيڇٽيءَ جون ڪنڊيون پڻ انهيءَ سلسلي موجب ترتيب ڏيئي رکيون ويون آهن. پيڇٽي يا ٻول جو "بيت" آخر ۾ ڏنو ويو آهي. اهو سمجهڻ ضروري آهي تہ ڪنهن بہ 'پائي' بابت چيل "بيت" ۾ انهيءَ پائي جا نالا توڙي صفتون اچي وڃن ٿيون، مثلاً "اُپ" تي چيل بيت ۾ نہ صرف "اپ" جا نالا اچي وڃن ٿا، مگر اُپ جون صفتون توڙي فضائي شيون شامل آهن.

آسانيءَ خاطر مُک پاوا، عنوان طور 'الف- بي' وار رکيا ويا آهن تہ پڙهندڙ سولائيءَ سان ڪنهن بہ 'پائي' جي پيڇٽي معلوم ڪري سگهي. شروعات 'الف' سان ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ اُپ، اڌ سڌ، اڪ، اڪر مکيہ پاوا آهن، اهڙيءَ طرح 'بي' ۾ وري انهيءَ اکر سان شروع ٿيندڙ 'مُک پاوا' ساڳي ترتيب موجب ڏنا ويا آهن. ظاهر آهي تہ هن ياڳي ۾ ڳجهارتن جا سيئي 'پاوا' ۽ انهن جون پيڇٽيون شامل نہ آهن، صرف اهي 'مُک پاوا' ۽ انهن جون پيڇٽيون سگهڙن وٽان وقت سر ملي سگهيون، سي شامل ڪيون ويون آهن.

---

# اُپ

1. اُپ جا نالا: آسمان، آڪاس، عرش.

2. اُپ جا: تارا، ٽيڙوُ ستارا، لُـڏا، گـرهه، ڏينهن، اُپريا، لٽا، لڙيا، ڪڪر، بادل، وسڪارا، طبقَ، اولا، ڳڙا، گولا، نکٽَ، چوها.

3. اُپ جو: نکٽُ، عڪس، وِهائو، وِڇون، پٽون، ڪوهه، ٽنگر، قطب، سج، چنڊ، زحل، مشتري، زهرو، منڊل، جهـَڙ، وڏرُ اوهيرو، مينهن، وسڪارو، چمڪات، نڪاءُ، ڏڪاءُ، ڪوهيرو، جهولو، طوفان، لـُڙ نيرو، پـِنو، وُٺو، ڏانگڙو، مينگهه، ملهارُ.

4. اُپ جون: ڪتيون، راسيون، راتيون، پينگهون، ماريون، ڇاٽو، ڦڙيون، ملهارون، اوريڪون، هوائون، اُلهيون، هرڻ ڪڏيون، نوايون، پيڙيون، ڪـڏَ رُون، منيون.

5. اُپ جي: ڪـُنڊي، ڪٽ، رُوءِ، وِڄ، اِنڊلٺ، برسات، بارش، بوند، گـوڙ، ڪنوڻ، بجلي، ڪارَ جهڪ، پـِني، اوريڪ، هوا، لـُڪَ، لڪَ، سردي، چـِٽَ، گرمي، واڄَ، ڪاراڻ، لـَس، ڪڪري، واڏِري، ماڪَ، پولارَ، تترڪرڙي، ڳاڙهاڻ، ساوَڪ، وَس، صفائي، انڌوڪار.

6. اُپ جو بيت[1]

ســـاراهيان ســـچو ڏڻـــي، جـــو صـــاحب رب ســـتار چـــوان،
ســانوڻ، ســورج، ســهٽو ســارنگ، ميــرُون، ميگهــه مــلار چــوان،
ڪڪــر، ڪــارَپ، قمــر، چنــڊ، چانــڊوڪي، ڇهروچــار، چـــوان،
ٽيڙوُ، مـُنيون، مينهن، مـَلارو، ڪتي، قطب، ڪاڙهو، ڪار چوان،
آڳم، آڙنـگ، اُپريـو، ڪنـڊي، ڪـٽي، حـوت، دلـو دلـدار چـوان،
لاٽ، لڙاٽ، نڪٽ، نيرو، پيسرو، پارو، مـاڪ، وُنـي مهندار چوان.

[1] چيل لعلڻ خان پٽ علي بخش پٽ جيئندو، پاڙو سنجراڻي لغاري، ويٺل ڳوٺ گل محمد لغاري لڳ اسٽيشن سرهاري تعلقو شهدادپور. اندازاً سنه 1895ع ڌاري ڄائو، سندس وڏا اصل ديري غازي خان جا ويٺل هئا، پوءِ لڏي اچي ڳوٺ غلام شاهه لڳ سڪرنڊ ۾ ويٺا، پر دريا ء جي پاڻڙ ڪري لعلڻ خان لڏي ناناڻي ڳوٺ گل محمد لغاريءَ ۾ ويٺو ۽ شادي بہ اتي ئي ڪيائين. سندس ڪلام جو گهڻو حصو سرائڪيءَ ۾ آهي، جو حمل فقير جي تتبع ۾ چيو اٿس. يوسف زليخا ۽ هير رانجها جا قصا پڻ ٺاهيا اٿس. هنن ڏور ۽ ڳجهارت جو بہ وڏو ڄاڻو آهي.

رئي رءُ، رنگ، روشنائي، جهولا، جهڪون ڏار چوان،
چنڊا، ڦڙا، چاتون، چوهـا چرون، جوزا، قوس قنڌار چوان،
جهڙ، ڦُڙ، جهالون، لس، لـڏڙا، ڳـڙا، ڳار چوڏار چوان،
برف، بجلي، بوند، بهاري، بادل، برسيو، انڌلٺ يار انڌار چوان،
آيت اُپريو، چوڏڪا، چانڊني، سج اُتي سرڌار چوان،
تاءُ تڪو تجلو تارو، برسات، روهي، بهاءِ چوان،
عرش فرش، آسمان، اوهيرا، وچون، واٽ وسڪار چوان،
مچلو، ڪٽ، ڪنوڻ، گل، گوڙيون، پـني، پينگهه پلار چوان،
بارش، بار، بحر جو چمڪو، پيچ پلي پٽڪار چوان،
ڪاڙهو، ڪماٽيو، ڪهڪشان، جهمڪو، جهڙ ڦُڙ، جهلڪو ڏار چوان،
صاف صفائي، مينهن ملهائي، اُپريو لٿو آر چوان،
گاج گجگوڙ، اوٽر، اُنڌاري، ليڪون، لهريون، پيسرو پلتار چوان،
تاڏل، تڏڪارو، چمڪار، چنگارو، ڪاڙها ڪارونيار چوان،
انڌوڪار آيو، وچ وسايو، چوهو سو چٽڪار چوان،
لطف ڪجاڻءِ تون "لعڻ" تي، صاحب رب ستار چوان.

## اَڏ سڌ

1. او، اي، اڙي، اٿي، ڙي، هيٺ، ڦيٺ، ٻڙي.

## اڪ

1. اڪ (اڪيون): ڪاريون، ڪجليون، سهڻيون، چٽيون، ڪاٽيون، جڏيون، ٽيڏيون، شيريون، ڪُنڊيون، نماٽيون.

2. اڪ جا: اوجاڳا، اِشارا، ڦيرَ تارا، پنبڻ، ڇپر، ٽُنرا، نهين وار.

3. اڪ جو: ڏُنڊ، ڦُلو، وَهڻ، اُٿڻ، سجڻ، چٽو، ڏيان، اِشارو، نظر، شرم، آرام، اوجاڳو، ناز، تجلو، نخرو، پاٽي، پورڻ، پٽڻ، حياءُ، وسڻ، لڳڻ، ٻڏڻ.

4. اڪ جون: ماٽڪيون، گهورون، نظرون، پٽيون، پوريون.

5. اڪ جي: نظر، ڇائي، سوچ، ننڊ، ماٽڪي، لـڄ، گهورَ نگاهه، اُونگهه، چمڪ، اُٿي، رائي، آنڙي، لڳي، پوري، پٽي، پڊ، ڇالي، اڳهي، ٻوٽي، ڳاڙهي، ڪاري، پڇي.

# اکر

1. اکر (اکرن جا نالا): الف، بي، زي، لام، واو، ڙڙو، ممو.
2. اکر جا: نقطا، ٽبڪا.
3. اکر جو: اَنگ، وَٽ، لکيو، پيشُ، حرف، باب، صحيح، غلط، ڪارو، وڏو، ننڍو، سنهو، ٿلهو.
4. اکر جون: اعرابون، صُورتون، نشانيون.
5. اکر جي: اَٽي، زير، زبر، شد، مد، جزم.

# اَن

1. اَن (انن جا نالا): ساريون، ڪٽڪ، جانور، باجهر، جوئر، ڪلڻ، ڪاٽي، گرگلو، اَچڙي، جاڙي، جوَ، پُرٽ، سائون، ڪرنگهه، مڪائي، مڪٽي، چڻا، مٽر، مانهه، سارِ، مُگ، ترَ ڪُنڊي.
2. اَن جا: ڏوڏا، ڪاسا، توبا، ڪڏا، ڪوهرَ، سوئا، ڳارا، پڪوڙا، پيجا، داڻا، چلا، پاندا، ڪرا، گندا، ڦُلا، ڪوڪلا، ڪوٽلا، ڪيٺَ، پيليا، تُهه، پوڪيا.
3. اَن جو: آڏارڻ، ڏوڏو، اگهه، مڻ، خرار، ٽويو، ڪاسو، ماپارو، جيءُ، پت، ڏارو، ڪڏو آپون، ڪرو، اَٽو، ميدو، ڳارو، بُڪ، چوندو، لابارو، چُنو، ورو، ابواب، پوهو، تهه، ڳپُ، اَناڻ، بوسو، چاڻُ، سنگ، پاڳو، داڻو، ڪٽو، ڪيرو، ڪوڙ، ڍِڳُ، ڪانو، رَس، پوڙو، پورو، وِڪرو، چرون، ڏَڪ، ڏريو.
4. اَن جون: راهون، ڪاهيون، ملهون، پوريون، پليون، گنديون، سيون، پهٽيون، ڪوڙيون، منيون، پريون، ڏاٽيون، ڪرهيون، رکون، پڪيون، رَيون، ساريون.
5. اَن جي: وائُر، چڙَ، چند، پاٽي، چوٽائي، رک، ماني، ڪچٽي، پوري، ڪُٽي، تُهي، بُري، بِٽَ، تري، پَلي، گُندي، پلهه، لَپ، ڪنير، آڳر، ڪلڪائي، تاري، ڳاهي، هلر، پُڳر، پرپَ، سادي چال، سيرڪي، تورَ ڏري، توتڻ ڪتر، بُڪي، واڏائي، دَز، ڪرهي، چاٽي، ڏڏڙي، ڏڏري، بکيا، پيڙي، ڳهاٽي، ڪاسڪي، اگهي، مُٽ، سٽي، ڍِڳي، ڪاهي، پوري.

## 6. اَن جو بيت •

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب ٻ ستار چوان،
اَن اُپاري، آوَت ناهي، تون ميڙ مُڱن جي ٻار چوان،
کيرو، کوڙي، کرو ناهي، کر کو رَڙ ڪٽا ڏار چوان،
راهه کوئن ريڙهي رک تون، کر مانهه، مٽر جي ڏار چوان،
ميو، ماڻ، مهري، مُکري، کر چنگي، چپٽي ڏار چوان،
ڇهندي، ڇُرون، ڇُوري، چانور، ڇٽو، ڇِلو، ڇُوريو يار چوان،
چاٽو، چاٽي، چوکا، چنگالي، سنگ، صفائي، کَر وائر جي وسڪار چوان،
ڪَڏا، کير، کندي، ڪاسو، ڏَڙو، تُوتڙ ڏار چوان،
پَل پکي، پُڻ پاڻي، پيٺوپيهون کر پکو، پليٽڻ ڏار چوان،
اچو آيُون، آڏَر، آٽو کر ڏارو، پليٽڻ ڏار چوان،
ڊڳڙ ٻُسري، ٻُکي، ٻُهاري، کر ٻُر پيجنو ٻار چوان،
ڦُلو ڦَکو، ڦرڙيو، کر ڍِڳي، ڦاندي ڍار چوان،
ڦڪي، ڦوڳرَ ڦُلو، ڦَکو، پڙِي، پَٽي، کر چڙچند ڇاٽي ڏار چوان،
توتڙ لپون، ليڙا ناهي کر پور، پاندو پري تار چوان،
ڳَس، ڳيو، ڳچ، پور، پُڳڙو، کر کُٽي اگهه اپار چوان،
ڇُوري، چوتائي، ڇِلو، ڇُنو، پيجو، ٻِج، ٻُهار چوان،
سيرا، سَيون، چيٽا، چپٽي، کر کوهر، کهٽو ڏار چوان،
ناپو، نانگلي، ساريون، سڳداسي، کر ڏاٽا، چنگالي ڏار چوان،
ڇَٽون، ڇَلَر، ناڙي، نگر، کر کهٽو ڪٽڪي جوار چوان،
ڳاڙهي، اڇڙي، ڪلڻ کوڙا، بکيا بازيگر ڏار چوان،
ڪٽي، ڪانهين، کيرو، خاَشو ماپ، مَيو، مُڱ، منڌاٽي، چونرا ڏار چوان،
آڏ، اَوهاندا، اوڙو، اڇڙي، اُسري، ايڪڙ، اڏويڙ آڏار چوان،
آڏائون، انگور، اور، اُسري، اهُر، آڳاٽي، آوَت، آلو ڏار چوان،
اگهه آهلي، آيون، اڳياڙِي، بند بيلاکي، ٻَگ، بازيگر ڏار چوان،
بصر، بوکڙو، ٻُلِر بيهي، ٻُهه، باراني، بجر بوسي ڏار چوان،
تِر، توتڙ، تماک، توري، تَس، تَسيو، تُنبي تار چوان،

---

• چيل لعلڻ خان لغاري. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيہ ص84 هن بيت ۾ نہ فقط "ان" پر "پوک" بہ شامل آهي.

تـڪ، ترائـي، توريـو، تـُـري، تـُـوريون، تـُـهه، ٽِـلا ڏار چـوان،
سـُـڪي، سـڙي، سـهنور سـاڻ سـنيالي، سـاوَڪ، سـُـتري ڏار چـوان،
سـائي، سـائون، سـاريون، سـنگت، سـوءِ، سـنڌو، سـُـئا سـار چـوان،
سـلو، سـرنهه، سـِـٽي، سـنيالو، سـهاڳ، سـونگڙي، سـير سـڌار چـوان،
سـيهو سـهيڙي، جوهـر جوئـر جـي، جـانچي جـاتون ڏار چـوان،
جريـب، جـاڙِي، هـاري، هـر، هڪلـي، حصـو، هنداٿُـو هـار چـوان،
ڪڙو، ڪـڙڪي، ڪيڙي، ڪـرڙو، ڪيـرو، ڪـِلڻ، ڪئـي، ڪنياٽي ڏار چـوان،
ڪـاڏ ڪـڏوڻي، ڪـَـس، ڪـار، ڪـوڙو، ڪـرو، ڪـُـتون، ڪـرو ڏار چـوان،
ڪوٺيـا، ڪهنبـڙي، ڪـوڙي، ڪنـڌي، ڪـَـهـُـري، ڪـاڇو ڏار چـوان،
دڙِي، داڻـا، دَن، دَنـڪ، ديـرو، ريـج، رڇـائج ڏار چـوان،
روت، رُوٽـي، ريهـڙ، رتـي، رُلـي، رڪ، راهـون ڏار چـوان،
رنـگ، ريپـڙي، رونبـو، رسـي، رڇـائي، ديڪـڻ ڏار چـوان،
زيـان، ضـايع، ذوق، زَردو، زينـت، ضـابطو زردار چـوان،
ڦـرڙي ڦـُـٽي، ڦڪـو، ڦرسـو، ڦـُـلاڙي، ڦريـون، ڦـار چـوان،
ڦـوڳ، ڦولاريـو، ڦنڊٽـي، ڦـاڪو، ڪيـڻ، ڪـَـڇي، ڪل ڪـار چـوان،
ڪاٺي، ڪريلو، ڪتي، ڪارَپ، ڪرنگ، ڪنگٽي، ڪـُماٽي ڏار چوان،
ڪـَرڙي، ڪـُتر، ڪٽڪ، ڪهٽو، ڪانگڙو، ڪـٽا، ڪـُهڙي ڏار چوان،
ڪانو، ڪـَڪي، ڪسي، ڪانگڙِي، ڪـَجهي، ڪـِري، ڪـَـڌا ڏار چوان،
ڪـَـڙَپ، ڪـانهين، ڪـانگڙ، ڪـُرٽي، ڪـورڙ، ڪاشني ڪـار چـوان،
ڪـُـڪَ، ڪـنار، ڪاسو، ڪـُـڙمي، گوگهـر، گـدرو، گـلزار چـوان،
ڪـرنگ، ڪَڙيـا، ڪـُـنبي، ڪڪـڙا، ڪڙيـا، ڪاشـني، ڪـارچوان.
گـَڏو، گـُدام، گـجر، گـُلڙا، گوبي، گـُڏ، گاهه، گـُري، ڪـر گـُوار چوان،
لاهـي، لتـي، لوسـڻ، لوڙهـو، لـَـپو، لوٽـڪ، لابـارو لار چـوان،
لوڙهـ، لائيـن، لسـي، ليٽـون، لائـي، لـُـٽي، لـٽ ڏار چـوان،
گڏي، گوگڙو مـُهرِي، منڌاٽي، مور، مـُڪري، مـانهن، مٺر، مـڱ، ڏار چوان،
مـُـهڙ، مڪٽـي، مـانجهر، مـوري، مـُـنون، مـَـڏ، ميهـا ڏار چـوان،
منـد، مهلـو، مـُـنڊي، مرلـي، مـوڙ، مينـدي، ميٿـي، مرچـون ڏار چـوان،
منـڙي، مرهـي، مڪئـي، مليـرڙو، مـوٺ، ملهـو، منهـن ڏار چـوان،

ميڙهـ، منگهـو، مـاچ، ميـڙي، نـاڙو، نـانگلي، نـائڪو ڏار چـوان،
نـاڙي، نـايو، نسـري، نهـوَرَ، نـاڙو، نـُـڪرو، نـار چـوان،
ننـڍي، نپـائي، وَلهـ، واڙي، وَنگـو، ويـرو، سـو وَئـون ويچـار چـوان،
واڳـــڻ، واهـــي، وٽ، ورهـــائي، ونـــڊي، ڍارو ڏار چـــوان،
وڏي، وَلـ، وَلار، وائـڙو، وائـر، وَڏَ، ووڻـاڻي، وسـڪار چـوان،
ٻارا، ٻنا، ٻاري، ٻيلنگهـ، ٻوڙا، ٻوچڙ ٻيجو، ٻج ٻـ ـهار چـوان،
ٻـورُ ٻـاجهري، ٻنـالو، ٻـوڙو، ٻـُـڪي، ٻيلهـ ٻـاٽي ڏار چـوان،
ڀهـراري، ڀـاٽي، ڀـَـن، ڀونـا، ڀيهـي، ڀٽهـ، ڀيـوري ڀـار چـوان،
ڀـَـڪي، ڀوڪ، ڀڇائي، ڀونجها، ڀاڇاٽي، ڀالڪ، ڀـتا ڀـار چـوان،
ڀـَد، ڀيتل، ڀاڙو، ڀـڙي، ڀڻي، ڀوٽو، ڀـتي، ڀلي، ڀـَل ڏار چوان،
ڀچـور، ڀـاٽي، ڀـڳر ڀکـي، ڀيـاري، ڀـوري، ڀـري، ڀـل ڏار چـوان،
ڀينـڊي، ڀـاڪر ڀيلـي، ڀـاڳو، ٺـري، ٺيـڙي، ٺوڙهـي ڏار چـوان،
ٺـَپو، ٺـاهي، مـاڻ، ميـو، ٺـُـڪون، ٺيـڙي، ڍڳـي، ڍارا، ڏارِ چـوان،
ڍهلـــي، ڍوري، ڍَڪـــي، ڍاڪـــو، ســـا ڍَهـــل ڏار چـــوان،
ڏپ، ڏنـي، ڏاهـي، ڏاڳ، سـٽي، سـنيالو، ڪـانبو، ڪٽـي ڏار چـوان،
تـَـڪ، تـور، ڪـَـس، ڪهنبـڙي، ڪـارَپ، ڪـاٽي ڏار چـوان،
چـوپ، چوپـو، چوٽـڪ، چيـڙُ چـانور، چيڻـو، چـري، ڏار چـوان،
چـَـٽو، چـُـنگي، چيـٽ، چتـي، ڳلچيـر، ڳنـو، ڳـر ڏار چـوان،
ڳوڙهـا، ڳپـل، ڳلـي، ڳنـيو، ڪنـڊي، ڪمـائي ڏار چـوان،
ڇاهـان، ڇـاٽو، ڇلـي، ڇـٽ، ڇـُـلنگي، ٻجـر ٻـار چـوان،
ڳيـي، ڳنـي، ڪيـٽ، ڪـَـرو، ڪـڏوٽي، ڪـري، ڏري، ڪـُـت ڏار چـوان،
گهـاٽ، گهـاٽي، گهٽـي، گهـرو، گهيـرو، ڪـُـڻ، ڪنيـاٽي يـار چـوان،
ســاڙ، صفــائي، ڍِڍا، ڍِنـڳر، ڏاڳ، ڏَنـي، ڍِڳ ڏار چـوان،
لطـف ڪجـاڻ تـون "لعلـڻ" چئـي، ڪلمـون قلـب قـرار چـوان.

# اوزار

1. اوزار (اوزارن جا نالا) پـاڪي، ڪتـر، ڪينچـي، نڪچٽـو، نهـرڻ، مشين، واهولـو، ڪارائي، رَندو، گونيـا، رنبـي، مـاهيچو، پٽـاس، سـيراهي، ڪمان، ڪشـو، هتـوڙو، برمـون، ڪهاڙو، رَوات، ٽڪـوري، ڪـرٽ، انبـوري، سنبو، سانسي، پنوسر، قيرٽي، سُئي، ليول، گرمٽ، مسطر، وٽنل.

# باھ

1. باھ (باھ جا نالا) ڇيرو، آڳ، آتش، آڙاھ.
2. باھ جا: اُڌمان، اڳر، آرڻ، سيرڻ، اوڳها، ٿانڊا، چلها، تجلا، ٽمڪا، اُهاوا، سڙيا، ٻريا، دونهان.
3. باھ جو: ٿانڊو، ڪامڻ، سڙيو، تئو، سيڪ، ٻڙڪو، پڙڪو، مچُ، پيپڻ دونهون، سمون، اڳرَ جاڳتو، ڪوئلو، ٻرڻ، ڏڳڻ، دَونڪڻ، وسامڻ، ٻرڻ، پچڻ، وڪوڙڻ، ءِنڻ، لڳڻ، مچڻ، ڪامڻ، جلڻ، پڪڙڻ، ڦوڪڻ، ٽمڪڻ، رس، سڙڻ، تجلو، اوجيسُ، سوجهرو، اوجاس، چُلهو، ڪلُ.
4. باھ جون: اُماڙيون، ڏياٽيون، دونهيون، ڇپيون، سڙيون، رڪون، چمڪيون، ٽمڪيون، جليون، ٻُريون، ٿانڊيون، ڪاٺيون، پڙڪيون، پيپڪيون، چريون،چلهيون، تجليون، پڪلوڻ، اُجهايون، ڪاميون، وساميون، تيزيون.
5. باھ جي: نوساٽ، ڇرَ، لاٽ، ڇپي، گرمي، چٽنگ، چوانتي، چار، چاري، ڪيري، رڪَ، ڦلهير، دُکي، جامڪي، ڏَنوَڻ، ڏمڻ، ٻَني، ٻالي، اُجهائي، دُونهي، ٿانڊي، ٽمڪي، ڦلهيار، سڙي، ڇَري، ڪاٺي، اُماڙي، ٻاري، سڙيل، پڪل.
6. باھ جو بيت [•]

ساراهيان سچو ڌڻي جو صاحب رب ستار چوان،
آڙهہ، اُلا عشق اتاريا، چوانتي، چٽنگ لڳي چوڏار چوان،
آس، الانبو، آتش، آڳ، اُيري، ٻاري، ٻارڻ يار چوان،
پيپڻ باهيون، پڙڪي، چاهيون، ٿهڪو، ڪيري ڪار چوان،
ٻجلي، تجلي، ٻارڻ، ٻڙڪو، چٽڪو، چٽڪي چوڏار چوان،
تئُ، تڪ، تپش، ٿانڊو، ٿهڪو، ڪوئلو، اڳر ڪار چوان،
دَري، دوزخ، ڍانڊ، داغ، دلين تي، ڏيو، چراغي ڏار چوان،
چٽڪي، چلهہ، چري پيو چخو، چاهہ، لڳي چوڏار چوان،
چرخ، چمني، ڏايو، ڏاري، ٻنيو، اُيارو ٻار چوان،
سيڪ، سوجهرو، رمز روشنائي، چاڻي، ڇپي ڇر، ڏار چوان،

---

[•] چيل لعلڻ خان لغاري جو، سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ ص 84.

شمر، شور، شمع، ٻيوشاهي تجلو، تتي، ڪوسي ڪِر، ڏار چوان،
جهلو، جهڙڪو، گهمرو، گهيرو، جوش، جليو جنسار چوان،
ڪُهڙ، ڪوسو، ٻني، پيرو، ڏنپ، ننپ، نريو ڍهڪار چوان،
ساڙي، ساڙ، اُماڙ، اپارو، اوپر، لاٽون، لوهه لغار چوان،
اُهاءَ، آگم، شعاع، شاهي، قلي، قوڪ، قرڪٽي چار چوان،
ڪنڌ، ڪورو، ڪام، ڪوڙي، ٻيو ڏونهن ڏکي دلدار چوان،
اڳر، اماڙي، چاتي، چيرو، مچ مچايا من تي ڏار چوان،
لطف ڪجاڻ تون "لعلڻ" چئي، ڪلمون قلب قرار چوان.

# ٻــار

1. ٻار (ٻار جا نالا) ڪڪو، چوڪرو، ننيڙو، لاڏلو، معصوم.

2. ٻار جو (ٻاراڻو): ڏُتو، ڏُتپو، اَنگل، آرو، لاڏ، ڪوڏ، هيج، روئڻ، رُسڻ، روسامو، رَهلو، چوٽيءَ ڏڪ.

3. ٻار جي (ٻاراڻي): ٻولي، ٻوتي، چٽ، ڪينچل، ويهڪ، لوڏ، وندر، وَهي، رَهلي.

# ٻولي

1. ٻولي (لفظ ۽ ٻولين جا نالا) مات، ڪر، لات، ڪل، خوشي، زاري، ڪنڌهن ڪنڌهن، والار، رڙ، ٻهڪ، منٿ، ها، اڇو، وڃو، نه، پٽڪو، آواز، ڪُٽڪو، گيت، بيت، راڳ، رڳڙو، رهلو، ڏُسڪو، ڳالهايو، مني، گهوڙا، آزي، ڪري، سچي، گت، لاڙي، پوش، جواب، مرو، ڪئي، نيٽ، ويڳاٽي، مسڪيني، تَر، چني، دُور، سمجهائي، مت، ڪرو، چو، چگي، بد، هاءِ، چني، مرگو، دوزخ، بهشت، پند، مون، تون، آءٌ اسين، ڪو، ناڪار، جيڏانهن، ڪوبہ، نڪو، ڪيڏانهن، جٽ ڪٽ، لقب، مانُ، مهڻ، ستر، صبر، ساڄاهہ، شاباس، آفرين، جس، بيشڪ، شايد، لاشڪ، آهين، ووءِ ووءِ، جيءُ، هُون هُون، وٺ پڪڙ، هاها، پشتو، انگريزي، ٻوڏي، چيني، اُردو، سنڌي، سرائڪي، عربي، شاستري، گرمکي، ڪلداني، يوناني، دکني، پهاڙي، بلوچي، مرهٽي، گجراتي، ڪانياواڙي، ڪڇي، لاڙي، اُترادي، ڍاٽي، ٿري، پنجابي، بنگالي، روسي، جرمني/ ولائتي، جاپاني، هندستاني، هندي، ملتاني.

# ٻيڙي

1. ٻيڙي (ٻيڙيءَ جا نالا): ڊونڊي، ٻتيلو، ڪنڌي، ٻيڙي.
2. ٻيڙيءَ جا: ڏڪا، دڪا، پورَ لها، لوڏا، هاڪاريا، ڪنڌا، ناڪئا، سونها، ملاحَ، مهاڻا، ميربحرَ ڀَسا.
3. ٻيڙيءَ جو: سهاڳ، سانگهارو، ڳڙهه، سڙهه، ونجهه، ناڪئو، مهاڻو، ميربحر، هاڪاريو، سونهون، ڪنڌو، پور، ترڻ.
4. ٻيڙيءَ ڄون: مڏيون، سانگاهيون.
5. ٻيڙيءَ جي: سانگاهه، ڪاني.
6. ٻيڙيءَ ڄو بيت ●

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب رب ستار چوان،
سرڪنڊ، سن، سهاڳ، ساڱ، سيبي، سيما، قلمي، سا ڪنار چوان،
ڪشتي، ڪاهي، ڪوها، تنيا، گهمرا، گهيرا، گهاڙ خمار چوان،
ٿپَ، نشان، تري، تانگهو، لڪڙ، لهوارِي، لار چوان،
چڪ، چُٽي، چوهي، چاٻري، چنڊا، چلڪا ڏار چوان،
اُڇلَ، اُٿلي، آڳهه، پاڳهه، ڏڪري، ڏونگي، ڊونڊي ڏار چوان،
تنبو، ترهو، تار، تري پئي، رَنڍ، روڪ، رواني، رَس ڏار چوان،
چپوُ، چونڪ، چلڻ، چانئڪا، چرخي، چڙهي ڏار چوان،
سنگهر، ميڙهه، صفائي، سگهائي، تڙ، طالبو تار چوان،
موڙ، ملاح، مرڪ، مهاڻا، لڪ، لانگها، لار چوان،
لوڏا، لمان، لهريون، لڪڙا، ليٽوُن، تختا، ڦرها ڏار چوان،
وَڪڙ، وَرَ، وَنجهه، ورائي، وڪو، ويٽا، موسالي ڏار چوان،
جهل جهنڊا، جهانڪا، جهوڙا، ڦاتل ڦيرا ڏار چوان،
لڙهي لهوارِي، آئي اوياري، ٻلي تيلهو ٻار چوان،
ڏڪا ڏوٽا، پاڇل، پتڻ، وَنجهه، منهڙو وار چوان،
پورَ، پيتل، بيرق، باري، ٻڌي، ٻاري، ڪنڌيءَ لڳ ڪنار چوان،
بحر، بتيلا، گُرزا، گوشا، گهلي، گتي گار چوان،
لطف ڪجان تون "لعلڻ" تي، صاحب رب ستار چوان.

---

● چيل لعلڻ خان لغاري جو، سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 84.

## ٻيلي

1. ٻيلي (ٻيلين جا نالا): نفر، نوڪر، ٻانهو، غلام، گولو، خادم، ٻجير، ڪمي، خذمتگار.

## پَٽ

1. پٽ جو (پٽڪو): نقل، نظير، ناچ، گيت، سُر، راڳ، ڏوهيڙو، ڏوهو.
2. پٽ جي (پٽڪي): پر، ٻولي، پوشاڪ، ڳالهه، ڪهاڻي.

## پِٽَ

1. پٽ جو: ڳاٽُ، پوچاندو، ڳارو، پاسو، لنگهه، لاهه، ٽونڪ.
2. پٽ جي: پرِ چوٽي، واٽ.

## پنگ

1. پنگ جو: ڏندو، ڪوندو، صافو، نشو، ترو، خمار، گهوٽو، جوڳُ.
2. پنگ جي: چُڪي، سُرڪي، چپٽي، چاٽي، پيتي، گهوٽي.

## تاجي

1. تاجي (تاجيءَ جا قسم): چِڊي، گهاٽي، اوچو.

## تارو

1. تارو (تارن جا نالا): وهائو، پَٽون، قطب، ڪندو، ڪتيون، ڪوهه، ڪٽ، نڪٽ، ساتيرو، ٽيڙو، پچر.

## تَڙ

1. تڙ (تڙن جا نالا): ڦِتو، ڳجهو، ڪيهي، ڏنگو ڏنگ، سامارو، ڪارو، ڪارو، منو، ٻاڙو، ڪچو، پڪو.
2. تڙ جا: وارا، ڪونا، دڪا، لوٽا، ڦيرا.
3. تڙ جو: وارو، ڪونو، نَهو، ڊٺو، دڪو، نارُ ڪوس، اُڏمو، ڏڪ، رئو، رنڊو، تارَ چن، لوٽو، ڦيرو، ٽپ، رسو، چڪُ، آنهن، گهيرو، گهمرو، آرَ.
4. تڙ جون: چونڪيون، ڦرٽيون، پوٽيون، نڪون، ورتون اوڙڪيون.
5. تڙ جي: رنڊ، ڳجهه، ويساهه، سارڱ، ڪُهڙ ناهه، واري، ڏنگ، جاڪ، وَرت، چونڪي، پونري، چرخي، چڙهي، مُٽ، ڏوري، چڪ، پِڪَ،

نڪ، پاڳَ، رٽ، نيسر، مالهہ، چِڪ، ٻڌ، سرڪي، سر، روڻ، منجڻ، ڪرڪَ، اُونهہ، وَٽَ.

# ٿر

1. ٿر جو: رڻ، پٽڌ، ٿري، ڪشالو، پيچرو.

2. ٿر جي: ڇٽي، ڪنڌي، ڪسَ، ڪنار، ڳنڍي، واري.

# ٺڪر

1. ٺڪر جا: دلا، ڪونڊا، ڪونرا، نارا، نيسارا، گهڙا، لوٽا.

2. ٺڪر جو: نارو، نيسارو، ڪنگر، لوٽو، مٽ، دِلو، ڍَڪڻ، ڪونرو، طباق، ڪونڊو، حقو، طسُ، ڪُنو، گهڙو، ڏيو، ٺيو.

3. ٺڪر جون: دليون، دانگيون، گهڙيون، پاٽيون، ڦيلهيون، چلون، ناديون، نِيلون.

4. ٺڪر جي: نيل، نيسر، دلي، ماٽي، دانگي، گهڙي، پاٽ، ڦيلهي، گهاگهر، گهگهي، سر، ڪوناري، اُڪري، دڪي، جمني، سٽڪ، ٺوپي، جنڊي، ڳنر، پيالي، نادي، چِلَ.

# پاراٽو

1. پاراٽو: وڍيو، ٻريو، پٽيو، سڙيو، ڪُٺو، ماريو، مُئو.

# پَٽُ (ريشم)

1. پٽ: ڳاڙهو، اڇو، اُچو، ريشم، ڪارو.

2. پٽ جا: تورڻ، دُڪا، پريا، سنهان، ٿلها، ڏورا، اوگار، واپار، دوڪان.

3. پٽ جو: سڳو، ڏورو، دُڪو، رنگ، سنهون، ٿلهو، پيرت، چوڙڻ، هنڊائڻ، ڪپڙو، اوبرو، وَينڻ.

4. پٽ جون: تندون، هاڪون، ڏوريون، رسيون، ڏهيون، چڙيون، موڙٽيون، ڪونيون، بدڙيون.

5. پٽ جي: تند، ڏور، لونگي، تور، ڪسائي، پڪائي.

# پَٽ

1. پَٽ (پٽ جا نالا) : زمين، ڌرتي، پُون.
2. پَٽ جا: پنڌَ، ميدانَ، ملاڪڙا، گذر.
3. پَٽ جو: وَسيو، رڻ، پاسو، تلس، پڌرو، نُل، طرف، پاڳو، گهارو، نمبر، ايڪڙ، جريبُ، ويسوو، ٻارو، رستو، دنگُ.
4. پَٽ جون: پيٽيون، لاهيون، چاڙهيون.
5. پَٽ جي: واري، نگاهه، زيل، ڍنڍ، ڍوري، هيناهين، متاهين، ڪيچ، آڏ، چونڪڙي، ڪيڙي، سرَ، اويڙ.
6. پَٽ جو بيت ●

ساراهيان سچو ڏٺي، جو صاحب رب ستار چوان،
آڻ، اُچل، ايڪڙ، اوساري، آڏ، اُوهاندو، اوچي ڏار چوان،
آروڳو، آڙو، اُياري، بيل، ٻوڙينڊو، بند ٻهار چوان،
ٻُٺو، پنجهو، بنگلو، ٻار، بيحد، تُوڪ، تراهي تار چوان،
تَرتَڪ، تربت، تنوُر، تاڪي، طول، ترو، سڪي، سرنگهه سنيار چوان،
سُج، صفائي، صُفو، سنڌو، سونهين سرسائي ڏار چوان،
سخت، سلامي، سڙڪ، سامي، سيري، جاءِ، جارو ڏار چوان،
جَڪ، جريب، جَد، هاري، هر، هيناهين ڏار چوان،
حَب، هاڙهو، ڪرڪ، ڪرڙو، ڪوهي، ڪاڌ، ڪاٺي ڏار چوان،
ڪُڏي، ڪهاڏو، ڪورو، ڪيل، ڪوهر ڪاٺو، ڪيڙي ڏار چوان،
ڪوڙ، ڪوٻو، ڪڏو، ڪنڌي، ڪرو، ڪهري ڏار چوان،
ڪاڻ، ڪپو، ڪڙو، دڙو، دڪي، دور، ديوال ڏار چوان،
دَنگَ، دَٻالَٽ، ديرو، دز، دڳ، دوفان، دڪو ڏار چوان،
جنبَ، جائي، زِنب، ڏَرو، راهه، رستو، ريهڙ، ريتي ڏار چوان،
رَئي، رائو، ريج، ريٽ، روهه، رَٻڙي، روڙو، راڳو ڏار چوان،
ريگڙو، راقو، رَند، روُٽي، سامي، سوڙهي ڏار چوان،
شاهد، شڪي، گُڏي، گاڏو، گِسر، گيهل، گوز، گارو، ڏار چوان،

---

● چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيوهڪ[84] هن بيت ۾ نه فقط "پَٽ" پر "مِٽي" به شامل آهي.

ڳرڻ، ڳپ، ڳُندي، گولو، گورا گل، گون، گهرو ڏار چوان،
ڪَنڊي، ڪنارو، ڪيرو، ڪڙيو، ڪسي، ڪوٽ، ڪنگرا ڏار چوان،
ڪپر، ڪوني، ڪبو، ڪلر، ڪِن، ڪيڻ ڪيري ڏار چوان،
ڪوپ، ڪچي، ڪُنب، قالبَ، ڪوس، ڪربل ڏار چوان،
قوتون، قوڙي، قات، قلهاريو، قُلي، قُتي ڏار چوان،
لَٽ، ليٽ، لوڙهه، لَڪ، ليڪو، لَت، لپو، ليڙو ڏار چوان،
لتڻ، ليپو، مارنگ، محلو، موڙي، مٿاهين، مارو ڏار چوان،
ماڙِي، مُنارا، مٿي، ميٽ، مَيدان، نار، نيشان ڏار چوان،
وَرق، واهي، وَڪُ، ويرو، وَٽ، واٽ، وَر ڏار چوان،
وَڍِ، واڍِڙ، واري، ويران، وسون، وَٽڪار چوان،
ٻيٽ، ٻوهاري، ٻنو، ٻارو، ٻنجرو ٻاري ڏار چوان،
ٻڪي، ٻنڌ، ٻُهرَ ٻوڏ، پڪي، پنڌ، پيچرو پٽ ڏار چوان،
ٻوسل، پستي، پيتل، پاڙو، پِڙي، پٽي، پنوڙو پار چوان،
پنڌ، پٺيون، پور، پوئِڻ، پبَ، پلي، پوڙي ڏار چوان،
ڀلي، ڀورَ ڀتر، ڀاڏ، ڀڳ، ڀِٽون، ڀيڙ، ڀڏو ڀِني ڏار چوان،
ڪيچ، وِريچ، وَٽ، وسيو، رِڻ، رُڃ، ڏارَ چوان،
ٿُلهه، ٿاهه، ٿري، ٿاڪ، ٿُڪرو، ٿُڪ، ٿار ڏار چوان،
ٿر، ٿاڪ، ٽاٽا، ٽلها، ڏوڻ، ڏلهو، ڏار ڏار چوان،
ڏري، ڏرو، ڏابي، ڏاڍي، ڏور، ڏار ڏار چوان،
ڍِلي، ڍَڪ، ڍوري، ڍِڳ، ڍِڳي، ڍاسُڙ، ڍانء، ڍِپ ڏار چوان،
چڪ، چوٽي، چڪڻ، چنبو چاڙي، چلهه، چري، چارو ڏار چوان،
چوپو، چَتي، چيڪي، چپٽي، چرُون، چلها چوڏار چوان،
ڇڪي، ڇيري، ڪاٽي، ڪوٽي، ڇِني، ڇاٽو، ڇار چوان،
ڇوري، ڇن، ڇَن، ڇت، ڇندو، ڇاري ڏار چوان،
کهاڏو، کڏو، کاٽي، کار، کَري، واهه، واهڙ ڏار چوان،
ڏُوڙ، ڏُبڻ، ڏَمڪ، ڍِڳ،ڍوري، ڍَڪ، ڍِڳي ڏار چوان،
گهٽ، گهارو، گهيڙ، ڏوڻ، ڏلهو، گهور، گهر ڏار چوان،
ڪامون، ڪوڙي، ٻَر، بيابان، بندر، آنهن، تلاءُ ڏار چوان،
لطف ڪرين تون ”لعلڻ“ تي، صاحب رب ستار چوان.

# پساري

1. پساريءَ جو (پسارڪو): وکر، علاج، دڪان، هٽ.
2. پساريءَ جي (پسارڪي): پُڙي، ڦَڪي، سُتي، ٻُڪي، دوا.

# پکي

1. پکي (پکين جا نالا): هڪ هڙيو، ٻيو ٻاٽيڙ، ٽي ٽبڪڻ، چوٿون چتون، پنجون پاريهل، ڇهين ڇپڪڻ، ستون سانهن، اٺون اوٺار، ناٺون، نغارون، ڏهون ڏاريو، يارهون روهل، ٻارهون ٻوهاڙ، تيرهون تتر، چوڏهون چاڪر، پنڌرهون پيڻ، سورهون سانباهو، سترهون سوڙنگ، اَرڙهون آڙي، اوڻيهون عقاب، ويهون وهيو[1] . پاريبو، طوطو، ٻوڙي، جهرڪي، ڇاپاڪو، هولو، ڪناٺو، پاريهل، ڪاريهل، ڳيرو، تحمول، ڪانهل، پاپس، پورائي، هنجھ، گهگهه، چبرو، پهوڙي، لاٺو، ڪانءُ، هل، چڙي، ڪانئرو، ڪهي، مقبول، چميڙ، چمڙو، پرمار، گل، پرديسي، ملَڪ، ڪَانگ، هيڙهو، شهباز، سور، مئنا، ڪونج، هُڙيو، عنقا، ميري، زُرو، پرو، گُرڙ، متاءُ، سيسر، ڪووس، سري، بانشو، اُڏڪ، پوري، مورڙو، آئيڙي، روڏو، جاپڙ، سيل، پرمت، ڳجهه، سارس، ٻچڙو، وِچلو، ٻٽير، ٽٽيهر، پاريهر، سائنر، اوني، نيلگي، ڏاَنور.

2. پکي (پکين) جا: وکر، پيرا، گهُمرا، ٺولا، آکيرا، چنبا، ماريا، ڪاڏا، ڦَٽيا، چِنا، پرَ، پڙڪا، اُڏٽا.

3. پکي جو: بدن، پرُ، ڪنپ، ٺونگو، سُر، آوازُ، متو، گردن، سينو، پتو، پاندو، ڪوڙو، هينئون، زيرو، جيرو، ڦڦڙ، نڙگهٽ، پُڇ، مغز، پاچو، لڪيو، اُڏاٽو، آڪاس، چرڪيو، پڙڪو، گهمرو، مڪلوف، طعامو، ٻوتو، نشَانو، گَز، تير، لانگهو، شڪار، پَنگو، ڏڪ، پيڻُ، ڳورانيو، آهٽ، اڙاپيڙ، آڳٽ.

4. پکي (پکين) جون: چانگون، ٺوليون، ڇهنبون، ڪنيڙاٽيون، لاٽيون، لوليون، ڪوڙڪيون، ڦَڙڪون.

---

[1] حاجي حامد خاصخيلي جي زباني قلمبند ڪيل. حاجي حامد ولد قبول خاصخيلي، ڳوٺ ملهڻ، تعلقي ماتلي جو وينل آهي. هن وقت سنڌس عمر سٺ ورهيه آهي، انهيءَ حساب سان سنڌس جنم سنه 1900ع ڌاري ٿيو هوندو. پاڻ فقط قرآن شريف پڙهيل آهي. ڏور ۽ ڳجهارت جو ڳولو آهي.

5. پکي جي: ٻولي، ڪوَ چين چين، چينگھار، پَٽڪارَ هي هو، چانگار، تنوار، ڪوڪ، رڙ، دانهن، سڪَ، لات، وٽِ، سيرَ تڪبير، چوڳَ، چار، ڪمان، خطا، چِست، چُٽَ، سرڪڻ، چهَنبَ، سسي، ڳچي، ڳُجي، ڪوڙي، چَتي، تنگ، نَري، گهُنڊي، ڪُني، پُني، چيلهہ، ڪُهي.

6. پکين جا بيت

(1)

ساراهيان سچو ڌڻي، تون مولي مسلمان ڪجان،
ڪونج، ڪبوتر، ڪانو، ڪيانتا، ڪانگل جام سلام ڏجان،
بلبل، پورا، ڳيرا، چَتون، چمڙا، ٻِلا، چاڻ سچاڻ تجان،
اُماهہ، عقاب شتاب وجي تون، پيڻ منهنجا پيغام ڏجان،
سِرڻ، سانباها، بانشا، بحري، لغڙ لوهون جام ڏجان،
ترمچ، طوطا، ميم مڪالي، مينا، ڪير، لالي لک سلام ڏجان،
لطف ڪجان تون "لعلڻ" تي، داتا ڍِين ايمان ڏجان.

مقبول، متاهہ، چانهن، چبون ۽ مينهڻ تاڙا ڪن ترڙاٽ اُتي،
موسا، ميتا، جهنگ، چپاڪيون، ٻوڙي، ڪن ٻولاهيون ٻرڙاٽ اُتي،
قوسيون، قديون، جهرڪ، لڪون، روڏا ڪن ريهاٽ اُتي،
هنجهہ، هماءِ، هزاري مور، ٻدڪَ، ڍيلون، گرڙ پڌن گرڙاٽ اُتي،
ڪنولي، ڪٽچي، ڪنگ، ڪبوتر، ڪرناهيون، ڪن ڪيناهيون ڪرڙاٽ اُتي،
چمڙا، چست چٽوڙ، چڪوري، چاهيون، چپرا، ڪن چرڙاٽ اُتي،
هُدهُد، هيڙها، هٽاڍي، ڪرڙ ڍِينگ، تتيهر، تڪلا، وَهيا ڪن وَرڙاٽ اُتي،
ٻنگ، ٻٽيرا، تلهير، طوطا، تَلوُر، تتر، پونتر يا ڪن پرڙاٽ اُتي،
شترمرغ، چنڊول، چڙي، چناهيون، آپرا، اُتڪا، سائن پڌا سرڙاٽ اُتي،
لاڪي چاچي، پرمار، پپيهل، پوپٽ، ڪينگري ڪيا ڪرڙاٽ اُتي،
موهن، مرگهہ، متاهيون، موڏا، چرغ، چڪوري چيها ڪن چرڙاٽ اُتي،
ڪڪڙ، ڪارڙا، ڪتا، قليل، ڪمرا، ڳجهہ پڌا ڳرڙاٽ اُتي،
ٻگهہ، ٻگهڙا، ٽوٻا، ٽرڙا، ٽوڙ ٽوڪا، ڪن ٻوڙيندا ٻرڙاٽ اُتي،
لطف ڪجان تون "لعلڻ" چئي، ڪا ڍِين ڏيڪارين واٽ اُتي.

---

[1] چيل لعلڻ خان لغاري جو، سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ ص 84.

لڪو،لغڙ، لوهه لامارو، لاڪي، ڪُرڪُٽ ڪن ڪرڙاٽ اُتي،
پتنگ، پاريهل، پاپسي،پچرو، پروانا ڪن دُهلياري دُونهاٽ اُتي،
اَل اُڏايو اُلو آڙي، اَيڙا، بشين، بحري، ڪڙهه جي ڪرڙاٽ اُتي،
قاز، ڪواز، قُمري، ڪوئل، ڪرڪو ڪن ڪرڙاٽ اُتي،
ڪانڪٺو، ڪهنگ، ڪانيرو، ڪرڙو، ڪٺو، ڪوئاماري ڪاٽ اُتي،
لاتيون، لنگو، ٺونگو ناهي ڪن دهلياري دڙٻاٽ اُتي،
دام، دُوالي، ڪنيڙا، ڪنياٺي، مينهڻ، مڪڙ، پوئن، پنيوري پاٽ اُتي،
ٿڙڪو، ٿيٽ، ٿيرو، ٿتڪڻ، ٿاتو، ٻٽ ٻنگائي سيرا ڪن سرڙاٽ اُتي،
اَصيل آنو، آر اُڏاريو، چوڳ چُڳڻ چرڙاٽ اُتي،
چهنب، چُوڻ، چنبو، چٺالي، ڪري گهگهه گرو گرڙاٽ اُتي،
لِڪو، لاوِرو، زرگڻ، زُرو، رَنهڪي، روهيلا، هَل ٻڌا هرڙاٽ اُتي،
مِيرو، مينهَن وَساڙو، منگهو، ميهر، گرو گوڙو، تَامو چرڳڻ چاٽ اُتي،
ڪُڏي، ڪوڙي، جهڙپ، جهٽيو، باز، بحر آنيل عطائي آٽ اُتي،
اَجهو، آڪيرو، جابلو، جيئرو، ڪُهي، قطارون، ڪن واهيرُو ورڙاٽ اُتي،
تنبڻ، تارُوٺڙو، ماڪي مٺو، ڳُرڳ، ڳاڏيرڻ، ابابيل ٻڌا اوراٽ اُتي،
لطف ڪري تون "لعلڻ" تي، ڪا ڏِين ڏيڪارين واٽ اُتي.

(2)

بحري، باز، بشين، بانشا، ٻيا شڪرا شينهن چون،
سِرڻ سنباهو، سوزنگ، سانهه، ٻيَا چمڙا چاهه چون،
مور، متاهه، مرغ، موهن، ٻي ڪنگري ڪونج چون،
ڊِيل، ڊِگوش، اوٺار، آڙي، ٻيا نوارا نون،
ڪُهنگَ، ڪوڙهل، ڪبوتر، ڪوئل ٻيا پاريهل پرن،
تُور، تلور، ڪنگ، ڪانٺرا، ٻگها ڪين ٻجهن،
ڳُگهه ڳرن، ڳڏها، گرڙ، ٻيا نردُول پاس نمن،
هنجهه، منگهه، پرمار، بنسو، هماءِ حضور هلن،
ڳجهه، ڳيرو، عقاب، ليهو ٻيا لغڙ لاپ هٽن،
ٻهاڙ، ٻاپيهو، چاڪر، چڪور، ٻيا زوران زور سُچن،
ٻدڪ پئونر، هنجهر هُڙيو، ٻيا سيچاٽا سُچن،

---

[2] چيل حاجي حامد خاصخيلي جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص 97.

پيڻ، پيَڻ، چيهه، چيڪلو، پيون ٻولهايون ٻُرن،
ڇاڙهو، ڇاپاڪو، ڇَپ، ڇنڊول، پيا هدهد حال وندين،
ڪومون، ڪيانتو، نيرگـِي، ڏاڙهيو، پيا روهيل پاس رمن،
مقبول، دهلاري، چنيو، ڇبڪڻ، تا ڪيٽاني ڪان هٽن،
چـِندو، چـَتون، ميري، پپوهڙي، تا پاريهر پچن،
ٻوڙيندو، ٻنسو، نيرو، ڏٿوٽي، تا ويرا واٽ ونن،
آهنگريو، تورانبو، سرمائي، ٻڏڻو، پيا مـَڱٽهار منجهن،
رُڪ، رتنبو، لوهاريو، ڦاڙهائو، پيا ڪنيا ڪيرَ چون،
تارڻ، تينائي، جهلوري، ٽٽايو، سينڊرو پيا ڪوٻائي خان چون،
سرخ، ساڳيلو، اُپنگ، آبابيل، پيا سامون سال چون،
تاپرو، رامپري، سينسار، ڏوئل، پيا چپڪ چاڪ چلن،
ٽينڪ، غبارو، تيغونَ، سارڙي، پيا چٽوڙا چلن،
ٽوٻو، ٽيٽو، مينا، لِڪو، منُو مات نه ڪن،
طوطو، تتر، لاٽو، لَڪ، ٻيون تاريليون ترن،
ڪانگ، ڪٻر، ميٺو، مَلهالو، ٻيون ڪٽياٽيون ڪلن،
هيڙهو، ليلهو، ٺوڙهو، روڏو، ٻيون ٽٽيهريون ٺهلن،
ڍانديڙو، ٻٽيرو، ٻاٽيپڙ، پونترو، پيا گونهخور گڙن،
ڪُڪُ ڪبهاڙي، ڪارڙو، ڪٺامار، پيا محمودي مرڪن،
ڳيري، ڪُرڪٽ، ڪالڪٽڇي، بربل، ٽيون ڪوهين ڪيڏون ڪن،
جهرڪ، ڦوسٽي، آڪ چوٻٽي، ٽُرمچي، پيا وَهيا ولر ڪن،
ڪانڪٽو، ڪرناهه، ڪرڪنات، تربناڪ، پياڪينائي ڪنبن،
آر، پوري، ٻڪو، ٻوري، پيا چيها چرڙاٽ ڪن،
تاڙو، تنبڻ، ڪاهو، ڦُمري، تا جڳران ڦوُت چون،
چر، چنير، چهنب، چوڳو، لاڪيچاجي لچڪن،
ملهه،·طعامون، پچر، پخالي، پارنگارٽيون ٺهڪن،
ٽلي، وير، ڏورو، پڙڪو، ڍوليرو ڍِڪون ڪن،
ٻگهه، ڊڪ، وِٽ، چنبو، پڙڪو، گاموئيَ گاجون ڪن،
ڪرڪو، اوسو، ڳچي، ڳاني، ڪاري باز ڪنبن،
رام ساريڙي، رائينسا، رمييو رانديون ڪن،

ڪڪڙ ٻانگو، اصيل، تَرڙو، تا گوڙو گام هلن،
جائو، کهنبو، پيلو، پوئريو، تا قُلقُليا قڙڪن،
هيرو، پُڏري، ماديو، گلوو، تا ريزا رواز ڪن،
شيخ، وايس، پاپڙيل، چوتيس، تا دوڏر دام هٽن،
سري، چهنب، ڏاب، ٺونگو، تا ڪڙهيل ڪاري ڪوڏ هٽن،
بال، بغل، موڙ، مِسو، هو خاڪي خيال نہ ڪن،
آنو، ٻچو، چلهو، چِوز، تا چِـڙي، چرڳ چون،
مهو، مچر، مڪ، ڏنگ، تا سانوڻ منجهہ سونهن،
ڏينيو، چيلانو، ٻگئي، مڪڙ تا حڪم ساڻ هلن،
پر پتنگ، پوپٽ، پروانو، تا امير امام پڙهن،
روح، پساه، ريح، دم، تا ڏاڍي زور وجن،
”حاميد“ انهيءَ احوال جي، آهي سڌ نہ سنگهارن،
جن مڃيو آهي محمد کي، سي دوزخ باهہ چُٽن،
پوءِ جي ڪلمون پاڪ پڙهن، هوندا سي ايمان سان.

(3)

اول ساراهيان رب ستار، محمد مير منو مختيار،
چوڪا چگا چارئي يار، پنجتن پاڪ جيءُ جيار،
مندون سال سنديون ٿيون چار،
سين ڪان بهتر آهہ بهار.
وهواهہ مند بهار جي آئي، سپ هنڌ تيڙي ساوڪ سائي،
هرڪنهن متان لئي آئي، سيڪو تيو جاءِ بجائي،
مرد، زالون، ٻيٺو، ٻار.
ڏٺي اسان تي ڪيو رحم، ڪونهي دل تي غم وهم،
ڪل تي قادر جو آ ڪرم، سيڪو خوش آهہ خورم،
هاري، ناري، ڏڻ، ڏٺار.

---

[3] چيل خان محمد پٽ واگهہ پنهور، ويئل ڳوٺ جانهري، تعلقي عمرڪوٽ جو. اندازاً سنہ 1910ع ڌاري ڄائو. تمام ٿورو پڙهيل آهي. سندس ڪلام بيتن تي مشتمل آهي.

وٽندڙ راحت واريون راتيون، بلبل باغن ۾ ڪن باتيون،
ليلهن، لغڙن جون سڻ لاتيون، طوطن، تترن جون پڌ تاتيون،
تڙ تڙ تاڙا ڪن تنوار.

هرهنڌ تيڙو غوغا غلغل، باتيون باغن ۾ ڪن بلبل،
گلشن اندر ٽڙيا گل گل، هنجهن، هيڙهن جا پڌ هُل هُل،
ڪونجون ڪريو وتن قطار.

ٻوڙون ڪن پيا ڍاغو، ٻوڏا، ولڙ ڪيو ڏس رمن زوڏا،
واءُ ڏئي تو وٽن ڪي لوڏا، اڇيو اڇيو سي تين اوڏا،
جهم جهم جهومن تاريون تار.

هنس، هماءُ هنجرون، هوڙيون، پاتيڙ، ٻگها ۽ ٻوڙيون،
گهگهن، گرڙن جون سڻ گوڙيون، هرجنس هلي تيون جوڙيون،
چمڙن، چيهن جي چينگار.

مرگهہ، موسڙا مرڪن مور، ڪبڪون، ڪبرون ٽلن ٽور،
چِہن جي چپ پيا چڪور، هر هر هنجهن لايو هور،
پُڻ پُڻ پوريءَ جا پٽڪار.

سرٽيون، سانباها، سرخاب، آڙيون، بدڪون، اُلو، عقاب،
تور، تلور جو تجلو تاب، کهڙي بات ڪجي هت باب،
سڻ تون جهرڪين جي جهونڪار.

شڪرن، شينهٽين شور وڏو، زُرن جو ڪل ڪان زور وڏو،
ڳيرن، هولن، هور وڏو، شترمرغ، اثور وڏو،
باشا بحري بارو بار.

گوئٽ ليها، ڪڪٽ، ڪانگ، چانهيون، چڪوا، چاڙو چانگ،
باز، ترمچي ڪن پيا رانگ، مينا، منگهہ جي لڳي پئي لانگ،
قمريون، ڪٽچيون ڪن قطار.

قِمديون، ٽنٽيهر ۽ پاپيها، بدڪون، پاريهر ۽ پپيها،
ڦوسيون، ٽڪلا،چوپيون،چيها، هيڙها، بدڪون، ليلها ليها،
چمڪون، چندولن چوڌار.

قدرت جا سڀ آهن رنگ، هلي زمانو انهي ڍنگ،
جاتي آباديءَ جا ڪل انگ، اتي رڙن تا ڪڏهن ڪنگ،
اهڙي ريت هلي سنسار.
دلبر دنيا اهڙيءَ چال، ڏينهن ٻئي آهہ اهڙي ڳالهہ،
ڪڏهن خوشي ڪڏهن بدحال، ڪڏهن سيٺ، ڪڏهن ڪنگال،
سوچي ان ۾ گهوٽ تون گهار.
اهڙي اڙانگي آهي دنيا، ڪنهن سان ڪين نباهي دنيا،
هميشہ الٽي ڪاهي دنيا، سڀ ڪي رڻ ۾ رلائي دنيا،
ڏيک دنيا جا ڏينهڙا چار.
ڪهڙو حال ادا! اُت ٿيندءِ، ڪٽيو مار، ڪَپُر جت ڪيندَءِ
وجهيو وات پيسا پٽيندَءِ، ڏاڍو ڏنگن ساڻ ڏنگيندَءِ،
ڪابہ نہ اتهين هلندي ڪار.
اهڙي اندر وقت آخير، مدد ڪندو اچي مرسل مير،
آهہ وسيلو وارث وير، ڏيندو سيد ڄام سڌير،
ڇٽندا ڇيهن ڪان بدڪار.
"خانو"خيال سان گهرجي گهارڻ، نفس امارو پنهنجو مارڻ،
وعدو ازل جو گهرجي پارڻ، ٻيڙي پراڻي گهرجي تارڻ،
پُرجي ڪلمي جي پچار.
لا الہ اِلا الله محمد رسول الله.

(4)

پڙهہ مرثيا مير حسين جا، تون غم منجهہ گذار،
پڪين ماتم ڪيو پير لاءِ، واهيرا ڇڏي وٽڪار،
ڳيرن ڳوڙها ڳاڙيا، پساريهل ڪديا پار،

[4] چيل فقير عبدالرحيم پٽ ڇتن پٽ ولي محمد پٽ صفر ڏاهري، ويٺل لڳ دڙو ضلعو نوابشاهہ. سن 1902ع/1320هہ ڌاري ڄائو. اصل ويٺل ڪنب دارون جو پر پوءِ مارشل - لا واري زماني ۾ لڏي وڃي هاٽوڪي هنڌ تي رهيو. سنڌي لکي پڙهي ڄاڻي. سندس گذران جو ذريعو ٻني ٻارو آهي. ياءُ جي وفات کان پوءِ 1945ع ڌاري بيت چوڻ شروع ڪيائين. شاعر موريي فقير سان سندس هڪڙي رهاڻ ۾ بيتن جي ڏي وٺ ڪيائين. سندس ڪلام گهڻو چيل آهي، جنهن مان "عمر مارئي" جا بيت مشهور آهن.

جهرڪيون پنهنجي جهوريءَ ۾، چِڙيون ڪن چونگار،
هيڙها هداسي حسين لاءِ، تتر ڪن تنوار،
ڪانو، ڪبوتر، ڪبريون، ڪِديا پٽ پرمار،
سرٽيون، سانباها سڪ منجهئون، ڳجهڙين ڏنا ڳار،
لغڙن، باشن، لاتيون ڪيون، ليهاتيا لاچار،
بازن، زُرن بس ڪئي، چڏيائون شوق شڪار،
مورن، ڍيلن ماتم ڪيو، پيا وَهيا منجهه ويچار،
تاڙن، طوطن طلب منجهئن، ڪوئل ڪئي ڪوڪار،
چِبن، چيهن چيچٽ ڪيا، پڳهن ڪئي ٻاڪار،
رانئل، ڪنگ، آڙيون، اصلون پٽي ڪڍن پار،
ڪُڪ، چٽا، چڪور، چاهيون گهمن پيا چوڌار،
هئي هئي هماءِ پکي هُئي، پسڻ جي پلتار،
عقاب پکي اَرمان ۾، ڪيو ڪوئامار،
ڪڪڙ، قاز، شترمرغ، پيا پکي ڀي ملهار،
بربليون بس نہ ڪن، هئي ڀورين جي پلڪار،
چمڙا، چنڊول پکي، ڪوڪن ڪانڪٺار،
هنجهہ، ڪبوتر حسين لاءِ، رنو رتوبن زارو زار،
شڪرا، شهباز، گرڙ پکي، ۽ پيا اکيچار،
تور، تلورون، تاريئڙا، شڪلا بيشمار،
روڏن، گهگهن رڙيون ڪيون، ٿيا ٻوڙيندا بيقرار،
گوجلا غمن ۾ ٿيا، ڪنگن جهلي ڪنار،
ڪونجون ڪرڪن روهہ تي، ڪري آيون قطار،
ماتم مير حسين جو، هرجاءِ ڪن حبدار،
عرش زمين اندوهہ ۾، حورون ملڪ هزار،
حڪم حضرت حسين مڃيو، سيد نيزي سوار،
اڳيان راهب رت رنو، ڏيئي اوچنگارون هروار،
”عبدالرحيم“ تو عرض ڪري، واڳ مديني وار،
ڏج پناهہ ”ڏاهري“ ڪي، نيئي مديني مار.

(5)

واڪاڻيان تنهن واحد ڪي، جو موليٰ آهه مڃڻ،
ڪونهي ميعاد مخلوق جو، متي زمين زمن،
رڳو نشان ڪيم نالا، پيار منجهان پکين،
۽ اُبوجهلي، اُبابيل، آڙي، اُڏڪ ۽ اُتن،
بدڪ، بکر، باز، بهشتي، بي پري سان پچن،
بيوس، بازيگر، بوڙيندو، باشو، بگو، بُگلو ۽ بيهن،
ٻنيرا، ٻيرلو، ٻوڙي، ٻگهه، ٻرهائي ۽ ٻوليون ڪن،
ڀوئڙ ڀرهاڙو، ڀالڏتارو، ڀاجهه مان پيا ڪين ڀڏن،
پَٽ تتر، پيڻ، پاريهل، پريت، پيا سانَ پچن،
تتر، تڪا، تلور، تڏ، تور، ترمچي، تيار ۽ تين،
ٽٽيهر، ٽاڪرُو، ٽيٽوَ، ٽرڪي، ٽڪلو ٽور نه ٽلن،
فيل، ڦيٽايون، ڦوسٽي، ڪوڪراٽ، ڪٽياٽي، ڪنيو ۽ ڪلن،
ڳڳهه، ڳيرو، ڳجهه ڳاڙهو هنج، ويجها ڪين وهن،
زاغ، زرو، ڏگوش، ڏانديئڙو، ڏينگ، چڪور، چهرو، چاهه سان چڳن،
چندول، چانهه، چتون، چرچائي، چپڪ، چيڪون ڪن،
ڇٽوڙو، ڇاپاڪو، رتبو، رونهارو، رُنا ڪين رهن،
مُلو موسڙو مرغابا، مينو منگهه، مور، ماندان ڪين مرن،
موز ٻر، متاءِ مٺو ملهالو مينا مينهڻ، آهني محبت منجهن،
نامبر، نيرڳي، لڪ، لاڪي چاجي، لوريون، لڙسان لڙن،
لغڙ، ليٽڻ، لڪا، لقلق، لاهين ڏي لهن،
سانهن، سرڻ، ساَنباها، سرندائي، ۽ سيٽون سهن،
شيرازي، شڪرو، شاهين، شترمرغ، وهيا ڪين وهن،
هنجهن، هُد هُد، هيڙهو هنجهه، هنس، هڏيخور، هٽيا ۽ هلن،
جهرڪي جهڳڙ ڪهنگ، ڪانءُ ڪنگري ڪئامار، ڪاوڙون ڪن،
ڪروانڪ، ڪُرڪٽ، ڪانئروڪي ڪونج ڪين ڪهن،
ڪانڪٽا، ڪاڪاٽو، ڪوئل، قُمريون ڪاوڙسان ڪرڪن،
ڪبوتر، قاز، ڪڪڙ ڪانڊا، ڪٻر، ڪوشش منجهه ڪڙهن،

(5) چيل علي اڪبر لغاري ويٺل ڳوٺ لعل خان لغاري تعلقي سنجهوري جو. اُن وقت اسڪول ماستر هو.

ٻـڌم جيڪـي ٻيـن کـان، سـو سبـٽايان تـو سـين،
چمـڙو چئجـو چاهـ سـان، چڱـا چـُـڪ نـہ کـن،
ٻڌائجـو "ٻـروچ" کـي، جيڪـي نـاهي منجهـن،
"اڪبر" کي اهي تا اچن، باقي ٻين جي خبـر ٻيـڻ کـي.

(6)

محبت وئي موڪلائـي، تـڏهن جهجهـي تيـڙي جنـگ،
جت طوطن جي تنوار هئي، اتـي متاهـ گهمن منگهـ،
جت مجلس هئي مـورن جي، اتـي ڪانئرا رڙن ڪنگ،
جت هنجهن جي هبڪار هئي، اُت چيها وڃائن چنگ،
جت ڪٽڪ هئي ڪونجن جي،اتي ڪٻرون گهمن ڪهنگ،
سـيئي مٺيـا رنـگ، تـڏهن ويـو زمـانو ضعيـف تـي.

ادا عمـر! اسـان جـي ڏيهـ ۾، پکـي تيـن پـالار،
سـرڻ، سـانباها، ڪـارڙا، ڪٻـرون ڪارونيـار،
ڪـانگ، ڪوئـل ۽ ڪانڪٽـا، بدڪـون بيشـمار،
چـِـٻون، چيهـا، چٻـرا، ٻـي چتـون ڪـن چانگـار،
چـوزو، چڪلـو، چمـڙو، ٽيٽـو ۽ ٽٽيهـار،
چڪـور، چينـائي، چـِـڙي، پـاريهل پرمـار،
تـاڙو، تلـور، ترمچـي، تتـر ڪـن تنـوار،
هـُدهـُـد، هيڙهـو، هڙيـو، مـنـُـو ۽ مـلار،
ٻگهـ، ٻرهـاڙو، ٻـاٻيهو، تـا پوپـَٽ ڪـن پاسـار،
ققنـس، ڪارونيـار، آهـن ڏاريـا پکـي ڏيهـ ۾.

آهـن ڏاريـا پکي ڏيهـ ۾، هـڪ همـاءُ ٻيـا هنجهـ،
لاکيڇـاچي لـوڏ مـان، تـي ڪٽـي ڪيٽـاني ڪـَـر،
زاغ، زغـن، زُرو، ليهـو ۽ لغـڙ،
ميـري، مينـو، موسـڙو، سـينچول، سمونـدر،
چانهـ، چنـدول ۽ چٻـرو، اُٺ پکـي، ازگـر،

(6) هيءَ روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي کان ملي شاعر جو نالو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي.

لنگهـــو، ليلـــو، شـــکرو، ٻـــوڙي، ٻـــاتيڙ،
آنـــو، عقـــاب، آڙي، باشـــو ٻـــاخبر،
ٽهـــڪ، ٽوٻـــو، ٽـــڏکي، نـــڍو پکـــي نـــر،
چٽـــوڙو، پيـــڻ، پيهـــوڙي، ڪينهـــائي ڪبـــر،
ڳـــجهہ مقبـــل ۽ چرنـــگ، مرگهـــہ پکـــي مـــاهر،
ٻـــرڪ، ٽپـــڪ ۽ تکلـــو، دوم، ڏونـــري ڏمچـــر،
ٻـــُڏٽي، ٻهـــاڙ، وچلـــو، ڏانهـــن پکـــي ڏونـــگر،
ڪـــانبو، ٻشـــين، ڳهٽـــو، تـــو هونـــگ ٻولـــي هـــر هـــر،
وهـــي، وهيـــو، دهـــلاري، پيـــڻ پکـــي ميهـــر،
ٻحـــري، باشـــو، بلبـــل، ڪـــُـــکي ڪبوتـــر،
ڳيـــرو، ابـــابيل، ســـانهن پکـــي، پيـــدا ڪيـــا پـــرور،
اوٺـــو، آڪـــاس، ٺوڙهـــو، ٻونتريـــو، ٻـــُـــوڪر،
ڊيـــل، ڏوئيلـــو ۽ ڪنيـــو، تـــُـــرانڊو، ٽوهـــر،
اجـــا ٻـــہ ســـوين سراســـر، پـــرور پکـــي پيـــدا ڪيـــا.

پکـــي پـــرور پيـــدا ڪيـــا، روهيلـــو ۽ رينـــگ،
ٻـــاز، ٻولاهـــي، نيلڳـــي، ٽيٽـــو ۽ ٽيڙينـــگ،
روڏو، رُهـــاڳي، رتونبـــو، ڊوليـــرو ۽ ڊينـــگ،
ڪيـــول، چپـــاڪ، ڊانـــڊي، ڳڏهـــہ پکـــي، گوڙينـــگ،
ڪٽيـــاٽي، جـــت، جهرڪـــي، هولـــو پکـــي هينـــگ،
ٻـــورو، ٻٽيـــرو، ڳـــرڙ پکـــي، چيهـــہ، چغـــل ۽ چينگهـــہ،
تـــور ۽ تولينـــگ، اجـــا ٻـــہ قســـم آهـــن ڪيتـــرا.

## پـَـنُ

1. پن جا: ڪـَـرڪا، ڪريا، چٽيا.

2. پن جو: سائو، سڪو، چٽيو، چاٽو، پات، پوپو، ڪير، رس.

3. پن جي: تونري، پنڊي، ٻيڙي، ويڙهي، توتاڙي، ٻنڊي، چوٽي، رڏي.

## پنڌ

1. پنڌ (پنڌ جا قسم): اٺانگو، اوڏو، پري، ڏکيو، ويجهو، نيڙو، سولو، اهنجو، گهٽو.

2. پنڌ جا: قافلا، پيچرا، گسَ، پليا، ڪيا، ميل ڪوهه.

3. پنڌ جو: ڪشالو، ٿڪُ، اُڌڪو.

4. پنڌ جون: وکون، منزلون، واٽون، پٽيون.

5. پنڌ جي: وچوٽي، وٿي، چيٽي، پٽي، واٽَ، گام.

## پنهنجو

1. پنهنجا: ٽاٽا، ٽڪاٽا، ٽڪاٽا، اوتارا، مائٽَ، عزيز، لنگهه، اوجاڳا، ڳل، ڳوڙها، ننهن، سڌَ، پرين، هٿ، پٽَ، پيٽا، قريب، جانب، ڪينرا، عضوا، پيرَ پيرا، قول، قرارَ چاچا، ماما، ڪاڪا، نانا، ڏاڏا، پوٽا، سوٽَ، ماسات، پڦات، ماروٽ، ڏهٽا، پڦڙ، ماسڙ، سالا، پيٽويا، ساهرا، نياٽا، نوڪر چاڪر، ٻانها، خادم، پائر، طعنا تنڪا، احوال، ٻچا.

2. پنهنجو: فڪر، پاڙو، ملڻ، آنڊو، ڪَرُ، لبُ، سرُ، اَرواح، ڪرم، بخت، نصيب، وياءُ، اَباڻو، رَسُ، آرسُ، رستو، ڪشالو، جيءُ، حال، ماهه، ڪفن، پتو، جهجهڻ، ويرُ، آبرو، رَتُ، پگهر، لاڳاپو، اولاد، ننگ، وعدو، خيال، محبوب، دَمُ، پساهه، نانءُ، سنڌو، اسم، جسم، سرير، عقل، ڏيان، ياڳُ، پرم، شرم، ذوق، شوق، عشق، ويراڳَ، راز، ناز، چاڳَ، حڪم، اَدب، سلام، روئڻ، کلڻ، غم، تخم، ٻجُ، حق، ارادو، پيءُ ماءُ، آرام، حملو، سماءُ.

3. پنهنجون: اوڪاسون، منيون، نسون، اَرداسون، اکيون، ٻانهون، اوطاقون، لڇون، رهاڻيون، واٽون، پيٽون، سرتيون، ٻانهيون.

4. پنهنجي: سمجهه، موڪلاڻي، منٿ، تري، ميڙ، رهاڻ، مجلس، وَهي، ڪاوڙ، نيجُ، سيرب، قبر، ڪياڙي، جاءِ، صلاحَ، ناس، جان، دل، جهوري، سڌ، ڪَلَ، ساهي، ويهڪَ، ليجَ، ريت، رسم، خوشي، فرحت، متي مائٽي، عزازت، ڳڻتي، ڪَلَ، پچاڳاچا، لَجَ ليهه، لياقت، پري، ناموس، ڳالهه ڳت، گفتگو، نيت، مراد، وِڇا، ڏچا، طاقت، قسمت، مروت، ماءُ.

5. پنهنجو، پنهنجي جو بيت •

ساراهيان سچو ڌڻي، جنهن جوڙي جوڙ جهان چوان،
آچار، اِنصاف، آواز، عدالت، اڳرائي، عقيدو، عار چوان.

---

• چيل لعلڻ خان لغاري. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه ص 84.

آرس، انگڙائـي، اَرڏو، آرو، انـگ، آنـڊ، آڪـڙ هـار چـوان،
اَدو، ابو، آئي، اَرمان، اُلڪـو، اوسيڙو، آرام، عقل ڏار چوان،
اُڊو، اَجهـو، عـزت، آب، آبـرو، احسـان انـدر جـو ڏار چـوان،
عـذاب، عشـق، آڏار، اَزل، اڱـڻ، آزي سـا اعتبـار چـوان،
عيـب، اَرمـان، ارڪـان، ايمـاني، انديشـو، اُرهـ ڏار چـوان،
اَمـــان، آڪهـــ، اوڙو، آڙي، آســـائش انـــدر آڏار چــــوان،
اڪيون، آنـڊا، اوجهـري، عمـل، بحث، بـدن، بـانور، بـڪيـو ڏارچوان،
بـابو، بقـا، بـدي، برائـي، بدنـامي، بوتـو، بـاغ بهـار چـوان،
تخت، طومـان، تعلـي، تڪـڙ، تڪبـر، تنڪـو، طعنـو تـار چـوان،
تـوڙ، تڪيـو، طلـب، ترڪـو، تـن، طنبـو، طـرز تنـوار چـوان،
توبهـ، طبـل، تـاب، تـرس، تانگهـ، تـارو، تـــري ڏار چـوان،
تـاج، طـور، طـرح، تماشـو، تـارون، تسَـلي ڏار چـوان،
طبـع، طبيعـت، تـَڏ، ترڪ، تسـيو، توڪـل، ترهـو ڏار چـوان،
سنگتي سـاتي، سنڌ، سينو، سين، سجاڻ، سـور، سندرو ڏار چوان،
سـاهـ، سـوپ، سـچائـي، سـري، سـانگو، صرفـو ڏار چـوان،
سگر، سونهن، صلاح، صحبت، سُـڌ، سينو، سُـڪ ڏار چوان،
سـام، سـاعت، سُـتِ، سـڪ، سـبيل، ثـواب سـينگار چـوان،
صبر، سـتيا، سـوال، سيهو، سـڪرات، سيراپ، سـامي ڏار چوان،
سرسـي، ثـابتي، سجاڳي، سـاڙ، سـڙ، صفـائي ڏار چـوان،
سـوٽ، صدقـي، سـاڙ، سـنيال، سـبب سـوائي ڏار چـوان،
جوهـ، جويـن، جـاڙ، جوانـي، جنـد، جـان، جيـرو ڏار چـوان،
جوٽ، جسم، جوُن، جگر، جاڳهـ، جـَـتن، جاڳڻ، جواب ڏار چوان،
جڳ، جوڳ، جـيء، جيئـڻ، جلالـت، جـوش، جنسـار چـوان،
حـال، هنـج، هنيـون، هـول، حسـد، حڪـم حصـو ڏار چـوان،
هـاڪ، هنبـل، هوڏ، حيـرت، هـٺ، حيـث، هسـتي ڏار چـوان،
همت، حياتي، هوش، حـرص، هلڻ، حُـسن، حيلو، هـٺ ڏار چوان،
حـالت، هـٿ، هنڌ، حـُـب، هلاڪـو، هوڙهـ، حجـت ڏار چـوان،
هـنر، حمـايت، هـوس، حرڪــت، هــام، هاســو ڏار چــوان،
ڪٽيـو، خوف، ڪـلڻ، خواري، ڪنڪـو، خواب، خصلت ڏار چـوان،
ڪـار، خوشـي، ڪَـڙڪ، خيـال، خطرو، خـُون، ڪـاڏي ڏار چـوان،
خـُلق، خميـرو، ڪَفـن، ڪُـڙي، ڪـُـچ، ڪـوٽ، ڪپـارو ڏار چـوان،

سانگ، سفر، دل، دماغ، دڙڪو، ڌَهمان، ڏُور ديدار چوان،
ڏَرس، ڏَمر، ديد، دلاسو، دنگ، دولاب، داغِ، ڏَستا ڏار چوان،
ڏُن، داد، ڏَفن، ڏُوست، دلداري، ڏَرڪار چوان،
ظلم، زور، زبان، زنگ، ذوق، زَبردستي ڏار چوان،
ضد، زندگي، زاري، زوري، ذڪر، ضابطو ڏار چوان،
زَهر، زيان، رِتا، رُوح، رَمز، رَهلا، رتي ڏار چوان،
روز، رِهاڻ، رس، رولڙو، رت، رهائي ڏار چوان،
ريجهه، رُخ، رايو، روڏ، رقيب، رَضا، رَنجڪي ڏار چوان،
سينڌپ، سجاڳپ، ساهه، سوپ، سُو، سندرو، سنگت ڏار چوان،
سر، صفائي، سچائي، سورهيائي، صلاحِ، سڳر ڏار چوان،
سِونهن، صحبت، سانگو، صرفو، سينو، سُرت سنيار چوان،
سگهه، سار، سگهه، سياپو، سَنڌ، سرير، ساعت ڏار چوان،
سار، سنيال، سوٽ، سڪ، سبيل، ثواب، سُڪ، سينگار چوان،
سانگ، سفر، سداسهاڳ، سپت، سير، ستيا، صبر يار چوان،
سڪرات، سامي، سيراپ، سچ، ستابو، سَرسي ڏار چوان،
ساڙ، سڌ، سنڌو، سالي، ستر، سرسري، آڏار چوان،
شڪ، شبهه، شتابي، شور، شاباس، شان، شرم ڏار چوان،
شوق، شڪر، شادي، شعلو، شدت، شرط، شمار چوان،
غم، غور، غيرت، غوطو، غلطي، غرض، غليظي ڏار چوانُ،
گلا، گنج، گذران، غريبي، گهنگهر، گناهه، غيبت ڏار چوان،
گلو، گادي، گوڏا، گردن، گس، گام، گناهي ڏار چوان،
فخر، فهم، فضيلت، فقيري، فرمان، فڪر ڏار چوان،
ڦند، ڦوڙائو، ڦاٿو، ڦتڪڻ، ڦيرو، ڦٽ، ڏار چوان،
قلم، ڪياڙي، ڪلان، ڪاوڙ، ڪوڙ، ڪُپت، ڪار چوان،
ڪُڙم، ڪٽنب، قبيلو، قياس، قمر، ڪاڻ، ڪٽر ڏار چوان،
قلب، ڪهول، قبر، ڪشالو، قانون، قناعت ڏار چوان،
ڪنڌ، ڪاپار، ڪَن، ڪلها، ڪچون، ڪلفت، قئ ڏار چوان،
ڪم، قول، قاعدو، قُرب، ڪلمون، ڪهه آڏار چوان،
قرار، ڪچائي، ڪاڌو، ڪَڌ، ڪرامت ڪار چوان،
لڪيو، لوهه، لڳ، لاڳاپو، لوپ، ليئو، لَب لالچ ڏار چوان،
ڪيس ڪارا، زُلف زارا، زَنخ ڏار چوان،

لاشو، لوڙهہ، لحاظ، لتڪو، لـُـڙڪ لڳـن تـان لار چـوان،
لولهـٺ، ليـاڪو، لئنـدڙي، لونڊا، لـت، لڪـدار چـوان،
لُـڪي، لئون لڳي، ليلهائڻ، لارو، سچو، ڪپو، ڪار چوان،
لوهو، لاچـار، لـَـڄ، ليهـہ، لات، لـپ، لپـاتي ڏار چـوان،
مڏي، موڙي، مام، ملڪيـت، مغـر، مونجهـارو ڏار چـوان،
مستي، مونـا، مـٺ، مـائٽ، ماتـا، ملـڻ، منٺـار چـوان،
منهـن، رُخ، مـاس، مٿـون، منـي محبـت يـار چـوان،
مرم، ملاحظو، ماڳ، محبت، ملاقات، موڪلاڻي ڏار چوان،
ماسـات، مـاٺو، مبـارڪ، مڙسـي، مـدي ڏار چـوان،
مرضي، موج، ميٿ، مـڪر، مـانُ، مصلحـت ڏار چوان،
مـرڻ، مـوت، مـردو، مذڪـور، مـراد، ميلـو ڏار چـوان،
مڳ، مڏي، مـاٿ، مـُـچون، مهانـڊو، معـافي، ڏار چـوان،
مـرڪ، مرڪـڻ، مذهب، مهـر، ميـس، محشـر ڏار چـوان،
ماٽڪي، مٽڪو، مرهي، منگهو، لولهـٺ، لچـڻ ڏار چـوان،
ننگ، ناموس، نـاتو، نظر، نظارو، نينهن، نشو نـروار چوان،
نـڪ، نـاس، نـاڙو، نهـائين، نيپـاج، نڪـاحي نـار چـوان،
نـور، ننـڊون، نفـرت، نـڙي، نڙگهـٽ، نـانو، نـروار چـوان،
نصيب، نوڙت، نڪتو، نـاز، نيـاز، نرمي، نـَنهن ڏار چوان،
نهـائين، نـاڙي، نسـون، نـري، نيـاڳي ڏار چـوان،
وڳـر، وَس، ولارو، ويڙهـو، وڳـو، وروِنهـن ويچـار چـوان،
واڳ، وڏائـي، ويـراڳ، وَجهـہ، وقـوف، ونـدر ڏار چـوان،
وصـال، وَهـم، ويـسـر، وارَ وَس، وسوسـو ڏار چـوان،
ورِچ، ويساهہ، وَسيلو، وِٿي، ويٺي، وِياءُ، ويري ڏار چـوان،
ڦرڪـڻ، ڦـر، ڦيٽـي، فسادَ، فـن، فقيـري، ڦقـڙ ڏار چـوان،
ٻـَـل، ٻـاٻيس، ٻاجهہ، ٻـانهپ، جمـال، جدائـي ڏار چـوان،
خـوءِ، خوبـي، خـون، خرابـي، يقيـن ڪـر تـون ٻـار چـوان،
ٻـڪ، ٻيـائي، ٻٽـاڪ، ٻـڏي، ٻچـا ٻـار، ٻولـي ڏار چـوان،
پيءُ، پـٽ، پوٽـو، پيچ، پريتي، پيار، ڏئـي پـت يـار چـوان،
پـاپ، پڃـرو، پڙهـي، پـاڙو، پـور، پـاراتو ڏار چـوان،
پگهر، پيري، پرٽـو، پـڪ، پڇاڙي، پيٽُ، پـُـٺا ڏار چـوان،
پٽڪو، پڳَ، پڇـائي پاسو، پتـو، پيشـاني پرڪـار چـوان،

پيس، پَپ، پاپڙي، پاند، پلوَ، پيڻ، پيڏي ڏار چوان،
پائرن، پيرو، پاڳ، پلاٽي، پئو، پيٽي، پل ڏار چوان،
پرم، پاڪر، پڙڪو، پونري، ناهه، نڳي ڏار چوان،
ٺوٺڻ، ٺيڙا، ٺوڪ، ٺپو، ٺڪ، ٺڪو، ٺولو، ٺرڻ ڏار چوان،
نوڙهه، نپ، نيلهو، نُڪ، نريو، نڳو، نڪ ڏار چوان،
تڪ، ٿان، ٿَورو، ٿڏو، ٿاٻو، ڳلي، ڳچي، ڳارو، ڳَاراٽو ڏار چوان،
ڳرو، ڳل، ڳوڙها، ڳسي، ڳٽي، ڏڳّ، ڏڙڪي ڏار چوان،
ڏاڏو، ڏُهٽو، ڏند، ڏَانول، ڏڪ، ڏيل، ڏاڪار ڏار چوان،
ڏاڙهي، ڏونرا، ڏوهه، ڏمر، ڏاج، ڏرڏان، ڏُهاڳي ڏار چوان،
ڏورڻ، ڏِي، ڏائي، ڏاڍائي، ڏنگائي، ڏار چوان،
ڏڪا، ڏوُٽا، ڏڙڪي، ڏَڙي، ڏڳّ ڏار چوان،
چَپ چاپ، چپُ، چپٽي، چهندي، چَنبو ڏار چوان،
چٽ، چال، چاچو، چشڪو، چيلهه، چونڪ، چڏا، چگّائي ڏار چوان،
چَڪ، چرائي، چهرو، چلڻ، ڳالهه، ڳيراٽي ڏار چوان،
چُمي، چَرو، چتي، چُڪ، چوٽي، چوڏار چوان،
چِڪي، چَٽي، چيهه، چپر، چتڙا، چينيي، چبڻ ڏار چوان،
چرڪ، شرڪ، چاهي، شادي، شڪايت، شيطان شمار چوان،
چشم، چَالاڪي، چاڪ، چِٽ، چهڪ، چريائي ڏار چوان،
گهرگهاٽ، گهل، نندنياڳي، جهجهڻ، جهوري ڏار چوان،
چاتي، چيهه، پيڻ، پڪائي، وڏائي، وائي وارچوان،
جاڙ، جدائي، جلالت، جيرو، چٽ، چريائي، وَفادار چوان،
عمر، حياتي، لوَن لاٽي، ڪرامت چاتي، ماٽ، فنائي مار چوان،
قسم، سنهن، ساک، ڪمائي، چنگهون، ڄِپ ڏار چوان،
چني، چوري، ڄمڻ، ڄاتي، ڪوَ، خرابيَ مار چوان،
لَڄ، لوري، پيّاس پوري، چڪنا چوري ڏار چوان،
ڄَر، ڄَمر، چنگهون، ڄاڙي، ٽنگون، ٽپر ڏار چوان،
وَس، واهر، وطن، وڏَ، وروُنهن، وِندر وار چوان،
پٽر، پيراندي، پيري، پاسيري، روئڻ، راحت ڏار چوان،
شرم، شان، شڪ، شبهه، شب، شيڪٽي ڏار چوان،
لطف ڪرين، تون "لعلڻ" تي، صاحب رب ستار چوان.

# پورهيو

1. پورهيو، پورهيت: ڪمي، نفر، نوڪر، مزور، ٻانهو، غلام، ٻجيرُ.
2. پورهئي جو: اُجورو، حق، حساب.
3. پورهئي جي: لائي، پتي، ورچ، ونڊي، مزوري، ڪمائي.

# پوک

1. پوک (پوکن جا نالا): تِر، پنگ، موري، ميها، تل، تار، سٽي، سجاتو، وڙڻ، مانهن، مُڱ، مٽر، چٽا، چونرا، مٽري، مانجهلي، گدرا، هنداڻا، ونگا، ڪدو، ڪاچا، بصر، ٿوم، ڪانٽوري، پيندبيون، ٽماٽا، گجر، گوبيون، سُئا، ڦودنو، ڪوٿمير، پالڪ، لوٽڪ، ميٿي، ڏاٽا، مرچ، واڱڻ، پٽاٽا، سرهه، چانهيو، آهر، توريو، لوسڻ، پان، ٻاجهر، جوار، مڪائي، گوار، ڪٽڪ، ساري، جوَ، سائون، ڪمند، ڪريلا، تماڪ، نير، اِلسي، ساٿر، چانهين، سائي، سنيائي، پيلي، پڪل، پرتو، پريل، چڊي، گهاٽي، ٿلهي.
2. پوک جا: انگور، سلا، ڪانا، پَن، ڪڏا، گل، ڏينا، پتا، گڏا، ماپارا، منيا، تَڪ، سوٽا، ٻيجا، ڏونبا، ڏاندارا، ٻارا، ٻَنا، لاهيارا.
3. پوک جو: آن، ٿار، هر، ڏاندارو، ريجُ، پيهو، ياڻ، ٻنو، ٻارو، نائڪو، گاهه، لابارو، سٿو، ڪانگڙ، پلال، پراڙ، ڊٻو، نسرڻ، ٻوڙو، جيءُ، چيٽ، گَڏو، آواندهو، ڪرو، چاٽو، مرض، هاري، ڪريو، چاٽو، ڳوڙهو، ڪمدار، جمعدار، زميندار، لاهيارو، فصل، نمبر، بلاڪ، ايڪڙ، دنگ، جريب، ويسوو، سينور، ٻُهه، لوڙهو، پُتو، آپون، ڏُڏو، ڪهڙ، آڏائون، چمر، ياڻ، پڳر.
4. پوک جون: وَنگارون، ڪانياٽيون، چونڪڙيون، ڪنبون، وريون، موڪون، وليون، مندون، مڙهيون، ڪاهيون، ڏُهيون.
5. پوک جي: تات، سارِ، ٻُري، ٻَٽَ، سَنڌي، چٽ، ڪيڙ، پيلهه، ڏانداري، گُڏَ، جهار، ڪاڏ، سوڪڙ، ٻوڏ، آڏَ، ٿُڪ، لائي، ڳاهي، وائر، ناڙي، ڪتي، ساوَڪ، ڪاني، گُري، اوس، ٻڏَ، ڪيي، ڪنڌي، سٿري، مُٽ، پرپ، ماپ، ڦيري، هڪل هوڙَ اوڙَ جاٽَ، سارَ سنيال، پيلَ چيڙَ ونگار، آبت، ڪانياٽي، زمين، ٻنئي، ڊِل، گهنڊبي، سُري، وَٽَ، ڪرٽي، پَسل، پپوري، ڪلنگي، ڪوڙي، وَنڊ، ورچ، ڪاهي، هلر، ڳر، سوڪ، موڪ، معافي، ساڻِ، وَل، ڏَري، نئي، منڊي، موڪل، روت، ڪنڍي، چَري، مُند.

# پھڻ

1. پھڻ (پھڻن جا نالا): نئون، ٽڪر، پورُو، پُرٽو، پڪو، ڪچو، پٿر.
2. پھڻ جو: سرمو، گھر، گھرڪو، ڏر، ٽڪو، دڪو، جندر.
3. پھڻ جي: ٽوبي، چُڪَ، گھرٽي، لعل، چڪي.

# پيِر

1. پيرَ (پيرن جا نالا): اويس، قلندر، بخاري، دستگير، قريشي، چُنو.
2. پير جو: ميلو، ميڙو، ڏنُ، لاڳُ، پڙُ، ويس، قيٺو، ڏاڳو، پاراتو.
3. پير جي: پِٽَ، گادي، پاوَ دعا.

# پينگھو

1. پينگھو(پينگھي جا نالا): هندورو، ڳاڙهو، جھولو، ننڍو، ڊپ.
2. پينگھي جو: لوڏو، لوڏٽو، ڪَڙو ڪُنڊو، پائو، مُڱٽ، مُنو.
3. پينگھي جي: گھوڙي ، جھولڻ، لوڏ، سرائي، پَسُرَ.

# جبل

1. جبل (جبلن جا نالا): ڪرو، کيرٿر، پب، هالار، سليمان، پڳونوڙهو، گنجو ٽڪر، ڪالڪان، هماليہ، ڪارونجھر، ڏڙهيارو، لڪي، بکري.
2. جبل جا: مڙها، ڪارا، برَ لنگھ، غارَ گھيڙ لڪ.
3. جبل جو: لڪُ، جندُ، پھڻ، ناڪو، جاڏو، تاڏو، اُتانھون، تتو.
4. جبل جون: چوٽيون، لاهيون، چاڙهيون.
5. جبل جي: روڻ، چِپَ، غارِ نئي، ترائي.
6. جبل جو بيت●

اڳيون مڙيئي اڳ ٿيون، جوڙيون سي جنسار،
دادلي تنھن 'دنبار'تي آهي داتا جو ديدار،
سا سائي هوندي سدائين نشانبر نروار،
رهندا منجھس راڃوئي، جن جو ونگو نہ ٿيندو وار،
موچاري تنھن 'ميھڙ' جو 'بنبدڪ' ڪنيو آ بار،

● چيل پريو باريچو.

پٿاري تنهن 'بنـدڪ' تـي آهـ مينهـن جـي ملهـار،
ڏاتـر ڏاجهـو سـائين سـڀاجهو، مولـيٰ ڪيـو منٺـار،
ٻنيـون ڀـارا ڊميـون ديـرا، ڪٺنـدا شـال خـبرار،
'ونـڳ ڳـرُونـدِي' ڏاجهـيءَ ڏينـدو، يـاڳو شـال يتـار،
اپـر اُڄ اُلـر جـي آهـي 'ڀهنيـر' ڪـي ٻشـار،
هليـو ڪيـن هنـديءَ سـان، ڪهجـي پيـو 'ڪوتـار'،
'سـورجاٽي' جـي سـڳتَ ۾، آهـي 'ڳـڏو لڙيـو' غفـار،
'سُنبڪ' سان صـلاح يـائي، آهـي 'ميٺـارڙيـو' مهنـدِ يـار،
ڪينجهـر ڪـارين ڪپيـن ڪـاري ڪـارون ڪـار،
موڙهـو رنـد منجهـي ويـو، جنهـن جـي سـنگتيءَ نـہ لـڌي سـار،
'ڳنجـو' ڳهـاري واڳـون واري، پـُـري اُڪتـو پـرار،
'ڪـانيو' 'ڇتيـڳ' 'ڏاقـڙو'، ڏسـن ڪونـہ ڏڪـار،
تـن وڏيـن جـي وچ ۾، پيـو آهـي 'رُٽو' رانـد يـار،
'غئبـي' 'سـڳهاني' پـٽاڻ ۾، پلـي تيـا ٻهـار،
'ٻـدُو' چـارڻ سـڪ سـنپارڻ، جـن جـو عمـر پيـر پـار،
يـت "نئيـڳ" نوريـن، جنهـن تـي نبـيءَ سـندي نهـار،
'ڪيرتـر' تيـو ڇپـر، وڏوئـي وينجهـار،
'ڪيرتـر' سـدا سـَبز، ڳـاروڙي ڳرنـار،
'ٻـَـنُ' تيرهـون سـَن ٻـدو ٻدڪـار
'ٻـَنُ' يـاڙيو آهـي اڳهـاڙيو، جنهـن ۾ سُـجهي ڪونـہ سنگهار،
'ڳـَـرُ' 'پيئـرو' وطـن وارو، جنهـن جـي 'ڪونـڙي' ڪـپ ڪنـار،
پيـا مڪـڙ 'ميهئـيءَ' تـان، تيـو 'اَنـدار' ڪـي آزار،
'پيـڏر' يـايون سـدا سـايون، جـن جـي 'توجـانيءَ' تـي تـوار،
'ٻڏيـن' وارو ڪـڏين ڪـارو، جنهـن جـي 'چاپـار' تـي چٺڪـار،
'هـَمـَليڳ'سـدا سـوپيڳُ، جنهـن جـي 'لاڪـاڻ' تـي لغـار،
'يـپ نورانـي' ڏسـي ڏانـي، جـو سـيني جـو سـردار،
'مهيـر' 'مڳتـر' پـاڻ ۾، ملـي تيـا ٻهـار،
'مهيـر' موچـارو ٻڏيـن وارو، جنهـن جـي ڪنـڊ ڪـپ ڪنـار،
'مـول' موچـاري وٽـيءَ واري، ٻـي اُتـس ناهـ ميـار،

’ڪُـنُ‘ ڪڪيـن جـو ڏُن، جنهـن ۾ پـاڻيءَ جـي بـ پچـار،
’ڦـَنـَـنگَ‘ وريـون موريـون سـايون، هونديـون اپرشـال آپـار،
بـــاريءَ پوٽـــا ســـدا ســـُهوڻا، ڪـــامل ڪـــلادار،
چوريـا ڪنهـن نـ چـُـرن، جـن جـون پـاڙون منجهـ پاتـار،
مـــاني تـــن ڪـــي مـــوڪ ڏنـــي، بـــاريءَ پيـــر بشـــار،
”پريـو“ چـوي تـو جهنـڊي ڪـي، آءٌ تـ ڏيـنءَ چيريـن جـا پـار،
ڪلمـــي جـــي قطـبـــار، ســـيي اُڪرنداســـين پـــار.

# جـَـرُ (آب، پاڻي)

1. جر جا: آنـُهـَـنُ، غوطا، ڪسَ، ٻـُـڏا، پياسي، ترڻ، گهمرا، ڪـاٺ، ڪنا، ليڪا، لڙها، ٻوڙڻ، بحر، نـار، ڪڙڪا، ڪاوا، جهڳڙا، تـارُو، ڦوٽـا، ڪـُنَ، ٻڏرا، پيرا، وارا، گهڙا، دلا، واٽرَ نيسارا، لـُـڙڪَ، لـُـڙَ ڊورا، ڪٽـورا، وٽا، لوٽا، اُڏمان، وَٽَ، وڪڙ، ڦيرا، وهڪرا، گهارا، ڦـُـڙا، ملاح، سُهان، تـُنبا، ڦوهارا.

2. جر جو: واهه، گهمرو، پڏرو، ڪنارو، ٽيپو، جـلُ، ڦوٽـو، ڏُٻـو، ريلـو، سيمو، تارُ، منٿو، ڪڙو، ڪارو، ٻاڙو، وارو، پونئرو، ڪـِستو، ڪسُ، تڙ، لڙهـو، ڪاٺو، ڪچو، ڪپ، چاڙهه، لاڙو، لـُـڙ، عميق، ڪنب، ٻيٽ، ڪارو، گهوگهٽ، گرڙاٽ، سمنڊ، تلاءُ، درياءُ، گهاٽ، حوض، موتـي، ڪـوڏُ، پلو، چرڪو، رڙو، ڪڳو، گانگٽ، ڏنيرو، گنڊڻ، ڪچون، واڳون، سوندر، جهـوڙُ، لـُـڏڙو، تـُـڙڪڻ، ترڻ، سينسار، گهگهه، ٽوٻو، غوطو، گهوٽـو، لهـوارو، اوپـارو، پاتـارُ، ڇيهـ، اوجرُ، ريٽ، چارُ، ترهو، غوراب، جهاز، ڪوهه، ڊُڪَ، مـَٽُ، گهڙو، دلو، مـَـڄ.

3. جر جون: نيون، سيرون، اڪيـون، واهيـون، لهـرون، ويـرونَ، ٽيلهيـون، ٽبيون، وايون، نـڪون، نديون، ستيون، پوڪون، موڪـون، ڊنڍيون، ڪسيـون، ناليون، سـِپون، ماَتيون، چـُرون، موريون، پـُليون، دليون، گهگهيون.

4. جر جي: پـَـرِ نئي، سـُتي، مـاڪ، مـوڪَ، چول، سونهي، گهـاري، جهـل، سانداري، گنگـا، چـڪ، ڪسي، واري، آر، اُتـل، لهـر، سير، جهـاڳ، ڦيڻ، جانڪ، سـُـرڪ، مولهـ، سوڪَ، سـُـرڪي، گهوٽـي، گهير، گگر، نـاتر، پٺهاري، چنب، لـَپ، بوند، چـڪَ، چاٽَ، اڃَ، چـَـرَ، چولـي، موج، ميراڻ، اُڇل، ڪرِ، ڪنڍي، ويرَ، موٽ، مڇـي، پوپري، سينگاري، گوجَ، مـُـڪري، ڇيلري،

ٽيري، ڍنڍ، ڦٽي، مڪٽي، پيتل، ڪُمي، ٻلهڻ، چنڊڻ، ٻوچڙي، ڪڏ، ڪاڻ، ڇڻ، ٻيڙي، ڪشتي، ڊونڊي، گجي، نار، راس، گُرڙي، سانداري، مَشڪ، پکال، ڪاڏ، اونهائي.

5. جر جا بيت [1]

سـاراهيان سـچو ڌڻـي، جـو صـاحب رب سـتار،
جـُـهي وڏي هٿي جهـڙ سـان ۾ مـاڪ وسـي منهـن ڏار،
آڏون، نائڪـا، ٿـُـڪون، سـي سـهنم سـندو سـرڊار،
دليـون گهڙيـون گهيڙمتـي، ٻيـا ڪـُـنب پريـا (ڪلتـار)،
صـاحب رب سـتار، مهـر ڪـر تـون ملـڪ تـي.
مهـر ڪـر تـون ملـڪ تـي، پـاڪ ڌڻـي پـرور،
وُٺـا مينهـن مليـر تـي، ڪـوڏون ڪٽـي ڪـر،
ڏڏَ پيتـا ڏيـهه ۾، سـانگين ڪيـر سـچر،
نمـاڻي ڪنـي نصيـب ۾، لکيـو انـگ اکـر،
مينهيـون پـاڻ مراديـون تـڏا چـرن تـر،
پـاڪ ڌڻـي پـرور، ڏي تـون پـاند پناهـ جـو.
ڏي تـون پـاند پناهـ جـو، پـاڻ آهيـان پـروَس،
وهنديـون سـيئي واهڻيـون، ڪڙيـا مڙئـي ڪـس،
لاهاچاڙهـا "لعلـڻ" چيـا، واحـد تنهنجـي وس،
راڄ رهـايو رس، پـاڻي آيـو پـٽ ۾.
پـاڻي آيـو پـٽ ۾، تـو مـوڪ وهـائي مـس،
'سـدا واهـ' 'سـونهين' سـان، 'دادُو' وهايـا دس
جـو درن ڪـان دڏڪـا ڪـري تنهـن 'جمڙائـو' ڪـي جـس،
پـاڻ پريـن تـون پـس، مهميـزون ملاحـن جـون.
مهميـزون ملاحـن جـون، ٽيـون ڊوري پـاس ڍِرن،
ڪڙهيـون وجهـن تـا قـوت لاءِ، پـاڳ وڏي سـان پـَـن،
تـڪو وهـي تـو تـار، جتـي ڪڙڪـا ڪـُـن ٻـڏن،
ڍنڍون، دُٻا، چشما، سيما، آهن تلاءُ سي لڙهيـو لـٽ پـون،

[1] چيل لعلڻ خان لغاري. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه ص 84.
ڪلتار: ٻي پڙهڻي ڪُل تار.

تـَـري تنهـن تـانگهي مـان، تـا لنگهـي پسـار پـون،
بوڙيـا تنهـن بحـر جـا، تـا پيـٽ متـي پهكـن،
تـڙ متـي ترسـن، لنگهـي سـير سـوان تيـا.
لنگهـي سـير سنوان تيـا، مـانجهي اهـي مـل،
تـري ٿوڀـا نكتـا، جـر وڏي مـان جـل،
ٻڌائـون بنـد بحـر جـا، واري كنيـائون ول،
اكڙيـن آب هاريـا، هنجهـون هـار هكـل،
كچـا پكـا كـٽ سـي، چنـي وڏا چـَـل،
پڳـو هـو پيٽيـن كـان، نـارا كـري نـل،
سُـتُـيون، سـِپيون، سـُركيون، جن اوتـي كـي اُچـل،
كـِـن پيئـي كـا كـل، سـهٽي ٻـڏي ويئـي سـير ۾.

سـهٽي ٻـڏي ويئـي سـير ۾ واحـد كجـان وڙ،
كوهـي، غوطـا كـاڏائين غـار ۾ موتـي ڏس تـون مڙهـ،
مـوري، اُتـل، ميـرو مـوج ۾ قـابو كجـان كـَـڙ،
سـگهو تـون سـاهڙ ٻـساٽي تجـان سـير ۾.
سـاٽي تجـان سـير ۾ آئـون كچـي تـي كرمـن،
كـارا، كـارا، كينٽيـون ريـلا رت وهـن،
چـَنـپ، ڦـڙا، چاڻون، ڳـرا، ڳـوٽ ۽ ٻيـا كٽيـون جام كـرن،
پـڌري، تنهـن پيتـل جـو پـرو كونـ پيـن،
جهـاڳ، جهڳـي، گهٽـي، جهـُـڙ سـانَ گونـاگون گجـن،
پيـڙا وڏي ٻاجهـ جـا تـا جـُـنگ جهـاز جـُـڙنِ،
خيـال وڏي سـان خاجـا تـي آٽـي راجـا رَس ٻـڌن،
ورچيـو ويـچ وچـن، اچيـو تنهـن اوڙاهـ تـي.
اچـي تنهـن اوڙاهـ تـي ٻـڌي ميـاٽي مهـاٽن،
سـانگو نـ كـن تـا سـر جـو رنـدي رَچ ٻـڌن،
ماريـائون تـي مـچ كـي كڙكـا كـات ٻـ كـن،
چـُـريون، كٽـاريون، چوهـ مـان كـڍيون سـي كـورن،
آٽـي اُونـت لـڌن، ويـريءَ جـي وڙهـڻ جـو.

ويـري جـي وڙهـڻ جـو جتـي ڏڀـڻ، ڏن، درياهـ،
ڇهيون، ڇاپُون، ڇڪي، ڇوهہ منجهان، جن ريڙهي رس ڪديا،
ڪـري صـاف صـلاح، مـور مـاريو هـو مـچ ڪـي.

پڏرا، پور، پوسلون، ٽيون، جتي، گهارا، گهوگهٽ ڪن،
گهمـرا، گهيـرا، ڦيـرا، ڪيـرا، بـرف، بهـاريون ڪـن،
اوريڪون، اوهيـرا، اڪڙيـن تـي، ويڙهـي منجهہ وسـن،
مٽـــڙا مـــارن ۾ ڦٽـــو ڪيـــہ ڦـــرن،
ڦاٽيو، ڦـوڪ، وهـي تـي ڦليلي، ٻانَ، ٻـہ ٻس نـہ ڪن،
پگهـر جـام پريـت جـا تـا ٽوٻـا رس رڪـن،
ڪـڏون، ڪوٻـا، خوشـي مـان تـا پـاڳ وڏي پرجـن،
ٻيـل نڪـاءَ، تنهـن ٻنـدن تـي تـا اويـارا اڇـن،
مـارو شـال ملـن، مـُـئي ڪـي مانـار ۾.

لـُڙ، لڙڪي، لـُڙڪ لٽي، لهوارو؛ لانگها، لـَـڪ، لاچار،
ڏيڏر، ڏنيرو، پـوڻ، پونٽرا، لهڙيـون، لـُـڏڙا، لک هـزار،
پـاڪ، پليت، پتـڻ، پالوٽ، پـاتو، نهـر، لڪي، سـانار،
پـڪ، پٽي، پيڻ، ڦوڪارا، ڦوٽا، ڪٽيون، ڪنارا ڪـار،
ٽڏا، ڪوسا، ڪير، ڪسيون، صاف، صفا، سڄر، سنگهار،
لسيون، لَس، لهوارو، ڇِلڙ، ڇونڪا، ڇڪڻ، تـي، ڇوڏار،
ٻحو، ٻوند، ٻرسي، ڪيل، خوشيءَ مان، ڇنون، ڇـَلَ، پريا ڇٽڪار،
نديون، نيون، ناليون، نير، پلٽيون، گرڙيون ڪن گـذار.
مـٽا، ڪوڙا، ڪسر، ڪسارا، ٻاڙا، ٻاڇل، رَوَ، رڙهـن،
گَرا، ميرا، گوڙيون، گوني، ڇوليون، ڇاٽا، وهڪرا وسن،
ويـر، واهـڻ، وڏو، ننـديو، لـب ليـٽ، ڇمڪـارون ڇـرن،
روُڻ، رَوَ، ريٽ، رائـو، سٽير، سـرس، سـوايو، سـٺو ڪـن،
روڪيـو، رنـڊيو، سمنـد، سـوپارو، بسـتي، بـرف، بـرن،
اويـر، آيـر، اُيريـو، اويـارو، اُٿليـو، آر پـڌن،
ٻوڪي، ٻارو، ٻاري، ٻڌو، ٻند، ٻـُڏو، اُتي ڪوس ڪرن،
پـار، پـائينڊڙ، پـارو، پيتـل، سـو، نـارو، نـار، ڇـون،

ڏني، ڪنڌي، ڪچو، ڪُن، ڪاپاري، مهراڻ، مستي ڪن،
بوڙيا، تنهن بحر جا، تا بيٺ متي پهڪن،
واڳهين، وارو، وانئڀ، ويرو ويرو وَڏن،
اَوس، اونهون،انڪ، اوهاندا، اَڏون، آر پڌن،
نديون، نيون، ناليون، نڪو نير، نائڪا ڪن،
ڪنڌيون، ڪاٺا، ڪوُها، ڪيل، ڪاڏون ڪن،
ڍَنڍون، ڍورا، دليون، دورا، ڏارون، لار ڏرن،
ڪنار، ڪنار، ڪنڌي، ڪپ، ڪپر ڪرن،
ڇهہ، ڇاٽو، ڇَرون، ڇلڪو، ڇنڪار، ڇنڊڻ، ڇوهہ رکن،
گهڙي، گهاڙي، گهيڙ تيا، ڍاري، ڍُڪ ڍرن،
ڳاڙو، ڳارو، ڳتو، ڳنيو، ٻنيو، روز پڌنَ،
اُڏما، اونت، اوڙاهہ، الاهي، جهلي، چڪ چڙهن،
روُڻ، ريڙهہ، وراتو، ريج، روانو ڪن،
ڇاڙهي، ڇَل، ڇاٽ، ٻوڪو، ٻاري، موريون نہ مڙن،
آب، شراب، خراب ۽ پاڪ، پليت، ڳوڙها، ڳار ڳڙن،
”لعلڻ“ غم لهن، مڙيئي، مسڪينن جا.

## جنڊ

1. جنڊ جا: جوٽا، ڳارا، گهمرا، ڦيرا، اڏرَ، پُٽَ، آڙيڪا، آڪيڙا.

2. جنڊ جو: ڪنتو، ڪلو، ڇيڪڙو، هٿيو، پُٽ، ڳارو، نائو، ڦيرو، گهرڪو، رائو، اٽو، ميدو، سنهَون، تلهو، ڏارو، ڏڏر، تارُ ڍيهو، ڪيرُ.

3. جنڊ جون: ڇُرون، مڪڙيون، رَڙيون.

4. جنڊ جي: ڇَڪي، جانڊاهي، پيهاٽي، پيسائي، چونگي، لاٽ، مڪڙي، ماٽ، سوڙهي، اهوڙي، ڍلي، ڍلي، ڪُمر، ڇِڪي، رَئي، گولائي، رائي، پُڙي، نائي.

5. جنڊ جو بيت •.

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب رب ستار چوان،
جوٽي، جنڊ، ڇِهي ڪر ڇوئي، تون ميڙ اَٽو ڇوڏار چوان،

• ڇيل لعلڻ خان لغاري. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيہ ص84.

اَن، آهــوڙي، اوڙ، اَڪيــلا، اُڏڪــو، اُلڪــو پلتــار چــوان،
پٽو، پيڙهہ، پٽي، ڪـُـل پوري، پـڙ، پـُـڙي، پيسـار چـوان،
پـُـڙي، پيڻـي، اُچل، اُڪـري، آمر، اَوڙي، تــڪ تنـوار چـوان،
ٻـڌي، ٻــُـهاري، ٻســڪي، ٻــار، تــڪَ، تنـوار چـوان،
پرڪــو، پيـرو، ڦـــرڪو، ڦيـرو، ٻيـوَ وارو وار ولار چــوان،
چيڪٽ، چـُنگي، پهڻَ، پٽر، ڪَـل، پـُـڪو، گسر، گيهل ڏار چوان،
چـِـڪي، چاٽي، چنـدي، چـَـڙي، ميـدو، مڪـڙي، مـُـنيو ڏار چوان،
چــپ، چلنگــي، چــاٽو، چٽـي، اَجهو، اولـو، اَٽڪـار چـوان،
رائـَـو، روانـي، ڦـــتل، ڦـــرڙي، ڳـرو، ســير، سـنيار چـوان،
سنهون، سير، صفائي، سـٽو، رَنـبُ روڪ، رڙهـي، رفتـار چـوان،
نـائي نـہ وٽـي، نـبيـرا، نـائو، لوهـہ، لـَـپون، لـَــس ڏار چـوان،
واري ڦيـري، چــُـرون، چڪـي، ٻيــو ڍيبــا ڍولــڻ يــار چــوان،
هٿيو هلڪو، ڳجهہ تہ ڳارو، ٻجهہ، ٻـُـڪي، ڪاهـہ، ڪنار چوان،
گهاڙ، گهـڙي، ڪـُـل، گهرڪـو، گهيـرو، وَهــڪ، وَس، وار چــوان،
ڪـاهي ڪيـر، ڪـَـٽو، ڪــُـل ڪـرڙو، ڏارو، ڏڏر، ڏار چــوان،
لطف ڪجانءِ تـون "لعلـڻ" چئـي، ڪلمـون قلـب قـرار چـوان.

# جنگ

1. جنگ جا: ماريا، ڦٽيا، گجوراڙا، گهيرا، ڪلور، صويا، ٻــغل، باجا، گــُـرزَ، ڀالا، نيزا، جهنڊا، سورا، قواعد، جلوا، فير، ڪـانَ، تيرَ، نعرا، توبچـي، بندوقچي، مورچا، نشانباز، توشاخانا، نقشا، شاميانا، طنبو، طولانَ، مچڏ، بهادر، پاچوڪڙ.

2. جنگ جو: ويري، ڍڪُ، ڦٽَ، خـون، رت، ميـدان، رڻ، سپـاهہ، جهنـڊو، سوار، لشڪر، جوش، نـاڪو، لڪُ، گهٽُ، رعـب، دٻاءُ، دٻـدٻـو، بـاروت، دارون، زخم، گهاءُ، نيشان، جاسوس، راجا، بادشـاهہ، محصـول، ڏوهـہ، راشـن، پـَـتو، چڪر، ڪيڏارو، مٽو، اولاٽو، تفنگ.

3. جنگ جون: صفون، ڍالون، سـِپرون، ٻٺيون، سرنگهون، خنـدقون، تلوارون، رسايون، ڦيريون گهيريون، بدلون سدلون، ڍالون، ڦاسيون، روڪون، فوجون.

4. جنگ جي: پلٽڻ، مارا ماري، زرهہ، جـُلهہ، ڪاهہ، ڀاڄ، پرپٺَ، ويڙهـہ، لـڪَ، ناڪابندي، جهٽڪ، سـرنگهہ، وردي، سوپ، فتح، ڪٽ، هارَ، رسد، آڻ، تـابعداري، آنڪي، رعيت، پـِرچا، ڍِل، چٽي، فوج، ڪـُمڪ، مدد، تلواربازي، رائيفل.

## جوت

1. جوت جو: ٽمڪو، سوجهرو، پڙڪو.
2. جوت جي: ٽمڪي، ٻري، ڇار، ٻالي، رکَ.

## جوءِ

1. جوءِ جي: وانڍَ، وانڍي.

## جيت (جيئڏ، بلا)

1. جيت (جيتن جا نالا): پيڻ، مکڙ، پنيوري، پونئرو، کينئون، گهروتي، اَڏوهي، کاريهر، ڏيڏر، پوئر، بلا، ڏنگ، سيئانتو، نانگ، پوپٽ، ڳوه، ازگر، اجگر، ٻانڊي، ٽنگ، ٻوگهي، ٻه- مُنهي، ڏينيو، جائون، کانهرو، رتي، سيرنگ، کرڙي، پدم، مهلو، ماکوڙي، کارو، کارڙو، کڻ، کَپُر، تليهر، وِڇون، پتّون، گڏو، گهوڙيال، لُنڊي، واسينگ، جهوڙ نانگ، آرَڙُ، ساندو، نور، ڇڇي، پتنگ، پوئنگ، گَڏر، کوئو، ٽنڊڻ، مک، ڄر، سؤ پيري، کن سؤٻاري، ڇڇڙ، تِڏ، کئلي، کيڙي ڇنولڙا، ڳالهڙجون، کَتر، ڏُکراٽي، ککر، سُرٽو، گهينگو، مکڙي، ماکيءَ جي مک، کُت، ٻڇر، منگهڻ.
2. جيت (جيتن) جا: لَهرا، وِلرَ، چکرَ، هنڌ، ڏرَڙَ.
3. جيت جو: زَهرُ، وِهه، ايذاءُ، ڏنگ.
4. جيت (جيتن) جون: ڦوکون، گوهيون، پيٽيون، جايون.
5. جيت جي: ڦُوکَ، سرنگهه، پُون پُون.
6. جيتن جا بيت

(1)

کاف کشالا کيچ جا، پري پنڌ سُڄن،
انهن اوٺيڙن کي، مَدي هئي کا مَن،
تڏهن تريون تي تازيون کيون، هنن سج لٿي سانجهين،

---

[1] چيل جاڙو خان پٽ جوءِ لب خان پٽ جهنڊو خان مري بلوچ، ويٺل ڳوٺ نندو خان مري، لڳ ٻوبي، تعلقو سانگهڙ. اندازاً 1880ع ڌاري ڄائو. تعليم کانه پرايائين. شاعري ڄڻ کيس مائٽاڻي ورثي طور ملي، ڇاڪاڻ ته سندس پيءُ ۽ ڏاڏو ٻئي سگهڙ ۽ کيترن شاعرن جا راوي هئا. هن ننڍي عمر ۾ ئي سندن ڳوٺ جي شاعر ڪرم خان جي صحبت ۾ رهي، شاعريءَ جي واٽ ورتي. زمينداري ۽ فارغ البالي سبب، سير سفر گهڻو ڪيائين. سندس ڪلام بيتن، ڏورن، هنر ۽ ڳجهارتن تي مشتمل آهي.

ينــيءَ رات پنيــور مـــان، هليـــا تٽڪـــون ڏئـــي تـــوڏن،
بحــري اُٺ بلــوچ جــا، پيـــا ڏنـــائون چــَـٽڪا ڪـي چــانگن،
وِنگـــي واٽ ونـــدر جـــي، هٿـــي ’ســـوچي ســـرواڻن،
هـــاڙهو هـــوت لنگهـــي ويـــا، ليـــڙا لـــس پـــَـٽن،
هـاٽي ڪـدي لڳي ڪيچيـن جـي، تـون ڪيئـن پهچيــن تــن؟
وَســـنءُ ناهـــه وچ تـــي، پيـــو پـــاٽي ناهـــه پٽـــن،
ڪانـــه هلنـــدي ڪـــامٽي، ڪـــا اُتـــي منجهـــه اُجـــن،
ڪيئـــي بلائـــون بيچڙيـــون، رهـــن منجهـــه رُجـــن،
ڪـــَـڻُ، ڪـــَـپـــَـرُ ڪـــوڙ اتئـــي، تـــن وِهـــه گهٽـــو واتـــن،
لوئـر، لـُـنڍيون، ورگهيـون، واڇڙيـون، ڪـوراڙون ڪرڪـن،
اَڙل، اَصيـــــل ۽ گـــَـــــدا، ڪديـــا وَرَ واســـــينگن،
ڪـــاريهر تـــا ڪـــر ڪنيـــو، ســـامهون سوســـٽ ڪـــن،
ٻہ- مُنهيون ۽ ٻرگهيون گهٽيون، تـا ســَپ ٻـہ سوڙهيون ڪن،
ڪـُـلمار، ڪونهيـــري گهٽـــا، تـــا وِســـيهر وارا ڪـــن،
ســوين ســوناريون، پـــَـٽون پيٽـــي، اُت لُوهـــاريون للهڪـــن،
جهـــوڙ وڙهـــن تـــا جهڙپـــون ڏيـــو، جـــت تيـــز تليهـــر ڪـــن،
ڪرنـــڊَ، پيٽيـــون ڪيتريـــون، تـــا لـــوڊا لهريـــون ڪـــن،
گهٽـــا جـــي گهوڙيـــال اَتئـــي، پيـــا ســـگهڙيا ســـان ســـرنگهن،
اَرڙ بلائـــون بيچڙيـــون اُتـــي، پيـــا ڪرڪـــا ڪنيـــارن،
پـــدم نـــانگ، پٽـــن تـــي، تـــا اُتـــي يمنـــگَ پيـــرا ڪـــن،
انهـــن ڪـــان پـــوءِ اڳتـــي تئـــي، جوڪـــو جـــانورن،
اوڪـــا پنـــڌ پهـــاڙ جـــا، پيـــو بـــدوُ منجهـــه بـــرن،
آدمخـــور اُتـــي تـــا، مـــاڻهوءَ مـــاس گهـــرن،
ڪـــن لڙايـــون لڪـــن ۾، اُتـــي وهريـــا واگهـــہ وتـــن،
ببـــر نـــَـر ”بلـــوچ“ چئـــي، اُتـــي گجيـــو گوڙيـــون ڪـــن،
شـينهن اُتـي، شـهہ گـوش پيـا، اتئـي چيتـا منجهـہ چـُـرن،
لڪيـــن اُتـــي لنگـــور اتئـــي، پيـــون ڀهيـــرون بـــاندرن،
ڳهـــلا جـــي اتئـــي ڳوريـــٽ، پيـــا چڪـــر چراخـــن،
گـــورڪ، گينـــور گهانگهريـــا، اُت لميـــو لاتـــون ڪـــن،

راڙهيــون اٿئــي ريجــن جــون، ٻيــون ممــون مــاٺ نـــہ ڪــن،
ٻــــــرجو، ٻگهــڙ، پـــولڙا، ور ڏيـــو ويڙهيـــون ڪـــن،
زور زنــاور زنـــگ رکيـــو، تــا منـــڌ! ٻـــہ مـــارا ڪـــن،
جبـــل ۾ "جـــاڙو" چئـــي، اٿئـــي انهـــيءَ مـــاڳ مـــرن،
هـــاڙهي هـــڌ نـــہ وچ، مــــــٺي! رهـــہ تـــون مـــائٽين.

(2)

ســاراهيان ســچو ڏٺـــي، جـــو صـــاحب رب ســـتار چـــوان،
اَرڙ، اڏوهـــي، اَڙل، اصيـــل، ٻڪـــڙو، پنيـــوري، ٻـــلا ٻـــار چـــوان،
تـارو، تـــڏ، تليهــر، سـانڊي، سـگهڙو، شـپ، سـانڊو ڏار چـــوان،
ٻہ- مُنهين، ٻلهڻ، ڪاريهر، ڪرڙي، ڪُت، ڪراڙ، ڪنر ڏار چوان،
پٽــون، پٽــرا، پونٽــري، لـُـنڊڙا، ليڪـون، لهـــڙ، لنـڊي ڏار چـــوان،
پونڱ، پروانو، پونٽرو، ٻِنڊ، ٻاٻيهر، ٻوهڙ، ٻگهي ڏار چوان،
ڪڻ، ڪپر، ڪارڙ، ڪکر ڪنيڙاٽا، پتنگ، پوپٽ، پدم، پيڻ پار چوان،
ڏينيـــو، ڏنگٽيـــن، ڏنـــگَ، ڏڪـــاري، ڏمنـــد، ڏيـــڏر ڏار چـــوان،
چور، چائو، چـَـوَ، چارو، واسينگ، وارو چڪ، چيلاٽا ڏار چوان،
گگهڻ، گڏو، گرج، گـِـلوئي، گنگهي، گانگٽ گرا ڏار چوان،
سانهڙي، ساپو، سدِي، سوُٻيري، سـُـرٽو، ســـِڪي يار چوان،
ســُـرو، ســهو، ســاپو، جــون، جنجهـــڻ، جـــائون جنســـارچوان،
ڪيل، ڪويلي، ڪِرمان، ڪينٽان، ڪيڙا، ڪارا، ڪوريٽڙا ڏارچوان،
ڪتا، ڪمرا، ڪاريهر، واڇر، وِڇوئن، سپ، سدائين ڏار چـــوان،
نولو، نوريٽڙو، نانگ، نيلا، نورَ ڳالهڙ، ڳوڪون، ڳوهيرا ڏار چوان،
مگهڻ، مڪوڙا، مهو، ميچ، مڪَ، موهي، ماڪي، مڪڙ ڏار چوان،
مينهن وســاڙو، مهلــو، ٽــوڙ، ٽوڪــو، ٽرڪــو، ٽنــڊڻ ٽــار چـــوان،
گهـــراڻ، گهڙيـــال، چچـــڙ، چمـــڙو، چٽـــوڙ، چهـــڙو ڏار چـــوان،
لطف ڪجانءِ تــون "لعلــڻ" چئـــي، ڪلمـــون قلـب قـرار چـــوان،

لا الٰـــہ الا الله محمد رسول الله

---

(2) چيل لعلڻ خان لغاري. سوانح عمريءَ ڏسو حاشيہ ص 84

(3)

ساراهيان سچو ڌڻي، جو ساراهيو سين،
قصو جيئڏ جيت جو، آهي جوڙيو ملوڪن،
سو سُڻو سالڪ ساھ سين، اوهين ڪامل ڏئي ڪن،
هڪڙا سهڙن سڄ ۾، ٻيا پاڻي منجهه پرن،
ٽيا وسن ويڙهه ۾، چوٿا منجهه چُرن،
پنجا پون پڌر ۾، ڇهان منجهه ڇَنن،
ستان سُرن سينڌ ۾، اٺان منجهه انن،
ناوان هلن نظاري، ڏهان منجهه ڏرن،
سپ، سيانتو، سوئيري، ٿا ريلن پاس رهن،
ڪڻ، ڪپر، ڪيڏاري، اُت ڪوراڙيون ڪنبن،
ڪارايل، ڪرڙي، ڪارڙو، اُت واسينگ وَرُ وجهن،
ارڙ، اڪنب، آرسي، اُت گاروڙي گوءِ ڪڻن،
ڪرناءِ، ڪماچ، ڪلاداري، اتي جوڳي جام جلن،
هُدي، مُدي، وَر، واڇي سين، سي ڏوران ڏنگ هڻن،
ڪارو، گدو، اصيل، ڦوڪيو ڦڻ ڪڍن،
ڦيهر، ڪلاداري، ڦنڌاري، ساڙيو سر وجهن،
چنڊي، ڦيڻي، لر، لولي سين، سي واريو ويچ وٺن،
ڪڙا ڏيو ڪاپڙي، ير ڪونيو اُت ڪُهن،
مرڪيو مڻ مغز مان، سا چُها ڏيو چڻن،
زهر، وهه، چڪ، ڏنگ هو چو پيو چس وٺن،
پوءِ اُڏميو اُت وڃن، جت ڪوسيل سندن،
ٻلا، لنڊي، لهاري، واريو وهه وجهن،
ٻري، ڪوراڙ، سونهاري، ٻه منهيون ٻڪ وجهن،
ڇنهڙي، چمڙي، ڇرڪي، ڇپر، ڪنياري ڪهن،
نانگ نيسارو، وڇين، ڀٽون پيٺي پرسِچن،
ڪارا، نيلا، پدم پيماشبي ڏاريو ڏيهه وجهن،
پدم، پيڻ، پانور ۾، ٿا نئين ۾ نانگ سُچن،
ٽنڊڻ، ٽڪرو، ٽانوري، اُتي گدا گام گڙن،

---

[3] چيل حاجي حاميد خاصخيلي سوانح عمري لاءِ ڏسو ص 97

ڳوهہ، ڳوهيرو، ڳالهر، ڳوراهہ، اتي ڪينهوڙي ڪيڏن،
نور، نوريئبڙو، نامور، اتسي ٻنبڊا تا ٻُرن،
چر، چَوو، چاهو، اُت پَستُون تا پنڪن،
چچڙ، چموٽسي، چمڙو، اُت وچون تا وڙهن،
آر، اڏوهي، آبڙي، تيون ولهارن وسن،
پيهہ، پيڻ، پتنگ، ٽانڊاٽو، ڪرڪيتو ڪنين،
مريو، ماڪي، ماڪوڙو، اُت مَڪا مير مچن،
سَرو، سوپٽ، سانڊو، سرٽو، ٻيا چوتا منجهہ چُرن،
ڏڪوراٽي، گلوئي، مچر، مهو، ٻگٽي، حڪم ساڻ هلن،
ڪُت، ڪيڙو، ڪوريئڙو، اُت گلويون گامن،
پوئر، پندي، پوئري، پنيوري، تيون ڏَيهن ۾ ڏسجن،
رتي، کهنبو، مهلو، مورائي، اتي ساوا سر سُڪن،
مڪ، پئو، اڪ مڪڙ، ڪارو واءُ پر ڪنبن،
گُنگهڻ، مُنگهڻ، گڏر، گونهريڙهو ٻيا گينگها منجهہ گُرن،
جُون، ليک، ٽولس، ٽورو، تا سينڌن منجهہ سُرن،
اوتو، چوتو، هڏو، ٻيا ڪٺر ڪاڪڙن،
ڪنگهي، گينگهي، گهوڙيال گس تي، ٻنو ڊمريون مَنجهہ ڍهن،
سوڳڻ، سوناري، سمڪيون، پيو جائون منجهہ جيئرن،
ڪِرمون، ڪنياري، ڪوِيلي، پيا ڪٺر ڪاڪڙن،
پريسو، پچر، پونئرو، پيونَ گهراٽيون منجهہ گهرن،
ڏُمد، ڏيڏر، ڏيڏريون، تيون ڪر مٽي ڪرڪن،
ڪوئو، ڪُمي، ڪچئون ڪُن ۾، ٻيا لُڏڙا ڪئين لٽڪن،
تاروڙو، توائي، ترڻ ٻيا سنياتا سجهن،
مرون، مانگر مچ، موريون، ٻيا واڳو وات وجهن،
تڏِ، تيليون، تاروڙا، سي تريسو تار وجن،
لڪين گهمن لُڙ ۾، اهو انت نہ عاشقن،
’حاميد‘ انهي احوال تي، آهي سڌ نہ سگهارن،
جن مڃيو آهي محمد ڪي، سي دوزخ باهہ چڙن،
ڪلمون پاڪ پڙهن، ويندا سي ايمان سين.

لا الہ الا الله محمد رسول الله.

## جهنگ

1. جهنگ جا: چارا، پيچرا، وَڻ، وَڪڙ، وڻ، ٻوٽا، لَڪ، ناڪا، ٻيلا، ڦاٽَ، واءِ، مرون، تَمر، ڀَٽَ، ڀَڊَ، دڙا، ڍيرَ، ڀِها، وڻ ٽڻ، ڏونرا، ڪنڊا، پٽر، اڻ سونهان، تلاءَ، تَڙ، ڍُهر، گهيڙ، گهَٽ، وَراڪا.

2. جهنگ جو: گسُ، جانور، مرون، گاهه، ڊپُ ڊاءُ، خوف، خطرو، ٻوٽو، پُرٽ.

3. جهنگ جون: ڀِٽون، نيون، جوهيون، چُرون، هُڙيون، ڀَرون، ڀِڪون، ڍِنڊون، وِنگڙيون، ماڪيون، ڪنپيون.

4. جهنگ جي: واٽَ، ويءَ، رُج، ڏُٽ، وٺڪار، لاءِ، ٺاري، ماڪي، جُوءِ.

## جهڻ

1. جهڻ جو: مکڻ، ڏُڌ.

2. جهڻ جي: لسي، جهوري.

## چرخو (اڏٽ)

1. چرخي جو: ڦيرو، رُونگاٽ، چڪر، هٿيو.

2. چرخي جي: ٺَڪ، ڪاڻ، ڪَتي، مالهه، ڦرٽي، ڪوڪڙي، ونگ، ڳُجهه، رُون رُون، لاٽَ.

## چمر

1. چمر جا: تيلا (تيلها)، موزا، ساندارا، ڪشا، پٽا، چوڙا، جوتا، تاڪ، ترس، سپاٽا.

2. چمر جو: چوڳر، تيلهو، موزو، موچو، ڪَشو، پٽو، ڳلو، نيٽو، پيند، تنگُ، سُختر، رگڻ، ساندارو، چوڙو، چلمڙد، ناڙو، جوتو، بوٽ، چمپل، سپاٽو، ڪوٽ، بندوق پوش، دُوال، بند، بڪمر، پيچ، ڪوسُ.

3. چمر جون: نٿون، ڪهيون، وَڍيون، ٿڙيون، پيتيون، پٽيون، چُنهون، تندون، دبيون، ڪلون.

4. چمر جي: وَڍي، پٽي، ورت، پنجوڙ، اڏوڙ، ڪَل، ڪامَ، پيتي، جُتي، چاڳري، صدري، برساتي، گلاسداني، دبي، ڪَلي ڪَلڙي، سرَي، ڪاري، چوڳر، ٺُڪي، رسي، ڪورَ ڪورپَ.

# حاڪم

1. حاڪم (حاڪمن جا نالا): راجا، شهنشاهہ، رئيس، نواب، وڏيرو، بادشاهہ، اقليم، غنيم.

2. حاڪم جا (حاڪيماڻا): دڙڪا، دهمان، سڏ، ڪڙڪا، حڪمَ، خطَ، ورَ، قلعا، حسدَ، زورَ، پهرا، هاٿي، گهوڙا، طول وهاڻا، سيج بندَ، رسالا، عهد، ارادا، نوڪر چاڪر، عڪس، خزانا، هيرا، موتي، ياقوت، ناٽا، ناهہ نوهہ، بورائا، سونهان، واقفڪار، هٿيار، يالا، تير تفنگ، ڏقا، نيزا، هُنر، قاعدا قانون، آدابَ، عرضَ، توبچي، توبخانا، مورچا، هٿيار پنوهارَ.

3. حاڪم جو (حاڪيماڻو): حڪم، چاڻ، لڪيو، خط، پروانو، ڪُڻ، ڪاٺ، تاج، دڙڪو، دهمان، اقرار، قول، ڏن، ڌن، پلنگ، خيالُ، لاءِ لشڪر، سپهہ سالار، ٺاٺو، لشڪرگاهہ، قاصد، وزير، امير، سوار، ظلمُ، شب خون، راتوهو، پيغام، تخت، بخت، نولُ، محصول، اَنڌڌُنڌ، انتظام، گُرزُ، قهر، عرض، ڪڙڪو، ڏاڍ، پهرو.

4. حاڪم جون (حاڪيماڻيون): چاوڙيون، هنباريون، جاگيرون، هماٽيون، دايون، ٻانهيون، گوليون، چونگيون، لعلون، رَئونون، چونڪيون، توبون، بندوقون، تلوارون، ٻڇيون، مجلسون، ڪچهريون، فتحون، شڪستون، بادشاهہ گرديون، ڏاڍايون، ارڏايون، چيڙيون نبيريون، چڙٻون، قناتون، پَلون، آساميون، رسيون، چيڙون، رهاڻيون.

5. حاڪم جي (حاڪيماڻي): چڙهي، تَڪي، متڪي، چونڪي، مجلس، رهاڻ، ڪلنگي، چِني، ڪاسڪي، زوري، هڪل، هيبت، ويڙهہ، طلاق، ياڄ، لاٽي، منتَ، چيڙ، رِيسَ، دهشت، جنگ، صحيح، فوج، لڙائي، دستار، پڳ، هارَ، سوپَ، رعيت، پرجا، جوڙجڪ.

6. حاڪم جو بيت •

ساراهيان سچو ڏٺي، جو صاحب رب ستار چوان،
ادب، انصاف، عمل، آزي، اپيل، آردر، اُڙد، اڙي ڏار چوان،
آڪڙ، اُٿالو، آرو، اهنج، امر، انذاري، اسپتال، آنگي ڏار چوان،
انعام، عدالت، آچار، آرام، اشارو، امانت، اعتبار چوان،

• چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيہ ص 84.

اُڇـاٽ، اُٿـل، اَڪيلـو، اَنـڌ، اَرڏائـي، ارادو، اظهـار چـوان،
آفيـس، آسـرو، آب، عـزت، آبـرو، عـرض، اسـرار، آڏار چـوان،
بـانور، بـچ بنـدوق، بخـت، بهـادري، بنـد، بهـار چـوان،
بندوبسـت بـگل، بيـگر، بکيـڙو، بخشـيش، بـلو ڏار چـوان،
تيز، تـراڙ، تـوپ، تپاچو، تيـر، تـاب، تعظيـم، تکيـو ڏار چـوان،
تکبـر، تـَـوُ تـاب، تماشـو، تـرس، تکـڙ، تباهي، ترکـو ڏار چـوان،
تـار، طنبـو، طنبيـلا، طـوق، تکيـا، طبـل، تکـرار چـوان،
تـَـيو، تونـگري، تـڪ، تـاج، تنبيهـه، تغمـو، طـرز، آڏار چـوان،
بـار، بنگلو، سيراف، صاحبي، ستر، سـوائي، سرسـي ڏار چـوان،
سڌ، سنگهر، سير، سـفر، سـڌ، سـامان، صفـائي، سـردار چـوان،
سُـيول، صحـي، سـنبت، سـوپ، سـورهيائي ڏار چـوان،
سـچ، سـيراپُ، سـاک، ثـابتي، صدمـو، سـڌار چـوان،
سـگهه، سـيکت، سـلام، سـوائي، سمـن، سـتابو ڏار چـوان،
سـزا، سمجهـائي، سـانگ، سـوال، صـدا، سـنيار چـوان،
صوبـو، سـيري، سـينگار، صنعـت، سـهاڳ، سارسـنيار چـوان،
جهـل، جنـگ، جـوش، جلالـت، جـولان، سـو جنسـار چـوان،
حڪـم، هوڪـو، هيبـت، هيـس، هـلا، هنـڌ، حويلـي، هـار چـوان،
حـد، حـشمت، هلـت، حـاضري، هـٺ وڏائـي ڏار چـوان،
خـاص، خَوشـي، خيـال، خـوف، خطـرو ۽ ڪٿڪـو، ڪـار چـوان،
دهمـان، دڙڪـو، دور، دربـار، دلاسـو، دنـگ، ديـدار چـوان،
رئـو، رائـر، راز، رس، رهـاڻ، روڪ، رَنـد، ريوالـو ڏار چـوان،
رائيفـل، رنـگ، روپ، رسـائي، رخ، راڪـو ڏار چـوان،
ظلـم، زور، ذوق، ضـابطو، زنـگ، زبـاني، زيـل آزار چـوان،
ضـد، زبـر، ذائقـو، ضـامن، زمـان، ضلعـو ڏار چـوان،
صحيح، صلاح، سختي، سامان، سيج، سهنج، سروپا، شوق، شڪار چوان،
شغل، شاهي، شور، شڪ، شاهدي، شولو، شرط، شڪار چـوان،
شان، شاباس، غرض، ڳوڙ، ڳهَـل، گنج، غور، سوپ ستار چوان،
سـيکت، صدمـو، سـانچو، سـرڪش، سـتاري ڏار چـوان،
ڪـورٽ، قيـد، ڪمـائي، قلعـو، ڪوٺـاري ڏار چـوان،
ڪـاوڙ، ڪـلارڪ، دولـت، دَهڪـار، دليـري ڏار چـوان،

قياس، ڪشومت، ڪلنگي، ڪڙي، قطار چوان،
ڪَتڪ، ڪُڙه، ڪارائو، ڪچهري، ڪمدار چوان،
جلسو، جوڙ، فند، فيصلو، قُرق، فوج، فڪر ڏار چوان،
فهم، فرياد، فضيلت، لُٽ، لڙائي، لشڪر ڏار چوان،
لاٽ، ليٽر، لوڏ، لهر، منع، معافي، مجلس، مستي مار چوان،
مانُ، ملحظو، معاملو، موڪل، مهر، مت، مورچو ڏار چوان،
منگهه، مارو، مڏي، ماڳ، منزل، محصول، ميل، مصلحت ڏار چوان،
مندل، منوتي، مگهه، مهرباني، موج، مليشي، مقابلو ڏار چوان،
نعرو، نظارو، نياز، نغارو، نياءُ نوڪر ڏار چوان،
ويچار، وڏائي، وير، وڍي، ووٽ، وزيري ڏار چوان،
ويڙهه، وڳو، وريج، تيز، ترار، تپاچو، ٽير، تونگري ڏار چوان،
ڪيس، قبضو، سڏ، سنوائي، سات، سنبت ڏار چوان،
جانچ، جواب، خيال، خوشي، خط، خوف، نقل، نوڪري ڏار چوان،
پلتار، پٽاري، پناهه، پڙهائي، پالڪي، پڪائي پار چوان،
پلٽڻ، پور، پال، پت، پُرزو، پوليس، پنجرو، پوڪار چوان،
پڙ، پٽ، پڙهو، ٺاهه ٺڪ، ٺپو، هاڪ، آفيس، هار چوان،
ڏنب، ڏوهه، ڏمر، ڏاڍائي، دان، ڏک، ڏنگائي، ڏار چوان،
ڏيان، ڏک، لوڏ، لڙائي، ڍڪ، ڍِرائي، چاڙ، چمار چوان،
چاڙ، چينب، چوٽي، چڪو، چَٽُ، چمڪي ڏار چوان،
سمن، صاحبي، سيج، سڏارو، رد، روپ، رحم ڏار چوان،
تاٽو، تان، تيلهو، جبل، جاڳو چوڪي، چاڙهي يار چوان،
چڙهي، چڱائي، چال، چَتي، چُوڙي، چڪر ڏار چوان،
چوٽ، چَنبي، چاڪري، وٽ، وڪيل، تخت متي تار چوان،
جهل، جهيڙو، جڳهڙو، ڍل، ڍار ڏار چوان،
ڪوڙ، ڪٽ، ڪٽڪو، ڪلر، غاليچو، غوراني اظهار چوان،
گهَل، گهوڙو، گهٽي، گهيرو، گهمرو ڏار چوان،
سير، سفر، سگهه، سوائي، ماڙي، بنگلو بار چوان،
مصلحت، ميل، مجلس، لقب، لاڪب، لتڙ ڏار چوان،
ماڳ، ميدان، ڪوٺ، ڪنگرو، قيمان، ڪار چوان،
لطف ڪجاڻ تون ”لعلڻ“، چئي ڪلمون قلب قرار چوان.

# ڏاڍي

1. ڏاڍي (نالا): قبر، تربت، ذات (سيد پير).

# ڏاند

1. ڏاند (ڏاندن جا قسم): ڪانورو، بگو، پولاهو، سائو، آندريون، پاهريون.
2. ڏاند جو: پُڇ، ڪنڌ، ڏورڻو، جوڙو.
3. ڏاند جي: جوڙي، وَهٽي، هلٽي.

# ڏٿ

1. ڏٿ (ڏٿ جا قسم): مريرو، مڪٽي، پُرٽ، لوڙهه.

# ڏڌ

1. ڏڌ جو: گهمرو، ولوڙڻ، ڏونرو، مکڻ، سنياڻُ، ڦُڙو.
2. ڏڌ جي: مانڌي، چاڏي، منڌي، وِلوڙَ، ترِ، ڇاهه، جهڻ، مهي، لسي، ڇاڇ.

# ڏينهن

1. ڏينهن (ڏينهن جا نالا): چنڊ، نندو، وڏو، گرم، سرد، جمعون، ڇنڇر، آچر، سومر، اڱارو، اربع، خميس.
2. ڏينهن جو: سوجهرو، ڪاڙهو، سوجهاڪو، صبح، شعائو، تڙڪو، پهر، پلڪ.
3. ڏينهن جي: اُڀين، سوير، مهل، شام، وچين، ٻپهري، روشني، رُگهه گهُٽَ، ڇانوَ، گهڙي.

# ڏيهه

1. ڏيهه (ڏيهن جا نالا): ڍٽ، ڪاڪ، ونگو.

# حقو

1. حقي جو: دم، سوٽو، ڦُل، نڙ، ڪڙڪو، ڊُڙڪو، چغلُ.
2. حقي جي: الوڙي، نئين، گوءِ، ٽوپي، ڦُوڪ.

# درياءُ

1. درياءُ جا: وراڪا، واڳو، پَلا، وهڪرا، آرَ ڪپَ.

2. درياءَ جو: ڪَچو، پور، وهڪرو، آواز، ڏڏڪو، پيٽ، ڪپر، مڱرمڇ، ڪُن، ڪنارو.

3. درياءَ جون: چوليون، لهرون، مڇيون، موجون.

4. درياءَ جي: پِٽَ، سير، وَهڪَ، نارِ ڪاڏِ، مڇي، ڪيٽي.

# ذات

1. ذات (ذاتين جا نالا): مري، مهندا، مرگهہ، مُڇر، موچي، سوچي، للنگهہ، پٽ، لُڪا، لورا، لنب، لاڪا، قل، راها، رند، رازا، راجپوت، مور، پلنگ، ڇڇڙا، ڳهلڙا، بازيگر، دَبگر، ڪوڙڪُتيا، ڪاسائي، ڪاشيگر، قاضي، ڪنيار، ڪرمتي، ڪاند، ڪوجها، وڪيا، دايا، داسڙا، دُز، درزي، دهلار، اوٺار، ڍڪڻ، سورج، نڌو، رانتا، لُڳڙ، تڳڙ، پاپي، پچارا، پانڌي، پهنوار، ستيا، سانگي، سامتيا، ڪلوئي، جهانجهڻ، پيسڪ، مٽيجا، جوڳي، يوڳي، ڪاپڙي، ڪنوٽيا، ڪنچير، جوزا، چاڪي، چالڪا، چارڻ، چهواڻ، چانديا، چانگ، ملان، مزاري، مگٺهار، مهتا، جويا، انصاري، بخاري، بخيل، سهتا، سامي، ساريجا، سگهڙ، شاعر، وينجهر، ڪُرمي، ڪاٺ ٻانيڻ، ڏيتا، ڏنگٽا، ڏمر، ڏساور، ويسريا، وساڻ، واڍا، واهونداڻي، هنگورا، هاليپوٽا، حُر، حجام، حاجاڻا، حبشي، هوت، هلالي، جماعتي، حملاڻي، حقير، هاشمي، هندو، حيدري، هچارا، حسيني، هوروالا، حبيباڻي، احمداڻي، اُڍيجا، عالماڻي، ابڙا، آجهڙيا، اعواڻ، اچڙيا، آمڙا، آڏوتي، اوڏ، الڪاڻي، آهيڙي، عمراڻي، آرائين، عربي، عامل، آسودا، بشير، بلالاڻي، بودلا، بنگالي، بزير، باگراڻي، بجير، بحراڻي، ٻٺارا، ٻنيرا، بدامر، بلوچ، بوهڙ، بدوئي، ٻانيڻ، ٻگهيا، ٻروچ، ٻاليشاهي، ٻوڙا، ٻتڙ، ٻبر، ٻٺاڪي، ٻُرڙا، ٻوچڪ، ٻچڙا، ٻلال، ٻارڻ، ٻانهيپوٽا، ٻالچاڻي، ٻنگي، ٻورا، ٻويا، ٻڏرا، ٻاندار، ٻاڳيا، ٻاٽو، ٻٽا، تميمر، تارڙا، تهنور، تنگواڻي، تاڪائو، طبيب، تجبا، توڪلي، تُرڪ، ترسيا، تماچي، تيوٽا، توائي، ٿُها، ٿنگڙي، ٿاپرو، ٿالپر، ٿهليا، ٿرڙا، ٿانورا، ٿپالي، ٿٽيهر، ٿوٻا، ٿُرڙ، ٿمڪيا، ٿگ، ٿاٺارا، ٿيڪري، ٿَڪر، ٿهيمر، ٿرڙا، ٿيٻا، ٿاريلا، ٿريا، ٿڙڪيا، پنٽا، پاريڙهي، پسيا، پورهيت، پخالي، پتافي، پاتٽي،

پناڻ، پوڄارا، پڇڪاريا، پاساري، پليجا، پارڪريا، پانڊي، پينگهر، پرهياڙ، پُنرا، پهوڙ، پــير، پوڙها، پارڪو، پوٽر، جتوئي، جنڊاهوڙا، جڪرا، جوٽيجا، جلباڻي، جاڪرا، جاڙيجا، جَت، جروار، جاڳا، جابلو، جنڙا، جهنجهي، جهيجا، جوڻا، جناح، چٽ، چاموٽ، جهانگي، جهوڻا، جهانورا، جهلورا، ستڙا، ساڪي، سوڍا، سماباڻي، سرها، سنگهار، سهڙات، سردار، سروري، ساٽي، سوالي، سوٿهڙ، سناسي، سيد، سرها، سريوال، سانولا، ساڪرائي، سُليڇٽا، سواپهري، سولنگي، ساڌ، سپاهي، سنديلا، ساند، صوفي، سالڪ، ساڪي، سما، سومرا، سامونڊي، سوجهر، ديوان، دادلا، دودڙا، دَل، دلا، دلير، دائودپوٽا، دَرس، دائيداڻا، درويش، دَهليا، دستي، داناهر، ڏماچ، ڏچڙا، ڏَاريان، ڏرمائو، ڏوبي، ڏنگٽا، ڏاڪر، ڏقير، ڏيرا، ڏُهاري، ڏينارا، ڏهاڳي، ڏاتار، ڏوتي، ڊيڇائو، ڊوها، ڊانڊي، ڊيڊ، ڊاڪو، ڊڳڙ، ڊاريجا، ڊليار، زليا، زَبرا، زَرداري، زئونر، زنگيجا، زبون، ظالم، ذاڪر، زيندپوري، راڻوڙ، رنگيلا، ريدار، رشيداڻي، رُليا، ريٻاري، رئيس، رومي، راهوچا، رستماڻي، رامليا، رڪڙا، شيخ، شوم، شني شديد، شاهاڻي، شر، شيديُ، شاهوڪار، شورا، شنگور، شرف، شتروان، غافل، غريب، غني، غلولا، غمگين، غفار، غدودي، خواجا، خارجي، خادم، حبيث، خشڪ، کودڙا، خميساڻي، خـُدام، خليفا، خاصخيلي، خاطوبند، خاڪي، خالصا، خفخاني، ڦورو، فقير، فنائي، ڦودنا، فارسي، ڦرڪاريا، کوسا، کور، کتي، کنيات، کوڙا، کدڙا، کوکر، کولهي، کنجر، ڪاريا، قيس، ڪوچڙا، ڪسبي، ڪپتيا، ڪاٺيار، ڪاتيار، ڪاٺوڙا، ڪاٺياواڙي، ڪچڪاڻي، ڪُلال، ڪاچيلا، قادياني، ڪاڪيجا، ڪلهوڙا، ڪراڙ، ڪافر، قنبراڻي، ڪوراڙ، ڪپري، ڪاٻريا، ڪوڪڙي، قريشي، ڪهيري، ڪولاچي، ڪوڏيا، ڪچي، ڪليري، ڪرستان، ڪسٌ ڪاٽ، ڪهر، ڪنٽاڻي، ڪميٽا، ڪيچي، ڪيريا، ڪُنريا، ڪنگال، ڪوهيارا، ڪنڊراهَ ، گرڙا، گدودي، گدلا، گازي، گاڏيلا، گاروڙي، گوٻانگ، گولا، گهتڪا، گورڪا، گهمراڻي، گولاڙا، گوسائي، گوساڻا، گبول، گودڙيا، گـڏهر، گيدڙي، گدا، گلاخور، لانگاهـ، لاهوتي، لشاري، لـَلا، لوڊا، لنجواڻي، لاشاري، لليجا، لاڪيار، للاڻي، لوهار، لطيفي، لاَڙيچا، لاٻالي، ماچي، مهاڻا، لوٽائي، مانڊريا، مگٺهار، منگواڻا، مسلمان، مدواڻي، مشائخ، مسخرا، مورڪ، مزور، ملاڻا، مارو، منڇرا، مردود، مارواڙي، ماڇيلا، مستري، موالي، مهيري، مستوئي، مهراڻي، مـُٺا، مناٸين،

مرڙاٽي، ميواسي، مصري، مري پوٽا، ميمڻ، ملاح، مسرق، مڪراني، مالهي، مجاور، مگريا، نقرا، نوحاڻي، ناڪئا، نظاماڻي، ناهيان، نهڙيا، نانوائي، نمازي، نل، نادان، نپٽا، نياڳا، نمتول، ناسارا، نصيراڻي، نانگا، نامراد، نوناري، نازڪ، نانگراڻي، نبي، نالي مسنا، نوتيار، نشئي، نودا، ناموَر، ناريجا، نوتڪاڻي، نونداڻي، وڏاڪ، وَرَڻَ واسو، واپاري، ونگائي، وِلايتي، وَهرئا، ويراڳي، ورهاءِ، وانديار، ويڙهيچا، يهودي، يزيد، يوناني، يمني، ياجوج، ڏوڏا، ڏيدا، ڏبرا، ڊيشڪ، جمالي، جادوگر، جواري، جعفري، جڳسي، جويا، آتائي، اڳواڻ، اونا، آباڻا، اوني، آنوَر، اُنڙ، بهشتي، بروهي، باقري، بنسا، بطال، روجهاڻي، راڏڻ، چنڙا، چوچڪ، چُهڙا، چالاڪ، چنبڙ، چندال، چوذري، چُتا، چلگري، چچر، ڇڳيس ڪوهڙ، پوڙاڻا، پاتيا، ساگهر، سونهرا، سميجا، سُها، سيال، سرڪاڻي؛ سڪ، سنيا، سورنگي، لئونڪا، ڏيپار، ساڏور، ڪيچي، گونگا، ناڪش، راهو، آريجا، لکيڙي، وينجهار، اوٺوال، سور، اُتيرا، پاڙهو، هيڪاندا، ڪلال، پاتا، چند، ماچڪ، بخاري، تيوٽا، جهانگٽا، مهر، ڏيڪل، سانگي، ڪُلا، گُجر، سَها، ڏيرا، ڪنيا، آريجا، ڪاڪئون، لنگها، مهر، بدُو، وِڳڻ، ماري، ڪاوس، چاوس، ڪترا، ميهڙچ، جَهانگڙا، ڪيمياگر، ڪان، ڪچالا، نصارا، سوهڙا، لهنگ، ڪاهوڙي، اوجڙ، پنهور، چاري، آريچا، ڪاڪا، شر، تُنيا، پلي، بربل، ويراڳي، ڪلر، خيرا، اوڍا، مذاق، مگٽيجا، امر، نياڻا، فراش، ڪرڙ، ٻڪرار، ٻڏيا، ڏوڪي، رونجها، ڪر، سوداگر، ڪسريا، ڪانڌڙيا، تلوائي، تلائي، واڻيا، ساڪ، جوشي، وئونرا، جاڙا، چَنا، برهمڻ، راهوما.

2. ذات جا بيت •

(1)

ساراهيان سچو ڌڻي، جو پرور پاڪ چون،
لنگها، لورا، شورا ۽ چانديا چرچا ڪن،
ٿري، مري، ٿوري، آهيڙي اچن،
سوڍا، سرتا، سامي، سامٿيا، لاهوتي لَڏن،
هوت، بلوچ، جيسري، ڪيچي ڪاهون ڪن،
آڏوتبي اُنن تي، پرين پاتيا رکن،

• (1) چيل لعلڻ خان لغاري جو سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه ص 84

اوڏڙا اچــــن، ويجهــــا وڻ وٽڪــــار جــــا.
ويجهــا وڻ وٽڪــار جـــا، وينگــس ڳولـــي ور،
جــوڙ وڏي تنهــن جـَـتن کــي، مــاڳ ملــي محشــر،
واقــف ناهيــان واٽ انهــيءَ جــي، رنــد اُتــي رهبــر،
داد فريــاد ســدا ســڻ صــاحب! هــوت ملــي هيڪــر،
خــوش متــي خيبــر، راهــه ڏســان تــي رئيســن جــي.

راهــه ڏسـان تـي رئيسـن جـي، تـي کـل پـوي جـا کـان،
جهـانگي، سـانگي، جهنـگ، سـيال، هيـر متـي حيـران،
چـاچڙ، چنبـڙ، چـــڙ کـري، کيـڙو خـوش نـه خـان،
رِيس چڏيو سـپ رانجهـوءَ سـان، آهـي مولـيٰ مهربـان،
صـاحب تـون سـلطان! ٻڌجـان ٻـول ”ٻـروچ“ چئـي.

ٻڌجـــان ٻـــول ”ٻـــروچ“ چئـــي، رازق رب رحيـــم!
ســوين ســوجر، ســهاڳ تيــا، تيبــا، ســپ تهيــم،
نــَـول، نونــاري، نوتــڙا، کــورِي پيچــان کيــم،
ميــر محمـــد مصطفـــيٰ، قـــاضي پـــاڻ کريـــم،
دوســـت دلاســـو ڏينـــم، راڻــا! رات اچـــڻ جـــو.

راڻــا! رات اچــڻ جــي، کــر محــب منــا منتــار،
لـُـند، لغــاري، لشــاري، لاشــاري، لاکــا لک هــزار،
پهنواريــون پــَـتن تــي، پلهــه گهٽــا پيــرَهــار،
تــالپر وڏي تيلــي ســان، منگتــا، مگريــا، مگٽهــار،
دايــا، ٻانهــا، ٻگهيــا، دَل گهٽــا، واڍا تيــا وينجهــار،
صاحب رب ســتار! سـٽيجا، تـُـنيا، غــور غريـب جـو.

ســــٽجان غـــور غريـــب جـــو، الله اونـــي آڻ،
مــارو منهنجــي ملــڪ تــي، چــانگن تــي چهــواڻ،
ســـوين ســـونارن تـــي، وِســـتڙا، وَســـاڻ،

ٻُرڙا، تن ٻيٺن تي، ڇيلا چرن ڇاڻ،
بروهي بندن تي، ريجهي کن رهاڻ،
گُجر گام گِراڻ، جوڳني آيا جُوءِ ۾.

جوڳي آيا جُوءِ تي، تا پورب پنڌ پڇن،
حاجي، حج، حاجاٽا، هنگورا، هليا تيوِٽا تياري ڪن،
ڀُٽا، مگسي، ڀاٽوچا، تا ڪاڪا ڪاهه ٻڌن،
ڇيڇر وڏي ڇوهه مان، تا ڪُلاچي ڪاهن،
ڀُسيا، ڏيتا، ڏُگراج مڙئي، تا اُنڙ عام اچن،
ڪيريا، ماڇي، ڪولهي، زرداري، زَونرن،
مهير مُڙيا منجهن، وسونءَ ڪي ويجهبا تيا.

وسونءَ ڪي ويجها تيا، بيشڪ بيشمار،
جوکيا، جوٽا، جليجي، جلالٽي، گهيچاٽي، گينوار،
ڪوڙئين ڪنير ڪيترا، لکين تيا لوهار،
موچي، ميگهواڙ، سوچي، گولاڙا گلزار،
ڏوليا ڏاتي ڏَٿ مٿي، هندو واٽيبا هار،
مومل تي ميار، مور نه رکين مينڌرا!

مزاري ڪئي مومل ڪان، رات ڏنو هوم رنگ،
چاڪر، چنڙا، چاهه، منجهان، چاري چنگ، اُپنگ،
ڪميجا، ڪونريجا، ڪتڙا، ڪٻر، قنبراٽي، نوحاٽي، نورنگ،
ماڙيءَ منجهه ملنگ، سُتا ڏٺا هئم سيج تي.

ستا ڏسي سيج تي، موٺي ويو مهمير،
مئا، جيئرا، ميراٿي، مَڇ، ڀاپي، ڀير، فقير،
سڪ، سيٺان، سنجراٽي، ڳاهوٺي، ڳنيير،
باتڪَا، ٻودلا، بنگلاٽي، لُٺي ڏيان لکمير،
نهراٽي، رُئارتون، ماهر ڏينان مهمير،

رک سوال سُڌير، مُڙي وچ تون منگتا!
مُڙي وچ تون منگتا! مڻ ڏياڻ موتين،
پورا، پٽي پاڳ وڏي، ڏهري ڏاڻ پٽن،
حجم، حبشي، شيدي، شوق منجهان کٽي کنپ کٽن،
بازيگر بنات متي تيورا تياري کن،
هو تا گامو گام وجن، تون ڳهر ڦٽي کر سسئي!

ڳهر ڦٽي کر سسئي، هو تا گاموگام وجن،
پند، پيلوڙا، پٽن تي، پيا مکراني منجهن،
بغدي، بڙدي، بوداڻي، بدوي، حاصلاڻي، حُرن،
جهلڻ جهٽون جهنگ متي، تا روجها ريهم پٽن،
آويسنلا اچن، واکا تنهن وٽکار جا.

واکا تنهن وٽکار جا، جت کورڙ تا کڙکن،
باريچا برن ۾ کالهوڙا کالهن، ويا هوتڙون منجهن،
صوفي، سولنگي، ساگريا، ڦيراڻي ڦرن،
اِسرام اچن، وڏي تنهن وٽکار جَا.

وڏي تنهن وٽکار ۾، اسرام اچن،
خوش کهاوڙ، کودڙا، لنجواڻي، لُڌڙا ليٽن،
پنيريا پرين تي، حيسباڻي هجن،
کيسياڻي، کرماڻي، کيمانگر، کيترا نوداني نون،
ساند، کٽوهڙ، کُرکلا، متيلا منجهن،
نَکرُ، نوڙها ٺاهم منجهان، روڏا رڻ چڙهن،
پوربي پند پچن، جوڳي انهيءَ جُوءِ جو.

جوڳي انهيءَ جوءِ جي، کن پهرين رات پچار،
کامل، قريشي، کوچڙا، چنجڻي تيا چوڌار،
ڏِيرا ڏم، ڏهاڳ سي، پيا جسالي جنسار،

جلباڻي، جانڊوڙا جبل تي، پڇارا پٽن ۾ ٻلالي ٻيهار،
ٻيڪا ٻوڪ متي ٻڪرار، پئي پڇائي پنهونءَ جو.

پڇائي پنهون جو، آڏيءَ رات اسر،
پيرزادا! پٽن تي، روهيلا، راڇپر،
ماندر، مناهجا، لسڪاڻي، "لعلڻ" چئي، جسڪاڻي جيڪر،
رڏ، ريڊار، رانوڙا، راڄپوت، ڀراڻي ٻحر،
اُتيرا، اِبنجا، ڪپي تي ڪوڙ تيا، چانيها چوڏر،
ڏسي چنڊ قمر، وَسونءَ ڪي ويجها تيا.

وسونءَ ڪي ويجها تيا، بيشڪ بيشمار،
ٻالادي، ٻنارا، ڏَماچاڻي، ڏوڙ ڏويا، شينهڙا، سيهڙا سردار،
چڙهه، چام، ڪونجاڻا خوشيءَ ۾، ڏَچرسي ڏَٽوار،
کهيري، قلعگير، ڪلينار، ڪاترُو، اَواڻا اظهار،
جت، جبيري، جهانجهڻجا، انصاري اُتي ڪاٽيورا قرار،
شرافن اَشرافن شڪار، تڪيا هيا تڙن تي.

تڪيا هيا تڙن تي، بروجا بيحال،
ينگر، سريوال، سيرڪاڻي، ڪوسا وڏي خيال،
سپيا، ڪرمي ڪيترا، متارا، مستوئي، مهوال،
ريٻاري، رِندَن تي، هڏ واري حال،
پيڙ واري پٽن تي، ڪٽر ڪانڙيا، ڪَلال،
ميمڻ سڀ ملال، تيا سوداگر سنڌ جا.

تيا سوداگر سنڌ جا، جوڙَل تنهنجي جوڙ،
ڦل، ڦيريدار، ڦَرسا، ڪرڙا آهن ڪوڙ،
ڍيڍَ، ڏَڦير، ٻوزدار، ٻنارا، ڪاسائي ڪروڙ،
دائيداڻا، درياهه، مجيداڻا، ميربحر، ملاڻا منهن موڙ،
ساهيا، ساٽي، ستريا، تنگڙي، ڪڇي تيا ڪروڙ،
چارڻ سڀ چٽوڙ، ماڇهو گهڻا ملڪ ۾.

ماڻهو گهڻا ملڪ ۾، منهنجو ٻاروچي سان ٻول،
سهتا، سابقي، صحبجا ۽ ڊليداري ڊول،
ڪپري، ڪنريا، لودريا، ليکي، ”لعلڻ“ چئي پاڳيا متي پول،
گونڊل، ٻاوا، ڇڇڙا، پوپا، ٻانيڻ ٻڌي ٻول،
جنهن مان عشق اڪول، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.

ڪوهيارو ڪيچ ويو، پڪڙي ڏي پهنوار،
اُچڻ، اَبڙا، ٻاپڙا، ٻبر، ٻاپڙا، پيهار،
ڪامي، ڪروڏي، لوڏي، لوپي، نوڳي، باگڻاڻي بهار،
آڻ نواب، پناڻ پٽڻ تي، ترڪي ڪر تيار،
برهماڻي، برمي، ناچ، نجومي، ڪتا سي ڪفار،
سيد لهہ سنيار، ميڙي محمد چام جي.

ميڙي محمد چام جي، وڏا ڪنداسون وس،
تنگهياڻي، تلهار، تلهاڻي، ڏاهيا پيچن ڏس،
ڳيڙ، ڳهيلڙا، گورا، گانبٽ، لانبٽ، لوڪي لس،
جن، پوٽ، غيبِ پريون، ٻيا ديوَ رکن تا دَس،
پرين اچي تون پس، مهميزون ملاح جون.

مهميزون ملاح جون، سڻ صاحب رب ستار،
چو تئي ضبطي زور پنهون ساڻ، وينگس هٿا وينجهار،
آريسر، آريٽڙا، انبوهہ ۽ اويسر اظهار،
ڪوتا تنهن ڪوڏ ۾ ملوڪاڻي موچار،
بگٽي، پرڳڙي، پوڳڙي، بازيگر بيشمار،
مغل، مستوئي، مَلَڪ، منگواڻا، مهتا، ڇيرسي چوڏار،
چاڳا وڏي چوهہ مان، گاڏهي گلزار،
ڪليري، ڪيري، ڪوڪڙي، ڪانڌڙا، سِرهيا سي سردار،
صاحب رب ستار، ٻڌجان ٻول ”ٻروچ“ چئي.

پڌجان پول "پروچ" چئي، صاحب رب ستار!
ايرانـي، پيراني، گچلا، پالا سي پيهار،
پـرٽ، پولڙا پـر ۾ شڪاري شمار،
ڪوجا، ڪدڙا، کهنبڙا، ٻور، ٻهاڻ، گائيچا، گبول، گانگهرا، گلزار،
چچوها، چامڙا، اڳڙا، تڳڙا، گدارا، سوهو، سي سردار،
بيگ، بـهڻ، ملاڻا ملڪ ۾، عليـاڻي اظهار،
باقياڻي، هڪڙا، هل هُلياڻي، هتار، ڏُنڙا، ڏنوٽي ڏرار،
ڳاڳيا تنهن ڳوٺ ۾ گُر، گودڙيا، لليجا، "لعلڻ" چئي،
ٻگهياڻي ٻار،
ممڙا، منچري مياڻي ۾، شيخڙا شمار،
محڪوم، گل گوپانگ ۽ خاصخيلي، خمار،
بنيا، آرائين، ڪپرسي، ڏونبڪي بجار،
سوئَر نائي، سونهل، پتافي پچار، ڪن لونبڪ جي "لعلڻ" چئي.

لونبڪ جي "لعلڻ" چئي، سائين! پڌ سوال،
نانگا، ناٿ نمايا، لونگ لانگوٽيا لال،
گاروڙي گرنار ۾، ڪاغذي ڪلال،
اَحمداڻي، ڪناس، مڪول، مهان، ڪُماڻ، مشوري، مهوال،
نقش، پيڏا، نانواڻي، زنگيـاڻي، زل حال،
جَجهه، جويا، جوٽيجا، چيتا، چلنگري چوهه ۾ سناسي سوال،
توهيا، ڪالرُو، توري، لوري، چينا چڱي چال،
چوڙيگر چريا، ڪريا، پنگي، اَملي، چرشي، نگهوسار نهوال،
سائين! پڌ سوال، لاهه لُڪون سي "لعلڻ" چئي.

لاهه لُڪون، سي "لعلڻ" چئي، پاڪ ڏٺي پرور!
ماسس، موڳا، جانوري، سنگراسي، سوجر،
پڏڪ، ٻير، ٻاپيها، ڪتو، فراش، ڪوڪر،
ساگرا، ساموندي، سومرا، سروري، سينوَر،
پيسڪ، پَسايا، ماڇي، مگريا، ڪلياري، ڪونڊر،

سرخيل، سميٽا، سولنگي، ساڪاٽي سير،
ديدڙ، ڏاريجا، ڏونرا، ڏوڪڙي، نگريجا نر،
مُلان، مهراٽي، مهڙ، امهڙا اپر،
راڄڙ، ريڙها، راڄپوت، سي عمراٽي اوڍر،
سينهڙا، سرائي، ساڪرا، آهه پُني اوجر،
گُنگا، گودڙيا، گونبٽي، گورچاٽي گوندر،
گنجا، گالوري، گورڪي، پالوري پڏر،
ڪُتا، ڪماڻ، ڪنيات ۽ سي ڇڄڙا، چيناگر،
دائريا، دلواٽي، دُرڙا، ڏڙوائي، ڏچر
ناچ، نصارا، نومڙيا، مرزا تيا مشر،
لاتڊر، گورا، لونبڙا، لوٽڪا سي لشڪر،
فراش، فقير، فارسي، ۽ قريشي ڪپر،
لهرا، ليلا، چيلڙا، پاپيها پيهر،
يهودي، ياقياٽي، سڳڙا، تري، توري ٻيا توهر،
جاڙا، جتوئي، جابلو، جنگي جادوگر،
چاڪراٽي، چاڪي، چُهڙا، ڪميجا ڪٽر،
هالا، هگورا، حارثي، واپاري ولر،
وڳڻ، واتو، وگر، ويڙها، ڪاڇي توبهه ڪر،
ڪلال، ڪلياري، ڪاتُرو، مبيجا مشر،
ڏرس، ڏيناري، دالڙا، ٽيٽر، ٽانوري، ٽوپر
پيمر، پيجاري، ، ڪاپڙي، بدوي باندر،
خواجا، خاڪي، خالصا، خرچاٽي، خاڪسر
چورا، چڪر، بڙدي، بڪيرا، بوداٽي بشڙ،
شهڪ، شيباٽي، شيرڙا، مستوئي، موهر،
لُر، لنجواٽي، لونبڙا، حُر پسو هيڪر،
موذي، مجاور، شوم سي، سخي تيا سدر،
عباسي، لباري، لاڪيٽا، گورا، گام گُجر،
حاڪم، هاشمي، هوتڙا، ڪاريا، ڪونيٽ، تيا ڪيهر،
بشتي، پاڳيا، پاٽوجا، پوتڙا، پورڙا، قنبراٽي، ڪوٽر،

پير، پٽولي، پاپوڙا، پيا جوٽيجا جيڪر،
ماڙي، مينگھواڙ، مگٽيجا، مگريا، درزي دربدر،
ڏنوت، ڏڪٽيا، ڏانوري، ڏنگ، ڏگراج، ڏنوڪائي ڏچر،
ڳيل، ڳاگيا، گورڙا، گاندا، گداگر،
ڪوڏ، ڪونريجا، ڪُپڙا، ڪارڙا، ڪيچي تيا ڪالر،
تينور، تُنيا، تارڪي، سابقي سوڍر،
اِڇا، عالماڻي، اُگهاڙا، ڦاٽا پيٽ پڏر،
نُٽُو، پاتيا، نوتڪاڻي، پيسڪ، پسايا پاسينگر،
ٻهڻ، پخالي، بودلا، ڇُتا، ڇلنگري، گُر گوسائين گوندر،
نڏُو، ناريجا، نُگرا، جڪرا ڄادوگر،
ڄٽ، ڄاريڪا، ڄاگلا، جڄهڻ، جهلوجا، جوهر،
ڪجر، ڪميڻا، ڪسبي ڪيترا، ميڇلا پرتي مر،
ڏوتي، ڏهاڳ، ڏانوري، ٻوڙا، ٻاٽي سي ٻير،
واٽُو، ورياهه، وِڪيا، سي ويڙهيچا ولر،
پُچا، پاٽي، پوتڙا، ڪَڪا ڪن قهر،
ناگُري، نجومي، ناظرو، پرڪيا ڏسو پر،
سهاڳ، سامري، سهيلا، ساندناڻا سڪر،
گُجڻ، گورڪي، گوجر، گوڏير سي برفتي باندر،
منگل، مينگل، منو، خشڪ، کهاوڙ، ڪنياٽ، هتاري تيا همسر،
جَٽيا، جالوري، جوهري، جاتي، جام جڳر،
عباسي، آواڻ، آجڙي، نظاماڻي سي نر،
چاري، ماري، چُهڙا، لوڏي، لنگور، لباڻا، لُر،
مصر، مدواڻي، موڳڙا، ڦرڪاري، ڦوڳر،
پوٽي، پونجارا، پاپوڙا، وَداداڻي، وڳر،
سما، سيراچا، سنگهار، سامري، واسواڻي، وگر،
مالهي، موطان سي پلي، پاپي بني اسرائيل بحر،
چنڊ، چڪور، چوڏري، جهرڪا، جهجڻ، جهوري ڪر،
پريا، پاتڻي، پالڪي، نڏر نهوڙي، بداڻا باندر،
ڊڳڙ، ڊڪڻ، ڊَهي، ڊُوها، پاپڙ، پاسينگر،

سـڏُو، سـنديلا، سـاڪرا، سـاٻڙا، سـُـني، صوفـي تـر،
مومـن، مولائـي، قـادري، قـوال، شـيعا شـور نـہ ڪـر،
جهبير، جهتيا، جهنگلي، ڪولـُو، ڪاٻري، جاڳراٽي، جوهر،
ڏَپـڙ، ڏڳـڙ، ڏُوڙڏويـا، گائيچا، گـُرگـُـلا، ٻجـوڙا پيهـر،
پـاڪ ڏڻـي پـرور، لطـف ڪريـن ٻـون ”لعلـڻ“ تـي.

(2)

صفت ڪريان سبحان جي، جو صاحب ذوالجلال،
پيـدا ڪيـا پـرور ڏڻـي، مـاڻهو، مـرون ۽ مـال،
آگـي اپايـا آدمـي، قـدرت سـاڻ ڪمـال،
سوين ذاتيون تن جون، فرقون ڪئين في الحـال،
سـيد، سـهاڳي، سـومرا، سـوڍا، سـريوال،
سـاتي، سمـان، سـونداڻي، سـوجهر، سـاهووال،
سـڪ، سيلاٽا، سـولنگي، سـونارا ۽ سـيال،
سـامي، سـن، سناسـي، ڪـوڏڻ ۽ ڪـلال،
ڏس خاوند جا خيال، هڪڙي مان اپايائين ڪيترا.

پر اجا بہ ذاتيون تـن جـون، آهـن سـوين سربسـر،
سـانگي، سـورج، سـهتا، اوٺـا ۽ اُنـڙ،
آريـا، آري، ابـڙا، آرائيـن، اڳـڙ
آٿـا، آهيـري، آٿـلا، ٿهيـم ۽ ٿوهـر،
بلـوچ، ٻونبـڪ ۽ ڀـُـٽا، نينگـا ۽ نڪـر،
ٻـارڻ، ڀـَـٽ، بروهـي، ٽنگـڙي، ٽـالپر،
ڀـورا، ڀيـل، ٻڪيـرا، چـارڻ ۽ چـاچڙ،
دسـتي، دَل، دڦراڻـي، جـاڙا ۽ جيسـر،
چنـڊ، چنـا ۽ چـاوڙا، چانديـا، چنيسـر،
ٻـروچ، ٻيلاڻـي، ٻـُـگهيا، کوهـي ۽ کوکـر،
ٻاليشـاهي، ٻـُـهرا، کـودا ۽ کچـر،

---

[2] چيل اميدعلي لغاري جا، اميدعلي ولد ولي محمد لغاري ويٺل ڳوٺ جادو لغاري تعلقو ٽنڊو الهيار، سن 1328هه/1910ع ۾ ڄائو. سنڌي ست درجا پڙهيل آهي.

ٽٽور، ٻُوڪ، پاپيها، ڪٽي، ڪڳاڻ، ڪڙ
پلي، پلهه، پتافي، ڪڏائي، کوهڙ
ذات پلي پير، سيد آهي، نوراني نظر
پريٺ، پارهيڙي، پسيا، رجپوت ۽ راڄڙ
جوڳي، ججهه، جتوئي، ڏهري، ڏوڏ، ڏچر
جنيا، جويا، جکرا، شورا، شيدي، شر
جروار، جبير، جوٽيجا، کوريجا، کنير
جٽ، جيها، ڄامڙا، لنجواٽي، لوهر
مگٺهار، منگسي، ملاح، ميربحر
جهُلڻ، جهوناٽي، جهنجهٽي، گورچاٽي، گُجر
چانگ، چوَهاڻ، چهڙا، مستوئي، مَٽر
چُٽا، چورا، ڇڇڙا، چوهہا ۽ ڇچر
ٻارڻ، ٻهاڻ، ٻُرڙا، ٻهليم ۽ ٻوهڙ
بلند، بوجا ذات جا، آهن اندر ۽ سيلر.
ٻوڙا، ٻوهارا، ٻاٻڙا، سونيا ۽ سيهڙ
سَٽيا، سرکي، سامٽيا، مزاري، مرگهر
گدا، گهوٽاٽا، گهانگهلا، ڏگها ۽ ڏچر
حجم، حاجاڻا، هکڙا، بخاري، بزگر
هَيا، هيلايا، هگورجا، چوها ۽ چڌر
ڪٽياڻ، خُشڪ، کوسا، ارباب ۽ اورڙ
رونجها، رانٽا، جهڇڻ، کلوئي، کيهر
واڍا، ورياهه، وڳهامل، مغل ۽ ماهڙ
نُهڙي، نوداٽي، نوريئڙا، منگواڻا، منگر
ڍاٽي، ڍانڌي، ڏنگٽا، ميان ۽ ميهر
تُنجا، حقائي، رامڏيا، داڙيا ۽ ڏکڙ
ٻيا ٽُرڙ، ٽنگڙي ذات جا، جيپار، شراف، ڏهر
ماسس، ملنگهه، الڪاٽي، ساڪاٽي، کيبر
ڪپچاٽي، ڪَلر، آهن مڏيا، موريا، مُلڪ ۾.

مـڏيا، موريـا ملـڪ ۾، تيـا سـرها سـرڪاڻي،
درس، دايـا، ڏونڪـائي، ڏمـاچ، ڏڪواڻـي،
سـاڪ، سـهاڳ، سـڪٽا، سـرها، سـنجراڻي،
ڏيـرا، ڏيتـا، ڏيپـلا، شـيخ، شـاهاڻي،
ڪـوري، ڪاريـا، ڪـالرو، ڪانيـا، ڪيچـاڻي،
ڍارا، ڍڪـڻ، ڍولڻ، ڍُڪـا، لاڪـا، لنجواڻـي،
زرداري، زونـس، زنگيجـا، مهـر، ملڪـاڻي،
ڪاڪيپوتـا، ۽ کهيـا، نـتڙو، نونداڻـي،
قـاضي، قـزاق، قريشـي، ناهيَـان، نوتڪـاڻي،
ڪولهـي، ڪچـالا، ڪيريـا، نڪـرج، نوهـاڻي،
مـري، مهاڻـا، مگريـا، جوسـي، جلبـاڻي،
ڪاڪـا، ڪـان، ڪلوئـي، ڪـوراڙ ۽ ڪيمـاڻي،
ڪورائي، ڪولاچي، ڪُـڙم، ڪيچي ۽ ٻيا قنبراڻي،
فـاروق، قـُلالي، ڳـَهـلڙا، پـَنبڍ ۽ بنگلاڻـي،
وڳـڻ، ويسـر، وڏپاڳيَـا، شـاطر، شـهاڻي،
ٻـُدا ڇلگري، مسرق، (پيسـڪ، مـلاح) مهراڻـي.

اجا ٻـ ڏميا، ڏانڌل ذات جا، آهن پرڳڙي بيشمار،
مـاڇي، مـوڏڪ ۽ مـُئا، ٻيـا ڪليـري، ڪاتيـار،
گنجـُـو، گبـول، گنـدرا، نـانگور ۽ نوتيـار،
گرگيـج، گوپـانگ، گـاڏهي، وونـرا ۽ وينجهـار،
مـَلـَـڪَ، مهيسـي، مـلان، ٻجـارا، پڙهيـار،
واريـا، وسـاڻ، ونـگرا، جـَانوري، جـروار،
نـُـون، نونـاري، نومڙيـا، مرڪنـڊ، مگٺهـار،
ٻـُـڌ، ٻـُچا، ڏيپـار، يونـان، يهـودي، يورپـي.

يونـان، يهـودي، يورپـي، آهـن گـورا گرنـاري،
مگٽيجـا، موچـي، مهنـدا، راهـوڪ، ريبـاري،
پهـوڙ، پيجـارا، پارسـي، لاسـي، لاشـاري،
نـاچ، نورائـي، نـُهڙيا، ٻيـا لائـق لغـاري،

روحــل، مســيا، ماريجـــا، هيڙهـــا، هـــزاري،
اوڏ، اوهـاڻ، ڪرسـتان، ٻيـا شـولا، شـڪاري،
وايـــا، واســـوڙ، قبوليـــا، گهانچـــا، گفتـــاري،
ڏهـري، ٻـاتي، ٽوهـا (ٽنگـڙي)، ٻـدُو، ٻـازاري،
دائيداٽـــا، دلپوٽـــا، صبحپوٽـــا، ابوپوٽـــا، آري،
ٻانهيپوٽـــا، هاليپوٽـــا، پونـــڊ، رئيـــس رفتـــاري،
منگتـــا ۽ مـــاري، آهـــن موســـيپوٽا مـــُـلڪ ۾.

موســـيپوٽا مـــُـلڪ ۾، آهـــن جويـــا ۽ جهڇـــڻ،
تـــارا، تـــُـرڪ، سنگراســـي، خواجـــا ۽ ڪٽـــڻ،
هوتـــي، حمـــاري، ڳهـــا، گـــــراٽا گهنـــڊڻ،
لـــُـنڊ، لهاٽـــا، لـــُـڪا، ڏيَـــاڪ، ڏهوٽـــڻ،
لـــوڊا، لـــَـيل، لـــورا، ڪهيـــري ڪـــوڏڻ،
گهٽڪـــــا، گـــــورا، گنجـــــا، وَرڙ ۽ وڳـــــڻ،
ڪـــور، ڪيـــر، راحمـــــون، ڊيشــــڪ ۽ ڊڪـــڻ،
دائودپوٽـــا، بيـــڪ، بروهـــي (پيـــا)، برهمـــڻ.

گهـــُـمناٽي، ڪوڪـــر، ڪـدام، ســـرتيا، ســـُـپيا،
درزي ســـجهوٽ، ســـُـــها، راول، چـــُـــڪيا،
جهـــانجهر، نـــول، اتيـــرا، پٺـــاڻ ۽ گنگـــا،
گــــــشڪوري، ڪـــانڌڙا، ڏقيـــر، ســـنگترا،
واٽيـَا، مـاتي، پيسـڪ، ياٽـا، سـوداگر ڪسـريا،
ڏڪڻ، آپنون، وينس، مالهي، لليجا، نـاڪش، ٻجـورا،
اظهـر "اميدعلي" چـوي، اجـا بـ ذاتيـن جـا ڪـوڙا،
ڳڻـي چـاڳڻي ڳوڙهـا، وينجهـاريل وجـود ڪـي.

(3)

ٽيپـــــــا، ٿهيـــــر، وٽينـــــس، وســـــاڻ، جويـــــا، جوٽيجـــــا،
ســائيجا، پاٽيجـــا، راهـــُـو، رنـــگ، ٻـــُـوڪ، ٻـــلال، هڪـــڙا،
جڪـــــرا، باريجـــــا، ســــــاند، ٻـــــُـــــرفت، ٻنيـــــرا،

---

[3] چيل ٻڍو ولد بيگو ذات مهراٽي، ڳوٺ الهرڪيو پناڻ تعلقي ٽنڊي الهيار جو رهاڪو آهي.

سمان، سومرا، ڪاڙها، پاڙها، لليجا، لاڏبڙا، وَهريا، رونجها، سوڍڙا، وِسٽڙا، منگسي، ڏيتا، ڇچر، ڏيپر، ڪاڪا، ڪلوئي، ڪملا، ڪميچا، ڳنوار، جوڪيا، پاريڪا، پڙ، پُٽا، پٽسي، پُسچا، چنا، راڄپر، راڄڙ، مناهجا، اُنڙ، ورياهه، چُٽا، دَل، ناچ، ساهو وال، سينهڙا، مگٹهار، مگريا، عالماڻي، جسڪاڻي، حاجياڻا، جابراڻي، لنجواڻي، ميرجت، جتوئي، مستوئي، ملاٽا، قريشي، ٽالپر، ڪوماڻ، نومڙيا، ٽڳڙ، ماجونا، مرڙاڻي ۽ بيا ڪُرڪلا.

پرڳڙي، ڪڇي، مهراڻي، سنجراڻي، جلالاڻي، نوداڻي، بوداڻي، اونا، ليڙا، ٽنگواڻي، ڪوڪر، هسوت، بلوچ، ڳاها، پاٽولي، پيٽ ڦاٽا، ڍُڪا، چڍر، ڪٽوهڙ، لُنڊ، چنڊ، چانڊيا، جهٽيا، روجهلا، بالادي، باگراڻي، ڪپري، ٽُنيا، صحبجا، ڪيچاڻي، ناهيان، نوحاڻي، جهپيا، ڊاريجا، وڳڻ، گدا، گولاڙا، خاصخيلي، بڪيرا، شيدي، ڪٽي، ڪوريا، ڪور، ڪوڪر، ڪرڙ، فراش، درس، هُماٽا، ميربحر، ملاح، ساٽي، منچري، جهبير، گبول، ڪوش، خشڪ ٽيا، مهر، ڳنيير، زرداري، برهماڻي، ڪُرڙ ۽ شورا، سنگراسي، شر، لشاري، چلگري، شهاڻي، نظاماڻي، جمالي، جيئنداڻي، ڪُرڙا، سريوال، هڏوال، لغاري، حبيباڻي، هيسباڻي، معلومت، لڪپت، ميمڻ، ٻُرڙا، لوهار، ٿاٿارا، ٿَڪُر، گرڙا، چوڌري، ٽُرڪ، تارا، چوهرو، داداڻي، بوهريجا، مانجهند، مُغير، مغل، اوگا، ملڪاڻي، ٻبر، ليل، ججڄ، گورچاڻي، هُليا، ٻهڻ، ٻلال، گوپانگ، ڏهوٽ، ڳاهوٽ، ڪاتيار، ڪورائي، ڏهري، ڪلهوڙا، ٿوڙها، روڏڙا، پهنور، فاروقي، ڪيڙا، ڪالرو، پريا، فقير، ڏيرا، ڏڪڻ، ڏهراڄ، ڏنگراڄ، ڏمر، سونارا، سهاڳ، گهوٽاٽا، پُسيا، تيوٽيا، حجم، ميتڙا، ٻُڙدي، ماڇي، سولنگي، ويس، سيال، ڪيبر، گهلو، پچارا، نول، نياٽا، پهوڙ، ڪڇر، ڪريل، ڏچر، آٿوريا، آرائين، پالاري، عمراڻي، ڪوسا،

بکراڻي، گُرگ، گرگيند، رِند، خاناڻي، ملڪاڻي، جوڳياڻي، اعوان، ڪودڙا، چانولي، ڇڇڙيل، ڇتڙيل، ٻنيڙيل، گڏهڙا، آريسر زونر انصاري، ڏيشڪ، منڌرا،
ڳام، گجرات، ڪسر ڪُرڪلي، علياڻي، لاڪيار، مندواڻي، نوحپوٽا، مهندا،
”ٻيوفقير“ چئي ڏريون هيس ڏارين، تڏهن ڏريچا ڏارين ڪري ويا.

چانيها، مسرق، ناهيان، وندين، پاٽا، ٻاگهل، ويسر ڪتياڻ، راهو، ٽينگا، قنبراڻي، ڪوراڻ، ڏاٿٽا، سندليا، شاهي، بڪار، رَحما، ورڻ، چوٿا، ناٿي، ونگا،
ٻاٿڙا، ٻدوي، مشوري، مهيسر، سيتار، منگهيسري، ملهيٽا، پيڏا، ميتلا، يان، فقر، بزگر، لوڊاڻي، ڪاماڻي، مرزا، شهمون، راڄ، امير، ماڙيچا، مارُوٿڙا، ميان، ولهاري، لنگها، منگتا، چارڻ، ميراثي، هنا، پنا، ڊول، ٽوٽا، سيراڄي، پل، پڙهيار، ڪلريا، اوڏ، بنوسيري، پرڪاڻ، گزلاڻي، راڄاڻي، چانهان، ٿهريا، اناڙي، حاڪم، اولادي، رعيت، ماڪوراڻي، ناچڪ، چاچڪ، سُرها، سانٿرا، دائرا، سنگهار، گندريا، پَٽ، ڳر، پر، مڪول، ڪُندناڻي، واڍا، ٽولگر، پاريچا، سويارا، هتياڻي، ماٿيا، پيسيا، نقش، ڪتيرا، ڪمالاڻي، سوٿهڙ، ڪلال، شراف، جيسر، جماداڻي، چاچڙ، جروار، نهڙيا، جهرڪ، چيها، ڪنوسري، پرڪاڻي، سهتا، ٻتڙ، ٻُغدي، ڪُتڙا، ڪارٻوٽڙا، ٻنباڻي، پخالي، ڪُٻر، اوڊر، دُنبر، ڪراڙ، گروڙ، ناريجا، جاجهٽ، ٽنگڙي، جالونڪا، ”ٻيوفقيرمهراڻي“ چئي ڏٽا هت ڏناريونٔ قرچارين پهنواريون.

ڏائيداٿا، مجيداٿا، هاليپوٽا، صبحپوٽا، دلپوٽا، ڪاڪيپوٽا، هالا، لڪمير، ڪُهڙا، ٻهراڻي، دائودپوٽا، گانڌا، دُدا، ٻُدا، سيد، پير، ڏگها، گهانگهرا، ناگور، پتافي، ٻوڄڙ، هگورا، ڊيگر، سراز، رٻاري، ڪاڪا، جنجهي، ٻانهيپوٽا، رستماڻي، گهمراڻي، عباسي، قريشي، علوي، جيلاني، لومڙيا، حسني، حسيني، ڪانٻاڻيڻ، ميانوال، اُجڻ، ٻجير، ڪانياواڙي، هوروالا، ٻڪاري، بيگ، ٻودلا، چئي ”ٻيوفقيرمهراڻي“، سيئي سڪ تيا،

عـرب، اربــاب، نــواب، ڇــامر، ڇــاموٽ، تيبــا، بــانڊا، خواجــا،
عيسائي، موسائي، مــاوا،
ماسس، ڏُڪڙ، باجڙ، پيجـل، گرنـاري، پـورب پڇـم مـارواڙي، مڇوئـا،
گهانچا، رئيس، بروچ، پوراڻي، ڪينجهر، وينجهر، چوڙيگر، مُلا، ڪاهن، گولا،
پـڪ، بـُـوهڙ، ڪڇـي، نانگـا، اُپريـا، دسـتي، سرورَي، درڙيـا، دايـا،
سنياسي، بکياري، اکياري، لکياري، سـامي، ساميئا، لڱڻ، آهيڙي، آڏوتـا،
ڪانڌڙا، مداري، بازيگر، ڪولهي، ڀيل، جٽيا، موچي، مينگهواڙ، ڀَـيا،
سوچي، عيسـائي، موسـائي، يهـودي هندو، لـُـهاڻا، ڪـافرڪنٽيل، واٽيـا،
سـک، خالصا، ٻانيڻ، برهمڻ، مـسر، پنگي، شڪاري، لٻاري، ٻاوا، ٻالا،
ڊِيڊ، ڪچـر، ڪسـبي، ڏقيـر، مچـِلا، رنگيـلا، ڇـُـهڙا، جنڊاهوڙا، ڪوچـڙا،
ڪاريا، تيرا، باگڙي، شاهي، لاسي، ڪهيري، جهوناڳڙهي، پنجابي، واسـا،
آرادي، جونـاڻي، يونـاني، يهـودي، مشـائخ، ٻاليشـاهي، گرهـوڙي، گـولاڙا،
چئـــي "ٻـــديوفقيرمهراڻي"، ٻيـــڙا تـــاريندو پـــاڻ ڏٺـــي.

(4)

ســاراهيان سـچو ڏٺـي، جـو مـالک آهـي ملڪــن،
ٻيـو مٺو محمد مصطفيٰ، جـو سـردار آهـي سـين،
ملـڪ گهميس منهنجا پريـن، چلـي چئـن طرفـن،
قومون ڏٺيـم ڪيتريـون، ڪـي ذاتيـون مٿـي زمـن،
پيـــر، فقيـر، اميـــر، وزيـــر، ســيد ذات ســندين،
قـاضي، مولـوي، ڪلهـوڙا، اڳيـان ٽـالپر تـا تلـن،
شودا، سنهڙا، پـوا ۽ پنٽـي، ٻيـا ٻـڏک تـا ٻڏجـن،
گانگهرا، گگهيلا، گهمٽاڻي، ٻيـا چارڻ تـا چئجن،
کوسـا، ڪامڙيـا، ڪـودڙا، ٻيـا حمـائتي هجــن،
ٻتـــڙ، پـــروچ، ٻبـــر، ٻيـــا ســـورا تـــا ســـچن،
آريچـــا، اونـــي، اربـــاب، ٻيـــا مڱڻهـــار مٿـــن،
تـــرڪ، تنيـــا، تونـــگ، ٻيـــا ڪيريـــا، ڪاســـاين،
قنبراڻي، ڪوچڙا، ڪاتيـار، ٻيا ڪوئريجا ڪنـادن،
گـــدا، گـــورا، گهگهـــا، ٻيـــا نـــانوائي نيـــارن،

(4) چيل محمدخان پليجي جو.

خاصخيلي، کيرا، کچر، پيا منگسي، منگواڻن،
کٽي، کڏائي، کهنباتي، پيا موچي، مستوين،
جوکيا، جويا، جوڻيجا، پيا ميان منجهه مُلن،
باريچا، بديڻ، بڪڪ، پيا همونپوتا هلن،
ميمڻ، مري،ميراثي، پيا واڻيا، هندو، وِيجهن،
ٻارچ، ٻلال، ٻگهيا، پيا پاتڻي پڄارن،
مهاڻا، ميربحر، ماڇي، پيا جيسر، جاکرن،
لنگها، للنگ، لُڪا، پيا ساڪاڻي، سومرن،
وگهامل، واڍا، وينجهر، پيا حر، هگّورن،
ڪوري، ڪنيار، ڪليري، پيا سيلاٽا، سونارن،
مينگهواڙ،ڍيڍ،مارواڙي، پيا ڪولهي منجهه ڪمن،
شڪاري، شاهاڻي،شيخ،پيا درس، درويشن،
دَل، ريدار، ڏماچ، پيا ٻهراڻي، بروهين،
چليا، سونڌا، چاڪي، پيا جهرڪ ۽ جهُلڻ،
چوهاڻ، چانگهه، چنا، پيا ساهمي منجهه ساندن،
حاجاڻا، تارا، هيلايا، پيا قريشي منجهه ڪوٽن،
وئنگر، گندرا، ونگرا،پيا پالاري منجهه پُسين،
گوندر، صوفي، گابار، جهيجا، جناڻين،
پنيرا، ٿيبر، پرڳڙي، پيا چانديا ٽا چلن،
ٻوڙا، منڍا، ٻيهاڻ، پيا گُنگا ٽا گهمن،
ٻاگهل، ڏروٽ، جتوئي، پيا ٽوري منجهه ٽرن،
گورڪ، ڪڙيئرا، سامٽي، پيا يورپين منجهه يمن،
ڏيٽا، تيبا، ڪوڪر، پيا ڪرمتي منجهه ڪنڌين،
عباسي، مغل، پٺاڻ، پيا سيال برهماڻين،
ڏاهري، چاچڙ، جمادي، پيا سَٽيا منجهه چورن،
گوشي، مڪراني، مسر، پيا ٻانيڻ منجهه ٻاون،
لغاري، لورا، لالاڻي، پيا لهار ۽ وڪن،
ٻُٽا، هالا، ٻسر، پيا انڙ ۽ عربن،
مرزا، شيدي، مهتاَ، پيا حبشي، جسڪاڻين،

گيدڙي، گنجا، ڪنياڻ، پيا پهنوار، پسين،
سجاول، خليفا ملڪ ۾، پيا رند تا رمن،
ڏارا، ڀهارا، ٻاٻڙا، پيا چنڊ، چانوڻين،
نوتيار، مهر، نوتڪاڻي، پيا ڳاهيپوتا، ڳهلن،
سوڍا، چاوڙا سنڌ ۾، پيا لنجار، نومڙين،
پُتا، بخاري، حجام، پيا گهوتاٽا تا ليکن،
لوُنڪا، ڪڇي، رئيس، پيا چام تا چاپن،
ٺانارا، لشاري، ٺيڪري، پيا درزي دوڪانن،
جن، ديو، پريزادا، پيا ملائڪ، فرشتن،
حلوائي، سِڪ، واگهيري، پيا پيل تا پرن،
نڪس، ليَل، ٽڳڙ، پيا جوسي ۽ جاڙن،
موريا، وڳڻ، ڪان، ڪچالا، پيا نصارا، رازن،
ٻٽور، ٻُرا، جهنڊبلا، سولنگي منجهه ڪَهن،
لڪنور، پڙهيار، ناهيان، پيا مونڊا ۽ رونجهن،
رهبر، منڊرا، سرواڻ، پيا نوناري، صابرن،
نُهاڻي، رٽا، بڪيرا، پيا خشڪ، باراڻين،
سُها، ڪماڻ، پيليجا، پيا بنديچا، گبولن،
ساهڙ، چَتا، جلباڻي، پيا ذڪري، زردالن،
زئونر، ڪاسوٽا، ٻٽرا، پيا سوٽار، سميجن،
جمنا، پيا، جانوري، پيا جوڳي، ڪاپڙين،
ڏيپار، پخالي، وساڻ، پيا کهيري ڪافرن،
ورياڻي، گراٽا، اوڏ، پيا سنگراسي، سپوٽن،
دايا، گورڪل، برفت، پيا نوڙها ۽ گنجن،
ٺينگا، ٺهيم، ميانوال، پيا ريباڙي، راجپوتن،
ابڙا، يانگريا، انگريز، پيا سيکر، سولجرن،
شيرازي،وڄهه ديني، سنياسي، پيا آدمخور، آرڪاٽين،
ايراني، ڪانوڙا، اڳاريا، پيا پيسڪ، پوربين،
ڪوڇهڙا، نڏو، ڪانڏڙا، پيا ڏاٽي، يونانين،
ڪرڙ ڪٽا، جهانجهڻ، ڪانڙا، پياڳهيل، ٻڍاڻين،

بيٺل، جهپير، باکڙا، پيا نائي، نڪرن،
پاپي، آڏوتي، وڏڙيا، پيا ڊکڻ، آديسين،
ڪاشيگر، ڪاريگر، ٻانهينگر، چوڙيگر، بازيگر، جادوگرن،
پورا، ڪنچير، بدوي، پيا ساتي دريائن،
آتارا، مڏيا، ٽانڪا، پيا سنگهار، بکارين،
جنڊاهڙا، گهيانچ، جرواڻ، پيا ڪُبر، ڪالورن،
شهباز، نومڙيا، ٻاٽيها، پيا راهوڪڙ، سانگين،
ڪُرگيلا، بسوٽا، اڳچٽاڻي، پيا بوزدار، جڳسين،
لنڊ، ٻالادي، زرق، پيا لوٽباري، سڳرن،
صاحباڻي، چيڙا، اوياٺا، پيا رگهٽا، سارونين،
گوپڏا، بگرا، پتوجا، پيا نواب، مشرڪن،
وياجخور، عالم، پريٺ، پيا اتيت، آمڙن،
انهيءَ پر ”پليجو“ چوي، اجان ٻه سوين ذاتيون سُجهن،
پر ڏسان ڪونه ڏيهن ۾، مقدار محبوبن،
تڏهن محب ملن، جڏهن ڪلمي تي قائم رهون.

(5)

ڪئي آهي فتح فقير جي، جو اُڪاريندو آٽتارن،
مهندان ڏينهن محشر جي، ملائيندو محبوبن،
ڪٽندو بار بيوڙن جا، مهندان تي مسڪينن،
لکي آءُ چا لکان، هي مذڪور مريدن،
ڳڻي آءُ چا ڳڻيان، ڪئي مدد ملائڪن،
اُتر لاڙ اڀي ويو، تاڪ وسايا تر وارن،
انڙ، آين، اوٺا، ابڙيجا، ابڙا، اوهيرا ڪيا آهيڙين،
برفت، بروهي، بوهر، بلوچ، بند وسايو بهڻن،
برهماڻي، بوداڻي، بکراڻي، برهه لڳو بهراڻين،
پروچ، پاچڙا، پارچ، پهر، تيون پاجهون پرڙن،

[5] چيل محمد سومار ولد راول ذات ميمڻ، اصل ويٺل سن جي آسپاس جو. ڪجهه عرصي کان هالن نون ۾ رهي ٿو. اٿيڙهيل آهي. سندس گذر سفر ٻنيءَ ٻاري تي آهي. مخدوم محمد زمان ”طالب المولىٰ“ سان عقيدت اٿس. 1969ع ۾ عمر اٽڪل پنجيتاليهه ورهيه هئي.

ٻگهيا، ٻاتي، ٻوڪ، ٻلال، ٻاگهل، ٻالا ٻول ڏنا ٻوچن،
ڀهوڙ، ڀڙهيار، ڀلي، ڀورگر، ڀاتولي، ڀيو ڀساهه ڀالارين،
ڀهنور، ڀليجا، ڀُسيا، ڀنجابي، ڀاهيڙي، ڀت رکي ڀناڻن،
ڀٽي، ياٽوجا، ڀٽ،ڀنگر، ڀان، ڀئين، ڀوڱو ڀوڱڙين،
ڀونتريا، ڀيسل، ڀونٽريا، ڀنيرا، ڀچا، اچي ڀيڙا تيا ڀائرن،
تنگهياڻ، تيريا، توڏا، تيوٽا، ٺولها، ٺيڪري، ٺهراءُ ڪيو ٺڪرن،
ٺونگل ۽ ٺنگڙي، ٺيبا ۽ ٺلها، اچي ٺان وسايا ٺهيمن،
ٿانائي، ٿرياٽي، ٿيرڪاٽي، اچي فتحون ڪيون فراشن،
گرهوڙي، گائنچا، گولاڙا، گراٽا، گُپچاڻ، گرڙا، گنگا، گلها، ساڻ گنجن،
ڳوڏا، ڳاها، ڳهيلا، ڳاهوني، ڳاڙها، وسايا ڳوٺ ڳنپيرين،
ڪوڪر، ڪٽي، ڪودڙا، ڪهاوڙ، ڪهنباتي، ڪٽيو اچي ڪٽياڻن،
ڪملاٽي ۽ ڪر، خشڪ، خواجا، خچرا، ڪنئين ڪاتي خاصخيلين،
ڊڪڻ، ڊيسڊ، ڊاياٽي، ڊوڙن تي آنديون، ڊونڊيون ڊاگرين،
دَل، دوساٽي، دوڳا، درس، درياٽي، دل لڳي دنڙن،
ڏوبي، ڏاريچا، ڏڳيا، ڏاڳا؛ ڏريو ڏيان ديدناٽين،
ڏوڏ، ڏاهري، ڏيٽا، ڏيپر، ڏيا، لٿو ڏڪار ڏنگاڻن،
جت، جتوئي، جوکيا، جمالي، جکرا، جوءِ وسائي جوڳين،
جلباٽي، جوٽاڻ، جسڪاٽي، جهيجا، جوٽا، جوٽيجا، جڙ لڳي جاڳن،
چڙهه، چانيا، چنا، چانيها، چاڪراٽي، چاڪي، چُوڻ ڪيو چاندين،
چاچل ۽ چانولي، چوهڙ ۽ چوئا، چارڻ، چاهه رکيو چانگن،
ڇورا، ڇاڻ، ڇڇر، ڇتا، ڇولا، ڇها، ڇڇڙا، ونيون ڇاتون متي ڇاگن،
رنگ، روجاٽي، رهناٽي، رونجها، راڄڙ روڏا، راند ڪٽي رندن،
مغل، مهري، منگسي، مگٺهار، مري؛ مڪراني، لڳي محبت منگواڻن،
مستوئي، مسوئي، ملان، ميمڻ، موچي، ماچونيا، ڪيون مڙسيون مهاڻن،
مگريا، مينگهواڙ، ماڪوٽاٽي، مريداٽي، ماڇي، تي مهر مانجهرن،
متوال، مهيسر، مشوري، منهيجا، ملاح، موج تي مورن،
مهري، موڳا، مٿا، مهرا، نُوناري، نڪر ڪئي نظاماڻن،
نواب، نوحجا، نياڙي، نونداٽي، نهالاٽي، ننگاٽي، ٿيو نظر نوحپوٽن،
لغاري، لاشاري، لانبڙ، لاندر، لڳي اچي لنءُ لاکن،

لوداڻي، لنجواڻي، لوپي، لانگها، اچي لوهہ کٽيو لهارن،
سما، سومرا، سوڍڙا، سورا، ساند، صلاحون کيون سهڪاڻين،
سانگي، سهٽيجا، صحبجا، سالاريا، سولنگي، سنگراسي، سر ڏنو سيڻارن،
شيخ، شيدي، شوراڻي، شورا، رکيو شوق شهوڪن،
واڍا، وگهامل، وسٽڙا، وهياڻي، ورياڻي، ويگها، کيو وارو ورياهن،
وڳڻ، وساڻ، ويسر، والهوتا، وهريا، وهوا واهولا هنيا واڍن،
هالا، هگورا، همونپوتا، هملاڻي، هالاڻي، هڻوار، حاجاڻا هاج ڪئي هوتن،
جهلڻ، جهلوجا، جهانجهٽجا، جڳڻ، جرڪ، تيا جهڙ متي جهانگين،
جهنڊا ۽ جهوڙا، جهڊاڻي، گهانگهرا، گهلوجا، گهيڙ ٻڌا گهوٽاڻن،
ڪرڙ، ڪنيں، ڪاڪا، ڪاڇيلا، ڪملا، ڪورائي، قطارون ٻڌيون ڪورين،
ڪاتيار، ڪلهوڙا، ڪيريا، ڪاشيگر، ڪراڙ، ڪولهي، قرب ڪيو ڪيرين،
ڪيچي، ڪونئريچا، ڪميچا، ڪنڌارا، ڪنبراڻي، ڪمايون ڪيون ڪاٺوڙن،
درياءَ ڪئي دڙ، لشڪر ڪئي لڙ، چُوٽ چيرا هنيا چولين،
اتي گهوٽن ڪيس گهيرا، ٻهڳڻ آٽي ٻيڙا، ڪنيو جهنڊو جهونجهارن،
سويون وس ستار جي، اهو مشاهدو ڪيو مردن،
هيڪر ويو هتي، ڪاهوڙين راند ڪتي، چوريو چپ چون،
”لا الــه الا الله محمد رسول الله“ اهو سبق پڙهيو سهڻن،
’محمدزمان‘ ڪي ”ميمڻ“ چئي، ڏنيون مبارڪون ملائڪن،
تون طالب آهين مولي علي ؑ جو، توکي سوپ ڏني سيدن،
اهئي پنجتن پرين جا، وارث آهن و لهين،
اهو سبق مون ڪي ”سومار“ چئي، پڙهايو اڪر استادن،
جيڪي ڪلمو پاڪ پڙهن، لهر نہ لوڏي تن ڪي.

(6)

ساراهيان سچو ڏڻي، جو آهي ڏيهہ ڏڻي ڏاتر،
قادر جي قدرت جي، آهي خاوند ڪي خبر،
هاڻي ڪريان تو قصو هڪڙو، ذاتين جو ذڪر،

---

[6] چيل ماڻڪ خان لغاري جو، ماڻڪ فقير ولد جادوخان ولد ماڻڪ ولد جادو خان ولد هيبت خان ولد جهان خان چانديو بلوچ پاڙو ميراڻي، ڳوٺ نبي بخش چانديو تعلقي شهدادپور، ضلعي سانگهڙ جو وينل آهي، 1969ع ۾ سندس عمر اٽڪل پنجهٺ ورهيہ هئي.

لغاري، لشاري، لنڊ، لوئيا، لنجا ۽ لاڪر،
چانڊيا، چانگ، چانيها، چنڙا، چنڙ،
چهڙا، چغل، چوٽيا، پيا اٿئي پٽن منجهه پهنور،
ڏل، ڏائيداٺا، دستي، ديوان، درزي، ڌوٻي مٿي ڏر،
اڊيجا، عالماڻي، آمداڻي، انداڻي، اُنڙ،
ابريا، ابڙا، اوڏ، اوٺا، آرائين، انصاري، اڏيڪا، اڏڙ، قليجاڻي، قلڪارا، نفر،
شيخ، شهاڻي، شر، شراف، شيدي، شڪاري، پيا اٿئي ٽنگڙيءَ ٽالپر،
هاليپوٽا، حبشي، هسڙ هوت، حاجاڻا، حاڪيماڻي، هڪڙا، هلايا هيڪر،
واڍيا، وڏيرا، وساڻ، واڍا، وگهامل، وينجهار، ويسريا، ويڙهيچا ولر،
ساند، سهتا، سونارا، سيهڙ، سيڙاهت، سينهڙا، سناسي، سانگين مٿي ستر،
ورڙ، ورهيار، واهوچا، خشائل، خاصخيلي، ڪوسا، ڪودا، ڪرڦوڙ ۽ ڪوڪر،
گڏا، گولاڙا، گُرگلا، گوڙا، گرماڻي، گيراٽا، گنب، گاڏهي، گورا اٿئي گوهر،
مندواڻي، مراداڻي، منراڻي، ملاٽا، مير، مداٺا، منگلچا، منگواڻا ۽ منگر،
مغل، مغيري، مگريا، مٺا، معشوق، ميان، ملان، ميمڻ، مهتن مٿي مر،
مري، مرڙاڻي، مرزا، مهير، مهيري، مزاري، منگسي، ماڇي، مهاڻا، ملاح،
مارو ميربحر،
مگٺهار، منگتا، ميرائي، مينڌرا، ميرجت، مهندا، مسرق، موچي، لنگها، لورا،
لوهارن جي لر،
نوحاڻي، نونداڻي، نوناري، نوتيار، نواب، ناريجا، نارا، ناهيان، نظاماڻي نر،
جڪسي، جت، جتوئي، جوڳي، جيوٽاڻي، جويا، جوڪيا، جوٽيجا، جلباڻي جهيجا،
جاڪرا، جکر،
جسڪوري، جسڪاڻي، جهرڪ، جهانگي ۽ جهر،
رئيس، رند، رباري، راڄڙ، رامڏيا، راجا، رونجها، راهوڪڙا، راهوجا، نوڙها،
ٿريا ۽ ٺڪر،
ٻيا، ٻنگي، ٻيل، ٻٽ، ٻٽي، ٻُٽا، ٻرڳڙي، گهتڪا، گهوٽاٺا، گهر،
سما، سميجا، سوئرا، سومرا، سولنگي، سيال، سامٽيا، ٽهيم، ٽيٻا مٿي ٽر،
ڏيتا، سوڍا، سٽيا، پتافي، ڊڪڻ، زئونر، زينڊپر،
هگورا، ڳمورا، ڳها، ڳهلڙا، ڪنڊرا، ڪاتيار، ڪلهوڙا، ڪورائي، ڪوري، ڪبوتر،
ڪيچي، ڪنيار، ڪانياواڙي، ڪاڪيپوٽا، ڪالرو، ڪلر،

ڪيچاڻي، ڪلوڻي، ڪليري، کهيري جي قريشي لهندو ڪر، پناهگير، پنجابي، پڙهيار، پُسيا، پهوڙ، جهبر، لونجاڻي، پلي، پليجا، پالاري، پڇارا، پير فقير، ٻچي سيد جو سر، بلوچ، ٻوزدار، ٻوهڙ، بوبڪ، بروهي، برفت ٻر، ٻڪ، ٻالادي، باريچا، ٻاگڙاڻي، ٻجاڻا، بازيگر، ٻروچ، ٻاگهل، ٻارڻ، ٻٽور، ٻاوا، ٻاڻيڻ، ڪٽين ڪي خبر، ڪونجيجا، خالصا، خواجا، ڪيڙا، ڪاپڙي ۽ ڪيهر، سڪ، سيٽ، سامي، سوجهر، ٻيا اتئي ڪارا ڪٽا ڪافر، ميواڻي، واڳڙائي، نيڙ پارڪريا، ڪولهي، ڪوڇڙا، ڪاريا، ڊيڊ، مينگهواڙ ڪاريگر، چارڻ، ڇهواڻ، آمڙيا، اهنواڻ، چٽا، شُهدا، پاريهر، پٽاڻ، ڦل، جُروار، لنجواڻي، لنداڻ، خاشا اتئي ڪيبر، ڏونگهيا، گُنگا، گوپانگ، ٻگهيا، منگهيا، نومڙيانر، نهڙيا، خشڪ، ڪاهوڙي، ملوڪاڻي، مهراڻا موهر، ڪوئريجا، درس، مشاخ، ٿوها، سوها، ٿڳڙ بدوئي،روڊ،راڻوڙ،شل ڏسان منارا منور، لورا، جهنجهي، جهانجهڻ، پيسڪ، ڊيشڪ، اڏيرا، ٻرار، ٻُرڙا، منجهند، مجيداڻي، آديسي، اڙٻنگ، ٻڙنگ، ٻوهڙ، ڇڇڙ، ليلهڙ، ٽٽڪيا، ترڙ، گسايا، زبون، زوال مٽي زر، اتيرا، ٻڪيرا، ارباب، عربي، ترڪ، رومي، ٻلال، ٻارڇاڻي، ميهر، آهيڙي، نوتڪاڻي اتئي پخالي پر،

گنجا، گبول، سرڪي، سرائي، سمهباڻي، رحمون، راس، ڏچر، رئيساڻي، ڪنناڻي، ڪانڙيا، ڪيچي، اتئي مڪراني مڪر، ڏڻاڪر، غافل، گولا، گلهيا، ٻارچ، ٻانها، ڪراڙ ڪاسائي، سونهان سوداگر، ٻاول، ٻوچڙيا، داليا، داسڙا، حجام، هندو، توري، ترِيا، ڪپري، ڪيريا، هورَ، ٻورا، خانناڻي، ڪڏاڻي، ڪڏيجا اتئي ڪر، مهاجرين، موريا، موڙيا، چنڊ، پَسند، چرل، چنا، چوهڙ، ڏهيا، ڏهري، سنڌي، سماٽ، سنجراڻي، مالم، مڏا، موالي، دوراني در، ڄٽ، ڄاموٽ، مٽياري، جکڙ، جاداڻي، جندوهڙ، جاڙيجا، بديڻ، بخاري، پنيريا، ڪارياڻ قاضي، قزاق گولي گجر، نائچ، نانوائي، ناگوري، نورنگاڻي، ناٿارا، ناراڻي، ڪسر،

قنبراڻــي، بشــتي، بهليــم، بــاطل، بحراڻــي، ٻاليشــاهي پيهــر، لکيــــا، لڇــور، لانگــــار، ڊڇـــو، ڳلهــــــ، ڳنييـــــر، ڏوسا، ڏهوئي، شرمند، هيڪاندڙا، ڏماچ، ڏونڪاڻي، جمالي، جانوري، چاوڙا، چليں، ٻاٻاڻا، ٻبر،

سيلاٽا، سنديلا، زرداري، زنگيجا، اٽند، اگهام، عقلاڻي، ڪاتر، ڪولاچي، ڪيهر، ڪوجها، عمراڻي، تنيا، وڪيا، ولهاري، گندرا، گينچا، گورچاڻي، چور، چنبڙ،

چودري، باغي، ٻنارا، برهماڻي، ٺوڳي، لويي، ٻڪرار، ملوڪ، ميڇر، عيساڻي، علياڻي، اوطاقي، پُسيا، پٽ ڳاها، ڪونريجا، ڪلو، ڪامورا، ڪُرڪلي، ڪرڙ،

سپيا، سڌر، هل اڳتي راجپوت، رڪڙا، راڄپر، ڏگر، ڏنگٽا، ڪانوڙ، بدوڪا نَول، آگرا، لکي، لوٽيا، لڙهه، سيٺيار، سنگراس، هوڪر، ڏوڪر، گشڪوري، ڪيئي مانجهي اٹئي مسر، ميرچنداڻي، ڊيگها، ڏوڏا، ڏوم، ڏگا، پان، پيڏا، چاَچڙ، چپٽ، چريا، ٻرند، ساهوال، سينهڙ، سئيندا، ساريجا، يزيد، ٺينگا، ڪٽياڻ، خاڪي، ڪٽاڏاڻي، اٽا، آريسر، پوئاڻي، ٻوڙاڻي، لوهيارا، آنور، چارا، حسُر، هليا، گانگلا، ٻيڏا، ٻليچا، ٻاٻڙا، چلگري، لٻاڻ، عباسي، چامڙ، ڊاريجا، ٻهاريجا، لک، للهنگ، ٽڪا، ٽويا، ماسهي، سڪٽا، ساٽي، سونهارا سرور، جيڪي پيدا ڪيو پرور، انت نه اچي ان جو.

(7)

سارا هيان سچو ڏٺي، مالڪ آهي مختار،
پيدا ڪيائين پاڻيءَ منجهان، بندا بيشمار،
ڪنهن کي طاقت ناهه ڪا، سگهي ڪري شمار،
طاقت آهر پنهنجي ڪيان الله توهار،
ذاتيون ڳڻجن پيون اتي، جيڪي آيون مجهه پچار،
پهرين ذات سچي سيد جي، سونهن پريو سردار،

[7] هيءَ روايت اُتر (تعلقي شهدادڪوٽ) مان عبدالحق کان ملي. بيت ۾ شاعر جي نالي بدران "لغاري" ڪم آيل آهي.

ٻي ذات قريش جي، بيشڪ آهن قربدار،
ٽين ذات بلوچ جي، خلقي خلقٺهار،
لغاري، خشڪ، پتافي، ۽ لنڊ، لهار،
ڪلر، ڪيري، ڊول، ڊڳڙ، ڪوري ۽ ڪنيار،
دايا، ٽوري، لنگها، لوري، ٽوڙي پٺهيار،
اڃا، ڪارا، لاندر، ڪيريا، ٻڙدي ۽ ٻوزدار،
ٻبر، ٽڪر، مَبلڪ، ماڪا، منگتا، مگٺهار،
دستي، ڏوٻي، ڪتري، موچي، مري ۽ مزار،
سامٽيا، وڪيا، هي ڪانڌڙا، جويا ۽ جروار،
صابن، سَوءِ ڊگن منجهو، راڄڙ ۽ ريڊار،
گبول، گڏاڻ، عالماڻي، پٽاڻ ۽ پهنوار،
ڏهر، جهُلڻ، لڪاڻي، بوهڙ، چاچڙ ۽ چلواڙ،
گوپانگ، ٽانوري، وساڻ، جمالي، دٻگر ۽ تڙتار،
ڏنڌو، رهڙ، ٽِهلي، ڪاسائي، لانگاهه ۽ لشار،
چانڊيا، ويسر، ٻاليشاهي، ٻِرڙا ۽ ٻرار،
ماڇي، شر، ٻيا، ڪوپر، ٻٽي ۽ ٻُٽار،
جنجهه، سميجا، اوڏ، لباڻا، ملاڻا ۽ ميهار،
مگريا، مهاڻا، منگسي، مانگهرا، سانجهن ۽ سالار،
دلا، مرٽاس، شيخ، ڇهواڻ، ٻهڻ، توهه، سونار،
آهيڙي، ٻوگڙي، جوڳي ۽ مينگهواڙ،
مستوئي، جتوئي، سيال، ڪوڪر، ڪلهوڙا ۽ ڪوٻار،
رڏ، رند، ڪريجا، جلباڻي ۽ ڊيدار،
ورياهه، بروهي، لاڙ، جوٽيجا، انڙ ۽ ليشار،
عمراڻي، هڏاڻي، ڪلوڙ، چارڻ ۽ پاتار،
چاچڙ ڏڪڙ ڪوش نه ٻونڪن، گهني ۽ گجرار،
بازيگر، ٽري، هوتي، ٻانيڻ ۽ ٻوزدار،
بگٽي، ڪَٽا، ڪرل، ڪوسا، آرائين ۽ دُمدار،
تهر، مهر، ميمڻ، مِسر، ملان ۽ مينگهواڙ،

روحل، رونگها، سنهنڊٽا، گولا ۽ ريبار،
پپڙ، زهِر، هالا، خواجا، درزي ۽ نجار،
سڏوجا، نائچ، پارپيا، ڳچل ۽ سيٺار،
انيڙ، چيڙ، لانکي، راجپوت ۽ کيبار،
کوش ڪناٽا، دروڙ، دريشن، لاهه ۽ بنگوار،
هوڙ، هِانيي، مگدا، ماڙها، گرگيز ۽ گکوار،
کسر، ڏونگر، ناهيان اوڊاٽا، پهوڙ ۽ ڊيڊار،
چوڏا، واسيا، پُسيا، چوهڙا، کاجو، ٽالپرار،
هاٽي بخشيندو بخشٽهار، لطف سان "لغاري" چئي.

# رات

1. رات (راتين جا نالا): ننڍي، وڏي، اونداهي، گرم، سرد، قدر، چوڏهين، يارهين.
2. رات جو: اُسور، فجر، پهر، سهائو، اوجاڳو، سنجهو.
3. رات جي: سانجهي، سمهاٽي، آڌي، پرهه ڦٽي، پيچ پني، باک ڦٽي، سردي، پئسي پرک، اونداهه، سِڪ، لِڪ.

# راڳ (سر)

1. راڳ (راڳن جا نالا): ڪلياڻ، يمن، پيياس، سريراڳ، سامونڊي، سهٽي، ڪنيات، سارنگ، ڪيڏارو، آبري، معذوري، ديسي، ڪوهياري، حسيني، سورٺ، بيراڳ هندي، بروو، راٺو، ڪاهوڙي، رامڪلي، رپ، ليلان چنيسر، بلاول، ڏهر، ڪاپائتي، پرڀاتي، گهاتو، شينهن ڪيڏارو، آسا، ڪاموڏ، مارئي، ڊول مارو، ڏناسري، ڀاڳيسري، پورب، ڪاريهل، بسنت، پيلو، پيروي، پيمر پلاس، ڪلنگڙو، پهاڙي، سرگم، ڪانرو، همير ڪلياڻ، شام ڪلياڻ، ديپڪ، گجري، رکب، گنڌار، پنچم، ٽوڙي، ڪماچ، ڪونسيو، جوڳ، تلنگ، پوريا، لوڙائو، ڳانهون، وهاڳ، جهنگلو، مانجهه، ملهار، مالڪوس، هنڊول، مينگهه، راسوڙو، ڏهيو، ڪجلو.
2. راڳ جو: ٻاروچو، رَسُ، شوق، خيال، ميناڄُ.
3. راڳ جي: وِڄت، زاري، لئي، رهاڻ، ڪچهري.

# رانـد

1. راند (راندين جا نالا): ارچڪ مرچڪ، ڪنگر ڪلوٽي، ڦرڦرسونٽو، سائي سڪي، چيچ مڪڙو، گل گلوٽي، جھوجھوماٽي، ٻلي پيرڙو، ڊٻلي ڇمڪائي ڏي، گلي ڏڪر، شطرنج، پيسڪوٽ، نوَن، چوِپڙ، نـوَنڊ، ٽنڊ، چنر، وانجھي، وڏڪٻل.

2. راند جا: هـلَ، هوٻا، هنگاما، ڏُتپا، واڪا، ڪينهوڙا، راڳ، روپ، پيلهاڙا، ڪيتا، انگلَ، خللَ، وارا، رُسڻ، پرچڻ، بدَ رنگ، حڪم، ڪندروُ، هوڪرا، ست ڏڪر، گـلَ، بلورَ، لغڙَ، پيچَ ڪاٽا، تلهہ پٽ، اوجاڳا، ساها، نچايا، ٽـڪا، يڪا، ستا، پاسا، ٽپ، جـُڳ، ڍارا، جوڙا، وڳوٽا، ٻگيڙا، ڪليا.

3. راند جو: هـلُ، ڏڪُ، لـُٽُ، سامان، ڏهرُ ڪيل، ڍارو، ڏارو، پتو، خللُ، رُسڻُ، پرچڻُ، ٽپُ، ڪـُڏُ، ڏڙهو، وَنجهہ، ڪندرُو، درياءُ، ڪڙاڪوٽ، يڪٽ، يڪو، سچُ، اُڪو، مٺڻُ، چڏو، نيڙهو، لغڙ، مـانجهو، سڳو، مندومـاڪوڙو، ساهہ، وارو، واڪ، شوق، پاسو، وانگي، شيطان، دسيو، ناچ، ڪاپڙ، ڪامائڻ، ليڪو، رس، جيارڻ، ڏوڙي.

4. راند جون: جوٽـون، هڪلون، بـازيون، ارڏايون، ملهـون، ڪسرتون، پتيـون، تـاڪيون، دريـون، ٻـاريون، ٽـاپون، ڳرهـاٽڙيون، ريلـون، پڪيـون، ڪچيـون، ڦيريون.

5. راند جي: لـِڪ، رَڙ، چٽ بازي، ڊوڙ، ڊُڪَ، پيچ، ٽـِولي، ڏرِ، ڪيـڪ، ڪوڪ، دانهن، اڙي، وچوٽي، آر، آگ، ٽل، انڪل، ورزش، نون ڪشـتي، هوڙهي، سـيڙهہ، نـاڳيل ڦوسـيل، ڊٺـي، ڦٽـائي، ڏاڙي، ڪسـرت، تـاس، ڪچي پڪي، ليٽ ڪبوتر نندِيَ وَڏَ، پيلهہ، اِڳهہ، ٻـگهہ، تـگهہ، سئي، لٺن، مون، نار، آر، وئي، پهريـل، ٻيجهيـل، ٽيجهيـل، چوٿيـل، اُلي، چـُلي، بليس، دوناتينا، ڪوڙان سچان، آنٽي، گولي، ڇمڙائي، ميڙسيڙ، ڏور گـُڏي، ريـل، ڪـَني، اُس ڇانوَ، لـِڪ ڇـِپَ، ڪيرڪيروٽـي، مـن مناري جهـار، ڏاڪچمـي، ڪبڊي، پڙي، جهٽي، گهٽ، لڪائي، ڏاهپ، ٽڳي، پاهٽي، سـاري، بـازي، ڌَهلي، نولي، آڱٺ، گـِڏ، گـُـڏي، پـَـڪ، نچائي، دولابازي، ڊوڙي، ٽيـال، پير ٻڌي، هٿ ڇڙي، ٻٽڻ.

6. راند جو بيت •

ساراھ سچي تنھن صاحب کي، جنھن رانجھن رنگ رلايو ھو،
اکي، اُچل، اوٺ، اڙوھو، عارف بازي اتکايو ھو،
اَندريون، انگ، آگ اچي تي، اٺَ، اُلاٽو آيو ھو،
اڻ، اُتل، اَٽکل، اڙي، اڳياڙي، آھليو، آر، مچايو ھو،
اُبت سبت، اودَر، اٽک، اڙيو، آجو يار اَجايو ھو،
اوڙو، آڳھ، آڏ، آويڙو، اوچتو اُرھ لايو ھو،
بيک، بازي، بند، بلوري، بک، بيکار بنايو ھو،
بُل، بس، بکيڙو، بيٺو، بيھ، بانوَر کنڌ کپايو ھو،
تئُ، تکو، تکڙو، تال، طرز، تري تک، تماشو لايو ھو،
تار، تند، تُڙپُ، تيرِھيو، تَاڙي، اَٺي انگ اَڙايو ھو،
سڌ، سنگت، ساري، سرسي، شطرَنج سانگ بنايو ھو،
ستي، سوائي، سندرو، سوپَ، سٿون، سوگھو سايو ھو،
جُوا، جوڙ، جُڳ، جوٽي، جانٺو جوش چلايو ھو،
حڪم، ھُل، حشر، ھلپ، ھوڙھ، حَد، ھيس ھٽايو ھو،
ھوڏ، ھمراھ، ھاڙھي، ھوش، ھکل، ھارَ ھٽايو ھو،
ھاڙي، ھنر، ھمت، ھوکو، کولي کين کٽايو ھو،
کوڙي، کينھوڙو، خار، کاڏي، کانتو، کٽکو، کوٽ کمايو ھو،
کيٽو، کٽکو، کس، کوڙا، کانتل، دَسيو، دَنگ دَپايو ھو،
دُولالي، دوڙي، دُور، دَھلي، رنَدي، روک رَھايو ھو،
رَئي، رومُڙ، رَڙيون، رَسيو، رَتو رَنگ رَچايو ھو،
رونق، زَري، ھند، زَبرو، شولو شوق جاڳايو ھو،
گڏ، گولي، گلِيَ، گاڏو، گھل، گوڙ، گُڏي، گاڏو ڳايو ھو،
گوَھَي، گوتو، قِنَٽ، قيرو، قھکو، قيري، قتکايو ھو،
قند، قوکو، قُٽي، قتکيو، قاٽو، قرکو يار قاسايو ھو،
کنگٽي، قابو، کُٽَ، کوڙي، کُڌ، کَوڏي، يار کرايو ھو،
لک لکوٽي، لانگھو، ليو، لُڙ، لکيو، ليکو، لار لکايو ھو،
لَيٽڻ، لڙکيو، لھپ، لٽو، لوگھو، لاٽون لايو ھو،

---

• چيل لعلڻ خان لغاري جو، سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه، ص 84

مينڙ، مُني، مهل، متڙي، متو، مڙهي، مڇ ملايو هو،
ميڙهي، موڙي، مستي، ماري، مِرچو ماڳ متايو هو،
موٺ، مونجهارو، مارُو، مِڪڙو، راٺي رَس رَهايو هو،
لوڏو، لوهه، لڏو، لهرو، لامارو، لحظي لعل ڪٽايو هو،
ناچ، نولي، ناز، نارو، نوٽڻ، نڪو، ناٺ نمايو هو،
ونجهوڻي، وَڪڙ، وارو، وَرتو، وَنجهه وَرايو هو،
واڻو، ويٺي، ولر، واڪيو، وِچين، وَنگ ملايو هو،
ٻڪي، ٻاري، ٻڌي، ٻهاري، ٻُوڪي، ٻُڪ ٻولايو هو،
ٻاهريون، ٻارهو، ٻٽ، ٻلهاڙو، ٻِڪي، ٻَڪ، ٻنگَ ٻڌايو هو،
ڀهتو، ڀڪڙيو، ڀينگهه، ڀنجي، ڀوڻو، ڀڪي، ڀٽي، ڀڙڀُلايو هو،
ڀل، ڍَڪ، ڀڃري، ڀور، ڀڇاڙي، ڀتو، ڀلوٴ ڀان ڀڪايو هو،
ڀوڪار، ڀاسو، ڀڌري، ڀڇي، ڀڳو، ڀريو، ڀل ڀلايو هو،
ٿريو، ٿُلهه، ٿاهه، ڍُڪ، ڍوڙ، ڍاهه، ڍارو، ڍَنگ هلايو هو،
ڍڳي، ڍِڪ، ڍَرو، ڍاريو، ڏوڙيو، ڏڪ ڏَڪايو هو،
ڇَڪ، ڇنبو، ڇوٽي، ڇنبڙيو، ڇَڪَر لايو هو،
ڇونڪ، ڇيلو، ڇوپڙ، ڇرخو، ڇارو، يار ڇلايو هو،
ڇٽي، ڇوڪي، ڇلڻ، ڇڙهي، ڇيڪل، ڇنهر ڇايو هو،
ٽڪي ٽپو ٽڪ، ٽاهيو ٽيڪو ٽلو ڪشتي، ڪپت ڪاهيو هو،
ڏَڪر، ڏوئنڪو، ڏائي، ڏڙهو، ڏند، ڏهي ڏايو هو،
گڏ، گوڙ، متو، موڙ، ڇن، ڇوڙ، ڇَڪو يار ڇڪايو هو،
ڇيهو، ڇُٽو، ڇينب، ڇڇر، ڇهي، ڇيڪلي يار ڇَلايو هو،
ڀرڪيو، ڀيرو، ٽڪو، ٽيلهو، ڇَڪي يار ڇڪايو هو،
ڳوٽي، ڳارو، ڳنڍي، ڳلي، گهوڙي گهَٽ گهمايو هو،
ڏهلي، ڏهي، ڏوئنڪو، ڏوري، ڏاوڻ ڏايو هو،
ڪرڪيٽ، ڪاهيو، مئچ موچاري، فُٽ بال يار ڦاسايو هو،
گهيرو، گهمرو، گهوڙي، گهاٽو، ڪوَل يار گهمايو هو،
”لعلڻ“ لکين ٽورا تنهن جا، جنهن رنگي رنگ رَلايو هو.

# رَچ

1. رَچ (رچن جا نالا): شيشو، پرڻ، اُکري، ڍڪڻ، گهڙي، دلي، مٽ، تاسري، بدنو، لوٽو، دلو، گهگهي، گڏون، گهڙو، ديڳڙو، ڪونڊو، بوتل، طس، موريو، ڪُنو. تسري، دٻو، دڪي، لاٽ، چوئنري، چَرون، ڪونار، ڪونڊي، چمني، بتي، گلاس، وٽو، ٽئو، ڪوپ، ساسر، دانگي، ڪٽلي، جمني، چَل، ڪَري، حقو، چلم، ڪرمنڊل، ڪستو، ڪُپڙي، ٽيو، ڀڳڻ، داٻلو، ڪرنڦل، ڪونرو، چلمچي، ٿالهه، ٿالهيون، ڍاڪون، پيالو، ڪٽورو، بالٽي، پاٽ، ننگهه، طباق، ديڳ، ٿالهه، وٽ، ڏيو، تغاري، در (ڪاٺ جا وٽا)، وٽي، چروڙي، ڪاسي، هيل، اڪلي، برتن.
2. رچ جو: ٺَرو، پڳو، ڏوهائو.
3. رچ جي: ڪَسَ.

# رِڍَ

1. رِڍَ (رِڍَن جا نالا): سسي، گهيٽي.

# رسو

1. رسي جو: وَٽُ، چيڙو، پاسو، ويڇوو، واجهه، پيچ، وَڪڙُ.
2. رسي جي: سيل، واڏڻ، نوڙي، چِڪَ، ڪَشڻ.

# رنگ

1. رنگ (رنگن جا نالا): ٻڪم، ڪيس، رومان، ڦڪو، رَتو، مجٺ، ڇهرو، رتي، ڦيٽڙ، ڦِٽو، ڳوڙهو، گهاٽو، ڪچو، پڪو، سائو، سوسنو، سُرمائي، ڳاڙهو، گلابي، پيازي، ڪرمچي، ناسي، پورو، ڪبوتري، سليٽي، ليارِي، پيلو، زردو، هيڊو، ڪارو، اڇو، آسماني، نيرو، موڱي، خاڪي، ڱلي، پِڪ، چِٽ، گلالي، پوپٽي، چٽونءَ ڪنپ، واڱڻائي، ڪيسري، فيروزي، نارنگي، گهرو، ڪاڪريزي.
2. رنگ جو: ٽِڪو، ڌٻو، ڌٻڪو، داغ.

# ساز

1. ساز (ساز جا قسم): ستار، بگل، نڙ، شرناءِ، مُرلي.

## سُٽَ

1. سُٽَ جا: جوتا، چمرَ ڦُندا، سڳا، ڪپڙا، جالنگ، بخيا، پانچا، وٽيا، بند، ويڙها، ہنڌ، ٽنگڙا، واجهہ، ہورا، ہيڙا.

2. سُٽَ جو: تنگُ، جهاہو، جهوڙو، ٽوئُن، اڳٽ، رسو، نقطو، ڳانو، ڦوڙو، پيٽو، اوب توب، بخيو، پرت، سيبو، توپو، ڪندڙو، ٽانڪو، ہاڙيبو، جالنگ، رڃُ، پَنُ، وَٽُ، مڪراٽو، مُندو، جٽيو، ريل، ڪپڙو، ڦُندڻ، پَتو، مُهرو، وجهہ، بند، ڏورو، ويڙهو، ہنڌ، ہورو، ڳوٽو، ڪوڪ.

3. سُٽَ جون: ہوٽيون، اولهون، ڏهيون، مهارون، گهُنديون، سڳيون، چاريون، چوٽيون، ڳِتيون، ڳوٽيون، سيليون، واڳون، ہوريون، پٽهاڙون، پيڙهيون، ويڙهيون.

4. سُٽَ جي: ويڙهي، ڏوري، سڳي، تاجي، اُميري، ڳندي، ڪيل، اوٽي، چار، سُبي، گهندي، موڙ، انڌاري، ڦاهي، ڦاسي، سِرڪڻ، واڌڻ، نواڙ، چندي، ڪُڙهي، مهارَ رڪڙي، گولي، تارَ تند، رسي، وٽ، ہوري، ڪاهي، کهي، لوئي، ٽُتي.

## سج

1. سج جو: ڪاڙهو، پاڇو.

2. سج جي: تپت، گرمي، اُس، ہوچاڙي، منجهند، اڳ، اڳين.

## سڌ

1. سڌ جو: هوءِ، او، هوهو، هيڏي، ها، نہ، هائو.

2. سڌ جي: ريهہ، چيهہ، هڪل، رڙِ.

## سڪ

1. سڪ جو: ياڪر، پيار، سڌ، فراق.

2. سڪ جي: ڳراٽي، چُمي.

## سمهڻ

1. سمهڻ جو: ڪٽولو، هنڌ، وهاڻو.

2. سمهڻ جي: منجي، اُوڪي، ڏڪي، سوڙ، پٽراٽي.

# سنج (ساز)

1. سنج (سنجن جا نالا): پاکڙو، ٽڙهو، ٽلُ، گادي، هَنو، جهـُل، سيلهي، آٽـر، اکـُنر، گاشو، رڪيب، ڳاني، پٽهڙ.

2. سنج (اُٺن) جو بيت ●

خـــان ڪـــدي خيريـــت ســـان، ڪـــاهي هليـــا قطـــار،
گـــاديون، آٽـــر، گـــورَن جـــا، ڪٽـــي آيـــا ڪلڪـــار،
پلـــڻَ، پـــاڪڙا پـــُـــٺن تـــي، سمـــاج رڪـــن ســـلڪارَ
نـــڪَ، نـــاڪيليون، نختـــا، هئـــي مـــُـــچي، محبـــت مهـــار،
دليلـــــون تـــــن دِلبـــــرن ڪـــــي، انـــــدر ڪـــــن آزار،
چمـــرَ، چٽـــڪ چـــانگن ڪـــي، چـــابڪ جـــي چونگـــارَ
پـــُـــچندَ تـــن پيـــارَن جـــا، گوهـــرَ گـــونـــدَن جـــي گـــلزار،
نيـــــڪ والاَ نـــــڪَ ۾، ســـــونا وِجهـــــن ســـــينگارَ
ڪشـــا، تنـــگ، ڪيچيـــن پريـــا، خـــانن رکـــي خـــارَ
ڳانـــا ســـونهن ڳچـــيءَ ۾، ســـهليون ســـڻ ســـتارَ
گهنگهـــرا، ٽـــَـليون گـــوڏن ۾، چيـــرن ڪئـــي چمڪـــارَ
گاشـــا تـــن تـــي گهوٽـــن وڌا، جهـــُـلَ جامـــا جـــُـلفيدارَ
ڪـــَـشٽا ڪـــدي ڪنـــواٽ ڪيـــائون، تـــازي تيـــغ تيـــار،
مڙهـــي موتـــي محبـــوب ســـين، دُوال وجهـــن دلـــدارَ
رکـــي پيـــر رڪيبـــن ۾، خـــان چڙهيـــا خوشـــيارَ
بـــُـغدي اُتيـــا بوريـــون ڏيئـــي، ڊاتـــي ڪـــري ڊِلڪـــارَ
"بـــاغ محمـــد" ڏاڍي بـــدن ڪـــي، تـــازن وٺـــي تنـــوارَ
مهـــاري هليـــا مـــنزل ڪـــدي، عجـــب آٽـــي اوڳـــارَ
ســـنجهي نڪتـــا ســـُـج ڪـــري، پنيـــور جـــي بـــازارَ
چرڪـــاءَ بـــدي چـــانگهن جـــو، ســـئي ٽـــي نـــہ ســـارَ
پڙهـــي ڪلمـــي پـــَـچار، اُٽـــي ســـا اَســـورَ جـــي.

---

● چيل باغ محمد جوکيي جو، "نئين زندگي" فيبروري 1951ع تان ورتل.

## سٽپ

1. سٽپ جون: نِچوئيون، لوٽيون، ٽپريون.
2. سٽپ جي: چڪنائي، لوٽي.

## سوداگر

1. سوداگر (سوداگرن جا قسم): ڏٽي، واپاري، وڻجارو.
2. سوداگر جو: سودو، واپار، وڻج، سَٽو، ياڳ.
3. سوداگر جي: ساعت، قسمت، مهل.

## سودو

1. سودو (سودي جا قسم): سَٽيو، مٽيو، واريو، ڪيو، موٽايو.

## سونهن

1. سونهن جا: جلوا، تجلا، سهٽا، چاڳ.
2. سونهن جو: جوبن، جلوو، حُسن، ديد، تجلو، جهرڪو، گهنڊ، هار، سينگار، ناز، مَرڪڻ، مُرڪڻ، فخر، سهڻو، پورل.
3. سونهن جون: گهورون، تصويرون، مُرڪون، مورتون.
4. سونهن جي: سهٽي، تصوير، تعريف، مورت، مُرڪ، وَهي، نزاڪت.

## سيد

1. سيد جو: دين، ڏاڳو، پاراتو، معجزو.
2. سيد جي: پِٽ، دعا، ذات.

## سيءُ

1. سيءَ جو: پارو، ساڙو، ٻاريو.
2. سيءَ جي: سردي، ٿڌ، ڏڪٽي، اوڊٽي.

## شاهوڪار

1. شاهوڪار جو: رعب، ٺٺ، عيش.
2. شاهوڪار جي: ڪوٺ، سچائي، يادگيري، هائوڪار، نه.

# شهر

1. شهر (شهرن جا نالا): ڪڪراڙو، پُڇ، پورب، پڇم، لکپت، ملير، گجرات، واڱڙ، وِڳهہ، وَنگي، وَلاسو، مني، ڇاڇرو، ڏيپلو، نارو ڍورو، ڀهڏمي، ڪڏڻ، سيراڻيون، لنواري، رڻ، رحمڪي بازار، مانڊر، ننڊو شهر، ٽنڊوباگو، ننگرپارڪر، ڪرناٽڪ، ڪلڪتو، اجمير، مياڻي، مهڊپور، مدڪي، مالوا، مدراس، پونو، پاليهہ، پٽرا، پشاور، پالهٽپور، سڇارا، سن، سجاول، سيڪارا، سيڪاٽ، جاتي، ميرپوربٺورو، جهوناڳڙهہ، مڪلي، ٺٽو، جده، مينا، عرفات، مڪہ، مدينہ، عدن، بغداد، ملتان، ميرٺ، مرادآباد، ڪابل، قنڌار، اُجين، اوڙيسا، الور، آگرهہ، ابوحسن، اورنگ آباد، اَرني، آسام، الهہ آباد، اٽڪ، اُونچل، اُلڪو، منهوڙو، ميهڙ، ملبار، ميسور، شورو، جيپور، جلال آباد، جاوا، جيمس آباد، يمن، ڍاڪا، فيروزپور، فتحپور، لڪي، لاڙڪاڻو، لاهور، لکنو، لاڪاٽ، پلاسي، چتور، ننگر، بوبڪ، بلڙي، پڳو نوڙهو، مانجهند، نصرپور، نوابشاهہ، نيرون ڪوٽ، ناگپور، غور، گنبٽ، بصرو، دوفان، راڻيپور، رڙي، رتن، راڌڻ، رامپور، بدين، پرولشاري، تلهار، پلهہ، ماتلي، ٽنڊومحمد خان، ڪٽڙ، هوسڙي، حيدرآباد، ڏيٺڪي، الهڏنو ساند، پليجاڻي، اڏيرولعل، هالا، پٽ شاهہ، سڪرنڊ، ٽنڊو آدم، شهدادپور، لنڊو، ڪوٽڙي، جهمپير، منگهوپير، ڍابيجي، رٽپٽاڻي، ڊرگ روڊ، ڪراچي، فيض آباد، گانگهرا، بهاولپور، پنيور، ٽبيٽ، خانڳڙهہ، ڪلاچ، ٺهري، ڪيٽي بندر، ڪوئٽيا، ملوڪپور، ميرواهہ گورچاڻي، جمڙاٺو، جهڏو گدام، جنگشاهي، شادي پلي، سمچي، سمرقند، سکر، ڏيڙاڻ، ياسين، دمشق، خراسان، خداآباد، راول گڍ، طور، تاتار، زنده پير، ڪاشي، دڪن، اسلام ڪوٽ، نبيسر، دادو، جوهي، ديرو غازي خان، نل، برهمڻ آباد، پٽيالا، چنبڙ، ٽنڊوالهيار، شاهہ يقيق، ڳڙهي، جهوڪ، چام شورو، گهليون، گهوٽاٽا، لهور، ملاڪاتيار، تڪڙ، گدوبندر، مٽياريون، سيوهڻ، تاجپور، شاهپور، هالا پراڻا، خانوٽ، ڪنڊو، ميرپورخاص، روهڙي، سرحد، دولهہ لعل، رنگون، چوڙ، شڪارپور، حيدرآباد دڪن، ڪرتارپور، نوشهرو، خيرپور، ٽيرٿ، راڌڻپور، جيڪب آباد، سلطان شاهہ، امرتسر، دولتپور، مورو، نارو شاهہ، ٻڪار، ڪاهڙ، ڪنديارو، هالاڻي، لقاپور، سيري، ٺوري، ساندڪي، پيراني، فتح باغ، جوڻ، بدين، ڪرناٽيون، ڪڙيو گهنور، ڪاڪڙيجي، ڪانباٽيڻ، ڍنڍي، ڍٽ، گنگا، گرنار، ڪاڪڙ، ڪولهاپور،

مولارڙي، ميھڙ، نغار، منگر، ڦرڪارا، گلاب لغاري، بمبئي، ماباٺا، ملو حسن، ميون ڪريم، گھوڙا ٻاري، رپ، وڍ، ٻنورو، ھنگلاج، جھوڪ، جھالار، جھرڪ، مياڻي، پانچي، دڦري، ڇرخ، مچھري، ٽندو غلام حيدر، ڊبھڙو، دنگاڏي، حاجي سانوڻ، ڦليجاڻي، نري، ڳڏھ پونو گونگاڏاھ، ڪاڪ، ڪلوئي، ڪامارو شريف، بلغار، ڊگڙي، ڪڏھڙو، سماواتي، نصيرخان مدواڻي، ھاليجاڻي، نظرپور، وسي ملوڪ شاھ، ملھڻ، بيگپور، نانگو شاھ، ٽنڊو ڄام، ٽنڊو قيصر، بنگال، راڄو نظاماڻي، باقر خان، خيرو بوزدار، ٻاگھلي، ڪاموپ ديس، جيسلمير، بجاري، اگھاماڻو، اڏڙي، گھلپور، لکڻ، ڦٽو، سينڌي، سرھاري، احمدآباد، جاجھڪ، ساٽيھ، ڪوٽ ڏيجي، آراضي، امن، ماڏو، ڳـُڏيجي پـَٽُ، پريجي، عاقل، لـُڪ، گھوٽڪي، سارڻ، سامارو، وٿيجي، ساريجي، خداداد، سوراھي، جھلي، پٿيجي، اگھاماڻي، ڪوپر بيراھ، انيراءِ، جھنگ سيال، جيلان، چرچل، اٽيڪا، ياندو، ڊَڪَ، ڇـَني، ڇنو اُڪ، ڪائي، موندر، ٽندومستي، بکر، ڪيڏڻ، حضورَ ماڙي، ونھيرو، گڙڪي، استنبول، اُپ، ونگي، تڪيو، جيسر، چڪ، ڍانگار، گرنار، چري، اوچل، اروڙ، غزني، پاري ننگر.

2. شھر جا: در، رستا، لنگھ، دُڪان، ھٽَ، وٿڃ، واپار، منگھ.

3. شھر جو: پاڙو، ويڙھو، دنگ، ڪس، ڏس، پتو، محلو.

4. شھر جون: لاھيون، چاڙھيون، ڇتيون، پٽيون، پيٽيون، گھٽيون، ڪوٺيون.

5. شھر جي: ڇـني، پيٽي، ڇاپ (شاپ)، ايراضي، ھَٽي، پِٽ، گھٽي، بازار، ماڙي، حويلي، دَھلي.

6. شھر جا بيت •

ساراھيان سچو ڌڻي جو صاحب رب ستار چوان،
اڇي اُوچل ڪوٽ تي، تيا حال متي حيران،
جاجڪ جھوناڳڙھ تي، تنسد وڃائي تان،
گاروڙي گرنار ۾، تخت وڏا طولان،
حسن حسين حمايت ميڏي، ڪربلا ميدان،
ھسنن ھند حضور ۾، حورون ٿيون حيران،
اپو، لـَمو، آسرو، ڦٽو، عشق پڇائي مجنون ٿيو ملڪان،
مـَڪو ۽ ملتان، ملڪ مدينو تن جو.

---

• چيل لعلڻ خان لغاري. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيہ ص 84

مـــلڪ مدينــو تـــن جـــو، ڪـــابل، قنـــڌار ۽ ڪشـــمير،
جـــدي، بـصري، جيسـلمير ڪـان، هليـا حـاجي، حــج حميـــر،
بهشـــت بنـــائي بـــازرُون، آهـــي صـــاحب پـــاڻ ســـڌير،
مشـــرق، مغـــرب، عرفـــات تـــي، نيلـــون، پســـجن نيــــر،
محمـــد چـــام اميـــر، لاهـــ لڪـــون تـــون "لعلـــڻ" چئـــيٰ.

لاهـــ لڪـــون ســـي "لعلـــڻ تـــوئن، صـــاحب رب ســـبحان،
ايران، عراق، امبراس، دهلي، دکن، پورب پڇم، ڪڇ، پڇ، متي ڪستان،
لنـدن، ڪلڪتـو، بمبئـي، ڪوڪـن، ڪشـمور، سـوي، ڏادر، سـهواڻ،
سري، سـڪر، بکـر، ٿـر، بـر، بحـر، لڪـي، ڏونـگر، ٽڪـر، جبـل،
برپـــٽ، بيابـــان،
چيـــن ســـر زميـــن اوڙڪ، چـــاچرو چيهـــ نـــدان،
راضـــي رب رحمـــان، لاهـــ لڪـــون تـــون "لعلـــڻ" چئـــي.
لاهـــ لڪـــون ســـي "لعلـــڻ" چئـــي، برهـــ وڏي بـــازار لڳـــي،
اَبـــڙو واهـــ، ولايـــت متـــي، چمـــن گهٽـــي چـــوڏار لڳـــي،
پـــاهڙ ميـــر بنگـــالو، مـــصر گهٽـــي موچـــار لڳـــي،
شمـــلا، شـــام، تمـــام آرام گهٽـــو، ظلمـــات زَبـــر اظهـــار لڳـــي،
لبريـز، تبريـز، شـيراز، ڪرمـان، تبـت، سـورت جـا سـردار لڳـي،
چيـن، ڪوچيـن، مـاچين، چيـن، جنگـالو، جـاوا، جندجـرار لڳـي،
لطـف ڪجـان تـون "لعلـڻ" تـي، جـو تنهنجـي تنـد تنـوار لڳـي.

ســـاراهيان ســـچو ڏڻـــي، جنهـــن پيـــدا ڪيـــا ڪـــل پيـــر،
ميرپـــور، مـــاتيلو، مناهجـــا، منـــدر، مـــاڙي گـــڏ مليـــر،
معـــراج، مـــانڪي، مـــانجهند، منيـــاڻي، ميهـــڙ، مقصـــودو ميـــر،
گهلـو، گهوٽاٽا، گهوٽڪـي، گهندٽڙ، گهـاڙي، گهـوڙا پـاري گهيـر،
ســـڪپور، ســـَـن، ســـاوڙي، ســـاڪرو، ســـڪر، ســـيڪاٽ ســـڌير،
ڪيامـــاڙي، ڪراچـــي، ڪوٽـــڙي، ڪنـــب، ڪـــاليج، ڪيـــر،
پـــٽ، پاٽوجا، پاڳنـاڙي، پانـاٽو، پـاٽوٽ، پٽـاپور، پرڪيـو پيـر،
عمرڪـــوٽ، آگـــرو، عربســـتان، عـــامري، عليپـــور اميـــر،

افرنگ، اڏيرو، آگرو، پنو عاقل، آبڙي اکسير،
اَکڙي، اُپاوڙو، اجمير، عربستان، استنبول، انير،
پاهڙ مير، بڙودو، پَاوري، پانو، لَسپيلو، لکمير،
لندن، لاڙکاڻو، لاکاٽ، لکياري، لاهوت، لوٽ فقير،
بر، بيابان، بٺورو، بيلجم، بابل، بندر، باگو، بلوچستان بهير،
سُئي، قنڌار، ساڏور، ساگرو، فارموسا، سڊني، سڌير،
ساجنا، سمير، فقير، ٻڌجان ٻول ”ٻروچ“ چئي.

سِلون، سامارو، سنا سرا چاسن، ساوڙي دنگ،
سلَم، سيوَل، سريان، سمرقند، سينگاپور ست رنگ،
سالارو، ستپڙي، سڪرنڊ، سموسٽو، سدا واهه، سارنگ،
سانگهڙ، ساڏُور، سنجهورو، ساڏوٽي سوءِ رنگ،
سرنديپ، سڳارو، سيوهڻ، سيٺارجا، سروڙي، سيوستان سنگ،
سُهليو، سمونڊ، سکپور، سڻيڪاٽ، صدر، سرهاري سپ رنگ،
ساکرو، سيوستان، سفرنگ، لاهه لکون سپ ”لعلڻ“ چئي.

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب رب سبحان،
لقمان، لياري، لاهوت، لقاپور، لودريا، لاکڙو لسان،
خانپور، خراسان، ختنگ، کاهي، کرڙو، خيبرڙ ٽيو خفقان،
دَم دلوراءِ، ديرو، دلور، دادو، جنگشاهي جان،
ڪلڪتو، ڪانڙي، پاڪستان، ڪرقائم هادي پاڻ هٿن سان،
ڪيرٿر، ڪاهڙ، ڪٺياڻ، خواجا اجمير، ڪاڻ ڪري، ڪنڊو ڪرڪان،
اصفهان،اَکڙي، اٽلي، احمدآباد، عدن، دڙي سا دوران،
اَنگلنڊ، انڊيا،اَستنبول، پنوعاقل، اپ آسمان،
اگهاماٺي، اُپاوڙو، اوڙڪ آمري، اول اگرو مان،
بورنيو، بڙودو، باکو، برما، بهار، بهاولپور، بنارس بان،
بيڪانير، بدايون، باطوم، باڍهه، برما، بولاخان ٽاٽو ٽان،
بکرو، بيگماجي، بصرو، بُلغار، بدين، بوبڪ ٽيو بستان،
بسَنو، بهاولپور، باگو، بابُل، بنارس، بدر ٽيو باران،
صاحب تون سلطان، ٻڌجان ٻول ”ٻروچ“ چئي.

طُور، تبريز، تَلو تڙ، تلهار، تاش، تُرڪي تارهن تان،
هالا، حيدرآباد، هاڪڙو، هالاڻي، هوسڙي لاڪاڻي لسان،
ڪاٺوٽ، ڪروڙي، ڪورواهه، ڪنيات، گنگا آهي گيان،
جوهي، جبروت، جوڌپور، جڪرا، جاتي جاڙي ڪان،
جيڪب آباد، جيلجي، جيمس، جنگالو، جاوا، جيهوپير جوان،
هاڙهو، هرمز، هانگ ڪانگ، هنگلاج، اُچ، تاجپور حيران،
خيرپور، خيوا، خارطوم، خراسان، خيبر پيو خاقان،
دمشق، دائر، دالڙيبو، دولتپور، دالي، داڇل دان،
دلودارُو، دلوراءِ، داڙو، دهلي، دَمر، دَيرو دان،
دنگ، دادواهي، ديرو، دڪن، ڏامرڪي، ڏامراهه ڏيان،
رَشيا، رُوم، راڇنپور، روپاهه، رڙي، راوي ڪيان،
راڏڻ، ريمس، رتوديرو، روپي، رگبي، رنگپور، روهڙي رتان،
راڻيپور، رنگون، راولپنڊي، روهه، رتنا، رڪڻ ڪان،
روجهاڻ، ريوند، راهو، رياست، ارمر ڪوٽ، ايران،
شَملو، شام، شاهپور، شڪاگو، شهدادڪوٽ شان،
شورواهه، شيراڻي، شَيراز، شاديپلي، شعبان،
غازي گهاٽ، غزني، غار، غرق، غنچو، گدوبندر گيان،
صاحب تون سلطان، ٻڌجان ٻول "ٻروچ" چئي.

ٻڌجان ٻول "ٻروچ" چئي، تون پاڪ ڏٺي پرور،
قنبر، ڪنگري، ڪنديارو، قسطنطنيه، ڪانگ ڪسر،
ڪامارو، ڪين، قلات، ڪلياري، ڪيٽي، ڪرمان، قيصر،
ڪولمبو، ڪاشي، ڪاشگڙي، ڪاڪ، ڪندياري، ڪوهه ڪاف ڪٺر،
ڪنب ليما، ڪنڌڙي، ڪيان، ڪٺهڙو، ڪوئٽيا، ڪاڇوڪڇي ڪر،
لانڍي، لقاپور، لنڊو، لڪنبو، لسٻيلو، لودريا، لانڍر،
لاڪاڻ، لنڪا، لياري، لڙهي، لڪي، لعل سڏر،
لعلوڪوٽ، لبريز، لڪپت، لاڪڙو، ليلاپور، ليانر،
لقمان، لاهور، لهور، لاڪارو، ڪراچي، ڪانجر،
پاڪ ڏٺي پرور، ڏي تون پاند پناهه جو.

ڏي تـــون پـــاند پناهـــ جـــو، كـــر صـــاحب رب ســـڌر،
منگهو، مسرج، مـِستي، منهوڙو، مشرق، مغرب آهي مير مشر،
مقصـــودو، مدينـــو، ملدســـي، مكـــو، ملتـــان، مـــصر،
محرابپور، مستي، ماڇكي، مناهجا، ماسكو، متهلو، ماڇر،
لاهـــ لڳـــون ســـي۔"لعلـــڻ" جـئـــي، پـــاڪ پـــلارا پيـــر،
كيرتـــ، كرولـــي، كنـــڊُو، كيســـانو، كـــاهي، كشـــمير،
كوروا‌هـــ، كـــڏڙو، كتـــو، كمـــاڻ، كـــرڙو، مشـــقط ميـــر،
كـــڏهر، كـــاڻوٹ، كـــارو كـــاهڻ، كنيـــاڻ كتـــوري كيـــر،
كـَري، خواجہ اجمير، كنياٹ، خيرپـور، كپـرو، خيبـر ۽ جهمپيـر،
پـسَـد، پنجـاب، پليجـا، پلهـ، پـورب، پـاتڻي، پهـاڙي پنيـر،
گجـرات، گسـري، گـروڙ، گنگـا، گرنـار، گملـٹ، گـل نيـر،
گهلپـور، گرائـي، غزنـي، گنجـو، ڏونـگر، گچيـرو گوڏيـر،
گنگو، تر، گاهياٹي، گاجراه، گوني، گوگهاروگلستان، گاج گل مير،
گـــلاب، گيپـــاٹ، گودڙيـــو، گلبـــرگ بشـــير،
مـــوٹ محمـــد ميـــر، لاهـــ لڳـــون ســـي "لعلـــڻ" جـئـــي.

قمبـــر، كلـــك، كميجـــا، كـــڙُونـــدي پنيـــور ۾ بشـــير،
تخـت هـزارو، تـــُـران، تهـران، طورسـينا، تـڙ تلاهـي تيـر،
هلاٹـــي، پيلاٹـــي، هـــُـــوسڙي، هنـــڙي هيـــر،
پريتـــم آبـــاد، پٽـــورو، پهـــاڙي، پكـــو پســـايا پيـــر،
پلهـــ، پـــاٹ، پونـــو، پـــاپوڙا، پاتـــايون پـــن چيـــر،
ائـر لئنـڊ، انگلنـڊ، فرانـس، برطانيـہ، اسـپين، پينگهـارو پيـر،
پٹ، پشاور، اَمرتسر، سري نگر، سملا، پانڊيچري، كاريكل، كسير،
چمن، چكچوٹي، چنبڙ، انڊوچائنا، تبيـٹ، لاسا، مدراسـي مير،
صـــاحب پـــاڻ ســـڌير، لاهـــ لڳـــون ســـي "لعلـــڻ" جـئـــي.

چـئينچـــل، چرولـــي، چنگـــانگ، چمـــن، چائنـــا، چناهـــ،
چمـــڙو، چانـــڊڻ، چـــاوٹي، چوريـــار، پنجـــاب پناهـــ،
ڍٹ، ڍينگـــو، ڍيـــڙو، ڍورد، نوڙكـــي، نـــارو شـــاه،

نوپــــور، نوشـــــهرو، نقـــر، نصيرآبـــــاد، نجومـــــي ناهـــــ،
گهنبٽر، گهاڙي، گهلو، گهوٽاٽا، گهوٽڪي، گهارو، ارم ڪوٽ، اوڙاهه،
ياڳنــاڙي، پــڙو، پانــاٽي، پڳــو ٽوڙهــو، پــاڇي پرڪيـــو شـــاهه،
ٽٽـــو، نـــارو شـــاهه، نـــل، ڏوڻ، ڏيٺڪـــي، ڏيپلـــو، ڏاهـــ،
ڏوڪـري، نـــاروي، ســئيڊن، ڪرسـچئنا، ســائبيريا، اُرگـا آهــ،
ڏيئـــي تـــون پيـــر پناهـــ، لاهـــ لڪـــون ســـپ "لعلـــڻ" چئـــي.

لاهـــ لڪـــون ســـپ "لعلـــڻ" چئـــي، صـــاحب رب ســـتار،
آفريڪـــا، آمريڪـــا، ڪوريـــا، ســـيول، ارڪوٽســـڪ اظهـــار،
منگوليـــا، منچوريـــا، مڪڊن، مـــاهي، ٽوڪيـــو، پانـــديچري پـــار،
بئنگڪـــاڪ، برمـــا، دمشـــق، ريـــول، بغـــداد، بـــَـڪرسيٽ بهـــار،
اٽلــــي، روم، آســـــٽريليا، آلبينيـــــا، اٿينــــس اظهـــــار،
بڊاپيســـٽ، بروســـيلس، بيلجـــم، لزبـــن ســـوفايا ڪـــي ســـار،
برلـــن، ولنـــا، ڊبلـــن، پئـــرس، پولنـــڊ، هالنـــڊ، گهـــم هيڪـــار،
نـــاروي، نـــانگپور، گـــاروي، گرينـــوچ، ڊربـــي، ڊومـــن ڏار،
ڪرائـــڊن، ڪـــاونيٽري، ليـــڊس، ونڊســـر، برســـٽل بـــازار،
اومســـڪ، ٽومســـڪ، اردن، افغانســـتان، ســـائگان، بـــرار،
ڪولمبـــو، ڪوريـــا، ڪاڪيزيـــا، ڪنتـــون، ڪاشـــغرهه، قنـــڌار،
ســـــريا، ســـرينگر، سمرنـــا، مشـــهد، طـــُـوس ۽ تاتـــار،
ميســـور، ميســـوپوٽيما، مـــدراس، مرادآبـــاد، بنـــارس بئـــي ڏار،
جيپـــور، جوڌپـــور، مـــُوصل، مـــالوا، منيـــلا، اوســـاڪا، هـــردوار،
ڪوبـــي، ڪيوتـــو، پاٽنـــا، پئلســـٽائين، بـــُخارا، بـــَلخ، بـــُلغار،
فرانـــس، فلســـطين، ريـــول، رگـــا، ماســـڪو ۽ ملبـــار،
ڪريفيـــلڊ، ڪمنٽـــز، نئنٽـــر، ليـــانز، للـــي، مـــاهي، يـــانم يـــار،
مارســـيلز، ميـــُونچ، ڪئلـــي، هئـــور، وينـــس، ســـوفايا ســـار،
بلگيريـــا، بيلگريـــڊ، بيـــل، بـــَرن، نيپلـــس، اٽلـــي جـــو آڌار،
رومُ، رومانيـــا، ريـــڊنگ، ليـــڊس، گيمبيـــا ٽيـــو گـــلزار،
ڪـــرم ڪـــري ڪلتـــار، لاهـــ لڪـــون ســـپ "لعلـــڻ" چئـــي.

(3)

ولايتون ساري ملڪ ۾ آهن سوين سربسر،
پر هتي لکان ٿو ٿورڙيون، ڪجهه مذڪور مختصر:
سملا، بنگال، سورت، ڪشمور، ڪولاپور،
دهلي، دکن، بمبئي، جاوا، جهوناڳڙ
برٿش، بڙدو (پڇم) پونو، پورب، پالٽپور،
ڳوا، اجمير، گجرات، گهاٽيرا، سقيم سينگاپور،
ڪڇ پُنج، ڪوئٽيا، ڪلڪتو، ڪوچين، ڪانپور،
ملتان، مڪو، مدينو، عربستان انور،
بدر، جدو، ڪربلا، عرفات ۽ خيبر،
جنيند، جنجيرا، نايا، لنڊڻ، لقاپور،
استنبول، امريڪا، پالهي، پشاور،
ڀوپال، پڙوچ، ميرٺ، آسام، امرتسر،
ٽانڪ، ڄمون،سانوَ، تنواري، سيروهي، سوندر،
پاٽيو، پوڪرڻ، پالڪر، جالور، جوڌپور،
راجپوتانا، رامپور، ناسڪ ۽ نيڙ
ڪينانوڙ، ڪوچبهار، لکپت، لائلپور،
روس، رنگون، اِٽلي، انگلينڊ، اڏيپور،
مارواڙ، ماهي، مَروڙا، واڳڙ، روم، مصر،
پاٽنا، پڇم، پشاور، شام شراونپور،
هنگلاج، هوڙا، آگره، سانگهڙ، ستاور،
ايلور، فرانس، هبلي، ماڙ، منيپور،
سيڪم، سلون، بيلجم، نينيتال، ناگپور،
ديسا، دارجيلنگ، يانم، بيجاپور،
نيمڪ، ٽرچناپولي، جاٽور، جيپور،
اوٽاڪمند، المورا، والهوٽ، واڳڙ
برما، بهار، اوڙيسا، سيالڪوٽ، صدر،

(3) اميد علي پٽ ولي محمد لغاري، ويٺل ڳوٺ جادو لغاري تعلقو ٽنڊوالهيار. سنه 1910ع/1328ھ ۾ ڄائو. سنڌي ست درجا پڙهيل آهي. سنڌس ٽيهه اکريون، مولود ۽ ڪافيون مشهور آهن.

رتناگري، الهہ آباد، مدراس، ماٽڪپور،
بيڪانير، بنارس، ڪاشي، ڌارواڙ ۽ ٺٽ،
گُوا، دمن، ڊيُو، ايشياکنڊ اتر،
انبال، افريڪا، پنج محل، بيلگام، ٻهاولپور،
اجمير، ابُو، احمدننگر، خوش رياست خيرپور،
ڪابول، قنڌار، ڪولاپور، راڌڻ، رائپور،
افغانستان، نيپال، بئنگلور، برار برابر،
سي سڀيئي سراسر، پر ولايتون نہ پوريون ٿيون.

پر اجان بہ ولايتن جا، ٿا ماڻهو ڪن بيان،
ڪانياواڙ، ڪانيرا، برٽش، بلوچستان،
چندرننگر، پانڊيچري، پنجاب ۽ پوٺان،
ڪشمير ڪي ڪوفو، اورنگ، مايزدان،
لاهور، چين، بصرو، ڪيرا، خراسان،
مٺڻ ڪوٽ، ميسور، مرزاپور، ملتان،
وونڪٽ، ترڪستان، جبلپور، جپان،
شولاپور، هرات، هئورا، احمدآباد،ايران،
سنبل، ۽ سيرام پور، نظام، باگرجستان،
تاشقند، سمرقند، يمن ۽ يونان،
ارم، عدن، جمشيدپور، جيسور، اصفهان،
يورپ، حبش، راولپنڊي، لکنوءَ ۽ لابان،
ڪوڪن، فرات، دجلہ، تاتار ۽ توران،
بلخ، بخارا، عراق، قاف، داگستان،
ساڏور، سمگان، جرمنين جو جهان،
”اميد علي“ منجهہ پاڪستان، قصا ڪندو ڪيترا.

## عرض

1. عِرض جو: حال، مُدو، سوال.
2. عرض جي: صدا، منٿ، ميڙ.

# عشق

1. عشق جو: وڇوڙو، فراق، ميلاپ، وصل، صدمو، ڏکُ.
2. عشق جي: سڪ، جدائي، محبت، ڳنڍجاڻي، چوٽَ.

# عضوو

1. عضوو (عضون جا نالا): ڪپو، سچو، چپر، ڳل، ڳچي، چرُون، ڪلي، نرو، ٽڙ، ڪُـڙي، ڪـَـچ، تـري، اکيون، ڏڙ، هينئون، چشم، گـَـلو، ڏونرو، زبان، ڳـريو، پـِـني، تارُون، سري، ڍاڪ، مُنهن، بازُو، مرَهي، پير، هٿ، تن، پاسو، مٿو، پاپڙي، ڪلهو، مُـريو.
2. عضوي جا: پـاڪر، ڏولهـا، پاسا، ڏونـرا، سـلام، اشـارا، وارَ سـورنهن سينگار.
3. عضوي جو: هٿ، پير، مُـنهن، نـڪ، پـاڪر، ننهن، پاسو، چميو، ڏونـرو، سنڌ، نـاڻڪو، جسـم، ساهـ، پـِتو، هـَـڏُ، مـاس، گلو، ڪـاڏو، پيتـو، هـاضمو، چـَـم، واريو، اُڇلايو، هنيو، ڏڪ، سٽيو، سمجهيـو، سـهي ڪيـو، ڳالهـايو، چڪيو، عيب، عقل، ڏيان، لُـٽڪو، لـيو، لياڪو، لب، قلب، مـُـڪڙو، لـَـٽڪو، چٽڪو، سينگار، ادب حيـا، لـوپ، موهـ، ڪـام ڪـروڌ، شـرم، پـرم، وَهـم، چرون، ٻـُـڪ، آرس، گوگهرو، دگران، دوران، پهلوان، ديد، پوريل، پٽيل، تـارو، چپر، تُـنرو، سرمون، ڪجل، پنجر، ڏوڏو، اٽيل، اهنڪار.
4. عضوي جي: لت، مڪ، هنج، نـَـس، نار، هلت، چلت، لـوچ پـوچ، لـٽـڪي، شڪل، شباهت، پيشاني، صورت، مورت، لـِـچَ نـِـچَ، لـچ ليهـ، طمع، هـِـچ، هـِـڪي، هـڏڪي،، اُباسي، ڪـل، خوشي، مـاچ، ٽولهـ، ايرائـي، سـيرائي، سورهيائي، جانـنائي، همت، ماٺڪي، وَٽ، چنـپ، پنبڻي.
5. عضوي جون: ڪليون، چـرون، حرڪتون.
6. عضوي جا بيت

(1)

ســاراهيان ســچو ڌڻــي، جــو صــاحب رب ســتار چــوان،
آگـر، آگونـا، اُرَهـ، اکيـون اَبـُـرو، اوجهـري، آنـڊا ڏار چـوان،
آرس، عيــن، اُبتــو، اَڪــري، اَنگڙائــي، اَســو ڏار چـــوان؛

---

[1] چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيہ ص 84.

بـدن، بـڪي، بيني، بـازو، بـت، بوتـو، بـار چـوان،
بغـل، بـبو، بوسـو، بـدي، پـير، بـجو سـو بيڪـار چـوان،
پاچو، پيتا، پنـڊ، پيڙو، پوٽ، پچا، پانهون، پنـڊي، پـڪ يار چوان،
پچرا، پـٽا، پـستا، پني پـره، پيشـاني، پاپڙي، پردو پار چوان،
پـپ، پيـر، پاسـريون، پـتو، پيـٽ، پـندو، پلتـار چـوان،
پـاڪر، پونـدو، پنبـڙ، پڙپـي، چيتـو، چرپـي ڏار چـوان،
تـري، تـلي، تـنو، تـنرو، تـارو، تـنبو، تـارون ڏار چـوان،
ٿونـٽ، ٿونگا، ٿوڙهـ، ٿنپي، ٿونـڙ، ٿپـڙ، ٿيـڙا، ٿنـگ ڏار چـوان،
ٿـڙ، ٿـٺا، ٿـڏا، ٿنيـا، ٿـڪ، چونـڪ، چشـم چـوڏار چـوان،
ڦونـو، ڦٽـي، ڦـلو، ڦوڪـي، ڦقـڙ، ڦيهـي، ڦـر ڏار چـوان،
گرانـٽ، گـلو، گـردن، گـوڏا، گنجـا، روڏا، وار، گينـوار چـوان،
گـوش گوشـني، ڦهوهنجهـي، ڏڏ، دوڏا، ريڙهـا رمـزدار چـوان،
ڳـل، ڳراتـي، ڳـتا، ڳوڙهـا، پيـو ڳاٽـا، گيسـي، گـار چـوان،
ڳچي، ڳاٽ، ڳيـرڙ، ڳـڍڙي، ڳرو، ڳوڪو، ڄـپ، چنبا، چـڪ ڏار چوان،
ڪين، ڪاڏي، ڪولي، ڪـچ، ڪـڙي، ڪينـڙاتي، ڪـل، ڪيسـا، ڪـر ڏار چوان،
ڪـاڏي، ڪـپو، ڪـڙي، ڪيسـا، تـون ڪـول آڙي اظهـار چـوان،
دل، دمـاغ، دسـت، دنـڙ، دڙهـا، دڦـوڙا، ديـد، ويڪـا ديـدار چـوان،
ڌڙ، ڌڳ، ڌائـو، ڌوئـرا، ڌيـڌر، ڌوڌو، ڌائـون ڏار چـوان،
ڏڪـا، ڏورانـي، ڏاڙهـي، ڏنـدڙا، ڏڪـا، ڏار آڏار چـوان،
ڊيڊري، ڊول، ڊاڪـون، ڊاري، چـڪي، چونـٽي، چـوڙا يـار چـوان،
ڊاڪون، ڊونـگري، ڌڳ، ڌڙڪـي، سـاه، سـندو سـينگار چـوان،
جيءُ، جـسو، جند، جان، جگر، جيرو، جمـال، جوٽا جنسـار چوان،
جوهـ، جونٽيـن، جذبـو، جـوڙي، حـسن، همـت ڏار چـوان،
ڄاڙي، ڄنگهـون، ڄـپ، ڄيراتـي، ڪـل، ڪـبو، پـڪ ڏار چـوان،
چيلهـ، چونـڪ، چـرون، چهنبي، چـپٽي، چـڪ، چنبا، چـڪ ڏارچوان،
ڇـڪي، ڇـپ، تـ بنـڌي، بـراڙي، ڇـالي، ڇتـڙا، ڏار چـوان،
روهـ، رڳـون، رت، ران، رلائـي، رمـز رقيبـي، رخسـار چـوان،
زنـخ، زور، زبـاني، زلـف، زيـرا، زيرانـدي، جيـرا يـار چـوان،
مٿـو، مغـز، مونـا، مـتون، مرهـي، مـاٽڪي، مـڪ مهـار چـوان،
مـنيون، مـنڌي، مـريو، مثانو، مٽڪو، مـچون، مـچ ڏار چـوان،

ناسون، نڪ، ٺ نريون، ناڙي، پيو نرگهٽ، ناڙو، نار چوان،
نظر، نَرو، ننهن، نهائين، نڙي، نَلو، نُور نراڙ چوان،
لوهو لکيو لب، ٺ لوٽا، لونَدڙي، لاشو سو لاچار چوان،
لوڙهه، لُڪي، ليون، لتون، لڙڪا، لڱ لکدار چوان،
لينگهو، لپاٽ، مور مقعد، معدو، منيونَ، مُنهن ذار چوان،
قلم ڪياڙي، قلب، ڪَچون، ڪُلهَا، ڪَن، ڪاپار چوان،
ڪنڌ، ڪرايون، ڪوڙا، ڪاڪڙا، ڪاڪل ڪيس قرار چوان،
ڪمر، ڪنڌو، ڪوپري، ڪڙهه، ڪڏو، قدم ڪار چوان،
سري، سس، سينو ساهي، سانگهڙي، سَتر ذار چوان،
سَائو، سَبتو، سچو، سينڌ، سَنڌو، سنڌ سار چوان،
شدت، شوق، شهد، جُڳائي، شولو، بشيهر، ڪارا وارَ چوان،
هينئون، هوش حيا، هٿ سارو، حلق اُتي هڪوار چوان،
هوڙهه، هڙبانئي، حشمت، هوڏ، هَڏي، هوشيار چوان،
لطف ڪجان تونِ "لعلڻ" چئي، ڪلمون قلب قرار چوان.

(2)

صفت ڪجي سبحان جي، ذوق منجهان ظاهر،
آڳي اپايا آدمي، ماڻهو، جن، بشر،
ڏنئين عضوا انهن کي ثابت سراسر،
مُنهن، متو ۽ اکيون، بينُي برابر،
پنبڻ، ونيون، ماڙڪيون، پرُوں ۽ چپر،
نڪ، نراڙ، ناس، ڪن، ڏنَد ڏنا ڏاتر،
ڪانيٺ، پاسو، ڍڪٽي، پُني، چيلهه، ستر،
ڪياڙي، ڪنڌ، ڪيپرائي، هينئون، جوٽ، جگر،
ڪچ، ڪرائي، ڪاڪڙو، جيرا، بڪيون، ققڙ،
ٺونٺ، آڱوٺو، نَري، پانهن وڏو ٻر،
گوڏو، مُونُو، مُريو، هٿ، پير، آڱر،
لوٽا، مغز، تارون، چاتي، اُرهه اُپر،
ٻاچ، وڇين ۽ شاهڊ، چيچ چگي چوڏر،
اِهي سهٽا سراسر، عضوا ڏنئين انسان کي.

---

[2] چيل اميد علي خان لغاري جو، سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيہ ص 143.

عضـوا ڏنـا انسـان کـي، رب ڏٺـي رحمـان،
ٽنـگ، ٽگهـٽ، پـاپڙي، وات، چـَـپَ، زبـان،
ڄنگهہ، کنـڌ، کرنگهـو، بـُـڪ، تري ۽ ران،
ڇـاتي، کـوڙي، پـنـي، مٽڪـو، دل دوران،
ڏوڏي، ڏاٿ، ڏونـَـرا، آنـــڊو، اک عيـان،
نُـنَهن، نـڙي ۽ وار، نَـرو، مرهي، واڇ، لِـسان،
کـاڏي، پيـڏي، کـُـڙي، رُخ، ڍانڪـون ۽ ران،
ڌُن، تـَري، هَنج، ڳُريُـون، پـَڳَ پائون، مـٿ، ڪان،
تـڻ، ڪلهـو، لونـڌڙي، کـاڪڙو، سـنڌان،
پيٽ، پانـڊو، چـُـتڙ، ڳـل، سسي، ڏڙ، انـدران،
آهي بدن جو بيان، پر"اميدعلي" تو عضواَ چئي.

# عـلـم

1. علم جا: عهدا، عهدَ، اکر، ڦيٽا، ڦُـلَ، تعويذ، ورقَ، مُـلان، مولوي، حـافظ، اُستاد، حرف، پنا، فالناما، جملا.

2. علم جو: خط، پيشُ، نقطو، مطلب، قـرآنُ، پنو، ٽپـٽو، فالنامون، ڪـاتب، معلم، آخوند، علامہ، جملو، ڪلام، قلم، الف، لکيو، فاتح.

3. علم جون: آٽيـون، سـٽون، زيـرون، زَبـرون، معنـائون، جنتريـون، شـدون، مدون، جزمون، پڇاڙيون، قِرئتون، نوڪريون، صحيحون.

4. علم جي: الف بي، ياسين، آٽي، سٽَ، اُبت، سبت، زير، زبر، صورتخطي، جزم، شد، معنـي، مـراد، حديـث، لکپڙهـہ، ڪتـابت، ابجـد، جنتـري، دعـا، ڪـِلڪ، مس، سياهي.

# عيبدار

1. عيب (وڏون): ڇري، مستاني، ڪاڻي، نَـڪ لـٽي، ڇريو، ڪاڻو، انڌو.

# فقير

1. فقير (فقيرن جا قسم): سامي، سـَتو، سنياسي، پـَـٽ، پينـو، بکـاري، جاجڪ، جوڳي، ڪاپڙي، آڌوتي، مست، ديوانو، پوربي، صوفي، نانگو، لـُنگ بند، ملنگ، مجـذوب، عليـل، نقيب، غـوث، قطب، ابدال، ويڙاڳي، ميـانوال،

لاطمع، لاھوتي، سيلاني، پنڌ، جنائي، سرندائي، نانگائي، نيڪ، چڳو، سُترو، چارڻ، مڱڻو، منگتو، تارڪ، گاروڙي، پيوت.

2. فقير جا (فقيراڻا، فاقيرا): سانگا، ميڙ، ڪستا، ڏنڊا، ڪونڊا، نشا، اُلٽ، ڦنڊ، ڦيرا، چاليھا، چوتا، ڏھا.

3. فقير جو (فقيراڻو، فاقيرو): نانگ، آلاپ، ڪستو، ترس، حال، ڏين، فراق، ڦوڙائو، جھولڻ، ذڪر، لباس، ويسُ، لوپ، حلقو، ميلو ڪونرو، ڪونڊو، ڏنڊو.

4. فقير جون (فقيراڻيون): دعائون، پِنُون، جھوليون، ڪمايون، گودڙيون.

5. فقير جي (فقيراڻي، فاقيري): لالچ، حقيقت، جڙي، جھولي، مُرلي، عاشقي، تار، دُعا، پِنَ، جتا، ساجھہ، ڪمائي، لات، تنوارَ آسيسا، گدائي، گودڙي.

6. فقير جو بيت •

ساراھيان سچو ڏڻي، جو صاحب رب ستار چوان،
آڏوتي آرام، آديسي، انگي، اَلفي، ايمر، اڏوبند ايرام چوان،
آر، اشارو، امانت، آزي، ادب، آسڻ، عشق، اعتبار چوان،
آھہ، اُداس، اَجھو، اگڻ، آس، اٿر، ايرادو، اقرار چوان،
بيڪ، بِڪيا، بازي، بَحر، بدنامي، بڪ، بيراڳي، بھار چوان،
بسترو، برتن، باس، طلب، تار، تماشو، تلڪ، تنوار چوان،
طمع، تانگھہ، تعظيم، طرز، تعل، تعويذ، ترڪو، تنبو ذار چوان،
توڪل، تڪيو، طور، طرح، توبھہ، تَسيو، توجھہ ذار چوان،
طارِق، تسبيح، تُرھو، طمع، صحبت، سانگ، سارسنيار چوان،
سچ، صفائي، سگھہ، سونھارو، سَخي، سرور، سفر ذار چوان،
سڪ، ستابو، سُور، صبر، ستيا، سڪ، صدقو، سڏ يار چوان،
سوَال، صدا، سَير، سامي، ستُر، سِير، سنياسي، سنگت يار چوان،
ثواب، سڳو، صدمو، سڪ، سرير، شيوا، سندرو ذار چوان،
سحر، صدق، سوءِ، سوز، سومار، سجاڳي ذار چوان،
جٽ، جوش، جاڳو، جلوو، جاڳي، جامون جوڳي، جٽيو ذار چوان،
جڳ، جڳت، جوڙ، جلالت، جواب، جوڳ، جرار چوان،
حال، حقيقت، هيٺاهين، حليمت، حد، حسن ذار چوان،

• چيل لعلڻ خان لغاري جو، سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيہ ص 84

هنڌ، حادثو، هوش، هڪل، هوڪو، هاڪ، اسرار آڏار چوان،
خيال، خُمار، خُلق، خنبيرو، خيرات، خاڪي، خصلت يار چوان،
ڪيڏ، خوشي، خوف، خطرو، حجاب، هوشياري ڏار چوان،
دِين، دُعا، ديرو، دک، ديوانو، ڏاتو، دلاسو، درد، ديدار چوان،
بودِلو، بهار، جاڳِ، جادو، ذوقُ، زيارت ڏار چوان،
ڏِڪر، زور، ڙاري، روشڻ، راحت، رولڙو ڏار چوان،
رمز، ريجهہ، رس، ريهو، رنج، رَنگ رُخسار چوان،
راز، روپ، رِهاڻ، راتاهو، شُڪر، شوق شمار چوان،
شان، شرم، شرف، شيڪو، شور، شولو، شڪار چوان،
غير، غلطي، گمان، غوطو، غرق، غماض، غرقي ڏار چوان،
فراق، فڪر، فنائي، فند، فاقيو، فهم، فيض آڏار چوان،
قلَب، قياَس، ڪرامت، ڪانيو، ڪشالو، قرب ڏار چوان،
ڪُنڊيا، ڪنپٽ ڪاپڙي، ڪروڏي، ڪستا، ڪٽيا ڏار چوان،
ڪِرت، ڪمائي، ڪنچير، قلابا، ڪڙيون، ڪچڪول قرار چوان،
ڪنوِتيا، ڪفني، ڪلام، قول، ڪچائي ڏار چوان،
لُنگ، لنگوٽو، لولهٽ، لاهوتي، لنگهو، لڪ ڏار چوان،
ليئو، لقب، ڪنڊي، ڪُڙتي، ڪاني، ڪنٺو ڏار چوان،
لَب، لالچ، لوپ، ليئو، لياقت، مرڪ، مجهلو ڏار چوان،
مَند، مُرلي، مرڪ، منتر، ماڳ، ملنگ، مڪر، مڙهي ڏار چوان،
مٽيا، مڪان، ماتم، منزل، مامَ، مستي، منوتي ڏار چوان،
مُهر، موج، مِهر، محبت، مجلس، مرم، ملحظو ڏار چوان،
مگهہ، مونجهارو، ملاقات، ميلو، مٽڪو، مٽيادار چوان،
ناَز، نرمي، ناچ، ناتو، نينهن، نظارو، نظر ڏار چوان،
نوڙت، نانگو، نات، نياءُ، نَد، نجومي، نروار چوان،
مست، مڪر، مئخانو، مجاوَر، مونجهہ، مُرلي ڏار چوان،
يقين، يارَ، پيائي، پاري، پانهپ، پٽاڪ، پولي ڏار چوان،
پلئو، پوتي، پِٽَ، پاراتو، پور، ويساهہ، وعدو، وقوف ڏار چوان،
ناهہ نوهہ، نڳي، ناپُر، پلو، پلائي، پيرو، پَٽ، پان ڏار چوان،
ٺُڪر، ٺول، ٺولاڪو، ٺولو، ٺڪاڻو، فَقَر ڏار چوان،

تـــان، تـــڪ، تـــورو، ڦيٽـــو، ڦيـــرو، ڦٽيـــو ڏار چـــوان،
گـــام، گونـــدر، گيـــڙو، گـــوڏ، گـــاروڙي ڏار چـــوان،
ڳارو، ڳـَلي، ڳـُـڻ، ڳـُـوڙهو، ڳٽـتـي، ڳـانو، ڳـَـپل ڏار چـوان،
خيـال، خوشي، ڪـَتي، ڪپارو، ڪـُتڪو، ڪـُڏون سو گلزار چوان،
ڏاج، ڏتـــو، ڏورڻ، ڏات، ڏڪ، ڏولائـــو، ڏاڳـــو ڏار چـــوان،
ڏت، ڏان، ڏاڪـــڙو، ڏس، ٽڳـــو، ٽپـــڙ ڏار چـــوان،
ڍنگ، ڍارو، ڇـَند، ڇاهر، ڇاپ، ڇندو، ڦيٽو، ڪـُندري ڪار چوان،
جهـٽ، جهڪـور، جهـوري، جهـچـڻ، جهنـبي، جهلڪـار چـوان،
سـَتـُـر، قبـر، گهـور، گهمـڻ، هـَـٿ، حسـد، هـُـدو ڏار چـوان،
تـَـرڪ، طمع، ترس، تسبيح، تـَـڏي، مـَـڏي، مـُـصلو ڏار چوان،
فنـــا تـــي ويـــا فڪـــرن ۾ "لعلـــڻ" لڪ هـــزار چـــوان.

# ڪاٺ (ڪاٺي)

1. ڪاٺ (ڪاٺين جا نالا): لـَٺو، ديال، بانس، آلو، نهرو، سـُـڪو، هلڪو، ڏنگو، ڦـڏو، ڪـني ڪاٺي، مني ڪاٺي، ڪاٺي، پوٺي، هلڪي، پيڻ، بڪر، وڏو، نندو، پورو، چوٿو، ڊگهو، پوچو، جاڏو، تاڏو، ڪندو، سنئون، سڌو، پڳل، ٽنل، نيٺ، ڳرو، رتول، ڪاري، سـُرهي، سچي، آڏي.

2. ڪاٺ جا: لـَڙها، ڏڪَ، چوڏا، مـُنيا، هٿيا، اوپرا، دروازا، ڏورڻا، پينگها، منَ، ڏلها، نيزا، پيلنگهه، ڏنڊا، جاڏا، تاڏا، تاڙا، داسا، پاڳا، هندورا، نهيرا، رانديڪا.

3. ڪاٺ جو: لاهه، لوهيڙو، منو، ڳـُـجهه، ڏورڻو، راهو، (شـڪارين جـو) بيلنگهه، پينگهو، هرُ، ترُ، نال، نار، دَرُ، بـُـند، پـاٽو، لڙهـو، مـارو، ڏڪُ، ڏولائو، نهليو، وٽيو، سٽيو، ڪجائو، جندو، هنو، پاڪڙو، منڊ، ورو، آسڻ، ٽويو، هٿيو، نـَڙ، چوڏو، ڪنيو، ڪـارب، ڪرهو، هندورو، مٿو، سنڌ، ڳـن، گوشو، صندل، اولو، ڪـَپو، مـُن، ڪتبُ، نيزو، گهاٽو، ڦوڙائو، ڦوڙاٽ، ڪوهو، رُول، ماچيس، مـُهرو، ميڙ، قلم، پـائو، ڪٽولو، ڇهبڪ، ور، وٽوهڻ، اوپرو، ٽارُ، ڏلهو، آرٽُ، چوٽڪ، مڪڙو، سوراخ، ڪانُ، داسو، ٽنب، مـُنيو، لاٽون، پورُ، ڪبٽ، چونپل، لڪڻ، ڏنڊو، بانٽو، گهوٻاٽو، سوئٽو، ويلڻ، چڪرو، مهلڙو، ڦـُل، چپو، سـُڪان، ٻورو، چيرُ، ڪندو، پٽڻ، جهاز، غوراب، خومچو، وڍيو، چليو، رَندو، چـَڪ، چـَـڪر، پاندو، آرو، اوپارو، پاٽيو، نهور، ڏڪر،

مـَـل، ڏوڏو، ڏانديو، پيانو، منگهو، داپ، داٻڙو، ڪنڌاٽ، سينور، چيچڙو،
واٽو، ڪيرو، ڪـلو، چرخو، ڪـُهڙ، ڏنداهر، اوبرو، مچوو، ٿـُـڪو، ڏگر، اگر،
ڪوئيلو، ٻريو، پـِريو، سـُـريو، دونهون، ڦـَـر، مـُـچ، مـَـچ، تختو، اڙو، چاڪ،
گولو، چورسو، دُهل، هارمونو، مـُـتو، باجو، ڏُڪڙ، سـُـرندو، يڪتارو، طنبورو،
سـَـلُ، ڪانو، اَنبيو، خانو، ڊڪ، نهيرو، ڪانگ، سنهور، ٻـُـرنج، ڏڪ، ٺڪاءُ،
ڏنڊڻ، گـُـل، وڏيو، سـُـونگو، پرٽو، جـهـرٽو، ٻـُـل، اسم، سونگارو، سـَـردرو،
ترو، طاق، رانديڪو، آڏاٽو، پڃرو، ڪَاٽُ (سزا لاءِ) َدروازو، وانگي، ٺهڪڻ،
ويساهون، جهلڻ، ٻيلهڻ، ٻـُـند، رحل.

4. ڪـاٺ جـون: ٻـاريون، پڳيـون، ٻنڌيــون، تڙيـون، پيــانيون، ٻســانگيون،
تـاڪيون، آڏيـون، مـُــهريون، چـاڙهيون، ڪـامون، ڦرٽيـون، ريلـون، ميڙيـون،
ايرڙيون، ناڪيليون، مـانڌاٽيون، پٽيـون، پانهون، وڊيـون، پڇڙيون، ٺـُـڪيون،
ڪـُــتون، ڪٽـون، اِيسـون، پـاٽيون، ٽنگـون، ٻيڙيـون، اِٽيـون، بينـون، اَرڙيـون،
چاڪڙيون.

5. ڪاٺ جي: وَنگ، تـِڙ، پوڻ، وانگي، ٻـُـنڊي، ساريِ، ٻاري، پاٽي، لڳي،
ايرٽي، پڳي، چانگي، ٻسانگي، ڪـِـرڙڪي، تـاڪي، واتـوري، پٽـي، ڏوري،
ڪامر، موري، پياني، آما، پاهوڙي، وري، بيراڳڻ، آڏي، اُتڙي، پوٽي، صندوق،
ڪـُـرسي، چاڙهي، چيت، گهـُــنڊي، تسبي، مـُـني، اوڙاڪي، جهل، ٻـانهي،
پونري، ڪـَـلا، منڏي، ڪـُـت، چوٽي، ٽولهي، چـَـتي، ارڙي، تري، بگد، ڦـِـرٽي،
منجي، اِيسَ، چڙهي، سـُـلفي، دَٻي، ڳجهہ، مـُـرلي، اندرين، ڦٽي، چوتـائي،
چٽي، ڪڙهہ، مارَ، لارَ، مـُـهري، ڪـٺ، چـُـوڙ، سرائي، ٽنگ، چوپٽي، منجڻ،
صندلي، ميـز، گـاڏي، پيتـي، پـانيل، چپـر، لـَـٺ، مستر، ڏُگـِري، مورٽـي،
مونگري، اَڪري، سگي، ٻيڙي، ڊونـڊي، چانٺ، ريپ، گونيـا، تـَـڪڙ، سوهڻ،
ڦرهي، نيسر، ٻـُـنڊي، اِٽي، گـِـلي، ٽوٽـي، ڪـاڄڻ، ڳـاڏي، ڪمانَ، ڳـُـني،
ڪنواٺي، ڏانداري، پانجاري، نَـِـپٽي، چـَـڙ، گوءِ، ڳـِـتي، پونري، ڏڪراٽي، اُبت،
پـاڙ، ٿـاڦ، لـِـڏ، پٽڪـي، شرناءِ، بيـنَ، پکـواز، ڊولـڪ، ڪنجري، ڊيـٻڪـي،
سارنگي، ميـاڻ، ساهمي، ڪـاتر، آنچي، ٽڳـڙ، رس، مـُـنهن رکـي، ڪڙهـي،
ٽوڙهي، ليٽڻ، ُدٻلي، ڏٽي، چاڪڙي، گلاسداني، ڪـَـپي، ساڙي، ٻاري، آرسي،
الماري، ميخ، ڏوئي، مـُـني.

### 6. ڪاٺ (ڪاٺي) جو بيت •

ساراهيان سچو ڏڻي جو صاحب رب ستار،
قادر پنهنجي قدرت سان هي سڻاٽيو سنسار،
ماڻهو، مرون، جيت، جناور، وڻ ٽاريون ۽ وار،
وَڏَ ٽُڪ، واڍا، ڪُسنيون، ڪاسبي پيا لاڪيٽا ۽ لوهار،
ڪاٺين سندا ڪيترا ڏس نالا تيا نروار،
چڙهي، چمڪي، چانپ، هٿي، لڙهه لڳي جا لار،
لڙهي، لڪڙي، لوڙهو، لانيون، (لـَڙها) لک هزار،
ڳِٽي، ڳَني، منڊي، مڪڙي، مُنهن رکي موچار،
ڪَاٺي، ڪوٽي، چوٽي، چوڏي، پيڙي سا پيهار،
لوني، لنبي، ڏِنگي، ڏوڙي، چڇري، چپر، گهڙي، گهوڙي ملهار،
پُنڊي، سونٺ، ناوٽي، هٿيو، ڏاري ڪر نه ڏار،
ڏڳري، ڏوئي، ٽُلهي، ٽنيري، سڏي، سئين، سرهي سارا،
سنهي، پٽلي، هلڪي، هيٺي، گنبي، گولي، گلي، گاڏي، تاڏي جا تڪرار،
ڳوري، ڳجهڙي، تاڪي، تاڙي، ڪُمر ڪائي، چوڪي، چاڙي ڏار،
مُهري، مُني، نالي، ناڙي، مگهي، جڏي، چينيا، چَمڪ، پاٽڻو پار،
پڳل، پاڙي، پياني، پاري، سوٽي، ساري، آڏي تي اظهار،
ڏونڪي، ڏاڪي، تڏي، بُنڊي، هڙٻڻ، هاري، منجڻ، منجي،
موڙي ماٺي ڏار،
ڪِني، ڪاري، ڏهري، ڏُڪي، ڦرهي، ڦاڙي، چيري، چنبي، چوٽي،
چوپڻ، يار،
جوٽڻي، جاڙي، ٽُڪر، ٽوٽا، ٽِڪي، ٽتي، پانگها، ميڙهه، ٻار،
ڪپي، ڪوري، ڏاهن ڏاري، ناهي، نوڪي، مُچي، ماري، ودي، واڏڪ يار،
ڪُپي، ڪاري، ڏوري، ڏنبي، ڏنب، ڳنڍين ڳاري ڪاڙ،
ڳَن، ڳُرز، سهٽي، ساري، ڪٺولا، منجا، ڪٺ، ڪارا، ڪتا، چوڙ، چڙهي چوڏار،
ڪُهڙ، ڪمانيون، ڪئنچي، ڪهڙي، سائي، سڪي، آلي، آدوڪي،
اهڙي يار،

---

• چيل لعڻ خان لغاريءَ جو، سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ ص 84.

اُبتي، سبتي، آڏن جهڙي، بانٺا، ڏُڪا، پونڻ نہ پيڙي،
ترتان تالو، تاڪن تهڙي تار،
صاحب رب ستار، لاهہ لڪون تون، ”لعلڻ“ چئي.

مُتا، مُنا، سيرُون، سالم، بين، بيراڳڻ، بنسري بالم، مُهرا،
مڪڙا ڏار،
پيلنگهہ، پيانا، واسم ويساهان، ارڙيون عالم، نوڪ نڪيلي،
نڪا، ڪلا، ڪيرا، لُڏٽا، لکَ هزار،
ڦرها، ڦوٽي، ڦاڪون، ڪچي، پِڪي، پوري، سُر، سهاڳ، سوالڻ،
گوني، گوڏي يار،
گوري، بج، بينچ، بيني، صندوق، صندل، ميس، تہ موري ڏار،
ڪبٽ، ڪانڪا، پاٿيون، پجر، ڪرها ڪباهيون ڏار،
چانٺٺ، چوٺايون، ڪامون، ڪيٽيون، چوڳا، چاري، ٺارا، ماڙا ڪار،
ٺيلهيون، ارٺيون، آري، چِڪر، چيچڙا، چراغ چِٽ، پاندا، هُرلا،
نار ٺيا نروار،
صاحب رب ستار لاهہ لڪون سڀ ”لعلڻ“ چئي.

پيتيون، پجرا، سِڙهہ، سنوان، نَڙي رهندي نيهن، پنهون ڪي هٿڙا
هاڻ پڌي مان پير نوان،
کوها، ٺنيا، تِرتڪا، پيا نيزا ڪيا سي نينهن نوان،
بهلڪ، جهلڻ، پورا، پانهون، چيڙا چوري، ڪلمون محمد من چوان،
وَرو، وٺاني، انگڙو، ڍانگي، وَنگ، وجهي، مان ننگ چوان،
نٺڙي، بُولا، نينهن وجائي، دَر، پنهون جي دانهن چوان،
پلنگ، پينگها، هاڻ، هندورا، منگهن هيرا، نانگ چوان،
وَر وجايم، گهر ويهي، هرُ، هرهہ مان سانگ چوان،
اوڳڙي آيم نند الاهي، چو ڏوهي ڪيچن آ پڻ ماڻ چوان،
ڪارب، رِحلن روءِ منجهائي، مارا قسمت ڪاڻ چوان،
پونري، پِرٽي، ڍيري ڦيري، وٺوهڙ، لاٺون، وات چوان،
پير پهوڙي، ڦيٽا ڪرڪڻ، ٺويا ٺورا، وات وَراسي تات چوان،

ڏٻلي، دوڳي، ڏور ڏنداري، وِنگي، وِينڌي، ننگڙي نات چوان،
سنگهر، سڌو، سوڌو، سهٽو، پاندا، نهڪڙ، پات چوان،
هُرلا، هلڪَا، تير تريا، چوڏول، چنبيلي، چَڪ چوان،
بوڪر بندڙا، بيد ٻچايا، نينهن لڳايس نيٽ چوان،
ڇهبڪُ، ڦرهي، ائٽ، اسم، پائڙ ٻِتا سي نار چوان،
سڱي، ساڙي، ايسون، پهاڄ پانجاري، سيخَ سنبوهي سُرخ چوان،
ليٽڻ، ليهون، لامون، پاڳا، پاوا، رول گول، رنگي، چوراس چوان،
پيڙا، جهاز، آڳبوٽ الاهي، پريا نهور سي ڪَٽ ڪاٽ چوان،
لَٽ، پاروني، ڪاڄڻ، کهڙي، اوبرا، اويَارا تہ چوان،
کهڄر، جانيا، ڪارا، ڪاڏل، تاڪڙ، ڪاري، چينين جا تہ چوان،
چوني، چيڪل، ڪڙڪي، ڪوڙي، داٻلا، داٻڙا تہ چوان،
جانيا، جنڊي، ڪاف ڪوڏارا، سينگَ ٻہ سهٽي، نئين پراٽي نات چوان،
هنيا، ڏڦوتي، ڏنگ ڏلها، ڊگهي توٽي، ڪجاوا، ڪُرسي ڪا تہ چوان،
ڳَٽ ڪنواني، ڏولي، ڪائي، پاڪڙا، ٻگهڙات چوان،
ڏڪر پڙاني، نيسر، پاڙچا، پيم پري، ڪستي، ڪوڙي، ڪا تہ چوان،
ٻولا، ٻانهين، پَڪا پاٿا، اگهي، سگهي، سُرلي، سرائي، سلي سا تہ چوان،
ڳاڏا، گهاٽا، ائٽ، انگاسي، پَسَر، روڙي، دُرمچي نم تہ چوان،
چن، چيڪو، اورڙو، انگها، ڪُڪرا، پٽلا ڪنجس، واءِ وهاڻي وات چوان،
ڪَاف، ڪنڌاتي، ڏڳَ، ڏرا، سنڌَ، ٻچا، نپ، ڏوڙا، ٻيٺا، ڇٻانڙي،
نڙاندي، نار چوان،
ٻُنجا، ٻيانا، هَنا، يِرٽا، ڪوچ، سليپر، ويلڻ، ٻگي، ڇاٽ ڦوٽي
ڇا تہ چوان،
تختي، ڇانگهي، ٽانگي، نڌر، نماٽي، ويٺا، گوشا، بانس، برهہ
جي ڪيڙ چوان،
چونتي، وَٽي، وَنجهہ، ولائي، لائين، پلي، لاَت چوان،
ڪولي، ڪنٺري، ڪومٽ، ڪُٻي، چٻي، چٻڙ، چاَت چوان،
اڪيون، انگهون، اٽائي، سٽائي، چَپ، اِتي، پربت چوان،
اُولي، سوڪي، سخت ٻہ سهنجي، ڳيل، ڪپاسي، ڪڙتال چوان،
اَرا، ڪانا، تافا، ڪنٽاني، رول، گول، رنگي، چوراس چوان،

ٻهڻ، لوهيڙا، ساڳ، ديالي، سوري، سچي، سهنوريامي چيل، چوان،
ڏوڙا تخت ڏيارين موليٰ، ڪم ڪرين تون سائين سولا، ڪلمون
محمد من چوان،
ڪلي، ڪرائي، ڪٽا، ڪاري، تسبي، تلهڙ تات چوان،
دُهلَ، ڏُڪڙ، ڊولڪ، سُرندو، سارنگي، شيشم، لوهيڙا لات چوان،
تڪڙ، پٽيلا، ڳوٺي، ڳاڏي، ڊينگر، ڊارا، ڊات چوان،
ٽُڙ، مُيچ، مُندي، مور، ٺاري، ٺلو، ساڱُهه، سانگ سٽائو سات چوان،
هنيا، ٺياسي، ٻُوءِ ٻهاري، ٻوٽي، ڪياڙي ٻاندِ چوان،
گورٻاسي، گهوٻا، گهاڙ ڪري، ڏاڪ، اگُر انصاف چوان،
رٻاب، سنبوهي، ڇپ، ڪُنداڪي، ڇاٻري، اُڪري، ڇا ته چوان،
سُلفي، ڪاتر، مياڻ، گهوٻاٽا، ڀهوڙا، پٽلا، پٽ ويڙها پريات چوان،
سردرو، داسا، ڪوٽا، پوراپُنا، ڊينڊي ٺنگڙي، ٺات چوان،
دراز، ڇَٽي، جوٽا، اڪيلا، پارٻائي، ڀچڻ، ٻٽيلا ٻات چوان،
ڀُٽ، پاليس، پانڪ، ڇڪا، چانگهي، سٽائيڻ، خط خلاصا خان چوان،
گوءِ، گُري، ڦرسا، ڦرٽي، وِينگس وَرٽي وات چوان،
سرڪنڊ، ساٽو، ڇيت، نڇيت، نڪيت، ڇڇهري، لڪڻ سندي لات چوان،
لاڪُڙ، لوڙهه، لاڪي، لائون، علمُ، آفت، تُرهي واري تات چوان،
آر، اُنگاس، ڦٽي، ڦٽوٽو، ڦرٽي، ڏُگري، ڪستي ڏات چوان،
ڊڪڻ، ڊٻري، ٻيڙي، ٻلهڻ، ٻانگوسري سا ته چوان،
ڪاٺو، ڪوڙڪي، ويٺو، وڪ، وَڏي، ويچاري، ڪاٺو اتي ڪات چوان،
ٻونبو، ٻاري، لاسڙ، لاري، ننگ، نيشاني نات چوان،
پروَس، پريي، پَلڪ، پان، پهلو، هاڪي، ڏنبورو هات چوان،
چاڪ، چوپائي، نهور، ناڙي، ٽِنب، ٽپائي، جهلڪي، جهنبو جهات چوان،
چندن، چونڪ، پوڙي، پجري، چڪر، چنبلي، چاڙي چات چوان،
ڏاڪڻ، ڏونڪو، ڪوٽي، ڪٻوٽي، پيين پلي پريات چوان،
منگهو، مُني، مور، موسالي، ٻگهڙ، ٻيراڳي، ٻور، ٻادامي ٻات چوان،
ٻيڙا، جهاز، آڳٻوٽ، الاهي، پريا، نهور، سي ڪٽ ڪاٺ چوان،
سوري، سچي، آڏ، اُماڙي، گرز، گلولي، ٻاند، ٻَلاسي ٻان چوان،
ڪانٽو، ڪنگي، قلمي، ڪٺهڙو، لِڪي ويلڻ، لِڪوان چوان،

ڪــانو، ڪنداڪــي، ڏُڪــي، دنگــي، مـــاهيچو مســـتان چـــوان،
ڏمـڪ، ڏري، چرخـو، چونـي، چنبلـي، چڙهــ، چنـڊن چوغـان چـوان،
چرخـــي، چـــاڙهي، چيســت، نڪيتـــون، چانـــ چـــوان،
آر، اڏاٽـــي، اســـي، جهنـــڊو، جهونـــي، پروســـي، پـــان چـــوان،
لطــف ڪجــان تــون "لعلــڻ" چئـي، مـــان ڪلمـون برزبــان چـوان.

# ڪاريگر

1. ڪاريگر (ڪاريگرن جا قسم): ڪاريگر، سهڻو، سچيت، چاڻو، اُستو.
2. ڪاريگر جا: شاگرد، اوزار، چِـٽ گل، دڪڻ، ٽانو، آهتـي، پهتـي، ڍوئٽا، رڪب، وهنوار.
3. ڪاريگر جو: فن، چِـٽ، ڪم، هنر، ڇاپو، رنگ، نالو، ڪُنپ.
4. ڪاريگر جون: ڪلـون، آٽـون، اٽڪلـون، گهـاريون، تـاريخون، ڏهـاڙيون، آويون، ڪوريون، ٻنيون، سنداٽون، اڏيون، ياڻيون، مانيون.
5. ڪاريگر جي: ڪَل، ڪلاڇي، نهي، آٽ، آوي، سنداڻ، اڏي، ياڻي، رڏي، پڪي، سنوارت، سيبي، جنڊي.

# ڪاسبي

1. ڪاسبي (ڪاسبين جا نالا): ڪنيار، موچي، لوهار، واڍو، سونارو، حجام، ڪٽي، وگهامل، ڪاشيگر، بزگر، ڊبگر، چوڙگر، ڌوٻي.
2. ڪاسبيءَ جا: وائڪا، اوزار، ڪُورا.
3. ڪاسبيءَ جو: ڪُن، اوزار، ڪُورو، هَٽ، دوڪان، رندو.
4. ڪاسبيءَ جون: ڪوريون، روهيون، ياڻيون.
5. ڪاسبيءَ جي: ڪوري، ڪرت، روهي، ياڻي، مار، مٽڪي، ڪوٺي.

# ڪاغذ

1. ڪاغذ جو: حال، اکر، لکيو، ڪتاب، پَنو، ليکو، حساب.
2. ڪاغذ جي: وهي، بندي.

# ڪانو

1. ڪانو (ڪانن جا قسم): سنهو، ڏگهو، ٿلهو، ننڍو، مِـنو، ڦڪو، ڪڙو، تُـري، ڪانگڙ، سائو، سڪو.

2. ڪاني جو: رَسُ، مناٽ، سنگ، ڳنڍيو، قلم.
3. ڪاني جي: رَس، بيهڪ، ڊيگهه، نوڪ، ڇهنب.

## ڪتاب

1. ڪتاب (ڪتابن جا نالا): گلستان، بياض، رسالو، قرآن، توريت، انجيل، زَبور.
2. ڪتاب جو: ورق، پنو، اکر، مهاڳ، ديباچو، لکيو، پڙهيو.
3. ڪتاب جي: ڇپائي، ٻولي، پڙهڻي، جهلڻي.

## ڪتو

1. ڪتي جا قسم: پلنگ، ٽيپو، جاندر، وينديو، کهاڙو، مٺو، موتي، ٻهڙو، هيرو، راڳو.
2. ڪتي جا: پوئنڪات، لُٽڪا، ڪَن، ڇَڪَ.
3. ڪتي جو: پُونگڙو، جهٽ، پوئنڪڻ، رنگ.
4. ڪتي جون: اونائيون، ڇَنيون، پونڪون.
5. ڪتي جي: لَڪر، ڇُهٽي، پوئنڪ، ڊوڙ، لَڪ لَڪ، اونائي، ڇَٽِ، نُوس.

## ڪَٽڪُ

1. ڪٽڪ جو: آواز، گوڙ، شور، تعداد، گهيرو، پُٽڪو.
2. ڪٽڪ جي: ڪاهه، هلان، ويڙهه، ڇَڙهي، جُلهه، رئي.

## ڪپڙو (ڪپڙ)

1. ڪپڙو (ڪپڙن جا نالا): هرڪ، پٽيو، بافتو، ڪپڙ، ڪاڏي، ڪڏر، ريٽو، ڏوريو، ڇيڪ، وائلو، ڏماچ، ماهوت، ڪشميرو، قناويز، سٽين، پاپلين، ٽوئل، صوف، گيگمر، مونڙو، سوسي، گربي، ڇيرو، تارڪشي، ڪيمخاب، سنهون، تلهو، ململ، سلڪ، زين، ٻگهه، شبنم، ريشم، پَٽُ، بوسڪي، تسر، چڪنو، مليچو، ڇيٽ، الپاڪ، ڪيسريو، ڪورو، ڏوتل، اُبتو، سبتو، لباتو، جهونو، لَسو، ڳاڙهو، ٻٽو، جگرناتي، جارجٽ، برفي، ربڙي، هرمچو.
2. ڪپڙي جا: هٽ، کهنبا، پلاند، پڳونٽا، صافا، ڪُٽڪا، شان، گوشا، ٿانَ، لَٽڪا، روا، وڳا، ٿَن، ڳڙَ، بڙَ، جوراب.
3. ڪپڙي جو: مليس، پڙو، گج، ٽوال، رومال، ڪٽبو، چادر، چولو، پهراڻ،

ڪوٽ، گهاگهرو، گهگهو، وهاٽو، ٻانڊٺو، ٻانڊيو، انگرکو، ٽانُ، ٽاڪيو، چرٽو، پاجامون، پوتڙو، مرينو، ڪيس، اگٺ، ڪڇو، واسڪوٽ، مفلر، ڪسابو، بوڇڻ، پٽڪو، رَئو، فراڪ، پيشواز، پيشگير، پيٽي ڪوٽ، صافو، انگوڇو، ڇاپو، پُٽيو، ڪوريو، چوسڻ، گُڏو، هٽُ، وَرُ، ٻرُ، ننگ، سرُ، گونگهٽ، تنگ، برقعو، ڪوٺو، ڦڙڪو، ٿُن، ڪنجرو، ڏوپُ، پيرت، ڪندڙو، ٻاڙو، گهنج، ٿَهو، سَٿو، ڏرُ ابداٽو، گَلو، پان، ڪالر، ڇهڪَ، ڪَيسو، گيندو، پيڙو، ٻالو، نرماد، ڍَڪُ، پوش، طنبو، ٽئونر، پور، اجريو، اوجر، ڪنپُ، بجڪو، تنجڻ، ڪڙو، لڪ، ڦاٽو، چيريو، ادِيڙيو، پائو، پاتو، نئون، پراڻو، سفيد، اوڇڻ، اوڍڻ، ڪن، لُنگ، مولبند، پَن، ٻَڌُ، ڳنڍُ، ڪَلف، ٽُنڪو، ٽنگ، چاڪ، چِٽُر، ٻُڪل، پلاند.

4. <u>ڪپڙي جون:</u> ٻوڪيون، رضايون، ڳوٿريون، ڏريون، جوڙيون، ٻوڪانيون، پٽيون، اوٺيون، سبيون، چوليون، پيٽيون، وٽيون، ڪنيون، زريون، لونگيون، تسرون، ڏوتيون، لانگون، ڪناريون.

5. <u>ڪپڙي جي:</u> اوٽي، اَندي، ڪني، وِهٽَ، ڪُرڪَ، دامن، پليٽ، ربين، ڏوري، ٻُڏي، رتي، چاري، ڪوڙَ لِيڙَ ڪورَ پٽي، ٽڪ، ڦلڙي، ليڪ، استري، گُلي، ڪُلي، جهلي، تِڦُلي، اڳڙي، ڪهي، انڊاري، اُبت سبت، ڏهي، رضائي، لانگ، ٻچي، ابيڇٽي، چادري، ڪانجهي، ڳوٿري، چوپڻ، ڪوٽي، رلي، منهن رکي، ڪانچَ، مڇرداني، جوڙي، شالَ، مهاري، صدري، زري، ڏري، گندي، ليڙ، بيٺي، ڳنڍ، ڪڇ، ڪوٿري، ٻانڊٽي، ڪاري، سائي، هڙ، چِتري، تند، لوئي، سوڙ، ڏڙڪي، ڇُهَ، لنگي، فراسي، بوندي، پيٽي، چُني، بوڇٽي، پوتي، گندي، گنجي، چاندني، پتراٽي، طولَ ڳنڙي، گئونڪي، سٽڻ، سلوار، گوڏ، ڪتي، ٻچانگي، ٽوپي، اَجرڪ، لاوِٽي، چادر، پُٽ، ڪَئون، چُرَ، ٻاڙي.

6. <u>ڪپڙي جو بيت</u>●

ساراهيان سچو ڏٺي، جو صاحب ستار چوان،
اوٽي، اوڇڻ، علي باغ، آسماني استري ڏار چوان،
اَلفي، اَنگي، اِندا، اَنگرکو، اَڪارو، انگوڇو ڏار چوان،
اَجرڪ، اُجرو، آلو، اڳڙي، اِيرام، انڊاري ڏار چوان،
اَگٺ، اوڍِيو، اندلٺ، اَندرين، اَطلس، اگهه، اڪياڙي ڏار چوان،

---

● چيل لعلڻ خان لغاري جو، سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه ص 84.

آڏوبند، اوڙو، اُبتو، اُٽيو، آيرو، آڇو، اُبداٽو ڏار چوان،
بوچڻ، بافتو، بيرقَ، بوندي، بجاج، برقعو ڏار چوان،
بُگ، بري، بکڙو، بور بوسکي، بخمل ڏار چوان،
بالو، بُشکو، بالي، بانٺو، بر ڏار چوان،
تاڪيو، تَٽو، تَنو، تَنگ، تَس، تُرهو، تِرچو، طنبو ڏار چوان،
تَل، طوق، تُرو، تازو، تاجي، طُول، توبرو ڏار چوان،
تند، طوُئي، تار ترِيزون، تختو، تهہ، تاج، تصويرون ڏار چوان،
توڪل تُرهو، سندرو سالهو، سِلڪ، سلار، سالر ڏار چوان،
سوٽيو، صافي، سيرو، سهٽوَ، سگهو، صابڻ ڏار چوان،
سال، سبتو، صافو، سنو، سڳو، سُتڻ، سيبو ڏار چوان،
سادو، ساڙهي، سيتل، سکو، سائو، سوڙهہ، صدري ڏار چوان،
صوف، سرمائي، سڙيو، سهانگو، ستار سبائي ڏار چوان،
سينهون، سِراٽو، سنهون، سالم، سيج سڌار چوان،
جڏو، جوڙي، جَوتو، جوراب، جورو، جُبو جمني ڏار چوان،
هرڪ،حاشو، هلڪو، هيٽو، هٺ، حُلواڻ، طَنبوُ تار چوان،
هَتَ، هَڙهِي، هنڊايو، هَنڌ، هلايو هار چوان،
ڪيسو، ڪفني، ڪيَس، ڪٿو، ڪرڙي، ڪاهي، ڪفن، ڪهنبو ڏار چوان،
زيرگادي، زبرو، زِين، رَئو، وَرتو، رگيو ڏار چوان،
ريڙ، رَضائي، روُمال، رَبڙي، ريٽو ڏار چوان،
رَلي، رلڪو، ربينَ، ريشم شبلم سا سلوار چوان،
گهاگهر، گهگهرو، گندي، گلابي، گيڙوُ گريبي ڏار چوان،
گلگوُن، گزي، گنجي، گُڏي، گهرو، گج، گيگم ڏار چوان،
گِلم، غاليچو، گُلي، غلاف غازي، ڦاٿل، ڦٽو ڏار چوان،
ڦَورو، ڦلڪاري، ڦُلڙَي، ڦُلي، ڦِڪو ڏار چوان،
ڪُلو، ڪُڙتي، ڪارو، ڪمبل، ڪِناريَ، ڪفن ڏار چوان،
ڪمر، ڦُلابو، ڪانپ، ڪترِيوَ، ڪنڍِڙيو ڏار چوان،
ڪَف، ڪلنگي، ڪپتان، قلميَ، ڪورَ ڪيڇري ڏار چوان،
ڪيمخاب، ڪالر، ڪنجرو، ڪانبو، ڪَلف، ڪُنڍي ڏار چوان،
ڪانچ، ڪپَڙ لوَن، ليڙون، لباتو، لُنگي ڏار چوان،

ليڙ لٽو لنگ، لنگوٽو، لاوڻ لسو، لائون ڏارچون،
لاڪ، لُڳڙ ليڙا، ليلم، لهه، لوئي، لانگ، لتو، لڙيو ڏار چوان،
لانڙيو، لير، لويرون، منڻ، موڙ، ملهاٽو ڏار چوان،
ميرو، ململ، مليس، منگهٽ، محمودي، منجهلو ڏار چوان،
مُصلو، مهارو، منڊيو، موئو، مونڙو، مٽو ڏار چوان،
ننگ، نڙو، نرڳ، نيوڙيو، ناسي، نائو، نئون، نهوار چوان،
نقاب، ناڙي، نيرو، وهٽ، وڳو، وٽ، وائلو ڏار چوان،
ور، وجهه، وڙ، وڏو، واسني، وٽ ڏار چوان،
وال، وٽڙو، ويڙهو، وهاٽو، ٻيو يڪتاري ڏار چوان،
ٻٽ، ٻانڌڻو، ٻڌڻو، ٻچي، ٻُڪل، ٻوڪي ڏار چوان،
ٻنڌ، پيڙو، پلوَ پوتي، پڳ، پهراڻ، پوتيو، پٽڪو ڏار چوان،
پاڪ، پليد، پٽ، پالڪي، پٽي، پڙ پيٽي ڏار چوان،
پال، پُرزو، پُٽي، پاسو، پتلون، پوپٽي، پانچو ڏار چوان،
پيٽو پائڻ، پوش، پاسري، پُسيو، پراٽو، پشم ڏار چوان،
پيشگير، پيٽو، پاپلين، پردو، پلوَ پاند، پتراٽي ڏار چوان،
پڪو، پيچ، پاليس، پٽي، پٽڪو، پوشاڪ پاتي ڏار چوان،
پرت، پلو، پڳوو، پيندي، پري، ٽوپ، ٽاڪو ڏار چوان،
ٽڪ، ٽُڪ، ٽئون، ٽُڪرو، ٽوپو، ٽوپي، ٽڳو، ٽڪو ڏار چوان،
ڏوريو، ڏڪو، ڏوري، ڏري، ڏور، ڏهي، ڏاج ڏنو ڏار چوان،
ٿانُ، ٿڳڙي، ٿقيو، ٿُلهو، تيلهو، ڏاڳو، ڏُڪو ڏار چوان،
ڊِڪ، ڊلو، ور وڇاٽو، چڪنو، چٽي ڏار چوان،
چوتو، چادر، چولو، چڏي، چوپڻ، چيرو ڏار چوان،
ڇهڪ، ڇاڪ، ڇندي، ڇهرو، ڇڪرو، ڇُوڙي، ڇُوڻ ڇوڏار چوان،
ڇُر، ڇتر، ڇوَ، ڇاپو، ڳلو، ڳاٽي، ڳوڙهو، ڳارو، ڳرو ڏار چوان،
ڳند، ڳِڙڪي، ڳانو، چيڪ، چونڙي، ڇاري، ڇار انڌار چوان،
جهمي، جهال، جهندو، جهونسو، جهلي، ڏار چوان،
جهارَ جهٽي، جهُل، جهوڙو، جهولي، جپاني ڏار چوان،
جهُنڊ، جهلڪو، ڪُنج، ڪناري، گهنڊُ، گهُنڊي ڏار چوان،
ٽپڙ، ٽُوال، ٽپُر، گرهه، گودڙي، گنجي سا گلزار چوان،
لطف ڪجان تون "لعلڻ" چئي، صاحب رب ستار چوان.

## ڪپھ

1. ڪپھ جو: پھو، ڦُونڊو، ٽوئر، ڏينو، ھنڌ.

2. ڪپھ جي: تورَ تند، ڳنڍڙي، برڪي.

## ڪڙمي

1. ڪڙمي جو (ڪڙمڪو): پـِٽ، پيو، ٻج، حال، ھر، واھڻ ڪيِ، لاھہ.

2. ڪڙمي جي (ڪڙمڪي): واھر، ڍِل، مٽڪـي، مـار، ھـلر، ٻنـي، ڪـوڏر، کھاڙي، مھل، منڊ، پوڪ، جھار، واھپ.

## ڪڪ

1. ڪڪ (ڪڪن جا نالا): وينجھل، سر، ڪانھن، آلا، سُڪا، تنھور.

2. ڪڪ جا: ٽنگڙا، تـُرھا، اوڏيا، مـُـچا، ٻـُـھارا، پڪا، ٽـُوئا، تـڏا، سـِـڻ، ڇِـڪا، ڇَـھا، چونرا.

3. ڪڪ جو: تڏو، جھوپڙو، ٻھارو، آکيرو، مـَـنَـھُــن، پيھو، پيڙھـو، چونـرو، پکو، ڇَنو، تـُرھو، مـَڏ، ڇِـڪو، مُـچو، وڇِٺو، ڇَـپُـر، جھڳو، ڇپو، ڪارو.

4. ڪڪ جون: ڏريون، دٻـڪيون، پـٽرون، نـُـڪون، چتريـون، تيليـون، لانـڊيون، تـَڏيون، ڇَـپيون.

ڪڪ جي: ڏري، ڇپڙي، ڇپي، ڪاري، دٻڪي، نـُـڪ، تونري، ڏلھي، چتري، مـَنَ، پـَتر، پلڙ، ڏٻلي، پيشَ لانڊي، ڪُڏي، ڇـِت، ڏائي، مـُئي، ٻھاري، تيلـي، تـَڏي، ڇيتِ، ڇھنب، نوڪَ.

## ڪـَمي

1. ڪمي (ڪميـن جا نـالا): ڪاسبي، ڪھارو، نفر، نوڪر، ٻيلي، ٻانھون، گولو، ٻجير.

## ڪـُن

1. ڪن (ڪنن جا قسم): اونھون، ويڪرو، موڪرو، تانگھو، تار.

2. ڪن جو: ڪنارو، ترو، وچ، گھيرو.

3. ڪن جي: گھيں، ويڪر، موڪر، اونھائي.

## ڪنبو

1. ڪنبي جو: وڻ، ٿُڙ، پُور، ڏار، ٽار، ٽڪ، سڱ، ٻُور، پن.
2. ڪنبي جي: ٽاري، سڱري، لام، ٽام ڇانوَ.

## ڪُنو

1. ڪني جو: ٻوڙ، رڌو، ترو، ڍَڪُ، ڍڪڻ، ڪارو، ليھ، پاسو، ڪَنو.
2. ڪني جي: ڪاراٺ، رڌي، ڪڪ، ڪاراڻ.

## ڪوڙ

1. ڪوڙ جو: بهانو، مڪر، فريب، دولاب.
2. ڪوڙجي: دغا، ٺڳي، ڪپٽ.

## ڪوھ قاف

1. ڪوھ قاف جو: راڪاس، ديوُ ديھ، جِنُ.
2. ڪوھ قاف جي: پري، چوٽي، ديوي.

## ڪاچ

1. ڪاچ (ڪاچ جا قسم): مکڻ، لڏون، چورمون، ڪوپرو، پَت، ڍاڪون، ٻُور، ٻوڙ، ڇانھ، وهُ، چربي، وڪُ، چوهارا، ڪتل، وِسناڻ، پڪو، ڪچو، ڪيرو، طعام، ڳُنڊڻ، آچار، صوف، پيھون، پاپڙ پيڙا، پِت، منائي، ٻوٽيون، تڙون، جليبيون، ٽڪيون، ريوڙيون، موٺيون، سانڌاٺو، تَرَ مصري، مهي، ماني، روٽ، روٽلوَ، ميوو، حلوو، مُستي، ڳُڙ، ڪباب، قورمون، پلاھ، چاشني، چنگالي، ڪيرٽي، ڪارو، ڪٺو، ڦڪو، ڪڙو، ڪُٽي، ناريل، پلو، مڇي، آني، ڪڙهي، ملائي، تَرِ پساھ، دم پخت، تلوٽا، ليٽي، چمون، پُڳو، سَتُو، شربت، پوريون، پوڳاڙو، پڪوان، اوبارو، فالودو، ڪچوريون، ڪوفتا، يخني، زردو، ستربينيون، پلنگ ٽوڙ، پڳڙا، ڪاڇا، پيٺارو، ڪيري، مربو، چٽني، عرق، شراب، مالپڙا، ڪيرپُڙا، تَر بوڙيندا، ڳُڙداٽي، اکروٽ، مغزات، بادام، پِستا، نيزا، ڪشمش، ٻوهي ڇٽا، دال، ٻاڇي، ڪمند، ڪريلو، نباتون، توشا، ٽاڏل، ميسوپاڪ، ڪجيون، ڪجور، بصر، ٿوم، دَمَ، گيھر، وڙو، نختي، مائو، توت، نارنگي، ناسپاتي، چڪون، چيڙ، گدرو، چانهين، انب، انجير، ليمون، سيتاقل، گجر، موري، وَنگو، پالڪ، مريڙو، هَڪمر، لوجريون، تازو، پارُوٽو.

2. ڪاڄ جو: سواد، مزو، ٽانءُ، برتن، گرھ، لُقمو، مصالحو، طباخ.

3. ڪاڄ جي: مهل، شيءِ، رڌ، ڦيلهي، ٽالھ.

# ڪٽ

1. ڪٽ جو: هنڌ، وهاڻو، رڪو، پائو، اوپرو، نوڪڻ، واٽڻ، چِڪڻ، پَهڻ، مُنو.

2. ڪٽ جي: ٽانگھ، واڏڻ، اِيسَ، چِڪي، تنگ، چني، واٽي.

# ڪٽي

1. ڪٽيءَ جو: رنگ، ڪُن، ڏوپ، ننگ، ڪساٽو، ساڪُڙ، ڦَرهو.

2. ڪٽيءَ جي: پُرَ، رَتي، بنڌي، پينڊي، ڇاڇول، گِسي، ڪَٽَ، ڦُلي، ڪڙ، مَنڻ، ڪوڙَ.

# گار

1. گار (گار جا قسم): تَنوار، ڪُوار، رَنَ، حرامزادي، حرامخور، ميڇلي.

# گاھ

1. گاھ (گاھن جا نالا): مڪٽي، لنب، للر، لاٽو، اَڪڙ، پچٽي، ڪانهن، لوسڻ، برسينگ، ڇبر، ڏنوهي، ڪانا، ساوڙي، ٻگرو، پَتَل، پَتَر، پُرٽ، ٻڪڙو، ڳمر، ڳنڊير، گرڙ، وڻ ويڙهي، ناڙو، مريڙو، ٻُڪن، بند، نڙ، ڳني، دَنو، ٻرپن، چٽ، سڪو، سائو، گوار، ٻُنگ، ڇيهو، ڇل، ڪوڙي، ڪلوڙي، مانڌاٽو، ڪوتڪ، سيڻ، ڏائي، ڪَلَ، ٻيرڻ، ڇانهڪ، ڪهہ، ڪول، مِڄ، پڪو، ڪڇو، رنجڪو، سيءَ، سَرَ، ڪانئر.

2. گاھ جا: اوپڙ، تڪ، گَڏا، گُلَ، بند، مڏ، پوپا، ڇُوپا، اولڙ، ڪهچر، ڪڪ پن.

3. گاھ جو: بند، سانگ، گل، پن، پُور، گَڏو، سائو، سڪو.

4. گاھہ جون: ڏنيون، پريون، تيليون، ڪُهڙيون، سٽريون، چونگيون، ڪتريون، سايون، سڪيون.

5. گاھ جي: دَنِ، ڪال، پري، ڇَٽ، پُوري، تُڳي، تيلي، ٻهاري، مُٺِ، ڪُهڙي، سٽري، ڪُتر، آهُر، لڏ، اور.

## 6. ڳاهه جا بيت

(1)

ستي رات سٽيج، جو سهڻو لڌو هوم سومرا!
جيئن سمجهيم تيئن سٽايئين، ڏيان رکي دل ڏيج:
چان ڪر لتم بند "براهم" چئي، مهندان هن پڻ هيج،
چان ڪر وُنا مينهن ملير تي، تيو رڻ جهڻ پٽن ريج،
وڻ ٽڻ وليون قليا، تيو سائو سبز سريج،
اچو چونم سرتيون سنبهيو: هيڪر ڏٽ هليج،
پرٽ، پيڪه، ڏنهين، کريو[1] خوب ڪٽيج،
مرلي، منڌيئڙو، مکڻي، پايو پاند ڏريج،
پرٽ، پونگر، قطر ڪامون، ميڙيو مُسچ ڪريج،
ڊپ، ڊامڻ، پٽ تتر، پوئي، وڻ وڻ ڪيو واريج،
للر، مليرو، لنب، لاٽي، لوهيءَ[2] منجهه لٽيج،
سائون، ڪه، ڳنڊير سين، دست مليو موڙيج،
پرو، پاجهر، پانٽڻي، سانجر[3] سڪائيج،
پٽ بسر، ڪوڊير ڪٽيو[4]، ڏٽيو ڏار ڪريج،
ڦرج ڦاروئن ڪي، ورجي ڪيم وريج،
پڪا، ڪونر ڪانڌ ڪي، ادي آٽيو ڏيج،
ڏڏڙ ڏاجورن سين، نوان چونڊيو نيج،
ڳاڳا، راڳا، ڳم، ليهاري، آٽيند ڪي آٽيج،
گولون، چيڙ، ميها، مگها، ڪوڙيون[5] جوپ ڪريج ،

---

(1) چيل شيخ ابراهيم پٽ شيخ احمد لسبيلي ۾ شيخن جي ڳوٺ جو رهاڪو هو. جام ميرخان اول (1776- 1818ع) جي دور حڪومت ۾ ٿي گذريو آهي. مختلف روايتن موجب سنه 1730ع ڌاري ڄائو. هن شاعر جي ڪري ئي لسبيلي جي شاعريءَ کي عروج حاصل ٿيو.

1 کريو= پٽيو.

2 لوهي= لوئي.

3 سانجر= ساجهر.

4 ڪٽيو= ڪوٽيو.

5 ڪوڙيون = پنهيري وڻ جو ڦر.

ڏونئـرا، پيـرون، ڏنگڻـي، ڇيڇـن ڇـت رکيـج،
سنگ، سنگراريون[1] ، پيٽ ٻڙور، ٻونگرو پاند پايو پرڏيج ،
ڪـان پيـرون، ڪـل ڍڪڻي، ٻــڌ ڪتيـو ريـج رکيـج،
هئـي ٻـڙي! هنجيـرن[2] ڪـي، واهـہ ڄمـون ڄـاڻيج،
هڪ گهوگهيتا، پرهـہ پوتڪـون، لـوءِ ڪنيـون لوڙيـج،
ڪـانهن ٻکيـون ڦـرن ڍڪيـون، پـن سـتا[3] پٽيـج ،
اڇـا ڦـانڦن[4] ڦلـڙا، ٻـر ڇونـديو گهَـر نيـج ،
سـر ڪانـاري، ڳـل سيليو[5] ، ڪليـو پيـه پسيـج ،
هـت پـڳ مينـدڙي مـوڙ سـجوڙ لالائـي لائيـج،
ڪيـر، مڪـڻ، ڪـڙ ڪيـت سـين، ڪـائج ڪـارائيج،
تـڏا ڪتـا پـن ٽوهريـن، اوءِ ٻـہ مـزا مـاڻيج،
پيـا ٻـہ ميـوا مـوڪ مليـر ۾، پيـنر پـاڇي ڏيـج،
جـان جاڳـان تـان جيڪـي ٽيـو، موٽـي پيـم مجيـج[6] ،
تہ ڪٽ ساڻيهہ، ڪٽ سرتيون، ڪٽ هينئڙو، ڪٽ هيج،
ڪـٽ مليـر، ڪـٽ مـارئي، ڪـٽ رڍون، ڪـٽ ريـج،
انهـي سـيل سـفر ڪــي ويهـي ويچـاريج،
ادا عمـر! عـادل آهيـن، مـون مبـارڪ ڏيـج،
تـان ڪـي تعبيريـج، سـهڻو منهنجـو سـومرا.

(2)

وٺـو مينهـن وس تـي، موريـا ٻـج پيهـر،
ڪانهـہ، ڪانـديرا اتيـا، سـڻ موجـار سـَـر،
لـَـنب، لـوت لڳـي پيـا، پٽيـن ۾ پوتـر،

---

[1] سنگراريون= سگريون.

[2] هئي ٻڙي هنجيرن= آئي ٻڙي انجيرن.

[3] پن سِتا= پن جا سنگ.

[4] ڦانڦن= پن جا سنگ جي اڇا ٽين.

[5] سيليو= ٻوٽو، جنهن جا پن ڪانٻا ۽ ڇپ ڳاڙها ڪرڻ لاءِ هڻبا.

[6] مجيج= سماءُ، خبر.

[(2)] چيل ولي محمد رونجهي جو، هي شيخ ابراهيم جو شاگرد هو ۽ لسپيلي جو ويٺل هو، پنهنجي استاد شيخ ابراهيم جي پران ڪافي ڊگها بيت چيائين.

ميهــا، مگهــا، مزليــون، ڇڳــا ڪيــا ڇــاڀر،
ڊيپ، ڊامـــڻ اٽيـــو، ڪيـــا منڊيئـــڙي مجـــر،
ڳمر، ڳانــڊيرِ، ســاوَڪــو، ســنگيو، ڇيهــي لايــاچر،
ڪـه، ڪنهڙيـون[1] خـوب ڪنهبيـون، ڏنهـون ڪيـا ڏيهـر،
پـن پينـچ پچٽـي، مـوڪ مريـڙو، لاٽـا، لـوت لـُـلر،
ڪيرٽـيءَ جـا خوشـيءَ سين تـا چـرن پـُـور پـَـڪر،
لال لاٽـــي ڦڳـــي، ٻـــي پوئـــي پـــٽ پٽـــر،
ڪـــڏي ڪوتـــڪ اٽـــي، اچـــا زور ڦلـــي زهمـــر[2]،
ٽوپ، ڪلهوڙي، پنيون پڪيون، جوپ جهجها تت جر،
واهـو، ويڪـو، جـوپ جوانســو، ڊامــائو ڊڪســر[3]،
ڦـانڦ، سگوٽيون ڦليـون، تـا ڪـن گـولاڙن تـي گـذر،
نـــرو، هـــرڙو نگيـــا، ڦٽـــا چـــل چپـــر،
ريـڪ، منـڍيري، سـنيار، سـوايو، ڏٽيـن لاءِ دَنـور[4]،
ڏڏر، ٽانڪاري، اٽڊانگي[5] پيو، پياوڙا گنجڪ منجهہ گهر،
ڏيڏو، ڪڙمت، ٻيل، ٻريڙي، ڊاک جهنگيـن تـي جـر،
آءُ چـل چونــڊيديس ڇـــٻ[6] ۾، ٻاٻـــاٽن ســين ٻـــر،
ڇيڙ ميڙي، وليون ويڙهي، پريو ڪوڙي ڪانبا ڪـر،
ميها آندمر چونـدي پـاند ۾، ڪيـم ڪاٽونبن سين ڪـر،
ڏونئـرا، پيـرون پـوچ پٽيـن ۾، لال پڪـا ليهـر،
درس ديڳـوڙا[7] ديسـين ۾، پيـا ڦـاروئڙن ڪيـا ڦـر،
لال ليســڙيون پڪيـون، ٻيـون ڪوڍيريـون ڪٿـر،
آٽيـــو ڳاڳـــا ڳـــوٺ ۾، پتيـــون ڪـــن پنهـــور،

---

[1] ڪنهڙيون= ڪٽڙا، پيپون. ڏيهر= ڏيرگا.

[2] زهمر= پتر جو پوٽو.

[3] ويڪو يعني وکو گاهہ. چوانسو= ڪانڊيرو.

[4] دَنور= ڊوُ.

[5] انگي پيو= ڦٽي پيو. گنجڪ= هرجاءِ.

[6] ڇٻ= ڪوچو، ڊورو.

[7] ديڳوڙا= گيدوڙا.

کوريون، پيريون، ککريون، ٽرين ڦليا ٽوهر،
بيد، ڄميون باغ ٿيون، کيا گهوگهيٽي، گگر[1]،
ٻرٽ، ٻانول، ٻيکهين، پٽر پٽ ٻصر،
پرٽ، پونگر، کرنگهہ، کتي پچ، حاجيئڙي هونگر،
اُست، ابتيون، ٿيو ڳوهينديو، ٻي جا بيحد گهٽي ٻتر[2]،
ٻاجهہ ٻکني، هنڌ هنڌ هيرڻ، پٽين پچونگر[3]،
خوب کيروليون، هار هسڳريون، چندني کيا چکر،
ٽر- پنيون ٿهکن، منگليون مرکن، ڦٽيون ٻکر هاليون ٻيهر،
ٻڙ، انجير، سرنهہ ساڃو ٿيو، ويڙيون ويءَ ولر،
کهوءَ، مهوءَ وڻ کيترا، ٻيا پهٽيرا پڌر،
لڏي لوهيڙا نگيا، پاٻوهيا پپر،
ٻيل ٻبورين ٻور ٻڌا، آءٌ چونديان ساکڙ ساڻ سڳر،
کورڻ، ميندين، چوندڻ ويندين، جتي جهال جڳر[4]،
گرڙ ڳاراٽي، ويڙ ورينگڻ، کاڏيم سونهاري سگر،
اک، ٻوهہ اباٽن اوڏڙا، نم تت نشانبر،
ٽانت، هشنگ، کار، کپون، ميشک کيا مڄر،
ڦوڙ، گررڙ، خوب کرک ٿيو، تتي وڻ تمر،
تنهنجا کم نہ اچينم کيوڙا، آما، انب اپر،
ليمان، کويون، آمريون، تو وٽ نت پکا ناير[5]،
سرکن، ونجهہ ولاتي، پر قوت اسان جو کونر،
سرها سانبين سومرا، گام اسان جا گهبر،
کٿوريءَ خوشبوءَ کئي، [ ڄڻ] اوتياٿون عطر،
ساريم وڻ وطن جا، ساڃا سپ سکر،

---

[1] گگر وڻ جي ڦل جو نالو گهوگهيٽو (جو سُرهو ٿئي، ماٽهو کائينس ۽ وڻ جي ٿڙ مان نکتل رس کي گگر چون.

[2] ٻَتر= پتر.

[3] ٻاجهہ= گهاٽي.

[4] جهال جڳر= گهٽيون گهاٽيون.

[5] ناير= ناريل.

واحد جي وڏائيءَ جي ڪمي ناهي ڪر،
مون ڪي عقل ايترو، آيو منجهه اندر،
ڪي بنديائي بند مان الله لڳ عمر،
تہ مئي اتي مجيان، سندوءِ ٿورو ٿر،
ڪر پلائي پال وڏو، جان آءٌ ويهان ساڻ وڳر،
البت اباڻن جا هوندا متم ڏک ڏمر،
سي سڀ لاهيان سومرا، ڳڌي گر گوندر،
ڪر سٺايون سُک جون، تي مَ ظالم زوراور،
ڪنهن پر ڪين قبوليندس، هڪ ور مٿان پيو ور،
هاٿي ڦٿو ڪر هن هٿ ڪي، آهي ڪرڙي زور قبر،
اصل عزازيل ڪي هو تڙايو تڪبر،
ڪڻ هڻ سلامت هتهين، وڃاءِ ڪيم وڪر،
همراهي حضرت جي، شل ايندم ڪم قبر،
ڪا مَ ڪاٺياري ٿئي، مهندان ڏينهن محشر،
سندي دوستاڻي در، شل ويندس "ولي محمد" چئي.

(3)

سدائين سهج ۾ منهنجا ويڙهيچا وطن،
ڪڪر ڪارونيار ڪيو اُت بادل تا پچن،
وَسن تا وڏڦڙا، بوندون بس نہ ڪن،
پريا تَل ترايسن جا اچي اوهيرن،
تيا ڪيٿ ڪنيين جا، ڪيون گلزاريون گاهن،
موٺ انگوريا مونگهٺڙا، مٿي تن ماڳن،
گهيٽا پاس گهرن جي، آهن ڏالا ڏاجورن،
ڪبهہ، ڪلوريا، ڪيترا، ڇپر ساڻ ڇٽن،
ڪيهہ ڦٽي آهہ ڪاهڙ ۾، ڪئي ساول ساوڙين،
ٻيا جي ڳم، ڳنڊير تيا، ميٺو گاهہ منجهن،
مڪٽيون ۽ مانڌاٿا، ٻي ڪيرُل ساڻ خوشين،
ٻُڪن، ٻوڙي، ٻيڪهون ۽ لنب لنوارون ڪن،

---

[3] چيل جاڙي خان مري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ ص 122.

پُـڇـَـر گاهہ پٽن تـي، بـي ڪوتـڪ سـاڻ ڪـرن،
ٽيلهـہ ٽـڙي ٽـوپ ٽيـا، پـوڄ ڪيـا پٽـرن،
سـداڻين سـبزيءَ ۾ ڏايـوري ڏيـن،
ڪـانو گاهہ ڪـوِيهـہ ٽيـو، پيـو جهلـورو جهوڪـن،
سسئي، سيارڄ، سـونگڙو، پيـو چوپـو گاهہ چـون،
ڪتـڻ گاهـہ ڪيتـرو، ٽيـا ڦيـر بـہ ڦڙيهـن،
ڦاڙهـہ ڦونهـاري، ڦـَرڦـُـل، سـينڌو گاهـہ سـندن،
جهـل، آڏيـري، جهوپـٽ، لاٽـو لـس پٽـن،
ڪانئل، ڪڪڙو، ڪينجهرو ڪيترو، پيو چيلڪُ گاهہ چون،
آڳـاري، ٻوٽـي، ٻوهـہ گهـٽا، پيـا ڪانـديرا کهـڪـن،
ڏيـر، ڏاتـو، سنجُ ساماٽو، پيـا لانئيـا لهريـون ڪـن،
ڪِـپَ، گهمڻ، ڪـالاڄ ڪنڌيـن سان، للهڪـارون لاٽيـن،
هزارداڻـي بـي جـا نـاڙي، ۽ مٽـري ٽئـبي مـاروئڙن،
ڏنگـٽـي، ڪـوري ڪيتـري، پيـا سـونهڙا سـونهن،
پـُـرٽ، پچـٽـي پـاڻ ۾، ٽيـو ڏامـڻ گاهـہ ڏبـن،
ڪنڌيـن ڪـراڄُ ڪـڪوريـا، بـي چـانهڪ چوڙيليـن،
ٻـرٽُ گاهـہ ٻهـون ٽيـو، بـي پـنِ مٽـي پوئـن،
نـاڙا جـي نـانيون هٽيـو، ٽـا لوٽـيءَ سـاڻ لـڳن،
چمـڪ، چيهـو، چوڪـٽـي، بـي ڪـانهين، ڪنگـورن،
ڪَـل، ڪنهـر ڪارونيـار ڪيـا ۽ سوجهي تـن سـَـرن،
مونوگاهـہ، منـڊيريون، بـي پـٽـر پـاس پـٽـُـن،
اوئـن گـاه اُمبنـگ ٽيـو، پيـو ڪرسـو ڪَـاراهن،
ڏراڙ ڪٿـوري خوشبوءِ ڪئـي، بـي سـٽئي سـنگهارن،
جهنجهـڻُ بـہ جهمڪـا ڪيـا، پيـا سـوڏا سـالارن،
اِڪـڙ، اُبـت ڪنـڊڙي، ۽ پيـو واهـو ولهـارن،
نـَڊو بـہ نـروار ٽيـو، پيـون ٽوهـہ وليـون ٽهڪـن،
سَـِـڻ سـيئي سـرها ٽيـا مٽـي ٽـاڪ ٽـرن،
هڪـَڙا ڦـوڳ ڦلاريـا، پيـا جهليـا گـل بـہ گـولاڙن،
سـيوڙي سـائي ٽـي، آهـہ پيـڙي پنگـورن،

گــوار گــداڙي، گهونگهنــڙي، چيٽونيــون چمڪــن،
مــاچنگ ٽيــا "مــري" چئــي، ڦــري ڦونهــڙن،
وَڻَ ويڙهــيءَ جــي ويــس ڪيــا، متــي ملــڪ مــاڙيچن،
جــُـوءِ انهــيءَ ۾ "جناڙو" چئــي، مــارن مــال چــرن،
ســونهن ٽــا ســاٽيهه ۾، جهوپــا جهــانگيڙن،
پيــا جــي لــس لهــي پيــا، ســي ڏٽ ڏوٽيــڙن،
ميڙيــو تــن ميهــن کــي، چيــڙ چوپــا کــن،
ريپــڙ، رانهــان کيتــرا، چيهــ کيــا چــانهن،
مانهن، موٺ، مـُـگن سان، ڪيئون منجهـ ڪانين،
پهريــون آهــن پيــرُن لاءِ، پيــون لکيــن ليــارن،
ڦــرن ٽيــون ڦوڳــيءَ لاءِ، پيــون پيــُــون منجهــ پٽــن،
چنيو اچــن ٽيــون چوهــ منجهــان، ڳــاٽ پريــو ڳــاگين،
چاڙهيــا اٿــن چاهــ مــان، ســي ســگر ســرتين،
ويهــو ٽيــوَن ورهــائين ســي، ڏويــون جــي ڏوئــرن،
لــُلــُـر، مريــڙا، لوٽڪــون، اهــو مــرڪ مــاروئڙن،
ســانئون، ڪرنگهــ ســاماٽو، ٽيــا ســڪ ســانگيڙن،
نئيــن ســج جــا نــانگلي، ســا چــاٽين ســاڻ چڇــن،
شــاعر جــو شمــار ڪــري، ڳڻــي چــا ڳڻجــن!
اهــي ٻانهيــاريون "ٻــروج" چئــي، اُتــر ولــر ڪيــو وتــن،
ســي سڳــر ســاهيڙين، ڪيئــن وســاري ويهــي رهــان.
(4)

ســاراهيان ســچو ڌڻــي، جــو صــاحب رب ســتار،
قــادر جــي قــدرت جــون جــوڙون ۾ جنســار،
منــڍ مــڙن جــو مصطفــيٰ، جــو تــڪ لنگهــائيندو تــار،
ســاريو ســانگيڙن کــي، نــت ٽمايــان نــار،
ســانوڻ ۾ ســرهايون ٽيــون، وڄــون کــن وســڪار،
لٿــو ڏولائــو ڏيهــ تــان، ســرها ٽيــا ســنگهار،
پريــو پــٽ پــاٽيءَ مــان، هــوءِ چــِـکون کــن چــوڏار،

[4] چيل حاجي حاميد خاصخيلي جو، سوانح عمري لاءِ ڏسو، ص 97

اوپڙ اُپريا، ڇاوا، ڦٽا، انگوريا، لٽو ڏوتين متئون ڏڪار،
ڏٿ، ٽُپ، ٻهڙ، ٻوٽو، سُڪن پئي سار،
سائو، سيهڙو، ساوڪ، سِاوڙي، ڪچو پاس ڪنار،
ڪِهه، ڪتر، ڳم، ڳنديرِ، تا پڪڙن منجهه پاتار،
چَپ، چِٽ، پَن، پوٽو، تون نڏي پاس نهار،
ڊِپ، ڊاڙيَ، نڪ، ناڙي، اُت پتَر ڪن پهنوار،
ڪَل، ڪلورو، ڪُور، ڪاني، ناڙين پاس نهار،
مُنگها، مُرٽ، منڌيئڙا، مانڌاٽا، هنداٽا هزار،
مڃر، مَڪ، مريڙا، اتي سيڻ نه ڪن سنگهار،
للر، لنب، لاٽي، اتي ٻُڪن ساڻ ٻُهار،
ٻيڪهه، ٻرٽ، ٻيرڻ، اتي گولي ڪن گذار،
ڏمر، ڏير، ڏنوني، ڏاڪر، مُڃڻ سان موڙ مهار،
ٽوپ، ٽوهو، ٽنگڙي، ڪتڻ چڱيءَ ڪار،
گاج، گاجيرو، ڊامڻ، ڊوري، مڪٽيون ڪن ملهار،
راضي، رنجڪي، رسامو، اوٺِن اولون، موئيءَ ناهه ميار،
چوپو، چندن، ڪوئيد، وڍي ڪنهن وٽجنار،
سيءُ، سنور، ڪانهه، قلم، لکيو لکٽهار،
ڪُڪ، ڪڙپ، ڪس ڪانو، وس نه ڪنهن جي وار،
پلڪار، پپڻ، پواڙي پاٽي ۾، نسريو تئي نروار،
پڙي، پٽ ڪنوار، پلاڻ، پاندر، لڳي تند تنوار،
چٻر، چوتو، ڪرڙ، ڪارئو پڄر جي پچار،
اڪڙ، سهل، سڄاتو، ڏنگين ڪيا ڏار،
برِسينگ، لوسڻ، سنجي، نڏي ڪر نهار،
ساڳ، مليرو، سنجڙو، ٻگڙو، گدڙول گينوار،
مُٽ، چڳ، ڪَڇ، ڪانبو، آڙينگن اُپار،
پري، پاڪر، اڙ، لڏ، اتي چلي ڪن چوڏار،
ڪيچ، ڪُهڙي، سَتري، پُنارڪ، گڏي جي گذار،
بند، بنڌڻ، گٽند، گودر، چنا چاڪ چوڏار،
ڪَنڌي، ڪوڙو، پُرٽ، پچٽي، ڇهتيو پوي چوڏار،

انبار، دڙ، ٿل، ڏَنِ، ستي ڪنهن سينگار،
اڇو، اولو، منهہ، مصلو، اها پر پهنوار،
جهڳو، جهوپو، پونگا، پرتي پکا اڏين پهنوار،
ڇت، ڇاڄو، ڇپري، اتي ڇنڀي ڪن ڇٽڪار،
پٽر، ڪنڌي، ڏري، ڏنگٽي، اتي لڙهي ڏين لاچار،
تڏو، توئري، تسُ، ترهو، تون پير اڪارج پار،
سنڊ، سونڊو، گاگڙو، ڇڇن پئي ڇار،
ٻي پاڙي، نوڙي، رسي، ڦاهي، ڪاموهيءَ جي قطار،
ٻاري، ٻني، پڙچ، پيڙهو، سپني کهڙي سار،
هٿي، ٽوڙهو، مڙهي، نٽ ناپو، گُري، گوندر منجهہ گذار،
واڻ، ويڙهو، ڦرهہ، چموٽي، ٻنڌي ڪن پوڪار،
مگٽ، موڙيا، مهيچا، اتي پاڙي پئي پچار،
موٺ سُرها، موتيريا، اُت ڪپيو ڪن ڪوڪار،
ڪرنگهہ، ڪوتڪ، سر، سائون، تڪئي ناهي تنوار،
ڪورڙ، ڪرار، ڪُماچ، ڪِهري، ڪي سائر لهن سنيار،
ٻيهہ، ٻُيڙ، اُڙد، آهر، آسرو، هتي ڇيڇا ڪن ڇوڏار،
رس، رهاڻ، روازي، رپڙ، روڙيو پِستل آٽين پنهوار،
ولواهو، ويڙيو، ڪن گولاڙا گلزار،
پپون پوچ پٽن تي، اتي سگر ڪين سنگهار،
پنج ست مڙيو پاڻ ۾، اٿ ڪليو ڪن ڪينڪار،
هيءَ نماڻي نيرن ۾، جا پٽيو ڪڍي پار،
ٿيندو ڏينهن قيامر جو، ٿيندس دانهين منجهہ دربار،
موڪل ڏي ملير وڃان، اٿئي ڏاڍي رب سرڪار،
”حاميد“ انهيءَ احوال جو، تون واري ڪر ويچار،
تہ قادر جي قدرت جو، انت نہ ڪو شمار،
پوءِ ڪلمون جن قرار، هوندا سي ايمان سان.

لا اِلٰـہ اِلا الله محمد رسول الله

(5)

ساراھيان سچو ڏڻي، جو مالڪ آهي ملڪن،
آندي عمرڪوٽ ۾ نماڻي سان نعلن،
قادر جا قيد ڪٽي، سا ملي ماروئڙن،
وٺڙا مينهن مليرتي، ڳاج ٻڌي ڳاهن،
ڦير ڦرهيا ڦوڳي ٿي، ڏيهه وٺو ڏونرن،
پپون، پيرون پاند ۾، خوش ٻڌي ڪائن،
ڏڪڙي، ڊامڻ ديس تي، بکڙو، پرٽ، پرانج پٺن،
ڪِهه، ڪِراول، مڪ، مانڌاڻي، ٻور جهليو ٻوهن،
لنَب، لاثيو، سرهل، سين، ٿونگ پريا ٿوهن،
چِپري، پنگري، ڪڙوهه، ساوڙي، هلڙو حاضر ڪن،
سَيٺهن ساماڻي هزار داڻي، ڳهلسي ڳنديرن،
مَجهه، منڊيري ملڪ تي، هيرڻ ٻه ڳاهه چون،
ڪسڻ، ڪرسڻ، ٻرو، ٻاور، لهڙا لاڏ پرجن،
نه نندال وڻي، نه چڙي ڇڳ ويڪر چورن،
مهڙا پيهن ماڳ تي، ٿا چيڙ چوپا ڪن،
اڪ، ڪبڙ عظيم ٿيا، ڪِپ خوشحاليون ڪن،
”حاجي ميهر“ چئي ماڳن، هي يَي ٿر تي ٿوڪ پچي پيا.

(6)

رٽن ۾ ’رمضان‘ چوي، هئي ڳاهن جي گلزار،
لوسڻ، ڳم، ڳنڊير، کهن جي ڪونڪار،
باد رنگ، بکڙو، لهر، لاش لاسي، لپاٽي، اوئن آڪيچار،
ڪلُ، ڪبهه، ڪيو ڪوتڪ، ڏاڍي رمهه جي رفتار،
ڏنهه، ڏيرُ پٽ تير، پُٺي، پپڻ، سالر ۾ سنسار،
لاَني، لوڻي، لمهه، ڪوڻي، پتر، پوڻي، پيو ڪونهن قطار،
ميڻو، مڪڻي، منڊيري، مانڌاڻو، ڏاڍي ڪيرل جي خنڪار،
بوبڪ، بربوٽي، بليڪو، پيو ايريو اڪيچار،

---

[5] چيل حاجي ميهر جو. هيءَ روايت اُتر (تعلقي شهدادڪوٽ) مان عبدالحق ڪان ملي.
[6] چيل رمضان چانڊيي جو. هيءَ روايت اُتر (تعلقي ميروخان) مان غلام قادر ڪان ملي.

مور، منگهيا، مورچل، چوڙ، ڍاماهو، ڪٽسو ڪل پوار،
ڦوڳ، ڦتوڪڙ، ڪانول، ڪاري ٻوٽي، لوري، لاٽي، لوني،
آمهه اڪيچار،
ڍپ،ڇٻر، سڪمڙد، سَر، سينور، سَنا، ساوڙي، ڪامهه ڪارونيار،
پيرٽ، پينگ،پنگرو، واهو، وڻ ويڙهي، اُبت ڪنڊڙي جي آر،
ٻي پاڙي، اِڪڙَ ٻُڪن، اَڏيري، ڪلويڙي، ڏس لاٽن جي للڪار،
نَڏو، نڙ، نـاڙو، ڍاٽڻ، ٻاٽونو، سيمر، ولهه منجهه سنسار،
اسپنگر، اسپنگي، ڦودنو، ڦاڙ،ڇانيو، ڳوڻ، ڪوڏالو منجهه ڪنار،
هزار داڻي، هگَن، هتمُ، ٻيتڪَ، پرسان، شاهترو،شرشتو بيشمار،
حسين ٻوٽي، گل ڪاڪڙ، پريو، ڏس اڪيري جا آچار،
للر لوٽڪ، ڏوٽڪ، مڪو، مريڙو، گاءِ زبان، گولاڙو، ڪستوري ڏار،
پيو نج، بنوشه، زوفان، بخمل، تين بادل ساڻ بهار،
”چانديو“ چوي چوڏار، ڳڻ ڳڻيندس ڪيترا.

(7)

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب رب ستار،
وٺا مينهن مليرتي، پيا سهنج ڪيا سردار،
ڦهري پيون پٽن تي، پُڇ تہ ڏيئين پار،
پلي جائي پڇتي، ڳنڊيري ڪييا ڳار،
ڪهہ نڪتي خوشيءَ مان [ڪينئَن] ڪري ڪينڪار،
ٻٽ ساماٽي ٻبري، ڏنوهي جهليا ڏار،
اوئَن لڳي الاهي، ڪيراهي جي پنار،
پَٽ پڪا آهن پار جا، ڪرڙ ڪي ڪنڊار،
سُئا سَٽيا، پانيا جُوءِ جا، ونهين منجهه ولهار،
لٽيون سڪون ساهه جون، پڳ ڏسي پڳدار،
پنجاهه هٿ پڪي جو هو، ڪڙي ڪڙي ۾ ڪنار،
موڪ پڪو مريڙو، ڏس للر جي للڪار،
لس پڪي آهي لوٽڪ، ناهي مڪٽيءَ تي ميار،

[7] چيل مانجهي جو. هيءَ روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي ڪان ملي.

هرڻ چريو اچن هزارين، متس مينگهه ملار.
ڍاڪا پچي ڍول تيا، تونگ ٻڌو تڪرار،
گنج گڏيا آهن گاهه جا، توپ ٻہ تنديدار،
لکين ڪِروڙين لنب لڳو، جنهن جو انت نڪو شمار،
سيڻ، وڏا سُنَ موريا، ڦُٽي ڪيائون ڦلهار،
ڀڪي ڇائو ٻوهه ٻنين تي، اوڏي ڪل اوچار،
ٽُبين ٽُبين، ٿوهر ڇائو، ڪري ڇوڏاري ڇهڪار،
ڪلون، ڪانهن ڪپن تي، پيون انهيءَ پار،
گڏجو ڪائن گِدرا، ڪن ونگن تي ونگار،
پرئين ڪُني پتل ڇائي، ڪري ٻيلي ۾ ٻهڪار،
ڪتي ڪيول ڇائي، نئي ٻڌا اتس نار،
ڇائي مُنديري مينهن تي، ڏس ڪوتڪ سندي ڪار،
پلو ڇائو آهي پنگرو، گهوڙي ول واڏار،
دلئون ڇائي آهي دڪڙي، ڪري ساوڙي سينگار،
پاندُ رول پن پکيڙيا، تي نانگرول نروار،
ميها پاس ڊِپن جي، موٺ پڪا [موچار]،
گوئنج هٽي جا گوار نڪتي، ڪري چندن تي چٽڪار،
مينگهه ملهاري مينڌي جي، ڏس ڪاموهي جي ڪار،
ٻوٻڪ باغ بهاريا، ڏس وٽن جي وٽڪار،
وڻ وٽيا پنهنجي وطن جا، جن جي پَٽ ٻہ ڪين پچار،
ڳوين تي ڳهه پاتا، ۽ حُورن پاتا هار،
مهل انهيءَ ”مانجهي“ چئي، ٻُڌ چيرن جا چمڪار،
ٻي جا ٻُڌ ٻيلي ۾، هلي پاڳين جي پُٽڪار،
ڏس انهن جا پار پڇين تو، پورا ڏئين تو پار،
معلومت مُلڪ جي، سڻ ڪن ڏيئي ڏاتار،
پوءِ ڪلمي امر قرار، آهي مولئ ملڪ اسان جو.
لا الـه الا الله محمد رسول الله

(8)

ادا ڙي عمر سومرا! اسان جي ذات نہ ڪيون زوريون،
ڪاڄ خوشنما ڪائڻ، اسان پهنوارين نہ آهن پريون،
جهڙا تو وٽ آمر، عطر، عنبير، تيلن سنديون تريون،
تهڙيون اسان وٽ ڪٽيون ڪتاليون، خوشبوءِ ڪٿوريون،
ميڙي مڱاليون مليرا، اسين ڪوڏير ڪين وساريون،
ڳاڱا، ڳاگيون پهري، ڪن پلپل پنهواريون،
ماروئڙن سين ملير ۾، اسين ڏونئرا ڏٿ ڏوريون،
لڱا لسل، ليسوڙا، ليهار، پيا پاڪرن ۾ پريون،
پاڪوتين، بوڏين بحر لائيا، ڪاڄ بنا ڪوريون،
چونڊبينديس چيڙا، پيون پيرن ڳاڙهيون پيريون،
پنجين هٿڙا پاياسين، ۽ پڙڇن ڪيون پاتاريون،
مٺا ميوا ماڪيون، اسين ڪٿورن منجهہ ڪريون،
ڏيئي گوهر گولاڙن ڪي، سنگرالين جون سريون،
سنڌيلون "سونهارو" فقير چئي، ڪين وسرن ڪي ڪونرون،
اهڙيون هاج جون هٿيڙيون، وجي ڏک ۽ ڏولا ڪنديون.

## گل

1. گل (گلن جا نالا): سناسي، سورج مکي، گلاب، موتيو، چنبيلي.
2. گل جو: رنگ، پوٽو، گلدستو، هار.
3. گل جي: خوشبوءِ، رنگت، سرهاڻ، ٽاري.

## گندي

1. گندي (گندي جا قسم): اُبتي، سبتي، وڏيل، ٽُڪيل، پوڙ، پڏل.
2. گنديءَ جو: پلاند، پاسو، بر.
3. گنديءَ جي: ڪند، اُبت، سُب، ٽُڪ، ڏيگهہ.

## ڳهہ

1. ڳهہ (ڳهن جا نالا): منڊي، دُر، هار، نٿ، پونچي، ڪڙي، مُرڪي، لعل،

[8] چيل سونهاري جوکيي جو." نئين زندگي" مارچ 1953ع تان ورتل.

مانگهہ، والي، ڪنريا، آلي، آلو لڪ، ورٽو، طوق، ڪيوٽي، ڇلي، ڌهري، نُورا، ڏانوٽي، پنڙا، بولو، بينسر.

2. ڳهہ جا: وَر، وَڪڙ، قيرا، قيٽ، موڙ.

2. ڳهہ جو: ور، ورٽو، مَٽُ، رُچرڻ، پٽار، ڏوڪو، پورو، نهرو، موتي، مٽيون، وزن، اوجُر، ڳنڍُ.

4. ڳهہ جون: نيون، پراٽيون، ڪسوٽيون، واليون، ڏوريون، تندون، ميخون، لٺون، ٽڪون، منديون، ڪُرڪون، سرون، گهنگهريون.

5. ڳهہ جي: ٽڪ، لڪ، پوئي، ڪَسي، لانجهي، اُجاري، گاٽ، تور، هلڪائي، سستائي، ڳرائي، مهانگائي.

6. ڳهہ جا بيت:

(1)

سوني ساهہ، تلاهہ تلڪي، تنهن سر موتي مڙهياس،
بئنسر، بولا، نٿ، نموريون، سينڌ ٽڪي سر جنهور جڙاياس،
جهڳ مڳ جهومڪ، جهالريون، گجر ڪاڻ گهڙاياس،
دُر، ڪُر، دهرا دُربچا، روپ ڳهين رنگ لاياس،
ڏيديون، ڪوڪيون، پاڪن، پنڙا، ڪنين تي ڪان جهلاياس،
مرڪيان، مهريان، اور منڙا، سر سوني ڏانوڻ ڏاياس،
ڏر، تونڏر، چاڳ پتڪيون، مينديا ماٽڪ، موتي مُڪ ڳتياس،
نورا، پوئنرا[1]، نانگلا، پيا هار، هسين ڳر پاياس،
ڪنديان، پنڌيان، پارتا، سهجان ساهہ سيباياس،
پئنچان، سنگيان، واهہ ونگئڙا، پوچ پٺهڙيون، تي چمڪلين سرچاياس،
ايڪ داٽي، ديڪو دُسري، توئسي طلسمي طوق بچاياس،
ڪنٺالون قيمت ڳوريون، تن تي لعلون سر لٽڪاياس،
ٻانهي، ٻانهوٽيا، سونهن ٻانهيون، بازوبند بناياس،
ڪنگڻ، ڪڙولا، ڪنريا، تنهن وڌ واڍولا آياس،
جهرمر جهانجهہ پيرن ڪڙيون، پَازيبان، گنگهرا، گجريون وچ تن وچڙاياس،
نُنهڙا، وڇوئا، بهوت منديان، گجر لئي گهاٽ گهڙاياس،

---

(1) چيل شيخ ابراهيم جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ، ص 196

[1] پوئنرا: سهاڳ جي ڪنديي يا هار ۾ سون يا چاندي جا پرٽا.

بورينـــدا "براهـــم" چئـــي، جـــوڙ چڱـــي جهٽڪايـــاس،
مانگهـــ، قليـــان، چـــالي چـــلا، چـــوڙا چلڪـــي چٽڪايـــاس،
بيحـــــد ٻچايـــــاس، گلـــــم، غـــــلاف ۾ گـــــاديون.

(2)

وڻـــا مينهـــن ملـــڪ تـــي، جيئـــن انـــدر ويـــا جـــار ميـــان،
موريـــا ڪـــڪ مليـــر ۾، آهـــن ســـرها تيـــا ســـنگهار ميـــان،
ٻڪريـــون چـــاريو، ولـــر واريـــو، ٻـــي ردن جـــي رڙڪـــار ميـــان،
جـــيءُ ســـاري تـــو جـــن ڪـــي منهنجـــو، آءُ اُڪنـــديس تـــن اپـــار ميـــان،
پـــونم يـــاد، ڪريـــان فريـــاد، تـــو انـــدر ڏئـــي اوچنگـــار ميـــان،
ڪـــر ســـٽايون ســـومرا، هـــي بنـــدي ڪـــڍ بندڪـــار ميـــان،
كينديـــس اِچـــون، پينديـــس پچـــون، ســـرتين ســـين ســـردار ميـــان،
تـــو جـــي رضـــا، مجيـــان نـــه قضـــا، بـــت نـــه باســـي بـــار ميـــان،
كيـــن پرهيـــان پـــٽ ۾ پـــاڻ ڪـــي، آهـــم لوئـــيءَ جـــي للڪـــار ميـــان،
ورڻ، ڪيرون، ونديون ويهـي نـه وجهندي، مـاڻڪ ڪوئن مـروار ميـان،
ڪنگڻ، ڪڙولا، ٻانهن ٻانهوٽا، تنهنجا مان من وجهان [نـه] موچار ميان،
سڳيون تنهنجون سونيون گهوريان، نـه ڪريان گجرين سان گذار ميان،
ٻـاركيون ٻـانهن ۾ ڪريـان، تنهنجـي پوئنچـن ڪيـن پچـار ميـان،
دستيون تنهنجـون دل ۾ نـه پيئيـون، نُـسنهڙا وجهـان نـه نـار ميـان،
ڪڙيـون، وچونٽڙا پيـرن پيڙا، نـه ڪريـان نُـورن سـان نـروار ميـان،
پـاءِ زيـب، ڪڙيـن ريـب، ڪـر گهنگهـر پنهنجـا غـار ميـان،
جهرمريا جهوڙي، وجهه تون ٻوڙي، تن تي من نه ڪري منٺار ميان،
آءُ در نـه وجهـان دولـت تنهنجـي، هـس نـه هڪـيءَ تـي هـار ميـان،
چمڪليون چوڙي، جهانجهر جون نـه وجهـان عطرداني اظهـار ميـان،
ڪنمـالون، وجهـان نـه لعلـون، نـه تنهنجـي تـائيتن تـار ميـان،
منـڙا آٽيـو ڪـَنديون پوئـن، ســرتين ڏاران سســيءَ نـه ســونهن،
جي ڪرين هٿ هزار ميـان،
طـوق، دوسـري، چمـر، چپيتـي، سـي نـه ڪريـان سـينگار ميـان،
نٿ گهڙائي، ڏانوڻ ڏاٿي، نه وجهان تنهنجو ڪُنيڙو منجهه ڪپار ميان،

[2] چيل ولي محمد رونجهي جو، سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص197

ميندين ڦل، پٽيون گل[1]، تنهنجي بينين ڪوئن بيزار ميان،
ايڪ داٽي، وجهان نہ ڏاٽي، ڏر نہ تنهنجا ڏار ميان،
بازو بند، وجهان نہ پند، جن منجهہ لالائي لگار ميان،
ڪوڪيون، پتنگ، ڪنين ڏيڊيا نہ وجهان تنهنجا ڊار ميان،
پيڪن پنڙا، ڪوڪيون ڪتائي، ڪريان دُر بيچ تنهنجا ڏار ميان،
واليون تنهنجون وير نہ وجهندس، نہ ڪريان چڳن سين چانگار ميان،
ماڙيون تنهنجون مون نہ قبوليون، تر دي ناچي[2] نار ميان ،
وطن منجهہ "ولي محمد" چئي، ڪن سرتيون منهنجي سار ميان،
چڏ تون زورو، ٿيندو تورو، ڪندا ساهمي هٿ سنگهار ميان،
ساري وننندا سومرا، حق سيئي حقدار ميان،
اهي پرس پروڙج پار ميان، تہ ڪونهي جڳ جيئڻ جو.

(3)

سسئيءَ جي شاديءَ جو، هئو ڪٿين منجهہ خُمار،
لڪئي ويل لائن جي، سسئيءَ ڪيو سينگار،
ڪنين پائي ڪيوٽيون، الپاڪ وجهي اُپار،
نٿ، بولو، نسبي، ڏانوڻ جي ڏهڪار،
ڏئونرا سونهن ڏانوڻ ۾، اَلسيءَ جي آڏار،
زري، پوپٽ، زلف سين، ڪارا منجهہ ڪپار،
ماٽڪ موهيڙا منهن ۾، موتين جي مقدار،
ڪنمال، ڌُهري ڪنڌ ۾، دلپاڪ وجهي دلدار،
نورَن اُتي ناٿ ڪيا، جهرمر ڪري جهالار،
وجهي ويڄون وينڊين ڪي، هلي ٿي هوشيار،
پَنڙا، ڪڙيون پريءَ سان، هيرا، مُڪو هزار،
ٻانهين هيس ٻانهن ۾، سُرلين جي سنوار،

---

[1] پٽيون گل= مٽي جي پٽين ۾ گل پريل.

[2] ناچي= نہ اچي.

[3] چيل باغ محمد جوکيي جو. هي جنگشاهي اسٽيشن کان اُتر اولهہ 15 ميلن جي مفاصلي تي جوکين جي مشهور ڳوٺ مال ماڙي ۾ رهندڙ آهي، هن وقت سندس عمر اٽڪل پنجاھ ورهيہ ٿيندي. جوانيءَ ۾ ئي دنيا جا لاڳاپا لاهي فقيري اختيار ڪيائين.

موريــون، دُرَ منگواليــون، منــدڙي هئــي موچــارَ
جهاپــا ســونهن جهــوڙن ســين، بــازوبند بهــارَ
ڪتريا، ڪڙولا قيمتي، ســو هــسَ ڪٺي هيڪــارَ
پــانچ وڏا پيــرن ۾، ڪنگڻــن جــي ڪڻڪــارَ
تســبيح پڙهي تــائيٽ ڪــي، طوطــن جــي تنــوارَ
چــُنگل پاتــا چتــونءَ ســي، چــوڙا چنــدن هــارَ
مينــدي ڦــل موچــارا، جڙيــا ســان جنوهــارَ
وريلــي پنهنجــي واڍلــي سين، ڪيــرول جــي خمــارَ
ڪــڙو، نيــائو قــرب مــان، حـُــور پــاتو هــارَ
ڪنجي، مـَنـَـڻَ ڪونج وٽ، ڦلـڙيءَ ڪـي ڦلڪـارَ
ڪوڪــون، ڪـُـر قلــب ۾، ڪلمــي جــي قطــارَ
نرمــل وڏو نـُـوهڙو، چيــرن ڪئــي چمڪــارَ
چوٽــيءَ ۾ چتــونءَ جــي، ســونهن سڳيون صدبــارَ
عطر مکيــو اکيــن تــي، خوشبوءِ ڪري ڪنڪــارَ
ســئي ســينڌ سنواري، آرســي مـُـنهن اُجــارَ
مينڌري رکي مومل تي، ڪيچيءَ سندي ڪنوارَ
بانهيون تنهن سان پيلهه هيــون، چوطـرف چوڌارَ
ساراهيان تنهن سبحان کي، جو ڏيهه ڏٺي ڏاتار
جاني ڪاڻ "جوکيو" چئي، تون غافل تي نہ گذار
لکئــي جــي لغــارَ پــرٽ مٿلــي پنهــل کــي.
(1)

ســاراهيان ســچو ڌڻــي، جــو صــاحب رب ســتار چــوان،
ابرنــگ، آڱوٺــي، آلــي، اوجــر، بئينســر بولــو ڏار چــوان،
بــازوُبند، بولــو بئينسر، طــوق تـَـسر، تعويــذ طوئــي ڏار چوان،
سوني سنگهر، سانچو سري، سڳي، سرباهه، ســينڌُر يــار چوان،
چــوڙا، جــوڙي، هســي، هــار هلائــي، زر زيــوَر ڏار چــوان،
زنجيــر ظــاهر، ڪنگــڻ، ڪنٺــا، ڪـُـنڊيو ڪــار چــوان،
ڪنمــال، ڪـُـرڪـُون، ڪــڙي، لڙهــي، لـُـڙڪا ڏار چــوان،

[1] چيل لعلڻ خان لغاري جو، سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ، ص 84.

لئـون لڪـون، لعـل لائـي، ميـن مـُـنڊي مهنـدار چـوان،
مـور، منگلـي، مـوڙ، موراڪـي، مالهـا، مٽڪـو ڏار چـوان،
مٽيـو، موتـي، مـُـهر، مـُـرڪي، مانگهـ وڏي موچـار چـوان،
رَچ، ريهـ، نـُـورا، نسبي، نـَـٿ نمونـو ويڙهـ والـي ڏار چـوان،
والا، واڄي، دُر ديداري، ٻـڙو، ٻانهين، ٻـُندا، ٻانهوٽا ڏار چوان،
پـَـٽي، پـُـتلو، پـَـنڙو، پوئنچي، پيـچ پوتـل پـارڙا پـار چـوان،
ٻانهن رکي، ٻوڙو، ڪسوٽي، ڪـناري، ڪوڪـو، ڪيوٽـي ڏارچوان،
ڏولـڻ، ڏارو، ڏاوٽـي، ڏوري، گهَـاڙ، گهـاٽ، گهنـڊي ڏار چـوان،
ڇَـٽ، ڇـُڳي، ڇـمڪا، ڇـڪ، ڇَلو، ڇير، ڦـُلي، جهالر جهومڪ ڏار چوان،
لطـف ڪجـانَ تـون "لعلـڻ" چئـي، صـاحب رب سـتار چـوان.

(5)

منـٿ مـڃ تـون مـارئي، ڏيئيـن پـٽ پٽـولا چـار،
ڪنگـڻ، ڪنمـال، ڪڙيـون، مـُـنڊيون ميگهـ مـلار،
پـَـٽي، پـازيب، پنـڙا، واڄيـون ڏيئيـن وسـتار،
جهـالر، جهومـڪ، جهمٽيـون، ڏس جهـانجهر جـا جنسـار،
دلپـاڪ، دولـي، دسـتيون، واهـ دُهـريءَ جـو ديـدار،
ڪتريـا، ڪـُنڊا، هـٿ ڳـُجريون، چرخيـون، چنـدن هـار،
ٺوڙهـا، وَرَ، وچوهـا، مالهـا پـائي ميـنُ موچـار،
والا، واڏولا، ورٽـا، اُٺـوَٽ ڪئيـن انبـار،
مـانگ، منگليـون، مورنـٿ ۽ هسـي حسـندار،
ٻـانهين، ٻانهوٽـا، ٻـارڪيون، چـوڙا ڏس چـوڏار،
پٽـي، پـُـتلي، پـارڙا سـڳيون سـونهن وار،
وينـدو، ويڙهـ، واليـون، مـُـرڪي، دُر دينـار،
نـورا، اَلـيءِ نسـبيون، سـوئڙيون سـوَ هـزار،
تنـد، پـارڙا، پيرٽـو، سـوني لئـون سـتار،
لعـل، ڪنـڻ ڦـُـل، ڪـارڪون، چونيڦـُـل چمڪـار،
تـڪلي، ڦلـڙي، سنگهيون، تـي چيـر ڪـري چمڪـار،
ڏانوَٽـي ڏيئيـن ڏاج ۾، سـا دلئـون ٻـاءِ دلـدار،

(5) چيل اميد علي لغاريءَ جو، سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص 143.

ڳانا سونهن ڳچيءَ ۾، تعويذ تهدل تيار،
ٻئنس، بولو ٻي ٻها، ٻازوبند ٻهار،
چلا، پوپٽ، ڏورٽا، سونا سرٽ سچار،
ايرنگ "اميدعلي" چئي، کيوتيون کارونيار،
روپا سونا طوق جن ۾، تِکن جو جنسار،
سي پائي ڪر پسار، مارئي محل منهنجي ۾.

(6)

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب رب ستار،
مُنڊي مڙن جو مصطفيٰ، جو تِک لنگهائيندو تار،
هردم وسن هنئين ۾، پرين اهڙا پيار،
منهن ۾ مٽيا محبوب کي، پيا وچوڙا ويچار،
گُل ٻڌانس گهنگهريا، پيو جهرمريو جڙدار،
پيرن ۾ پدمٽيءَ کي، هيون ڪڙيون ڪرفدار،
چڙنس نورا چٽاٽ کيو، پيون جهانجهريون جنسار،
ٻڌائونس ٻانهيون، ٻانهن رکيون ٻانهن ۾، پيو دريس جوڙائي ڏار،
ڪنگڻ، ڪڙولا، کيو ٽيون، نهيون ڪنس ٽيون نار،
ويڙهه، واڏولا، ڪتريا، ٻي پاولڙن پچار،
مهريون منگليون، مادريا، پيا دستين کيا ديدار،
ڪنڌي ڏاٽي، انيڪ داڻي عجيب کي، مٿان لِک لغار،
سڳا تيا سڳين ۾، پيا ڪئين چوٽيقَل چوڏار،
مڙهيا هٿا کي مينڊين ۾، کي مينڊي قل مٽهيار،
چلي، ورٽي چمڪو لاتو، پڌس ڪيروليڻ ڪينڪار،
ميناڪاري مُنڊيون هٿن هٿن ۾ هزار،
ڏيڍيون، جهمٽيون ڏک ڪري، لائي لڻون لغار،
پاڪ رکيائون پاپوڙا، پيا دُريچا ديدار،
نٿ ويندو نک ۾، هئس قلڙيون قيريدار،
ڪُرکون، ڪنٺا، نسبيون نسبتُ جون، هئس ڪنڌو منجهه ڪپار،
ڏاٽيون، ڏانڊٽيون ڪيتريون، ٻي هئي بولن جي پلڪار،

[6] چيل حاميد خاصخيلي جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ، ص 97.

ڪرپــــُـــندا تنهــن ڪـــامڻ ڪـــي، ڪيـــا والڙن واپـــار،
ســـيبي ســـاجن ڪـــي اتـــي غوڪـــون غـــم گـــذار،
ڪٺـــن تـــا خوشـــي ســـان بيـــگ ايـــڏائي بـــار،
بـــدڪ واري، پونچـــن واري، لعلـــون لڪ هـــزار،
مالهـا، ڪنديرو، منهن سچ طوق، تهـڪ، ٻـي لڙڪـن سندي لار،
هـٿ گجريـون تنهـن حـاڪم ڪـي، هئـي ڍولـڻ جـي ڍلڪـار،
نوسري، مانگ، پيڙو چانپ، ٽونٽيون، ٽـڪڙا: ٻيا چاڳچندن ڪي چار،
آلولڪ ويلهوجهل ڪري پاتائين قربَ مان، ڪيا سانوليءَ سينگار،
اَٽـــوَٽ، اڱوٺـــا، زيـــور، زريـــون، ٻيـــا جـــوڙن جـــا جنســـار،
ٽوڙهـــا، ٽيلهـــڙ، ڏورٺـــا، ٻـــي بـــازو بنـــد بهـــار،
رَتـــي رانهـــئي رٽڪـــرا، ٻـــي هئـــس گلـــن جـــي گـــلزار،
ســونهان، ســينڪلي، ســورخيون، ٻيـــون هئـس چرڪڙيـون چـوڏار،
امـــل مـــاڻڪ، موتـــي مرجـــان، ٻـــي هئـــس ايرنـــگن اپـــار،
ياقوت، زمرد، هيرو جواهر، جنهن جي هئـس لنءَ لنءَ منجهـ لغار،
ڪلـــي، ڪـــوڙ، ڪـــچ، ڪپـــٽ، اوهيـــن ســـيهي لهجـــو ســـار،
پيـش پـارس پـارڙا پريـت مـان، هـُـني ڪلـي ڪئـي ڪينڪـار،
دنيـــا، دولـــت، دمـــڙي، پـــر پـــائي نـــہ هلنـــدي پـــار،
قســـمت ڪـــروڙ ڪســـوٽي، توهيـــن ماســـا ڪجـــو مـــدار،
ســـوين ســـينگار ســـورٽ ڪـــي، ڏنـــا هئـــا ڏيهـــ ڏٺـــي ڏاتـــار،
هـن بـہ سـيئي سـاڙيا سـلڪٽي، ڏسـي ڏڙ سسـيءَ ڪـوئن ڏار،
ڪئيـن خان ڪپي ويا، جـن ڪـي هيـون ڪلنگيـون منجهـ ڪپـار،
هميشــــہ "حـــاميد" چئـــي، هونـــدو خـــالق خلقٺهـــار،
پـــوءِ ڪلمـــون جـــن قـــرار، هونـــدا ســـي ايمـــان ســـان.

(7)

ســـهٽو لهـــي ســـرڪيا، خمـــاري خوابـــن تـــي،
چنـــڊ چوڏهيـــن چمڪيـــو، جهليـــو جهولـــن تـــي،

---

(7) چيل نالي چڳي پالاري جو. هيءَ سگهڙ مڪان ٽڪ تپي علي گوهر محال ضلعي دادو جو ويٺل آهي. ان وقت سندس عمر اٽڪل 70 سال ٿيندي. جوانيءَ کان وٺي ڪلام چوڻ شروع ڪيائين. نهايت خوش طبع سگهڙ آهي.

پانچ پيرا، گهنگهرا، ويڍ وڇوڙن تي،
نورا، ڪڙيون، جهانجهر، ڇم ڇم ڇيرن تي،
ور، ڪيروليون، ورٽا، ون ون واڍولن تي،
ڪنگڻ، گهنيون، ڪڙولا، بازوبندن تي،
چوڙا، بيڙا، پانهيون، اچيون عاجن تي،
مُنڊيون مڙيون، مينا جڙيون، ڇلا ڇاپن تي،
ڪنڍي، ڏُهري، ڪنمال، هس، هار چندن تي،
تائٽ گهڙيا، جوهر جڙيا، چِٽ چاندين تي،
سونا دُر سهٽا، پئنچون، پنڙن تي،
ڊيدا، واريا، والڙيون، جهالر جهڪمن تي،
منگليون مرڪن پٽڪڙا، پڏون پائڪن تي،
ڪُر، پوپٽيون، پتريون مقو منڊيئڙن تي،
ڪوڪيون، نسبيون، ڪتريا، جهومڪ جهڙن تي،
نماڻي نت پائي، بينا بولن تي،
ڏاڻ، ڏاٽي، قلڙي، جنهن پير پسنرن تي،
ڏنگو ڏاڻ، زريءَ ساڻ، ڪنجيءَ ڪڙن تي،
سوني رپي سينڌپٽي، ڇم ڇم ڇيرن تي،
تجلو راٽيءَ جو جڙيو، جلسو جلسن تي،
املهه ماڻڪ، اشرفيون، قيمت ڪنڊن تي،
پايو پائي پدمڻي، قيرو ڏي قلڪن تي،
دهرا، دربچا، سريا سهٽا سيلين تي،
چوڙيون، چپڪليون، آلي تپ اڪين تي،
سينڌڦل، سڳي سهٽي، واهه ويڙهيل وارن تي،
موتي مٽيا، زيور ڳٽيا، ليڪا لعلن تي،
تنن نماڻيءَ ڪي "نالي چڱو" ڇٽي، رهيو روحن تي،
ڪلمون قائم تيو، راس رسولن تي،
سا ويني لائٽن تي، گهوٽ گهمي گهنر آيو.

(8)

ساراهيان سچو ڏٺي، جو صاحب رب ستار،
بادشاهه هو بلوچ جو پاروچاڻو پار،
مودي سندس مورت ڏٺي، نازڪ ۽ نروار،
سونهن تنهن سسئي کي، ڏني هئي ڏيٺهار،
واٽيو وري آئيو، جنهن ڏنا پنهون کي پار،
کيائين نيکي نار جي، آهي ڏوپياٽي ڏاکي دار،
سٽي بات بلوچ اها، ٿيو غازي ترت تيار،
وجي پڳين لڳو پيءُ کي، پيا پرجهل هئس پارَ
گهرياائين موکل ماءُ کان، کري آزيون انتظار،
سيٺ منهنجي سودو ورتو، آهي واٽئي سو واپار،
پٽ ويندس باپيهي سان، هاڻ هلي آءُ هکوار،
راضي ٿي رخصت ڏنائين، کياٺون کوشش قرار،
عطر مشڪ عمدا کنيائين، کٿوري خوشبودار،
لالڻ ليڙا پلاٽيا، ترت ٿيو ات تيار،
ورتائين واڻ ونڊر جي، لاٽئين پنيور ۾ بار،
پڇائي در ڏوبيءَ جو، بينو نوکرن سان نروار،
پڳهار پڇيائين کينکي، تن کي لڳي هئس تار،
سسئي ساجن ڏنو، جنهن کي پري آگ اندار،
جيڏيون منهنجو جوڙ آهي، من ڏياري ڏاتار،
پاڻ ڏٺيءَ پريت جي، وت ورهه اندر وار،
کيائين سڱ سسئي جو، ٿيو ناٺي سو نروار،
پيئي خبر "خميسو" چوي، ماٺهن ۾ موچار،
مبارکون مليون مرد کي، واڌايون ٿيون گهر گهر وار،
کيائين سعيو شاديءَ جو، اهو وري ويچار،
گهرايائين سونارا شهر جا، جي ڏاها هئا وينجهار،
آٽي ڏيو ساهه سسئي لاءِ، مون کي عمدي عجبدار،
زر زيور ياقوت جا، آٽي کياٺون حاضر هيرا جنوهار،

---

(8) چيل خميسي جو. هيءَ روايت لاڙ (تعلقي ٺٽي) مان عبدالله گندري کان ملي.

سسئي اتي سونهن خاطر، پاتا ساز وڏا سينگار،
پائي ويني پيرن ۾، ور، وڇون، منڊيون ميناڪار،
ناز ڪريو تي نورا پائي، جهانجهر جهمڪي دار،
بازوبند پيرن ۾، ڪڙيون وڏيون ڪرفدار،
ميناڪاري ململمعو متبن هو چٽيو چٽڻهار،
گاذر پڌا گهنگهريا هيج منجهان هيڪار،
امل منڊي آ هيرو، آهن آڱر ۾ اسرار،
ڪيرول، ورڻو خوشيءَ مان، آهي سهراڻو ساچار،
ونبي پايون وڇوڙيون، پيون باداميون بيشمار،
ڇوريءَ پايا ڇلا، مُنڊيءَ سان، چال ۾ جروار،
مرڪي پائي تي منگليون، ڇوڙا چمڪيدار،
ڪنگڻيون پاتائين قرب جون، ڪج وڏي خمار،
ڏڪ پڌائين ڏونرڙا، جن تي رکيو هو سوناري سينگار،
ٽِپنو هو.ٽڪن سان، چمڪيو تي ڇوڏار،
پڌائين پارڪيون پانهنَ ۾، جن ۾ گهنگهريون گلزار،
ٽوئنر ٽليا تي تن جا، جي جهاپن تي جنسار،
لڪائي پاتئين ڇاتيءَ تي، ڪو هنئين متي هار،
دلپاڪ هئس دل تي، هس ڳچيءَ هيڪار،
ڪامڻ پڌي ڪنڌ ۾، ڏُهري وڏي ديدار،
عجب هئي ايڪ داڻي، جنهن ۾ گينيون لک هزار،
دانهر پڌي ڏُهري، جنهن ۾ جڳليون جوهردار،
ٽِڪا ڏنائين ٽِداڻيءَ تي، پي ڪنمال قيمتدار،
طلب هئي تائت جي، جنهن جي چاندي چمڪيدار،
سسئي سريون پاتيون، پيا جوڙي متي جنسار،
ڪيڏا ڪر ڪنيلي تي، جنهن ۾ هئي لونگن جي للڪار،
پري پاتائين پالڙيون، پيا پندا پهڪڻدار،
ڪُرپاتائين ڪنن ۾، پيا ايرنگ وڏا عجبدار،
ڏاهيءَ ڏيڊيون پاتيون ۾ پنڙا پوشدار،
جيڏين جوڙ جهرمر لاتي، ڪڙيا ڪنڻهار،

ڊيـل ڊيـڍيا پاتـا، ڪـري سـونهن وڏا سـينگار،
نـازڪ پـاتو نـڪ ۾ بولـو بئنسـردار،
لـڏن لعلـون تنهـن ۾، جـي لهـن لک هـزار،
لڪيـاٺيءَ لونـگ پـاتو، ڦلڪـو فـي الحـال هـار،
نـٿ نمـاڻي پـاتي، وينـديو وڏي ويچـار،
ڪنجيـون هيـس ڪلـف سـان، جـي پريـون بيشـمار،
ڦيـردار ڦلـڙي جنهـن تـي جـڙا ۾ جنسـار،
مٽيا موتـي تنهـن جـا، جنهـن ۾ هيـري جـي هبڪـار،
پوتـا هئـا پوئـڻ واري، سـاري ڪنهـن سـنگهار،
ڏانـگ ڪيڍيـائين ڏاڻ، ڪنـديو منجهـه ڪپـار،
سينڌ پٽـي سر مٽـي، جنهـن ۾ ڏاٽـيءَ ڪيـو ڏيڪـار،
عجب تنهـن جي آلي هئي، جنهـن ۾ لارن جي للڪـار،
ڊبـڪ دانهـه ويڙهيـو، جـو وڏو وقفـدار،
مينـديڦل ملـوڪ ڪـي، چوٽـيءَ ڦـل چڳـي آچـار،
چوٽـو سندس چوسرو، جنهـن ۾ سـڳيون وڏو سينگار،
جهـوڙا، جهاپـا تنهـن ۾، جيئـن گـل ٽـڙن گـلزار،
ڪئيـن هيـون ڪـچ ڪوڏيـون، گوندريـون گينـوردار،
”خميسـو“ چـوي خـاوندا، تنهنجـي آهـه اختيـار
مرهيـن مـون ڏٽـي تـون صـاحب رب سـتار،
عيـب اگهـاڙن تـون ڍڪيـن، ڍڪـج ڍڪڻهـار،
مـرڻ ويـل منهنجـي تـون، سـوکي ڪـج سـڪرات،
ڪلمـڻ جن جي وات، سي مرڪن ميڙي محمد جـي.

لا الـه الا الله محمد رسول الله

# گهر

1. گهر جا: جارا، دروازا، لوڙها، پاتي، وڏا، ننڍا، ٻار ٻچا، وراندا.

2. گهر جو: اوسيڙو، در، اڱڻ، ورانڊو، صفحو، پڊن، ٿلهو، جـارو، ويڙهـو، ڪـاڪوس، گدام، طرف، پاسو، حمام خانو، بنياد، ليپو، پوتو، آڳنڊ، رنڌڻو، بورچيخانو، ڪـوٽ، پنجرو، نـارو، نيسـارو، منگهـه، بازيـگر، ڪٽنـب، وڏو، رهاڪو، ماڻهو، ضعيف، واسطو، ايوان، لوڙهو، مالڪ.

3. گھر جون: پٽيون، گھٽيون، دريون، ڪوٺيون، ڪنڊون، ديوارون.
4. گھر جي: پيڙهي، سار سنڀال، اونَ، ڏيتي ليتي، ڪاني، پاٽي، گهِٽي، ڪوٺي، ڇت، ڏڪي، موري، نالي، ڪنڊ، صفائي، ڏِيتي، پچنڊي، ڇڇري، ماڙي، آڪهه، زَال، جوءِ، اگهائي، سگهائي، پِٽ، دري، پيڙهه، اوساري، لِنب، ديوار.

# گھوڙو

1. گھوڙو (گھوڙن جا قسم): ڪميت، بور، هزاري، سرخو، مشڪي، سنجاف، چينو، سائو، ڊڊو، ڊاڪر.
2. گھوڙي جو: لوند، پٺند، بند، ڇڻو، قدم، رڪو، هنو، لغام، ميدان، توبرو، طنبيلو، هلڻ، پنڌ.
3. گھوڙي جي: شوخائي، ڊوڙ، مستي، پُستي، ڏوڻ، انداري، آڙي، پُست، هٽڪار، پاڻاري، چوٽ، تڪائي، گوءِ، ڀڄ، بندُرَ.

# لــڏو

1. لڏي جو: لڏو، لڏيو، روانو، ٽڪيو، ڏوڙيو، ڪُتو، واهرو.
2. لڏ جي: لٽي، مڏي، ساڳهه، رواني، ٽڪي، ڏوڙ، ڀَڏ ڇوڙ.

# لـڪُ

1. لڪ جو: مُنهن، پاسو، لنگهه، اونهون، ڊپ، ويڪرو، اونداهو.
2. لڪ جي: پِٽ، چوٽي، رُوڻ، پاساڙي، لينجهه، اونداهي، اونهائي.

# لوهه

1. لوهه جا: گرزَ، پيالا، نعل، رَندا، ڪڙا، پٽَ، گهنڊَ، ڀچا، ڪرٽَ، زنجيرَ، ڪپَ، گهوڙا، نيرَ، وَٽَ، تورا، مڻَ، سيرَ پاءَ، آنا، ڏُڪا، تولا، ڦرَ، چيرا، ڏرَ، ڪوڪا، پيڙا، پيچ.
2. لوهه جو: چڙو، ڪڙو، ڪانُ، ڪٽُ، ڪپُ، پٽُ، مُترڪو، ڪنڊو، ڪيرُ، ڪوڪو، نعل، نيرُ، ڪلف، اسڪرو، اِنجيسُ، ڊٻو، ٽين، پٽيچ، چلو، چاقو، چمٽو، تئو، ڪُلُ، چرُون، پرڻ، زبانو، رڪيب، بگهڙ، لغام، پچرو، ڦيٽو، مارو، ڪانٽو، نڪچٽو، رنبو، کهيڙو، نچڪٽو، واهولو، ڪانيرو، سُنبو، ڪرٽ، نلُ، نارو، پيچ، گاردر، ٽيرَ، گهوٻو، پستول، رِوالوَر، تيرُ، پيڙو،

ٽڪلو، سوئو، برمو، مَنڊَرُ، سانچو، ڍڪڻ، خونچو، رَندو، ڏاٿو، نارُ، ڪفگير، چمچو، حمام دستو، ڪوٽڪو، لالٽين، شمعدان، فانوس، سُوئٽرو، وڏاڻ، خنجر، ٿالهه، ڪٽاهو، رُڪ.

3. لوهہ جون: هٿڪڙيون، بيڙيون، تغاريون، چاڻٽيون، ڪترون، ٽپريون، ساهميون، رواتيون، ٿالهيون، چرخيون، تارون.

4. لوهہ جي: آهوڙي، ساهمي، سوئٽري، ڪوڏر، ڪرڪي، روات، سئي، ڪينچي، ڪسِ، تند، ڪاتي، ڳجي، پانڪ، نجهڪ، سنگهر، ڪُنجي، ميخ، ڪلي، طاقي، سيخ، ڪٽيچي، ڪُرپي، تئي، ٺقٽي، وراٽي، چاڻٽي، باڙدي، بالٽي، ڪڙي، تارَ لئون، ڪرسي، ڪلَ ڳاڏي، انجڻ، مشين، صندوق، ٽرنڪ، سئنڪلي، سائيڪل، بائيسڪل، زنجير، چُري، ڪارائي، رَنبي، ٽڪوري، سونهڻ، سيراهي، انبوري، پڪڙ، هٿوڙي، سنداڻ، تيشي، چَڙي، چوني، ڏُري، بندوق، ريلَ، توبَ، گولي، زرهہ، ٽجوڙي، چابي، لارَ آرَ ڪُنڊي، سيراڻ، پلي، چوناري، ڪهاڙي، سگري، چادر، پرٽي، ڪيوي، ڪمي، چمني، ڪيفَ، ڏوئي، استري، ناتاري، ڪپي، چرخي، ڪٺا مارِ ڪوڙڪي، بيلَ، ترار، تلوارَ پيتي، چيٽي، چيرٽي، گهوڙي، سرائي، ڪٽاهي.

5. لوهہ جو بيت ●

ساراهيان سچو ڌڻي، جنهن باري رنگ بنايو هو،
انبوري، آري، پالا، بٽچون، رِينگ، ريوالا، گرزن گوڙ مچايو هو،
نل نوان سي ڪرسيون ڪليون، جهاپو جهٽ هٽايو هو،
چوهہ، چچهري، اِنجڻ، آهوڙي، قفل، ڪلون ڪم لايو هو،
تالو، تاڙي، توَ، تارازي، تار، تندن ڪي تايو هو،
پرٽيون پونري، پاڪي، پوسرو، پلڪاري پٽ لايو هو،
پَها، پهوٽڻ، پجرا، پهلو، پيتي، ڏاٽي ڏند ڪڍايو هو،
سرڪ، سونهڻ، ساندا‌ڻ، سرائي، ڪُنجي سير سوايو هو،
سئي، سيرائي، سٽلي، شيخون، ٽيئر، ٽپيون، ٽڪ ناهيو هو،
ٺقٽيون، ٽڪوري، ريوٽ، رندو، رَنبو، ريهہ ڪمايو هو،
چَنگ، چمٽا، چاقون، چَڙي، ور واهولا، سامي ساٺ گنوايو هو،
ڪسي، ڪرسي، ڪسوٽي، ڪليون، ڪاتي، ڪپ ڪمايو هو،

● چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ، ص 84.

ڪٽ، ڪاني. ڪتر، ڪهاڙي، ڪوڏر، ڇُريون ڇت ڇلايو هو،
مارو، ميخون، مڻ، مُنگلي، مُترڪي، بگهڙ بند لڳايو هو،
ريهه، رڪيب، روات، رَنبي، نارا، نريون، نعل نمايو هو،
تير، تپاچا، ڪان، ڪتهڙا، ڪوڪا، وهڪو وٽند ورايو هو،
ڪِير، ڪارائي، ڪُندي، ڪهاڙي، دُڪا دونالي دنگ لايو هو،
بور، بندوقان، بيلچا، ببون، زور زنجير زنگ لايو هو،
نشتر، نهيرڻ، نِڪو، ناڙي، ڪهي، ڪنيڙا، سيڪڙ، سيڪ سوايو هو،
ريل، رواتي، زور، زبانو، دَبا، دُنگي، سائيڪل سايو هو،
ڇرُون، ڇال، ڪٽيچي، قالب، لار، لغامي، ويتر پٽيچ وڇايو هو،
دُوربيني، دردديوانا، ڪونجون، ڪرڪي، ٻٽ ٻلاري آيو هو،
ويلڻ، ويٺا، ٽانگي، ٽڪوري، بولو، بنسري بند لايو هو،
ڪان، ڪٿاري، نير، ناري، سونگو، سنبوهي ناهيو هو،
تولو، تراڙو، تين، تير، تُڪي، سري سوڳارو سايو هو،
هَٿي، هيندبل، وڏاڻ، ولائي، پهلو، پڪڙ پايو هو،
ٽٽڪ، ٽانڪي، ٽونٽي، ٽڪرو، گهڙيال، گهوٻو درس ڏکايو هو،
پُڙي پُرزا، پيتي، پانو، نَڙي، نڙانڊي ناڻيو هو،
گهنڊ، گهوڙِي، ڦيٽو، ڦرڪو، پير پٺي لٺون لايو هو،
ٻوڪي، ٻچو، ڇٽڪو، ڇَاٽي، شهل شور مچايو هو،
مڻ، موري، مشين، منگلي، ڇُري، ڇاٻري، ڇاٻي ڇايو هو،
تند، تراڙ، ڪرين، ڪَڙو، ڊَٻري، ڊِنگ رَلايو هو،
آنڪ، اسٽيل، ناٽيي، ڪانٽا، ڪوڙڪي، دروازي دنگ لايو هو،
ڇُلهَ، چڪري، ڏُڦو، ڏاڪڻ، ڪيڻ، ڪانو ڪم لايو هو،
ڪَن، گوني، گولي، گوري، پُل، پٽو، هول هلايو هو،
جَڙ جامڪي، واچ، وراٽي، بُلٽ، بٽڻ بند لايو هو،
عينڪ، آرو، ڪرٽ، ڪارو، سنگل، سوُرنگ لايو هو،
ٽريڪٽر، ٽلو، ڏمڪ، ڏُري، پل، پروڻ، داغ، دُري، دنگ لايو هو،
ڇَلو، ڇري، ڇاپ، ڇڪو، پر پلڪار پهلو آٽي پايو هو،
ڏَڙي، ڏري، لسي، لاري، لاٽُون، ڏ گَ ڏاريو هو،
ڪُنڊ ماپ، ڪارائي، سانچو، سوئو، قنداق، ڪٽيچي ڪمايو هو،
”لعلڻ“ ليکو ڪرين ڪهڙو، رازق رنگ رلايو هو.

# ليکو

1. ليکو (ليکي جا نالا): ڏني، ورتو، گهريو، لٿو، صحيح، غلط.
2. ليکي جا: انگ، سو، هزار، لک، ڪروڙ، ارب، پدم، کرب، نيل، ڏزن، رپيا، آڌيا، ٽڪا، پئسا، آڌيلا، ڪسيرا، چوئنڪ، ڪوڙ، ڪارا، خرار، ٽويا، ڪاسا، ٽن، مڻ، سير، پاءُ، آنا، ڏُڪا، تولا، مُگٽ، ماسا، اِنچ، فوٽ، پُرهه، آگر، ٻہ، ٽي، پنج، ست، ڏهہ، چوڏهن، ٽيهہ، چاليهہ، ٻڌا، ڪيا، پورا، گنڊ، ڪاڳر.
3. ليکي جو: تعداد، باقي، جنس ميل، اگهہ پار، نول، محصول، واصل، جمع، ڪنڌو، مودي، پوٺو، ڏيکو، هٽ، گز، وال، انگ، اکر، لهٽو، گهريو، ڪچو، پڪو، ٻڌو، واريو، ڪيو، حساب ڪتاب، پيرو، وڌيو، ڪٽو، سنئون، ڏنگو، چڪتو.
4. ليکي جون: ڦارونيون، ڪوڙيون، پٽڪيون، ڏڙيون، ويهون، پائليون، پيانيون، لاريون، آنڪون، پايون، دمڙيون، ڪوڏيون، نونڌون، هنديون، پاٽيون، چوٽايون، رتيون، نريون، چاڙڪيون، ٻاڙيون، وِيهون، اڪيون ٻڌيون.
5. ليکي جي: پڌري، ساڍَ، پُل، گهوبي، اڪي، ٻَڌي، سُپت، ڪپت، جوڙ، ڪَٽ، ونڊ، ضرب، وريچ، سُرت، اُٿل، رونُگ، وهي، بندي، آمدني، گهاٽي، واڌي، وصولي، آڳت، رهت، رکت، ڪاربت، اوڌر، هنڊي، ڳَٽ، ڪوڙي، ڪوڏي، دمڙي، پائي، رقم.

# مــار

1. مار جو: ڌڪ، چنبو، ڏاڍو، ڪانٺر، ٺڦڙ.
2. مار جي: جُٽ، ڦٽ، چماٽ، لت، مُڪَ، ڏندي.

# ماس (گوشت)

1. ماس جو: ٽڪر، هينئون، جيرو، ٻيرو.
2. ماس جي: دِل، رانَ، ٻُڪي، پوٺي، سُنڍي.

# مال (جانور)

1. مال (مال جا نالا): ڳئون، ڏيڳي، ڏيڳو، گابو، وهڙو، ڦروٽ، ڏاند، مينهن، پاڏو، ويج، ڀهاڻ، ٿهاڻ، ٻڪر، ٻڪري، ڇيلو، ڀِرو، پٽ، اٺ، اُٺُ، ڦنبر،

ڏاچي، گوئرو، گوئري، ڪنوات، دئوڪ، ڪيرو، ڇَٽ، مسٽ، ردِ، گهيٽو، دنبو، گهوڙو، گهوڙي، وڇيرو، ڪميت، بور، سنجاف، مڪڙو، سرخو، ابلق، ٻـ ڏندو، چوڳو، پوراف، چپران، ڏاگهو، ڪرهو، توڏو، ميو، ڇانگو، وڇيري، ليلو، ليلي، ڪودڙو، مهري، ڪرهو، چانگو، ڳائو، خچر، لاڏو، گڏه، ياڳناڙي، ڪچي، سنڌي، ٽري، ڍاٽي.

2. مال جا: چوڙيا، ٻڌا، پهريا، ونگيا، ورايا، ڍڪ، ڍنگيا، واڙا، وٿاڻ، سڱ، وريا، ونگ، ڪوراڳي، ڏنگا، ڪُنيا، پُور، ڏند، مٿايا، اپرا، ڏُٻرا، مهوڙ، متارا، ولر، گاهه، پيرا، ٿڻ، ساڳا، ٿونا، اوجهه، چنگ، چڙا، ڪرڪا، ٻَرا، ٽُرا، اوس، ساڳيا، ٻنڌَ، پينگها، ڦر، در، احمال، نشان، لڱا، ڍوند، ڇوڙا، ماٿاما، ڍوَ، جُڳ، ميڙائا، موڙا، سماڙا، عضوا، چارا، آهورا، ياڙا، گسَ، پيچرا، بوتا، سانَ، پوني، سنج، سوار، ٻڪرار، ڏراڙ، ڳنوار، ميهارَ، ٽيڙا، ڦُڙا، پاڪڙا، پلاڻَ، تلَ، هنا، پنڊ، اُٺ، گوئرا، گهوڙا، ڀڄَ، توڏا، مهري، لاڏو، گهٽ، گهيڙ، گوها، گوشا، ڏاوڻ، چيٽا، چٽ، تارون، بور، پُسيا، ساَنگا، داغ، پاسا، وڳ، ڳلا، ماسا، سودا، لانگها، اوهه، دونهان، ور، لاڙا، ڪرڪا، ڪڪڙا، چوئرا، سچا، ڪوتا، ڪيٽا، ليٽڻ، ڦولهڙا، نڪَ، اوڳر، تنگ، ڪنوات، مُهرا، نيش، لوڏا، ليڏوٽا، گوربند، ڳانا، گهنگهريا، ٿوها، ڦيرا، گهمرا، وريا، سيڪا.

3. مال جو: ڪوسُ، ڪُڻُ، ٻوٿ، نڪ، پُڇ، جيرو، چپر، چورايو، ڪاهيو، هڪليو، ٽڙيو، چٽو، دٻڪ، ڏٻو، پتو، ڪير، ڏڌ، مکڻ، گيهه، وسناڻ، رسو، ڪيرو، سعيو، ڳانو، تنگَ، رنگَ، سائو، هاريارو، رتو، رائو، ڪڪڙو، ڪمرو، پولهانو، موڏو، ڏٻو، هالو، ڪُنڊو، تاسرو، لاڳڙ، لڏيو، پلاٽيو، سوار، ڳائو، ماهو، اوٺو، ريڍو، ميهار، ريڍار، پاڪرو، سودو، واپار، ڏنو، ورتو، پلاڻ، پاڪڙو، چيٽو، ليڏوٽو، جڙو، وَهو، پئندُ، پنجوڙ، ڏاڻُ، نقطو، مُهرو، وڪو، وڙ، بدنام، پلو، ڍلو، داڳ، بند، مُنهن، ڪُنڌ، ٽپ، چال، ڳپ، سرگهيل، پرجڻ، ٻُرُ، وار، اوڳر، نرو، ڳاٽ، اُرهه، گسُ، ڳٽ، پسُ، ڳراهو، چڪو، ونگ، سنڌو، ڪُر، هُدو، ٽُڪر، سُنگ، چوڙو، لڳ، وڙ، مَٽ، ڪوڪرو، لاڳ، چارو، ڍؤ، رڙهڻ، رڙڻ، ڊوڙڻ، پنڌ، ويهڻ، سُڄو، ڏاڙو، ڦر، هيڄ، ڇڳو، ٿوهو، گوڏو، نارون، ڏُڪو، لوڏو، هوڪارو، نيش، چپ، تڪو، پلو، ڍلو، رڙيو، متارو، مُڄُ، آڦرجڻ، مرجڻ.

4. مال جون: ٿليون، ڪرڪيون، بريون، ڪاموريون، وسون، گوهرون، ڏِڪيون، وياميون، ڦنڊيون، ڪٽرون، سٿائون، آلوڙيون، ڪانگهاريون، ٽنبليون، ڏوٺريون، ڌميون، نهيون، ونڊيون، ماٽڪيون، پوريون، ڪنڊيون، پوڙيون، مستيون، جهٽيون، جَڙون، بينڪون، ڏوريون، چرون، چرون، ميڙيون، ٿهايون، ڏهايون، ڇيهون، ڪڪيون، پيڪون، رنيون، رنياهون، رڙيون، ڏانهون، ڪوڪون، ويڙهيون، ڪُريون، پُنيون، گوهيون، گهُتون، گهيٽيون، گهٽيون، آيون، ويون، ڏجاٽيون، گجرون، مالڪياٽيون، مِنڊريون، منڊرون، روجهون، نٿون، ڪوٺايون، لُوهُون.

5. مال جي: ڇاتي، پُني، جهڻ، لسي، ڏهي، مُچي، مِهند، مهار، پيڪ، رَنِپ، ٽيڪ، ڏاس، ملس، هونگر، ويهڪ، ٻهڪ، اُن، پشم، ويڙهي، ڪَتي، ڪتري، ڇيڪاري، پياري، ڪاري، ٻٽاري، سڏي، ڪوڪاري، هَلر، ڪُٽڪ، لاني، مٽ سٽ، چاڪري، ٽَڪ، ٽڪ، ٽڪڙ ٽياڪري، ڳلهي، ڪَني، پُوري، لٺون، ڏوري، دٻڪ، پستي، ڪَلي، پِهريات، ڦولهڙي، چوپائي، رواني، ڇائي، ٻرَهي، چانڊي، ڦُوڪ، رئي، اوڳر، پينگهي، رڙ، جهوڪ، ناس، ليٽ، ليٽڻ، ڪُري، نونهي، ڪل، ٿوهي، بيهڪ، سگهي، ٻولاهي، ٻُل، پلاڻي، ڏلائي، ارڏائي، ڏوڙ، ڪوڪ، ڍِهَ، سُتي، مستي، نپائي، لَڙي، رلي، مُهاڙ، اوڳر، هِري، ٻڏي، چوڙي، وهي، چني، ناهري، رسي، داڳي، ڳُجري، سائي، متاري، وهڙي، ٽنوار، ڳاڻ، ڪل، سانڊ، مادي، مڪڙي، گوهر، سَتي، ڳُڏي، لَٽ.

6. مال جا بيت ●

ساراهيان سچو ڏٽي، جو صاحب رب ستار چوان،
اُٺ عليل، اُمهڙا، آنر، آهر، يار اپار چوان،
اوجهر، اوڳر، اُڇا آنڊا، آڦري، اُڊا، اُلڪا ڏار چوان،
اوهر، اُويسلي، الضحيٰ، اُٿلي، آپري، اوڳي يار چوان،
آئٽ، اڪري، اُڇل، اوجهري، آنرا اُويڙا ڏار چوان،
آمَرو، اُڪيلي، آجڙ، آڳاٽي، اُوسو اَلبيلي يار چوان،
اُٿڪ، انجٽيون، اُٿڪ، اوهيرا، اُپچر احمق ڏار چوَان،
اُگهر، اَصيل، اور، آندرُو، اوڏو، اَجهو، ارڏي يار چوان،
اُڊر، اڳاري، اُمر، اِندو، اُهند، اڪياڙي ڏار چوان،

---

● چيل لعلڻ خان لغاري. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه. ص 84.

آمرُو، اُلڪو، آر، اَجهوري، اڪ، اَپاٽي يار چوان،
اُڙد، اَٽالو، آمرُو، اُونگر، آهنڊ اجايو يار چوان،
ٻُغدي، ٻاري، ٻَڊ، بدنام، ٻولو، بيٺڪ ڏار چوان،
بوربڪي، ٻودلو، ٻَج، ٻوجي، باديا بيني يار چوان،
ٻَري، بندروڪ، ٻُل، ٻُهرو، بوجو، ٻُرو ڏار چوان،
ٻُڪي، بندري، ٻَڳي، ٻُڪاري، ٻانو، بند رول بهار چوان،
توڏي، تُوڏا، تڪبير، توائي، تُري تيلا تار چوان،
تعظيم تازي، تُوڪ، تارُون، توبل، تَري يار چوان،
ٽڙ، تنوار، تيز، ترسي، تسي، تانگهه طبيلا تاسرُو ڏار چوان،
تَل، تِنجو، توبرو، تاڙ، تُنڪو، سنگهر، سرڪي، سڱير
سارسنيال چوان،
ساٿو، سَهڙو، سائي، سهٽي، سُچر، سُجي، سيري ڏار چوان،
صورت، سنڌٽي، سير، سرخي، ساٿ سهڙي ڏار چوان،
ساٿ، سودو، سيڙهه، سُئا، سير، سانپ، سنجو يار چوان،
سڪُر، سلهڙي، سيڪ، سس، سُڌ، سڱوئي سادي ڏار چوان،
سانهه، سوگهي، سُوڪ، سُتي، سپي، سوجر يار چوان،
جڏي، جاڙا، جُوءِ، جابلو، جُڳ، جوڳ، جيرا جَڙ ڏار چوان،
جر، جاڳو، جائُون، جاڙي، جانچ، جوٽو يار چوان،
هونگ، هبا، حلال، هاٿي، هيٺا، هنجهي، هنر هير آڌار چوان،
حرام هٿ، هڪل هٽيڪي، هڙڪ هُشيايو هار چوان،
هٽڪار هڏي، هَلر، هَنا، هُلو، هَستي، هُدا، هٿيلي ڏار چوان،
هَٿ هالي، حدَ هنبارو، هستر، هيڪلي هنبار چوان،
ڪُلي، کچر، ڪُٽل، ڪُهري، ڪرڪنگهاري، ڪوڙي ڏار چوان،
ڪُچ، ڪيرا، ڪار، ڪٽل، ڪيري، ڪُر، ڪُراندي، ڪٽل ڏار چوان،
شان، شوق، شڪي، شبڪ، شينهن شولو ڏار چوان،
گوهر، گونرا، گوڏا، ڳُڏي، گيهل گوڙ گوندا يار چوان،
غريب، غئيباٽي، گسي، گورا، گنجي، گتي، گلا، گُجرگار چوان،
گم، گهرا، گوها، گوشا، گُنديل، گودا، گردن گرڪيا ڏار چوان،
گابو، گابي، گوجا، گوهر، گميون، گاڏا، گور گڏار چوان،

ڪيل، ڪپائي، ڦيهي، ڦندر، ڦر، ڦيري، ڦيٽ، ڦنجهي ڏار چوان،
ڦرهو، ڦولهڙي، ڦاڏ، ڦاٽي، ڦوڪ، ڦٽي ڦٽڪار چوان،
ڦولٽ، ڦيرو، ڦلو، ڦاڪر، ڦُڙي، ڦَتڪي، ڦاٽي ڏار چوان،
ڪرها ڪارا، ڪُڏ ڪنواتي، ڪمرا، ڪوڙي يار چوان،
ڪوڙي، ڪچيلا، ڪُنڊيا، ڪونها، ڪوراڦ، ڪڪڙا يار چوان،
قطار ڪاچي ڪَن، ڪاپار، ڪوس، ڪوڪارون، ڪرنگها ڏار چوان،
ڪڙهہ، ڪوڙا، ڪُتيل، ڪُرا، ڪٽا، ڪمري، ڪوراڳي ڪار چوان،
ڪوجها، ڪاٽا، ڪُنهاٽ، ڪتري، ڪلا، ڪيرا ڪار چوان،
ڪتريا، ڪنڌاري، ڪوچا ڪاري، لُڙڪا لاڙي لار چوان،
ليا ليڙا، لڪ لانگها، لوڙها، ليٽ ليلا ڏار چوان،
لوگها، لاسي، ليڙا لاڏو، لتُون، لُڪي بُڪي بيحد يار چوان،
لڏ لڏوٽا، لڳي لاڙي، لوگها لتُون، لَتر لاڳي لار چوان،
موتي منچر، مست مواڙي، مور مُنڌي مهندار چوان،
مور ماٽڪي، ميٺي موڳي، مڙي، منجي، مينهون منٺار چوان،
ميچي موڙي، مُنهن متاري، مهڙ مُل مهل موچار چوان،
مڙي، مني، ماڳ، متانگو، مُشڪي، مهند مدار چوان،
مَرو، مهادي، مڪرو، ماري، مکڻ مکيرٽو ملار چوان،
رَتي، روڏي، رنگلا، رُهي، راتاهو، ڪونج، ڪوپري قطار چوان،
ڪوسي، ڪُٽڪ، ڪُني، ڪوڪارون، ڪهڙو يار ڪنار چوان،
ڪڪڙا، ڪندو، ڪوس، ڪهائي، نرا، نُهيون نروار چوان،
نيرانگ، نويل، نُقرا، نختا، نرگهٽ، ننڍا نيش نظار چوان،
نولي، نٿون، ناس، نڪيلي، نر نوان نروار چوان،
منر منهن، مگها مواڙي، وڳر، وهڪون سا وڳار چوان،
ويڙها وڳ ورايو واٽ وجائي، ويڳي وڪر وار چوان،
وهُر، ويڪو، وڙ، ورتي، واڙي، وهو واڳ وچيري ڪار چوان،
واڙو، ويائي، ويڳي، وجائي، وچون، وڪرو يار چوان،
وڍا، وهري، وڳرَ، وروئي، ٻُل، ٻولاهي ٻار چوان،
ٻيڪ، ٻوتارو، ٻڌي، ٻڪري، ٻڙندي يار چوان،
ٻهڪ، ٻُڪيون، ٻِلهڻ، ٻوتارو، ٻوري ڏار چوان،

ٻَھرو، ٻنڊي، ٻيھر، ٻُڪيون، ٻر پٽيلي يار چوان،
ٻوڙھو، ٻَڪو، ٻوني، ٻھرُو، ٻُور، ٻياري ڏار چوان،
ٻَٽ، ٻچاري، ٻتو، ٻڏري، ٻُني، ٻوشو يار چوان،
ٻيندَ، ٻچاڙي، ٻُستي، ٻَنو، ٻانڊِي ٻينگھي ڏار چوان،
ٻنڊ، ٻيچرو، ٻشم ٻيتي، ٻَتري، ٻٿاري، ٻُچ ٿار چوان،
ٻُنو، ٻاسري، ٻھرُو، ٻُچي، ٻِڙي، ٻَٽي، ٻھار چوان،
ٻھرات ٻناڪون ٻس ٻيتائون، ٻونن تي ٻھنوار چوان،
ٻور ٻٿاري، ٻاڳيا، ٻاٽا، ٻولي، ٻَرڪي ٻيلار چوان،
ٻيڏ، ٻلي، ٻيرو، ٻُلي، ٻُڄ، اُتي ٻٽڪار چوان،
نوڙھي، نڪر، نولھر نڳي، تنگ توائي تار چوان،
چَڙي، ڇونگاري، چَرھو، چربي، چال چڳي چوڏار چوان،
چوري، چڪر، چانگي، چونري، چوڳا چرڪ اتي چوڏار چوان،
چوڙي، چنبي، چمڙو، چارُو، چوپ رنگي چوڏار چوان،
دَر، دُونھين، دَسي، داڳي، ڪرڪي، ڪيل ڪنگھار چوان،
چور چني، چُڙي، چيلي، چرڪ، چڙھي، چَلَر ڏار چوان،
چيٽو، چالي، چاٽو، چٽي، چلنگي، چڪڙ چٽ ڏار چوان،
جَڙ، جابلو، جڳ جوٽا، جائون، رت رتي ريدار چوان،
ڪَرھا، ڪڪر، تُلھا تُوھا، تري، ٽاٽا ٽڪل ڏار چوان،
ٽاڪَ، ٽنيا، ٽونا، ٿھريا، ڏاٽا، ڏايا، ڏنورا ڏڪا ڏار چوان،
ڏٺ، ڏنار، ڏاڙا، ڏوڪي، ڏاري ڏيابَ اُڏار چوان،
ڏوڙ، ڏڪا، ڏاند ڏُھيرا، ڏھاڳ، ڏنجو يار چوان،
ڏنيَ، ڏانُون، ڏاوَٺ، ڏنگا، ڏُڏي، ڏگَرَ ڏار چوان،
ڏُٻري، ڏاچي، ڏاگھو، ڏوري، سانوڻ، سنجو يار چوان،
ڏاس، ڏندي ڏُچر، ڏڏي، ڏارو، ملس ماڳ مھار چوان،
چاھين، چُٽر، چمر، چوڳي، چيڪ، چوڙو يار چوان،
جھٽڪون، جھوڪُون، جھڳي، جھلر، سودا واھہ واپار چوان،
چَر، چانگھي، چچڙ، چمڙو، چڳڙ، چوري ڏار چوان،
ڪڙا، ڪڙڪي، ڪڙھہ، ڪولي، چُندا، چاڙي، چپ ڏار چوان،
ڏُھاڳَ، ڏاگھو، ڏِنگي، ڏُھيري، ڏنبَ، ڏانُون ڏار چوان،

ڏور واڳ، ڏاوڻ، ڳـــرون، ڳنڍڙي، ڳـاتو، ڳـاٽ ڳنوار چـوان،
پينگـي، پوئـري، پـــني، پيـلاڙ، پانـڊو، پيـرو يـار چـوان،
ٽڪ، ٿـهاڻ، ٿـلهـ، ٿوڪڙ، ٿـرڪي، ٽاٽـر، ٿاپي ڏار چوان،
ٿاهـ، ٿڪا، ٿاري، ٿـلو، ٿـڪر، ٿـاڪ ٿـُنبي ٿـار چـوان،
ٺينهـن، ٿپـاٺري، ٺپـر، ٺونٺـي، گوهـا، گـُـجر گـار چـوان،
آٽـر، اوپرا، ڦـاٽي، ڦرڻـي، ڦيـٽ، ڦرهـ، مـرو مهـل يـار چـوان،
مدعـو، مـوڙو، مـَـٽڪو، مهـانگي، مـوڏي مـُـردار چـوان،
سنڌ، سُنڌي، ساٿو، سمهڙو، ٻيرو، ٻوٽي، ماس اُتي موچار چوان،
هـَـٻا، هيٺا، حـلال، هڪـل، ٻـلهـ، ٻـوڪ، ٻڪـر ڏار چـوان،
توترائـــي، تـــاڙ، تـــاڙو، تيلـــو، اُن آڳـــاٽي عـــار چـــوان،
ٿـــڪي، ٿـاٻو، رنـد، راهـون، رَلا، رَسـي رائـي ڪـار چـــوان،
ڏُڪ، ڏوڙ، ڏِٻ، ڏڪــــو، ڏهــــو، ڏاهـــــائي ڍار چـــــوان،
پـاڏي، پـاڏو، هـي هشـايو، هسـتر، چڪـرو سـو چـوڏار چـوان،
گهڙي، گهـوڙي، گهـٽو، گهـٽـي، گهـنـڊر، گهنـڊڙي يـار چـوان،
گهـاڻ، گهـمـرو، ڪـميـت، ڪـونتـل، ابلـَق سـنـدا عـار چـوان،
هيـــر، هتيلـــي، ڍور ڍڳـــا، ڍُرڪـــي، ڍوري ڍار چـــوان،
ٺيڙ، ٺيڙا، لسا ليڙا، لـَـٽون، لوگهـا، ڳرون سا ڳـَـٽڪار چوان،
ويـر وَرائـي، واٽـون وڪـرو، تـل تـوڪ سـندا تـَـڪرار چـوان،
نگ نـشاني، ڳاني ڳورا، ڳـلهي، ڳيڙ ڳـاو ڳلهـي ڪـار چـوان،
ڳلخور، ڳـُجهڙي، ڳلهي، ڳـاڙهي، ڳهلي، ڳوڙهـ ڳنوار چـوان،
ڏاريـــا، ڏَٽڪـــا، ڍڪ ڍوليـــا، ڍاٽـــي، ڍنـــگر ڍار چـــوان،
چال، ڇهـي، چانگ، چڪـو، چيڪـاري، تـَـسي، تنـوار چـوان،
مرو، موُنا، نوُننا، نوڙها، ڍنگ، ونگ، ڍائي، وهڪرا ڏار چوان،
پنجـــوڙ، پڙٻـــي، ٻهـــار، پوئـــي، پينگهـــا يـــار چـــوان،
لـُـطف ڪـجانءِ تـون ”لعلڻ“ چئـي، ڪلمـون قلـب قـرار چـوان.

(2)

| | |
|---|---|
| پنيـــوران بـــار پئـــي، | جان ڪي سڌ ڪيام ساٿين، |
| اديـون! اُٿ ڪـــدي نيـــا، | ڪـــاڪيون ڪيچئـــڙن، |

[2] چيل شيخ ابراهيم جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص 196. هن بيت ۾ اُٿ جي رنگن جا نالا آيل آهن.

ڪڪا، ڪارا ڪيترا، هئا بغدي بلوچن،
ساھ سانوڪ سونھٽا، جهما جهونجهارن،
نرتا وجن نڪريو، بانشا، بور سندن،
وجن سوچانا سنرا، لڏيا لاڪيڙن،
پَرا ڏنا هُوَ پٽ تي، ڪي ڏونٺرا اُٺ دوسن،
زرد، ڳاڙها ذوق مان، ڪوڏيا قريبن،
مڪڙا وجن موج ۾، تڪا، نه ترسن،
مائگڻ محبوب جسا، سينگاريا سونهن،
ويندا ڏنا هُوَ واٽ تي، ڪي منهنجا اهڙن اهجاڻن،
مهري ملوڪن، ڪي چڱي رنگ رمي نِيا.

# ماني

1. ماني (مانيءَ جا قسم): سوڪ، تلهي، ڪچي، ڦڪي، سنهي، پاروٽي، تازي.
2. مانيءَ جو: ٽُڪر، يور، ڪَنو، لولو، ڳيو، ڳيل، اڌ، چوٿو، خير، ونڊ.
3. مانيءَ جي: دبڪي، ٽُڪري، صلاح، ڪورَ پڪي، ڪچي، ڪاڏي، اوبر، بچي، پاروٽي، سچر، تازي، ڪوسي، ٿڌي.

# مايا

1. مايا (مايا جا نالا): ڌن، دولت، پئسو، پارس، خزانو، ٽَڪا، هيرا، موتي، سون، چاندي.
2. مايا جو: هٺ، غرور، تڪبر، ڍؤ، فخر، ميڙو، موھ.
3. مايا جي: ماڇ، وڏائي، ميڙَ واڌي، ڪنجوسائي، سخاوت.

# مٽي

1. مٽي جا: اوهڙ، ڪامان، دڙا، ڪورا، بنگلا، ڪوٽَ، ڪڙا، ڊڳ، ڳوڙها، پنوڙا، گلولا، مارا، نارا، چاڻا، گارا، دورَ رانديڪا، نڪ نڪالا، ڊيبا، وارا، ٻورا.
2. مٽيءَ جو: گارو، ڪرو، ڪوٺو، ڪوٽ، ڪامو، ڪڙو، لمندو، پنوڙو، ڀاڻ، چمر، ٻنو، مارنگ، دڙو، تنورُ ليپو، چاپوڙو، آلو، سڪو، ٻوتو، قالب، پنجهو، ٿَلهو، پتر، چڪ.
3. مٽيءَ جون: ڪوٺيون، دليون، ماڙيون، تغاريون، غارون، ڪونديون، سرون، ڳُنديون، ناريون.

4. مٿيءَ جي: سر، مسجد، چوري، طاني، ڪچي، پڪي، ماڙي، حويلي، واري، ڪاڻ، قبر، غار، غفا، پوڻ، چيڪي، ڇَري، ڪاتي، ڏيوري، ڪيڙي، اوسار، لِنب، پِت، چُلهه، ونگَ، آڳيٺي، دِڪي، مار، گوراگل، ڇِڪَ، ماثار.

# مٿو

1. مٿو (مٿي جا نالا): ڪرم، ڪاپار، تارون، نراڙ، سر.
2. مٿي جو: موڙ، لکيو، نصيب، وار، پٽڪو، ناج، سور، ڪاپارو، ٺَڪر.
3. مٿي جي: دستار، ٽوپي، ڇانوَ، جوُن.

# ميڄي

1. ميڄي (ميڄين جا نالا): کهي، سٽي، سُهٽي، پوپري، وونج، دوٿر، اهل، ڪُرڙي، ڏنيري، گانگٽ، ڄرڪو، پلو، سينگاري، گنڊٽي، ڪُرڙو، مُڪر، گوج.
2. ميڄيءَ جا: ڪنڊا، تارا، ڇِلر، پيرا، ڳيا، ٺُڪر، آنا، پِنا، هوڪا، ريج.
3. ميڄيءَ جو: ڪنهڙ، پيچ، ڪندو، لاٿو، ڪاندو، پيٺانگو، ڦوٽو، اڏ، چوٽو، پِتو، ڇِلر، مار، سوئو، ٽنگڙ.
4. ميڄيءَ جون: ڪليون، ڳيپون، پيريون، اڏيون، مياٽيون، وڍيون.
5. ميڄيءَ جي: ڪاري، پُڇي، منڊي، ڪلي، ڳيي، سِري، ڪِڪَ، هاري، آني، ڦاٽي، مئي، وڍي، اڏي، ڪُنڊي، تازي، ڪاري، لوٽاٽي، ڏپِ، ڇٽ.
6. ميڄيءَ جو بيت[●]

'مُـــرا'، 'مانــڪر' تنهــن، 'پـُــــلهڙيون'، 'پيهـــڙ'،<br>
'ڪچئـــان'، 'واڳـــون' ڪيتـــرا سمهيـــن آهـــن ســـر،<br>
بحـــري بلائـــون ڪيتريـــون، ڳٽنـــڻ ڪـــان ٻـــاهر،<br>
'مـــچ'، 'موراڪيـــون'، 'منـــديون'، جنهـــن ۾ نـــانگ ارڙ،<br>
'ترٽيـــون'، 'ٽيريـــون'، تنهـــن ۾، جتـــي گڙيـــو اڇـــن گينـــور،<br>
'پـَلا'، 'پٽون'، 'پٽئون'، 'پوپريون'، ڪن سان 'ديا' ۽ 'دانـر'،<br>
'سيريا'، 'سانا'، 'سينگاريون'، ڪٽ 'ڪُرڙا' منجهه ڪينجهر،<br>
'گـُـــلا'، 'گنـــدڻ'، 'گـــانگٽيون'، ڏس 'بوهـــڻ' ۾ بحـــر

● راوي دُورو اوٺو، عمر چاليهه سال، ويٺل ساڏپور، چيل الله ڏنو رٽو، ويٺل بهادي پور ۾ اُپلاٽڻ جو ڳوٺ، تعلقو جاتي. ڳجهارت جو ڳولو هو. ميڄين ۽ پکين جا بيت ٻڌائين. هن فاني دنيا مان گذاري ويو.

’ڪلان‘، ’لهڙون‘ ڪيتريون، ڪٿ ’ڇرڪا‘ ۽ ’ڇاهڙ‘،
’واڇون‘، ’سيٽون‘ سوئن هجن، ڪٿ ڦوڪون ڏين ’ڦيدر‘،
’رڙا‘، ’ڏاهيون‘ ڏاهپ سان، وٺيو هلن ڪنڌيون ۽ ڪپر،
’گوڇون‘، ’ڦنڊٽيون‘، ’گرم‘، پيارين ’ڦاٻٺا‘ پنهنجيءَ پر،
’برٽيون‘، ’ٻوهٽيون‘ تنهن ۾، جت نانگ انڌا ’اَنير‘،
چيڏڪ چڏي ’ڇلوريون‘ هليون، ’ڍگٺا‘ ٻڌن ڍر،
’منڍا‘، ’ڳانيرا‘ مرڪي هليا، ڪتي ’ڳوراهون‘ ٻڌن ڳهر،
’ڪهوا‘، ’ڊينڊ‘ ’ڪريڙ‘، جت ’ٻرڪلا‘ نهارين ٻر،
آيا ’ڍانگريا‘ ڍنگ ٻڌي، ڪٿ ’غيري‘، ڪٿي ’ڳيهر‘،
’آل‘، ’ڪڳا‘ اچن اوچتا، جتي وريو اچن ’ويسر‘،
’مَلار‘، ’ڦوٿائي‘ ڦوڪي هليا، جتي ’ويلڙا‘ ڪن پيا وَر،
’سوٺا‘، ’سوٺليون‘ ڪيتريون، ڪن سان ’ڪنا‘ ني منگر،
’ٻرون‘، ’پتٽيون‘ پاڻ ۾، ڪٿ ’ڪنگ‘ ۽ ’ڪانئر‘،
ڳٺي ڳٺينديون ڪيترو، قصو هي شاعر،
ڪئين سوين وير ورچني ويا هئا عقل جا اڪابر،
سُڌ نہ پيين سمنڊ جي، هٺا وَنجهن جا وينجهر،
’ڦاڙ‘، ’ڦاٽيون‘ فراق مان، ڪٿ لَڪ وني ’لُوئر‘،
’ڇهہ ڇريون‘ هلن چلن، ڪٿ ’مور‘ ۽ ’مانگر‘،
’ڏندو‘، ’ڏانيو‘، ڏڪي هليا، ڪٿ ’دَنواڻ‘ ۽ ’دوتَر‘،
’ميا‘، ’مانگيٽا‘ مجاز مان، ڪٿ لنگهہ ونن پيا ’لُور‘،
’ڇيل‘، ’ڇوڏيون‘، ڇُهُون ڏين، ڪٿ ’سيري‘ ۽ ’سيئر‘،
’پڏڻ‘، ’پنبيون‘، ٻهي آيون، ڪتي ’خوبٺا‘ ۽ ’ڪَر‘،
’ڳابَم‘، ’مالُوس‘ گوڙيون ڪن، ڪٿ ’باڊَم‘ آ بانور،
’ڪوئين‘، ’ليارين‘ ڪهي آيون، ’ڳولي‘ ۽ ’گوڪَر‘،
’مَيو‘، ’رنگَڻ‘ مردار چون، ڪتي ’گشي‘ ۽ ’گسر‘،
’لچڪ‘ ’لام‘ لَمي هليون، ڪتي ’ڦُوڪٽا‘ ۽ ’ڦاڪَر‘،
’ڪهيري‘، ’تابي‘ ڪُڏي هليون، ڪتي ’ڊوڪائُون‘ ۽ ’ڊانور‘،
’واڪياٽيون‘، ’لياريُون‘، وڙڪي هليون، ڪتي ’لُون‘ ۽ ’لانور‘،
’گورڪ‘، ’باڊَم‘ برسي هليون، ڪتي ’بونقار‘ ڪري بانور،

’ڪلريون‘، ’سونيريون‘، ڪٿي ’سپون‘ ۽ ’سادَرَ‘،
’بورا‘، ’دَڏَ‘ دَڏڪا ڪن، ڪٿ ’ڪَناتي‘ ’ڪانوَر‘،
سُڻ ذاتيون سانَ جون، جت گڏ رهن ’ڳيوَر‘،
’ڇهيري‘، ’ڪلري‘، ’ڪيڪٽ‘، ’پَتاڙي‘، ’پاوَر‘،
’ڪنڌي‘، ’گهوڙائي‘، ’ڪالي‘، ’ڪُس‘ ’ڪاسَر‘،
من مرادون”الله ڏنو رَنو“ چئي، من پوريون ڪريم پرور.

## مرض

1. مرض (مرضن جا نالا): نزلو، بگُ، ڪوڙھ، ڳڙُ، اڌرنگ، رتي، مهلو، مري، قيءَ، موراهي، اَلٽي، ڇڪي، ڪرڪو، عشق، رنج، چُڪَ، سوداءُ، بدنام، دم، موهيڙا، گڙدو، ٽوٽر، وارو، برهال، ڪهنبو، سائي، مُنهن ساڙو، اُپو ساھ، نُنهنٽر، نُگرو، رَسُ، ڪڪرو، ڏُمند، وائي، بادفرنگ، نَرو، پٽري، پرميل، ٽانڪي، رائو، ساڙو، سُوري، پيچ، گهمرو، وٺ، بواسير، سمڪي، موڪا، چِنُ، اُپ ساهي، زردوئي، يرقان، سِلھ، ڪنگھ، اُلي، جلندر، ڪاچي، خارش، سيتانگ، چاپاڪو، چٽي، ڪوڙھ، رهڙ، لسڻ، ھھو، ڏي، سنگھ، سردي، بادگولو، ڪنڌڳڙ، ڪيوراڙي، ڏُني، جهامرو، ڳنر، ويلڻ، ٽانٽ، مَلو، چالي، دق، ٽڏ، مرگهي، نزلو، ناڪيلي، ڦُلو، چَڪار، ڳرو، پيڙا، ڪُتي لڪ، لوطي، پرتي، جوڳير، آقري، خفقان، ڏينارو، ڦرڙيون، گُلري، مَلي، گنج، پت، سوچ، سرٽو، اوپر، ڪوئلي، هڏڙي، ڪندڙو، ماڪوڙي، سٽ، تارون، ڪاڪڙو، ماتا، مائي، اُرڙي، هڏقاڙ، هنبسڙا، ڦرڙي، رت ڳڙ، آرايون، آرس، تپ، هڪ ڏڙو، اِيٺڙ، بيٺڙ، ٽيٺڙ، سرءُ تپ، لُڪَ، لوسات، لُوھ، جهولو، جهانگرو، ليس، سرَدي، سرسام، وَبا، ٺوڙي، پليگ، ڳوڙهي، بُڇڙي، ناسور، نمونيا، ڳِڊڙي بِراڙي، اوچارو، مُبهان، اُبڙاڪ، اُبڙڪا، هڏڪوئي، قولنج، بين، قيري، گهمري، شبڪوري، ڏُنڊ، لُڙ، ريح، جيرو جائون، پڪَ، پڪرو، پِتو، ٽڏي، موڙو، مروٺ، مهٽ، نڪاءُ، گهِٽ، پوٺري، اوسو، ڪمسول، چٽر، پوزو، پٽريون، ناڪيري، ڪيڙو، بند، سُڪ، قيٺ، سرگير، پوڙڪي، ڦڦڙي، ڪارو واءُ، ڪچرو، بدرو، جهاڙڪيل، چيرو، ڦار، روڙو، گڏر، ڦڪرو، ڏيچ، سهڪ، گوڏا ڪوڙ، چِڪڙ، پوسو، ڦاڙھ، بوند، چپ چَٽ، اُبت ڏاڙ، سوجھر، منچر، تاپو، پنگلو، سرٽ، متي جو سور، پنواتي، خفقان، اوجاڳو، اڪ اُٽڻ، ڦٽ، ڇهڪ، چير، سيرَ ڪجلي، چِڪون، خناق، گگهي، هنيارو، دمڪشي، دل

هول، ماليخوليا، بدهاضمو، چاراو گرائي، ڪامڻ، هيانچو، نواسير، پهڻي، سنڌن جو سور، دست، وار چريو، چرند وار، چور وار، پرو، ٻقو، بخار، بلغم، ڪرٽيو، ٿولهه، ماچ، جهوري، ڪليون، ماندڪائي، ڪام، ڪوسڙو، سدپاڪ، ويلڻ، ويلڙو، ڳلپيڙا، غشي، ڪمري، ڳُر، ڪَڪ، ڪس، باديا، پهار.

2. مرض جو: درد، سُور، علاج، فڪر، غم، ايذاءُ، ڏِپ، ڦوڪارو، ڏنپ، وارو.

3. مرض جي: تڪليف، دوا، ڦڪي، سُٽي، بوٽ، پُڙي، گوري، اوتَ، ٽوٽر، جهوري، لوري، رک، شفا، اُڄ، تاس، ڳهرَ.

# مرون

1. مرون (مرن جا نالا): سامبر، سهو، سرهه، سوئر، سورُ، بگهڙ، گدڙ، هاٿي، شينهن، واگهه، سيڙهه، لومڙ، لوڪڙ، ٻلو، ڪتو، راڳو، تازي، مرَ، واڳو، لڌڙو، ڪچون، پلنگ، پولو، پولڙو، مڇ، وِڇون، چيتو، ڏوهيون، ڪلب، مانگر، ڪُم، سيسر.

2. مرون جا: چڪ، چنبا، رَتا، پرا، چنا، ڦاڙيا، ڪاڏا، پٽيا، چڪيا، ماريا، چيريا، ڦاسايا، نيشَ، ٻُلَ، ولَرَ، پنجوڙ، ڏڦا، هنبس.

3. مرون جو: ڏڏڪو، جهٽُ، لنگهه، گسُ، شورُ، گهمرو، چرڪُ، رانباهه، هوڀو، راڙهو، وَڄُ، ڏند، جهيڙو، ٻنر، لوگهو، گهُمرو، ٿم، چنبو، رانيوٽو.

4. مرون جون: سنگهرون، جهوتون، گهورون، لوڏون، اوناڙيون، ٻهڪون، ٻُهڪارون، تَڙون، ٻچون.

5. مرون جي: هيبت، چُر، گهور، سنگهر، گوهي، شوخي، رُوڙَ، رُومڙَ، گوڙ، گجڪارَ، ڪاهه، جهڙپَ، ڪاوڙ، اوناڙَ، ڊوڙَ، ٽولي، ماري، گهِلي، ڪاڏي، ڪيهه، ڪَت، مواسَ، لوهَ، چيٽَ.

مرون جا بيت*

(1)

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب رب ستار چوان،
ببر، بدُو، باندر، بگهڙ، سرهه، سيسر، سامبر، سهو ڏار چوان،
سيڙهه، سوئر، ساڙ سهيلا، ڏرا، زَناوَر زيبرا ڏار چوان،
شنگور، شينهن، شڪ شڪاري، ڦاڙها ڦتڪن ڏار چوان،
ڪيانگر، ڪُتو، تازي تڪڙا، لوڪڙ لومڙ لانبڙ لنگوري ڏار چوان،

---

[1] چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص 84.

لاٽـدِرَ، لـُـڏڙا، مسـت مهمـا، ممـڙا، ميـڙا مـــرُون ڏار چـوان،
مانـگر، مـوڏا، چٽنچـل، چنـدي، چـراخ، چيتـا چڪـور ڏار چـوان،
رِڇ، روهيـلا، هوسـڻ، هـاٿي، ٻـلو، ٻيلاٽــي ٻهڪـار چـوان،
ڪيهر، ڪيچون، ڪُمر، قنڌاري، ڳاڳيا، نهر، گورخر، سنداگينوار چوان،
گنـدا گـُـرگ، گـدڙ ٻيـا گينـڊا، شـهگوش، شـنگوريا ڏار چـوان،
ڀـولڙا، ڀولـي، واگهـا، واڳـون، وينـڊا، پلنـگ پـڏرا ڏار چـوان،
چٽـوڙ چريـا، چلاچريـا، نـورَ نهريـا، ٻـُلهڻ جـي ٻهڪـار چـوان،
آدمخـور اَجـايو، آهـو، عجـب، ازگـر، گـرڙ اَنـدار چـوان،
ڳوريٽ ڳجهڙا، گـُريـَـه، گينـڊا، گـڊا، گـُـلر گـَـرا ڏار چـوان،
ڀونــڊڻ ڀــاڙي، ٻـــدو ٻــاري، چـــُــهڙا ســي چــوڏار چـــوان،
اَزگـــر اُٺ عليـــل آيــا، مـــــرگهہ مواڙيـــا ڏار چـــوان،
لطـف ڪجـان تـون "لعلـڻ" چئـي، صـاحب رب سـتار چـوان.

(2)

اُڪـل اڇـي تـو، اَلهـڙ، انـڌ، اُچـل، اپريـو ڏار چـوان،
ڪـاڌ، ڪـُـڏٽو، گهـور، گهٽـي، قـاسي، قـاهي ڏار چـوان،
قـاتو، قتڪيـو، قيـري، قٽيـو، دونـاڙ، دسـيو ڏار چـوان،
گونـريـو، گجـو، گـروڙ، گهـرو، چريـو، چتـو ڏار چـوان،
ڳـَـلي، ڳـاري، غـار، ڳرڪـو، مهمـا، مسـتي ڏار چـوان،
وَرتـو، ورايـو، ويڙهـو، واچـر، تـان، ٿـاٽو ڏار چـوان،
ٻـُـل، ٻچ، ٻنديو، ٻوچو، ٿاهہ، ٿـَـٿو، ٿنگيـو ڏار چـوان،
ڇـُري، ڇتـو، ڇـُـهي، ڇـُـٽو، اڙيـو، آيـو ڏار چـوان،
ڀـاڄ، ڀڳـو، ڀـَـرڪيو، مـاريو، مـار، شـڪار چـوان،
مـــڙيو، مـوٽ، مئـو، مـاريو، مـاري ڏار چـوان،
ڇـال، ڇـَـڪيو، ڇـَـند، ڦنـد، ڇـَـڪڙ، ڇنـو ڏار چـوان،
ڏر، خـوف، خطـرو، ڀـڏو، ڀـرڙاٽ، ڪيهـون ڏار چـوان،
هـَڪـَـل، هڙڪ، سـريو، سنيارو، هـُرڪڻ، هٽيڪو ڏار چوان،
گهـُور، گهـُمرو، چـَر، چارو، چـَـڪ، چڏ، چپائي ڏار چوان،
رَنـب، روڪ، رنـد، رڙيـون، رِيهـاٽ رَسـي ڏار چـوان،
لطـف ڪجـان تـون "لعلـڻ" تـي، صـاحب رب سـتار چـوان.

[2] چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص84.

(3)

مولـيٰ خلقيـا مـُلڪ ۾، مـرُون ڪئيـن مانـگر،
شـينهن، شـنگور، ڳورپـتَ، گينـڊا، گورخـر،
گـدڙ، گربـــ، پـــولڙا، بگهـــڙ ۽ بـــاندر،
بيجـُو، پولـو، پچڻـي، سيڙهه، سـَهو، سانبر،
اُلـو عـزمر، ممـــڙو، ڪـــارو ۽ ڪيهـــر،
ڀـانيِ، بيلائـي، ڀـــلو، رِڇ، چـراخ، خچـر،
گـول، گـدا، گـدن، گهٽـو ۽ گنيــر،
روجهـ، روباهـ، رِڇـڙو، ليهـو ۽ لومـڙ،
ڦـاڙهو، ڦيڪـاري، چِلـو، تـازي، تليهـر،
هـرڻ، چيتـو هـوڏ مـان تـا هٽـن چـال چپـر،
مـاريو، چيريـو، چچريـو، چڪيـو، ڪـن چهـر،
وڇـوُن، چميـو تـا ويڙهـ ڪـن لنگـور ۽ لـوُمڙ،
لوِڪڙ هليـو لـوڏ مـان، تـو ڪاهـ ڪـري ڪـاوڙ،
ڪـري اونـاڙون ازگـر، ڪتـو وڏي ڪـوڏ مـان.

# مسخري

1. مسخري (مسخري جا قسم): ٺوڳ، چرچو، کل، نقل، سانگ.

# معذور

1. معذور (معذورن جا قسم): انڌو، منڊو، ٽُنڊو، لولمو، لنگڙو، محتاج، ڪاٺو، گونگو، ٻوڙو، ٻڏي، پنگلو.
2. معذور جو: عذر، ڳوڙهو، لُڙڪ، رُوئڻ، اولاتيو، سوال.
3. معذور جي: صدا، زاري، گهر، حاجت، جڏائي، هيٺائي.

# معشوق

1. معشوق جا: ماٺا، چاڳَ، سُهمان، ناز نخرا، اشارا، غمزا، صاروفا، نياپا، پاڪر، سينگار، سلام، سنيها، آر، انگل.
2. معشوق جو: ماٺو، رسامو، سرچڻ، پرچڻ، راز، چاڳ، ناز، نخرو، مـُرڪڻ،

---

[3] چيل اميد علي لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص 143.

مشڪڙ، حسن، ڪلڻ، قاصد، رقيب، پيغام، سنيهو، پيار، قرب، هارسينگار، تيل قليلَ، جوڀن، نينهن، سوز، فراق، وڇوڙو، من، گهونگهٽ، گهنڊ، شرمائڻ، موهڻ، نياپو، جفا، ستم، چنڻ، ڳنڍڻ، لوڏڻ، ڏڪڻ، ديدار.

3. معشوق جون: ادائون، وصفون، رمزون، رهاڻيون، اُميدون، ڪچهريون، چڙون، چٽرون، نقلون، اهلون، آڪڙون، ڊايون، قربداريون، نظرون.

4. معشوق جي: رَمز، ادا، سونهن، ڏُوتي، مرحبا، جيءُ، رس رهاڻ، ساروٽي، جهوري، آس، اُميد، اُداسائي، البيلائي، وهي، مجلس، دل، جان، وفا، بيوفائي، گهور، گڏجاڻي، ملاقات، لِڪ چِپَ، نظر، ديد، گهنڊي، چڙ، بيرخي، بيپرواهي، مِهر.

# مقام

1. مقام جو: مجاور، لوڙهو، قبو، پٿر، ڊپ، لوڙهہ، پاسو، اُگرو، وڻ، ڪنڊو.

2. مقام جي: قبر، مٽي، تربت، چوڪنڊي، راوتي، پِر، حد، پاڪائي.

# مکڻ

1. مکڻ جا قسم: ماهو، ڳائو، ٻاڪرو، اچو، ڳاڙهو، پنڙو، ڪونئرو.

2. مکڻ جو: چاٽو، پنوڙو، ٽيرو، تازو، پاروٿو، رجايو، ڦُٽو، ڏُڪو، رِدو، ساڙهو، لوٿو، سير، اگهہ.

3. مکڻ جي: ڏهاڙي، ذري، مَکي، تور، ڦُٽي.

# ملڪ

1. ملڪ (ملڪن جا نالا): عربستان، افغانستان، سلون، ڪوهستان، لاڙ، وچولو، سرو، سنڌ، ايران، ڪيچ، ڪڇ، روهہ، مهراڻو، ملير، ڪاٺڙ، ويڙهہ، سدا، ڊٿ، اُبو، ونگو، مڪران، ڪشمير، پنجاب، ياڳناڙي، بنگال، هاڙهو، لس.

# مُندَ

1. مُند (مُندَن جا نالا): بهار، سرءُ، خزان، سيارو، اونهارو، آرهڙ.

2. مند جي: برسات، گرمي، پڇاڙي، بيماري، ڪنوڻ، وَسَ، بهاري، لُڪ.

3. مند جو: مينهن، سيءُ، تپ، بخار، ميوو، ان، جهولو، طوفان، واءُ، وسڪارو، پڪي.

# منڊي

1. منڊيءَ جا قسم: ڪيرول، ويڙهہ، ورٽو، ڇلو، ميناڪاري، ستپڙي، سوني، روپي، ڪوڙي، سچي، ويندو، ڇڪائين، ڇنڙو.
2. منڊيءَ جو: ڳن، ننگ، هيرو، جڙاءُ، ٻُڙو، پائڻ، اوج، گهڙڻ، ڇڪو، موتي، پٽر.
3. منڊيءَ جي: ٽڪ، گهڙائي، لِڪ، ويڪري، سوڙهي، نيشاني، پاتي، سوڪڙي، ڳجهارت.

# مٽيو

1. مٽيو (مٽين جا نالا): زمرد، ياقوت، ڪوهنور، هيرو، جواهر، ماڻڪ، موتي، دلپاڪ، پارس، مرجان، زمرد، نيلم.
2. مٽئي جو: هار، موتي، ڪنڍلو، ڪنٺو، ٻانگو، وِنڊيو، پڳو، سچو، پوئڻ، مُلهہ، چمڪو.
3. مٽئي جي: لڪ، ٽِڪَ، سري، تسبيح، قطار، پوتي، اچائي، ڳاڙهائي، لعلَ.

# مئو

1. مئي جا: پارَ، رانياڙ، چاڻَ، جمعا، ختما، مٺ مائٽ، ڪانڌي.
2. مئي جو: ارمان، ڏک، ماتم، فڪر، ڪانڌپو، روح، منجو، دفن، ڪفن، لاشو، جنازو، ٽيجون، ٽيون، ٽيجهو، ختمو، قل، پار، چاڻ، ڪانڌي، ترو، غسل، ننگ، پٽر، مقام، ورثو، ترڪو، چاليهو، ٻارهو.
3. مئي جون: ڪيهون، رڙيون، وصيتون.
4. مئي جي: عذرخواهي، ڪُني، نماز، فاتحہ، ڪٺ، حد، پرچاٽي، چاڙ، ماني، اجرڪ، قبر، خيرات، وصيت، ملڪيت، جوڙي.

# ميوو

1. ميوو (ميون جا نالا): ڏاڙهون، صوف، انار، ٻير، سنگترا، بادام، نارنگيون، گدرا، انب، انگور، ڊاک، ڦاروا، ناسپاتيون، انجير، ڪيلا، ڪيوڙا، ليمان، توت، ڪجيون، ڪجور، زيتون، چمون.

## 2. ميوي جو بيت •

واهه عجائب باغ بنائي، آگي كيو اظهار ڏسو،
پورهيو منهنجو صاب وڏو، هي كرم كري كلتار ڏسو،
رَنگا رَنگي ورِڪ ورهايم، گُل ڦل جا گلزار ڏسو،
سُرخ، سفيد، رَنگي، گل زنگي، موتيو مزيدار ڏسو،
گل عقيق، ته گل گلابي، ست گُلو سينگار ڏسو،
گيندو، گل هزاري، سورج، شرماپوتي ڏار ڏسو،
ناز كيو آ نازبو، بيئو چنبيلي چمڪار ڏسو،
اَنب، انجير، ترنج، ڦاروُها، ليمان، توت، ليار ڏسو،
سهڻا صوف، ته پير به صوفي، ڏاڙُهن جا كي ڏار ڏسو،
سنگترا، نارنگيون، مالٽا، طرحين طرحين تيار ڏسو،
ڊاك، كجيون، زيتون، پپيها، ناسپاتي نروار ڏسو،
كيلي جون به قطارون قائم، چوقبلو چوڏار ڏسو،
اَنبن جا به نمونا نالا، كريان شعر شمار ڏسو،
آمي، انجير، انگور، اَكسيري، آپوسي اسرار ڏسو،
بيد، بادام، پسانگي، پيجو، بادشاهه بند بهار ڏسو،
طنبو، طوبيٰ، تحفو، توشو، ٽپكو، ٽمنهن، ٽڏار ڏسو،
ٽپو، ٽيك، پتاشو، پستو، ڦاروُهو ڦردار ڏسو،
جاڙو، جهندو، جهُتلو، جهمٽ، جهوڙي جو جنسار ڏسو،
جمون، چيريل، چپو، چندن، چنبيلي چوٽيار ڏسو،
چُڳو، چٽ، چُڳير، چهه گوشو، حبشي هي هكوار ڏسو،
خيمو، خُرمو، خاصَ خوراكي، دُنبو ڏات ڊليار ڏسو،
رَتن، رَنگ، رَتول، رَنگينو، ريپڙ پي رَمدار ڏسو،

---

• چيل شيرمحمد لغاريءَ جو. شيرمحمد خان ولد غلام شاهه لغاري بلوچ، ڳوٺ غلام شاهه لغاري تعلقي سكرنڊ ۾ سنه 1298هه /1880ع ڌاري ڄائو. سنڌيءَ جا ڇهه درجا ۽ فارسيءَ ۾ كريما، پندنامه، گلستان ۽ بوستان كتاب پڙهيائين. عمر جا 35 سال پنهنجي ڳوٺ غلام شاهه ۾ رهيو، پر پوءِ ٻوڏ جي كري اباڻو ڳوٺ ڇڏي، ڳوٺ گل محمد لغاري تعلقي شهدادپور ۾ وڃي رهيو. جتي سنه 1365هه /1945ع ۾ وفات كيائين. ننڍي هوندي كان شعر شاعريءَ جو شوقين هو. سندس كلام قديم طرز جو آهي. وفات كان پوءِ سندس گهڻو كلام ضايع ٿي ويو آهي. هن بيت ۾ ميوي كان سواءِ گلن ۽ ٻين وڻن جا نالا به آيل آهن.

زَردو تـــي زَردالـــو ۽ پـــڻ زَنگـــي زينتـــدار ڏســـو،
ســرد، ســفيدو، ســُـپک، ســنهڙو، ســونهري مينگــار ڏســو،
شـيدي تـي شمشـاد، صنوبــر، انــب، عــُـناب، آنــار ڏســو،
قيــصر پـــڻ قنـــذاري کيلـــو، کـــابولي کســـيار ڏســـو،
کـَـتوري، کـَـشميري، کـُـبڙو، کـُـهنبو کنڊهــار ڏســو،
کـَـرپٽ، کــارک، گنبــو، گــدرو، گيلــي جــا گــلزار ڏســو،
گوشــو، گهــات، گنبــذ، گلـدَســتو، ڳــانڊوهي ڳــردار ڏســو،
ڳمـُـون، ڳنــدر، لــڏون، لنبــو، لال پٽــو رَنگــدار ڏســو،
مـُـربو مرکــز، مکــڻ، مــصري، ميســو، منگهـ مــلار ڏســو،
مرجــان، متيــرو، مــَـندو، مــاکي، مــالپڙو موچــار ڏســو،
نـَـر موتــي، نــارێل نشــابر نکــري ســو نــروار ڏســو،
وَنگــو، واهــ وزيــر ولائتــي، هــزاري هربــار ڏســو،
تيرهــن ســو چوونجاهــ ســَـنـ ۾، کيــم اهــو سنســار ڏســو،
لطــف "لغــاري" ســاڻ ڪيــا رَب هــادي لک هــزار ڏســو،
سوَ بـار شـکر کيـا "شيرمحمد" چئـي، کلمـون کوڏ قـرار ڏسـو،

# نارناڻ (عورت، ڪامڻ)

1. نارنـاڻ (عورتـن جـا نـالا): آمـي، آمنـث، ايمٽـا، آسـي، اميـرزادي، اُميـدي، امينا، آسودي، آسيت، البيلـي، اِپـوڙي، آيـل، انـوَري، اصغـري، اُتمـان، بيبـي، بلقيس، بـانو، بختـي، بيبـلَ، بديعـل، بچـان، بوبـان، بچـي، بوبنـان، بنسـان، بندياڻي، بيگم، ٻائي، ٻانهي، ٻانهياري، ٻوڙي، ٻاگهي، ٻـُدي، ٻـائل، ٻوکـي، پاندي، پاڳان، پوري، پئوندي، پاڃائي، پاڳي، پـان، پرائـي، پـورَ، پاڻو، تـالر، تکڙي، تتي، توائـي، تاري، تارُو، توڏان. تـُلهي، ترڙي، تکـي، تـاٻر، تـائري، ٿاريلي، ٿـلان، ٿـانوري، ٿنديلي، ٽکـڻ، ٽلـڻ. نـاکران. پچـان، پچـان، پريـت، پناڻي، پالهي، پورهيت، پدمڻي، پاڳاري، پنڻي، پريما، پرچندي، پري، پيـاري، پاران، پوڙهي، پانڊياڻي. جندو، جعده، جوائـي، جاڙي، جيئان، جيئنـدي، جنـت، جادل، جيئري، جمکـي، جيوڻي، جيجل، جيجـي، جـُڙي، جنون، جـاڙيتي، جنـي، جيئڻ، جيڏي، جيڏل. ڃامان، ڃيئل، ڃيني، ڃينياڻي. جهوني. چري، چاڳان، چـَـتري، چوڙيلي، چڱـي. ڇـاڱل، ڇـَـتان، ڇوري، ڇـَـني. حليمـان، حاجـاڻي،

حاجران، حور، حرمت، حسنا، حوا، حُميران، حڪيمان، حنيفان، حسن بيگم، حُسمي حياتان، حاڪمي، خيري، خوشحالي، خديجة، دادلي، دائي، دريا خاتون، دانهياڻي، دُوري، ڏوڪري، ڏسٽي، ڏهيلي، ڏاهي، ڏيپلان، ڏاٽو، ڏجاڻي، ڏنل، ڏارين، ڍولي، ڍائي، راڄي، رحمت، رقيه، رئيسياڻي، رُسٽي، رامي، راستي، رحيما، روڄي، رفعت، زليخان، زينت، زيبو، زيندو، زرينا، زينل، سورٺ، سڄڻ، سيتان، سيل، شمل، سانوري، سونان، سگهڙ، سياڻي، سياڳي، سبحان خاتون، سرهي، سڪينا، سوڍي، سوني، سمي، سائڻ، سهٽي، سسئي، ساران، سفوران، سُڪان، سجني، سهتي، ساماڻي، سَتي، سومري، سانولي، سلڪٽي، سنگهار، سهاڳڻ، ساهيڙي، سومل، سانگياڻي، سردار، سليمت، سنيوڙي، سُڪي، سيائي، سدوري، صابل، صالحان، صغران، صحت، صاحبان، صاحبزادي، طوطل، عزت، عاجزان، فاطمه، فهميده، قاپو، قاپي، قائمان، ڪرامت، ڪاري، ڪذباني، ڪذو، ڪنوار، ڪريمان، ڪامڻ، ڪنڌبائي، گندري، گوري، گونگي، گوهرجان، گاڏيلي، ڳوڙي، لالي، لالان، لُهاري، ليليٰ، لُڏڻ، لاڏلي، لاڏان، ليلان، ممل، مرادي، مڪٽا، مڪڻ، ماگل، مهرجان، مهري، ملوڪان، محبت، موڏان، مَري، مريم، مروبت، مومل، موري، موڪي، متي، مارئي، مانيٽي، مڪلي، مالڪياڻي، مگي، مِستان، نينگري، نصيبان، نماڻي، نيامت، نموئي، نوران، نِدوري، ناتر، نندي، نمري، وريتي، واصل، واندي، ويراڳڻ، وسائي، وريتي، وسندي، ولهي، واتوري، هير، هوندي، همشيراه، هيٽي، هيمان، هسندي، هيڪل.

2. عورت جا: مڪر، ڳيچ، نازَ، نخرا، سات سوڻ، سينگار، سهما، طعنا، رُسڻَ، پار، جهيڙا، تالَ، ڪيتا.

3. عورت جو: سهاڳ، ڏهاڳ، ناز، نخرو، تال، لچڪو، صهرو، ڪابينو، مهر، سيلُ، حسن، لڪيو، سينگار، جوبن، جلوو، تجلو، مِڙس، وارث، پيهڻ پچائڻ، ڪتڻ، گهر ڪرڻ، جورو، پڙو، برقعو، گج، چولو، گهگهو، ناچ.

4. عورت جون: دغائون، نڳيون، لانئون، چوٽيون، مُسنديون، مينديون، ساهيڙيون، سرتيون، تاڙيون، گنديون، پوتيون، چُنيون، چاتيون.

5. عورت جي: تڄ، سِڪ، دل، پوڄا، پِٽَ، بهادري.

### 6. نارنانءُ جا بيت:

(1)

ساراهيان سچو ڏڻي، جو صاحب رب سبحان،
قادر جي قدرت جي، ڪمي آهي ڪان،
آدم جي اظهار لئي، حَوا پي حيران،
ڳڻي ڳڻبا ڪيترا اُنهن جا نالا ۽ نيشان،
سائڻ ستڙي، سرتان، سومري، مرادي منجهان،
مومل، سومل، سهڄان، پِرائي، پاڳان، پنان،
ميوَل، ڪيوَل، ڪنوڙي، مَنڊي وڏي مان،
جيئري، جيئندي، جني، جيسانَ، هيرَ ڪري حيران،
سون، سفوران، حوران، ڳوڙي، خاني، خان،
خيري، جانل، جنت، جونئري، جاڳُل، جاءِ مڪان،
آسيت، اِيسل، اَمل، نِمل، پاڳي، پانا، چڱيءَ جا جولان،
صحبان، سَياٽي، سمُل، ساران، سودي، سلي، بيبل ڪر بيان،
بيگم، بڪي، بختي، بديعل، ملڪان وڏي مان،
پَري، پوري، پِتل، پرمي، سورٹ جا سامان،
گولي، پانهي، گوري، ساري، پردل پريي ڪان،
جميعت، جادُلو، رحمت، رحيمان، آمنت امان،
ڪونري، ڪونئروُ، ڪمُل، ليلهان، لالي پروس پشيمان،
پت پاري سموري جعفران، ۽ جميعت جا جولان،
زليخان، زريخان، زينبزادي، مارُل سا مهمان،
شهرو، شيرين، شرمون، سمجهوُ، ڏس شاهسُل جا شان،
اُنسان، منسان، ڪيان، خاتون، ستهان، سائڻ ڪان،
حُمل، حوَل، حاتي، هاسوران، سوُ رنگ رتان،
چُتل، چُٽي، ڪُندن، ڪرمي، ڏرمي رک ڏيان،
دَرهو، دادلي، دَري، دِينا، ليلان لامڪان،
ريوي، راڄي، ناتر، نازي، جانان بيگم ۽ جان،
مَندي، ڪاٽي، ڪوجهي، ڏيوي، نماٽي، نڌر ڪي نيشان،

---

(1) چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص. [illegible]

ڪـِـلڻ، ڪنـڊُل، صــاف، ســدوري، ســهتي، رٽـي ريـب رڪيــان،
مـِــــري، آمـــون، ڏيـــان، ڏجـــاٽي، صحـــت، ســگهڙ، ســـوهان،
عـَــــمري، عـــالمي، عيلمـــان، ٻـــي جـــا ختيجـــان خـــان،
لالهر، لالان، تيجل، چينل، چامان، حـاڪمزادي، جمنا ڪـر جـولان،
گولـــي، گنـــدري، نـــوري، نمـــاٽي، مينگهـــي ڪـــر مـــلار،
طوطـي، اميـن، مـْڪڻ، سـتوڪ، پونـچ، پارسـان، سـليمت، سـنگهار،
حيمـــُــل، حنيفـــان، هســـنت، راســـتيِ، ايمٽـــا تـــي اظهـــار،
مينهـــڻ، منـــان، مـــوران، قســـمت، ورائـــي، عظيمـــان وينجهـــار،
نغـــار، نيـــوڙي، نـــاهي، ڪـــوڙي، پســـي ڪـــر پوڪـــار،
الهرڪـــي، عيـــد، اويـــائي، نْـــازُل آهـــي نمـــاٽي نـــار،
عيـن الحـق، عقيـلان، عربـي، البيلــي آنـدل تـي اظهـار،
ارمـان، اُڪـي، اُمـري، عملـي، اتـم، آسـودي، عـدن تـي انڪـار،
آشـان، اُمـت، عـزت، آمنـت، ارڏي، عائشــ، اُم سلمــه اظهــار،
بـالو، مينـا، بڪـان، بولـي، برڪـت، بيبـي بصري، بلقيسـا بـاغ بهـار،
بـدَرل، بـانوَري، بختـاوَر، بڪـاولي، بـانو، بوبنـا، ٻچـي، بختـار،
ٻنيـو، بـالي، بونـدي، تـُرسان، طـولان، تڳـُـل، تصويـر، تـُمن ڪـر تنوار،
سـُرهي، سهاڳڻ، سنيل، سـڪينا، سـاران، سمـي، سـگهڙ، سسـئي،
صحـت سـنيار،
سانوڻ،سانولي، ستابي، سنيوڙي، صورت، صابل، سورٺ، صحتـي سـار،
سڪيلڏي، صالحان، سامت، سهٽي، صفائي، ساران، سدوري، ڪر سينگار،
جانـُل، جانا، جوائي، جادو، جـِندو، جوري، جڳـُل، جمنا ڪـر جنسار،
جديـت، جهـُـڙي، جمنـي، جيـوي، جيوٽـي، جوڳـڻ، جمـالان ڪـار،
سمجهـي، سـليمت، سـبياٽي، صـدو، سـياڳي، سـُـڪان ٻسـار،
سـهتي، سـليمان، سـُـڪي، صـابن، سمـوري، سـنوڪ، سـنگهار،
ڪلـي، ڪوڙي، قائمـان، مـَلي، مـُولي، مـَمـُـل ڏِس مهنـاز موچـار،
حڪمـت، حڪيمـان، حريفـان، حـاتي، حاجـاٽي، هيڪـي، حسـنت،
حڪومـت، حميـران نـار،
هونـدي، حيلمـان،هاجـُل، حياتـان، حرمـت، حنيفـان، هيـر، هدايتڪـار،
هـاجران، حسـينان، هـاني، حاجـاٽي، حمـون، هـول، هنسـي هـار،

خاتون، ختيجان، خانل، خيري، ختيجل، خوبي، خوشي ڪار،
خيران، ڪتڻ، ڪتوري، ديوي، دادي، داني ڪر ديدار،
زُهران، زُليخان، زرينان، زيبل، زبيده، زرني ذوق ڏيکار،
روپي، ريوي، رامي، روچي، رُچڻ، رازُل ڏار،
رِندو، راستي، راملي، راوَڙي، راحت، رضائي ڪار،
رنق، ربتي، رتني، راڄي، رامڪلي، ريشمان رس نار،
شانو، شيرٽي، شريف، شيرو، شم، شمي، شمس النهار،
گوهر، گلابي، گندري، گُجري، غلامي، گلستان گلزار،
گوهر جان، گُنگي، گنجي، گونئري، گُلي، غريب گڏ گذار،
قَتُل، قَتي، قاپو، قولي، فاطمه، ڪشني، ڪريمي ڪار،
قسمت، ڪملا، ڪوڙي، ڪُندن، ڪندني، ڪونري، ڪرڪي هار،
ڪيوي، ڪرمي، ڪنولي، ڪُنڌي، قيصري، ڪالي ڪر ڏار،
ڪوڏڻ، ڪنواري، ڪلالڻ، ڪجلي، ڪوجهي، ڪملي، ڪامٽي ڪلتار،
لهرِ، لاڏڪي، لال، لطيفان، لڇمي، ليلان لڳي لار،
لڪي، لالي، ليلهان، لڌي، لونچي، ڪجري، ڪسبياٽي ڪار،
مَدن، ميهران، منڻ، موتل، محنت، منو، ميٺوڙي، ماٺو، مبارڪ يار،
مالهي، مٽي، مَڱَ، موران، موڪي، منهين، مينگهي ڪر ملار،
مهربي، مهَناز، ملوڪان، مريم، حُرمت، حاني، عدن تي اظهار،
پنيو، بينا، باني، بچائي، برڪت، بڪان، بچل بار،
بو بنا باغ بهار، لاهه لُڪون سڀ ”لعلڻ“ چئي.

لاهه لڪون تون ”لعلڻ“ چئي، توکي اُمت جو آڌار چوان،
ڏوُتي، ڏاٽو، ڏني، ڏجاٽي، پهاچ، پٺاٽي، پار چوان،
پُني، پارُل، پريي پروس، پدمٽي پسي ڪر پوڪار چوان،
پُلس، پريت، پَارسان، پلڪي، پونچ، پُچان، پهريدار چوان،
پُونجي، پناهه خاتون، پريت، پتپسار چوان،
وَسوَ وسائي، وَسندي، وَڏل، وصيت، واڇان، والهان وار چوان،
وينگس، وزيران، نظيران، نازي، نازُل اهڙي نار چوان،
نوابي، نصيبان، ناتر، نوازي، نوران، نيامت نروار چوان،

ٻـنيءِ، ٻـائي، ٻـالڪ، ٻـاتي، ٻـوڙي، ٻيـٽـي، ٻڙڪـي ٻـار چـوان،
ٻاگهــل، ٻـالي، تلوڪـان، تـلسي، ترينـاڪ طلاق تـرار چـوان،
مـئي مـهاڻي، مياڻي، ڍولـي، ڌائي، شمشـاد، شميـم شمـار چـوان،
گـل بڪـاولي، تيميـ، جوئـري، جوڳيـاڻي، حاجيـاڻي هـار چـوان،
بدرل، بهار، بانوري، بلقيسـه، رضـائي؛ رنق، صفـائي سـنيار چـوان،
پونـري، پرائـي، پائـــل، پاڳـان، تالـســ، طـلاق، تنـوار چـوان،
گـنگـل، گنجي، رونجهي، راملـي، رضـائي، صفـائي سـنيار چـوان،
لطـف ڪجـان تـون "لعلـڻ" تـي، ڪلمـون ڪـوڏ قـرار چـوان.

(2)

صفت ڪريان سبحان جي، جنهن جوڙيو جـڳ جبار،
رکيائين شوق شريعت سان، ڪيائين محمد کي مختار،
چـارئي يـار رسـول جـا، جـن سـر ڏنـا نـروار،
تنهـن کـان پـوءِ هـن بيـت جـي ڪيـان تـو پچـار:
ڳجهــارت نــالو نــار جــو هونــدو بيشـمار،
مـارئي کنهـن ملائـي، جـا هئـي مـارن کـان ڌار،
دادلـــي پنهنجـــي دل ۾ نـاتر هـت نـروار،
جيجـان جهـانگين لاءِ جهنـگ جهونگـاري جهـار،
قـابو تـي وجـي ڪـوٽ ۾، هـت بيـڏوهي بيـزار،
جبـل جهاڳيـا سسـئي، تـي پچـي پنهـل جـا پـار،
زليخـــا يوســـف لاءِ تـــي رنـــي زارو زار،
ليـلان خـاطر لـوپ جـي نـ چـڏيو هٿـان هـار،
پـوءِ چنيسـر بـ چـت ڪنيـو، ڪونـروءَ ناهـ ميـار،
مومـل خـاطر راڻـي جي، ڪـاڏو ڏاگهـ چڙهـي ڏهڪـار،
هيـــر خـــاطر رانجهـــي جـــي ڪيـــاهنر هـــزار،
سـهڻي خـاطر ميهـر جـي وجـي دکـن ڏنـا ڪڙڪـار،
مجنـون خـاطر ليلـيٰ جـي ڪنيـا ٻـرن جـا ٻـار،
مــرزي خــاطر صاحبــان جـــي ســپ چـڏيا ســينگار،

---

[2] چيل علي شير جو. هن بيت ۾ نارنانءَ ڪان سواءِ 'ولائت' ۽ 'رچ' بـ آيل آهي. هيءَ روايت اُتر (تعلقي ميرپورماٿيلي) مان محمد عالم 'شور' خانپوريءَ کان ملي.

سيفل لاءِ بديعل جي، جهليا ديون جا دهڪار،
چڪوو خاطر چڪوي جي، جنهن سفر ڪيا هزار،
چڪور خاطر چنڊ جي، ڪنڌ جهليو هن پار،
فرهاد خاطر شيرين جي، ڪيا ڏونگر ۾ ڏار،
تيشن مارن لاءِ مارئي، وڏا ڪيا ويچار،
سُرتان سُرت رکي ڪري ڳل وهايا ڳار،
هٿ ڪٽي منل ڪان، تنهن سور پسيا سنسار،
عائشه مغرب وقت ڪي، تي سوال ڪري ڏاتار،
هوا لڳي تي ملير جي، ٻي وٽي نتي وٽڪار،
تدي هير ملير جي، ٻي گلابي گلنار،
عمر! مان سائڻ سوڍي ناهيان، نہ سورٺ سخندار،
نہ پارسڻ، پناٽي آهيان، نہ ختيجان منجهہ خمار،
نہ تاجان تاج متي تي، نہ حڪيمان حڪمدار،
پچن مرادان، اُميدان من جون، صحت ڏي ستار،
زحمت پلي رحمت واري، آهيان آسودي عيبدار،
ڪيي چڌ ڪوٽن مان، ڪو عمر ڪر آچار،
خاني تنهنجي قائمان، حاصل هجي هروار،
دنيا دولت دريا جان، شل وڌي تئي واپار!
عمر! سومري نہ آهيان، مان ويچاري پهنوار،
جيڏيون منهنجون ملير ۾، تيون ڦاران پائن ڦار،
بيبل، جادل، فاطمہ، هت رت روئن تيون زار،
جي سچي سليمي ڳالهڙي، آ ڪلڻ مون بيڪار،
سرتيون هن سورن ۾، مان مرڪي محلان ست ماڙ،
سوني سڪ سانگن جي، ڪپي ڪيي تڪ چار،
آهيان شرم حياءَ سان، مان بختاوَر نار،
رحيمان راضي تي، ڪريمان ڪردگار،
ڪو خط اچي خيري، ماڻ سيئي لهن سار،
مهران تيون ملير تي، حاجران مڙيون هزار،
جيڏيون سرتيون جيوٽيون، مارن ملان هيڪار،

ميهـــن مانداٽـــا ڪيـــا، ملوڪـــان منتـــار،
وٺـــي بونـــد بـــر تـــي، ٽيـــڙا بـــر بـــاغ بهـــار،
عنائتـــان ٽيـــون آڳـــي جـــون، نـــاتر تـــي نـــرواڻ،
عرشئون ڪرشئون اچڻ لڳيون، سرتيون سڀ سنسار،
مان بہ سڪي ٽيان سانگين سان، موڪل ڏي مختيار،
الهـــــڏني آ توڪـــــي عدالـــــت جـــــي آڌار،
سـيائي ڳالهہ سـجاڻي ڪـري، تـون عمـر ڪـر آچـار،
تنهنجـــو بخـــت بلنـــد آهـــي، ســـچو تـــون ســـردار،
چڏ تہ اسلامي مذهب جي، وجـي ڪيـان مـان ڪـار،
هـت مـوري، سـائڙي ڳـاهڙو، ٽيـو ڇهڇنـو چـوڏار،
اتـي عمـر ولاتـي ڪـم، دل نـرم ڪئـي هرنـار،
ملـــي هئـــي سســـئيءَ ڪـــي مبـــارڪ لک هـــزار،
خـوش نهـالان سـرتيون ٽيـون، ڏسـي پنهنجـا پهنـوار،
بچـي پيئـي غمـن کـان، ڪئـي بـي غمـي پوتـار،
چنـــي آئـــي قيـــد مـــان، ســـاران ڪيـــائين ســـار،
پـائن پيـڻ سـکي ڪئـي، ڪيـائين عمـر کـان آر،
بيبـي نـہ تـي عمـر جـي، تـوڙي ڏنـائين بيحـد بـار،
ڳوري آهيس اندر جـي، سليائين سـانگين کـي سوءِ وار،
سـچي راجـي کنـي تـي، راڻـي مٿـان راهـدار،
اربـاب بندي جي جيڪا بڻي، ڪيـر پوڳـي بيـو يـار،
ڪـا دل مـوران نـہ مـڙي، تـوڙي عمـر ڏنـا آزار،
ٿي پياري ڪوڙي ڪينڪي، توڙي ڪيائين ڪتن جي آچار،
محلان مـاڙيون ڪيـن وٽيـس، ڪيـائين عمـر کـان آر،
ڪالڪـــان ڪـــل عجـــائب، تـــي گجـــر گـــلزار،
مـــــنڻ منهـــن نـــہ ڏوتـــو، آ ڪنـــدلَ منجهـــہ خمـــار،
پـرِي پـاڳي هئـي مـارئي، نـہ سـجي هئـي سـنگهار،
رڪـــي رڪٽـــي ڪيـــت جـــي، نوريـــري تنهـــن نـــار،
جـــاڳيو جـــوش جمـــالان، نبـــري تـــي نـاڪـــار،
بس نـہ آئي بصران کي، رهيس مـارن جـي تـہ پچـار،

عمر چيس آزيءَ سان، آ ويٺي صاحب خاتون آچار،
چامل مهانگو توکي کري، کو خريد واپار،
چڏ کمئا ·منا ڏوران، کلڻ جي تہ پچار،
گلان گل گلاب جي، کڙا کيا خمار،
جواب ڏيئي چيائين عمر کي، تہ سڻ تون سردار:
نہ آهيان سياڻي صفوران، پورڙي مان پوتار،
جڏهن لطيفان لطف کيو، تي عينل تي اعتبار،
شريفان اشراف عمر ٿيو، ٻئي سولي کئي ستار،
جيئري موتي مارئي، اڇي وسندي ڏنائين وٺکار،
نازان ناز ڇڏي کري، کئي هيٺائي اختيار،
صاحبان سولي هئي، کٿي ڏات کئي ڏاتار،
کوڏان نکتي کوٽن مان، الله کٿيا آزار،
پروزان سکي سانگين لاءِ، حنيفان کيائين هزار،
هدايت کئي هادي، سچڻ تي سردار،
الله ورائي واڳڙي، ملي مارن سان هکوار،
اچي سامت عمر کي، ماڻ سانگين کني سوءِ وار،
الله جوڙي جاءِ جنت ۾، وينس ٿهر تي ٿڏکار،
الله جيوائي جڳ ۾، سهٺي سان سينگار،
الله بخشي عزت مارئي جي، موليٰ ڏٺي موچار،
ڏاهي ڏک ڏسي کري، نصرت نفرت کئي نروار،
حاجن کي هاج هئي، جنهن جي اچي سڀ ڏنائين سنوار،
سهجان سوکڙيون ورتيون، جيڏين کان هت جار،
سکي ستابي قيد پئي، ڳري تي وجي ڳار،
مليس مارن سان موٽي متاري، قيدن ۾ کنبا کيئي کلتار،
ڏک ڏنائين ڏاڍا، جهڙي تهڙي سار،
زيبران زرني زد کئي، زينب زيبدار،
تي حاجياڻي جوڳياڻي جهانگين لاءِ، رني زارو زار،
نمئي نماڻي قيد ۾، توڙي عمر ٿيو قهار،
عزيزان وڇڙي اتفاق سان، پر سولي کئي ستار،

رحيم ڏني هيس روح ۾، پيڪن جي تہ پچار،
ڪين ڏني هيس قوت، مردن ڪان موچار،
رب العالمين راضي ٿيو، ستاري ڪئي ستار،
راضل رائي منجهہ راضي رهي، جيڪا جوڙي رب جبار،
ڏائي اچي مارئي، ڪيس غم قهار،
ڏهاڳڻ اچي سهاڳڻ ٿي، ويس غم غبار،
جنـد وڏي حياتان، تارون عمر تار،
سونهن بہ هيس سوائي، منهن ۾ موچار،
عجمان پري آزي ڪئي، نوڙي پري هئي پيڪار،
چڱي ساعت سومرا، ٻُـڌي عمر دراز،
سعدان پيران ڪنو ڪري، اچي واڌايون ڏنيون وار،
حوران بہ حيرت ۾، هئي پرين منجهہ پچار،
هئي گهر ڏياڻي جن مارن جي، اچي بسمل ٿي بسيار،
الله ڏنس فتحان، ٿي سران سوءُ پندار،
جيوڻي هئي جڳ ۾، تہ ڇا ڪيس عمر جي آزار،
درياهن دڙ لائي، ٿي پاٽيءَ جي پرڪار،
ڪنڌ تي ڪني جا، ريج ٿيا نہ هن پار،
نوران نُور نهوڙي، ڳوڙها هاري زارون زار،
مجيائين ڳالهہ عمر جي ڪڍهن نہ هڪوار،
ڏنائين باس پيراڻي، جڏهن الله بچائي نار،
لکي لکان مون ڪيترا، عمر جا آزار،
عضوي عمل آهي، بيغم روز بهار،
جائي جامٽي جا ٿي اچي، اتي چمن ڏنائين چوڏار،
امينا امينت ڪئي، موڪل ڏني مختيار،
چڱي هلت حاڪمن جي، صاحب ٿيو سچار،
سرتيون آئيون پري پري کان، واڌايون ڏيڻ وار،
ڪري کوهہ ڪشالا، حيلا ڪيائون هزار،
آئيون جيڏيون ولايتن جون، ڪوئن ڪابل ۽ قنڌار،
ڪي هرات کان هليون، ڪي گجرات متان گلزار،

ڪي ڊِٺ ڪان ڊِرڪي پيون، ڪي هيون بلخ بخار،
ڪي ڪڇ ۽ ڀڄ ڪان، ڪي بيلجمان بازار،
ڪي برما کي بعد ڪري، ڪي اوڙيسا اعتبار،
ڪي برمنگهام ڪان ڳاج ڪري، ڪي ترڪي طرحدار،
ڪي اٽلي ڪان آئيون، ڪي جپان مٿي جهلڪار،
ڪي اسپين ڪان اچن ٿيون، ڪي امريڪن اُڌار،
ڪي هندستان ڪان هل ڪري، ڪي پاڪستان پچار،
ڪي شام ڪان شروع ٿيون، ڪي روم مٿان رهدار،
ڪي مشرق، ڪي مغرب ڪان، ڪي ليل ڪي نهار،
ڪي مڪو پيون ملهائين، ڪي مديني مٿان ملهار،
ڪي وندر ڪان ويس ڪري، ڪي ڪن تارون تار،
ڪي جنبي وييون جيسلمير تي، ڪي مارواڙ ڏي مهار،
ڪي ڀرانچ ڪان بسم تي، ڪي انگلنڊ جي آڌار،
ڪي گرهوڙ ڪان غماز ڪري، گڙن مٿي گرنار،
ڪي ڪاهي آئيون ڪيڇ ڪان، ڪي گس پڇن گرنار،
ڪن پشين ڪان پنڌ ڪري، ڪئي پڇم ڪان پلڪار،
ڪي ڪهي آئيون ڪين ڪان، ڪي چين مڙن چوڏار،
ڪي رستو ونـي روس جو، ڪي استنبول تيار،
ڪي يڪي آيون يونان ڪان، رنگ رنگ باغ بهار،
ڪي نـور حضرت ڪان، ڪي بنگالي بسيار،
ڪي اُپنگ ڪان آس ڪري، ڪي غزنوي گلزار،
ڪي ملتان ڪان مرڪي هليون، ڪي جوڌپور جهدار،
ڪي گنگا ڪان گوڙ ڪري ويجهيون ٿيون ولهار،
ڪي سورت ڪان سرڪي آئيون، ڪي سينگاپور سينگار،
ڪي ڪوهه قاف قلات ڪان، ڪي ڪربلا قطار،
ڪي مصر ڪان مٿو ڏوئي، ڪي بغداد مٿي بهار،
ڪي يمن ڪان يڪتا تي، ڪي يورپ ڪن پسار،
سيني اچـي سـتو ڪيو، ملهير ۾ مقدار،
ريج ڏنائون پيڪن جا، شيشا شرفگار،

گهگهيون گلاس منٽا، تيلها چڪن پار،
ڪوپ ساسريون نـ وٽن، وٽن ڪليون ۽ سندار،
وٽيون، وٽا، ڪٽورا، تالهن جا ٽڏڪار،
دليون، دلا، گهڙيون، گهڙا، مٽن جا چٽڪار،
ڪُپا، ڪوزا، پاٽيون، ڏولن جا ڏهڪار،
پاٽيون، ڪُنا، ڪيترا، پيا دانگين جا دهڪار،
جنڊ، چڪيون، اُکريون، مهرين جي تـ مدار،
تنوريون ۽ تڏا ڏسان، چڇن جا چمڪار،
ٽوپا، ٽويا، پٽڪيون، درين جا ديدار،
گڏون ڪنجها تسر، وٽن جي وٽڪار،
ڊڪڻ مارنگ مارن جا، دلا ڪن ڏڏڪار،
چونريون، چپيون، پنڊيون، ٽوپيءَ جا ٽڏڪار،
تنور جهاگر توا، پيون بالٽيون بسيار،
جيئن مارئي ملي مارن سان، تيئن ميل مون ڪي يار،
منجهہ صاحب جي سرڪار، اگهيو عرض"علي شير" جو.

# ناٽو

1. ناٽي جا: آنا، آڌيا، رپيا، رَند، ٽَڪا، نوٽَ.

2. ناٽي جو: آنو، پيسو، ٽڪو، رپيو، آڌيو، آڌيلو، ريزو، ريجو، رند، مٺُ، حوض، پڌو، چنوري، سچو، ڪوڙو، نورو.

3. ناٽي جون: تَجرون، همياٽيون، دمڙيون، پايون، پائليون، ڪوڏيون، مهرون، گنيون، ڪڏون.

4. ناٽي جي: پائي، پائلي، بياني، آنڪ، مهر، گني، پـٽڪي، چوٽڪي، ڪوڏي، ٽجوڙي، ڪيڪ، ديڳ، ڳوتري، واسٽي، زڪواة، خيرات، هُنڊي، ڪٺ.

# نرنانءُ (مرد)

1. نرنانءَ (مردن جا نالا): ابراهيم، اعرابي، اَرمڪ، اَرجڻ، اُميدعلي، آمون، آمن، امير، الله ڏنو، اولادي، آٿل، الياس، الله بخش، الهداد، اَڏيو، آڏت، آچو، اُڏيرو، اصغر، اسماعيل، اسرافيل، اعتبار، ايسب، آسو، استاد، اسير، آغو، آگو، اَجو، ازر، اَبو، اَبابڪر، اَبن، ابراهيم، اَبوجهل، اِبريو،ابليس، انب، اُبتو،

ابڙو، احمد، احسان، اَملهہ، ادريس، آدم، اوپايو، اک، اسم، آري، اَميدو، ادا، آيو، اوٺي، اکلو، اگلو، اگَهاڙو، اوينگ، اڳارو، اُوچو، اوچل، اُتريو، اُتم، آخوند، آچار، اورنگ، اويس قرني، ايوب، انعام، آفتاب، افسر، امدادعلي، امين، البيلو، اُمتي، آسودو، الهورايو، اميرزادو، اسحاق. بوعلي، بخاري، بادشاه پير، بزرگ، بني هاشم، بلاول، بانگو، بهشتي، بٺارو، بابو، برهمڻ، باري، باقر، بقاري، بچو، باريو، بيگ، بنگل، بهادر، بخشڻ، بشير، بچل، بابن، بادل، بنو، بلندو، باغ، بهار، بهرام، بانکو، بندو، بيراڳي، بخشو، بخت، بصر، بچڙو، بقادار، بيبو، باغائي، بهاول، بلوچ، بديعل، بيدل، بيغم، بدنام، بنسي، بولو، بيگن، باگو، بوتو، بخش، بوقلمون. ٻالو، ٻاروچو، ٻڍو، ٻروچ، ٻانيڻ، ٻُچي، ٻٻر، ٻيڙو، ٻاٻيهو، ٻُرڙو، ٻير، ٻڪرار، ٻانهو، ٻيجل، ٻاڪڙ، ٻولُو، ٻيلي، ٻاجهريو، ٻانگو، ٻيلو، ٻوڙو، ٻاون وير. پيرو، پڳڙو، پاڳُو، پاوندو، پليو، پرُو، پرمو، پارو، پوت، پُورو، پليڏنو، پولو، پاوَن، پنيو، پَلو، پِريو، پمرو، پونگر. تيجو، تُرسيو، تماچي، تکيو، تيمور، تولو، توکل، تاجو، تجمل، تونگر، تارو، تُلسي، تانار، تانسين، تمر، تازو، ترو، تلوڪ، توڏل. ٽوپڻ، ٽيڪر، ٽلو، ٽَهلو، ٽيئُون، ٽهلرام، ٽيڪُو، ٽَلڻ، ٽپالي، ٽکيو، ٽيپو، ٽِڪو. ٺَاڪُو، ٺارُو، ٺڪريو، ٺهيو، ٺينگُو، ٺريو. ٿهيم، ٿانيکو، ٿانئُون، ٿڌو. پيرُو، پهلوان، پهلومل، پانڌي، پينگهر، پنگريو، پَرمو، پنهون، پِتورو، پِنيل، پناڻ، پوڙهو، پسند، پت پريو، پتاشو، پارس، پناه علي، پوپٽ، پرکيو، پيرون، پيارو، پِنٺو، پِنيو، پريتم، پَليو، پِريو، پرتو، پڙهيو، پارُو، پيرل، پڌرو، پهلراج، پادشاهہ، پَڪو، پريم، پَنجُو، پيروز، پَدومل، پدم. جليل، جلال، جبريل، جمشيد، جانعالم، جرار، جکريو، جُڙيو، جوڻيجو، جاني جمعون، جئندو، جهُلڻ، جيئرو، جابر، جيتو، جُمڙو، جڳپال جَلُو، جانڻ، جيئو، جواهر، جَتو، جِندو، جَتُ، جڳمال، جبار، جهان، جوڏو، جَسُو، جيڻ، جمجا سلطان، جانو، جاڙو، جبل، جانب، جاڳڻ، جعفر، جمال، جبروت. ڄام خان، ڄيٺو، ڄام تماچي. جهوڙو، جهنڊو، جهونجهار. چنڊُو، چُهڙو، چاڳلو، چيتن، چڳو، چوچڪ، چارڻ، چينو، چاندي، چنڊ، چاکر، چنيسر، چيچ، چٺو، چوٽو، چنو، چندن، چيڙ. ڇُٽو، ڇورو، ڇَتو. حبيب، حاکم، حکيم، حاجي، حمير، حاصل، حسن، حسين، حُسنو، حنيف، حليم، حيدر، حافظ، حيات، حمزو، حاتم، حضوربخش، حمايت علي، حشريو،

حَسڻ، حامد، خاوند ڏنو، خليفو، خادم، خدابخش، خانو، خميسو، خاڪو، خوشحال، خواجہ خضر، خان محمد، خُوبو، خوبچند، خُدو، خيرو، خالق، خليل. دادُو، دائم، دولهہ، درياخان، دستگير، دودو، ديوان، دليسر، دائود، دوست، دلبر، دوسو، دابود، داناءُ، دوس محمد، داد، درگاهي، داس، دلوراءِ. ڏوئنرو، ڏمالي، ڏرمون، ڏنو، ڏٽي بخش، ڏرمداس، ڏيئُو، ڏيال، ڏيسرام، ڏتو، ڏاهر، ڏاتار ڏنو، ڏيئلداس، ڏنو، ڏيو، ڏهيسر، ڏهراج، ڏونگر، ڏاهو، ڏاتو. ڊينگو. ڊولڻ، ڊوليو، ڊول. ذاڪر، ذڪريو. ربو، رحيمڏنو، رحمان، رمضان، رجب، رئيس، ربڏنو، رحيم، رامو، رتو، ريڌو، راوڻ، راضي، راڻو، رستم، رکيو، راڪو، رمون، راڇو، رام، راجا، رسول، روشن، رانجهو، راوَل، رهندو، راءِ، رانوڙ، راوَت، رشيد، رفيق، راشد، روچو، رکيل، رسيو، رضا، روپچند، روپ بسنت. زوراور، زوار، زمان، زاهد. سامي، سيجُو، سُکيو، سانوڻ، ساماڻو، سنگهار، سفر، سومر، سانگي، سعيد، سچڻ، سچار، سچُو، سورهيہ، ساهُو، سلطان، ستابو، سپتيو، سالڪ، سومرو، سمن، ساڌُو، ساهڙ، سوڍو، سورج، سليمان، سردار، سهراب، سرهو،سالار، ستار، سوجهر، سکٽو، سياڳو، سکٽو، سکندر، سرفراز، سيفل، سکيلڌو، سيتل، سباجهو، سونهارو، سلام، سومار، سُهندو، سونو، سلامت، سانول، سائينداد، سجُو، سِلُو، سنپالو، سَرکيو، ساجن، سوڍو، سبحان، سياڳو، سخي، سَروَر، سنهون، سَتو، سَوائي. شمس، شهباز، شاهہ، شيرو، شفيع، شاهن، شاهوڪار، شامون، شيام، شمعون، شانُ، شفو، شهداد، شادي، شهمير، شرفو، شهزادو، شاڪر، شوڪت، شداد، شرف الدين، شاهہ پنجو، شمر. صادق، صالح، صحبت، صديق، صغير، صاحب، صلاح، صابو، صوف، صابر، صمد، صوبو، ضامن، ضمير. طالب، طاهر، طيب، طوطومل، طفيل. ظاهر شاهہ، ظهور، ظفر، ظهير. عباس، عاشق، عيسن، عارب، عارُو، عمران، عرض محمد، عارف، عثمان، عرس، عمر، عظيم، عامل، عالم، علاوالدين، عليم، علي، عيسو، عاقل، عبدالله، عيسيٰ، عابد، عزيز، عنايت، عزرائيل. غفور، غازي، غلام، غريب. فائق، فقيرو، فهميدو، فنائي، فيضو، فقيرمحمد، فتح، فريد، فخرو. قوڳُ، قُل، قوتو، قيرُو. قادربخش، قربان، قائم، قنبر، قدوس، قطب، قلندر، قابل، قبول، قيصر، قادو، قاسم، قيس، قادن، قمر. ڪارو، ڪامل، ڪَمون، ڪانيو، ڪرڙ، ڪمال، ڪانديرو، ڪوڏُو، ڪيسرو، ڪرم، ڪريم

بخش، ڪيولَ، ڪَڪُو، ڪرمون، ڪَلُو، ڪندو، ڪرارو، ڪوڙو، ڪشنو، ڪرمڻ، ڪوڏڻ، ڪبير. ڪمون، ڪنڌُو، ڪپڙ، ڪلندو، ڪيمون، ڪيمچند. گودڙ، گاگو، گوپال، گيان، گُلڻ، گُهرام، گانڌيَ، گنپت، گامون، گلاب، گولو، گُلو، گاجي، گاهي، گل، گوهر. ڳاهو، ڳهٽو، ڳاڙهو. گهَنو، گهُريو، گهنشام، گهلُو، گهنوَر. لاکو، لهري، لالو، لطيف، لطف، لالُ، ليار، لائق، لالڻ، لوط، لوڏي، لقمان، لکانو، ليمون، لڏو، لکي، لوڪچند، لجپت، لونگ، لکمڻ، لهٽو. محمد، مصطفيٰ، مالڪ، منان، ممون، ميهار، مگڻ، منگهڻ، منو، مولابخش، مستان، ملنگ، مراد، مارو، مريد، مَتو، ماڪوڙو، مَتر، مسافر، موسو، مولو، مستانو، مانجهي، مصري، مجنون، منصور، معذور، مکڻ، معشوق، ميرڻ، مورڙو، محرم، مرتضيٰ، مَتُو، موتي، مومن، ميرل، مور، مونڻ، ماهڙ، ملوڪ، مدد، ميوو، مونُو، منيو، ماڻڪ، مسو، محب، مينهون، مبارڪ، موهن، محبوب، ميڪائيل، مقيم، موسيٰ، محبت، مڱيو، منگهو، موچارو، متارو، موريو، محسن، محمود، مينهن وسايو، مهراڻ، مَمن، مالهو، ماڪن، مينڊرو، منظور، منٺار. نورو، نظر، ناٿو، نورنبي، نهال، نذر، نماڻو، نصيبو، نامور، نواب، نانگو، نوري، نصرالله، نندو، نارُو، نظير، نانڪ، ننگر، نجف، نورنگ، نياز، نمرو، نصير، نَتُو، نيٽو، نالي چڱو، نيڪ محمد، نندلال، نيڪو، نيامون. واحدبخش، وريام، ويرو، وِڪيو، وڪرماجيت، وسايو، واحدُو، وسنت، وزير، وَرند، وِڳڻ، واسُو، وشنو، ويڌل، وسريو، وَريل، واڌُو، وَرُو، ويرسي، وِقار، ولي، وارث، وَنهيون، وِلو، وساڻ. همايون، هوت، هيبت، هوتو، هوندو، همير، هاڪارو، هنومان، هيمون، هوتچند، هيرو، هارون، هابيل، هاشم، هيمن، هزاري، هَندل، هوشُو. يارو، يعقوب، يونس، يوسف، ياسين، يزيد، يامين، يحييٰ.

1. مرد جا: لوڏامان، ڪارناما، ڪم، سچڻ، دشمن، وڙهڻ، ويري، پورهيا، وعدا، پول، مقابلا.

2. مرد جو: لٽڪو، ڪڙڪو، دڙڪو، عقل، محابو، لحاظ، پٽڪو، زور، شهپر، اخلاق، ڏيان، تڏو، مان شان.

3. مرد جون: ڦلڪون، مهلون، رهاڻيون، سخائون.

4. مرد جي: مهل، محبت، مڙسي، هيبت، ياري، ڪچهري، ماني، اوطاق، ڪمائي.

6. نرناڻ (مرد) جا بيت [•]

ســـاراهيان ســـچو ڌڻـــي، جـــو پـــاڪ ڌڻـــي پـــرور،
آدم بنـــدا بســـي بقـــا تـــون طـــالب توبـــه ڪـــر،
خـــالق، مـــالڪ، مـُــرسل، مولـــي، حـــامي پيـــو حيـــدر،
حَـــسن، حـُــسين، حبيـــب، حـــاڪم، عـــالم آجـــو ڪـــر،
احمـــد، محمـــد، علـــي آيـــو، تـــون شـــافي شـــفا ڪـــر،
رحمـــن، رحيـــم، رازق، راضـــي، تـــون قـــادر ڪـــرم ڪـــر،
رَب، رســـول، رانجهـــن، رِيـــڏو، راجـــا، رانـــول تـــر،
ســـردار، ســـونهارو، ســـهڻو، ســـارو، نبـــي بخـــش، نظـــر،
ســـروَر، ســـخي، ثـــابت، ســـوڍو، صـــاحب پـــاڻ ســـڌر،
پـــاڪ ڌڻـــي پـــروَر، ٻـُــڌجان ٻـــول "ٻـــروچ" جـــا.

ســـاراهيان ســـچو ڌڻـــي، خـــدا خـــاص آهـــي اڪبـــر،
ايســـر، الهـــداد، عـــادل، عيســـن، آيـــو، آمـنون، آيـــوڙو، آڌر،
اَلهرکيو، اوٺي، انب، انيراءُ، آديسي، اُداسي، عطر، اڄمَل ۽ اصغر،
عشـــاق، آري، عاشـــق، عـــَدلـــو، عبـــاس، علـــي، اڪبـــر،
ارباب، عارف، عيسو، الاهي، عاصم، اسماعيل، آڏوتي، عمر،
افـــروز، آذر، اُويـــس، علـــڻ، آڍو ٽيـــو آنـــور،
اوڍر، اُوڏپ، آڏيـــو، آڏت، ابراهيـــم، اُميـــدو، آچـــر،
عزرائيـــل، اميـــدن پريـــو، آســـن، ابليـــس، عـــرس، اوڍر،
ابوبڪر، اسرافيل، ادريس، عالي، عارب، الله ڏنو، عثمان، اَجر،
آلو، آبيل، عابد، اڪو، آندل، عاقل، امين، عيدو، گهـُـرَ،
عبدالرؤف، آمرنو، اَسد، عامل، ايوب، اُڏيرو، عاصي تـر،
امير، آگينو، آفتاب، اگرو، اڪرم، ابڙو، اشرف، الياس پر،
عزت، آچر، عليم، عمرو، عزرائيل، اگاريو، اول سو اوڍر،
الله بخش، اُڪاسيو، اعتبار، عزيز، اسحاق، علو سو گـُـهرَ،
عظيم، آلو، عيدو، عاصي، افلاطون، اُگو، اويس قرني، ابو،
عزرائيل، آڌر،
پـــاڪ ڌڻـــي پـــروَر، ڏجـــان پـــاند پناهـــ جـــو.

[•] چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص.84

بلاول، بادشاهہ، بلند، بانکو، بادل، برکت، بشير، بـُولا کر بهار،
بـابو، بهـارو، بخش، بلوچي، بختو، بيکس، بـُخاري، يـار،
بنگـل، بهــاول، بازبهــادر، برجــو، بــابل، بــاقر يــار،
بيکس، بهرام، بکو، برادي، بلندو، بالو، بالم، بيوس بار،
بچو، بردو، بـادو، بنو، بـودا، بـُردهہ، بالاچ، بـلـُو، بـردار،
بيگو، بگـو، پنيـو، بجـر، بـصر، بـاريچو، بنشـو، بهـار،
بهرام، بـري، بهريـر، بـُـلو، بـُـرفت، بيـدل، منجهہ بـازار،
بهـادر، برهمڻ، پوپـو، آمسـر، مـُـکي، رام، رحمعلـي يـار،
بدر، بکر، بـاري لاهئيـن بـار، لاهہ لـُکون سـڀ ”لعلڻ“ جـون.

بخـش، بخـاري، بلـوچ، بختـو، بلنـد، بيـگ، بحـر،
پـُـنپ، پونـرو، پـائو، پـَـٽا، پلـو، پـروَسـو کـر،
بخـت نـصر، بـاري، بـردو، بهـار، بـروو ۽ بـدر،
تـَنـُو، تمـاچي، تـارو، طيـب، طوطـو، تولـو پيـو طـاهر،
تــان توکلــي، تــاجو، طــارق تمــي، تسـيو تونـگر،
تـابوت، تلسي، تـُرسي، توڏو، تيرٿ، تقي، تجلو پيو تمر،
تلسـي، تبريـز، تـان، توکلـي، تـاجو، طـارق توبـه کـر،
تمي، تسينو، تبريز، توربيو، طعنو، تـُنکو، تاٺو، تـَمر.

ســاراهيان ســچو ڏٽــي، جــو پــاک ڏٽــي پــروَر،
سبب، ثـابت، صفـر، صـالح، سـورهہ، سـائو ٿيـو سـکندر،
سيوو، صادق، ثعلب، سعدُو، سـامن، صحت، سـامري سـَيـَر،
ساڏو، صاحب، سلام، صابـُـو، سـافو، صـابر پيـو سـُومر،
سُرهو، سنگت، سنگهار، شرخي، ساجن، سودو، سام، سفر،
سانگي، سـِکـُو، سيرُو، سـاٽي، سـهٽو، ثمـُـود، سنجر،
سـانوڻ، صوبـو، سـلطان، سـبحاني، سـونو، سـکايل، سـڌر،
ساڏو، سيفل، ستار، سياڳو، سهجو، سنيـُو، سجاول، سامت ڏر،
سـليمان، سـاماٽو، سـعدُل، سـُـهليو، سـالار، سـکارو ٿـر،
سـِيتل، سـِکـُو، سمـن، سـهتو، سـُرکي، سـدرو، سرورَ،

ساهڙ، سڳو، سالڪ، سندو، صوبيدار سونهارا وَر،
سهراب، سوالي، صادق، سُڪُو، سورج، سج اُير،
صديق، سيباڻو، صلاح، سُرخي، سهاڳ، صوبو تر،
سَپَڙ، سخي، صوف، سناسي، سامي، سڪايل ساڻر،
ساقي، سارنگ، سونو، سڳو، سڳورو، صابڻ ور،
سومرو، سوائي، صالح، سالُو، ساند، سنديلو، سڪر،
صدر، صابڙو، سپاهي، ستابو، صاحب سوڄهرو ڪر،
سَڄُو، سعيدو، سڏُو، صغير، سو صوفي سير سڪر،
پاڪ ڏڻي پرور، لاهي لڪون تون ”لعلڻ“ چئي.

ساراهيان سچو ڏڻي، جو رازق تيو رهبر،
جيئرو، جيئندو، جوسب، جاڙو، جاني پيو جعفر،
جبل، جُڙيو، جاهد، جمعون، جوڳي، جبير جهنور،
جنگو، جلال، جاڳڻ، جتيم، جندو، جيتو سو جابر،
جيوَت، جيو، جوان، جادو، جوڏو، جرار، جانو جاڳر،
جندو، جالوط، جُبير، جابر، جيسن، جهانگير، جوهر،
جلَوو، جمال، جڳت، جڳُو، جاجڪ، جوتو، جناح جاتر،
جت، جُنيد، جابُو، جيهو، جانب، جري جَشَنڪر،
جمجما، جوکيو، جليل، جبارج، جادين، جاتي، جوڙو تر،
جالوط، جوهر، جانڻ، جَتو، جويو، جاڙو سو جعفر،
جاڳڻ، جونگو، جابو، جندو، جبرائيل، جُنيد، جوهر،
جمشيد، جبار، جليل، جَڙيو، جُنگ، جيلاني جَبر،
پاڪ ڏڻي پرورَ، ڏي تون پاند پناهه جو.

حاڪم، هيسب، هيبت، هرداس، هيمن، هاشم، حاجي،
حاصل، هاسو، هادي ڪر،
حاڪو، حمل، هوتو، حارث، حبيب، هرمل، هنسراج، هاڙهي وَر.
هارُوت، حسو، هريل، هرپو، حاتم، حوران، حضوري ڪر،
هُود، هَنود، هِير، هنُومان، هَندل، هوش تون هاشم ڪر،

ڳُلڻ، غازي، ڳامون، ڳوهر، ڳنگُو، ڳوڳو ٻيو ڳهَنور،
ڳَنبو، ڳرڏاري، غفُور، ڳاهي، ڳولو، ڳُر، ڳوسائين، ڳوندر،
ڳُل، ڳُلاب، ڳيندو، ڳدو، ڳجر، ڳابر، ڳوڙُو، ڳيان، ڳبَر،
ڳَنُو، ڳيهي، ڳيلو، ڳجڻ، ڳُهرام، ڳدائي، ڳُلشن، ڳدُو، ڳُر،
ڳاجي، ڳُلُو، غريب، ڳاروڙي، غلام، ڳُلشير سو ڳوهر،
ڳاڱن، ڳندرو، ڳاجڻ، ڳوپال، ڳنُو، ڳُرنو، ڳوبند، ڳُر،
ڳلزار، ڳاهي، ڳنج بخش، ڳولاڙو، ڳجُو، ڳلناز، ڳورَنر،
پاڪ ڏٺي پرورَ، ڏي تون پاند پناهہ جو.

لعلڻ، ليکو، لشڪري، لهري، لالڻ خان، لوڏي چڏ لَهر،
لونگ، لطيفي، لکُو، ليکُو، لاکو، لُنڌڙو، لوڪس لُر،
لقمان، لکياري، لڌو، ليلو، لهٽو، لائق لطف ڪر،
لکميس، لکانو، لکي، لنگهو، ليمون، لوپي لَر اُڏر،
لاڙي، لات، منات، لاتبر، لکياري، لَڪدر،
لال شهباز، لقمان، لُقو، لاڏلو، لوڏڪ لوڏ نہ ڪر،
لطيف، لهري، لغڙي، لُٽرُ، لَٽڙڪي، ملان مَر،
لڇمڻ، لڌو، ليلو، لاڏڪو، ٻيو لهواٽي لوهر،
حڪيم، حڪومت، حڪمت، هوندو، هامانَ، هريهَر،
هارون، هَرجِي، هارُوت، حريف، حسيب، حميد حياتي ڪر،
حاسد، هيمون، هوتي، هالا هتي هوڏ نہ ڪر،
هَسُو، حاجي، هاسو، هنڊل، حفيظ، همت ڪيئي جا حُر،
هاشم، ڪاڪو، حاتم، حارث، هدايت هاشمي ڪر،
هرداس، حمالي، حافظ، هيرو، هوت، هنومان حشر،
پاڪ ڏٺي پرورَ، ڏي تون پاند پناهہ جو.

کٻڙ، خميسو، کيو، خانو، خوشي، خليل، خاوند ڪر،
کَٽو، کٽڻ، کيڙو، خاکو، کلڻ، خيرو، خاطي، خوبو کهر،
خُدُو، خانڻ، کُسرو، خوجو، کيمو، خداداد ٻيو خضر،
کيت، کهڙو، خاشو، خالق، خاکي، خُدُو کپت ڪر،

خورشيد، خليفو، خليل، خادم، کمون، کٽوريو، کاپڙ،
ڏورو، دولت، دولھ، دستگير، دوسو دايو، ٿيو دلبر،
درياخان، ڏرُو، دائريو، دودو، دوست، دائم دولھ در،
درگاهي، دقيانوس، دليل، دالو، ڏلو، دنياري داور،
دينو، دادلو، درس، دريانو، ديدار دوراني داتا در،
دلير، دائود، دلبر، دکوراءِ، دلاور، دلو، دارا درک سڌر،
ظهور، ظالم، زنگي، زمان شاھ، ذاکر، ذوق، ذوالقرنين ظاهر،
زربخت، زوالي، ظاھر، زُبير، ضعيف، ذکر، زبرزاري ڪر،
پاڪ ڏٽي پرور، ڏي تون پاند پناھ جو.

راڻا، رقيب، راضي، رانول، روزي ڏي رهبر،
رتو، راوي، راهب، ريلو، ريڏو، راوت، رنجيت، راءِ ڪنگهر،
رام، رَبنو، رزاق، رازق، راڪاس، آدمخور آپر،
رمضان، روچو، رمزُو، ريجهو، رانجهو، راڏو، ريوو ٿر،
رانجهن، رُونجهو، رئيس، رامون، رهندو، راڇو گهر،
روحل، رِندو، راھُو، رُوپو، راضي رَسول ڪر،
رُڪڻ، رشيد، روشن، راحت، ريلُو راءِ ڏياچ، رب رحيم ڪيا رَنگ اپر،
رفاق، رُستم، رفيق، ريالي، رَتنو، راڇڙ ٿر،
شراف، شيرخان، شاهو، شمس الدين، شهپال، شهيد، شڪر،
شونقو، شاهن، شمس، شهبازي، شهڪ، شڪور، شمر،
شنيو، شهداد، شهيد، شملو، شيرُو، شرم شيطاني شر،
شمعون، شيخ، شراف، شيروان، شربت، شڪاري، شڪر،
شهپال، شرابي، شيش، شنگور، شادي، شافي شفا ڪر،
شاڪر، شڪيم، شيخ، شندو، شادمان، شفيع شتابي ڪر،
شهلي، شوم، شاهنشاھ، شهمير، شهداد، شبير، شام شهر،
شڪر شاهي، شيراز، شڪور، شبگير، شتروان ۽ شمر،
شاهن، شهڪ، شربت، شمس تبريز ۽ شڪر،
پاڪ ڏٽي پرور، ڏي تون پاند پناھ جو.

فيروز، فنائي، فولاد، فضل، فتح، فاروق، فقير فدائي ڪر،
فاضل، فارس، فريد، فوجو، فرعون، قادر ڪر مهر،
قطب، قهار، ڪامل، ڪانيو، ڪندو، قرار قمر،
قائم، ڪوڙو، ڪيهر، ڪلو، ڪالو، ڪيو قارون ڪفر،
ڪمال، قبو، ڪوڏو، قابل، ڪمن، ڪارو، ڪيسو ۽ قهر،
ڪان بجان، ڪڪو، قاضي، ڪرمون، قاسم بيو قيصر،
ڪريم بخش، قادو، قنڌاري، قيدو، قربان علي، ڪونڊر،
ڪرپال، ڪوهيارو، ڪيچي، ڪرم، ڪوٽو، قيمت گهر،
ڪوندو، قبول، ڪاتب، ڪسب، قباد، ڪلاچي قمبر،
ڪلتار، ڪسيرو، ڪمن، قلندر، ڪاپڙي، ڪرم ڪر،
قابيل، ڪندو، ڪوڙو، قادرنو، ڪرڙ، قيدو ڪر،
قليچ، قلبي، ڪشنو، ڪاتيار، ڪنعان، قريشي، ڪسمبر،
پاڪ ڏٺي پرور، ڏي تون پاند پناهه جو.

مرچو، ميرو، منگهن، مطلب، موتو، مرزو، محبت ڪر ملار،
ميهار، ماڏو، مستي، مڪو، ماڪوڙو، ميلهو، منٺار،
مسو، منگر، ماهي، ملڪ، مسافر، مگيو ٿيو مدار،
ممون، مينهل، مگر، منگهر، مينگهو، ملعون، موهن مار،
محرم، مدد، مدن، ماڪو، مانجهي، موسو، محسن يار،
مبارڪ، موتي، مدڪر، مهرو، مالهي مهڙ پار،
متو، متارو، ملڻ، متو، متل، ميوو، موڏي ٿي نہ مدار،
مارو، منگل، ملڪ، ميلڪ، محبوب، مٺر، ماڪي يار،
ماٺو، مراد، ملاح، موندر، مولجي، منسو، موالي ڏار،
مسڪين، مدني، منگتو، مولو، منظور، مجاور يار،
ممتاز، مقيم، ماندو، مجنون، مخدوم مناسب ڪار،
مينهون، مينڌرو، ماڪو، ميران، منشي، ميرل پار،
ماڻڪ، مچندو، محمود، محراب، مٺو، محب، مدار،
مڪي، موڪي، ملاح، ماڪو، مظهر، محرم، منٺار،
ماويو، منصري، ملوڪ، مصر، مٺيو ماهيءَ جو موچار،

ميرحسن، مانيٺو، مقصود، ملائُو، مسو، مومن پار،
مکڻ، مور، موسيٰ، مهاديو، محَراب، مَنُو، مولجي مار،
محسن، مانجهي، مگٽو، معافي، ميراٺي مهندار،
مارُو، موتي، مَتل، منگل، مالڪ آ مهندار،
مجنون، معروف، مورڙو، متارو مُنڪر منشي مار،
ميرخان، ملوَندي، مويي، يحييٰ، ذڪريا يار،
مرحب، موذي، ماڪن، ماڇي، ماسلو، مظهر، ميران، مزار،
مانيٺو، مانگر، محتاج، مهاولي، مريد، متارو ملار،
صاحب رب ستار، ٻڌجان ٻول "ٻروچ" چئي.

نوح، نظارو، نصوحو، نرمل، نوري، نظر ساڻ نهار،
نيپو، نتو، نائون، نِدو، نظام، نورالدين نماڻو پار،
نِدو، نهرو، ناٿو، نومڙيو، نيامون، نادر ٿيو نروار،
نورَنگ، نانگو، نارو، نظير، نيو، ناٿن، نوَل، نوراني ڪار،
نصير، نازو، نواز، نارو، ناظر، نوتو، پيو ننگر نوڪر يار،
ناظم، نيائو، نيڪو، نَبو، نصيبو، نوح نبي نروار،
نواب، نورو، نڪير، نيٺو، ننگر، نادر، نڪو ڈار،
ناڪس، نمر، نماڻو، نمرو، نوناري، نوَل، نصر بخت نهار،
نوشيروانَ، نور، ناٿو ڪار، ٻڌجان ٻول "ٻروچ" چئي.

وڪر، وڏل، ويٺو، وسايو، وشيلو وينجهار،
وارث، والسي، ولڻ، واليو، ويرُو، وَرُو، ولر واڏو وار،
وريام، واتُو، وليو، واصل، وينگس، وليداد، وسڻ يار،
ورنو، واپاري، وسيلو، وٿيو، ورند، واحد سو وينجهار،
وڳر، وِڪيو، ويڙهو، ورتو، بيربل، بنگو، وزير وار،
ويرڻ، ورٿو، وسندو، واسطو، وَڏيا، ڪر ويچار،
وَالُو، وچائت، وليداد، وَهريو، وسيلو ولهار،
وڪيل، واندو، ورِيند، وسيو، ولو ٿيو وينجهار،
يارُو، ينُاقي، يعقوب، يوسف، يامين، يزيدن يار،

ٻبرُ، ٻيلو ٻانهون، ٻاجهيَ، ٻاجهہ کر ٻاٻيهل ٻاڪار،
ٻروچ، ٻيڙو، ٻاراڇ، ٻاڇو، ٻڍو، ٻالو، ٻالڪ ٻار،
ڳورو، ڳهٽو، ڳهلو، ٻاراڇ، ٻاڇو، ٻاجهي، ٻاٻيهو ٻار،
پاڳو، پيرُو، پٽ، پرڪيو، پونر، پٿائي، پرمون پيار،
پنگر، پونگر، پرمون، پيرو، پلنو پاڪار،
پلو، پارُو، پائي خان، پولرو، پروَسو، پڙُ پتار،
پانَ، پلارو، پاڳيو، پوڙ، پليسو، پارس پار،
پورو، پڳت، پڳوان، پلينو، پاڳو، پرُو چنڊ پُلڪار،
پدمُون، پارُو، پيرو، پناهہ، پريتم، پيسُو ڪرپوڪار،
پلنگر، پُرسُو، پيسُو، پانڌي، پُرڏن، پنجُو، پريُو، پار،
پروَس، پجيل، پهلوان، پيارو، پمن، پريل، پاهڙ، پار،
پروَل، پنهون، پَلي، پليو، پٿورو، پر، پاڳارو پار،
پرتو، پارڪو، پڌرو، پارس، شاهہ پنجو بہ شمار،
پورن راءِ، پٺاڻ، پياسي، پسند، پهلاج، پيروز، پرڪار،
پونجو، پارس، پيرُون، پانهو، پوهو پڪوڙو يار،
پوپٽ، پتاشو، پنگريو، پٿولي، پوربي، پروَر پار اُڪار،
صاحب رب ستار، ٻبُڌجان ٻول "ٻروچ" چئي.

ڏنُو، ڏيوو، ڏانڊُو، ڏاڙهون، ڏانور، ڏاتُو، ڏتل ڏار،
ٿوهر، ٿڌو، ٿانوَر، ٿَمر، ڏاسن، ڏوڏو، ڏانَدو ڏار،
ڏمڻ، ڏاڙهون، ڏيال، ڏهراڄ، ڏونگر، ڏيوو، ڏتل هار،
ڏوتي، ڏيرو، ڏيئُو، ڏيو، ڏياڇ، ڏامون سر ڏاتار،
ٺاڪُو، ٺارو، ٺيڪُو، ٺالهو، ٺنڊڻ، ٺلُر، ٺوپڻ، ٺهل ڏار،
ٺونٺر، ٺڪيو، ٺاپرو، ڳنيبر، ڳاهو ڪار،
ڳوئرو، ڳهيلو، ڳوڏو، ڳهٽو، ڳچلو، ڳاڳيو، ڳنڍڻ هار،
ڄام، ڄاريڪو، ڄٽ، ڄمونسي، ڄاڃي سنپ ڄمار،
چوٺٽ، چٺگو، چيلو، چندن، چنو، چاڪي، چوهڙ چار،
چڳيل، چٺو، چاچڪ، چُوچڪ، چيڙ چاڪن چوڪيدار،
چاڪ، چاري، چينچل، چانڊُو، چوڌري، چيزل چوڌار،

چاڪر، چغدو، چيـنـو، چـاري، چـانگو، ڊولـڻ، ڊلــو ڊار،
ڏسـو، ڏرمــون، ڏيـرڻ، ڏوپـي، ڏمـالي، ڏگـاٽو ڏڪـار،
ڇاگو، ڇـتن، ڇـٽو، ڇـتو، ڇلـگري، ڇـورو، ڇڪـن هـار،
گمٽ، گهلـو، گهـريو، گهـربو، گهاتـو، گهوٽـاٽو، گهليـار،
فيـض، فنـائي، فـاروق، فضليـو، فرهـاد، فقيـرو ۽ فڪـار،
قـري، قــوڪ، قــلپوٽو، قتـن، قرسـو، ڇنيسـر، ڇـوڏار،
صـاحب رَب سـتار، لاهـي لـــڪون، سـڀ "لعلـڻ" چئـي.

# ننڊ

1. ننڊ جو: خواب، سجاڳ، آرام، سهٽو، آلوٽ، گهوگهرو، پاسو، سپنو، مٺو، ڇرڪ، ڪانهيلو اجڻ، ڦٽڻ، جهوٽو.
2. ننڊ جي: پنڪي، ڳهر، آئي، ڪاٽي، اکپوري، سجاڳي، اوجهراٽي، اوٻاسي.

# واڄو (واڄٽ)

1. واڄو (واڄي جا نالا): دهل، شرناءِ، قرناءِ، ڏڪڙ، ڪنجري، يڪتارو، ڪماچ، سرندو، سارنگي، ستار، طنبور، بگل، بين، مُـتو، پکواز، هارمونو، ڊولڪ، ڊيبڪي، دِلو، ٻئنڊ، جهانجهر، توتارو، مُـرلي، نڙ، ڪـاني، بانسري، نغـارو، پاوا، گهڙو، گهاگهر، ڪڙتالون، ٺليون، ڇيرون، گنهگهريا، مغرمان.
2. واڄي جا: ڏونڪا، ڏانڊيا، واڄٽ.
3. واڄي جو: ڏونڪو، تارُ، رسُ، گـُـر، سرگم، پڙهو، ڏانڊيو، ڏڪ، ٺـِڪو، پهلـو، نوءُ، مڙهيو، ڦاٽو، لاٽو، چاڙهيو، اٺو.
4. واڄي جون: ڏيلون، تانون، چوٽون، وڄتون.
5. واڄي جي: ڌمَ، ڏِيل، تانَ، مُـرڪ، لئي، ڪٽت، ڇڏٽي، چوٽ.

# واڻيو

1. واڻيو (واڻين جا نـالا): ٻيائي، وڻجارو، مهتو، وچائت، هندو، دڪـاندار، سيٺ، مودي.
2. واڻئي جو: وکر، هٽ، دڪان، ڏيڻ وٺڻ، رام.
3. واڻئي جي: وَهي، بندي، هٽي، ڪپت سپت.

# واھ

1. واھ (واھن جا نالا): نصير، سرفراز، گهلو، ساگرو، بگهياڙ، ڪيسانو، ڪلري، پونڦاڙ، مولچند، الله ڪئي، ڳاهورو، گوني.

2. واھ جا: ڪپَ، ترا، بند، گهيڙ، پڌا، ڪپرَ پاسا، گز، وهڪرا.

3. واھ جو: سنڌو، ڳنڍيو، ڪپ، رستو، ترو، پڌو، دڙو، لٽ، ريٽ، ڪڏو، گهيڙ، پاٽي، پاسو، وهڪرو، لاهو، چاڙهہ، هرلو، مُنهن، چاٽو، لهڙ، ڦٽو، فصل، روءِ.

4. واھ جون: ڪاٽيون، ماپون، سيرون، لاهيون، چاڙهيون، پوڪون، پنيون، موڪون، آباديون، چرخيون، پوڏون، اُٿلون، ڪڏون، چوليون، لهرون، سوڪون، ڪَرون، پلا پلايون.

5. واھ جي: پوچڙي، ڪاٽي، ماپ، پوڪ، سُڌسماءُ، چاڙهي، ليٽڻ، گپ، مٽي، ڪڏ، پڪَ، پيڙ، اُپڪري، ڊيگهہ، اونهائي، ڪنڌي، ڪنڌي، ونجهي، بندي.

6. واھ جو بيت •

ساراهيان سچو ڌڻي، پاڪ ڌڻي پرور،
مڪي سندي ملڪ جي، پڌجانءِ خان خبر،
مرون انهيءَ ماڳ تي، ڪندا هئا هل حشر،
بگهڙ انهيءَ برن ۾، ڪيو وتندا هئا ولر،
مرندا هئا ماٺهوءَ جي ماهہ لئي، ور وڙي هٽندا هئا ور،
قادر جي قدرت جي، ڪنهن ڪي ناهي خبر،
پاڻ لکيو تو پوريون ڪري، صاحب رب ستر،
لکئي منجهان هڪ لک نٿو لاهي، تل تنهن مان تر،
جنهن اُتران تي واهڙ آندو، 'نارو' سوئي نر،
جنهن مان ڪئين واھ وهي ويا، نالي نيشانبر،
جاني وهي تو 'جمڙائو'، جنهن بسيار وسايا بر،
'اڪرو' وهيو تي 'اُڏڪ' واھ، ڪڙڪنا ڪن ڪپر،
'سائو' ۽ 'سنهڙو' وهيا، ڏيو پٽن پاسي پر،
واڪا ڪيو 'واڊڪي' وهي، 'بگهياڙي' برابر،

• چيل عرس جمالي جو. هن بيت ۾ پکين ۽ گاهن جا نالا بہ آيل آهن.

’چتـڙي‘ ۽ ’ڇنـدڻ‘ وهيـون تـي، وٺ هنيـو سـي ور،
بيشـڪ وهيـو تـي ’بـان‘، موڙهـي انهـيءَ موهـر،
جنهـن پـاٽي ڪٽـي پٽـن تـي، جـام وهايـا جـر.
ڪميـون، ڪچـون، لـڏڙا، واڳـون، سـيڙهيون، سيسـر،
پلهڙيـون، ٻوڙيون، واسينگن ويڙهيـون، ٻيا سوين منجهہ سر،
ميچـي انهـي موهـر ۾، ٻـي حـال هلـي تـي جـر،
گنـدڻ، گوجـون، پـلا، پوپريـون، يـا چيـلرين جـا چچـر،
چارو، چرڪـا، مـارڪ، مـُڪر، ٻيـا رڙا گهمـن تـا ريٽـن تـي،
سنها سينگارين جا سر،
ڏاهـي ميچـي ڏهـرن ۾، ٻيـا ڏنيـرا ۽ ڏيـڏر،
ٽيلهـہ جنهـن جـون ٽيلهيـون، موراڪيـون موهـر،
سـوين آهـن سـهٽيون، ٻيـا گـانگٽ سـي گوهـر.
چوقبلـي چـوڏاري، ٻـي پکيـن جـي پوڪـر،
بدڪـون بيحـد بيشـمار، پٽـون ڪـن پچـر،
چيهـون، چٽـوڙا، ڪيتـرا، ٻيون ٽوليون ڏگوشن جـون ڪرڪيـو
ڪونجـون ڪٽـن ڪر،
ٻگهـا، ٻوٽيـون ٻيٽـن تـي، ڪيـو وتـن ولـر،
ڪڪڙيـون، ڪـانئيلا ڪيتـرا، ٻيـا آڙيـن جـا اڙگـر،
سوين سانهيون، نيلون نهايون، ڊڪٽيون، ڊيلون، پوڪارن پنهنجي پر،
منگهـہ، ملنـگ، متاهـہ، ٻيـا گهگهـہ پکـي گوهـر،
نـازڪ نيرڳيـون، ٻيـون هنجهـرون سـاڻ هـنر،
رانديـون رتنبـا، دولاري متـي در،
ٻيا ٻہ ڊنڊ جا پکي آهن ڪيترا، تن کي ڪانهي خان خبر.
هـاٽي سـُڪَ جا پکـي تـو ڳڻيـان، سـي دانهہ ٻڌ دلبـر،
هزاريـن آهـن هنجهـہ، ٻيـا گـرڙ پکـي گوهـر،
ٻوڙيـون، ٻيـر ٻيلاٽيـن ۾، ٻيـا روڏا سـي رهبـر،
ٽـُوها، ٽوٻـا، ٽـاليون، ٻيـا ٻـُربلين جـا ولـر،
ڪـُرا، زُرا، ٻـُرا، پلـڪ پکـي سـي پهـر،
ڪبريـون، ڪٽيـون، ڪـُرتون، ڪـارڙا، ڪوهيـس، ڪـانوڙا،
ٻيا پوئر يا پيٽي پر.

ڳجهون، ڳيرا، ڳڳا، ڳاڙهه ڳلا، پيا پرين سي پاريھ،
توريون، تلوريون، تاڙا، طالب سي تتر،
وهيا واريون، جهرڪيون جهاريون، ٽنيهر تاريون، پيون ڦوسيون منجهه فڪر،
مينا، مور، ملاليون، پيا لکين لغڙ ۽ بديهل باز بحر،
سرٽيون، سانباها، سوراخ، هيڙها ساڻ هنر،
چيها، چمڙا، چوڪا چڪور، پيا چاپاڪا منجهه چپر،
هڪڙا چڪرا چڙين جا، پيا ڀهڳڻ ڀاتيھ،
چندچڪور، ڪوئليون، باشا برابر،
طوطا، چتون، پيون ميناڻون انهيءَ موهر،
سُڪ جا پکي ڪيترا، ٻي ڪانهي خان خبر.
هاڻي ڍنڍ جا گاهه تو ڳڻيان، سي دانهه سڻ دلبر،
وطن ۾ وسون تي، گاهن جا گودر،
پبڻ، پاپڙو، پبڻ، ناڙو، ٻي آهي چبر،
چلڙ، چيهو،چانهڪو، ڪارا ڪانهن، پيا سهٽا ساوا سر،
ڀِسڪن، پيکهه پيٽن تي، پَبن هنيا پتر،
ڪيهه، ڪلورو، ڪڪڙو، ٻي ساوڙي منجهه سڏر،
پرٽ، پرڙو، سارنگ سهٽو، پيو مونو منجهه موهر،
ٿونر هنيا آهن ٿوپ، ٻي ڳاڙهه ڳني جهلي آ ڳر،
نيرڳ، ننڌا ڪيترا، ماچاوا انهيءَ موهر،
ڍنڍ جا گاهه ڪيترا، جن جي آ خاوند خاص خبر.
هاڻ سُڪ جا گاهه تو ڳڻيان، تن جي ٻڌ خان خبر،
مالڪ ڪٿي مينهن وسايا، پٽن پاسي پر،
ڦٽا ڏيپ، ڏامڻ، ڏاسوڙين ۾، ڪري ڪارا ڪونڌ ڪڪر،
پرٽ، پپڇي، مُرٽ، مانڌاٽو، مارڪ، مريڙو ٻي لوٽڪ ۽ للر،
ڪِهه، ڪموءَ، ڳم، ڳنڊير، سَنٽي سير ڪري پئي آهي، ڪُوري پن جهلي پاندر،
ڏُڪٽي ڏنارڪتوري، ڏاجورو، لکين آهي لَنب، ڏِنوهين سان ڏڏر،
ڪتڻ، ڪوتڪ، ڪوهيارو، ڪانگڙو، جهنجهڻ جال جوهر،

ٻوهہ، ٻوڙو، ٻکرو ٻلانئين ۾، واھو سو ويراڳي ويتر،
کيهہ، ڪٽوري، ڪوڙ، منديري انهيءَ موهر،
ڪاٺونبا، نانگلي ۽ ڪورڙ موري هنيا سي واڇوٽي ور،
اڄا ٻہ سُڪ جا ڳاهہ آهن ڪيترا، اٺم ڪانہ خبر.
سانگي وينا آهن سانگ تي، ڏيئي پٽن پاسي پر،
سانگين ڪٽي سهٽا اڏيا، گهوٽن پنهنجا گهر،
مارن ڪٽي منَنَهن اڏيا، ڇانيا سي ڇپر،
هڪڙي هوءَ جي هٻڪار، ٻي ڪرڪين جي ڪيڪر،
هڪڙا چرٽاٽ هئا چيرن، ٻيا سرلا وڄن سانپر،
مڇي متال متارا تيا، ڦرها تيا سي ڦر،
پٺاريون اڃن ٿيون پاٽي تي، ڪنديون ڪنيون ڪر،
تن ڪي ٻيجڙ ڏُهن ٻيئنُون، ٻہ گهمرا پيهر،
رکيو ساڙها سينڌن تي، هلن ڪونجيليون ڪنيو ڪر،
جن ڪي ٻيڙا ٻانهيون ٻانهن ۾، ٻولا ۽ ٻينسر،
سڏيون آهن سهٽيون، سڏا سندن سر،
هلن ڪلن ٽلن ملن، ويچاريون ڪن ولر،
سکيون گهمن ساڙيهہ ۾، ساري سب عمر،
آزي ٻذج "عزس" جي، پاڪ ڏٽي پرور،
جو ڪيون اٺم ڪيتريون، ڪڇايون کهڇر،
معاف ڪجانءِ مون کي، توبهہ تنهنجي در،
"جمالي" آهيان ذات جو، گهوڙيءَ واريءَ تي، مڪيءَ ۾ گهر،
اها ٺئي خان خبر، مکي سندي ملک جي.

## واءُ

1. واءُ: گرم، سرد، طوفان، تڏو، ڪوسو، اُتر، ڏکڻ، پورب، تکو، ڍرو.

2. واءُ جو: سٽائو، واڇوڙو، اُڏايو، پوريو، چُريو، ڏوڙيو، سٽڪو، ڪڙڪو، سيءُ، جهولو، لڳو، ڪليو، بنديو، منگهہ، جهول، اُبتو، ڪُنرو.

3. واءُ جي: سٽائي، هير، تڏڪار، واڇ، جهڪ، لُڪ، جهڙپ، سردي، گرمي، ڪنڌ، گهُٽ.

# وڪــر

1. وڪر (وڪرن جا نالا): شراب، ڪمرڪس، ڪار، ڪـنڙو پاهه، مس، ڪوپرو، سرمو، صابڻ، مائُو، ڪتيلو، تماڪ، ساٿر، ڏاٽا، هرتال، چوتـال، سنڪيو، ڪيس، ڪنبيرو، جاڻ، ڪڻ، سُتي، منديري، آڏيري، ڳڙ، سرهاڻ، سوپاري، ڪٽوري، سانئوڙي، ڪنڊڙي، چيڙي.

2. وڪر جا: ڪسيرا، تـَـها، تـَـپا، باردانا، ڏڳا، پـُـڙيڪا، دُڪا، آنا، پات، پوٺيا، ڏنا، ورتا، اگهه پاڻ، تيلها، پورا، پوڇها.

3. وڪر جو: وڪرو، سودو، واپار، هوڪو، سيرُ، پاءُ، مڻ، پوٺيو، چيتو، پات، ڏڳو، ڪارو، ٿالهه، توريو، دُڪو، تولو، ٻَڌو، چـُـڙيو، ريزڪي، وٽج، وِهائيو، دپو، دوڪان، هٽ.

4. وڪر جون: دمڙيون، ڳوٽيون، توروُن، تـَـوُنريون، ڪوڏيون، چيپون، دپيون.

5. وڪر جي: گهورَ ڏيتي ليتي، اوڌر پاڌر، روڪڙ، رهت، رڪت، تور تـڪ، تـڪري، ڪوٽ، ماٽي، ٽـِپري، اُٺل، رُونگ، هار ويرَ پـُـڙي، پـِـنڊي، پـُـوري، هَڪ هَـتي، ڪَـس، اُپت.

6. وڪر جا بيت*

(1)

ســـاراهيان ســـچو ڏڻــــي، جـــو صـــاحب رب ســـــتار چـــوان،
آهوبيـــــر، آنـــــورَا، اُنڪچـــــور، انجٽيــــون، آرا، آر چـــــوان،
آلوبخــــارا، اندرجــــو، الســـــي، آفيـــــم، آچــــار چـــوان،
آهـــُـــر، آلوچمـــڙو، آڪـــروٽ، انجيـــر، انـــار چـــوان،
ايريـــال، اڇـــڙو، انگـــور، آڪلوئـــي، ايريـــو، آريٺــا، آر چـــوان،
اســـپنگر، اولاســـار، آمـــل، بڪـــڙو، بيضـــو بـــار چـــوان،
بـرف، بـصر، بـادام، بڪـم، بهمـڻ، بوتـل، بيهـي ڏار چـوان،
بســـڪوٽ، بـــهه، بنفشـــو، طـــالب، توشـــو تـــار چـــوان،
تالمڪاڙو، تـَـسَر، توتيو، تيل، تمـاڪ، تـاڪيو، تندتـار چـوان،
تپاشير، تلونگڙي، تخم حيات، تخم ريحاڻ، ترڪاري تـوار چـوان،
صوف، سِـهـنو، سُرو، سـُـرهو، سنگجراح، سنا، سپ سار چوان،
سـُـرخي، سوپاري سنڪيو، سـاٿر، سـون سـڳا، سـُـٽ ڏار چـوان،

(1) چيل لعلڻ خان لغاريءَ جو. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيہ، ص 84.

صحتڪنــدرُو، ساڪـــــتُ، صنــدل، ســـنڌاڻو آچـــار چــوان،
سُــتي، سـِـپي، سمنـڊ ڦيـڻ، سالارو، صابڻ، ڪـُـل سنيار چـوان،
سينڌو، سـونچر، سيڙهي، ســورجاڻ، ســينڌر يــار سنگهار چـوان،
سَنڍ، سڳداسي، سُــٽ، سفيدو، هَــرمرو، هُــرپو هوشيار چوان،
هيڊ، هيراڪس، هرتال، هريڙ، حلوو، هـــڳ سندا انبـار چـوان،
جـاڻ، جليبي، جرقُـــل، جيـرو، جـُـلاب، جوهـر، جوڪـار چـوان،
جعفـر، جيســُـو، دال، دارُون، رڳ، رَتـي، ريـوڙي رسـيار چــوان،
رَچ، ريـوَنـد، زَنگـي، زَهـر، زَنگـال، زَري، ڪنـد، ڪـار چـوان،
ڪـارڪ، خوشبوءِ، ڪٿمنڙي، ڪوپـرو، خسـخاس، خـُـمار چـوان،
ڪيرو، ڪٿوري، ڪهنبڙو، ڪاچو، ڪوئر، ڪسي، چوڙسي چوڏار چوان،
چٽا، چوبچيني، چـانورَ چونـرا، چـاڪليٽ، چندَن چـوڏار چـوان،
چـُورو، چـاڻو، چـاس، چيرولـي، چـَـرس، چيمـڪ چـوڏار چـوان،
چيراتو، چـڪنو، چٽي، تـڪ، تـقُلو، انجٽيون، عـاقل قرهو ڪارچوان،
عطـر، اَبـَرق، شنگرفَ، شربَت، شَـاهترو، شـراب شمـار چـوان،
ڪَهـُو، ڪيوڙو، ڪگور، ڪـنڙو، قيطـُـون، ڪتيلو ڪـار چوان،
ڪتل، ڪيس، ڪوڪڙ، ڪيسُو، ڪوهـر، ڪبابچيني ڪل يار چوان،
ڪوڏيـــون، ڪچريـــون، ڪوپـــرو، ڪنيـــرو ســـار چـــوان،
ڪيڪ، ڪمند، ڪانقُل، ڪاغذ، ڪريلو، ڪمال، ڪاسني ڪار چوان،
قلميشــورو، قلعــي، ڪشــميرو، ڪمرڪـس، ڪورڙڪـار چــوان،
ڪوڪين، ڪـرمچي، ڪيس، ڪنگٽي، ڪانگڙو، قند ڪلار چوان،
ليلاڦــر، لونــگ، لــوڻ، لـــڏون، لهـــو، لاک، ليـــار چـــوان،
ماکي، مُساڳ، مصري، ميندي، موري، ميٽ، مـرجون مـار چوان،
مـُـشڪ، موصلي، مهميـرو، مرجان، مليـرو، مصالحو منـار چـوان،
مـَـس، موٺ، مـُـڳ، مٽر، معجون، مـَـڪـُـو، مـسي، ميٿي مارچـوان،
منيڪٽ، ميسو، مانهن، ماچيس، مـُهـُـري، مڪئي، مـُـنڊيري ڏارچوان،
مڪٽي، مـانڌاڻي، مڪري، موتـي، مـاڻڪ، موتـي مٽيـادار چـوان،
مـُـستي، مـــنائي، نيزا، نـاپو، نـَـقـُـل، نمـڪ، نـازبو نـار چـوان،
نرگس، نموري، نـاريل، نوشـادر، نيلوفر، نـبات، نـارنگي نـارچوان،
نڪيچڪٽـي، نرگنـديو، نانختـائي، نـاس، نظـارو نــروار چـــوان،

واوڙنـــگَ، واوَل، وَرق، وارنـــش، وڏف، واڱـــڻ وار چـــوان،
پيهـُـون، پڪـوڙو، پـِـپري، پـاپڙ، پـَـنير، پتاشـو پـار چـوان،
پپيتو، پـانو، پـَـٽُ، پنو، پلاهجيري، پـِـتو، ٻـُـڪي ٻار چوانُ،
ٻـُورو، ٻهيڙا، ٻيڙو، ٻـِـج، ٻيرچـُـو، ٻـَـڙو سو ٻهڪـار چـوان،
لاٽي، لوٽڪ، پارو، پشم، ڦٽڪي، ڦڪي، ياقوتي، يار چوان،
ڦريـون، ڦوٽـو، ڦودنـو، ڦـل، ڦـاروو، گـل گلابـي، گلنـار چـوان،
گوگڙو، گـدرو، گوبـي، گازبـان، گجـر، گدامـري گـلزار چـوان،
گلقند، گوري، گجي، گندرف، گيهر، گيهي، گـُـگر گـار چـوان،
گندڪ، گوماندر، گيـدوڙو، گـانجو، گهـُـبيت، گهوٽـو گهـار چوان،
ڳـِـڙ، ڳـاني، ڳنـيو، زنگـال، زوفـي، زَري، شـاهترو شمـار چـوان،
ٿـقلو، ٿـڪي، ڇوهـارو، ڇپري، ڦيـڻ، ڦڪـي، عشسبو آر چـوان،
پڳڙا، پيلَاوڙو، پنـگ، پـُـرٽ، پتـر، پـَـچـُـتي پـُـلڪار چـوان،
پنگرو، پـَـتو، پٽپيـرون، پستـو، پـُـست، پريـو، پـن پـار چـوان،
سيماب، ثعلـب، سـونف، سنيالـو، سـتاوڙ، سـرمون ڏار چـوان،
سـهاڳو، سـنگتڙو، سـنکيو، سـاپا، سـتگلو، سـهنوار چـوان،
خطمـي، خبـازي، چٽـڪ، چنبيلـي، ڏوپ، ايلاچـي ڏار چـوان،
ريوندچينـي، ربسـُـوس، رتنجـوت، رسـڪپور اظهـار چـوان،
زهر ڪـُـچلو، زُمـرُد، زهـر مـورو، تـُـرنج، تمـاڪي تـار چـوان،
زنگـالا، زَرنـي، زَري، زهـر، زعفـران، زُوفـا، زنبـق، زنگـار چـوان،
سـون، سـهاڳو، سـونف، سـرهو، سـيمابي، سـهنوار چـوان،
لطـف ڪجـاڻ تـون "لعلــڻ" تـي، صـاحب رب سـتار چـوان.

(2)

ڪـــڪا! وڃـي ڪـوڏ مـان، وٺـي اچ وکـر،
کنـڊ، ڳـڙ نبـات، مـصري، پتاشـا، جوهـر،
کتل، کشـمش، کـارکون، چونـرا، مـگٽ، مٺر،
کجـور، پڳـڙا، ريوڙيـون، مـاکي ۽ گيهـر،
مـرچ، مصـالحو، مريـون، دالچينـي، جـافر،
کٿـڪ، کتيلـو، کـِـنڙو، اچـڙو، اسـپنگر،

(2) چيل اميدعلي لغاري جو. سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه، ص 143.

لونگ، جيرو ۽ وڏف، سونف، صنوبر،
هيڊ، هريڙ، ڪار، ڳُلي، سائي تُوم، بصر،
واوڙنگ، تنپ توٽيون، سوپاريون، سنڌر،
يونان، پرسان، گاوزبان، جرقل، نوشادر،
پان، پنير، ميٽ، تيل، ڪتوري خوشتر،
لوڌ، رسوَلُ، چوڙ، مينڌي، دال، ڳُگر،
گيهر، ڪاچا، ڪوپرو، ڏاک، ڇٽا، چانور،
گدنا، گلقند، گدامري، ميڙ، مجٺ، مر،
بسڪوٽ، ڏاڙهون، سَنا، ڪانقل ۽ ڪيسر،
اٽنگڙي، ثعلب، موصلي، تالبخانو، تر،
صندل، ساڳ، مصطڪي، لوبان، لونَڊر،
هرتال، هيراڪس، هرمڙو، اولاسار، عطر،
هڱ، هربو، گوگڙو، نيسزا، نيلوفر،
تلسي، بادام، پستا، جاڻ، توتيو، تر،
گدرف، جيرو، چاچرو، املداس، عنبر،
آيا سپ وکر، هيج منجهاران هٽ چا.

پر اجان وکر هٽ جو، وسري ويم واپار،
تماڪ، باڪس، بيڙيون، پوري ناس بهار،
سُرهاڻ، سهاڳو، سُنڊ، پَريو، شنگرف شاندار،
قوتا، قودنو، سُٽ، پشم، ليسوڙا، ليار،
ايريو، عناب، السي، زرشڪ، زنگار،
ڏُوپ، زراوند، پاَن پاڙ، سنيالو سينگار،
ڳوڻ، مُهرو، ڪاسني، بنفشو بسيار،
مُستي، شراب، شورو، ڪَڻ، جَوَ ۽ انار،
ڪوئر، ڏوڏي، صابڻ، سُتي، ٻاجهري، جوار،
سرمون، سوئيرو، ڪجل، جيري، جدوار،
چنڪ، چرياتو، ترنج، گل سهاڳ، سَمُالفار،
زهر ڪچلو، ڪُچريون، ڪوڪين ۽ آچار،
"اميدعلي" سنيار، وکر پنهنجي وجود ۾.

(3)

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب رب ستار،
مندي مڙين جو مصطفيٰ، جو تَک لنگهائيندو تار،
ڏاتار تنهنجي ڏيهه ۾، ڪَامل چڱي ڪار،
سانگان سيڪوئي سُکيو، گهوٽ! گهرئين ئي گهار،
نظر ڪري نهار، بيهي منجهه بازار،
تہ ڳڙ ڳانا، ڳيهون، مکڻ، ميوو، ميها، مصري، جهجهي جال جوار،
چوئنرو، چڻو، چيڻو، چيڻوني، مڳ موچاري ڪار،
ڪوڪڙ، ڪنگڻي، ڪاٽڪي، مٺي مانهہ ملهار،
جوَ، جيرو، جاڻ، نمر، نير، پنير، ناپو، نانگلي، ناريهر نهار،
ڪونجا، ڪارک، ڪنب، ڪرمچي، ڪپور، ڪچري، ڪوپرو پريان جي پار،
لونگ، لباتي، جعفر، جرقل، نت نباتن نهار،
سينڌر، سرمون، صابڻ، ساڪڻ، سرهو، سُنڍ، سوپاري سار،
الوچمڙو، الوبخارا، ڪمال پٽ، توتيو، تُوت تنوار،
چوئو، چندن، چاشني، چنبيلي، فرق قُللين نهار،
ريجو، ريوڙي، رسوَل، روپاهہ روڳا ڪريو ڪمائي ڪار،
ٿِنجَ، ٻهيڙا، آنورا، هريڙ، ميٺ موچاري ڪار،
عَاقر قرهو، ليمان، انب، ايلاچي، مر موچاري ڏار،
مهلو، ميٿي، مجٺ، ميندي، سوئا، پالڪ، چوڪو سپ سنيار،
پپر، پيرون، ڦودنو، ڦڪي، ڏاڙهون چڱي ڏار،
آهوپير، اهريو، امل، ايريو، انجٽيُ، سنا، سوئنف، سنيار،
سنبل، سرخو، بهمن، بڪرو، ڪتل، ڪيس نهار،
مغز، موصلي، تُهي، تالبخالو، ڦڪي، ڦوڳ ڦلهار،
ڪمرڪس، ڪٻتڪ، ڪنڙو، بادامي، پڳڙو، ڪيسوڦل ڦرار،
مٺي ڪٺ، ڪتيلو، ڪاسني، ڪافور، ٻانهين ٻورو ڏار،
گگر، گوماندر، هريڙ، هرٻو، هرمرو، ساٽڙ، سيڻ سنيار،
اُنڪچور، ڳوڻ، گاؤزبان، صحتڪندرو، مربو ماڳ موچار،
ڏوپ واس، لوبان، نوشادر، ڪتيلي ڪا سنيار،

---

(3) چيل حاجي حاميد خاصخصليءَ جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ، ص 97.

وَلڏاتورو، شاهُترو، زهر مهرو، جمال گهوٽو، ڪرياتو منجهن خميرو خمار،
عطر، عنبر، املداس، چاٺو، يعقوتي، خاڪو، تون جوهر جوڙ جنسار،
مشڪ، مائو، موتي، مرجان، تون سهسين ڏس سينگار،
گَدو، ڪلقوڙ، ڪانڊ، پيو گندرف، مهمائي منهن موچار،
چانَهه، چموٽي، قلمي شورو، شنگرف، باڪس باهه بسيار،
مٺائي، مُستي، ماکي، مصري، موڪ مليدو، خوراڪ خوب خرار،
توشو، ٽڪي، لڏون، جليبي، ريوڙي، رس بسيار،
پڪوڙو پچار، چاش چپن، پيڙو، بونديون باغ بهار،
مربا، ميسو، گيهر، ڪچوريون، گانٺيا، پٽاٽا بار،
ريال، رتنجوت، گوگرو، گاسليٽ، گلقند، وجي ڏس بيهي داڻا بازار،
موڙ، پيڙو، ڪَٽو، چانهيو، سيلي سچو سالار،
ڏاک، ڏامڻ، آنورا، ڪجل ڪوڏ قرار،
گردل، ڪلقوڙ، چانچرو، هرٺال حال هزار،
مهلب، مساڳ، چنڊ، چورو، چوپچيني، چوڙ ٻٽيهو سهانجو سارسنيار،
ناس، نيلوفر، نارنگي، ڦيڻ، ڏونگهين ڪديا ڏار،
تومر سري سائي، ڪيسر، ڦٽڪي، ٽڪي ڪاڄ سنيار،
هگ، هيراڪس، پُست، پواڙي، هُشبو حال هشيار،
ٽنجڪاڻي، پريم ڏنڊي، عاقل قرهو، چوءِجلابي چوڏار،
واوَڙنگ، واپنبا، سورجاڻ، اُستو خدوس آتار،
روغن تلخ، تُهي، طالبخانو، محمودو موچار،
ڪاري جيري، گل بنفشو، ڏوڏي، ريول رس، ڏس عنابن آچار،
مستگيرومي، مٿي ڪاڻي، جٺوڪار جونجهار،
گجر، گاجرو، گوساٽو ۽ چوڪا چندن هار،
سوڏا، پڙي، تاڏل، ڪڪڙو، برف، نموريون نهار،
ترسي، السي، ڪاڇا، ليپ، لپري، ڏس اسپنگر جا آر،
سوپاريون، ڏاک، پڳڙا، بوهي مگ، گدامڙي گينوار،
صندل، سفيدو، ڪيسر، مٿي ڪاڻي، مس، مِسي، چوڙ ڏس چوڏار،
گلاب پاٽي، قرمچي ڪاشڪ، مُوڙي مزيدار،
نبات، زعفران، بيضا، اطريفل، تپاشير، سنا، سرنهپتو سنيار،

زهـر، زنـگ، زرنـي، پيرچـو، ايلسـي وٽـج واپـار،
دارونءَ پـسَـتُ، بـاتلي شـراب آهـي، وزن جـو ويچـار،
چـرش، چنـدول، آفيـم، گـانجو، ڀنـگ جـوڳ، نشـو نـام نڪـار،
گجر، بصر، موري، مرچ، ڏاڏا، دالچيني، وڏف، ڦوٽا، هيڊ مصالحو موچار،
لـوڻ لاهـوري، منـائي، ڦٽاشـو، اسـپنگر، سـوڍا، صنـدل، ڪـار،
"حسامـيد" انهـيءَ احـوال جـو، تـون واري ڪـر ويچـار،
تـہ ڳـڻـي ڳڻنديـن ڪيتـرا، آهـن لکيـن لک هـزار،
پـوءِ ڪلمـون جـن قـرار، هونـدا سـي ايمـان سـان.

# ول

1. وَل (ولين جا نالا): ڪانئل پيرون، هير، وڻ ويڙهي، بي ڀاڙي، چنبلي، ناڙو، گولاڙو.
2. وَل جو: وٽ، وڪڙ، تندو، رس، گـُل، ويڙهو، چڙهڻ، سُـڪڻ، تنبو، ڪدو، پن، ميهو، پـتو، ونگو، گدرو، چيڙ، ڪرٽ، تڏو، پاٽي، ڇانهون، هنداٽو.
3. وَل جي: مُـرلي، ڳراهتي، چوٽي، تند، ڇانهين، توري، ميخ، تُـنبي، پاڙ.

# ولايت

1. ولايت (ولايتن جا نالا): عربستان، آفريڪا، عراق، عرش عظيم، چين، روم، شام، ڪيچ، هرات، ارم، اورنگ آباد، مروبات، آخرون، بهشت، يونان، مصر، ڪربلا، قدوس، بيت المقدس، طوس.

# وڻ

1. وڻ (وڻن جا نالا): جهـلَ، سـڻُ، آمون، آڪ، تـانور، هيرڻ، سرهل، سرنهہ، لاٽو، ٻاوري، ڪنڊي، سوپاري، ڪيسن، ٻائر، چمون، ڪامون، ميندي، ڪنڊو، لئو، آسري لئو، رسـوَل، نيـٽ، سـاتار، تـار، ساڏون، ڪتـي، مـورو، راڙهـو، ڪيتڪي، توت، چار، ڪينجهو، جارو، ورهو، نمر، ڪهيرو، سُـڪمرد، مروئـو، ليار، بيد، ڪنواربوٽي.
2. وڻ جا: موڙَ، ڪپَ، پورَ، گوشا، مورَ، ڏنڊڻ، ڏار، پيرون، سگر، مُـچا، پاچا، پاچولا، پنَ، ڪيسَ، وڏَ، ٿارَ، گوشَ، ڏونرا، پڪا، ڏيلها، پلڙا، چـَـها، ڪکڙا، دڏڙا، ميوا، ٻالا، چـَها.
3. وڻ جو: سُـڪو، موريو، اُپريو، ڦُـٽو، لاهہ، پور، چوڏو، ٿار، آڪارو، پڪو،

ڪچو، ڪوئر، ٻور، مور، ٽڙ پتو، ڪندو، ڳل، ڦل، ٻج، ڳپ، جھونو، ٿار، جوھو، جھڳٽو، سگر، پلڙو، ڪپو، لھ، وڍيو، مڇو، لڪ، ڏنگو، سڌو، پن، ميوو، ڍلياري، ڇاڙو. ڪپيو، سيلھ، پيلھ، چاڙھو، چھو، لڪڻ، ڏنڊڻ، چابڪ، چوٽ، ڍنگھر، ٿڏو، ٻيجو، سائو، رس، گوش، اسريو، چانولو.

4. وڻ جون: چوٽيون، ڪامون، سوپاريون، پاڙون، لامون، ٽاريون، چانئون.

5. وڻ جي: لاٽي، پسي، مڪ، سوپاري، چڙھي، ٽاري، اک، نموري، ڪٽ، چانو، جھول، جھل، پاڙ، چانيَ، ٽڪي، لام، مکري، ٻاٽي، لاک، ٻوري، ڪل، ٿام، ڏاري، چاٽي، ھڙي، جوھي، تلھڙ.

6. وڻ جا بيت *

(1)

ساراھيان سچو ڏٺي، جو صاحب رب ستار چوان،
اکروٽ، انب، انجير، املداس، اک، انار چوان،
آسري، ايريال، آلوچمڙو، آڏيري، آگر ڏار چوان،
اسڪاٽلي، انگور، اڪڙي، اڪڙ، آنورا، عشبو ڏار چوان،
بيبد، بانس، ٻھڻ، بڪڙو، باڏامن، بازي، ٻڙ ڏار چوان،
ترنج، توت، تالمڪاڙو، طوبي، تر تماشو ڏار چوان،
سھنوار، سجاتو، سورج، سنبل، سڪمرد، سنيالو ڏار چوان،
ساڳ، سوپاري، سٽي، سالارو، صوف، سرنھ ڏار چوان،
سوسن، سرھو، ساٽر، سٽانجڙو، سنگتڙو، ڏار چوان،
جمال، جرقبل، جنگ جعفر، ھگ، ھيرڻ ڏار چوان،
ڪارڙ، ڪيڙڪٽو، ڪٺونبڙو، ڪارڪ، ڪجي، ڪاچو ڏار چوان،
خبازي، کھنبڙو، ڪپ، ڪسي، ڪٺڻ ڪليو ڏار چوان،
دنبو درخت، ديوي، ديال، داڳيو، زيتون، زنگي اسرار چوان،
گوگڙو، گدامري، گوبي، گدڙي، گوننو، گلابي ڏار چوان،
قاڙھ، قارھو، قوتو، قودنو، قوڳ قولاريو ڏار چوان،
گرز، گولاڙو، ڪھو، ڪندو، ڪرڙ، ڪندي ڏار چوان،
ڪامون، ڪمال پٽ، ڪينڪ، ڪنولي ڏار چوان،
ڪڙلو، ڪپو، قنداري، ڪشمش، ڪابولي ڏار چوان،

---

[1] چيل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه، ص 84.

لئي، لاٽو، لاسڙ، لَسو، ليسوڙو، لَيو، لَهو ڏار چوان،
لونگ، ليار، لُلر، لالي، ليمون، لوهيڙو ڏار چوان،
ڪيس، ڪالر، ڪوڙو، ڪنگور، ڪنڙو، ڪيلو ڏار چوان،
موئٿ، منجهاندڙو، مالٽو، مِنڙي نارنگي، ناريل ڏار چوان،
نم، نازبو، نيٽ، نِيشان، نرگس، ناڙو ڏار چوان،
مشڪ، موتيو، موسمي، مانجهلي، نيزا سي نروار چوان،
ونئڻ، ووٽاني، واگڻ، وڻ ويڙهي، ٻائر ٻٽون ڏار چوان،
ٻُهڙ، ٻير، ٻٻر، ٻٽالو، ٻُوهه، ٻُوٻَٽ، ٻاٽلي ڏار چوان،
پپر، پان، پڪو، پراٽو، پينڊي، پڳو ڏار چوان،
پنير، پالر، ڪپوئي، ڪالر، نُنبو، ٻانڊڙ ڏار چوان،
چار، چگر، چمون، چڪون، چنبيلي، چندن ڏار چوان،
چِيل، چوڙ، چپو، چڪي، پيڻ، پوري ڏار چوان،
توهَر، تلهو، تُڙ، تڏو، ساڳ، سنڌو سينگار چوان،
اِڪڙ، ايريال، ڏاڙهون، ڏونگهي، سجاتو، سهنوار چوان،
هَريڙ، هربو، ڪنڻ، خيرو، ڪونيٽ، ڪالر، ٻڙ بهار چوان،
لطف ڪجانءِ تون "لعلڻ" چئي، صاحب رب ستار چوان.

(2)

تنهنجا ميوا مون ڪي ڪين وڻن، ادا ڙي عمر!
جيئن تو وٽ نم، ناريل، نازبو، ٻيا سهڻا صنوبر،
تيئن اسان وٽ ڪانديرا، ڪندا، ڪرڙ تين ٻير، ٻٻر،
جيئن تو وٽ ڪتل، ڪارڪون، ڪشمش، دارچيني، جافر،
تيئن اسان وٽ سِڻ، سِرنهن، ساڏور تئي، لئي، لاٽو، توهر،
تو وٽ چانهن، چنڻ، چوبچيني، پُست، انگور، اگر،
اسان وٽ گرهو، گيدوڙي، گوار، تئي آڏيري اپر،
تو وٽ موتيا، گل گلاب جا، ڪن چٽائي چوڏر،
اسان وٽ مرچ، ڏاٽا، واگڻ تين، ڪن ڏاتورا ڏمچر،
املداس "اميدعلي"[2] چوي، تو وٽ آمان تين اپر،
اسان وٽ سڪمرد، سئانجڙو، سِنجي ساڳ سڌر،

---

[2] چيل اميد علي لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ ص 143.

تـو وٽ سـورج، سـنبل سـونهن، تيـن بـادامين بحـر،
اسـان وٽ بـڙ، ٻـوهڙ، ٻهـڻ ٽئـي، سـاوا هيـرڻ، سـر،
تـو وٽ صنـدل، سـوپاري، صـوف تيـن، ليمـان، لوٽـڪ، ليـر،
اسـان وٽ ڄـار، ڇمـون، اڪ تيـن، ٻـوهہ، سـٽي، ٻونـگر،
تـو وٽ ٿـريون، ٿوٽـا، ٿـاروا، ڊاک، زيتـون زبـر،
اسـان وٽ ڪامون، ڪـهـو، ڪونيـٽ تيـن، ڳاگيون ۽ ٿوهـر،
تـو وٽ سـونف، سـيتاڦل، ڪاسـني، آبنـوس، اسـپنگر،
اسـان وٽ ڪـاريلا، ڪويـٽ، تيـن، سـاوا ونئـڻ سـهـر،
تـون وٽ پـان، پـاڙهون، شيشـم ٽئـي، ڇـيل، ديـالي دَر،
اسـان وٽ ڪـپ، ڪبـڙ ۽ مـانجهلي، ٻـي مينـدي ٽئـي مـجر،
تـو وٽ زنگـي گـل، زردالـو، جرڦـل، عنـاب تيـن اَپـر،
اسـان وٽ رتـاروڻ، ڊامـاهو ٽئـي، جيـرو ۽ سـاٿر،
تـو وٽ کهـي ڪـانو، ڪيتڪـي، جـاءِ، ورهـہ مـورو ٻـاهر،
اسـان وٽ پيـرون تيـن پٽـن تـي، آڪـارا سـگر،
تـو وٽ ترنـج، توريـز تيـن، ڪـانهل، عڪـس اَگـر،
ڪري ڇاٽو ٻوهہ ٻونگر، اسان وٽ اپي ساوڪ سالاري سندي.

(3)

سـاراهيان سـچو ڌڻـي، جـو صـاحب رب سـتار ڇـوان،
اَنـار، آهليـو، اَنبـڙي، اَڪـارو، اوٺ، اولـو ڏار ڇـوان،
اڪـڙوٽ، اَنگـور، اُپـو، اوڦ، آنـورا، آگـر ڏار ڇـوان،
ٻوڪـڙ، ٻـڪڙو، ٻنـد، ٻـارو، ٻـادام، توتـر، تلهـڙ ڏار ڇـوان،
سـگري، ساٿو، ساڪـڙ، سـونگڙي، سوئي، صفـائي ڏار ڇوان،
سـاڪ، سـري، ساڙ، سـڪو، جوهـي، جـاڙا، جرڦـل ڏار ڇـوان،
هـڙهي، هريـڙ، ڪٽـو، ڪـارڪ، ڪـارڙ سـا ڪـت يـار ڇـوان،
روڙ، رڃـائي، گلـڙا، گومـاندر، گـز، گـوز، گوشـا ڏار ڇـوان،
ٿوٽـو، ٿـاروهو، ٿـول، ٿريـون، ٿـلاريو، ٿـر ڏار ڇـوان،
ڪوڪـڙ، ڪچـو، ڪپيـو، ڪيـر، ڪيرايـو، ڪـاتر ڏار ڇـوان،
ڪـتـل، ڪنـبي، لاڙ، لامـون، ليـڙون، لـگ ڏار ڇـوان،

(3) ڇيَل لعلڻ خان لغاري جو. سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ ص 84.

لاڪُڙ، لئي، لوٺ، لڙيو، مُڇ، ميندي، مُنڊ ڏار چوان،
نيشان، نارنگي، ويڙهه، ولر، وَڏيو ڏار چوان،
پيلو، ٻچو، ٻور، ٻاتي، ٻيلهه، ٻوڪيو ڏار چوان،
ٻُهڙ، ٻِسانگ، ٻيجو، ٻوڙا، پلڙا، پاپڙ ڏار چوان،
پاڙ، پاسو، پالُر، پور، پورو، پَن ڏار چوان،
پڳو، پيو، پلاوڙا، پاڪر، پَلا، ٺوڙها، ٺپ ڏار چوان،
ٺاڪُڙ، ٺَاري، ٺُڪيو، ٺُنتو، ڍَنگر ڍار چوان،
ڇار، ڇارو، ڇگر، ڇمون، جهُمٽا، جهُوڙا، جهنگل ڏار چوان،
موڙ، موئٽ، منگهه، مورو، مَڇَر، ماڪي ڏار چوان،
ڇوڏا، ڇاٽو، ڇَڪي؛ ڇَلها، ڇُڳا، ڇانولا ڏار چوان،
گهاٽا، گهيرا، گهُمرا، گهٽيون، ٻانڌڙ، ٻيجا ڏار چوان،
ڇَهه، چولو، پاڇو، پڪڙيل، پِتو، تُنبو تار چوان،
ڪَپا، ڪوئر، ڪوڙو، ڪاڏل، ڇوڏي، ڏوڏي ڏار چوان،
اوڏ، آڏيري، چڙهو، ڇُهاٽ، ڇُوهارو ڏار چوان،
اوٺ، اولو، ڳوئڇ، گيدُوڙو، ڪٺ، ڪار، قطار چوان،
ميوات، ميندي، مُڪري، مهلو، ڇانگيو، ڇَمَڪ ڏار چوان،
پاڙ، پُسي، پيرُون، پَڪو، ڏوئرو، ڏيلهو ڏار چوان،
ڇِنگا، ڇُلنگي، ڇانگيو، ڇَلَر، تارو، تاري، تار چوان،
چوٽي، ڇَنبيل، ڪٺو، ڪارو، گُل، گُڏي، گُلزار چوان،
لطف ڪجانءِ تون ”لعلڻ“ چئي، صاحب رب ستار چوان.

## وهاڻُ

1. وهاڻ جا: ڳيچ، ڳاچ، ڳيا، ڳيت، گل قل، موڙ، ويس، وڳا، رُساما‌ن، مورا، کهنبا، ڏانديا، گولا، ڇنا، مَنَهن، مارڪا، ڳاٽٺا، ڏونڪا، باجا، چمڪا، دهل، ڇاڇي، سانگ، چوئنسا.

2. وهاڻ جو: نڪاح، شغل، گهوٽ، پَٽ، پهٽ، پوئو، سوڻ، ساٽ، مَنهُن، ڇنو، اڪيو، ڳانو، سهرو، جاڳو، پلؤ، ڏانوڻ، ريٺو، اَنهيرَ ڏينهن، موڙو، ناچ، مارڪو، ٺانر، اُوندَر، ڏيج، پلاند، رواج، سڌ، موقعو، ڇاڇي، ڪوٺو، پِڙو، سرگس، ڦڏو، پرڇاءُ، ميڙ، ويلو، سيڌو سامان.

3. وشانءَ جون: لاٽئون، ٻـٽون، گهـورون، ڇيـرون، بيـنون، ڳـانٽيون، نيـنـديون، مبارڪون، واڌايون، دعوتون، گهڙيون، ٻجليون، ڪوٺون.
4. وهـانءَ جـي: آس، اُميـد، خوشـي، ويـڙي، ڪنـوار، ڇـج، ميـنـدي، ٻـــٽَ، ڪوٺاري، گهـورَ، نينڊ، دعوت، سَاگهر، ڪـوٺ، مبـارڪ، واڌائـي، گهـڙي، نيڪيٽي، رسائي، وهائيءَ، ٻـُـڪي، ڍڪٽي، ڏونگهـي، ڪـارڪ، ڪـٽ، سـيج، لونگي، اجرڪ، لانءَ، ماني، نُـڪ، ديڳ، چرَ بني.

# هـــاري

1. هاريءَ جو: هر، هـارپو، وارو، ٻنو، قـرض، ليکو، جوڙو، سانئڻ، ڦار، ٻج، ميڙو، چوندو.
2. هـاريءَ جي: ٻني، پـوک، ڪـوڏر، ڪهـاڙي، هـلر، جـوڳَ، ونگـار، ڪـاتي، اڳومت، ساڻ، اوڙ، سيڄائي.

# هـــٿ

1. هٿ جو: ڏکو، ٺونشـو، هنيـو، ڏنو، سخي، چـُـوٽ، اشارو، ٺونگو، ڪپو، سچو، ميرو، چنبو، چُـرون، ٻـُـک.
2. هٿ جي: چڪَ، تـِري، آڱر، مـُـڪ، چيچ، ٻاچ، وچين، ليـڪَ، لپ، چپٽي، تاڙي، هنئي، چپيٽ، چماٽ.

# هٿيار

1. هٿيار (هٿيارن جا نالا): تير، ڪمان، گن، بندوق، تمنچو، گولـي، ڪـاتي، ڇري، ڪهاڙو، ڪهاڙي، ترار، توب، سـِپر، ڍال، ڀالو، ٻٽچي، ساڏار، خنجر، ڪٽاري، ٻاڻ، ڪمند، مصري، ڪهيڙو، نيزو، لٺ، لوڙهـ، لڪڻ، نيٽ، بيد، ڇهبڪ، گرز، ڪان، بان، تير، ڪنو، شيخَ، دونالي، گهوبائو، بانٺو.
2. هٿيار جو: ڇيرو، ميـاڻ، منيـو، ڪهـڻ، هنيـو، قربان، تکو، منٺو، ڪٽيـو، ڪڙکو، مٺکو، سر.
3. هٿيار جي: ڪوني، ڏار، مـُـٺِ، نوڪَ، تکي، وهي، لڱي.

# هـــٽ

1. هٽ جـو: ڏورو، وکر، در، ڪليـو، پوريـو، آسڻ، دِڪـو، دَخـلُ، اگر، نوڪـر، پائيوار، مهاڳو، مـُـهاڙي، گراهڪ.
2. هٽ جي: مٺائي، آوت، ٻـُـڪي، اوڏر، گراهڪي.

# هــڏو

1. هڏي جو: سنڌ، سنڌو، ڏند، ڍارو، چوڙو، پڳ، سچو، وڏڻ.
2. هڏي جي: نري، ڪيپراٽي، ڍڪٽي، پيڏي، مِڪ، وِھ.

# هرلو

1. هرلي جو: چڪر، ڦيرو، ميدان، ويساهون، پـَـڌو، چـُـڙيو، وهيو، پانـڌو، پاڙچ، پـِـڙ، اوپارو، لهوارو، پڙاڏو، تڏو، ٻُندُ، مڪڙو، مُـهرو، ارو، ڪنڌاٽ.
2. هرلي جي: جوڳ، سرائي، نيسر، ڳاڏي، نــڪَ، چڪـر، آڏَ، ارٽـي، لاٽ، ڪاچڻ، ڦرهي، ونگ، مالھ، ڪـِنگري، لوٽي، ٻُندي، لٺ.

# هڪل

1. هڪل (هڪل جا لفظ): ڪر، اڙي، او، اي، ها ها، هلا، هـُـون هـُـون، ڪلا ٽئي.
2. هڪل جو: سڏ، ڪڙڪو، دهمان، دڙڪو، واڪو، ڪـُـوڪريو، آواز، هوڪو، هـُلاچو.
3. هڪل جي: رَڙِ، ڪوڪَ، ڪـئي، تـِـڪي، ٻُـڌي، سُـئي، ٽي، پري، ويجهي.

# هلڻ

1. هلڻ جو: سعيو، ارادو، پھہ، ڍلو، تڪڙو، موڳو، چوهو، تـِـڪو، ڍرو، سـهٽو، سٺو، پيرو، رند.
2. هلڻ جي: تياري، سنبت، وڪ، گام، ٽور، لوڏ، ٻانهن، رمز، چال، جهڙ، ڪُـڙي، ڊوڙ، پيچ، فلڪ.

# هندو

1. هندو: مصر، عامل، ديوان، برهمڻ، ويشـنو، ٻـُـت، سـڪ، واٽيـو، پيـل، مينگهـواڙ، ڪولهـي، باگڙي، ڪوچڙو، سنياسي، جوڳـي، پنـڊت، گوسـائين، مرهٽو، راجپوت، مارواڙي، ماڙيچو، سوچي، موچي، پنگي.
2. هندوءَ جو (هندڪو): رام، ليکو، حساب، واپـار، هٽ، شـوالو، ٽڪـاٽو، جٽيـو، گـَـڏون، مندر، ڌرم، ڪريا ڪرم، اڪـو، مـارڳ، چونڪـو، انگوڇـو، لانگوٽو، انگرکو، پنٿ.

3. هندوءَ جي (هندڪي): وَهي، بندِي، هَـٽي، مڙهي، ڪُـٽيا، پوٽي، پوڄا، جاد، چوٽي، ڌوتي، پڳڙي.

## هنڌ

1. هنڌ جو: وهاڻو، ويڙهيو، وڇايو، گاديلو، تـوال، ڇـن ڊيـو، ڦوڪيو، ميرو، سبيو، سيج بند.

2. هنڌ جي: کٽ، ڇَپـَر کٽ، چادر، طول، پٽراڻي، رلي، سوڙ، مهاري، ڇَهـَـ، رضائي، کپهہ، فراسي، صفائي، اڇائي.

---

پاڳو پيو

# سُرن وار ڳجهارتون

هن ڀاڱي ۾ جملي ڳجهارتون جداجدا بابن هيٺ ورڇي رکيون ويون آهن. هرهڪ ڳجهارت 'ڏيٺي'، 'پيچٽي' ۽ 'پاون' سميت هيٺينءَ ترتيب موجب لکي ويئي آهي: پهريائين ڳجهارت جي 'ڏيٺي' نروار ڪري ان ۾ 'پاوا' چِٽا ڪيا ويا آهن، ان بعد پاوَن مان هرهڪ 'پائي' جي پيچٽي ۽ انهن پيچٽين مان نهندڙ لفظ ۽ انهن جون معنوي صورتون ڏنيون ويون آهن، ان ڪان پوءِ سڄي ڪيل ڳجهارت يا سڄي پيچٽي ڏني ويئي آهي.

پهرئين باب ۾ قدرت جي ساراهه ۽ قدرت طرفان معجزن نبين، ولين ۽ درويشن بابت ڳجهارتون رکيون ويون آهن. اهي ڳجهارتون 'متين سُرن واريون' يا 'حقاني' جي عنوان سان مشهور آهن. ٻئي باب ۾ تاريخي واقعن متعلق ڳجهارتون ڏنل آهن. ٽئين باب ڪان پوءِ عشقيه قصن ۽ داستانن تي ٻڌل ڳجهارتون جداجدا بابن هيٺ ڏنيون ويون آهن. ان بعد رسالي جي سُرن، مجاز، سورهيائي، هدايت ۽ نصيحت واريون ڳجهارتون سلسليوار شامل ڪيون ويون آهن.



قدرت جي ساراھ

## باب پھريون

### 'متين سـُرن' واريون يا 'حقاني' ڳجھارتون

[ 1 ]

**ٻن نالن** وچ ۾ **ڪاٺ** جي تئي ڪانہ ميان.

ٻہ نالا= هڪ عرش، ٻيو فرش. ڪاٺ جي= چاڙهي.

عرش فرش وچ ۾، چاڙهي تئي ڪانہ مياں.

[ 2 ]

تنهنجي **گهمئي** آءُ نہ پڇاڻ، جو تو **نالو** ڏين **نرنانءَ** ڪي.

گهمئي>گهمڻ=وڙڪڻ>وَڙڪيو>وڙ + ڪيو.

نالو= پـِروز>روز. نرنان= خالق، خلق.

تنهنجي وَڙَ ڪئي آءُ نہ پڇان، جو تو روز ڏين خلق ڪي.

[ 3 ]

اها **پنهنجي** آهي **نرنانءَ** ڪي، جنهن **مال جن** ۾ **ڪاڄ** وڌو.

پنهنجي= قدرت. نرنان= خاوند. مال جن=

تڻ>تڻن. ڪاڄ= ڪير.

اها قدرت آهي خاوند ڪي، جنهن تڻن ۾ ڪير وڌو.

نـڪـٽ

[ 4 ]

**ڪاٺ شهر جو نالو** ٿيو، سو **جـَرَ جو** ٿيوئي ڪونہ.

ڪاٺ جو= ڪتبُ> قطب. شهر جو=

اوتارو>تارو. نالو=اِپريو>اُپريو. جر جو= لٽو.

قطب تارو اُپريو، سو لٽو ئي ڪونہ.

[ 5 ]

**نالو** پنهنجي جاءِ، **ڪاٺ راند جي** تنهن ڪي.

نالو= قطب. ڪاٺ جي= ڪٽ. راند جي=

قيري>قـِري.

قطب پنهنجي جاءِ، ڪٽَ قـِري تنهن ڪي.

[ 6 ]

**هڪ نرنان نالي** مٿان، مون **ڪاڻيءَ جي** ڦرندي ڏٺي،

بي بہ **نرنان نالي** مٿان، مون **ڪاڻيءَ جي** ڦرندي ڏٺي،

ٽي **نار نالي** اڳيان، مون **ڪاڻيءَ جي** ڦرندي ڏٺي.

نرنان= قطب. نالو= تارو. ڪاڻيءَ جي= ڪٽ.

نرنان= سمنڊ. نالو= دريا خان<درياءُ.

ڪاڻيءَ جي= ٻيڙي. نار= مسيت. نالو= دُرُو>

دَرو<در. ڪاڻيءَ جي= تسبيح.

هڪ قطب تاري مٿان مون ڪَٽ ڦرندي ڏٺي،

بي سمنڊ درياءُ مٿان مون ٻيڙي ڦرندي ڏٺي،

ٽي مسيت در اڳيان مون تسبيح ڦرندي ڏٺي.

[ 7 ]

**جيئڏ** سيءِ ڄمار، **اَن جي** ڏٺي ڪانڪا.

جيئڏ= پَنُون. اَن جي= ڪَتي.

پَنُونءَ سيءِ ڄمار، ڪَتي ڏٺي ڪانڪا.

[ 8 ]

**جيت** ڇئي، الله! مون کي **مٿيءَ جي** ملاءِ.

جيت= وِڇون. مٿيءَ جي= ڪَتي.

وڇون ڇئي، الله! مون کي ڪَتي مِلاءِ.

عزازيل

[ 9 ]

**نالي، نالي** کي شهر نہ ڪيو، تڏهن **پوڪ جي** ٿي ويو.

نالو= عزازيل. نالو= آدم. شهر= جِدو<سجدو.

پوڪ جي= تَڙ<تڙجي.

عزازيل، آدم کي سجدو نہ ڪيو، تڏهن تڙجي ويو.

[ 10 ]

**نرنان، پوڪ ڪپڙ** جو ڪري، **مال جو** ٿي ويو.

نرنان= عزازيل. پوڪ جو= تڪ + ڪپڙ جو=

بر<تڪبر. مال جو= تڙيو<تڙجي.

عزازيل، تڪبر ڪري تڙجي ويو.

[ 11 ]

**مرد نالي ساز هو، ڪپڙي جو ڪيائين تہ نرنان** تي پيو.

مرد نالي= عزيٖ + ساز= زيل. ڪپڙي جو=

بر>تڪبر. نرنان= شيطان.

عزازيل هو، تڪبر ڪيائين تہ شيطان تي پيو.

اسرافيل

[ 12 ]

**نرنان، ذات ڪنئي، پر پنهنجي** تہ نہ.

نرنان= اسرافيل. ذات= نفيل. پنهنجي= ڦُوڪ> ڦوڪي.

اسرافيل نفيل ڪنئي، پر ڦوڪي تہ نہ.

عزرائيل

[ 13 ]

**ولايت- ٿون** آيو **نالو،** جنهن اچي **پوڪ جي ڪئي.**

ولايت= عرش. نالو= عزرائيل. پوڪ جي= گهُٽ.

عرشئون آيو عزرائيل، جنهن اچي گهُٽ ڪئي.

حضرت آدم عليہ السلام

[ 14 ]

**نالو ۽ نارنان، پوڪ، ان ۽ سٽ جي ڪري، شهر** مان **ذات** تي ويا.

نالو= آدم. نارنان= حوا. پوڪ= ڪٽڪ.

اَن (جو)= داڻو. سٽ جي= ڪاهي>ڪائي.

شهر= بهشت. ذات= لوڏي>لوڏجي.

آدم ۽ حوا ڪٽڪ جو داڻو ڪائي، بهشت مان لوڏجي ويا.

[ 15 ]

**نرنان، ملڪ تي علم جي ڪئي،**

**نرنان، نالو ڪري حاڪم جي ڏني.**

نرنان= حضرت آدم. ملڪ= عرفات. علم جي= توبہ.

نرنان= قادر. نالو= قبول. حاڪم جي= معافي.

حضرت آدم عرفات تي توبہ ڪئي،

قادر قبول ڪري، معافي ڏني.

هابيل ۽ قابيل

[ 16 ]

**نالو ۽ نرنان، شهرئون** اڳي هئا.

نالو= هابيل. نرنان= قابيل. شهر= سال.

هابيل ۽ قابيل، (ڪئين) سال اڳي **هئا.**

حضرت نوح عليه السلام

[ 17 ]

**ڪاٺ، نالي ذات جي، نرنان، جرجن** مان **عورت** ڪئي.

ڪاٺ جي= ڪشتي. نالو= نوح. ذات= نبي.

نرنان= قادر. جرجن= لهرين. عورت= بچائي.

ڪشتي، نوح نبيءَ جي، قادر لهرين مان بچائي.

[ 18 ]

**نالي** هينئن **ذات، نرنان** قابو ڪئي.

نالو= ڦوٽو. ذات= ريدار. نرنان= قادر.

ڦوٽي هينئن ريدار، قادر قابو ڪئي.

هاروت ۽ ماروت

[ 19 ]

**نالو ۽ نرنان**، ٻئي **ولايت** ويا.

نالو= هاروت. نرنان= ماروت. ولايت= **ڪنعان.**

هاروت ۽ ماروت، ٻئي ڪنعان ويا.

[ 20 ]

**نالو ۽ نرنان، ڪپڙي جي** ڪيئن **ذات** ٿيا؟

نالو= هاروت. نرنان= ماروت. ڪپڙي جي=

اُبت>اُبتا. ذات= ٽنگوڙي>ٽنگيا ڙي.

هاروت ۽ ماروت، اُبتا ڪيئن ٽنگيا ڙي؟

حضرت ابراهيم عليه السلام

[ 21 ]

**نرنان** گهڙيو **جهنگ** ۾، **نار** ڪي **نرنان** لڳو.

نرنان= حضرت ابراهيم. جهنگ= آڙاهه. نار=

بيبي ساران. نرنان= نورنگ>نئون + رنگ.

حضرت ابراهيم گهڙيو آڙاهه ۾، بيبي ساران ڪي نئون رنگ لڳو.

[ 22 ]

**نرنان** کي **پنهنجو** آيو، تہ اُتي **نار نالي** ڪر.

نرنان= خليل. پنهنجو= آواز. نار نالي= قرباني.

خليل کي آواز آيو، تہ اُتي قرباني ڪر.

[ 23 ]

اي **نالا!** ڪر **پکي جو، نالي** کي تہ **ذات** تئين.

نالو= ابراهيم. پکي جو= ڪُهڻ>ڪُهہ.

نالو= اسماعيل. ذات= ڪسر>ڪٺر.

اي ابراهيم! ڪُهہ اسماعيل کي تہ ڪٺر تئين.

[ 24 ]

**نالي** ۽ **نرنان** کي، **نماز جيءَ** ۾ اچي **ڪاٺ جو** ڏنائون.

نالو= ابراهيم + نرنان= خليل. نماز جي= تڪبير.

ڪاٺ جو= دُنبو (پيجر).

ابراهيم خليل کي تڪبير ۾ اچي دنبو ڏنائون.

حضرت يوسف عليہ السلام ۽ بيبي زليخا

[ 25 ]

**نالي** ۽ **نرنان** کي، **پنهنجن تڙ** ۾ **ڪاچ** جو ڪيو،

پوءِ وجي **شهر** ۾ **عيبدار** ٿيو، جو **نار نان مال جو** ڪيو.

نالو= حضرت + نرنان= يوسف. پنهنجن= پائرن.

تڙ= کوهہ. ڪاچ جو= وڏيو>وڏو. شهر= مصر.

عيبدار= ڪاٺو>وڪاٺو. نارنان= بيبي زليخا.

مال جو= خريدڻ>خريد.

حضرت يوسف کي، پائرن کوهہ ۾ وڌو،

پوءِ وجي مصر ۾ وڪاٺو، بيبي زليخا خريد ڪيو.

[ 26 ]

**پکي** ڏٺم، ڙي جيڏيون! تہ **نرنان، ولايت** ۾ آيو.

پکي= سرخاب>اُسر + خواب. نرنان= يوسف.

ولايت = مصر.

اسُر خواب ڏٺم، ڙي جيڏيون! تہ يوسف مصر ۾ آيو.

[ 27 ]

**نارنالي! پنهنجي ۾ نرنان،** ڏنو هوءِ، تہ **پنهنجو** ڪرين ها.

نار نالو= زليخا. پنهنجو= خواب. نرنان= يوسف.

پنهنجو= هوش.

زليخا! خواب ۾ يوسف ڏنو هوءِ، تہ هوش ڪرين ها.

[ 28 ]

**نار، نالي ڪاڻ، متيءَ جي تي پيئي.**

نار= زليخا. نالو= يوسف. متيءَ جي= چَري.

زليخا، يوسف ڪاڻ، چري تي پيئي.

[ 29 ]

**ڪامڻ، نرنان ڪي، متيءَ جي ۾ ڪپڙي جو ڏنو.**

ڪامڻ= زليخا. نرنان= يوسف. متيءَ جي= ڪوٺي.

ڪپڙي جو= چاڪ.

زليخا، يوسف ڪي ڪوٺيءَ ۾ چاڪ ڏنو.

[ 30 ]

**پنهنجي تہ پنهنجو، پنهنجو نرنانءَ** جو هو،

پنهنجي= سنگھ>سُنگهان. پنهنجو= سُرهو.

پنهنجو= پگھَر. نرنان= يوسف.

سُنگهان تہ سُرهو، پگھر يوسف جو هو.

حضرت موسيٰ عليہ السلام

[ 31 ]

**نالي تنهن نرنان ڪي، پڪي جو، فقير جيءَ تي ولايت مان نالي** ٻولي ايندو هو.

نالو= موسيٰ. نرنان= دوست خدا. پڪيءَ جو= تور>طور + فقير جي= سين>سينا= طور سينا. ولايت= الست. نالو= هاتف>هاتفي. ٻولي=آواز.

موسيٰ دوست خدا جي ڪي، طور سينا تي الست مان هاتفي آواز ايندو هو.

[ 32 ]

**نرنـــان نـــالي جـــو پڪـــيءَ جـــي وڪر تي،**

**باھ نالي،** جو ڏسي، **ذات ڪاٺ جو** تي ويو.

نرنان= حضرت موسيٰ. نالو= دوست خدا.

پڪيءَ جو= تُور>طور +وڪر=سَنا>سينا=

طُور سينا. باھ جو= تجلو. نالو= نور. ذات= فنا.

ڪاٺ جو= لاھ<في الله.

حضرت موسيٰ دوست خدا جو طورسينا تي،

تجلو نُور جــو ڏسي، فنا في الله تي ويــو.

[ 33 ]

**نرنالي مٿي پوڪ جي، ڪپڙي جي ڏني.**

نالو= موسيٰ. پوڪ= توريو<تُــور<طور.

ڪپڙي جي= جهلي<تجلي.

موسيٰ مٿي طور جي تجلي ڏني.

[ 34 ]

**نرنانءَ کي مرض ڏسي مال جو** ٿيو، جو ولايت ۾ ويو.

نرنان= قارون. مرض= گنج. مال جو= مـَـٺو.

ولايت= تحت الثريٰ.

قارون کي گنج ڏسي مٺو ٿيو، جو تحت الثريٰ ۾ ويو.

حضرت خضر عليـه السلام

[ 35 ]

**نالي ۽ نرنان کي جر جون** ڏنائين.

نالو=خواجہ +نرنان= خضر. جـَرَ جون= موجون.

خواجہ خضر کِي موجون ڏنائين.

[ 36 ]

**نالي ۽ نرنان کي، پنهنجي** پويئي ڪانہ.

نالو= خواجہ + نرنان= خضر. پنهنجي= ڪرَ.

خواجہ خضر کي ڪـَرَ پويئي ڪانہ.

[ 37 ]

**اي نالي نرنان! ڪاٺ جو** پريو **ڪپڙو** ڪرين.

نالو= خواجہ + نرنان= خضر. ڪاٺ جو= پيڙو<

پيڙا. ڪپڙو= غرقي<غرق.

اي خواجہ خضر! پيڙا پريو غرق ڪرين.

حضرت دائود ۽ شداد

[ 38 ]

**نرنان** كي **جيت** نہ لڳي ها، تہ **نارنالي** ڏسي ها.

نرنان= شداد. جيت= ڪاريھر. نار نالي= جنت.

شداد كي ڪاريھر نانگ نہ كائي ها، تہ جنت ڏسي ها.

حضرت دائود ۽ بخت نصر

[ 39 ]

**نرنان**، **شهر** ۾ وجي، **ذات** سان **قرآن جا** ڪيا.

نرنان= بخت نصر. شهر= بيت المقدس. ذات=

بني اسرائيل. قرآن جا= مثقال.

بخت نصر بيت المقدس ۾ وجي، بني اسرائيلن سان مثقال (وعدا) ڪيا.

حضرت سڪندر ذوالقرنين عليہ السلام

[ 40 ]

**نالي**، **ذات** آٽائي، سا **ڪاٽ** تي پيئي.

نالو= سڪندر. ذات= سامٽيا>سا +مِـٽي.

ڪاٽ=پڙاٽي>ڪيپراٽي.

سڪندر، مٽي آٽائي سا ڪيپراٽي تي پيئي.

حضرت يونس عليہ السلام

[ 41 ]

**نالي نرنان** كي **ميجي جھنگ** جو.

نالو=حضرت +نرنان= يونس. ميجي= آسا.

جھنگ= ڳِـٽو.

حضرت يونس كي آسا (ميجيءَ) ڳِـٽو.

حضرت سليمان عليہ السلام

[ 42 ]

**نالي نرنان** اچيٰ **شهر** جو پيڙو ٿيو، **ذات** وارن اچي **پنھنجو** ڪيو.

نالو= حضرت +نرنان= سليمان. شهر جو= تخت. ذات=

ديوَ پريون. پنھنجو= سلام.

حضرت سليمان اچي تخت پيڙو ٿيو، تہ ديون پرين اچي سلام ڪيو.

حضرت زڪريا عليہ السلام

[ 43 ]

**نالي نرنان تي اوزار جر جو، تڏهن بہ شهر ٿيو.**

نالي= حضرت +نرنان=زڪريا. اوزار= ڪرٽ.

جر جو= وهيو>وُڙهو. شهر= آراضي>راضي.

حضرت زڪريا تي ڪرٽ وُڙهو، تڏهن بہ راضي ٿيو.

حضرت لقمان

[ 44 ]

**نالي ۽ نرنان، پنهنجي ۾ ڪو جر جو ڏنو.**

نالو= لقمان + نرنان= حڪيم. پنهنجي= ڪوپري.

جر جو=ڏيڏر.

لقمان حڪيم، ڪوپريءَ ۾ ڪو ڏيڏر ڏنو.

حضرت محمد ﷺ

[ 45 ]

**جڏهن نرنان جو نالو پيدا ٿيو، تڏهن ذات هئائي ڪونہ.**

نرنان= رسول الله. نالو= نورو>نور.

ذات= مَلڪ>ملائڪ.

جڏهن رسول الله جو نور پيدا ٿيو، تڏهن ملائڪ هئائي ڪونہ.

[ 46 ]

**نالي نرنان جو، ڪاٽ جو اڪ جي ۾، ڪيئن ڪپڙو هو.**

نالو= نورو>نور. نرنان= نبي ﷺ. ڪاٽ جو=

ڪتب= قطب + آڪ جو= تارو= قطب تارو.

ڪپڙو= شال>سال.

نور نبي ﷺ جو قطب تاري ۾ ڪئين سال هو.

[ 47 ]

**جيڪو رچ مان پيدا ٿيو، سو آهي نالو وڪر جو.**

رچ=تنور>نور. نالو= مرسل. وڪر= جاڻ>جهان.

جيڪو نور مان پيدا ٿيو، سو آهي مرسل جهان جو.

[ 48 ]

**جڏهن نرنان شهر ۾ پوڪ جو، تڏهن ليکي جا رچ باهہ ٿيا.**

نرنان= محمد ﷺ. شهر= مڪو. پوڪ جو=
ڄائو. ليڪي جا= چوڏهن.ريڄ= طباخ>طباق>
طبق. باهہ= روشن.
جڏهن محمد ﷺ مڪي ۾ ڄائو، تڏهن چوڏهن ئي طبق روشن ٿيا.

[ 49 ]

**جڏهن نرنان پيدا ٿيو، تڏهن ذاتين جا عضوا ڪاني ڪاغذ جا ٿيا.**
نرنان= محمد رسول. ذاتين = ڪافرن. عضوا= بُتَ.
ڪاني= پڳي>پڃي. ڪاغذ جا = پرزا.
جڏهن محمد رسول پيدا ٿيو، تڏهن ڪافرن جا بت پڃي پرزا ٿيا.

[ 50 ]

**جڏهن نر نالو آيو، تڏهن ذات نار نالي اُتي اَن جي ڏني.**
نر نالو= محمد. ذات= دايا>دائي + نار نالي=
حليمان. اَن جي= واڌائي.
جڏهن محمد ﷺ ڄائو، تڏهن دائي حليمان اُتي واڌائي ڏني.

[ 51 ]

**جڏهن وڻ جو پيدا ٿيو، تڏهن اَن جي لٿي عام تان.**
وڻ جو= رس>رسول. ان جي= ڪاهي>اوڪائي.
جڏهن.رسول پيدا ٿيو، تڏهن اوڪائي لٿي عام تان.

[ 52 ]

**شهر ڏي ڪيم مال جي، تہ نرنان پيو باهہ جا ڪري.**
شهر= مڪو. مال جي= مُهاڙ. نرنان= نورو>
نور. باهہ جا= تجلا.
مڪي ڏي ڪيم مُهاڙ، تہ نور پيو تجلا ڪري.

[ 53 ]

**شهر ۽ ولايت ۾، نرنان ٿو سُجهي.**
شهر= مڪو. ولايت= مدينو. نرنان= محمد ﷺ.
مڪي ۽ مديني ۾، محمد ﷺ ٿو سُجهي.

[ 54 ]

**نالي تنهن نرنان ڪي، ليڪي علم جون سُٽايون،**
**تڏهن بہ نرنان نالي تي نہ آيو.**

نالو= محمدﷺ. نرنان= ابوجهل. ليکي= هزارين.
علم جون= حديثون. نرنان= ابوجهل. نالو=
سلام>اسلام.
حضرت محمد ﷺ، ابوجهل کي هزارين حديثون سڻايون،
تــڏهـــن بـــہ ابــوجــهــل اســـلام تـــي نـــہ آيـــو.

[ 55 ]

**نرنان** چيو **نرنان** کي، تہ **ولايت** هلنداسون.
نرنان= جبرائيل. نرنان= محمدﷺ. ولايت= معراج.
جبرائيل چيو محمد ﷺ کي، تہ معراج هلنداسون.

[ 56 ]

**تاج جي** رات هئي، **جانورن** ۾ لات هئي، **نرنان** تي **ولايت** ويو.
تاج جي= وڏائي>وڏي. جانورن= مرگهن (هرڻن).
نرنان= حضرت محمد ﷺ. ولايت = معراج.
وڏي رات هئي، مرگهن ۾ لات هئي، محمد ﷺ تي معراج ويو.

[ 57 ]

جڏهن **نرنان**، **نالي** کي **نالي** گهرايو،
تڏهن **نـــالـــي** کـــي **نالو** کيائين.
نرنان= الله تعاليٰ. نالو= محمد. نالو=
مورج>معراج. نالو= عرش. نالو= عظيم.
جڏهن الله تعالي، محمد ﷺ کي معراج گهرايو،
تـــڏهـــن عـــرش کـــي عـــظيم کـــيائيـــن.

[ 58 ]

جڏهن **نرنان** تي **نالو** کيو، تڏهن **نالو** ٿيو **نرنائن** ۾.
نرنان= محمد ﷺ. نالو= مورج>معراج.
نالو= عيدو>عيدون. نرنائن= عرشن.
جڏهن محمد ﷺ تي معراج کيو، تڏهن عيدون ٿيون عرشن ۾.

[ 59 ]

پڇو **نالي** ۽ **نرنان** کان، تہ کيڏي هئي **نار نالي** **نرنان** جي.
نالو= عرش + نرنان= عظيم. نار نالي= عزت.
نرنان= رسول الله.
پڇو عرش عظيم کان، کيڏي هئي عزت رسول الله جي.

[ 60 ]

**نرنان، ولايت ۾ ڪي گھوڙي جا ھو.**

نرنان= محمدﷺ. ولايت= معراج. گھوڙي جا= سال.

محمد ﷺ، معراج ۾ ڪي سال ھو.

[ 61 ]

**عورت نالي تہ پاٽيءَ جو چاڙھيو، نالي پر نالو ئي نہ.**

عورت نالي= ڪينا. پاٽيءَ جو= ڪُن>ڪُنو.

نالو= راڏو>رڏو.

ڪينا تہ ڪُنو چاڙھيو، پر رڏوئي نہ.

[ 62 ]

**نرنان پئي حاڪيماٽي ڪئي، مال عضوي جي ڪاڻ.**

نرنان= عڪاسہ. حاڪيماٽي= دعوي. مال جي=

مھر. عضوي جي= چُمي>چمڻ.

عڪاسہ پئي دعوي ڪئي، مُھر نبوت جي چمڻ ڪاڻ.

[ 63 ]

**نرنان پنھنجيءَ سان، حاڪم جي ڏئي.**

نرنان= عڪاسہ. پنھنجي= حرفت. حاڪم جي=

مھر (نبوت).

عڪاسہ حرفت سان مھر نبوت ڏني.

[ 64 ]

**نار ھئي نرنان جي، نر نالي ڏسي پنھنجون ڏنيون.**

نار= مِھر>مُھر. نرنان= محمدﷺ. نر نالو=

عڪاسہ. پنھنجون= چميون.

مُھر ھئي محمد ﷺ جي، عڪاسہ ڏسي چميون ڏنيون.

[ 65 ]

**ڏِس فاقيري نرنانءَ جي، جو نار لاءِ نرنان ڪئي،**

**حاڪم جي ڪندو ويو.**

فاقيري= پاجھہ. نرنان= محمدﷺ. نار= آمنت>

اُمت. نرنان= عزرائيل. حاڪم جي= پارت.

ڏس پاجھہ محمد ﷺ جي، جو اُمت لاءِ،

عزرائيل ڪي پارت ڪندو ويو.

[ 66 ]

**ڪپڙي ۽ ڪاٺ جو، ٻئي مرد متان.**

ڪپڙي جو= چوُسو>چوُسا>چيو + اسان.

ڪاٺ جو= قلم>ڪلمون. مرد= محمد.

چئو سو ڪلمون محمد ﷺ متان.

[ 67 ]

**ولايت** ۾ **نرنان** ايندو، جو اچي **حاڪم جي** ڪرائيندو.

ولايت= محشر. نرنان= محمد ﷺ.

حاڪم جي= معافي.

محشر ۾ محمدﷺ ايندو، جو اچي معافي ڪرائيندو.

[ 68 ]

**ذات ڪي زحمت لڳي، نرنانءَ تي شهر جي ڪئي.**

ذات= مانڪ>مون ڪي. زحمت= ماندڪائي.

نرنان= محمدﷺ. شهر جي = ماڙي>ماڙ.

مون ڪي ماندڪائي لڳي، محمد اچي ماڙ ڪئي.

[ 69 ]

پڙهہ **علم ذات** تي، تہ **فقير جو** ٿيئي.

علم جي= صلوات. ذات= سروري>سرور.

فقير جو= ثواب.

پڙهہ صلوات سرور تي تہ ثواب ٿيئي.

[ 70 ]

**نالي ۽ ٻن نانون جي، لوهہ جي** ٿيندياس،<br>
**نار نالي نرنانءُ** چوي، **پڪي مَئي جو** پيئندياس،<br>
اتاهون **لوهہ جا** ونندياس، جتي عالم آسرو.

نالو= سهٽو. ٻہ نانوَ= هڪ مرسل ٻيو مير. لوهہ
جي= گولي. نار نالي= رحمت. نرنان= رمضان،
پڪيءَ جو= پر>پُر + مئي جو= پيالو>پيالا.
لوهہ جا= وَٽ.

سهٽي مرسل مير جي، گولي آن ٿيندياس،<br>
رحمت مان "رمضان" چوي، پيالا پُر پيندياس،<br>
اتاهون وٽَ ونندياس، جتي عالم آسرو.

[ 71 ]

**نالـــو** تــي **نرنان، مـــرض** اتــر تنهنجو.

نالو= مدد. نرنان= مصطفيٰ. مرض= ڏيِ.

مـــدد تـــيءَ مصطفيٰ، ڏيِ اتـــر تنهنجو.

[ 72 ]

الله ڪج **نالو** مون ڪي، **شهر** جي **نرنانءَ** جو.

نالو= پانڌي. شهر= مڪو. نالو= محمد.

الله ڪج پانڌي مون ڪي، مڪي جي محمدﷺ جو.

[ 73 ]

**مٽيو** آهي جيڏيون! **ڪاٺ جو نرنان** ڏي.

مٽيو = دل پاڪ. ڪاٺ جو = سل > مرسل.

نرنان= محمد ﷺ.

دل پاڪ آهي جيڏيون! مرسل محمد ڏي.

[ 74 ]

**مال جي، نرنان** جي مون ڪي **نالو** ڏيڪاري.

مال جي= ماڻڪي. نرنان= محمد ﷺ. نالو= ڏاتر.

ماڻڪي محمد ﷺ جي، مون ڪي ڏاتر ڏيڪاري.

[ 75 ]

**شهر** ڇڏي **شهر** ۾، وڃي **مال جي** ڏنائون.

شهر= مڪو. شهر= مدينو. مال جي= ماڻڪي.

مڪو ڇڏي، مديني ۾ وڃي ماڻڪي ڏنائون.

[ 76 ]

**شـــهر** منجهـــ وينديـــاس، وڃـــي **نارنـــان** ٽينديـــاس،

**مال نرنانءَ نالي** جي، **عضون** سين **ٻار جي** ڪندياس.

شهر= مدينو. نارنان= حاجاٽي. مال= ماڻڪي.

نرنان= محمدﷺ. نالي= مير. عضون= چشمن.

ٻار جي= چمي.

مدينـــي منجهـــ وينديـــاس، وڃـــي حاجـــاٽي ٽينديـــاس،

مـــاڻڪي محمـــد ميـــر جـــي، چشـــمن ســـين چمنديـــاس.

[ 77 ]

**جڏهن جبل** ڏنو هئي، تڏهن **ڪپڙي** جو ٻڌين ها.

جبل= لم لم. ڪپڙي جو= احرام.

جڏهن لم لم ڏنو هئي، تڏهن احرام ٻڌين ها.

[ 78 ]

**شهرئون** نڪتي **شهر** ويئي، **نالو** ڏسي موٽي آئي.

شهر= مڪو. شهر= مدينو. نالو= محمدﷺ.

مڪي مان نڪتي، مديني ويئي، محمدﷺ ڏسي موٽي آئي.

[ 79 ]

**نـــالا** گـڏيا **نـــالن** ڪـي، وجـــي **نـــالو** ڏنـــائون،

**پنهنجـــو** مجيـــائون، **مـــڙد** مڙئـــي **نـــالا** ٿيـــا.

نالا= حاجي. نالا=حاجي>حاجين. نالو= رضا>

روضو. پنهنجو= مرشد. مڙد= حق. نالو= حاصل.

حـــاجي گـڏيا حـــاجين ڪـــي، وجـــي روضـــو ڏنـــائون،

مرشـــد مجيـــائون، حـــق مڙئـــي حـــاصل ٿيـــا.

حضرت علي ڪرم الله وجه

[ 80 ]

**نالي جي مال جيءَ** سان، **پوڪ جي** ٿي ويا.

نالو= حيدر. مال جي= هڪل. پوڪ جي=

ڏيڏڪي>ڏيهہ + ڏڪي.

حيدر جي هڪل سان، ڏيهہ ڏڪي ٿي ويا.

[ 81 ]

**ذات نـــــالي** جهــــڙو ٿيوئـــــي ڪونــــــ،

جنهـــن ڪـــان **فقيـــر ســـاز** جـــو ويـــو ڪونـــ ميـــان!

ذات= سخي. نالو= علي. فقير= سوالي. ساز= خالي.

ســـــخي علـــــي جهـــــڙو ٿيوئـــــي ڪونـــــ،

جنهـــن ڪـــان ســـوالي خـــالي ويـــو ڪونـــ ميـــان!

[ 82 ]

**ڪاٺ جو نرنان جو، نالو وڻ جو ڪندو هو.**

ڪاٺ جو= هندورو. نرنان= امام حسين. نالو=
جبرائيل. وڻ جو= جهولو<جهوليندو.

هندورو امام حسين جو، جبرائيل جهوليندو هو.

[ 83 ]

**پنهنجا، نارنان جا، وڻ جي نالو ٿيا.**

پنهنجا= پٽ. نارنان= خاتونِ جنت. وڻ جي=
ڇائپ<ڇاپندي. نالو= چام.

پُٽَ، خاتونِ جنت جا، ڇاپندي چام ٿيا.

[ 84 ]

**نالي ۽ نرنانءَ کي، نارنان تي وڻ جا ڏنا.**

نالو= امام حسن. نرنان= امام حسين. نارنان=
بيبي فاطمہ. وڻ جا= لاٽا<اولاٽا.

امام حسن ۽ حسين کي، بيبي فاطمہ تي اولاٽا ڏنا.

[ 85 ]

**پنهنجا، پير ڪپڙ جي ذات جا نالا ٿيا،**
**سي نارنان کي ڳهہ جو ڪري ويا.**

پنهنجا= پٽ. پير= پاڪ + ڪپڙ جي= دامن<
پاڪدامن. ذات= سوريا<سورهيہ. نالا= ساماٽا.
نارنان= آمنت<اُمت. ڳهہ جو= اُجار.

پٽ پاڪدامن جا سورهيہ ساماٽا، سي اُمت کي اُجاري ويا.

[ 86 ]

**نالي ۽ نرنان جي، ڪا جاءِ ڪاني ڙي!**

نالو= حسن. نالو= حسين. جاءِ= عرش.
ڪاني= آڏي.

حسن ۽ حسين جي، ڪا عرشئون آڏي ڙي!

[ 87 ]

**نرنان ولايت ويو، نارنالي ڪٽي عضوو ڪيو.**

نرنان= حسين. ولايت= ڪربلا. نارنالي= حور.

عضوو= هنج.

امام حسين ڪربلا ويو، جنهن کي حورن ڪٽي هنج ۾ ڪيو.

[ 88 ]

**جڏهن شهر ۾ چم جو ٿيو، تڏهن عورتن ڳهه مال جا ڪيا،**
**جر جن ۾ ماٺهوءَ جون پيون، ذات مُلڪ ويا.**

شهر= ڪربلا. چم جو= ڪوس. عورتن= حورن.

ڳهه جا= هار. مال جا= چنا>چِنا. جر جا=

يَن>اُين. ماٺهو جون= اوچنگارون. ذات=

اوڏڪي>او + ڏڪي. مُلڪ= ڏيهه.

جڏهن ڪربلا ۾ ڪوس ٿيو، تڏهن حورن هار چنا،
اُين اوچنگارون پيون، او! ڏڪي ڏيهه ويا.

[ 89 ]

**پاٽي جيڏ ۾ جيڏيون! ذاتين نالا مال جا.**

پاٽيءَ جي= ڪرَ. جيڏ= بلا>ڪربلا.

ذات= ڪوفي>ڪوفين. نالا=امام. مال جا= ڪُنا.

ڪربلا ۾ جيڏيون! ڪوفين امام ڪُنا.

[ 90 ]

**نرنانءَ کي لوهه جن ڪاٺ جو ڪري ڇڏيو،**
**تڏهن بہ شهر گهوڙي جي ۾، نالو مال جوئي ڪين.**

نرنان= امام حسين. لوهه جن= تيرن. ڪاٺ جو=

تِرڇو>ترڇي. شهر= ڪربلا. گهوڙي جو= ميدان.

نالو= ڪوڏڻ>ڪوڏيو. مال جو= ڪٽڪيو.

امام حسين کي تيرن ترڇي ڇڏيو،
تڏهن بہ ڪربلا ميدان ۾، ڪوڏيو ڪٽڪيوئي ڪين.

[ 91 ]

**جڏهن نربان شهر ۾ پڪي ٿيو، تڏهن ذاتين بيٺي ڪاڄ جا ڪيا.**

نربان= امام حسين. شهر= ڪربلا. پڪي= شهيد.

ذاتيون= مَلڪ>ملائڪ. ڪاڄ جا= طعام>ماتام.

جڏهن امام حسين ڪربلا ۾ شهيد ٿيو،

تڏهن ملائڪن بيٺي ماتام ڪيا.

[ 92 ]

**نرنان ولايت ويو، وري راند جو نہ.**

نرنان= امام حسين. ولايت= ڪربلا. راند جو=

موٽو (جُڳ)> موٽيو.

امام حسين ڪربلا ويو، وري موٽيوئي نہ.

[ 93 ]

**نرنانءَ نالي جي پڪيءَ ۾ ڪاڄ جو ڏنو.**

نرنان= حضرت عباس. نالو= امام حسين.

پڪي= هنج. ڪاڄ= پساهہ.

حضرت عباس، امام حسين جي هنج ۾ پساهہ ڏنو.

[ 94 ]

**نالو ۽ نرنانءَ شهر ۾ شهر ٿيا، پر نالي مال جي ڪيائون ڪين.**

نالو= قاسم. نرنان= علي اڪبر. شهر= ڪربلا. شهر= شهد>

شهيد. نالو= ڪونڌر. مال جي= ڪُٽڪ>ڪٽڪيا.

امام قاسم ۽ علي اڪبر ڪربلا ۾ شهيد ٿيا،

پر ڪونڌر ڪُٽڪيا ڪين.

[ 95 ]

**نرنانءَ سُت جا مال جا ۽ نالي راند جي پڪي ٿيو.**

نرنان= امام قاسم. سُت جا= ڳانا. مال جا=ٻَڌا.

نالُو= شادي. راند جي= ويل. پڪي= شهيد.

امام قاسم ڳانا ٻڌا ۽ شاديءَ ويل شهيد ٿيو.

[ 96 ]

**نالي نرنانءَ ڪي مال جي لڳي، زناور جر جو ڪونہ ڏنو،**

**مرڳو لوهہ جو هٽي پڪي ڪيو، نرنان اهو مرض جو سَنو،**

**ڏسي جر ڏڪ جو، نرنانڻ پنهنجو ڪيو.**

نالو= علي + نرنان= اصغر. مال جي= اُڃ. زناور=
پليت. جر جو= پاڻي. لوهہ جو= تير. پکي= شهيد.
نرنان= امامر حسين. مرض جو= سُور. جر جو= ريلو.
ڏک جو= رت. نرنان= صابر>صابرين. پنهنجو= صبر.

علي اصغر کي اُڃ لڳي، پليتن پاڻي کونہ ڏنو،
مرڳو تير هڻي شهيد ڪيو، امامر حسين اهو سور سَٺو،
ڏسي ريلو رت جو، صابرين صبر ڪيو.

[ 97 ]

**نرنانءَ** جي پنهنجي **نالو حاڪم جي** ۾ تي **پنڊ** جو ڪاٽيو،
تڏهن بہ **وکر علم** جو ڪندو ويو.

نرنان= امامر حسين. پنهنجو= پُٽ. نالو=
زين العابدين. حاڪم جو= قيد. پنڊ جو=
ڪشالو. وکر= شکر>شُڪر. علم جو= الحمدلله.

امامر حسين جي پٽ زين العابدين، قيد ۾ تي ڪشالو ڪاٽيو،
تڏهن بہ 'شڪر الحمدلله' ڪندو ويو.

[ 98 ]

**شهر** ۾ **مرض** جا، **نارنان** تي **مال جا**.

شهر= ڪربلا. مرض جا= ڪڪرا.
نارنان= مادر. مال جا= ميڙيا.

ڪربلا ۾ ڪَڪرا، مادر تي ميڙيا.

[ 99 ]

**پنهنجي** هجي **نرنانءَ** کي، جنهن **نالي** کي **پکي** ڪيو.

پنهنجي= لعنت. نرنان= شمر. نالو= امامر حسين.
پکي= شهيد.

لعنت هجي شمر کي، جنهن امامر حسين کي شهيد ڪيو.

[ 100 ]

**شهر** ۾ **چمر جو** ٿيو، **مال جا** تن **نرنائن** لاءِ!

شهر= ڪربلا. چمر جو= ڪوس. مال جا=
گهوڙا. نرنائن= گهوٽن.

ڪربلا ۾ ڪوس ٿيو، گهوڙا تن گهوٽن لاءِ!

[ 101 ]

**ولايت شهر اي نرنان! وکر کي عضوو کيئي،**
**جنهن لاءِ نالي ڪانيءَ جي پٺي ٻوليءَ جا ڪيا.**

ولايت= ڪين. شهر=سرو>سرئي. نرنان= پليت.
وکر= ڪوئن>ڪوهہ + اُن. عضوو= ران>حيران.
نالو= عرس>عرش. ڪانيءَ جي= ڪرسي. ٻوليءَ
جا= ماتام.

ڪينَ سريئي اي پليت! ڪوهہ اُن کي حيران ڪيئي،
جنهن لاءِ عرش ڪُرسيءَ پٺي ماتام ڪيا.

جُبير اصحابي رحہ

[ 102 ]

**نرنان ڪُڙمڪو هو، جنهن پنهنجي راند جي ڪئي.**

نرنان= جُبير (اصحابي). ڪڙمڪو= جُنگ.
پنهنجي = جنگ. راند جي= خاصي.

جُبير اصحابي تہ جُنگ هو، جنهن جَنگ خاصي ڪئي.

تميم انصاري رحہ

[ 103 ]

**نرنانءَ ذاتين مان نکري، ولايت ويو ڙي!**

نرنان= تميم. ذات= انصاري. ولايت=تنگها.

تميم، انصارين مان نکري، تنگها وِيو ڙي!

بيبي رابعہ بصري رحہ

[ 104 ]

**نار نالي کي نرنانءَ ولايت ۾ گڏيو.**

نار= بيبي رابعہ(بصري). نرنان= ڪعبو. ولايت= مصر.

بيبي رابعہ بصريءَ کي ڪعبو مصر ۾ گڏيو.

شيخ سُنيان رحہ

[ 105 ]

**ڪامڻ نرنان کي ڪپڙي جو پٺي ڪيو.**

ڪامڻ= نيٽي. نرناز= سنيان. ڪپڙي جو= پليت.

نيٽين، سُنيان کي پليت پٺي ڪيو.

فريدالدين عطار رحہ

[ 106 ]

**نرنانءَ ولايت ۾ بيٺو پنهنجي ڪري.**

نرنان= عطار. ولايت= فلسطين. پنهنجي=نصيحت.

عطار فلسطين ۾ بيٺو نصيحت ڪري.

بادشاھ پير جيلاني رحہ

[ 107 ]

**اي نرنالا! ڪا نالن ڪي اچي نالي ڪَر.**

نرنالو= داتا دستگير. نالو= مريد. نالو= مَدد.

اي داتا دستگير! ڪا مريدن جي اَچي مدد ڪر.

[ 108 ]

**اي نالا ءِ اي نرنان! پاٽيءَ واريون پرتيون اٿئي.**

نالو= پير. نرنان= دستگير. پاٽيءَ واريون=

واهيون>بيواهيون.

اي پير دستگير! بيواهيون پرتيون اٿئي.

[ 109 ]

**آءُ فقير! ٿيءُ گهر جو، مان درياءَ جي ٿيان.**

فقير= دستگير. گهر جو= اجهو. درياءَ جي= ڪنڌي.

آءُ دستگير! ٿيءُ اجهو، تہ مان ڪنڌيءَ ٿيان.

[ 110 ]

**ڏسو فقير نرنان جو، جنهن ڪاٺ عورت جو،**

**لوھ جي منجهان، اَن جو ڪري ڇڏيو.**

فقيرجو=معجزو. نرنان=محي الدين. ڪاٺ جو=

بيڙو. عورت= ٻيڙي. لوھ جي= تار. اَن جو=

تارڻ>تاري.

ڏسو معجزو محي الدين جو، جنهن بيڙو ٻيڙيءَ جو،

تار منجهان تاري ڇڏيو.

[ 111 ]

**ٿيءُ نالو نرنانءَ جو، تہ ڳهہ مال جو ڪرئي،**

**جيئن ولايت ۾ پنهنجو ٿيئي ڪون،**

نالو=مريد. نرنان= محي الدين. ڳهہ= والي. مال جو=
وَڙُ. ولايت= آخرت. پنهنجو= پولو.

تــيءُ مريــد محــي الديــن جــو، تــہ والــي وَڙُ ڪرئــي،
جيئـــــن آخـــــرت ۾ پولـــــو تيئـــــي ڪونـــــہ.

[ 112 ]

**عـــورت ريچ جـــر جـــي ۾ ڪـــري نـــالو ڪـــاچ،**
**مٿيءَ جي ڏيئي مال جي تي، لاٿائين نرنان تان پنهنجي.**

عورت= سهٽي. ريچ= گهڙي>گهـڙي. جـَر جي=
سير. نالو= الله +ڪاچ= تـُهہ>تهاَر= الله تهار.
مٿيءَ جي= سـِر. مال جي= سرهي. نرنان=
مرد. پنهنجي= ميار.

ســـــهٽي گهـــــڙي ســـــير ۾، ڪـــــري الله تهـــــار،
ســـِـر ڏيئـــي ســـرهي تـــي، لاٿـــائين مـــرد تـــان ميـــار.

[ 113 ]

تـــون وئيـــن شـــــهر ۾، نـــــر نـــــالو ڏنئـــــي،
پـــوءِ **ڪپـــــڙي جـــــي** ڇـــو نـــہ ورتئـــــي.

شهر= بغداد. نرنالو= دستگير. ڪپڙي جي= داوَن.
تون وئين بغداد ۾، دستگير ڏنئي، پوءِ داوَن ڇو نہ ورتئہ.

منصور حلاج رحہ

[ 114 ]

**نالو** چڙهي **حاڪيماٽي** تي، **نالو نالو** پيو چوي.

نالو= منصور. حاڪيماٽي= سوري. نالو= آئل+
نالو= حق>أناالحق.

منصور چڙهي سوريءَ تي، 'اناالحق' پيو چوي.

[ 115 ]

جڏهن **نرنان** ٻولي چيائين، تڏهن **مٽيو جر جو** تي پيو.

نرنان= آئل+ٻولي= حق>اناالحق. مٽيو= پارس.
جر جو= پلٽيو>پلٽجي.

جڏهن 'اناالحق' چيائين، تڏهن پارس پلٽجي پيو.

شمس تبريز رحہ

[ 116 ]

**نرنان نالو** ڪيو، جنهن لاٿي **مال جي پنهنجن** تان.

نرنان= شمس. نالو= شاهي. مال جي= ڪل.

پنهنجن= لڱن.

شمس شاهي ڪئي، جنهن لاٿي ڪَل لڱن تان.

[ 117 ]

**نالي نرنان ذات** قبولي، **پنهنجي** ڏنائين.

نالو= شمس+ نرنان= تبريز. ذات= شر>

شرع. پنهنجي= ڪَل>ڪلڙي.

شمس تبريز شرع قبولي، ڪَلڙي ڏنائين.

[ 118 ]

**نالي نرنانءَ** جي **وڻ** متي ٿي **ڪاڄ جي** پڪي.

نالو= شمس+ نرنان= تبريز>شمس تبريز.

وڻ= سورج. ڪاڄ جي= ٻوٽي.

شمس تبريز جي سورج متي ٿي ٻوٽي پڪي.

قلندر شهباز رحہ

[ 119 ]

**نرنان** آيو ولايت مان، **شهر** ۾ اچي **راند جو** ڪيائين.

نرنان= قلندر شهباز. ولايت= مروَند.

شهر= سيوهڻ. راند جو= غوغاءُ.

قلندر شهباز آيو مروَند مان، سيوهڻ ۾ اچي غوغاءُ ڪيائين.

[ 120 ]

**ڪپڙ جو** وجهي **ڪانيءَ** ۾، **فقير** مارياٿون،

وجهي ڏيکارياٿون، **نالي** ۽ **نرنانءَ** کي.

ڪپڙ جو= گز. ڪاني= ڪمان. فقير= ملنگ.

نالو= قلندر. نرنان= شهباز.

گز وجهي ڪمان ۾، ملنگ مارياٿون،

وجهي ڏيکارياٿون، قلندر شهباز کي.

ساجن سوائي رحہ

[ 121 ]

**نالو نرنان** آهي **بنيءَ** ۾.

نالو= ساجن+نرنان=سوائي>ساجن سوائي.

بنيءَ جو= ڪوئنچو.

ساجن سوائي آهي ڪوئنچي ۾.

شاهہ قادري رحہ

[ 122 ]

**نرنان ڳهہ** ڪاٺ وارو **شهر** ۾ آهي.

نرنان= شاهہ قادري. ڳهہ= روپو. ڪاٺ= در.

شهر= بدين.

شاهہ قادري روپن درن وارو بدين ۾ آهي.

باب ٻيو

# تاريخي ڳجهارتون

ڪان سُجان

[ 123 ]

**نار نالي!** جهل پنهنجي **نالي نرنانءَ** کي،
جو **هال جن** ۾ تو **ڪاٺ جون** وني.

نار نالي= گنگل راڻي. نالو= ڪانَ+
نرنان= سُجان. مال جون= گهٽيون.
ڪاٺ جون= ڪرايون.

گنگل راڻي! جهل پنهنجي ڪان سجان کي،
جو گهٽين ۾ تو ڪرايون وني.

[ 124 ]

**ليڪي** کي سمجهاءِ، جو **شهر جن** تي بيهي، **ڪاٺ جون** تو وني.

ليڪو= ٻه ۽ تي>ٻتي>ٻيتي. شهر جا= در>
درن. ڪاٺ جون= ٻانهون.

ٻيتي کي سمجهاءِ، جو درن تي بيهي ٻانهون تو وني.

[ 125 ]

**نالي نرنان! پنهنجيءَ** کي هٿ نه لاءِ.

نالو= ڪان + نرنان= سُجان>ڪان سجان.
پنهنجي= ٻانهن.

ڪانَ سجان! ٻانهن کي هٿ نه لاءِ.

[ 126 ]

**نالا ۽ نرنان** چوڙ، **پڪي** رات **مال جي**.

نالا= رڪان>ڪانَ. نرنان= سُجان. پڪي= مئنا>
مين + نُون. مال جي= گُنجر>گُجري>گڏري.

ڪانَ سجان چوڙ، مينون رات گڏري.

[ 127 ]

اي **ميان نرنانءَ**! تون **نرنان** جهلين نه **پنهنجو** پلين،
هو **نارنان پنهنجي** سکيو، **نرنان** چنيو، **نرنان** ڪري،
تنهن کي **نرنان، پنهنجو** ڪيئن ڪندو!

نرنان= سجي ڪارياٽي. نرنان= ڪان سُجان.
پنهنجو= پٽ. نارنان= چڱي. پنهنجي= ڪار.
نرنان= هار. نرنان= گلزار>گل + ڏار.
نرنان= خاوند. پنهنجو= ڪمڻ>ڪمندو.
اي ميان سجي ڪارياٽي! تون ڪان سجان جهلين، نہ پٽ پلين،
هو چڱي ڪار سڪيو، هار چنيو، گل ڏار ڪري،
تنهن ڪي خاوند ڪيئن ڪمندو!

رام سيتا

[ 128 ]

**سُت جو لڳو نرنانءَ ڪي ولايت ڏنائين،**
**مرض جي ڪري نار ڪٽي، ليڪي جي نيائين.**

سُٽ جو= واجهہ>وجهہ. نرنان= ڏهيسر.
ولايت= سورت>صورت. مرض جي= سٽَ.
نار= سيتا. ليڪي جي= ساڊڪي>سا +ڊَڪي.
وجهہ لڳو ڏهيسر ڪي، صورت ڏنائين،
سٽَ ڪري سيتا ڪٽي، سا ڊَڪيءَ نيائين.

[ 129 ]

**نالي چيو نرنانءَ ڪي، نار رات ٻولي!**

نالو= رام. نرنان= لڇمڻ. نار= سيتا.
ٻولي =گئڙي>گئي + ڙي.
رام چيو لڇمڻ ڪي، سيتا رات گئي ڙي!

[ 130 ]

**نر نالي جيت هٽائي، ڪامڻ تنهنجي ڪاڻ.**

نر نالو= سڏاونت. جيت= سيرنگ>سرنگهہ.
ڪامڻ= شوڪنڪا.
سڏاوَنت سرنگهہَ هٽائي، شوڪنڪا تنهنجي ڪاڻ.

[ 131 ]

**نرنان، ٻولي ڪئي، شهر لُٽيو ڙي!**

نرنان= هنومانُ. ٻولي= هاءِ. شهر= لنڪا.

هنومان هاءِ ڪئي، لَنڪا لُٽيوڙي.

افلاطون

[ 132 ]

**پنهنجيءَ** ڪان پوءِ، **نرنان ٻولي** ڪئي.

پنهنجي= تڪبير. نرنان= افلاطون. ٻولي=ڊال ڊال.

تڪبير ڪان پوءِ، افلاطون "ڊال ڊال" ڪئي.

نصوحو

[ 133 ]

نئين سج **نالو** جنهن جو، **ذات** ۽ **ڪپڙ** ڪاءِ،

هٽي **جر ڪاٺ جي** ڪي، ڏيجي نہ ڪنهن جي ڏاءِ،

رب اهڙو مالڪ آءِ، جو **جاءِ انڌو** ڪيائين اُن ڪي.

نالو= نصوحو. ذات=ڪوسا<ڪوسيو. ڪپڙ=

ڪفن. جر جو= ڪاٺ. ڪاٺ جي= ساهمي<سامين.

جاءِ جو= طبقو<طبق. اَنڌو= بي روشن<روشن.

نصوحو نالو جنهن جو، ڪوسيو ڪفن ڪاءِ،

هٽي ڪاٺ سامين جا، ڏيجي نہ ڪنهن جي ڏاءِ،

رب اهڙو مالڪ آءِ، جو چوڏهن طبق روشن ڪيائين ان ڪي.

[ 134 ]

**نرنان** جنهن جو نانءُ، **جر جا جوڳين** ڪي هٽي.

نرنان=نصوحو. جر جا= ڪاٺ.

جوڳي= سامي<سامين.

نصوحو جنهن جو نانءُ، سو ڪاٺ سامين ڪي هٽي.

[ 135 ]

اي **نالا! نرنانءَ** ونءِ، **نار نالي** گهر، وري اڇي **گهر جو** ڏنئي!

نالو= نصوحو. نرنان= ليڪو<ليڪو. نار نالي=

رڪي. گهر جو= مارنگ<رنگ.

اي نصوحا! ليڪو وَني گهر رڪي، وري اڇي رنگ ڏنئي!

[ 136 ]

**نر نالي** ڪي **نار** ملي، پوءِ وجي **نرنان** ٿيو.

نر نالو= نصوحو. نار= صحت<نصيحت.

نرنان= حاصل<واصل.

نصوحي ڪي نصيحت ملي، پوءِ وجي واصل ٿيو.

[ 137 ]

**لوھہ جي** کي **عورت نالي** چا کندي.

لوھہ جو= سوئو>نسوئو>نصوحو.

عورت نالي= هدايت

نصوحي کي هدايت چا کندي.

سڪندر بادشاھہ

[ 138 ]

**نـــــالي** جهـــــڙو **ذات** ٿيوئـــــي ڪونـــــ،

**نرنان**ءَ سان **حاڪم جي** ڪري، جنهن **ملڪ نالي** ڪيو.

نالو= سڪندر. ذات جا= سورهيہ. نرنان= دارا.

حاڪم جي= لڙائي. مُلڪ= سنڌ. نالو= فتح.

ســـــڪندر جهـــــڙو ســـــورهيہ ٿيوئـــــي ڪونـــــ،

دارا ســان لڙائــي ڪــري، جنهــن ســنڌ فتــح ڪئــي.

نوشيروان

[ 139 ]

**نالو** ماري **نالي** کي، سو تہ **نالو** ڙي.

نالو= شتم. نالو= برشم. نالو= نوشيروان.

شتم ماري برشم کي، سو تہ نوشيروان ڙي.

چــچ

[ 140 ]

**نــــرنـــــان** آيو، **نـــــار** ڪـــٽــي **ولايت** ويـــو.

نرنان= چچ. نار= ڏيپ. ولايت= وَنئڪٺ.

چـــچ آيـــو، ڏيـــپ ڪـــٽـــي وَنئڪـــٺِ ويـــو.

هنود ڪاسائي

[ 141 ]

**نالي ذات ولھہ مال جا** ڪريو، تي **ڪاڄ** جا ڪيا.

نالو= هنود. ذات= ڪاسائي. وِلھہ=دَمي>

آدمي. مال جو= ڪُهيو. ڪاڄ جا= پاپڙ>پاپ.

هنود ڪاسائيءَ آدمي ڪُهيو تي پاپ ڪيا.

[ 142 ]

**نرنان** وڏيءَ **ذات** جو، **پوڪ جون** ڪري، ڪٽيو **پوڪ جا** ڪري.

نرنان= هنود. ذات= ڪاسائي. پوڪ جون=
دميون>آدمي. پوڪ جا= ياڳا.

هنود وڏو ڪاسائي، جو آدمي ڪُهي ڪٽيو ياڳا ڪري.

دلوراءِ

[ 143 ]

**نالي** جي **نرنان** ۾، ڪنهن جي **نالي** رهي ٿي ڪانہ ميان!

نالو= دلوراءِ. نرنان= دُورو>دور. نالو= عزت.

دلوراءِ جي دور ۾، ڪنهن جي عزت رهي ٿي ڪانہ ميان!

[ 144 ]

**ڪاني پڪين** مٿان، تڏهن **نرنانءَ** ڪٽي ڦٽي ڪئي.

ڪاني= مُهري>موري (حڪومت). پڪين=
مورن (ماڻهن). نرنان= دلوراءِ.

موري مورن مٿان، تڏهن دلوراءِ ڪٽي ڦٽي ڪئي.

ڄام سمو سلطان

[ 145 ]

**نالا** اي **نرنانءَ**! **نالن نانءَ** ڦٽا ڪيا.

نالو= سمو> سما. نرنان= سلطان. نالو= باغ>
باغن. نان= گُل.

اي سما سلطان! باغن گل ڦٽا ڪيا.

پُنرو بداماڻي

[ 146 ]

جڏهن تون ٿئين **نرنان**، تڏهن **شهر ملڪ** ٿيو.

نرنان= پُنرو. شهر= ڀانُ> ڀانُ. ملڪ= ڪاڇو.

جڏهن تون ٿئين پُنرا، تڏهن ڪاڇو ڀانُ ٿيو.

لاکو ڦلاڻي

[ 147 ]

**پير مرد نرُ جا** ڏٺي توڏي اچن **راند جون** ڪٽي،
**ڪاني، مال جا تن** ڪي ڏي.

پيرمرد= لاکو. نڙ جو= لهرو<لهر. راند جون=
کيڏون. کاٺي= ترت<تُرتئون. مال جا=
ڏاوڻ<ڏاڻ.

لاکــا لهــر جــا ڏٺــي! تــوڏي اچــن کيــڏون کٽــي،
تــُــرتئون تــن کــي ڏاڻ ڏي.

پـِريو گاروڙي

[ 148 ]

هــُو جــو **نرنــانءَ** آيــو، ســو **مٿــيءَ جـــو** ڙي،
**جيئــڏ** کــي **واءُ جـــون** ڏي، ســو تـــ ڏســو ڙي!

نرنان= پـِريو + مٿيءَ جو= گارو<گاروڙي.
جيئڏ= نانگ. واءَ جون= واچون.

هــو جــو پـِـريو آيــو، ســو تـــ گـــاروڙي،
نـــانگن کـــي واچـــون ڏي، ســـو تـــ ڏســـو ڙي!

کملاءِ پـُورن

[ 149 ]

اي **نارنان**! **نرنان** چوڙ، اجهو **نرنان** آيو.
نارنان= کملا. نرنان= مدگر. نرنان= پورن.
اي کملا! مدگر چوڙ، اجهو پـُورن آيو.

گوگو چهواڻ

[ 150 ]

**نرنـــالـــو** آيو **شهر** ۾، اچـــي **مال جا** ڏنائين.
نرنالو= گوگو. شهر= گرنار. مالَ جا= داغ.
گـــوگـــو آيو گـــرنـــار ۾، اچي داغ ڏنائين.

[ 151 ]

**نرنان ولايتون** اچي مون کي **مال جو** ڏنو.
نرنان= گوگو. ولايت= اروڙ<اروڙئون.
مال جو= هـُدو.
گوگي اروڙئون اچي مون کي هـُدو ڏنو.

[ 152 ]

**جتي بار بلا جا اَتڪيا، اُتي نرنان ڪاني ڪٽي ويو.**

بار جو= آڙو + بـَلا جو= منڊ>اَڙمنڊ. نرنان=
گوگو. ڪاني= گوءِ.
جتي اَڙمنڊ اٽڪيا، اُتي گوگو گوءِ ڪٽي ويو.

دودو چنيسر

[ 153 ]

**نرنان ذات ڪان مال جو، تڏهن نرنان ڪاٺ راند جي.**

نرنان= چنيسر. ذات= مـُئا>مـاءُ. مال جو= پـُڇ>
پڇيو. نرنانءُ= دودو. ڪـــاٺ جو= پڳـُ> پڳَ.
راند جي= ٻڌي.
چنيسر ماءُ ڪان پڇيو، تڏهن دودي پڳَ ٻڌي.

[ 154 ]

**نـــرنـــان مڇي چـــاڙهـــي نـــالـــو آيـــو.**

نرنانءُ=چنيسر. مڇي=چلي. نالو=عالادين.
چنيسر چــلـــي چاڙهي عـــالاديـــن آيـــو.

[ 155 ]

چـــوري چـــوري **ڪـــڪ**، وجـــي **مسيت وارو** اُتاريو.

ڪڪ= سر>چنيسر. مسيت وارو= دين>عالادين.
چـــوري چـــوري چنيسر، وجـــي عـــالادين اُتاريو.

[ 156 ]

**نالي** چيو **نرنانءَ** ڪي، ڏيئي **مال جو شهر** ڪي پوءِ **راند عضوي** ايندا سين.

نالو= ننگر. نرنانءُ= پونگر. مال جو= داغ.
شهر= دلِي. راند= وري. عضوو= تن>وطن.
ننگر چيو پونگر کي، ڏيئي داغ دلـــيءَ کي وري وطن ايندا سين.

[ 157 ]

**نالي** چيو **نرنان** کي، **پنهنجي عضون** ۾ پڪي ٿيندا سين.

نالو= ننگر. نرنانءُ= پونگر. پنهنجو= پيءُ.
عضوا= هٿ>هٿن. پڪي= شهيد.
ننگر چيو پونگر کي، پيءُ جي هٿن ۾ شهيد ٿيندا سين.

[ 158 ]

**نالو ۽ نرنان، پنهنجي لاءِ ويا،**
**پنهنجو تين ڪينڪي، مرڳو ذات تيا.**

نالو= ننگر. نرنانءُ= پونگر. پنهنجو=پرچاءُ.
ذات= ماريجي>مارجي.

ننگر ۽ پونگر پرچاءَ لاءِ ويا،
پرچاءُ تين ڪينڪي مرڳو مارجي ويا.

[ 159 ]

**نالو ۽ نرنانءُ، ٻئي ذاتي ذات تيا.**

نالو= ننگر. نرنان= پونگر. ذات= معصوم.
ذات= ماريجيُ>مارجي.

نينگر ۽ پونگر، ٻئي معصوم مارجي ويا.

[ 160 ]

**ڪاٺ مُلي جو، تو ڪاڄ جون گهُري.**

ڪاٺ= آلو> آلا>عالا + مُلي جو= دين>عالادين.
ڪاڄ جون= مِريون>سومريون.

عالادين تو سومريون گهري.

[ 161 ]

**عورت چيو مرد کي، ڏي مال جو** تہ منهنجو ٿَري جهيڙو وڃي.

عورت= ٻاگهي. مرد= دودو. مال جو= سڳتُ> سڳتُ.

ٻاگهيءَ چيو دودي کي، ڏي سڳتَ منهنجو تہ ٿَري جهيڙو وڃي.

[ 162 ]

**رونشي جي چيو ذات کي، وڻ جي جهيڙي کي.**

رونشي جي= ٻاگهي. ذات= پاتيو>پائتيو. وڻ
جو= ٿار.

ٻاگهيءَ چيو پائتيي کي، ٿار جهيڙي کي.

[ 163 ]

**نرنانءُ ايندو، راند جي نہ ڏيندو،**

نرنانءُ= دودو. راند جي=ٻاگهي.

دودو ايندو، ٻاگهي نہ ڏيندو.

[ 164 ]

**چوري چوري ڪڪ، آندو مرد سيد جو،**
**توٽي مٽن لڪ، ذات نه ڏيان هڪڙي.**

ڪڪ= سر> چنيسر. مرد= علو>علاوٗل +
سيد جو=دين=علاوالدين. ذات=سومرو>سومري.

چوري چنيسر، آندو علاوالدين ڪي،
توڙي مٽن لڪ، سومري نه ڏيانءِ هڪڙي.

[ 165 ]

**نالي چيو نرنانءَ کي، ته پوڪ جي نه ڏيندوسئين هڪڙي.**

نالو= دودو. نرنانءُ= عالادين. پوڪ جي=
مِري>سومري.

دودي چيو عالادين کي، ته سومري نه ڏيندوسئين هڪڙي.

[ 166 ]

**سَت جون عالادين تي، ڳهه ڪيون دودي.**

ست جون=اُچلون. ڳهه=جامڪي>جام +ڪيون.

اُچلون عالادين تي، جام ڪيون دودي.

[ 167 ]

**نرنانءَ تي حاڪيماٽين ۾ ڪاچ جون هنيون.**

نرنانءُ= دودو. حاڪيماٽو= هنباريون.
ڪاچ جون= مصريون.

دودي تي هنبارين ۾ مصريون (تلوارون) هنيون.

[ 168 ]

**حاڪم ذات جي لڳي، تي اوزارن باهه جا ڪيا.**

حاڪم جي= جنگ. ذات جا= جونجهار. اوزار=
تراريون. باهه جا= تجلا.

جنگ جهونجهارن جي لڳي، اتي ترارين تجلا ڪيا.

[ 169 ]

**مال جن ۾ نرنانءُ، سو منهنجو ڏاند ڙي.**

مال جن= ديميون. نرنانءُ= دودو. ڏاند=سوڙهو.

ديمين ۾ دودو، سو ته سرهو ڙي.

[ 170 ]

**نرنانءَ** چيو **ذات** وارن ڪي، ڪٺو **ڪاٺ جون**، هلو **ڪپڙجن** تي،
مـــون ڪـــي **نرنـــاءُ** ڏســـي تـــو **گاهـــه** ٽئـــي.

نرنانءِ= عالادين. ذات= مغل. ڪاٺ جون=
ڪرسيون. ڪپڙ جا= طنبو. نرنان= دودو.
گاهہ= سِيءُ.

عـــالادين چيـــو مغلـــن ڪـــي، ڪٺـــو ڪرســـيون هلـــو طنبـــن تـــي،
مـــون ڪـــي دودو ڏســـي تـــو ســـيءُ ٽئـــي.

[ 171 ]

ڪئين **مال جنگ جا** آيا، پر **نرنانءُ لوهہ جا** ٽيائي ڪين.

. مال جي= ڪاهہ<ڪاهي. جنگ جا= ڪٽڪ.
نرنان= مانجهي. لوهہ جا= مُڙيا.

ڪئين ڪاهي ڪٽڪ آيا، پر مانجهي مڙيائي ڪين.

[ 172 ]

**نـــرنـــانءُ، ذات مـــال جـــا** ڪري، پوءِ **ٻولي** ٿيو.

نرنانءِ= چنيسر. ذات جا= ڪونڌر. مال جا=
ڪُهاڻ<ڪهائڻ<ڪهائي. ٻولي= پشيمان.

چنيسر، ڪـــونـــڌر ڪهائي، پـــوءِ پشيمان ٿيو.

[ 173 ]

**شهر ملڪ** ٿيو، **نرنـــانءُ مـــال** جيئن ويا.

شهر= وِڳهہ. ملڪ= ويران. نرنان=
ڪونڌرَ. مال جو= ڪسڻ<ڪُسي.

وِڳهہ ويـــران ٿيو، ڪـــونڌر ڪُسي ويا.

[ 174 ]

**عورتون مال جون** ٿيون، جن جا **نالا ۽ نرنان مال جيئن** ويا.

عورتون= رَنڙيون. مال جون= رُليون. نالا=
ڪيهر. نرنانءِ= گهوٽَ. مال جو=ڪسڻ<ڪسي.

رنڙيون رُلي ويون، جن جا ڪيهر گهوٽ ڪُسي ويا.

[ 175 ]

**نــــالا! نــــالن جهـــل، تـــ پـــــوڪ اَن جـــون ڏيـــانءِ.**

نالن= سمو>سما. ذات نارين= سميون>

سامون. پوڪ جون= چليون. اَن جون= چاٽيون>چاٽي.

سمـــا! ســـامون جهـــل، تـــ چـــَــليون چـــاٽي ڏيـــانءِ.

[ 176 ]

**اهو نار نانءَ راند جو ڪيو، نہ تہ شهر ملڪ نہ تئي ها.**

نارنانءَ = ٻاگهي. راند جو= ٻائيتال. شهر= وڳهہ.

ملڪ= ويران.

اهو ٻاگهيءَ ٻائيتال ڪيو، نہ تہ وڳهہ ويران نہ تئي ها.

[ 177 ]

**نارنانءَ ليکي جو ڪيو، تڏهن نرنائن ڪي ڏڪ جا لڳا.**

نارنانءَ= ٻاگهي. ليکي جو= ٻائيتال. نرنائن=

گهوٽن. ڏڪ جا= گهاءَ.

ٻاگهيءَ ٻائيتال ڪيو، تڏهن گهوٽن ڪي گهاءَ لڳا.

[ 178 ]

**نـــار نڪتـــي شـــهر مـــان، پـــــوڪ جـــي ڪنـــدي ويئـــي،**

**نرنـــانءَ گـــڏيس ڪونڪـــو، تـــڏهن وجـــي ڪپـــڙي پيئـــي.**

نار=ٻاگهي. شهر=وڳهہ. پوڪ جي=موڪي>

موڪلائيندي. نرنانءَ=دودو. ڪپڙو=سامر.

ٻـــاگهي نڪتـــي وڳهـــ مـــان، موڪلائينـــدي ويئـــي،

دودو گـــڏيس ڪونڪـــو، تـــڏهن وجـــي ســـامر پيئـــي.

[ 179 ]

**شـهرئون نڪتـي نارنـان، نـــالو نـــالو ڪنـدي ويئـي،**

**نـــالو گـــڏيس ڪونـــ، وجـــي ذات ڪپـــڙي پيئـــي.**

شهر=وڳهہ ڪوٽ. نارنان=ٻاگهي. نالو=دودو.

ذات=ابڙا>ابڙو. ڪپڙو= سامرَ.

وڳهہ ڪوٽان نڪتي ٻاگهي، دودو دودو ڪندي ويئي،

دودو گـــڏيس ڪونـــ، وجـــي ابـــڙي ســـامرَ پيئـــي.

[ 180 ]

**ذاتـــيـــون ۽ ڪامٽيـــون، نـــر نـــالي حاڪيماٽيون.**

ذات= سما. ڪامٽيون= سومريون. نر نالو=

ابڙو. حاڪيماٽي= سنيال.

ســمـيـون ۽ ســومــريــون، ابـــڙي سنياليون.

[ 181 ]

**ذاتيـــون ۽ ذاتيـــون نـــالي ڪـــاٺ جـــون.**

ذات=سما>سميون. ذات=سومرا>سومريون.

نالو=اَبڙو. ڪاٺ جون = پالڪيون>پويان +لڪيون.

سميـــون ۽ ســـومريون، اَبـــڙي پويـــان لڪيـــون.

[ 182 ]

**ٻـــولـــي هجي ذات ڪي، نالي اوزار ڪپڙي جون.**

ٻولي= شاباس. ذات= اَبڙا>ابڙن. نالو=

سومرو> سومـــرن. اوزار جـــون= سامون.

ڪپڙي جون= جهليون.

شاباس هجي اَبڙن ڪي، جن سومرن جون سامون جهليون.

[ 183 ]

**رڃ جي ڏيئي پنهنجي، سڱ مارايائين پنهنجو.**

رڃ جي= دِلي>دهلي. پنهنجي= دانهن.

سڱ= ياءُ.

دهَليءَ ڏيئي دانهن، ياءُ مارايائين پنهنجو.

[ 184 ]

**نـــالي گاهـــ جـــا، ڪپـــڙي تـــي ذات.**

نالو=ڏونگر. گاهہ جا= پوٺا. ڪپڙو= ننگ.

ذات= نهڙيا>نهوڙيا.

ڏونـــــگر پوٺـــــا، ننـــــگ نهوڙيـــــا.

[ 185 ]

**نـــالو شـــهر جـــي تـــوچـــوي ميـــار جـــي، چنيســـر!**

نالو=راڄو>راڄ. شهر جي=مهاڄڻ. ميارجي=حيف.

اڄ مهـــاڄڻ تـــو چـــوي 'حيـــف چنيســـر'!

[ 186 ]

**ٻـــ نرنـــانءَ کپــــڙ** تـــوئن وڙهيـــا،
**شـــهر** ســـڏي، وجـــي **پـــوک تـــي** تيـا.

ٻہ نرنان= دودو ۽ چنيسر. کپڙ= پڳَ. شهر=
دِلي. پوک جو= ڳاهہ.

دودو چنيســـــر پـــــڳ تـــــوئن وڙهيـــــا،
دلـــــي ســـــڏي وجـــــي ڳاهـــــہ تيـــا.

[ 187 ]

**نـــالو** ۽ **نرنـــان**، ٻئـــي **نرنـــان** هئـــا،
پـــروڻ ۾ پئـــي، **پورهئـــي** جـــي ۾ **پنهنجـــا** تيـا.

نالو= دودو. نرنانءَ= چنيسر. نرنان= دلبر.
وڻ جي=پاڙ>پاڻ. پورهئي ۾=خفا. پنهنجا=خون.

دودو ۽ چنيســـــــر دلبـــــــر هئـــــــا،
پـــر پـــاڻ ۾ پيـــن تـــہ خفـــا خـــون تيـــا.

حمير سومرو ۽ گنگل راڻي

[ 188 ]

**ٻـــن نـــالن** جـــو کـــانڌ، **ٻـــن نـــالن** جـــي جـــوءِ،
**پکـــي** تـــي **نـــالو** هـــو، **ميـــي** تنهـــن کـــان پـــوءِ.

ٻن نالن= حمير سومرو. ٻن نالن= گنگل راڻي
پکي= پيڻ. نالو= پوڙهي. ميي= رَڙي.

حميـــر ســـومري کـــانڌ جـــي هئـــي، گنگـــل راڻـــي جـــوءِ،
پيـــڻ کـــان پوڙهـــي تـــي، رَڙي تنهـــن کـــان پـــوءِ.

اڪبر بادشاهہ

[ 189 ]

**نـــالي** جهـــڙو **نـــالو** ٿيـــو ٿـــي کونـــہ،
جـــو **شـــهر** ۾ **کپـــڙي جـــون** کـــري ويـــو.

نالو= اڪبر. نالو= حاڪم. شهر= دهلي.
کپڙي جون= لوڏون.

اڪبـــر جهـــڙو حـــاڪم ٿيوئـــي کونـــہ،
جـــو دهلـــيءَ ۾ لـــوڏون کـــري ويـــو.

[ 190 ]

**نرنـــان نـــار** تـــي **نـــالو** تـــي پيـــو.

نرنان= اڪبر. نار=گانوَري. نالو=عاشق.

اڪبـــر گـــانوريءَ تـــي عاشـــق تـــي پيـــو.

[ 191 ]

**ساز** وڃي **نرنانءَ** سُٽي، تہ منهنجي **نارنان** ڪٽي؟

ساز=اُپنگ. نرنان=اڪبر. نارنان=گانوَري.

اُپنگ وڃي، اڪبر سُٽي، تہ منهنجي گانوَري ڪٽي؟

<u>پيمجي جاڙيجو</u>

[ 192 ]

**نرنان ذاتين** سين، **مال جن** تي **پوڪ جا** ڪيا.

نرنان= پيمجي. ذات=جاڙيجا. مال جن=ٽڪرن.

پوڪ جا= ڳاهہ.

پيمجي جاڙيجن سين، ٽڪرن تي ڳاهہ ڪيا.

<u>مدد خان پناڻ</u>

[ 193 ]

**نرنـانءَ** جي **مـرض** ۾، **مـال جـي** تـي هئـي.

نرنان= مدد. مرض= وارو>واري. مال جو=

قَر>قُر.

مـــدد جـــي واري ۾ قـــُــــر تـــي هئـــي.

<u>ميربجر</u>

[ 194 ]

**نـالي** ۽ **نرنـانءَ** ڪي، **وڻ جي ولايـت** ۾ لڳي.

نالو=مير. نرنان= بجر. وڻ جي= ٽاري>ڪٽاري.

ولايت= ڪَڇ.

ميـــر بجـــر ڪـــي ڪٽـــارِي ڪـــڇ ۾ لڳـــي.

<u>گامون سچار</u>

[ 195 ]

**نرنان** ڇيو **نرنانءَ** ڪي، **انگ جن** ڪان مون **راند جا جر نالي** ڪان **عورت جا** ڪيا.

نرنان= گامڻ. نرنان= غازي. انگ جا= ڳٽڻ>اڳ ڳٽتي.

راند جا= ٽپا>ٽپڙ. جر نالو= ڪٽور واهہ. عورت جا=پار.

گامڻ ڇيو غازيءَ ڪي تہ اڳ ڳٽتيءَ ڪان مون ٽپڙ ڪٽور واهہ ڪان پار ڪيا.

میاڻيءَ جي جنگ

[ 196 ]

**نار** چيو **نرنانءَ** کي، تہ **باھہ چمر جن** تي چڙهي، وجي **ذات متيءَ** جا ڪرا
نار= راڻي (وڪٽوريا). نرنان=جرنيل. باھہ= آگ. چمر جن=
بوٽن>آگبوٽن. ذات= ٽالپور. متيءَ جا= بند.
راڻيءَ وڪٽوريا چيو جرنيل کي تہ آگبوٽن تي چڙهي، وجي ٽالپور بند ڪرا

[ 197 ]

جي **پنگ جا** هٽن، سي **پوڪ جون** وجن، **مال جن** ڪوٺ ڪين ڏجن.
پنگ جا= ترا>ترار: پوڪ جون= ڪانهيون>ڪاهيو.
مال جن= گونرن>گورن (انگريزن)
جي ترار هٽن سي ڪاهيو وجن، گورن ڪوٺ ڪين ڏجن.

دبي جي جنگ

[ 198 ]

**نرنانءَ** جي من ۾ اڃي **راند جو** پيو،
**عورت** ماري **ڳھہ جو** ڪري، آٿي مون کي ڏيو،
تہ **ڪپڙ جي** لکي ڏيانوَ وڃي **ذاتين** سان ويھو.
نرنان= شيرمحمد. راند جو=شوق. عورت=فلنگي.
ڳھہ جو=فتو>فتح. ڪپڙ جي=ڪڇ>ڪُجھہ.
ذاتين=چانگن>چانگن.
شير محمد جي من ۾ اڃي شوق پيو،
تہ فلنگي ماري فتح ڪري، آٿي مون کي ڏيو،
تہ ڪجھہ لکي ڏيانوَ وڃي چانگن سان ويھو.

نڪرن ۾ انگريزن جي جنگ

[ 199 ]

**لوھہ جا** لڳا، اُت **پکي** چيپا، **اَن جن** مان ڪي **مال جا** پڳا،
سي اَڏ **پنڌ** لنگهي ويا، **وڻ** نہ ڏٺئون **نرنائن** بنان.
لوھہ جا= ڪانَ. پکي= ڪانئر. اَن جن= پاندبن.
مال جا= گونرا>گورا. وڻ=هيرڻ>هيءُ + رڻ.
نرنائن= جهونجهارن.
ڪانَ لڳا اُت ڪانئر چيپا، پاندبن مان ڪي گورا پڳا،
سي اَڏ لنگهي ويا، هيءُ رڻ نہ ڏٺئون جهونجهارن بنان.

حُر تحريڪ

[ 200 ]

**مــال جــن جــي نــار نــالي ۾، نــالا نــالا تيــا،**
**نــالو جن وڪــر ۽ نــالو تنهــن جــو حــاڪم جــو.**

مال جن= گونرن>گورن. نار نالو= صاحبان>
صاحبي. نالا= حُرَ. نالا= ساماڻا. نالو= بچو.
وڪر= بادشاهڻ (مصري)> بادشاهه. نالو=پيرو.
حاڪم جو= وزير.

گـــورن جـــي صـــاحبيءَ ۾ حـــر ســـاماڻا،
بچــو جــن جــو بادشــاهه، ۽ پيــرو تنهــن جــو وزيــر.

[ 201 ]

**نـــالو ۽ نرنـــانءَ وجـــي ذات تيـــا.**

نالو= بچو. نربان= پيرو. ذات= پيلا>پلا.

بچـــو ۽ پيـــرو وجـــي پـــلا تيـــا.

[ 202 ]

**ولايت** مان **نرنان** آيو، جنهن اچي **ڪير جا** بند ڪيا.

ولايت= ڪلڪتو. نرنان=جرنيل. ڪير جا=
ڏوها>بي ڏوها.

ڪلڪتي مان جرنيل آيو، جنهن اچي بي ڏوها بند ڪيا.

لاٽبٽ صاحب

[ 203 ]

**ولايتؤن نرنان** آيو، جنهن اچي **حاڪم جي** چالو ڪئي.

ولايت= لندن. نرنان= لاٽبٽ. حاڪم جي=بيگر.

لندَن ئون لاٽبٽ آيـــو، جنهن اچي بيگر چالو ڪئي.

پير صاحب پاڳاري جي گادي نشيني

[ 204 ]

**ذات نـــالو آيـــو، پـــوڪ جـــا لهـــي ويـــا.**

ذات= پير. نالو= پاڳارو. پوڪ جا= لوڙها.

پير پاڳارو آيو، لوڙها لهي ويا.

باب ٽيون

# سُرائتيون ڳجهارتون: ٻاهريان عشقيه قصا

بانڪو شاهه بهرام

[ 205 ]

**نرنانءَ ڪتابن جو، ذات ڏين مون،**
**نرنانءَ متي پُون، پيا نالا ذات تيا.**

نرنان= محسن. ڪتابن جو= مذڪور. ذات=
معلم<معلومت. نرنان= پِريو. نالو= دانـه.
ذات= دوڙيا<ڊوڙيا.

مُحسن، هن مذڪور جي، معلومت ڏين مون،
پِريو متي پُون، پيا بـه دانهه ڊوڙيا.

[ 206 ]

**ولايت ڪان نرنانءَ آيو، جنهن اچي مُئي جاءِ گهوڙن جا ڏنا.**

ولايت= چين. نرنان= بهرام. مُئي جا= پار.
گهوڙن جا= چٽا.

چين ڪان بهرام آيو، جنهن اچي پار چٽا ڏنا.

[ 207 ]

**ان نالي نرنانءَ، ڏاريو رچ ولايت ۾.**

نالو=بانڪو + نرنان= شاهه بهرام. رچ=
چونرِي. ولايت= چين.

اِن بانڪي شاهه بهرام، ڏاري چونرِي چينَ ۾.

[ 208 ]

**نرنانءَ مرون جيءَ ۾ ويو، اُتي ڪامڻ سان ڏُڏ جو ٿيو.**

نرنان= شاهه بهرام. مرونءَ جي= چين<چين.
ڪامڻ= گل اندام. ڏڏ جو=گڏڻ<گڏيو.

شاهه بهرام چين ويو، اُتي گل اندام سان گڏيو.

[ 209 ]

**رچ، اِها ڪاڄ جي اٿئي، نرنانءَ جي مرض جي.**

رچ=ڀڄڻ. ڪاڄ جي=ٻاڦ. نرنان= ويرم ديوَ.

مرض جي=وات (ٻراڙي).

ڀهڳڻ، اها ٻاڦ اٿئي، ويرم ديوَ جي وات جي.

[ 210 ]

**نـــالـــي نـــرنـــانءَ** كـــي **ڏيهه** ۾ لـــــڌائون.

نالو=بانكو + نرنان=بهرام. ڏيهه=مصر.

بانكـــي بهـــرام كـــي، مصر ۾ لـــڌائون.

تاج الملوڪ

[ 211 ]

**نرنانءَ توڪل** ڪري، ڪاهي پيو **ميچيءَ جيءَ** ۾.

نرنان=تاج الملوڪ. توڪل= الله توهار.

ميچيءَ جي= ڊنڊ.

تاج الملوڪ الله توهار ڪري، ڪاهي پيو ڊنڊ ۾.

ممتاز دمساز

[ 212 ]

جڏهن **نارنان آن جي** ٿي، تڏهن **نرنانءَ** تي **پنهنجو** پيو.

نارنان=مهاسندر. آن جي=ڪري. نرنان=ممتاز.

پنهنجو=ڪشالو.

جڏهن مهاسندر ڪري ٿي، ممتاز کي ڪشالو پيو.

[ 213 ]

**نالو نالي** کي **پنهنجو** نہ ڏئي ها، تہ ڇو **مـرون** ٿئي ها؟

نالو=ممتاز. نالو= دمساز. پنهنجو=علم.

مرون=باندر.

ممتاز، دمساز کي علم نہ ڏئي ها، تہ ڇو باندر ٿئي ها؟

[ 214 ]

**ســـــاز** وڃـــي، **نـــرنـــانءَ** جاڳي، **نارنانءَ** ڪاتي؟

ساز=پـرتنگ. نرنان=ممتاز. نارنان=ماهه طلعت.

پـرتنگ وڃـــي، ممتاز جـــاڳي، ماهه طلعت ڪاتي؟

ليليٰ مجنون

[ 215 ]

**ذات ننب جـــي** ۾ **نـــالو، نرنـــانءَ** ٻولـــي نـالو ٿيـو.

ذات=ڪيس> قيس. ننڊ جو=سهڻو (=خواب)
نالو=لڏو. نارنان= ليليٰ. ٻولي=ڏسي.
نالو= مست.
قيس سهڻو لڏو، ليليٰ ڏسي مست ٿيو.

[ 216 ]

مجنون **فقير** ٿيو، لڳس ليليٰ جي **ذات**.
فقير= مست. ذات=لغاري>لغار.
مجنون مست ٿيو، لڳس ليليٰ جي لغارَ.

[ 217 ]

**نرنانءَ پنهنجي ڪاٺ** جي ڪان، **جر وڻ جي** ڪري، **عضوي** ڪان **ٻولي** ٿيو.
نرنان= مجنون. پنهنجي=ماءُ. ڪاٺ جو=در>
مادر. جر جي= موڪ +وڻ=لاٽي>موڪلاٽي.
عضوو=تن>وطن. ٻولي=دُور
مجنون مُادَر ڪان موڪلاٽي ڪري، وطن ڪان دُور ٿيو.

[ 218 ]

**وڪر مال جو** ڪري، اِجهو **نرنانءَ** آيو!
وڪر= ڪاٺو>ڪاٺئون. مال جو=پنڌ. نرنان=قيس.
ڪاٺئون پنڌ ڪري، اِجهو قيس آيو!

[ 219 ]

**وڪر** ڪري آيو هو، هُو **ڪاريگر**، ڙي **عورت**!
وڪر=ڪوپرو>ڪو +پرو. ڪاريگر=سُڄيت.
عورت= ليليٰ.
ڪو پَرو ڪري آيو هو، هُو سُڄيت، ڙي ليليٰ!

[ 220 ]

**ٽي نرنانءَ** ٽي، ٽي ڏينهن، **ڪاٺ جي** ۾ **جر جو** ٿيو،
**نارنانءَ** آئي، جنهن **ٻولي** ڪئي، تڏهن **نرنانءَ ڪاٺي جيءَ** مان **نالو** ٿيو.
ٽي نرنان= محب، مجنون، مست. ڪاٺ جو=
هُرلو. جر جو=وَهيو. نارنان= ليليٰ. ٻولي=
بَس. نَرنان=مجنون. ڪاٺي جي=ڳاڏي.
نالو= چُٽو.

محب مجنون مست تي، تي ڏينهن هرلي ۾ وهيو،
ليليٰ آئي، جنهن بس ڪئي، تڏهن مجنون ڳاڏيءَ مان ڇُٽو.

[ 221 ]

**نرنانءَ عضوو مرون** جو چميو، چيائونس تہ اي **نرنانءَ** تو ڇا ڪيو؟
چئي: هيءُ **مرون نارنانءَ** جي **متيءَ جي** ۾ **ٻولي ٻولڻ** ويندو هو.

نرنان= مجنون. عضوو= پير. مرون= ڪُتو.
نرنان= مجنون. نارنان= ليليٰ. متيءَ جي=
حويلي. ٻولي ٻولڻ= ڪڏهن ڪڏهن.

مجني پير ڪُتي جو چميو، چيائونس تہ مجنا تو ڇا ڪيو؟
چئي: هيءُ ڪتو ليليٰ جي حويليءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ويندو هو.

[ 222 ]

**نرنانءَ** منهنجي **نرنانءَ** ڪي، **نرنانءَ** چوين ڪيئن،
**چيري وڻ واٽئي جو**، تنهن کي **گاهہ جون** هٽين ڪيئن!

نرنان= محب. نرنان= مجنون. نرنان= چريو.
چيري جو= ڪُل> عاقل. وڻ جو= پورُ.
واٽئي جو=اڪر>اڪرين. گاهہ جون=ڪامون.

محب منهنجي مجني کي، تون چريو چوين ڪيئن،
عاقل پوري اکرين، تنهن کي ڪامون هٽين ڪيئن!

[ 223 ]

**پنهنجو** تہ ڪونهي، **مال جو** چئين تہ ڏيان!

پنهنجو=رت. مال جو= ماس.

رت تہ ڪونهي، ماس چئين تہ ڏيانءِ!

[ 224 ]

جيئن **نرنانءَ فقير** ٿيو، تيئن **نارنانءَ** کي بہ **ذات** هئي.

نرنان= مجنون. فقير=داس>اُداسي. نارنان=
ليليٰ. ذات= پيسڪ>بہ + سڪ.

جيئن مجنون اُداسي ٿيو، تيئن ليليٰ کي بہ سڪَ هئي.

[ 225 ]

**نالي** جو لڪائي ڏنئون، **وڪر** ويچاري کي.

نالو=لوڪو>لوڪئون. وڪر=وِهہ.

لوڪئون لڪائي، ڏنئون وِهہ ويچاري کي.

[ 226 ]

**وکر پنهنجو ذات ٿيو، اجان پيو چمر جي ڪري.**

وکر=وهه. پنهنجو=پيءُ>پي. ذات=خشڪ>
خوش. چمر جي = گهرڪڻ>گهرَ+ڪرڻ.

وِهه پـي خوش ٿيو، اجان پيو گهرَ ڪري.

[ 227 ]

**توڙي اوزار هجي، ته به آءُ راند جي وڃان.**

اوزار=وهڪرو (سونارڪو اوزار، جنهن سان
ٽپو لڳي)> وِهه +ڪڙو. راند جو=پينگهوڙو>
پي + گهڙو.

توڙي وِهه ڪڙو هجي، ته به آءُ پي گهڙو وڃان.

[ 228 ]

**شهر ۾ نرنانءَ نالو ٿيو،**
**جنهن وکر ۾ ماڻهو ذات ٿين، تنهن مان هن مال جو ڪيو.**

شهر= مصر. نرنان=مجنون. نالو= مست.
وکر= زهر. ذات=مري. مال جو= ڍؤ.

مصر ۾ مجنون مست ٿيو،
جنهن زهر ۾ ماڻهو مري وڃن، تنهن مان هن ڍؤ ڪيو.

[ 229 ]

**مٿيون پيتمر جن سان، ڪڙو تن پيان،**
**تهان پوءِ ٿيان، نالو تنهن نارنانءَ جو.**

مٿيون= مصريون. ڪڙو= زهر. نالو=
مجنون. نارنان= ليليٰ.

مصريون پيتمر جن سان، زهر تن پيان،
تهان پوءِ ٿيان، مجنون تنهن ليليٰ جو.

[ 230 ]

**اي ميان نرنانءَ! ملڪ بيٺو سڌ،**
**آءُ نارنانءَ پوک جي تي اُچان.**

نرنان= مجنون. مُلڪ= اُيو. سڌ=هو>هُج.
نارنان= وَسندي>وَسَ. پوک جي= چَري.

اي ميان مجنا! اُيو بيٺو هُج، آءُ وَسَ چري تي اچان.

[ 231 ]

**وَهٽَ ٻوليءَ لاءِ نرنانءَ سُڪي حاڪيماٽو تي پيو.**

وهٽَ ٻولي= لئي لئي<ليلي. نرنان= مجنون.

حاڪيماٽو= ڪاٺ.

ليلي لاءِ مجنون سُڪي ڪاٺ تي پيو.

[ 232 ]

**نرنان ڪاٺ تيو، پوڪ جن جهيڙا ڪيا.**

نرنان=مجنون. ڪاٺ= ٻُنڊ. پوڪ جن=

وَلهين. جهيڙو=ويڙهه.

مجنون ٻُنڊ تيو، ولهين ويڙهه ڪيا.

[ 233 ]

ڏس **نالو نرنانءَ** جو، جو **شهر** ٿون وِيڙو آهي.

پرجي **شهر** ٿون ويڙو آهي، تہ ٻہ **ڪيڙي جي** ۾ بيٺو آهي.

نالو= مستي. نرنان= مجنون. شهر= هالا>

هالئون<حالئون. ڪيڙي جو= ٻرُ.

ڏس مستي مجني جي، جو حالئون وِيڙو آهي،

پر جي حالئون وِيڙو آهي، تہ ٻہ.ٻر ۾ بيٺو آهہ.

[ 234 ]

**نالو** چڙهيو **نالي تيِ**، تنهن ڪان پيو **نار نالو** گهري!

نالو=نندو(وَل). نالو=مجنون. نار نالو=ليلي.

نندو چڙهيو مجني تي، تنهن ڪان پيو ليلي گهري!

[ 235 ]

**نالو** چڙهيو **نالن** تي، **وڻ جن** اڇي **مِرونءَ جو** ڪيو،

تڏهن هن تي **مرد نالي** اڇي **عيب** جو ڏريو،

۽ **نالي ذات** اڇي **محنت جو** هنيو،

تڏهن **نرنانءَ** ڪٽي **نار نار** ڪيو.

نالو= نندو. نالا= مير ۽ مجنون. وڻ جن= وَلين.

مرونءَ جو=ويڙهہ. مرد نالي= شهباز.

عيب=ڪيرو<آڪيرو. نالو=مير. ذات=دايو.

محنت جو= ڪهاڙو. نرنان= مجنون.

نارنار= ليلي ليلي.

نندو چڙهيو مير مجني تي، وڪين اچي ويڙهه ڪيو،
تڏهن هن تي شهباز اچي آڪيرو ڪيو،
۽ مير ڏائي اچي کهاڙو هنيو،
تڏهن مجني ڪٺي 'ليلي ليلي' ڪيو.

[ 236 ]

**پکي نرنان مٿان وجي ڏڪ جو ڪيو.**

پکي=شهباز. نرنان= مجنون. ڏڪ جو=
ڪيرو>آڪيرو.

شهباز مجني مٿان وجي آڪيرو ڪيو.

[ 237 ]

**نالي ذات لوهه جو هنيو، پر نرنان ۽ پوک جي ٻه ڪانه ڪئي.**

نالو= باغائي. ذات= ٻنارو. لوهه جو= کهاڙو.

نرنان= مجنون. پوک جي= ڪورڙ>ڪا +رڙ.

باغائي ٻناري کهاڙو هنيو، پر مجني ڪا رڙ ٻه ڪانه ڪئي.

[ 238 ]

**لڳو ڪُتو ڪاٺ کي، نرنان ڪئي، راڳ جي.**

ڪُتو=کهاڙو(نالو ڪُتي جو). ڪاٺ= ٻُند.

نرنان= مجنون. راڳ جي= لئي>ليليٰ.

لڳو کهاڙو ٻُند ۾، مجني ڪئي، 'ليلي'!

[ 239 ]

**نالي نرنان چڏيئي مٿي تہ ڏس!**

نالو=جتو>جتي. نرنان= مجنون. مٿي=اُتي.

جتي مجنون چڏيئي، اُتي تہ ڏس.

[ 240 ]

**نارنان ۽ چيو تہ نرنان ۽ مال ڏيکار، نہ تہ نرنان جي ٿي ماري.**

نارنان= ليليٰ. نرنان=مجنون. مال=مينهن>
مُنهن. نرنان=سڪندر>سڪ +اندر.

ليليٰ چيو تہ 'مجنا' منهن ڏيکار، نہ تہ سڪ اندر جي ٿي ماري.

[ 241 ]

**نرنان ۽ ذات پنهنجيءَ کي، حاکم جي ڪئي،**
**پر نارنان ۽ نرنان ۽ تان عضوي جي نہ ڪنئي.**

نرنان= قمر. ذات=قاضي. پنهنجي=ڏيءِ.
حاڪم جي=نصيحت. نارنان=ليليٰ. نرنان=
مجنون. عضوي جي=دل.

قمر قاضي ڏيءِ کي نصيحت ڪئي،
پر ليليٰ مجنـي تان دل ٿي نه ڪنئي.

[ 242 ]

**جر جي لڳي نارنانءَ کي، تڏهن نرنانءَ لاءِ گهرَ جي ٿي.**

جرَ جي= لهر. نارنان=ليليٰ. نرنان= مجنون.
گهرَ جي= چـَري.

لهر لڳي ليليٰ کي، تڏهن مجني لاءِ چرِي ٿي.

شيرين فرهاد

[ 243 ]

**ٻولي پنهنجو، هليو ڪٽي نالو نرنانءَ ڏي.**

ٻولي= وٺي. پنهنجو=قول. نالو= ٽيڪم.
نرنان= جبل.

وٺي قول، هليو ڪٽي ٽيڪم جبل ڏي.

[ 244 ]

**ڪري پنهنجي نرنانءَ جي، ذات ڏانهن ڪُتي،**
**نالي ٻَاريو ڪاڄ جو، ٽوريون ڪندي ڳاهه کي.**

پنهنجي=آس. نرنان= الله. ذات=هلايو>هليو.
ڪُتو= جبل (نالو ڪتي جو). نالَو= مرد.
ڪاڄ جو= ماهه. ٽوريون= پـِٽون. ڳاهه=پٿر.

ڪري آس الله جي، هليو ڏانهن جبل،
مرد ٻَاريو ماهه، پـِٽون ڪندي پٿر کي.

[ 245 ]

**تنهن نالي کي پنهنجي، جو ٻار جو ڪين رڃ ڪان.**

نالو=فرهاد. پنهنجي=شاباس. ٻار جو=ڏڪڻ>
ڏڪيو. رَڃ=ڏونگهو>ڏونگر.

تنهن فرهاد کي شاباس، جو ڏڪيو ڪين ڏونگر ڪان.

[ 246 ]

**مال ڪپڙي جا** وير، **نالي تنهن نار لاءِ.**

مال جا=ٽڪر. ڪپڙي جا=ٽانڪا>

ٽاڪيا. نالو=فرهاد. نار=شيرين.

ٽڪر ٽاڪيا وير، فرهاد تنهن شيرين لاءِ.

[ 247 ]

عاشق **نرنانءَ ڪاٺ جو، ڪاڄ جي پنهنجي** ۾.

نرنان=ڏونگر. ڪاٺ جو= ڏاريو. ڪاڄ جو=

شيرين. پنهنجو=شوق.

عاشق ڏونگر ڏاريو، شيرين جي شوق ۾.

[ 248 ]

**نارنانءَ شهر جي** مان نڪري **نرنانءَ** ڏي ٿي ويئي.

نارنان= شيرين. شهر جي=سرحد. نرنان=فرهاد.

شيرين سرحد مان نڪري، فرهاد ڏي ٿي ويئي.

[ 249 ]

**ڳالھ پنهنجي نار** ڪي، **پڪيءَ جي** متان **نرنانءَ** جي.

ڳالھ= سچي. پنهنجي=سڪ. نار=شيرين.

پڪيءَ جو=ڦتڪو>ڦتڪي. نرنان=فرهاد.

سچي سڪ شيرين ڪي، ڦتڪي متان فرهاد جي.

[ 250 ]

**مرض جو ڪيائون پنهنجو، فقير جو آچار** ڪري هليا.

مرض جو=صدقو. پنهنجو=ساھ. فقير جو=نينهن.

آچار=نبيرو.

صدقو ڪيائون ساھ، نينهن نبيري هليا.

مل محمود ۽ مهرنگار

[ 251 ]

**ولايت مان نرنانءَ** آيو. جنهن **شهر** ٻاهران **حاڪم جو** ڪيو.

ولايت= مڪو. نرنان=مل محمود. شهر=

نيرون ڪوٽ. حاڪم جو=شڪار.

مڪي مان مل محمود آيو. جنهن نيرون ڪوٽ ٻاهران شڪار ڪيو.

[ 252 ]

**مال جون** ڏسي، **پنهنجو** کيائين **نرنانءُ** تي.

مال جون=ڌاريون<ڌاريو. پنهنجو=

دهمان. نرنان=مل محمود.

ڌاريو ڏسي، دهمان کيائين مل محمود تي.

[ 253 ]

**ڳـَهه جي** لڳي **نار** کي، جڏهن ڏٺائين **جبل جي نرنانءُ** ۾.

ڳهه جي= لـَنءَ. نار=مهرنگار. جبل جي=

موميائي<منهن مهانءِ. نرنان=مل محمود.

لـَنءَ لڳي مهرنگار کيٰ، جڏهن ڏٺائين منهن مهانءِ مل محمود کي.

[ 254 ]

**پکـــي** وچ **پـــر جـــُــوءِ**، جنهـــن هنـــڌ **نــــالا** هـــونِ،

وجي چٺو **نالي** روبروءِ، تہ **کا شيءِ پنهنجو کاٽ** تي کڏهن کين رکيوءِ.

پکي= ڪاهو. پرجُوءِ= ڪهي. نالا=مل + محمود.

نالو=مل محمود. شيءِ=نگار. پنهنجو=پاسو.

کاٽ جو=پلنگ.

ڪاهـــا! وچ ڪهـــي، جنهـــن هنـــڌ مـــل محمـــود هـــوءِ،

وجـــي چٺـــو مـــل محمـــود ڪـــي روبـــروءِ،

تـــہ نگـــار پاســـو پلنـــگ تـــي ڪـــڏهن کيـــن رکيـــوءِ.

[ 255 ]

ونءُ **نـــالا** وَنءُ **نرنـــانءُ**، وجـــي **نرنـــانءُ** ڪـــي چٺجـــو،

تہ هيءَ جا **نارنالي** تنهنجي لاءِ تڙ تي بيٺي، سا **ڪپڙي جو** نہ ڏري.

نالا=رتو ۽ راڏو. نرنان=مرد. نرنان=مل محمود. نارنالي=

مهرنگار. ڪپڙي جو= پاسو.

ونءُ رتـــا ۽ راڏا مـــرد، وجـــي مـــل محمـــود ڪـــي چٺجـــو،

تـــہ هيءَ جا مهرنگـــار تنهنجي لاءِ تڙ تـــي بيٺـــي، سا پاسو نـــہ ڏري.

[ 256 ]

**نار سـُٽ جو پنهنجي** ۾ **ڪپڙي جي** سان **نرنانءُ** کي.

نار=نگار. سُٽ جو= نيو. پنهنجو=گهر. ڪپڙي

جو= برقعو. نرنان= مل محمود.

نگار نيو گهر ۾ برقعي سان مل محمود کي.

[ 257 ]

**نالو** وڏائون **جر جي** ۾، تڏهن **نارنالي** جو **پنهنجو ۽ شهر** ٿيو.

نالو=خان. جر جو= ڪوهه. نار= مهرنگار. پنهنجو= سُک. شهر= ڦٽو.

خـــان وڏائـــون ڪوهه ۾، تڏهن مهرنگار جـــو ســـک ڦٽو.

[ 258 ]

**علم جي** ڪئي **مرد جي** جڏهن **عضوو** ڏنائين **مرونءَ جي** ۾.

علم جي= زير. مرد جو= زور. عضو= چنبو.

مرونءَ جو= چنبو.

زيـــر ڪـــئـــي زور، تـــڏهـــن چنبو ڏنائين چنبي ۾.

[ 259 ]

**عيب** ڏسي **عضوو، چورجو** تنهن **نرنانءُ** ڪي.

عيب= انڌو. عضوو=هٿ. چور جو= پڪڙيو. نرنان=بهادر.

آنڌي ڏسي هٿ، پڪڙيو تنهن بهادر ڪي.

سيف الملوڪ

[ 260 ]

**پڪي** آيو **ڪاٽ جو** ڪنيئين، **نرنانءَ نالو** ٿيو.

پڪي= گرڙ. ڪاٽ جو=پاندو. نرنان= سيفل. نالو=جو (سب> جو +سبب.

گرڙ آيو پاندو ڪينئين، سيفل سبب ٿيو.)

[ 261 ]

**هندڪو ڪاسبڪي** تي، **زحمت** پيو ڪائي.

هندڪو=ساڌ>سعد. ڪاسبڪو=بٿو> بَـٿُ. زحمت=ڦُلا (اڪين جا).

ســـعـــد بَـــٿَ تـــي، ڦلا پيو ڪائي.

[ 262 ]

**جـــر جـــون جـــر جـــي** تـــي آيـــون هيـــون جـــڏهن،

**پنهنجيـــون** پنهنجـــون **نرنـــان ليڪـــي** لڳيـــون هيـــون تـــڏهن،

هـــاٿي شـــهر **ڪاريـــگر شـــهر** ۾ ايندـيـــن جـــڏهن،

پنهنجـــو **نـــالي جـــو** ٿينـــدو تـــڏهن.

جر جون= اُپچرُون (اُپچرَ=چرَ جو تانگهو
پاسو)> اُپچرائون. جر جو=تلاءُ. پنهنجيون=
دلڙيون. نرنان= سيف الملوڪ. ليڪي جو=
گڏيو>گڏيون. ڪاريگر شهر= روغان.
ناٽي جو= ميڙائو.

اُپچرائـــون تـــلاءُ تـــي آيـــون هيـــون جـــڏهن،
پنهنجـــون دلڙيـــون ســيفل گـــڏيون هيـــون تـــڏهن،
هـــاٽي شــــهر روغـــان ۾ ايـنديـــــن جـــــڏهن،
پنهنجـــــو ميڙائـــــو ٿينـــــدو تـــــڏهن.

[ 263 ]

جڏهن **جر جرن** تـي اچيـن، تـڏهن **ڏڻ مـال جـون** پسـين،
**نرنائن** ڪان منـي، جڏهن **شـهر** وجيـن، **نارنـان** ملـئـي تـڏهين.

جر جرن= تڙن، تلائن. ڏڻ مال جو=پيچڙوُن>
اپچرائون. نرنائن=ديوَن. شهر=روغان.
نارنان= بديعل.

جـڏهن تـڙن، تلائـن تـي اچيـن، تـڏهن اُپچرائـون پسـين،
ديون ڪان منـي جـڏهن روغـان وجيـن، بديعـل ملـئـي تـڏهين.

[ 264 ]

**نالو** چوي **نرنان** کي، ڪا **نار نالي** هئي **نرنانءَ** ۾.

نالو=سيفل. نرنان=سعد. نارنالي= بديع الجمال.
نرنان=باغ.
سيفل چوي سعيد کي تہ 'ڪا بديعل هئي باغ ۾.'

[ 265 ]

**نرنـــانءَ** تيـــڏي بـــاغ ۾، اِڪ **نرنـــانءُ** آيـــا،
**ڪـامـٽي وس** ڪـري، **مـــال جيـئـن** ســُـور ويـا.

نارنان= بديعل. نرنان=سوالي. ڪامٽي=چوڙيلي.
وَس=چِـت. مال جي=سانڍِ (ڏاچي)> سانديي.
بديعـــل تيـــڏي بـــاغ ۾ اِڪ ســـوالي آيـــا،
چوڙيلـــي چـــِت ڪـــري، ســـانديي ســـُور ويـــا.

[ 266 ]

**ذات چڱي، نالي مدي، ڪپڙجن سان گڏي.**

ذات چڱي= پري. مدي=بدي>بديعل.
ڪپڙجن= ديون.
پري نالي بديعل، ديون سان گڏي.

[ 267 ]

هنن **مُلڪ جن** ۽ **ذاتين** ڪان، **نارنان**ءَ **چيري جي** پلي.

مُلڪ جن=ديهن>ديون. ذاتين= پرين.
نارنان=بديعل. چيري جي=جوت.
هنن ديون ۽ پرين ڪان، بديعل جي جوت پلي.

[ 268 ]

هن **ذات** ۽ **ذاتين** ڪان، **نارنان**ءَ **چيري جي** ڪٿر.

ذات= چنڊ. ذاتين=تيورا>تارن. نارنان=
بديعل. چيري جي= جوت.
هن چنڊ ۽ تارن ڪان بديعل جوت ڪٿر.

[ 269 ]

اي **نار نرنان**ءَ! **شهر** تنهنجي شهر تي.

نار=بديعل +نرنان=جمال>بديع الجمال.
شهر=دلي. شهر=ڪڇ.
اي بديع الجمال! دِلي تنهنجيءَ ڪڇ تي.

ڪامسين ۽ ڪامروپ

[ 270 ]

**نرنان**ءَ پنهنجيءَ **نارنان**ءَ لاءِ، **ڪاسبڪي پولي** ڪئي.

نرنان=ڪامسين. نارنان=ڪامروپ. ڪاسبڪي=
ڪٿ. پولي=اُونڌي.
ڪامسين پنهنجيءَ ڪامروپ لاءِ، ڪٿ اُونڌي ڪئي.

هير رانجهو

[ 271 ]

**واءَ** جو **ڪم ڪانن** سان، **نالي مٿي** ڙي.

واءَ=هير. ڪم=لُڏڻ>لُڏي. ڪانن=
هندورن. نالو=رانجهو. مٿي=واري.
هير لُڏي هندورن ۾، رانجهوءَ واري ڙي.

[ 272 ]

**واۓ ڏڻ جن منجهہ هئي، نرنانۓ تي ٻولي ڪئي.**

واۓ=هير. ڏڻ جن=پينگهن. نرنان=رانجهو.

ٻولي=والار.

هير پينگهن منجهہ هئي، رانجهو تي والار ڪئي.

[ 273 ]

**وڪردا انگين وچ پيا نانۓ سڏائيندا ها.**

وڪردا=رانجهن. انگ=هزار>هِزارو.

نان=خانُو>خان.

رانجهن هزاري وچ پيا خان سڏائيندا ها.

[ 274 ]

**واه وو نرنانۓ! مال دي ڪاني دا نانۓ.**

نرنان=رانجهو. مال دي= چوڙي>چوڙيئي.

ڪاني دا=تختا>تخت. نان=هزاري>هزارو.

واه وو رانجها! چوڙيئي تخت هزارا.

[ 275 ]

**نرنانۓ حاڪيماڻي ڪئي، نار نالي ڪاڻ.**

نرنان=رانجهو. حاڪيماڻي= چڙهائي.

نار=هير. نالو=سيال.

رانجهن چڙهائي ڪئي، هير سيالڻ ڪاڻ.

[ 276 ]

**نرنانۓ! نارنانۓ جهنگ جو.**

نرنان=الله سائين. نارنان=هير.

جهنگ جو=لاهہ>لاۓ>ملاۓ.

الله سائين! هير ملاۓ.

[ 277 ]

**نار ڪي نرنانۓ ولايت ۾ گڏيو.**

نار=هير. نرنان=رانجهو. ولايت=باغ.

هير ڪي رانجهو باغ ۾ گڏيو.

[ 278 ]

**نرنانءَ پِٽ زمين جي، پنھنجيون! نـالـو ذات آ.**

نرنان=رانجھن. پِٽ جي=بنا. زمين جي=رُڃَ.

پنھنجيون=جيڏيون. نالو=جھنگلي>جھنگ.

ذات=سيال.

رانجھن بـنـا رُڃَ، جيڏيون! جھنگ سيال آ.

[ 279 ]

**اي ذات نرنـانءَ! حاڪيماٽـا نـہ ڪـر،**

**آءُ عضـوي نـہ نارنـانءَ ڪـاٽ جـي.**

ذات=قاضي. نَرنان=صاحب. حاڪيماٽا=قصا.

عضوو=هـڪي>هڪ. نارنان=مجيدي>مجيندي.

ڪاٽ جي=سنئين.

اي قاضي صاحب! قصا نہ ڪر، آءُ هڪ بہ نہ مجيندي سنئين.

[ 280 ]

**ذات جا تارين ڪُهسين، تہ نرنانءَ ميڏي ڪاٽ وچون وڻ دي نہ ويسين.**

ذات= قاضي. تارا=ڪتيون>ڪاتئين. نرنان=ماهي.

ڪاٽ دي=منِ. وڻ دي=مول (مُور).

قاضي! چا ڪاتئين نال ڪهسين، تہ بہ ماهي ميڏي من وچون مول نہ ويسين.

[ 281 ]

**نـانءَ مـرون، تَيـن ڪيـھا رب دا ڪـِيتا!**

نان= ڪيدُو. مرون= ڪُتو. رب دا=قهر.

ڪَيـدوُ ڪُتا! تَيـن ڪيـھا قـهـر ڪـِيتا!

[ 282 ]

**عورت مرض وجئي، ڪيون نانءَ ڪيتا هئي ذاتيان ڪُون!**

عورت= هير. مرض=اُپ ساهي>ساهہ. نانءَ=

ڪالُـو>ڪالا. ذاتيان=سيالان.

هيرِ! ساهہ وجيئي، ڪيُون ڪالا ڪيتا هئي سياليان ڪون!

[ 283 ]

**ذات والا مـال دا، تيـڪون نـہ هـنـدوُ؟**

ذات=ڪيڙا. مال دا=سِڪ>سَڱ. هندو=

واٽيا>وٽيا.

ڪـيـڙي والا سَـڱ، تـيـڪون نـہ وٽـيـا؟

[ 284 ]

**نالو مَ نالي، نرنانءُ رچ ۾.**

نالُو=کيڙو. نالو=مومن>مون +من.

نرنان=رانجهن. رَچُ=دلو>دل.

کيڙو مَ مون من، رانجهن دِل ۾.

[ 285 ]

**کاڄ کون وڻ دي گهتان، ميکون ڏڏ دي ملي.**

کاڄ=کيٽيون>کيڙو. وڻ دي=کوئر>

کُوهر>کوهہ. ڏُڏ دي=مهي>ماهي.

کيڙي کون کوهہ گهتان، ميکون ماهي ملي.

[ 286 ]

اي **نالا ذاتيون** آچ نہ مُئيءَ کي، **کپڙي جا** آچين چو نہ ميان؟

نالو= چوچڪ. ذات=کيڙا. کپڙي جا=

چاڪ> چاڪر.

اي چوچڪ! کيڙا آچ نہ مئيءَ کي، چاڪر آچين چو نہ ميان؟

[ 287 ]

**جيٺ** نہ تيوين ها، **رچ** کپندا هئا **نرنانءُ** ميڏا.

جيٺ=ماڪوڙي>ماءُ +ڪُ +وڙي. رَچ=

ڍِڪڻ. نرنان=ايوب>عيب.

ماءُ ڪوڙي نہ تيوين ها، ڍِڪڻ کپندا هئا عيب ميڏا.

[ 288 ]

اول تہ **جنب جي، ذات هتيارَ** آهن پوءِ.

جنب جي=رانجهہ>رانجهو. ذات=کيڙا.

هتيار=کنو>کنا.

اول تہ رانجهو، کيڙا کنا آهن پوءِ.

[ 289 ]

**نر نالي کپڙي جو کيو، پر نار نالي** تہ نہ.

نرنالو=چوچڪ. کپڙي جو=چاڪ>چاڪر.

نارنالي=لالي>حلالي.

چوچڪ چاڪر بيهاريو، پر حلالي تہ نہ.

[ 290 ]

**نالي** مين نون **ڪاني** ماري، **مٺي مٺي عورت** نہ.

نالو=رانجهو. ڪاني=چمڪ. مٺي مٺي=

چيڪي چيڪي>چڪي چڪي. عورت=چُٽي.

رانجهي مين نون چمڪ ماري، چڪي چڪي چُٽي نہ.

[ 291 ]

آٹي **وڪر** ڏي، توڪي **فقير!** **ڳنهہ** ڏيان.

وڪر=رانجهن. فقير=جوڳي. ڳنهہ=ڪنڊل.

آٹي رانجهن ڏي، توڪني جوڳي! ڪنڊل ڏيان.

[ 292 ]

**هڏڙي** سامي‌ءَ من ڀر، جو اڇيو **ڪاٺ جي** پني.

هڏڙي=مڻ>ڪامڻ. ڪاٺ جي=ڏوئي>اوڏوئي.

ڪامڻ سامي‌ءَ من ڀر، جو اڇيو اوڏوئي پني.

[ 293 ]

آيس آس رکي ڪري، تنهنجي **نالي** تي،

توڪي شل **نرنالو** ملي! مون کي **ميوي جو** ڏي.

نالو=اڳڻ. نرنالو=مراد. ميوي جو=رَسڻ>ترسڻ.

آيس آس رکي ڪري، تنهنجي اڳڻ تي،

توڪي شل مراد ملي، مون کي ترسڻ ڏي.

[ 294 ]

تيڪون ملي **آپٽي**، ميڪون **نان**ءُ ملاءِ.

اپٽي=مراد. نان=رانجهو.

تيڪون ملي مراد، ميڪون رانجهو ملاءِ •.

[ 295 ]

**وڻ نالو** تون، لاهہ **عضوي** جي **حاڪيماٽي**.

وڻ=ليار>مل +يار. نالو= ماهي. عضوو=

هينئون. حاڪيماٽي=دائي>ماندائي.

مل يار ماهي تون! لاهہ هينئين جي ماندائي.

---

• هير پنهنجي نڻان 'سهتي' کي چئي ٿي تہ: توکي مراد ملي، مون کي رانجهو ملاءِ.

[ 296 ]

ذات ميڏا ڳهه، مين سودي دي ۽ راند دِي هان تيڏي.

ذات=عامل>آءُ + مل. ڳهه=والي.

سودي دي= ٻولي. راند دِي= ٻڏِي.

آءُ مـــل ميڏا والـــي! مين ٻوليـن ٻـڏي هـــان تيڏي.

[ 297 ]

هين تہ نـــرنـــانءُ، پر مـــــرض نـــانءُ كيتوئي.

نرنان=شهزادو. مرض=عشق. نان=فقيرو>فقير.

هين تـــہ شهزادا، پـــر عـــشـــق فقير كيتوئي.

[ 298 ]

نرنانءَ! تيڏي كـــاٹ، نـــارنـــانءَ كـــاني تي.

نرنان=رانجهو. كاٹ=كان>كاڻ. نارنان=

هير. كاني=بيراڳڻ.

رانجهـــو! تـــيـــڏي كاڻ، هـــيـــر بيـــراڳـــڻ تي.

[ 299 ]

اي ميان نـــرنـــانءَ! شهر وسئي، مين كاني تي هان.

نرنان=رانجهو. شهر=جهوڪ. كاني=بيراڳڻ.

اي ميان رانجها! جهوڪ وسئي، مين بيراڳڻ تي هان.

[ 300 ]

آءُ جيت وارا، كد كپڙي جي، ٻہ- تي وات جون ڏي.

جيت=سَپ>سپيرا. كپڙي جي=رڪي>مُرلي.

وات جون=ڦوكون.

آءُ سپيرا كـــد مـــرلـــي، ٻہ- تـــي ڦوكون ڏي.

[ 301 ]

ذات تـــيـــڏي فـــقـــيري دي، ذات نـــرنـــانءُ.

ذات=جوڳي. فقير دي=منڊ. ذات=سيالڻ.

نرنان=موسيٰ>مسائي.

جـــوڳـــي، تيڏي، مـــَنـــڊ، سيالـــڻ مُسائي.

[ 302 ]

**مال جي ٻُڌي، ڪاٺ تي پئي، جر جي وڪر ڪاڻ.**

مال جي=ڦوڪ. ڪاٺ=بيراڳڻ. جرجي=هير.

وڪر=رانجهن.

ڦُوڪ ٻُڌي بيراڳڻ تي پئي، هير رانجهن ڪاڻ.

[ 303 ]

**جيت** نہ ڪاڏي هون، مين **فقير ڪا** بنايا هي.

جيت=نانگ. فقيرڪا= بيڪُ.

نانگ نہ ڪاڏي هُون، مين بيڪُ بنايا هي.

[ 304 ]

**گهوڙي جي زمين جيءَ ۾ نرنانءَ** بيٺو **نار** گهري.

گهوڙي جي=اَنڌاري. زمين جي=قبر.

نرنان= رانجهو. نار=هير.

اَنـــڌاري قـــبــر ۾، رانجهـــو بيٺو هير گهُري.

<u>بلند بخاري</u>

[ 305 ]

**نـــــالــــي ذات لاءِ وڻ** تــي ويـــنــي آهيان.

نالو=بلند. ذات=بخاري. وڻ=ڪيسن>

ڪي +سنہ.

بلند بـــخـــارِيءَ لاءِ ڪـــي سنہ وينـي آهيان.

<u>روپ بسنت</u>

[ 306 ]

اتي **نار پيرجو** ڪر، ڪي **هندو** آيئي ڙي!

نار=گوري. پرجو=ويس. هندو=روپ، بسنت

اتـــي گـــوري ويس ڪــــر، روپ بسنت آيئي ڙي!

<u>بروو ۽ باني</u>

[ 307 ]

**ولايـــت** ۾ **نـــرنـــــانءَ** تـــي **پنهنجي** ڪئي.

ولايت=باني. نرنان=بروو. پنهنجي=اُلٽي.

بـــانـــيءَ ۾ بـــروي تـــي اُلـــٽـــي ڪئي.

چانڊو ۽ گنگراج

[ 308 ]

انهيءَ **وڻ** ۾ **نـــرنـــانءُ** آهـــي، سو **راند جوئي** نہ.

وڻ= ڪيتڪي. نرنان=ڀؤنر. راند جو=ڪُـليو.

انهيءَ ڪيتڪيءَ ۾ ڀؤنـــر آهي، سو ڪُـليو ئي نہ.

انسا بنسا

[ 309 ]

اُڏر **پــــڪـــــي** لهہ **ولايت**، جتي **ڀـــولـــي** ڙي.

پڪي=آتاهہ. ولايت=ستارا. ڀولي=بنسو.

اُڏر آتاهہ، وچ ســـتـــارا، جـــتـــي بنسو ڙي.

[ 310 ]

**نارنانءَ** چوي تي **نرنانءُ** کي، تہ چٺو پنهنجي **نرنانءُ** کي، تہ **ولايت** مان **وڻ** آڻي ڏي.

نارنان= انسا. نرنان= بنسا. نرنان=گروڪاس. ولايت=تيمور. وڻ= توريت.

اَنسا چوي تي بنسا کي، تہ چٺو پنهنجي گروڪاس کي، تہ تيمور مان توريت آڻي ڏي.

[ 311 ]

**ولايتئون پـــــڪـــــي** آيو، جنهن اچي **ڀولي** ڪئي.

ولايت=بنات. پڪي=بنسو. ڀولي=بيروني.

بناتئون بنسو آئيو، جنهن اچي بيروني ڪئي.

باب چوٿون

# سُرائتيون ڳجهارتون: 'موڪي متارا'

[ 312 ]

آءُ **نارنانءَ**، پر **ڳهہ**، اجهي **نـــالا** آيــا.
نارنان=موڪي. ڳهہ=ڪيوٽي>وٽي.
نالا=متارا.
آءُ موڪي، پر وٽي، اجهي مـتـــارا آيا.

[ 313 ]

**پـــہ نـــالا آئيــا، تـــن آب بـــلا جـــون ڪيـــون،**
**ذات اتئـــون پتـــڻ واري، مقـــام جـــي وڍي ڏيـــون.**
پہ نالا=موڪي. متارا. آب جون=واهيون>وايون.
بلا=پيئڻ. ذات=مڏئي>مڏي. پتڻ جو=
ڪان>ڪا نہ ڪا. مقام جي= سر (نالي لکيل).
موڪـي! متــارا آئيــا، تــن پيئـڻ جـــون وايـــون ڪيـــون،
مـــَـڏي اتئـــون ڪانـــہ ڪـــا ســـِـر وڍي ڏِيـــون.

[ 314 ]

**نـــارنـــانءَ! نـــالـــن ڪـــي، ذات جـــي تہ ڏي.**
نارنانءَ= موڪي. نالا= متارا. ذات=
سَرڪي>سُرڪي.
مـــوڪـــي! مـــتـــارن ڪـــي سُرڪي تہ ڏي.

[ 315 ]

**عـــلـــم جي زحمت جيت، ڏنئي، تہ ڪـــٽـــي ذات ڪر.**
علم جي=شرع>شرا + زحمت=بمي (ڦوڪيل)>
بَ + پر. جيت=سپ. ذات= دَپڪر>دپ +ڪر.
شـــراب پر ســـپ ڏنئي، تہ ڪٽي دپ (مـــاٺ) ڪر.

[ 316 ]

**اولت علم جي پر ڏنو هئي، تڏهن پولي ڪرين ها.**
اَولت=سپني>سپ +ني. علم جي=شرع>
شراب. پولي=وَم (ماٺ).
سپُ ني شراب پر ڏنو هئي، تڏهن وَم (ماٺ) ڪرين ها.

[ 317 ]

**اهي نـــالا نـــرنـــانءَ، رڇ ائٺ جي وجي ذات ٿيا.**

نالا=متارا. نرنان= ملوڪ. رڇ=وٿي. اَئٺ جي=ڪاٺ. ذات=مويا>مئا.

اهي مـــتـــارا ملوڪ، وٿـــيءَ ڪـــاٺ وجي مُئا.

[ 318 ]

**ڳـهـــــ جـــو ســـــٺ جـــــيءَ ۾ ذات ڙي.**

ڳھ جو=سُپڙو>سَپڙو. سٺ جو=مٿاءَ> مٿُ. ذات=مسرق>مَ +سُرڪ.

ســـــپـــڙو مــــٿ ۾، مَ سُـــرڪ ڙي.

[ 319 ]

**سودي مان سودي جـو ڪـري، ڳھـ جـون** پرياڻون،
**گاهـ جـي نـ** پئي فقيرن ڪـي، جـڏهن **نـالو ڏنـائون.**

سودو=سٿو، سودي جو=وَٿو. ڳھ جون= ڪيوٿيون>ڪي +وٿيون. گاھ=ڪلَ. نالو= آدم>دم.

ســَـٿي مـــان وَٿـو ڪـري، ڪـــي وٿيــون پريـــائون،
ڪـــل نـــ پئـــي فقيـــرن ڪـــي، جـــڏهن دم ڏنــــائون.

[ 320 ]

**نرنانءَ ٿا رڇ بلا ڪن**، چون تہ **پنٺ وارو** اسان کي ڪونهي،
پوءِ بہ **مقامن جي** ڏينداسون.

نرنان=متارا. رَڇ=بتيون. بلاِ=پيئڻ. پنٺ وارو=آهو (آسرو). مقامن جي=سِر. (نالي لڪيل سر).

متارا ٿا بيتونَ پين، چون تہ آهو اسان کي ڪونهي،
پوءِ بہ سِرَ ڏينداسون.

[ 321 ]

آيا **مال** جي ڪري، ڏنئون تہ **جر جي**، پر پوءِ **نر نالائي جر جي.**

مال جي=آسَ. جر جي=ڪينَ. (سمنڊ جو نالو)
نرنالا=وَريا. جر جي=ڪين. (سمنڊ جو نالو).

آيـــا آس ڪـــــري، ڏنئون تہ ڪين، پر پوءِ وريا ٿي ڪين.

---

باب پنجون

# سُرائتيون ڳجهارتون: مري ۽ 'مگّ ٽر'

[ 322 ]

نـــارنـــانءَ مرد مارايو، ڪيائين ڪکن منجهه.

نارنان=مري. مرد=مُگّ ٽر. ڪک=آڙا

(گاهه جا)> اڙانگن.

مـــري، مـــگّ ٽـــر مارايو، اڙانگن منجهه آچي.

باب ڇهون

# سُرائتيون ڳجهارتون: 'قُل وَڏُوو ۽ پورِي'

[ 323 ]

**نرنانءَ ڪامڻ ڪاڻ پوڪ جي** تي پيو.

نرنان=قل وڏوو. ڪامڻ=پوري. پوڪ جي=

· قولر>قولارجي.

قل وڏوو پوريءَ ڪاڻ قولارجي پيو.

[ 324 ]

**ڪانيءَ جي** پائي **ڪاٺ جي** ۾، **ڪاٺ** بہ ڪنيائون،

اوڏا آيا **شهر** ڪي، **نارنانءَ** پڇيائون.

ڪانيءَ جي=منڌي. ڪاٺ جي=من. ڪاني=

من. شهر=اُونچل. نارنان=پوري.

منڌي پائي من ۾، من بہ ڪنيائون،

اوڏا آيا اُونچل ڪي، پوري پڇيائون.

[ 325 ]

**پکي ٻولي** ڪن، ڪو جو **نرنانءَ** آئيو.

پکيٰ=تاڙا. ٻوليءَ=تنوار. نرنان=جوڳي.

تاڙا تنوارين، ڪو جو جوڳي آئيو.

[ 326 ]

**هندڪار** ۾ هياس، تہ **ڪاٺ جي** وڳي ڙي،

جان **ذات** تياس، تہ **نرنانءَ** پيو **ان جي** گهُري.

هندڪار=رام>آرام. ڪاٺ جي=مُرلي. ذات=

جوڳي>جاڳان. نرنان=بابو. اَن جي=بکيا.

آرام ۾ هياس تہ مرلي وڳي ڙي،

جان جاڳان تہ بابُو پيو بکيا گهُري.

[ 327 ]

هو جو **نالو** آئيو، تنهن کي **سُٽ جا** ڏي.

نالو=بابو. سُٽ جا=بخيا>بکيا.

هو جو بابو آئيو، تنهن کي بِکيا ڏي.

[ 328 ]

**مَــــدنـــي ڌَن کـــــي ڏي نـــــرنـــــانءُ کي.**

مدني=پري. ڌَن کي=کيوٺي<کا +
وَٺي. نرنان=فقير.

پـــري کـــا وَٺـــي ڏي فـــقـــيـــر کي.

[ 329 ]

**چـڏ جر جا، وٺ سُـٽ جا، کپڙي جو چئين تہ کپڙي جو ڏيئن.**

جر جا=گهمرا. سُٽ جا=بخيا<بِـکيا. کپڙي
جو=جامون<جو +مون. کپڙي جو=چوُسو<
چئين + سو.

چـــڏ گُهمرا، وٺ بِـکيـا، جـــو مـــون چئين تـــہ ســو ڏيئين.

[ 330 ]

**ذاتيون! ذلت مرَ ڏي، تہ کنهن کوڙ تي پکي ڏسان.**

ذاتيون=دايا<دائي. ذات=دائيداٽا<داٽا.
کوڙ=بهانو. پکي=پورِي.

دائي! داٽا مرَ ڏي، تہ کنهن بهاني پورِي ڏسان.

[ 331 ]

**ڏئـــي تہ شاهوکاري ڏئـــي، نہ تہ ذات نہ ڏي.**

شاهوڪاري=توراٽي<تو +راٽي. ذات=
دائيداٽا<دائي +داٽا.

ڏئـي تہ تو راٽي ڏئـــي، نہ تہ دائي! داٽا نہ ڏي.

[ 332 ]

**چـــَمر جـــا فـــقـــيـــرا هـــيءُ کـــاٺَ جو اتئي.**

چمر جا=بکمرَ< بک +مرَ. کاٺ جو=سوڳارو
(شڪنجو)< ڳارو. (ان جي لپ).

بَـــکُ مرَ فـــقـــيـــرا هـــيءُ ڳـــارو اتـــئـــي.

[ 333 ]

**توڙ کاٺ ٻڌين، تہ بہ نرنانءُ ريجهي کينکي.**

کاٺ=وٺوهڙ<وٺو +هڙَ. نرنان= سامي.

توڙي وٺو هڙَ ٻڌين، تہ بہ سامي ريجهي کينکي.

[ 334 ]

هــوءَ پيئي نــالا ڏئــي، تہ بہ نــالــو نالي ڪين ميان!

نالا=سونو ءِ ڳهڻو. نالو=سامي. نالو=سرتو(سرچيو)

هوءَ پيئي ســونــو ڳهڻو ڏئي، تہ بہ سامي سرتو ڪين ميان!

[ 335 ]

جيئن ذات ٻولي ڪنس، تيئن رسو پاڻي جي وجي.

ذات=دايون. ٻولي=دور. رَسو=مرڪَ<

مرڪَ< مرڪيو. پاڻيءَ جو= منجهہ.

جيئن دايون دور ڪنس، تيئن مرڪيو منجهہ وجي.

[ 336 ]

نارنانءَ! بيڻو ڪاڻ جي تي، ان جــي نتــو وئــي،

اُتــي نارنــانءَ، تــون ٻولـــيءَ جـــا ڪرينـــس.

نارنان=درسياڻي<دُرس. ڪاڻ جو=در، ان

جي=ٻڪيا. نارنان=ڏجاڻي. ٻولي جا=

سرچائڻ<سرچائينس.

دُرس بيڻــو در تـــي، بــــــڪيا نتـــو وئـــي،

اُتـــــي ڏجـــــاڻي، تـــــون ســــرچائينس.

[ 337 ]

رڃ ڪــاڻ تــيــو، ڪـــاڄ جـــــي جنگ جو!

رڃ=برتن. ڪاڻ=بيراڳڻ. ڪاڄ جي=پوري

(ڪُٽي، چُوري). جنگ جو=پڳو.

بــرتـــن بـيــراڳــڻ جـــو پوري تو پڳو!

[ 338 ]

رڃ ڪــري پيو جيئڏ تـــي، عضوو پڪي توتي.

رَڃ=برتن. جيئڏ=پوپٽ<پَٽ. عضوو=

پاپڙي<پاپ +ڙي. پڪي=پوري.

برتن ڪري پيو پَٽ تي، پاپُ ڙي پوري! توتي.

[ 339 ]

آءُ فقير! وڻ ڪپڙي جي، تــوڪـــي مـــال جـــي ڏيان.

فقير=سامي. وڻ=جهـِل<جهـَل، ڪپڙي جي=

جهولي. مال جي=ڏهاڙي.

آءُ سامي! جهـَل جهولي، تــوڪـــي ڏهــاڙي ڏيان.

[ 340 ]

**لوهہ جي ان جا ڪري، منهنجي پنهنجي مرض جيئن ڪيئي.**

لوهہ جي=ساهمي>سامي. ان جا=اسم، پنهنجي=
دل. مرض جو=ڪسي.

ســامــي! اســم ڪــري، منهنجــي دل ڪسيئــي.

[ 341 ]

**ذات عـــضـــون ســـان پنهنجي گهـــوڙو جـــو بہ!**

ذات=سامي. عضون=چشمن. گهوڙو=ڪسي.

ســـامـــي چشـــمـــن ســـان دل ڪسيئـــي بہ!

[ 342 ]

**ڪـــاٺ جيئن جوڳي آئيا، ڳهہ جـــي بہ ٻوٽي تـــن.**

ڪاٺ جو=آڙو>اڙي! جوڳي=اداسي. ڳهہ جي=
لئون. ٻوٽي= لاٽي>لائي.

اڙي! اُداســـي آئـــيـــا، لئون بہ لائـــي تـــن.

[ 343 ]

**ڪپڙي مـــال پوڪ جي اُتئي، تڏهن ڪا رڇ ترس.**

ڪپڙي جي=بوند. مال جي=بري>برهہ. پوڪ
جي=لائي. رَڇ=گهوڙي.

بوند بِرهہ جي لائي اتئي، تڏهن ڪا گهڙي تَرس.

[ 344 ]

**ڏس ڪـانيءَ جـي جنهـن ڪـي زميـن جـي ڪيـڏي!**
**رانـد اَن جـي منهنجـو، ڪـڪـن جـو هـو تـہ وجـي.**

ڪانيءَ جي=ساهمي>سامي. زمين جي=ڪلا.
راند جي=ٻڏي>ٻڏيو. اَن جو=جيءُ. ڪڪن
جو=چِـڪو>چڪيو.

ڏس ســـامي جنهـــن ڪـــي ڪـــلا ڪيـــڏي!
ٻڏيـــو جـــيءُ منهنجـــو، چـــڪيو هـــو تـــہ وجـــي.

[ 345 ]

**اي ذات عورت! پنهنجو لايو، وري پنهنجون ڪرين.**

ذات=غافل. عورت= گولي. پنهنجو=نينهن.
پنهنجون=نندون.

اي غافل گولي! نينهن لايو، وري نندون ڪرين.

[ 346 ]

مـــچـــي آءُ تياس، نہ تہ مڇيون ٻيون ٿـــي گهٽيون.

مڇي=مشڪي>شڪي. مڇي=گولي>گوليون.

شـــڪـــي آءُ تياس، نہ تہ گوليـــون ٻيون ٿي گهٽيون.

[ 347 ]

اُتي نار! ٻولي ڪر، پنهنجي وَٽن جا ڪي ڪپڙ جا لڳا.

نار=دائي. ٻولي=ڏيان. وٽن جا=موريا>

مورن. ڪپڙ جا=گَز.

اُتـــي دائـــي! ڏيان ڪـــر، پنهنجي مورن ڪي گَز لڳا.

[ 348 ]

پڪـــي هـــن شـــهر ۾ اڇـــي رانـــد جـــي پيئـــي،

نرنـــانءَ هـــو ڪونڪـــو، جـــو ٻولـــي ڪـــري.

پڪي=ڀوري. شهر=ڦِٽو. راند جي=دوڪيبازي.

نرنان=ساڏُو. ٻولي=سچي.

ڀـــوري هـــن ڦـــِٽي ۾، اڇـــي دوڪيبـــازي پيئـــي،

ســـاڏو هـــو ڪونڪـــو، جـــو ســـچي ڪـــري.

## باب ستون

# سُرائتيون ڳجهارتون: سسئي

سسئي جو ڄمڻ ۽ ننڍپڻ

[ 349 ]

**ذات راند جو پٽيو، پوءِ نار نالي تي ويو.**

ذات=ٻانيڻ. راند جو=ٽپو>ٽپٽو. نارنالي=نري.

ٻانيڻ ٽپٽو پَٽيو، پوءِ نري ويو.

[ 350 ]

**رسو ڏنو هو ماءُ، ته شهر نه ويهندي سسئي.**

رسو=طالع (ٻيڙيءَ جو) شهر=نري.

طالع ڏنو هو ماءُ ته 'نري نه ويهندي سسئي.'

[ 351 ]

**ذات کپڙي جيءَ کي، نه مال جو نه نانءَ جو.**

ذات=ٻانيٽياٽي. کپڙي جي=ٻچي. مال جو=
تَڻُ (تَج) نان=ڏنو.

ٻانيياٽيءَ ٻچيءَ کي، تَڻ نه ڏنو.

[ 352 ]

**جڏهن راند جي منجهه هياس، تڏهن گاهه نه ڏنو ڪنهن.**

راند جي=پينگهه>پينگهو. گاهه=لاٽو>اولاٽو.

جڏهن پينگهي منجهه هياس، تڏهن اولاٽو نه ڏنو ڪنهن.

[ 353 ]

**نه ڪاٺ جي ۾ وڏائون، نه نرنانءُ ئي ڏنائون.**

ڪاٺ جو=پينگهو. نرنان=راٽو> اوراٽو.

نه پينگهي ۾ وڏائون، نه اوراٽوئي ڏنائون.

[ 354 ]

**نالو نالي هيٺ، ڪين مال جي سسئي.**

نالو=مائو>ماءُ. نالو=ڪوڙو>ڪوڙي.

مال جي=نپائي.

ماءُ ڪوڙي هيٺ، ڪين نپائي سسئي.

[ 355 ]

**جيت** هيٺ نہ پاليو، **ڪاڄ جو** چوان ڪنهن ڪي!

جيت= ماڪوڙي>ماءُ +ڪوڙي. ڪاڄ جو=
ٻيرو>ٻيو +روئي.

ماءُ ڪوڙي هيٺ نہ پاليو، ٻيو روئي چوان ڪنهن ڪي!

[ 356 ]

**ڪکن جي ٻولي** ڪئي، تہ **پنهنجيءَ** ڪوئن **نارنالي** وجون.

ڪکن جي=ٻِني>ٻنهي. ٻولي=صلاح.
پنهنجي=ڳِلا. نارنالي=ٻچي.

ٻنهي صلاح ڪئي، تہ ڳلا ڪوئن ٻچي وجون.

[ 357 ]

**مرض** ڏسيو تي رُنو، جو **پنهنجو عيب** سسئي.

مرض=ماتا. پنهنجو=پيءُ. عيب=ٻوڙي.

ماتا ڏسيو تي رُنو، جو پيءَ ٻوڙي سسئي.

[ 358 ]

**پنهنجو** پنهنجي ڪي **پوڪ جو** ڇڏيائون.

پنهنجو=وِياءُ. پوڪ جو=لوڙهو>لوڙهي.

وياءَ پنهنجي ڪي لوڙهي ڇڏيائون.

[ 359 ]

جڏهن **اڪ مرض** هئينءَ سسئي، تڏهن **پنهنجن اَجهي** ڇڏيئي.

اڪ مرض= ڇمڻ>ڇائي. پنهنجن= مائٽن.
اَجهو=لوڙهو.

جڏهن ڇائي هئينءَ سسئي، تڏهن مائٽن لوڙهي ڇڏيئي.

[ 360 ]

**پوڪ وهٽ جي** جيڏيون! **نرنانءُ** هئي،
**عضوي ۽ مرونءَ** ير **نالو** ونيو ويئي،
پوءِ **تڙجا** ڪيائين، **ذات** رچ هئي **نارنانءُ**.

پوڪ جي=هنداٺي>هندواٺي. وهٽ جي=
ساڃائي>سا +ڃائي. نرنان=صادق>صندوق.
عضوو=ڪن +مرون=هاتار>ڪنها + تار

ڪنان تار، نالو=نصيب>نہ + سير. تڙ جو=وارو.
ذات= ڏوبي. رڃ=ٻاري>پالي. نارنان=سسئي.
هندواڻي سا ڄائي جيڏيون! صندوق ۾ ڪنان تار جي تار
پر ۾ نہ سير وٺيو ويئي،
پوءِ واري ڌوٻن ڪٽي اچي پاري (پالي) سسئي.

[ 361 ]

**لوهئون نڪتي، وجي ڪانيءَ جيءَ ۾ پيئي،**
**نڌڪي نار، وجي پکين ۾ پيئي.**

لوھ جو=سانير. (وڏو ٺلو). ڪانيءَ جي=صندوق.
نار= سسئي. پکين=ڪنياڻين>ڪنين.

سانيرئون نڪتي، وجي صندوقن ۾ پيئي
نڌڪي سسئي، وجي ڪنين ۾ پيئي.

[ 362 ]

**مرونءَ ڪان اڳي رڍ ڪاٺ جي ۾.**

مرون=سامبر>سانير. رڍ=سسئي.
ڪاٺ جي=صندوق.
سانير ڪان اڳي سسئي صندوق ۾.

[ 363 ]

**ڪير جي ڪان پوءِ، تي ذات سسئي.**

ڪير جو=ڄائو. ذات=مسلمان.
ڄائي ڪان پوءِ، تي مسلمان سسئي.

سامائجڻ ۽ پنهون سان عشق

[ 364 ]

**اول پوڪ جي، پوءِ راند جي، پوءِ نار نالي سسئي.**

پوڪ جي=لُڙهي. راند جي=جهٽي.
نارنالي=ساماڻي.
اول لُڙهي، پوءِ جهٽي، پوءِ ساماڻي سسئي.

[ 365 ]

**نار ڪي نرنانءُ ولايت ۾ گڏيو.**

نار=سسئي. نرنان=پنهل. ولايت=پنيور.
سسئيءَ ڪي پنهل پنيور ۾ گڏيو.

[ 366 ]

**ولايت** ڪان **نرنانءُ** آيو، تنهن اچي **رِڃَ جي** ڪسي.

ولايت=ڪيچ. نرنان=پنهون. رڃ جي=
دلي>دلڙي.

ڪيچ ڪان پنهون آيو، تنهن اچي دلڙي ڪسي.

[ 367 ]

**جرجن** ماري **مڙس** ڪياس **آزار** چرندي،
ڏئي **باهہ شهر** ڪي سا **مال جا** ڪندي،
تنهن ڪان پوءِ چوندي، آيم **پنهنجا ڏُڪر جا**.

جرجن=چشمن. مڙس=چور> چُور. آزار=سور.
باهہ=آگ. شهر=پنيور. مال جا=رَند.
پنهنجا=ڏُک. ڏُڪر جا=ڏولاوا.

چشمن ماري چُور ڪياس، سور چرندي،
ڏئي آگ پنيور ڪي، رندن تي رڙندي،
تنهن ڪان پوءِ چوندي، آيم ڏک ڏولاوا.

[ 368 ]

پنهون **پوڪ پار** جو هو، تڏهن ڪان مون ڪي **نالي** ۾ هو.

پوڪ جو=سَلو. پار جو=سرجيو. نالو=ڪرم.

پنهون سلي ڪان سِرجيو هو، تڏهن ڪان مونکي ڪرم ۾ هو.

[ 369 ]

**ليڪي جو** اڳيئي لکيل هو، تڏهن پاتم **مرضَ جو** پنهل سان.

ليڪي جو=انگ. مرض جو=پيچ.

انگ اڳيئي لکيل هو، تڏهن پاتم پيچ پنهل سان.

[ 370 ]

جي **اڪر جا** لکيل، سي **وڪر** ئي ڪين.

اڪر جا=انگ. وڪر=ميٽ>ميٽيا.

جي انگ لکيا، سي ميٽيا ئي ڪين.

[ 371 ]

پنهون **نار نالي**، سسئي **نرنانءُ** پيچي.

نار نالي=جيوائي>جي +وائي.
نرنان=پيروز>پئي +روز.

پنهونءَ جي وائي، سسئي پئي روز پيچي.

[ 372 ]

مونکي نيهن **ڪاني جي** لڳي، اڃي ڪا **عضوو** ڏي!

ڪانيءَ جي=ناوَڪَ. عضوو=لت>مصلحت.

مون ڪـــي نيهن ناوَڪَ لڳي، اڃي ڪا مصلحت ڏي!

[ 373 ]

اُٺي **پکي نرنالو** آٺي ڏي، توکي **مڇيءَ جون** ڏيان.

پکي=ٻاٻيهو. نرنالو=پنهون. مڇيءَ جون=

گهورون (وڪرو ڪرڻ).

اُٺي ٻاٻيها! پنهون آٺي ڏي، توکي گهورون ڏيان.

[ 374 ]

**پکي** ٻـــولـي تنهنجي **ذات** ڪـــو **رڇ** نـــ پانيان.

پکي=ٻاٻيهو. ذات=آري. رڇ=مٺ.

ٻاٻيها! ٻولي تنهنجي، پر آريءَ ڪو مٺ نہ پانيان.

[ 375 ]

**پـــڪـــي سوداگر جـــو، ذات** ڪو **رڇ** آٺيان.

پکي=ٻاٻيهو. سوداگر جو=ٻول>ٻولايو.

ذات=توسي>توسين. رڇ=مٺ.

ٻاٻيهي ٻـــولايـــو، توسين ڪـــو مٺ آٺيان.

[ 376 ]

**ذات** پنهـــــون، ســـــي **ذات** مــــــون ڪـــــــي.

ذات=جيپر>جيپار>جي +پار. ذات=ڏيپر>

ڏيپار>ڏي + پار.

جـــي پـــار پنهـــونءَ، ســـي ڏي پـــار مـــون ڪـــي.

[ 377 ]

اهي **ٻہ نالا** سي ٻہ سونهن، چـامر پنهـونءَ جـي اُٺ کـي،

اهي **ٽر ۽ جر جو**، سي ٻہ سونهن چامر پنهون جـي اُٺ کـي،

اهي **ٻہ نارن نالا**، سي ٻہ سونهن چامر پنهون جي اُٺ کي.

ٻہ نالا=جهوڙو ۽ ٻيڙو. ٽر جو=سَرُ. جر جو=

واڳون. ٻہ نارن نالا=سوني>سونَ، سيائي>سيپئي.

اهي جهوڙا ۽ ٻيڙا، سي ٻہ سونهن چامر پنهونءَ جي اُٺ کـي،

اهي سرَ واڳون سي ٻہ سـونهن، چـامر پنهـونءَ جي اُٺ کي،

اهي سونَ سيئي سي ٻہ سونهن، چامر پنهونءَ جي اُٺ کي.

[ 666 ]

**وڻ** تہ گھٽـــو اتـــم جيڏيون، پـــر **ذات ماري** آهيان.

وڻ=اَڪ>عقل. ذات=جهجهڻ. ماري= جهوري.

عقل تہ گھٽو اتم جيڏيون، پر جهجهڻ جهوري آهيان.

[ 667 ]

**مـِرون** وئـــڙم نڪري، مان **مرون** ڪوهہ ڪندياس.

مرون=ڪيچئون>ڪيچ +ئون. مرون=پلنگ (ڪتو).

ڪيچ ئون وئڙم نڪري، مان پلنگ ڪوهہ ڪندياس.

[ 668 ]

**نـــار نالي** ڪـــان هوت ويا، هت **نار نالي** ڇا ڪندياس.

نارنالي=حليمان>هلي +مان. نار نالي=رحيمان> رهي +مان.

هلي مـــان ڪـان هوت ويا، هت رهي مان ڇا ڪندياس.

[ 669 ]

**نـــالي** بنـان هـاڻ، هـت **نـــار نـــالي** ڇـــا ڪريـــان.

نالو=سڄڻ. نارنان=رحيمان>رهي +مان.

ســڄڻ بنـان هـاڻ، هـــت رهـي مـان ڇـا ڪريـان.

[ 670 ]

**نـــار نـــانءَ** ڪيئن تڪي، جنهن جو **واڻيو ذات** ونـــي ويا.

نارنان=جادل>جا +دل. واڻيو=هيمن>هيءُ + من. ذات=هوت.

جا دل ڪيئن تڪي، جنهن جو هيءُ من هوت وني ويا.

[ 671 ]

**نـــالي** پڇاڻـــا جيـــڏيون! هـــاڻي **چيـــرو نـــالي** ڪـــي.

نالو=جانب. چيرو=باهہ. نالو=پنيو>پنيور.

جـــانب پڇاڻـــا جيـــڏيون، هـــاڻي باهـــہ پنيـــور ڪـــي!

[ 672 ]

**نرنـــانءَ** بنـــا ڙي جيـــڏيون، سمهـــڻ **وڻ** ٽيـــو،

هـــي **مـــال جـــا**، مـــون رڇ ئـــون هـــوت ويـــو.

نرنان=پنهون. وڻ=اُڪڙو>ڪڙو. مال جا=
گهوڙا. رڃ=وَٽو>وٽئون.

پنهون بنان ڙي جيڏيون، سمهڻ ڪڙو ٿيو،
هي گهوڙا! مون وٽئون هوت ويو.

[ 673 ]

لوهه جن جون ڳالهيون، کھڙيون ڪنديسانِ،
لوهه جو هوت وني ويا، عضوو ڙي ڏسنديسانِ.

لوهه جي=ٻيل>ٻي +لڄن. لوهه جو=ڪهاڙو>
ڪوهيارو. عضوو=آندو>آءُ +ڊوڙي.

ٻي لڄن جون ڳالهيون، کھڙيون ڪنديسانِ،
ڪوهيارو هوت وني ويا، آءُ ڊوڙي ڏسنديسانِ.

[ 674 ]

پنهنجون هن شهر ۾، لڏيون مون شاديءَ جون،
نرنانءَ ناهي حاڪيماڻو، سو تہ راند جي نيائون،
تني ڪي آءُ وڃي ولايت ڳوليان.

پنهنجون=پينر. شهر=پنيور. شاديءَ جون=-
لائئون. نرنان=پرين. حاڪيماڻو=پلنگ.
راند جي=ٻڏي. ولايت=وندر. ڳوليان=ووڙيان.

پينر هن پنيور ۾ لَڏيون مون لائئون،
پرين ناهي پلنگ تي، سو تہ ٻڏي نيائون،
تني ڪي آءُ وڃي وندر ووڙيان.

[ 675 ]

عضوي ڪائينديا‌س، عضوي وينديس هوت جي.

عضوو=پِني. عضوو=پُني.

پِني ڪائينديا‌س، پُنيءَ وينديس هوت جي.

[ 676 ]

راند جي هوت ويا، آءُ ڪتي جيءَ ملندياس تن ڪي.

راند جي=لڪَ> لڪي. ڪُتيِ جي=لَڪ.

لِڪي هوت ويا، آءُ لَڪ ۾ ملنديس تن ڪي.

[ 677 ]

ولايت ويڙا جيڏيون، مون کان پير ڪري،
نرنانءُ نيائون پاڻ سان، هت مال جي کير ڪري.

ولايت=هرات>هي +رات. پير=هادي>هيڏي.
نرنان=پنهون. مال جي=نَهَر.

هي رات ويڙا جيڏيون، مون سان هيڏي ڪري،
پنهل نيائون پاڻ سان، هاڻ هت نَهَر کير ڪري.

[ 678 ]

ولايت وياڙي جيڏيون، تن نالا نانءُ ڪري،
نالو نيائون پاڻ سان، تن نالا ڪا مَ ڪري.

ولايت=هرات>هي +رات. نالو=خدابخش>خدا.
نان=خيرو>خير. نالو=جيئندو>جند. نالا=
نندو>ندا.

هي رات ويا ڙي جيڏيون، تن خدا خير ڪري،
جند نيائون پاڻ سان، تن ندا ڪا مَ ڪري.

[ 679 ]

جنهن ڪاٺ لڳو ڙي جيڏيون، نار نالي ڏيندي ڪيئن نہ ميان!

ڪاٺ=تير. نار نالو=صابُلَ> سا +بُل.

جنهن تير لڳو ڙي جيڏيون! سابُل ڏيندي ڪيئن نہ ميان!

[ 680 ]

آن جي سا ڪاريگر جي، مون کي پوڪ جو ارمان ڙي..

آن جي=رهي. ڪاريگر جي=نهي. پرڪ جو=
سنگ>سنگت.

آءُ رهي سا نهي، مون کي سنگت جو ارمان ڙي.

[ 681 ]

ڪاٺ پَناري پيوم، پر ريڇ ناهيان ڙي جيڏيون!

ڪاٺ=پلڪ. ريڇ=جَمن>جم.

پلڪ(ويڇوڙي جو) پناري پيوم، پر جم ناهيان ڙي جيڏيون!

[ 682 ]

**پاڻيءَ** منجھ پياس، **ڪاٺ** لڳو ڙي جيڏيون!

پاڻي(جا)=پور>پورن. ڪاٺ(جو)=چرخو>چرخ.

پورن منجھ پياس، چرخ لڳو ڙي جيڏيون!

[ 683 ]

**پنڌ جو نرنانءَ** ويو **شهر** ڏي، مان **مٺيءَ جا** جيڏيون!

پنڌ جو=ڪوھ. نرنان=يارل. شهر=ڪيچ.

مٺيءَ جا=ڪامان.

ڪوھيارل ويو ڪيچ ڏي، مان ڪامان جيڏيون!

[ 684 ]

آءُ **زمين جا** ڙي جيڏيون، **ڏاتين** هوت وڃن.

زمين جا=ڪامان. ذات=مهندا>مهندان.

آءُ ڪامان ڙي جيڏيون، مهندان هوت وڃن.

[ 685 ]

**ڪاڄ** پرين جو پوءِ، ته **شهر** وڃان ڙي جيڏيون!

ڪاڄ=ڪوپرو>ڪو+پرو. شهر=ڏُڪ.

ڪو پرو پرين جو پوءِ، ته ڏُڪ وڃان ڙي جيڏيون!

[ 686 ]

**ڪک** ڪريو ڙي جيڏيون، **جبل** منهنجي جو.

ڪک=ڏِپُ. جبل=سورجاڻ>سور.

ڏِپُ ڪريو ڙي جيڏيون، سُور منهنجي جو.

[ 687 ]

**سازين** هوت گڏيو، ڪنهن **نرنانءَ** سان جيڏيون!

ساز=مُرلي>مون+رلِيَ. نرنان=ثوابو>سبب.

مون رلِيءَ هوت گڏيو، ڪنهن سبب سان جيڏيون!

[ 688 ]

**نرنانءَ** وني ويا **مرض** ۾، مون کي **مرض** ڏيئي ويا.

نرنان=پنهونَ. مرض=نهندب>ننڊ. مرض=سور.

پنهون وني ويا ننڊ ۾، مون کي سور ڏيئي ويا.

[ 689 ]

**پنهنجو** تيم جيڏيون! **گاهه پکي** کيو، پر **جر وڻ جي** جي کانئ ڪيائون.

پنهنجو=ارمان. گاهن=سڻ>سيٽن. پکي=سانباهو. جر جي=
موڪ. وڻ=لاٽي.

ارمان تيم جيڏيون، سيٽن سانباهو کيو، پر موڪلاٽي کانئ ڪيائون.

[ 690 ].

هڪ هجن ها **وڻ جي**، پيو **نالا ۽ نرنانءَ**،

تن ۾ **ڪاني جو** هو ڪونڪو، سي **زر بلا جي** ڪيئن ڪندا؟

وڻ جي= ماٽَ> مائٽ. نالو=چڱو> چڱا.

نرنان=جوان. ڪانيءَ جو=هڏو>هڏ ڏوڪي.

زر جي=ڳڻ. بلا جي=مڻ.

هڪ هجن ها مائٽ، پيو چڱا جوان،

تن ۾ هڏ ڏوڪي هو ڪو نڪو، سي ڳڻ مڻ ڪيئن ڪندا؟

[ 691 ]

**چمر جي** ساريان **عورت**، جي رهي ويا **عضوو**.

چمر جي=سيبڻ>سي +بڻ. عورت=سڃڻ.
عضوو=رتڙي>راتڙ.

سي پڻ ساريان سڃڻ، جي رهي ويا رَاتڙي.

[ 692 ]

**ولايت** ويا ڙي جيڏيون، **شهر** شال اچن!

ولايت=ونگو ولاسو>ونگي. شهر=موندر>
مون +دَرُ.

ونگي ويا ڙي جيڏيون، مون در شال اچن!

[ 693 ]

**اڪ جن** ڙي آديون، مان سين **ان جا** ڪيا.

اڪ جو=جَتو>جتن. ان جا=آڏ>آڏن>ويڏن.

جتن ڙي آديون، مان سين ويڏن ڪيا.

[ 694 ]

**ڪانيءَ جي نرنان** کانئ ڪيائون، **شهر** وني ويا ڙي جيڏيون!

ڪانيءَ جي=رَسَ. نرنان=محبت. شهر=چِني.

رس محبت کانئ ڪيائون، چني ويا ڙي جيڏيون!

[ 695 ]

**ولايت** ويا ڙي جيڏيون، **شهر** ملائي شال!

ولايت=ارم>ور +ڀِر. شهر=يثرب>سي +رب.

وَرَ ڀِر ويا ڙي جيڏيون، سي رب ملائي شال!

[ 696 ]

**ڪاني** جن سان هياس، اُهي **ڪاني** ڪري ويا،

اديون ڀاروچو، **ڪاني** مون ڪري ويو.

ڪاني=لڳي. ڪاني=ڦِٽي. ڪاني=ڪاري.

لڳي جن سان هياس، اُهي ڦِٽي ڪري ويا،

اديون ڀاروچو، ڪاري مون ڪري ويو.

[ 697 ]

**ذات** نہ هيس ڙي جيڏيون! تڏهن **ذات** ڏيئي ويام.

ذات=سِيا. ذات=سيلر>سي +لُرَ.

سياءَ نہ هيس جيڏيون! تڏهن سي لُرَ ڏيئي ويام.

[ 698 ]

**نرنانءَ** وٺي ڪان پوءِ، **شهر** ڙي.

نرنان=پنهل. شهر=بغداد.

پنهل وٺي ڪان پوءِ، بغداد ڙي.

[ 699 ]

**نار** چيو **نار** ڪي، مون ڪي **نالو** آٽي ڏي.

نار=سسئي. نار=سڪي. نالو=پنهون.

سسئي چيو سڪيءَ ڪي، مون ڪي پنهون آٽي ڏي.

[ 700 ]

**سازين** هوت ڏنا، **نالي** سان ڙي جيڏيون!

ساز=مُرلي>مون +رلي. نالو=فضل.

مون رلي هوت ڏنا، فضل سان ڙي جيڏيون!

[ 701 ]

**دعا** ڪريو ڙي جيڏيون، مان **جُتيءَ جيئڻ** تيان.

دعا (جا)=ٻُڪَ. جُتيءَ جي=رُوءِ >روبرو.

ٻُڪ ڪٽو ڙي جيڏيون، مان روبرو ٿيان.

[ 702 ]

مان سان لڳي **جنگ جي**، اوهين وجي ڪا **وڪر عضوي جي** ڪريو.

جنگ جي=چَڪري. وڪر=مس +عضوي

جي=لت<مصلحت.

مان سان لڳي چڪري، اوهين وجي ڪا مصلحت ڪريو.

[ 703 ]

**ڪاچ جو** ڪنهن ڪي چوان، من ڪو **فقيراڻو** ٿئي.

ڪاچ جو=هيرو<هيو +روئي. فقيراڻو=ميلو.

هيو روئي ڪنهن ڪي چوان، من ڪو ميلو ٿئي.

[ 704 ]

**ڪانئين** ويا سڄڻا، مان يي **ڪانئين** وينديسانِ،

**ڪانئين** سنديون ڳالهيون، وجي **ڪانئين** چونديسانِ.

ڪاني=ڪنواتي<ڪنواتين. ڪاني=ڪنواتي<

ڪنهن +واتين. ڪاني=ڪنواتي<ڪن +واتن.

ڪاني=ڪنواتي<ڪنهن +واتين.

ڪنواتين ويا سڄڻا، مان يي ڪنهن واتين وينديسانِ،

ڪن واتن سنديون ڳالهيون، ڪنهين واتين چونديسانِ.

[ 705 ]

جنهن **ڪاٺ** ويا ڙي جيڏيون، آءُ تنهن **ڪاٺ** وينديسانِ،

**ڪاٺ** سنديون ڳالهڙيون، آءُ **ڪاٺ** چونديسانِ.

ڪاٺ=در. ڪاٺ=در<اندر.

جنهن در ويا ڙي جيڏيون! آءُ تنهن در وينديسانِ،

اندر سنديون ڳالهڙيون، آءُ اندر چونديسانِ.

[ 706 ]

**پنهنجي** ويا ڙي جيڏيون! آءُ **پنهنجي** وينديسانِ،

**پنهنجيءَ** سنديون ڳالهڙيون، وجي **پنهنجي** چونديسانِ.

پنهنجو=دَم<هڪدم.

هڪدم ويا ڙي جيڏيون! آءُ هڪدم وينديسانِ،

هڪ دم سنديون ڳالهڙيون، وجي هڪدم چونديسانِ.

[ 707 ]

**ڪائين** ويا اتم جيڏيون، آءُ **ڪائين** ويندِيسانِ،
**ڪائين** سنديون ڳالهڙيون، آءُ **ڪائين** چوندِيسانِ.

ڪائي=پيڻُ> هو +پڻ(آءُ پڻ، جي پڻ،
سي پڻ)

هو پڻ ويا اتم جيڏيون، آءُ پڻ ويندِيسانِ،
جي پڻ اتم ڳالهڙيون، سي پڻ چوندِيسانِ.

[ 708 ]

**ولايت** ويم جيڏيون، مان **ولايت** ويندِيسانِ،
**ولايت** سنديون ڳالهيون، **ولايت** چوندِيسانِ.

ولايت=جاوا>جاءِ.

جاءِ آيم جيڏيون، تنهن جاءِ ويندِيسانِ،
جاءِ سنديون ڳالهيون، جاءِ اتي چوندِيسانِ.

[ 709 ]

جنهن **عضوي** ويا اتم سپرين، تنهن **عضوي** ويندِيسانِ،
**عضوي** سنديون ڳالهڙيون، وجي **عضوي** چوندِيسانِ.

عضوو=منهن.

جنهن منهن ويا اتم سپرين، تنهن منهن ويندِيسانِ،
منهن سنديون ڳالهڙيون، وجي منهن سان چوندِيسانِ.

[ 710 ]

**ڪڪين** آيا ڏير، **ڪڪين** ويندِيسانِ،
**ڪڪين** سنديون ڳالهڙيون، وجي **ڪڪين** چوندِيسانِ.

ڪڪين=تڏي.

تڏي آيا ڏير، تڏي ويندِيسانِ،
تڏي سنديون ڳالهڙيون، وجي تڏي چوندِيسانِ.

[ 711 ]

**عضوي** ويا ڙي جيڏيون، مان بہ **عضوي** ويندِيسانِ،
**عضوي** سنديون ڳالهيون، وجي **عضوي** ڪندِيسانِ.

عضوو=چڏو>چڏي>ڪيچ +ڏي.عضوو=

چڏو>چڏي>ڪيچ +ڏي. عضوو=چڏو>چڏي>.
ڪيچ +ڏي. عضوو=چڏو>چڏي>ڪيچ +ڏي.
ڪيچ ڏي ويا ڙي جيڏيون، مان بہ ڪيچ ڏي وينديسانِ،
ڪيچ ڏيهہ سنديون ڳالهيون، وجي ڪيچ ڏي چونديسانِ.

[ 712 ]

**عضوي جي وينديا‌س، جو اک جي ڪامڻ آهيان.**

عضوي جي=نِڙي>(چو) +نہ +ڙي. اک جو=
نينهن. ڪامڻ=نوازي.

چو نہ ڙي وينديا‌س، جو نينهن نوازي آهيان.

[ 713 ]

**پکي درياءَ جو چاڙهيو، هو ڪاڄ بہ منهنجو جن،**
**آءُ بہ مهندان تن، جر جو ڪنديس ڪينڪي.**

پکي جو=ڪُهڻ>ڪُهي. درياءَ جو=ڪن. ڪاڄ
جو=ماهہ. جر جو=ٻاڙو.

ڪُهي ڪُني چاڙهيو، هو ماهہ بہ منهنجو جن،
آءُ بہ مهندان تن، ٻاڙو ٻوليندي‌س ڪينڪي.

[ 714 ]

**ڪپڙو پنهون ڪي شل، ميجي نہ لڳي جيڏيون!**

ڪپڙو=ميرو>مير. ميجي=مؤس>مَ +اُس.

ميسر پنهون ڪي شل، اُس مَ لڳي جيڏيون.

[ 715 ]

**ٻولي پنهل اڃي، ٻولي ڪيان ڪيئن؟**

ٻولي=جيتر. ٻولي=تيتر.

جيتر پنهل اڃي، تيتر ڪيان ڪيئن؟

سسئيءَ ڪي سرتين جو چوڻ

[ 716 ]

**جر واري جي ڪامٽي، جيت جي ڏير ويئي.**

جر واري جي=آني>آءُ +ني. ڪامٽي=سسئي.
جيت جي=تاني>تان +ني.

آءُ ني جاڳيس سسئي، تان ني ڏير ويئي.

[ 717 ]

نرنـانءَ چيـو نارنـانءَ کـي، هـي نـہ پريـن پـر،
هٽـي وڻ ذاتيـن کـي، ڏيـر ويـا ڏونـگر،
نـالي نرنـانءَ کينکـي، رچ تنهنجـي گهـر.

نرنان=صالح>صلح. نارنان=سسئي. وڻ=
ڪامون. ذات=چانگ>چانگن. نالو=تولو>
تو +لئي. نرنان=تـکيو>تکيا. رَچ=گهڙي.

صلحَ چيـو سسـئي کـَي، هـي نـہ پريـن پـر،
هٽـي ڪـامون چـانگن کـي، ڏيـر ويـا ڏونـگر،
تـو لئـي تکيـا کينکـي، گهـڙي تنهنجـي گهـر.

[ 718 ]

نارنانءَ چيو نارنانءَ کي، ادي! اها نـہ پريـن پـر،
هٽـي وڻ ذاتيـن تـي، ڏيـر چڙهيـا ڏونـگر،
نـالن ۾ نرنـائن جا کينکي، رچ نرنـانءَ جي گهـر.

نارنان=سُکي. نارنان=سسئي. وڻ=ڪاموئي>
ڪام. ذاتين=چانگ>چانگن. نالا=تولا>تو +
لاءِ. نرنان=تکيا. رچ=گهڙي. نرنان=پنهون.

سـکيَ چيـو سسـئي کـي، ادي اهـا نـہ پريـن پـر،
هٽـي ڪـامون چـانگن تـي، ڏيـر چڙهيـا ڏونـگر،
تـولاءِ تکيـا کينکـي، گهـڙي پنهـونءَ جـي گهـر.

[ 719 ]

جن جو مرض نالي سين، تن کي عورت نہ نياءِ.

مرض=عشق. نالو=آري. عورت=ننڊ.

جن جو عشـق آريءَ سين، تـن کـي ننـڊ نہ نيـاءِ.

[ 720 ]

عـورت پنهنجـو اڙايـو، پنهنجـون ڪريـن!

عورت=ڳهلي. پنهنجو=نينهن. پنهنجون=ننڍون.

ڳهلـي، نينهـن اڙايـو ننـڍون ڪريـن!

[ 721 ]

**جڏهن جيئڏ ٻولي آيا، تڏهن چو ڪاچ هئينءَ سسئي؟**

جيئڏ=سيانتو>سيا +تو. ٻولي=وٽ

ڪُاچ=ليٽي.

جڏهن سيا تو وٽ آيا، تڏهن چو ليٽي هيئنءَ سسئي؟

[ 722 ]

**نالا ڏنا هيئي رات، تڏهن چوٽي ڪامڻ چو سُتينءَ؟**

نالا=ميا. چوٽي=سوڙهي>سوَڙ. ڪامڻ=

اُڍي>اوڍي.

ميا ڏنا هيئي رات، تڏهن سوڙ اوڍي چو سُتينءَ؟

[ 723 ]

**جر ول جي تو ڪئي، پنهنجو مِرون ڏري،**

**ولايت ويا سسئي، جن جو پنڌ پري.**

جر جي= اڪ. ول جي= ٻوٽي> ٻوٽَ.

پنهنجو=پاسو. مِرون=پلنگ(ڪتو).ولايت=

هرات>هو +راتَ.

اڪ ٻوٽ تو ڪئي، پاسو پلنگ ڏري،

هي رات ويا سسئي، جن جو پنڌ پري.

[ 724 ]

**عيبدار سسئي، جڏهن ڪانڌ ويئي ڪوهيار،**

**پنهنجي ويو وٽڪار، تڏهن جر جي لٽي جيڏيون!**

عيبدار=نڪَ لٽي>نہ +ڪل +تيئي. پنهنجي=

وَهي جر جي=ماڪ>مان +ڪل +تي.

نہ ڪل تيئي سسئي، جڏهن ڪانڌ ويئي ڪوهيار،

وهي ويو وٽڪار، تڏهن مان ڪل تي جيڏيون!

[ 725 ]

**لوهہ جي پنهنجي نہ ڪرين ها، تہ ڪاٺ جا چو پڇين ها؟**

لوهہ جي=سُئي>سسئي. پنهنجي=ننڊ.

ڪاٺ جا=دَر>وِندر.

سسئي! ننڊ نہ ڪرين ها، تہ وندر چو پُڇين ها!

[ 726 ]

**ذات جا** ڏنا هيئي ڏيرَ، تہ **جر جو** تئين ها سسئي!

ذات جا=شورا. جر جو=ڪُم>محڪم.

شورا ڏنا هيئي ڏير، تہ محڪم تئين ها سسئي!

[ 727 ]

هڪڙو بہ **راند جو**، ٻيو بہ **راند جو**، ٽيون بہ **راند جو** نہ ٿيو،

تنهان پوءِ ويو، **راند جو** پنهون ڙي سسئي!

راند جو=نولو. راند جو=ڏهلو>دهلئين.

راند جو=پَتو. راند جو=يَڪو.

نَولا ڏسي دهلئين، پر پَتو ڪونہ پيو،

تنهان پوءِ ويو، يَڪو پنهون ڙي سسئي!

[ 728 ]

جڏهن **ڪاٺ جا** ڏنئي **گهر جي** تي، تڏهن تون **مال جو** ڙي سسئي!

ڪاٺ جا=اوپرا. گهر جو=اڱڻ.

مال جو=پيُچ.

جڏهن اوپرا ڏنئي اڱڻ تني، تڏهن تون پيچ ڙي سسئي!

[ 729 ]

**ڪاڻي** آيئي ڏيرَ تڏهن **راند جيئن** ڪدين ها سسئي!

ڪاڻي=ناقص. راند جي=هڪل>هڪالي.

ناقص آيئي ڏيرَ تڏهن هڪالي ڪدين ها سسئي!

[ 730 ]

تو **ڪاغذ جي** آيا هئا ڏير، تڏهن **ناڻي جا** ڪرين ها سسئي!

ڪاغذ جي= پاس. ناڻي جا=تيلها>تيلهي.

تو پاس آيا هئا ڏير، تڏهن تيلهي ڇڏين ها سسئي!

[ 731 ]

جڏهن **اڪر مال جو** ڏنئي، تڏهن **وڻ جو** ڪرين ها!

اڪر=ڦِتو. مال جو=ياڳيو>ياڳ. وڻ جو=

ڪوئيلو>ڪو +حيلو.

جڏهن ڦِتو ياڳ ڏنئي، تڏهن ڪو حيلو ڪرين ها!

[ 732 ]

جڏهن تي پنهل ويو، تڏهن ڪانيون ڪاٺ پوڪ جو ڪرين ها.

ڪانيءَ جون=دريون. ڪاٺ جو=دَر.

پوڪ جو=بَند.

جڏهن پنهل تي ويو، تڏهن دريون در بند ڪرين ها.

[ 733 ]

جڏهن مال تي مڇي تيو، تڏهن پکي نہ تئين ها سسئي!

مال=اُٺ. مڇي=رَڙي>رڙيو. پکي=ٻوڙي.

جڏهن اُنن تي رڙيو، تڏهن ٻوڙي نہ تئين ها سسئي!

[ 734 ]

سٽي پريت پکي جي، پنهنجو تو نہ جڳائي،
ذات ڪرڻ وس تنهنجو ڪم، پوءِ نالو ڪري خدا.

پکي=سانباهو. پنهنجو=سُمهڻ. ذات=مَنڻ.

نالو=ميڙائو.

سٽي سانباهو سڄڻ جو، سمهڻ تو نہ جڳائي،
مَنڻ وس تنهنجو ڪم، پوءِ ميڙائو ڪري خدا.

[ 735 ]

پکي تن سيٽن جو، پکي تو نہ سُئو،
پکي ڏير چڙهي ويا، پکي تو نہ ٻڌو،
پکي هل پنهون سان، توکي پکي ڇا ڪندو.

پکي=سانباهو. پکي=آڙي>اڙي. پکي=چڙي.

پکي= ٻوڙي. پکي= پاريهر> پاري + هلَ.

پکي=ڇاپاڪو>ڇپر.

سانباهو تن سيٽن جو، اڙي تو نہ سبُئو،
چڙي ڏير چڙهي ويا، ٻوڙي تو نہ ٻڌو،
پارَي هل پنهون سان، توکي ڇپر ڇا ڪندو.

[ 736 ]

پنهون ڪاٺ ۾ ڏنو هوءِ، تڏهن ذات ڇو نہ وئين؟

ڪاٺ جو=پاڪڙو. ذات=چنبڙَ.

پنهون پاڪڙي ۾ ڏنو هوءِ، تڏهن چنبڙي ڇو نہ وئين؟

[ 737 ]

راتِ ڪپڙ جيءَ ۾ ڇوڪر ڇونہ پئين.

ڪپڙ جي=مهار. ڇوڪر=لڙڪي.

رات مهارن ۾ لڙڪي ڇو نہ پئين؟

[ 738 ]

پنهون تنهنجي شهرئون ويو، نالن ۽ نرنائن ۾،

پوءِ مروئن ۾ نينگر پوين ها سسئي!

شهر=ڪيچ>ڪيچئون. نالو=ٻيڙو>ٻيڙن.

نرنانءُ=جهوڙو. مِرُون=واڳو>واڳن.

نينگر=لڙڪي.

پنهون تنهنجي ڪيچئون ويو، ٻيڙن ۽ جهوڙن ۾،

پوءِ واڳن ۾ لڙڪي پوين ها سسئي!

[ 739 ]

جڏهن زر جا ڏنا هيئي، تڏهن مال جا ڪرين ها!

زر جا=رَند. مال جا=راهڙ.

جڏهن رند ڏنا هيئي، تڏهن راهڙ ڪرين ها!

[ 740 ]

دونالي ڪامٽي، ڪاڄن ڪي ڪنديءَ ڇا؟

دونالا=هڪ نالو'جنت'>جن +تنهنجي. ٻيو

نالو=رڪي>نہ +رڪي. ڪامٽي=سسئي. ڪاڄ=

تُوت>توتن>تون +تن.

جن تنهنجي نہ رڪي سسئي، تون تن کي ڪنديءَ ڇا؟

[ 741 ]

نار نالي رچ سسئي، وڻ جن ڪنديءَ ڪوهہ؟

نارنالي=جِني. رچ=پاري. وڻ جا=تُوت>

تُوتن>تُون +تن.

جني نہ پاري سسئي، تون تن ڪنديءَ ڪوهہ؟

[ 742 ]

پنهنجي ڪنيرڪي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا.

پنهنجي=اڪ +ڪُنيرڪي=چِتي.

اڪ چِتي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪَان هوت ويا.

[ 743 ]

ڪاني ڪپڙي جي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
جر رڇ جي تو نہ ڪپڙجي ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
وڏي چمر جي تو نہ سڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
هاٺي تنهنجو شهر هئي، توڪان هوت ويا.

ڪانيءَ جو=ٽانڊو. ڪپڙي جي=ٽوپي. جر=پاٽي.
رڇ=پيالي. چمر جي= ڳلي. ڪپڙ جي= جهلي.
شهر=ٻريجي>ٻري + جيءُ.

ٽانڊي ٽوپيءَ جي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
پاٽي پيالي جي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
وڏي ڳلي تو نہ جهلي، تڏهن توڪان هوت ويا،
هاٺي تنهنجو ٻري جيءُ، توڪان هوت ويا.

[ 744 ]

مڪڻ ماني جي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
واڙ ڳاهہ جي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
هندو درياءَ جي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
حقي گهوڙي جي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا.

مڪڻ جي=ڏهاڙي. مانيءَ جي=صلاح. واڙ جي=
ڪڙهہ. ڳاهہ جي= پُوري. هندو جي= آهر.
درياءَ جو= پور> پوري. حُقي جو= دم.
گهوڙي جو=قدم.

ڏهاڙي صلاح تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
ڪڙهہ پوري تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
آهر پوري تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
دم قدم تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا.

[ 745 ]

واءَ جي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
مينگهواڙڪي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،
ڪنيارڪي تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،

**جنڊ** جـــي تــو نــ ڪئــي، تـڏهن توڪـان هـوت ويـا،
**گهوڙي نغاري جي** تو نہ ڪئي، تڏهن توڪان هوت ويا،

واءَ جـــي= گهـُـٽ. مينگواڙڪي= ڳـَلي ۽ جهلي.
ڪنيارڪي=ڪـَري ۽ پاري. جنڊ جي=ڊوڙ ۽ ڳاري.
گهوڙي جي=ٿـَهل. نغاري جي=ٽڪور.

گهـُـــٽَ تــو نــ ڪئــي، تــڏهن توڪــان هــوت ويــا،
ڳـَـــلي تــو نــ جهلــي، تــڏهن توڪــان هــوت ويــا،
ڪــري تـــو نـــ پـــاري، تــڏهن توڪــان هــوت ويــا،
ڊوڙي نـــ ڏنـــي توڳـــاري، تــڏهن توڪــان هــوت ويــا،
ٿهـل ٽڪـور تــو نــ ڪئــي، تــڏهن توڪــان هــوت ويــا.

[ 746 ]

اها **واڍڪي** تو نہ **جر جي**، تڏهن توڪان هوت ويا.

واڍڪي=گهـَڙي. جر جي=گهاري.

اهـا گهـڙي تـو نـ گهـاري، تـڏهن توڪـان هـوت ويـا.

[ 747 ]

**پڪـــي نـــار نـــالي** تــو ۾، **ذات** ويئـــي ڙي سســـئي!

پڪي=اَلِ. نارنالي=رڪي. ذات=ماري.

اَلَ رڪـــي تـــو ۾، مـــاري ويئـــي ڙي سســـئي!

[ 748 ]

**نــالي** آيئــي ڏيــرَ **شـــهر** هٽــي ويئــي سســئي!

نالو=اگـڻ. شهر=سيڪاٽ>سي +ڪاٽ.

اگـڻ آيئــي ڏيـر، ســي ڪــاٽ هٽــي ويئــي سســئي!

[ 749 ]

نـــ **لقـــب** ســـئي، تنهنجـــا **لقـــب** ڏيـــر ويـــا.

لقب=جل(جل جلاله). لقب=ڪپ>ڪپي>خفي.

نـــ جـــل سســـئي، تنهنجـــا خفـــي ڏيـــر ويـــا.

[ 750 ]

**مـرون مـار** ڪـري، ڪــي **پڪــي** ويــا ڙي سســئي!

مرون=تازي. مار=جـُـٽ. پڪي=طوطا>تو +تان.

تـــازي جـــُــــٽ ڪـــري، توتـــان ويـــا ڙي سســـئي!

[ 751 ]

جي هو **ذات** ڏينئي، تہ تون **پنهنجا** ڏيئي ڳنهہ.

ذات=وڳڻ>اوڳڻ. پنهنجا=ڳُڻ.

جي هو اوڳڻ ڏينئي، تہ تون ڳُڻ ڏيئي ڳنهہ.

[ 752 ]

**جيئڏ** ڪيچين ڪاڻ، **مال جو** هوت پلي ويا.

جيئڏ=مڪڙ>مَ +ڪڙهہ. مال جو= آهو.

مڪڙهہ ڪيچين ڪاڻ، هو آهو هوت پلي ويا.

[ 753 ]

**شهر ذات** ئون **ذاتٰ** ويا، تون ڪيئن **ڪاڃ جو** سسئي؟

شهر=هاڙهو. ذات=هوت. ذات=لنگها.

ڪاڃ جو=رهو>رهي.

هاڙهو هوت لنگهي ويا، تون ڪيئن رهينءَ سسئي؟

[ 754 ]

جيڪي **ڪڪ** لکيو، سو **ذات** ڙي سسئي!

ڪڪ=قلم. ذات=يوڳڙي>يوڳ +ڙي.

جيڪي قلم لکيو، سو يوڳ ڙي سسئي!

[ 755 ]

**ڪاٺيون** ڪر نہ سسئي! تنهنجو **ڪاٺ** ڪانڌ نِيو.

ڪاٺيون=ايرِٺيون>رڙيون. ڪاٺ=ڪرهن.

رڙيون ڪر نہ سسئي! تنهنجو ڪرهن ڪانڌ نيو.

[ 756 ]

هندڪي ڪر **ڪامٺي**، **مال جو** ڪيچين ڪاڻ.

هندڪي=سمجهہ. ڪامٺي=سياڻي. مال جو=

نهيرو>نہ +روءُ.

سمجهہ ڪر سياڻي، نہ روءُ ڪيچين ڪاڻ.

[ 757 ]

**پڪي** تي نہ سسئي، جيتر **گاهہ** پوي.

پڪي=ڳيرو>اڳي +روءُ. گاهہ=ڪَلَ.

اڳي روءُ نہ سسئي، جيتر ڪَلَ پوي.

[ 758 ]

**سسئي مال جو، هو جيئڏ نہ.**

مال جو=نرو>نہ +روءِ. جيئڏ=سيانتو>
سيا +تو.

سسئي نہ روءِ، هو سيا تو نہ.

[ 759 ]

**شهر جي ويا، جر جو نہ تن کي،**

شهر=لَڪي>لِڪي. جر جو=پونئرو>
پوءِ +روءِ.

لِڪي جي ويا، پوءِ روءِ نہ تن کي.

[ 760 ]

**ذات تي نہ سسئي! پنهون تہ وڻ جي تي.**

ذات=وئونرا>ونءِ +رو. وڻ جي=جهڙ>ويجهڙ.

ونءِ، رو نہ سسئي! پنهون تہ ويجهڙ تي.

[ 761 ]

**ڪات جو سسئي، اجهو هو نالو ڏس.**

ڪات جو=مَنرو (مانڊاٺيءَ جو حصو)> مرَ +روءِ.
نالو=گُلو>گَلو.

مرَ روءِ سسئي، اِجهو هو گلو ڏس.

[ 762 ]

**گاهہ ٻولي ڪر سسئي! هو اڳهين پنڌ وڃن،**
**پنهنجن گهن تان ڪيئن رچ ڪڇن!**

گاهہ=مروُئو>مرَ +روءِ. ٻولي=مات. پنڌ=
ڪوهہ. گهہ=وَرَ> ورن. رچ=دلي>دليون.

مرَ روءِ، مات ڪر سسئي، هو اڳهين ڪوهہ وڃن،
پنهنجن ورن تان، ڪيئن دليون ڪڇن!

[ 763 ]

**مٺيءَ جي تي نہ سسئي! اڳيئون ڪپڙ جا تي.**

مٺيءَ جي=چري. ڪپڙ جي=ليڙ>ليڙا.

چري تي نہ سسئي! اڳيئون ليڙا تي.

[ 764 ]

**گهرَ جي** نہ تي سسئي، اڳيئون **نرنانءُ** اتئي.

گهر جي=ٻهاري>اُٻاهري. نرنان=پنهل.

اُٻاهري نہ تي سسئي، اڳيئن پنهل اتئي.

[ 765 ]

**مٽيءَ جا ڳهہ** نہ سسئي! اڳيئن **پڪي** تي.

مٽيءَ جا=ڳوڙها. ڳهہ=هار. پڪي=ڪيچي.

ڳوڙها هار نہ سسئي! اڳيئن ڪيچي تي.

[ 766 ]

**جيئڏ** نہ ڙي سسئي، اڳيئن **ذاتيون** وجن.

جيئڏ=پونئرو>پوءِ +نہ +روءُ. ذات=اوڏ>اوڏا ءِ جت.

پوءِ نہ روءُ ڙي سسئي، اوڏا جت وجن.

[ 767 ]

**جر جن** جويُن ڪان، هو **وڻ** واريون تا نين،
**ساز** نہ ڪر ڙي سسئي! ڪارڻ ڪوهيارن،
پچاڻا پرين، گهر **پوڪ چلم** ڙي سسئي!

جر جي=سُتي>سُتين. وڻ جون=چڙهيون.

ساز=ڪينرو>ڪين +روءُ. پوڪ جا=سلا.

چلم=مَتي.

سُتين جوين ڪان چڙهيون هو تا نين،
ڪين روءُ ڙي سسئي! ڪارڻ ڪوهيارن،
پچاڻا پرين، گهر سلامتي ڙي سسئي!

[ 768 ]

سسئي! **غم جا** نہ ڪر، من ڪو **نالو** ٿيئي.

غم جا=ڳوڙها. نالو=صابو>سبب.

سسئي! ڳوڙها نہ ڳاڙ، من ڪو سبب ٿيئي.

[ 769 ]

**نالا عضون** تان، **مال جي** سسئي!

نالو=ڳوهو>ڳوڙها. عضوا=ڳل. مال جي= مهار>مَ +هار.

ڳوڙها ڳلن تان مَ هار سسئي!

[ 770 ]

**پنهنجا پنهنجن** تي، هاٺي **ڳهه** نه سسئي!

پنهنجا=ڳوڙها. پنهنجن=ڳلن. ڳهه=هار.

ڳوڙها ڳلن تي، هاٺي هار نه سسئي!

[ 771 ]

**ملڪ** چڏ هتي، وڃي **نالي** روءِ پنهون جي.

ملڪ=حبش>هنبس. نالو=منگهو.

هنبس چڏ هتي، وڃي منگهي روءِ پنهون جي.

[ 772 ]

**شهر** ڪر نه اتي، وڃي **نالي** روءِ پنهون جي.

شهر=مانجهند>مانجهاندا. نالو=اڱڻ.

مانجهاندا ڪر نه اتي، وڃي اڱڻ روءِ پنهون جي.

[ 773 ]

**دل جا** چڏ ڙي سسئي، ڪجهه ته **عورت** تي.

دل جا=اوٺار. عورت=سياٽي.

اوٺار چڏ ڙي سسئي، ڪجهه ته سياٽي تي.

[ 774 ]

**تڙجي** ڪنديءَ ڪوهه، هو ته **راڳ** لنگهي ويا.

تڙ جي=رُوڻ>روئي. راڳ=ڪيڏارو>
ڪيڏا +روهه.

روئي ڪنديءَ ڪوهه، هو ته ڪيڏا روهه لنگهي ويا.

[ 775 ]

**ڏڻ ٻولي** وجهه نه سسئي، **نارنالي** تيءُ،
**ڪڙمڪي** لائق نه ذاتين.

ڏڻ ٻولي=ٻيڪ>ٻئي +ڪنُ. نارنالي=سياٽي.
ڪڙمڪي=ڪڏَ(=نار جي ڳاڏيءَ ڪي پاجاريءَ
سان ڳنڍڻ وارو رسو). ذات=جويا>جوين.

ٻئي ڪن وجهه نه سسئي، سياٽي تيءُ،
ڪَڏَ پوڻ لائق نه جوين.

[ 776 ]

ڪپڙي مرون جي، اهو وڙ نہ ذاتين.

ڪپڙي جي=پُني. مرون جي=پوڻ. ذات=
جويا>جوين.

پُنيءَ پوڻ، اهو وڙ نہ جوين.

[ 778 ]

ڪانيءَ جي وچ سسئي، هو نالو اتئي.

ڪانيءَ جي=ناڪيلي>نہ +آڪيلي. نالو=
پرتو>پرتي.

نہ آڪيلي وچ سسئي، هو پرتي اتيئي.

[ 778 ]

عضوين چڙهہ نہ سسئي، متان موچڪا تئين.

عضوا=چپر>چپرين. موچڪا=پرزا.

چپرين چڙهہ نہ سسئي، متان پرزا تئين.

[ 779 ]

هندِونالي ڪامٽي، پنهنجين ۾ بلائون اتئي.

هندو=سڪُ. نالو=سياٽي. ڪامٽي=سسئي.
پنهنجي=چِر.

سِڪُ سياٽي سسئي، چُرن ۾ بلائون اتئي.

[ 780 ]

فقير تا چون، ڪاني جبل ۾.

فقير=نيڪ>اَ +نيڪ. ڪاني=پاهوڙي>پوُ +ڙي.

اَنيڪ تا چون، پوُڙي جبل ۾.

[ 781 ]

عضون ۾ اتيئي نار نالي ڙي سسئي!

عضوو=چُرون>چُرن. نارنالي=فتان>آفتون.

چُرن ۾ اتيئي، آفتون ڙي سسئي!

[ 782 ]

اڱيان هٿيار اتئي، رچ لڱندئي، نارنالي هٿيار اتئي.

هٿيار=تبر>تہ +بر. رڇ=تاس>ڙي. نارنالو=
وسندي. هٿيار=ڪانُ> ڪا +نہ.
اڳيان تہ بَرُ اٿئي، تاس لڳندءِ، وَسندي ڪانہ اٿئي.

[ 783 ]

**پيرجون** ڪر، ڏي **ڪاريگر جو نرنانءُ** ڪي.
پير جون=مداحون>مَ +دانهون. ڪاريگر جو=
آهوڙو. نرنانءُ=ينيو>ينيور.
مَ دانهون ڪر، ڏي آهوڙو ينيور ڪي.

[ 784 ]

تون ٿي هٿ **نالا** پڇين، ڏي **ڪاريگر جي نالي** ڪي،
تہ اڳيؤن **نرنالا** ٿينئي.
نالو= ويڙهو> ويڙها. ڪاريگر جي= آهوڙ.
نالو=ينيو>ينيور.نرنالا=هڪ نالونيڪ، بيو روشن.
تون ٿي هٿ ويڙها پڇين، ڏي آهوڙ ينيور ڪي،
تہ اڳيؤن نيڪروشن ٿينئي.

[ 785 ]

**نرنانءُ** ڪيچين ڪاڻ، **ذات** ٿينديئن ڙي سسئي!
نرنان=هوندو>هوند. ذات=زبوني>زبون.
هوند ڪيچين ڪاڻ، زبون ٿينديئن ڙي سسئي!

[ 786 ]

**زمين جي نرنانءُ** ڪي، تان تہ توتان **وڻ جا** لاهي.
زمين جي=چوبندي>چوُ +بندي. نرنان=صاحب.
وڻ جا=پورَ.
چوُ بندِي، صاحب ڪي تہ توتان هي پورَ لاهي.

[ 787 ]

اُتي **درياءَ جا** جانچ ڙي سسئي، اجهي **مال جا** آيا.
درياءَ جا=لنگهہ. مال جا=سات.
اُتي لنگهہ جانچ ڙي سسئي، اجهي سات آيا.

[ 788 ]

**رچ** ويهہ سسئي! توکي **پوک جي** نہ ڪندا هوت.

رچ=اڪليِ>آءِ+ڪلي. پوک جي=

وَلهہ>وِلهو.

آءِ ڪِلي ويهہ سسئي! توکي ولهو نہ ڪندا هوت.

[ 789 ]

**وٽ** نہ تي سسئي، **عورت نالي** ايندا ڙي!

وٽ=تُرنج>تون +رنج. عورت نالو=ورائي>وري.

تون رنج نہ تي سسئي، (تو وٽ) وري ايندا ڙي!

[ 790 ]

**پنڌ جو** ڙي **نارناڻ**، **رچ** تو نہ ٿيندو،

**نرنان** هوندو **نالي** ۾، تان پاڙهي **نالو** ايندو.

پنڌ جو=ڪشالو. نارناڻ=سسئي. رَچُ=وٿو>

وٿان. نرنان=ليکو>لکيل. نالو=ڪرم.

نالو=پنهل.

ڪشالو ڙي سسئي، وٿان تو نہ ٿيندو،

جي لکيل هوندو ڪرم ۾، تان پاڙهي پنهل ايندو.

[ 791 ]

**جيئڏن** سين توکي **نالي** نيندا سسئي!

جيئڏن=ڪپُ> ڪَپُ +نہ.نالو=نوازيو>نوازي.

ڪَپُ نہ، توکي نوازي نيندا سسئي!

سسئيءَ جو سرتين کي جواب

[ 792 ]

**جيت** پسان ڙي جيڏيون، **شهرئون** هوت وڃن،

**نالو** منَ ڪري پهچان ڏانهن پرين.

جيت=جانو>جاني. شهر=ڇن>ڇنيو. نالو=الله.

جاني پسان ڙي جيڏيون، ڇنيو هوت وڃن،

الله منَ ڪري، پهچان ڏانهن پرين.

[ 793 ]

هو پنهون جا **ڪپڙا** آيا، تني اڇي **ڪپڙو** ڪيو،
**ڪپڙو** ڪيائون، **ڪپڙو** نيائون، آءُ به اني جي **ڪپڙي** ونديس.

ڪپڙو=ڪونو>ڪونيا. ڪپڙو=جورو>زورو
ڪپڙو=چڱو. ڪپڙو=پلو>پلي. ڪپڙو=
پُنيو>پنيان.

هو پنهونءَ جا ڪونيا آيا، تني اڇي زورو ڪيو،
چڱو ڪيائون، پلي نيائون، آءُ به اُني جي پنيان ونديس.

[ 794 ]

**پيڙيءَ واري** پنهنجي ور لاءِ، **جبل جون** ڳوليندياس،

پيڙيءَ واري=واڳي.جبل جون=ڪوپون>
ڪا +پونءِ.

واڳي پنهنجي وَر لاءِ، ڪا پونءِ ڳوليندياس.

[ 795 ]

**اَن جا** اوڪا آهن ڙي جيڏيون، وجي **ست جو** ڏسنديسان.

ان جو=آڏارڻ>آڏا +رڻ. سُت جو=ڏورو>ڏوري.

آڏا رڻ اوڪا آهن ڙي جيڏيون، وجي ڏوري ڏسنديسان.

[ 796 ]

**عضون** ۾ ونديـاس، مـان آڏو **ذات نرنانءَ** جـي.

عضوو=لُڪي>لَڪن. ذات=آري. نرنانءَ=ڄام.

لَـڪن ۾ ونديـاس، مـان آڏو آري ڄـام جـي.

[ 797 ]

**ڳهـن** ۾ ڪنديـاس، **وڻ** ڄـام پنهـون لاءِ.

ڳهہ=اَلولَڪ>الو +لڪ>لَڪن. وڻ=
لاٽا>اولاٽا.

الـو لڪـن ۾ ڪنديـاس، اولاٽـا ڄـام پنهـون لاءِ.

[ 798 ]

**ڪـاني** تڪنديس ڪانـ ڪـا، **ڪـاني** آءُ ونديـاس،
**ڪـانيءَ** جي **نرنـانءَ** وٽ، **ڪـاني** آءُ تينديـاس.

كاني=هتي. كاني=تُر>تُرت. كاني=
كاهلي>كاهي +هلي. نرنان=هوت پنهون.
كاني=سُرهي.
هتي ٽكنديس كانـ كا، تُرت آءُ ويندياسِ،
كاهي هلي هوت پنهون وٽ، سُرهي آءُ ٿيندياسِ.

[ 799 ]

**نالي** تيس سرتيون، **نالو** كونـ ٿيومر،
**نالو** پوءِ ٿيومر، اَديون تن **ذاتين** سان.
نالو=ساماڻو>ساماڻي. نالو=جشن. نالو=صفر>
سفر. ذات=اوٺار>اوٺارن.
مون ساماڻي سرتيون، جشن كونـ ٿيومر،
سفر پوءِ ٿيومر، اديون تن اوٺارن سان.

[ 800 ]

**وكرَ** كيچين كاڻ، **جرجا** پيمر جيڏيون!
وكر=پٽُ> پٽَ. جر جا=جهاڳڻ.
هي پَٽ كيچين كاڻ، جهاڳڻ پيمر جيڏيون!

[ 801 ]

جي **دوالوه جا** مون، سي **كاٺ جا** پيمر جيڏيون!
دوا جا=حبّ. لوهه جا=سُئا. كاٺ جا=ڏورٽا.
جي حب سُئا مون، سي ڏورٽا پيمر جيڏيون!

[ 802 ]

**ولايت** ويندياسانِ، آهن **هتيارن** ۾ منهنجا پرين.
ولايت=هرات>هي +رات. هتيار=تبر>تبرن
تہ +بَرن.
هي رات ويندياسانِ، آهن تہ برن ۾ منهنجا پرين.

[ 803 ]

**راند جي** نـ رهندياس، هو جيءُ **ولايت** ويا.
راند جي=پَٽي. ولايت=ونگو>ونگي.
پَٽيءَ نـ رهندياس، هو جيءُ ونگي ويا.

[ 804 ]

لوهہ ٿـون آءٌ ويندياس، **ان جـو** هـوت پنهـون سـان.

لوهہ جو=كانٽو>كاٽي. ان جو=دَمڻ>دم.

كـاٽي آءٌ ويندياس، كـو دم هـوت پنهـون سـان.

[ 805 ]

**كپڙي جي** ويندياس، **كـاٽيءَ جـي نرنـانءَ** ڏي.

كپڙي جي=كهي. كاٽ جي=موركي>
مُنهن +ركي. نرنانءَ=پنهون.

كـَــهي ويندياس، منهـــن ركـي پنهـون ڏي.

[ 806 ]

**كاٽي** لڳ خداءِ، ڏيون **جهنـگ جـو** چام پنهون كي.

كاٽي=هٿوڙي>اُٿو +ڙي. جهنگ جو=ولو.

اُٿـوڙي لـڳ خـداءِ، ڏيـون ولـو چـام پنهـون كـي.

[ 807 ]

پنهل تہ **پيرَ جِي** ويو، اُٿو ڙي اَديون، تہ **پنڌ جي** كريون.

پيرِ جو=غيب>غائب. پنڌ جي=ڊوڙ.

پنهل تہ غائـب ٿيو، اُٿـوڙي اَديـون! تہ ڊوڙ كريون.

[ 808 ]

**ٿيهـہ پنجاهـہ ٿيويهـہ** مٿـي نـاهي ميـار،

**پيرِ رڱيو نرنانءَ** كٿو تہ ويجهيـون ٿيون وٺكار كي.

ٿيهہ + پنجاهہ +ٿيويهہ=سوَ ٽي(103)سوٽن.

پير=اويس>او +س. رڱيون=رتيون. نرنان=
گامون>گام (وک).

مٿـي سـوٽن نـناهي ميـار،

او سرتيون، گام كٿو تہ ويجهيون ٿيون وٺكار كـي.

[ 809 ]

ادي! جي كـا پنهـون جـي **مٽيـي جـو** ڏس ڏئـي،

تـہ ان كـي **ليكـي پـوک جـو** ڏيـان.

مٽيو=وائو>وائي( = لنگهہ، پيچري). ليكي جو=
كاٽيو>كاٽي. پوک جو=جيءَ.

ادي! جي كـا پنهـون جي وائـي جـو ڏس ڏئـي، تـہ
ان كـي كـاٽي جـيءُ ڏيـان.

[ 810 ]

**نار نالي پنهنجو** نہ ڪر، آءُ تي **ڪاريگر** جي ڏسان.

نارنالي=سکي. پنهنجو=سڌ. ڪاريگر جي=آهوڙي.

سُکي! سڌ نہ ڪر، آءُ تي آهوڙ ڏسان.

[ 811 ]

اوهين نہ سرتيون **ساز جون**، منهنجو **وڻ** ونني تيا وات،

**جر چڪ** جيڪي ڪيو، تنهن **ڪان** ڳوڙهن پريو ڳات،

**جر جي** پچو نہ جيڏيون! آءُ ويندي پنهونءَ وات.

سازَ=ڍولڪ>ڍول. وڻ=وينگس. جر چڪ=

وَرتَ> وَرُ +تہ. جرَ جي=چاڙهي>چاهہ +ڙي.

اوهين نہ سرتيون ڍول جون، منهنجو وينگس ونني تيا وات،

ان ور تہ جيڪي ڪيوَ تنهن ڪان ڳوڙهن پريو ڳات،

چاهہ ڙي پچو نہ جيڏيون، آءُ ويندي پنهونءَ وات.

[ 812 ]

**نالي** ماريس **نالو** آهي، **نالي** ڪي تو **نالو** نئي.

نالو=محبت. نالو=صحبت. نالو=سڪندر>سڪ +

اندر. نالو=ساتي>سا +تي.

محبت ماريس صحبت آهي، سڪ اندر جا، سا تي نئي.

[ 813 ]

پنهون تہ وجي **پکي جو** تيو، پر آءُ **اَن جي** تيان.

پکي جو=پَر>پر. اَن جو=پري>اڳ پري.

پنهون تہ وجي پرجو تيو، پر آءُ اڳيري تيان.

[ 814 ]

پنهون تہ **پنهنجيءَ** ويو، آءُ ڪا **پورهئي** جي تيان.

پنهنجي=قسمت. پورهئي جي=پري>اڳ پري.

پنهون تہ قسمت سان ويو، آءُ اڳ پري تيان.

[ 815 ]

اديون! **ڪُٽ** باسيون، ٻي **زحمت** باسي.

ڪُٽ=مارڻ>مان +رڻ. زحمت=ڪارڻ=

(ڪارڻ ڪرڻ=پڙهيا ڪرڻ)> ڪا +رڻ.

اديون! مون رِڻ باسيو، ٻي ڪا رڻ باسي.

[ 816 ]

اوهين ڇو ٽيون وڻ ٽيو، مان ڪي مٽيءَ جو ناهي.

وڻ=ڪَپَ> ڪَپَ> ڪَپو. مٽيءَ جي=ڪوپ>
ڪو +پوءَ.

اوهين ڇو ٽيون ڪپو، مون ڪي ڪو پوءَ ناهي.

[ 817 ]

ڪاٿ وڻ جو ڪريو مَ جيڏيون، سُٽَ جي مان سان
ولايت هلندي ڪانہ.

ڪاٿ جو=ڪپو. وڻ=ڪجي>ڪِجو. سُٽ جي=
کهي. ولايت=ڪيچ.

ڪپو ڪِجو مَ جيڏيون، کهي مان سان ڪيچ هلندي ڪانہ.

[ 818 ]

هٿيار جو لڳو شهر منهنجي کي،
نالوَن جا هلندي، مان نہ جهليان تنهن کي.

هٿيار جو=چڪر. شهر=مديجي>ماندو +جيءُ.
نالو=خوشي.

چڪر لڳو منهنجي ماندي جسيءَ کي،
خوشيئون جا هلندي، مان نہ جهليان تنهن کي.

[ 819 ]

هلي تہ مون سان ذات هلي، پولي هلي ڪانہ.

ذات=خوشا>خوشي. پولي=پُڇي.

هلي تہ مون سان خوشيءَ هلي، پُڇي هلي ڪانہ.

[ 820 ]

هلي تہ مان سان ذات هلي، پر نارنالي ڪا مَ هلي،
حاڪم جو ڏسي، متان وڪر جو تي پوي.

ذات=ڪاڪا. نار نالي=سدوري>سڌ +واري. حاڪم
جو=ڪارائو>رائو. وڪر=ڪنبيرو>ڪنبي روئي.

هلي تہ مان سان ڪا هلي، پر سڌ واري ڪا مَ هلي،
اڳيان ڏسي رائو، متان ڪنبي روئي پوي.

[ 821 ]

اوهيــن **ڪــاڄ جــو** اِتــي ڙي! آءُ **شـــهر** هلنديـاس.

ڪاڄ جو=رَهو. شهر=حب.

اوهيـــن رهـــو اِتـــي ڙي! آءُ حــب هلنديـــاس.

[ 822 ]

اوهين **حقي جي** جيڏيون! **نالو جر جي** وينديـاس.

حقي جي=اُتو ڙي>اُتو +ڙي. نالو=جبل.

جرَ جي=جهاڳ.

اوهيــن اُتــو ڙي جيـــڏيون! آءُ جبــل جهاڳيندـيــاس.

[ 823 ]

دليئـون جـي **گهـوڙن**، سـي **نارنـالي** ڇـا ڪنديـون!

گهوڙو=نُقرو>نہ +گهُرن. نارنالي=

حليمان>هلي +مان.

دليئون جي نہ گهرن، سي هلي مان سان ڇا ڪنديون!

[ 824 ]

**ڪـاٺ** هلـي، **ڪـاٺ** چلـي، **ڪـاٺ** ڪـُـتي پـارَ،

**ڪـاٺ** هلـي ڪيـچ تـي، **ڪـاٺ** ڪـدي پـارَ.

ڪاٺَ=ڪامرَ> ڪا +مرَ.

ڪـا مرَ هلـي، ڪـا مرَ چلـي، ڪـا مرَ ڪـُـتي پـار،

ڪـامرَ هلـي ڪيـچ تـي، ڪـامرَ ڪـدي پـار.

[ 825 ]

**متيءَ جون** مون گهٽيون، پر **عورت نالي** ڪانہ ميان!

متيءَ جون=ڪوئيون. عورت نالو=حليمان>

هلي +مان.

ڪوئيون مون گهٽيـون، پر هلي مـان سـان ڪانہ ميـان!

[ 826 ]

**ڪـاٺ** واريون وري وجو، آءُ **نار نـالي** رهيـس ڪانـ،

**نــالو** وري ملـڪ تـي، **چــر جـــي** نــہ عاشــقن.

ڪاٺ=وَرو>وَرن. نار نالي=سهاڳڻ. نالو=

مونڻ. چر جي=اَڏوڙ>اَدي +وڙ.

ورن واريون وري وڃو، آءٌ سهاڳڻ رهيس ڪان،
موٽڻ وري ملڪ تي، اَدي! وڙ نہ عاشقن.

[ 827 ]

**ڪُتو پاراتو**، اوهين تہ **ڪانئي** ڙي!

ڪُتو=جبل(ڪتي جو نالو). پاراتو=تَتو. ڪانئيءَ جو=وِرو.

جبل تتو، اوهين تہ ورو ڙي!

[ 828 ]

**ول** سڏون ڪري، جنهن جي **عضوي** منجهہ **نرنانءَ** ڙي!

وَل=سائي. عضوو=هينئون. نرنانءَ=هيبت.

سائي سَڏون ڪري، جنهن جي هينئين منجهہ هيبت ڙي!

[ 829 ]

**ڪپڙ** منهنجي ڪا مَ هلي، مان **ذات** ويندياس،
**پوڪ پوڪ** جون خبرون، وڃي **نرناءَ** ڪي چونديس.

ڪپڙي جو=پُنيو>پنيان. ذات=ساڏ ور>سا + ڏُور. پوڪ=ترَ. نرنانءَ=پنهون.

پنيان منهنجي ڪا مَ هلي، مان سا ڏُور ويندياس،
تر تر جون خبرون، وڃي پنهون ڪي چونديس.

[ 830 ]

**ان جي اُتم** جيڏيون، **ڪڪ جي** هلندي ڪان،
آءٌ يي **ذات** پنهل جي، **جر جي** ويندي سان.

ان جي=ماني>مان +ني. ڪڪ جي=ڪاني> ڪا +ني. ذات=سدائي>سدايل. جر جو=سارو> سا +روهہ.

مان ني اُتم جيڏيون، ڪا ني هلندي ڪان،
آءٌ يي سدايل پنهل جي، سا روهہ ويندي سان.

[ 831 ]

مون سان اُها هلي، جا **واٽڪي** ڪري.

واٽڪي=چوٽي.

مون سان اُها هلي، جا چوٽي ڪري.

[ 832 ]

**نالن** بنان جيڏيون، ڪري وڏيون **مال جون** ٽين،
نہ تہ **پسارڪي** ڪير ڪري!

نالو=وريو>وَرن. مال جون=ڳهٽيون. پسارڪي=
پـُڙي>پـِڙي.

ورن بنان جيڏيون، ڪي وڏيون ڳهٽيون ٽين،
نہ تہ پـِڙي ڪير ڪري!

[ 833 ]

اوهين تہ **جر جون**، آءٌ نہ **جر جي**، مان ڪي **واءُ جا** وٺندياس.

جر جون=ڪُـهيون. جر جي=ڪُـهي. واءُ جا=
گهوگهٽ>گهٽ.

اوهين تہ ڪُـهيون، آءٌ نہ ڪُـهي، مان ڪي گهٽ وٺندياس.

[ 834 ]

**عورت** ٿي مان ڇا ڪريان، **عورت** ٿي مان سان ڪانہ،
**عورت** پنهنجو **نرنانءُ** نيو، تڏهن ماس **ڪاڄ جو** ٿيو.

عورت=رحيما>رهي +مان. عورت=حليما>
هلي +مان. عورت=عدن>اَدَن. نرنان=پنهون.
ماس=هينئون. ڪاڄ جو=ٺُـڪر.

رهي مان ڇا ڪريان، هلي مان سان ڪانہ،
اَدن پنهنجو پنهون نيو، تڏهن هينئون ٺُـڪر ٿيو.

[ 835 ]

**زمين** نہ هٿو ڙي جيڏيون! مون سان **ڪپڙي جي** هلندي ڪا؟

زمين=ٽاڪ>ٻٽاڪ. ڪپڙي جي=ڪَـهي.

ٻٽاڪ نہ هٿو ڙي جيڏيون! مون سان ڪَـهي هلندي ڪا؟

[ 836 ]

**پنهنجي** هوت پنهون سان، **مند** هلندي ڪانہ،
**ڪاڳر** جهليو جيڏيون! آءٌ تہ **پنهنجي** ڏينديسانِ.

پنهنجي=ڪاوڙ. مُـند=برسات>ٻَـر +سات.
ڪاڳر(جو)=مـُگهٽ>مَ +گهٽ. پنهنجي=
نـِيچ>نہ +ڇ.

ڪاوڙ هوت پنهون سان، ٻَرُ سات هلندي ڪانـ،
مَ گهٽ جهليو جيڏيون! آءُ تہ نہ ڇڏينديسانِ.

[ 837 ]

اوهين **گهوڙن** واريون، مون سان نہ هلو، اڳيان
**زالن جون** اتَو زور،
متان نہ پهچو توڙ، ۽ **مال جون** تي پئو.

گهوڙي جا=اَيال>عيال. زالن جون=پَٽيون.
مال جون=وانڍيون.

اوهين عيال واريون، مون سان نہ هلو، اڳيان پٽيون
اتو زور،
متان نہ پهچو توڙ، ۽ وانڍيون تي پئو.

[ 838 ]

**نارنالي** سين ڪوهہ ڪنديون، **ڳهہ** پنهنجو ڪا مَ ڇڏي،
**پيـر** منهنجا پرڏيهہ ويا، متي **لوهہ** لڏي،
هوتن **هڏو** ڇڏيو، آءُ نہ ڇڏيندي هڏي،
**وڪر ۽ پوڪ** جو، من الله مان سين گڏي!

نارنالي=حليمان>هلي +مان. ڳهہ=ورٿو>ور.
پير=وارث. لوهہ(جا)=گورا>گورن. هڏو=
تنگ>ننگ. وڪر=سرهو. پوڪ جو=ٻارو.

هلي مان سين ڪوهہ ڪنديون، ور پنهنجو ڪا مَ ڇڏي،
وارث منهنجا پرڏيهہ ويا، متي گورن لڏي،
هوتن ننگ ڇڏيو، آءُ نہ ڇڏيندي هڏي،
منهنجو سرهو ٻاروچو، من الله مان سين گڏي.

[ 839 ]

**پوڪ جي** وڄو متان **پهڻ** تي پئو، اڳيان **حاڪيماٽي** اتو.

پوڪ جي= ول. پهڻ= لڪجڻ(= پنڊ پهڻ ٽيڻ جي
بيماري)> لڪجي. حاڪيماٽي=پٽواري>پَٽ +واري.

ول وجو، متان لڪجي پوءُ، اڳيان پَٽُ، واري اتو.

[ 840 ]

**وڻ جي** نہ هلي ڙي جيڏيون! **زالن واري** سُڄي زور،
متان ڪا **ول** تئي.

وڻ جي=ڪامَ. زالن واري=پَٽي>پَٽ. وَل=
ڪانئل>ڪانئر.

ڪا مَ هلي ڙي جيڏيون! پَٽ سُڄي زور، متان
ڪا ڪانئر تئي.

[ 841 ]

**پهڻ** پوي سا **پوڪ** تئي، اڳيان **مال جن نرنانءَ** سُجهي،
**حاڪيماٽو** پسي متان **وڪر** تئي.

پهڻ= چوڪ. پوڪ جي= وَل. مال جن= برن.
نرنان=هيبت. حاڪيماٽو=ڪارائو>ڪا +رائو.
وڪر=ڪنبيرو>ڪنبي.

چوڪ پوي سا وَل وَجي، اڳيان بَرن ۾ هيبت سُجهي،
ڪا رائو پسي متان ڪنبي.

[ 842 ]

**رنگ مَ رنگيون** ڙي جيڏيون، **وڻ** ٽيندي ڪانہ،
**مال جن** تي چڙهي، ڪا **ملڪ** پسندي ڪانہ.

رنگ=بڪر>بڪ +مَ. وڻ=آمون>آن +
موئن. مال جو=ٽڪر>ٽڪرن. ملڪ=روهہ.

بڪ مَ بڪو ڙي جيڏيون، آن موئن هلندي ڪانہ،
ٽڪرن تي چڙهي، ڪا روهہ پسندي ڪانہ.

[ 843 ]

**وڻ** واريون، **نالي** بنان **ٻولي** هلي!

وڻ=بيدُ> بيدليون. نالو=عشق. ٻولي=ڪانہ.

بيدليون، عشق بنان ڪا نہ هلي!

[ 844 ]

اوهين **وڻ** رڌيون، مون ڪي چئو **مال جو**.

وڻ=بيد +رڌيون>بيدرديون. مال جو=مَرو>
مَ +روءِ.

اوهين بيدرديون، مون ڪي چئو تيون مَ روءِ.

[ 845 ]

اوهين سيئي **اَن** واريون، پر جيڪي آهي سو منهنجي **پوڪ** ساڻ.

اَن=ڪلڻ. پوڪ (جو)=جيءُ.

اوهين سيئي ڪِلڻ واريون، پر جيڪي آهي سو منهنجي جيءَ ساڻ.

[ 846 ]

اوهان جو ڙي **نالو، نالو** تي، مان **مال جي** ڪنديس.

نالو=معاويو>مرَ +ويو. نالو=موسيٰ>مون + سان. مال جي=وڙ.

اوهان جو ڙي مرَ ويو، مون سان تي، مان وڙ ڪنديس.

[ 847 ]

رچ نہ چئو پرين ڪي، اوهين سيئي **پوڪ** واريون، **شهر** منهنجو، اوهان جو چا ڙي!

رچ=بدنو>بد +نہ. پوڪ=ڪِلڻ. شهر= ٻريجي>ٻري +جيءُ.

بَد نہ چئو پرين ڪي، اوهين سيئي ڪلڻ واريون، ٻري جيءُ منهنجو، اوهان جو چا ڙي!

[ 848 ]

**ٻولي** ٻي ٻولي ڪريو، **پکي** اڳي ائين ڪن.

ٻولي=مَرو. ٻولي=ماٺ. پکي=پرديسي.

مَرو اوهين ماٺ ڪريو، پرديسي اڳي ائين ڪن.

[ 849 ]

**هٿ جون** مون کي **شهر** نہ ڪريو، مان ڪا **پکي واٽئي جي** ڪريان.

هٿ جون=مُنيون. شهر=جهَل. پکي جا=پَر. واٽئي جي=گهور.

مُنيون! مون کي جهَل نہ ڪريو، مان ڪا پرگهور ڪريان.

[ 850 ]

**پنهنجون پنهنجي** مَرچئو، مون کي تا **وڻ** جا مارين.

پنهنجون=مِنيون. پنهنجي=ماٺ. وڻ=سُک مرد.

مِنيون ماٺ مَرچئو، مون کي تا سُکَ مرد جا مارين.

[ 851 ]

**پنهنجون** مون کي، **پنهنجا** نہ ڏيو، **نرنان** تو نِئي.

پنهنجون=مِنيون. پنهنجا=طعنا. نرنان=سڪندر
>سڪ +اندر.

منيون، مون کي طعنا نہ ڏيو، سڪ اندر جي تي نِئي.

[ 852 ]

**وڻ** جيئن هوت ويام، آءُ **مال جي** آهيان جن لئي.

وڻ=ساڏور>سي +ڏور. مال جي=ويڳاڻي.

سي ڏور هوت ويام، آءُ ويڳاڻي آهيان جن لئي.

[ 853 ]

مون کي **پنهنجا** پيا، **ڪاسبڪا ذاتين** ڏي.

پنهنجا=قدم. ڪاسبڪا=پرٺا. ذات=آريچا
>آريچن.

مون کي قدم پَرٺا پيا، اصل آريچن ڏي.

[ 854 ]

پنهون مان سان **پنهنجي** ڪي، مون کي **ولايت ڪکن جو** پيو.

پنهنجي=حدَ. ولايت=آخر. ڪکن جو=
وجٺو>وَجٺو.

پنهون مان سان حد ڪي، مون کي آخر وجٺو پيو.

[ 855 ]

**ذاتيون** ني ڏينديا س، **وٽجارا** ڏسان **ڪيچ جا**.

ذات=روهلا>روهہ +لتان. وٽجارا=مُندر
(ڪير وڪڻڻ وارا) مَنَ +دَرَ.

روهہ لتان ڏينديا س، مَن! در ڏسان ڪيچ جا.

[ 856 ]

**ڪپڙي** اندر ڳالهہ، سا **شهر جو** چونديسانِ.

ڪپڙو=جامون>جا +مون. شهر جو=جهلو>جهلي.

جا مون اندر ڳالهہ، سا جهلي چونديسانِ.

[ 857 ]

آءٌ **ڪڪ جي** گهوريا‏س، پنهل مر **پوڪ** هجي.

ڪڪ جي=مُئي. پوڪ=جيئري>جيئرو.

آءٌ مُئي گهورياس، پنهل مر جيئرو هجي.

[ 858 ]

اوهين تہ **اَن جون،** اديون! منهنجو **نرنانءُ ڪير جو.**

اَن جون=ٽڪيون. نرنان=رام>آرام. ڪير جو=
ڦٽڻ>ڦٽو.

اوهين تہ ٽڪيون، اديون! منهنجو آرام ڦٽو.

[ 859 ]

ٻہ **نالا** ڪينديا‏س، پر وينديس **پوڪ** پنهون جي.

ٻہ نالا=هڪ نالو مڱيو، ٻيو نالو پنيو. پوڪ=ساڻ.

مڱيو پنيو ڪينديا‏س، پر وينديس ساڻ پنهون جي.

[ 860 ]

**وڻ** تي وينديا‏س، وجي **نالي** ۾ پونديا‏س،

جڏهن **نرنانءَ** ۾ ايندياس، تڏهن ملندم وَرَ"وزير"چئي.

وڻ=ڪَنڌي>اُڪنڌي. نالو=ڏونگر. نرنانءُ=
جبل.

اُڪنڌي تي وينديا‏س، وجي ڏونگر ۾ پونديا‏س،

جڏهن جبل ۾ ايندياس، تڏهن ملندم ور"وزير" چئي.

[ 861 ]

**وڏن** منجهہ **نندي** آءٌ **نندين** جا **وَڏا** ڏسان!

وڏا=قاف(جبل)> قافن. نندي=ڪوهي>ڪهي.
نندين=گونرن. وڏا=گس.

قافن منجهہ ڪهي آءٌ گونرن جا گس ڏسان!

[ 862 ]

آءُ تان **واتَ** ڏي تي وجان، جنهن سان اتم **ڪاٺ** ڙي.

واتَ(جو) =وَرُ. ڪاٺ جي=انگهہ>انگ.

آءُ تان وَرَ ڏي تي وجان، جنهن سان اتم انگ ڙي.

[ 863 ]

**ڪاٺي** ڳوليندياس، **عضوي** هوت پنهون ڪي.

ڪاٺي=پوٽي>پُٺي. عضوو=ڪَلي>هيڪلي.

پُٺي ڳوليندياس، هيڪلي هوت پنهون ڪي.

[ 864 ]

توڙي **اَن جا** آهن، تہ بہ **سُٺ جي** ڏسندي سان.

اَن جا=آڏارڻ>آڏا +رڻ. سُٺ جي=ڏور>
ڏوري.

توڙي آڏا رِڻ آهن، تہ بہ ڏوري ڏسندي سان.

[ 865 ]

مون تان **نالو** ڇڏيو، ڪا **نالو** ڇڏيندي،
**نالي** جي **نالي** سان، ڪا **نالو** جهاڳيندي،
**نالو** گڏيندي، ڪا **نالي** جي **نالي** سان.

نالو=حال. نالو=مال. نالو=آڳو. نالو=احسان.
نالو= جبل. نالو= هيمن> هيءُ + من. نالو=
هوت. نالو=پنهون.

مون تان حال ڇڏيو، ڪا مال ڇڏيندي،
آڳي جي احسان سان، ڪا جبل جهاڳيندي،
هيءُ من گڏيندي، ڪا هوت پنهونءَ سان.

[ 866 ]

پنهون **پوڪ** نہ ٽڪيو، پوءِ آءُ **ڪپڙي جي** ڙي!

پوڪ=تيرُ. ڪپڙي جي=رڪي>رُلي.

پنهون تير نہ ٽڪيو، پوءِ آءُ رُلي ڙي!

[ 867 ]

آءُ **ڪاٺي** ويندياس، **ڪاٺي** مون سان ڪانہ هلي.

ڪاٺي=موراهي>مورانهين. ڪاٺي=هيٺي.

آءُ مورانهين ويندياس، هيٺي مون سان ڪانہ هلي.

[ 868 ]

ڪجهہ **ڪـاٺ** جو تہ ڪڻ، چئي ادي! **ڪـاٺ** جو چا
ڪٽان، جيئن **وڪـر**.

ڪاٺ جو=ٻل. وڪر=آمري>امر.

ڪجهہ ٻـَل تہ ڪـڻ، چئـي ادي! ٻـل ڪيئـن ڪٽـان
جيئـــن اَمـــر.

[ 869 ]

مون کي **اَڏ نانءُ** جي **ڪاني** لڳي، اوهين چئو **نرنـانءُ**.

اڏ نانءُ=نينهن. ڪاني=نائڪَ. نرنان=موٺـو.
>موٺ.

مون کي نينهن جي نائڪَ لڳي، اوهين چئو تہ مـوٺ.

[ 870 ]

**ڳهــ جـــي** ڪنديـس ڪينڪـي، **نـــالو نـــالو** ڙي،
**نـــالي** منهنجـــا ســـپرين، آءُ **نـــالي** وجـــان ڙي.

ڳهہ جي=ٺـڪَ> ٺڪنديس. نالو=ممون>مرَ +مون.
نالو= پَليــو. نــالو= پر مـون> پـري مرَ. نالو=
پَلُـو>پَلي.

هــاٺي ٺڪنديـــس ڪينڪـــي، آ مـــون پليـــو ڙي،
پـــري مرَ منهنجـــا ســـپرين، آءُ پلـــي وجـــان ڙي!

[ 871 ]

اوهيـن چـو **نــالي** تيـون آهيـو، مـر **نـار نــالي** آئـون،
**مرض حاڪيماٺا** مون پيا، سي پي رب جون رضائون.

نارنالي=جـُلي>جـُليون>جـَليـُون. نار نالي=
جـُلي>جـُلان>جـَلان. مرض=ڏُنڌ. حاڪيماٺو
=ڳولڻ.

اوهيــن چـــو جليـــون آهيـــو، مـــر جـــَـــلان آئـــون،
ڏنـڌ ڳولـڻ مـون پيـا، ســي پـي رب جـون رضـائون.

[ 872 ]

اوهين سپ **متيءَ جون**، مون کي **جهنگ** نہ چئو،
وينديس **وٽ** پنهل ڏي.

متيءَ جون=چريون. جهنگ جو=جهالو>جهليو.
وَٽ(جي)=ويڙهہ.

اوهين سپ چريون مون کي نہ جهليو، وينديس ويڙهہ
پنهل ڏي.

[ 873 ]

پنهون جهڙا **پکي جا راڳ** کيئن آيا ويا، نتي
**بيڙيءَ جي** گهرين!
چئي: پنهون **مال جيئن** آن نہ ڏنو، تڏهن مون کي
چئو **پونءِ جي**.

پکيءَ جا=پر. راڳ=ديسي. بيڙي جي=سلامتي.
مال جي=پرڪ>پرکي. پُونءِ جي=چَري.

پنهون جهڙا پرديسي کيئن آيا ويا، نتي سلامتي گهرين!
چئي: پنهون پرکي آن نہ ڏنو، تڏهن مون کي چئو چري.

[ 874 ]

**ڪاٺ** نہ پايو جيڏيون، **جيت** نہ رهندياس،
**نار نانءَ ڪاڄ** چونڊياس، **ڳهہ مال نرنانءَ** کي.

ڪاٺ= جهل. جيت= پنيوري> پنيور. نارنان=
چڳي. ڪاڄ=يتُ. ڳهہ=ڏورا. مال=پاڏا. نرنان=
آڍو>آڍن.

جهل نہ پايو جيڏيون، پنيور نہ رهندياس،
چڳيءَ يَت چونڊياس، ڏوراپا ڏاڍن کي.

[ 875 ]

**اَن جن** آءُ نہ پائيان، مون سان **ڪاٺ جن** ڪئي.

اَن جا=تُهہ>توهان. ڪاٺ جو=ڪارب>
ڪا +رب.

توهان کان آءُ نہ پائيان، مون سان ڪا رب ڪئي.

[ 876 ]

تـڙ منهنجـو **نرنـانءَ**، تـڏهن مـون **مـرض** پرائيـا .

تڙ=ڦِـٽو. نرنان=ڪرم. مرض=سُورَ.

ڦِــٽو منهنجــو ڪـرم، تـڏهن مـون سـورَ پرائيـا .

[ 877 ]

**وڪـــر نـــالن** هـــوت، پـــر **نـــالن** نيـــو ڙي اديـــون!

وڪر=ڳُوڻ>ڳُڻَ. نالو=مِـنو. نالو=نصيبو>
نصيب.

ڳُـــڻن مـــِنو هـــوت، پـــر نصيـــب نيـــو ڙي اديـــون!

[ 878 ]

**نـالا** منهنجـي **نـانءَ** ويـا، **وڻ جـو** ٻيـن کـي ڏيـان!

نالا=ڪيچي. نانءَ=ڪرمون>ڪرمئن. وڻ جو=
چوڏو>چو +ڏوهہ.

ڪيچي منهنجي ڪرمئن ويا، چو ڏوهہ ٻين کي ڏيان!

[ 879 ]

هٽيــو **ڪـــاٽ جـــو ڪـــاٽ** تـــي، **ڳهـــہ** پـــايو روءِ،

هــَـي هــَـي **مـال جـا** ڙي، **پـوڪ نـالي** ڪبي نـہ چوءِ.

ڪاٽ جو=هٽيو>هٽ. ڪاٽ جي=منُ> مونن.

ڳهہ=مُنديون>مُنديون. مال جا=گهوڙا. پوڪ
جو=ٻارو>ٻاڙو. نالو=پنهون.

هٽيــــو هـــٽ مونـــن تـــي، منــــديون پـــايو روءِ،

هــي هــي گهــوڙا ڙي، بـــاڙو پنهــون کـــي نـــہ چـــوءِ.

[ 880 ]

**اَن جيئـــن** ٽيـــو، **مـــَـــن** ڪـــا پئيـــو **رات**.

ان جي=مُٺ>مـُنيون. رات=قدر.

مـــُنيون! مـون جيئـن ٽيـو، مــَن ڪـو پئيـو قـدر.

[ 881 ]

**وڻ** هئـوڙي جيـڏيون، **ڪـــاٽ** بـــہ منهنجـــي کـــي،

**مـال جـوڙي** جيـڏيون، جنهـن کـي **مـال جـو** پيـو؟

ونڻ=لاٽو>هالاٽو. ڪاٺ=من. مال جو=هيتُ
(=پيار). مال جو=ڇوڙو>وڇوڙو.

هالاٽو هئو ڙي جيڏيون، من ٻه منهنجي ڪي،
هيت هوءِ ڙي جيڏيون، جنهن کي وڇوڙو پيو؟

[ 882 ]

اديون! انهن **ذاتين** جو، مون سان شايد اڳي **نالو** هو،
ڪري **ٻوليون** پاڻ ۾، هنن تي **نالي** هوت نيو،
سُڌ نه پيم سرتيون، نه ته مون پڻ **ونڻ** ڪيو،
**پوڪ** بنان تي پانهنجي، مون کي ڏير آن ڇو نه ڏيو،
اهڙو ڪونه ٿيو، جنهن کي **ڳهه جي** خان پنهون کي.

ذات=جت>جتن. نالو=وِٽو. ٻولي=پاريسي>
پاريسيون. نالو=ٻانهو>ٻانهيو. ونڻ=هيرڻ>
رڻ. پوک=چانور> چان(= چوان) + ور.
ڳهه جي=نٽ>منٽ.

اديون! انهن جتن جو، مون سان اڳي وِٽو هو،
ڪري پاريسيون پاڻ ۾، هنن تي ٻانهيو هوت نيو،
سڌ نه پيم سرتيون، نه ته مون پڻ رڻ ڪيو،
چان، ور پنان تي پانهنجو، مون کي ڏير آن ڇو نه ڏيو،
اهڙو ڪو نه ٿيو، جنهن کي منٽ خان پنهون کي.

[ 883 ]

**ڏڪار پاروٺو پيءَ مئو؟**

ڏڪار=قحط. پاروٺو=باسي>باسيو. پيءَ مئو=
ڇورو>ڇو +روئو.

قحط ته باسيو (مون، اوهين) ڇو روئو؟

[ 884 ]

**جبل جهليو ڙي جيڏيون، مان مال جي ٿيان.**

جبل=روٽو روئڻ. مال جي=رواني.

روئڻ جهليو ڙي جيڏيون، آءُ رواني ٿيان.

سسئي جو ماءُ كي جواب

[ 885 ]

**كاٹ مرض** تيام، **نرنانءَ** تن **ذاتين** جا.

كاٹ(جو) =سنجو>سنجهو. مرض=ساڙ. نرنان=
آئل>آيل. ذات=آريچا>آريچن.

سنجهي ساڙ تيام، آيل، تن آريچن جا.

[ 886 ]

**ٻار جيئن** لڳوم، **نالو** تنهن **نرنانءَ** جو.

ٻار جيئن=چوٿيءَ وارو ڏك. نالو=آئِل>آيل.
نرنانءَ=ٻاروچو.

چوٿيءَ ڏك لڳوم، آيل ٻاروچي جو.

[ 887 ]

اُنن جي **لوهہ جا**، **كاٹ جي شكاري** آهيان.

لوهہ جا=كيرَ> اُكير. كاٹ جو=در>مادر.
شكاري=ماري.

اُنَن جي اُكير، مادر ماري آهيان.

[ 888 ]

ري **هٿيار جي** ويندياس، **شهر جي** هوت پنهونءَ ڏي.

هٿيار جي=كوٺي. شهر جي ماڙي>ماءُ +ڙي.

ري كوٺي ويندياس، ماءُ ڙي هوت پنهون ڏي.

سسئيءَ كي سرتين جو دلاسو

[ 889 ]

هت **ڏڻ جو** سسئي، اسان جا **پكي** تا كرن،
**پاٹي وڻ جي** كري، وجي **پكي** تج تون.

ڏڻ جو=نرو>نہ +روءِ. پكي=هنجهہ. پاٹي جي=
موك. وڻ=لاٹي. پكي=ڳيرو>اڳي +روءِ.

هت نہ روءِ سسئي، اسان جا هنجهہ تا كرن،
موكلاٹي كري، وجي اڳي روءِ تون.

[ 890 ]

چـڏ **ڪـاٺ** ڙي سسـئي، وڃـي **ذات** تـي.

ڪاٺ=راهو>راهون. ذات=اُتيرو>اُتي +روءِ.

چـڏ راهـون ڙي سسـئي، وڃـي اُتـي روءِ.

[ 891 ]

تـون تـان **پڪـي** ڏونـگرين، **فـاقيرا** چـو ڪريـن.

پڪي=پهوڙي>پٺو +ڙي. فاقيرا>سانگا.

تون تان (نڪري) پٺو ڙي ڏونگرين، سانگا چو ڪرين!

[ 892 ]

**پنهنجـا** ۽ **مـال جـا**، چـڏ **پنهنجـون** سسـئي!

پنهنجا=آسانگا. مال جا=وڳر. پنهنجون=سهيليون.

آسـانگا ۽ وڳـر، چـڏ سـهيليون سسـئي!

[ 893 ]

**حاڪيماٽي** ويهه سسئي، **ڳهه** ڪي ڪنديـنءَ ڪوهه،

اتـي ٿـي رهنديئـن تـه توڪـي **نرنـانءَ** ڏينـدو ڏوهـه.

حاڪيماٽي=مَتَڪي>مَ +تڪي. ڳهه=ڪُرڪي.
نرنان=عالم.

مَ تَڪي ويهه سسئي! ڪُـرڪي ڪنديـنءَ ڪوهه،

اتـي ٿـي رهنديـنءَ تـه توڪـي عـالم ڏينـدو ڏوهـه.

[ 894 ]

**حاڪيمـاٽي** ويهـه، **نرنـالو** ڪيـچ ڏي.

حاڪيماٽي=مَتڪي>مَ +تڪي. نر نالو=
روحل>رئي +هلُ.

مَ تڪـي ويهـه، روئـي هـَـل ڪيـچ ڏي.

[ 895 ]

ويهه **حاڪيماٽي**، وڃ **ذات** سان اڳيوُن **نرنانءَ** اٿئي.

حاڪيماٽي=متڪي>مَ +تڪي. ذات=
رِندَ=رَند. نرنان=محبوب.

ويهه مَ تِڪي، وڃ رَنـد سـان، اڳيـوُن محبـوب اٿئي.

[ 896 ]

**ليڪي پڪياٽي** سسئي، تنهنجا ڏير ويا ڏونگر،
**ذاتين** متي **ڪپڙو** ڏي، وجي **رنگ راند جا** ڪر.

ليڪي جي=نوي>نہ. پڪي=وهيو>ويهہ. ذات=
راهو> راهُن. ڪپڙو= پڳ> پڳڙا. رنگ =
ڪيسُ. راند جا=ڏڙها>ڏڙا.

نہ ويهہ ڙي سسئي، تنهنجا ڏير ويا ڏونگر،
راهن متي پڳڙا ڏي، وجي ڪي سڏڙا ڪر.

[ 897 ]

ڪڻ **پنهنجا**، لنگهہ **مال جا**، اڳيان **آن جا** اتئي.

پنهنجا=چپر. مال جا=ٽَڪر. آن جا=آڏارڻ>
آڏا +رڻ.

ڪڻ چپر، لنگهہ ٽَڪر، اڳيان آڏا رِڻَ اتئي.

[ 898 ]

ڪڻ **ڪڪ جا**، ڏس **مال جا**، اڳيان **نرنانءُ** اتئي.

ڪڪ جا=چپر. مال جا=ٽَڪر. نرنان=فتح.

ڪڻ چپر، ڏس ٽڪر، اڳيان فتح اتئي.

[ 899 ]

ڪو بہ **نشي جو** نہ ڪر سسئي! اڳيان **نالو** اتئي.

نشي جو=مونجهارو. نالو=فتح.

ڪوبہ مونجهارو نہ ڪر سسئي، اڳيان فتح اتئي!

[ 900 ]

هو **قرآن جي** ڪٽي ويا، تون بي **قرآن جي** ڪر سسئي!

قرآن جي=تبار>تہ +بار. قرآن جي=منزل.

هو تہ بار ڪٽي ويا، تون بي منزل ڪر سسئي!

[ 901 ]

اچ **نرنانءُ** سان، وڃ **نرنانءُ** سان، چڙهہ **نرنانءُ** تي،
پيچ **نرنانءُ** ڪان، تہ ڪو **نرنانءُ** ڏنئي.

نرنان=محبت. نرنان=جبل. نرنان=ڏونگر.
نرنان=پنهل.

اڇ محبت سان، وڄ محبت سان، چڙهہ جبل تي،
پيچ ڏونگر کان، تہ کو پنهل ڏئي.

[ 902 ]

**زمين راند جو لڳئي، تہ پوڙهي کيچن کاڻ.**

زمين جي=وَس. راند جو=واکو. پوڙهي=
ڪُراڙي>ڪر +ڙي.

وس واکو لڳئي تہ ڪر ڙي ڪيچن کاڻ.

[ 903 ]

**عضوو ڪيچين ڪاڻ، ڪاٺ** پوندئي ڙي سسئي!

عضوو=چپر. ڪاٺ(جو)=ڏورٺو.

چپر ڪيچين ڪاڻ، ڏورٺو پوندئي ڙي سسئي!

[ 904 ]

سسئي! **شهر** اتئي، وڄ **ڪپڙ جي** ڪيچ ڏي.

شهر=ياڳناڙي>ياڳ +اَناڙي. ڪَپڙ جي=
ڏُپ چِتي>ڏُپَ +چِٽيندي.

سسئي! ياڳ اناڙي اتئي، وڄ ڏُپَ چٽيندي ڪيچ ڏي.

[ 905 ]

پنهون **ڪپڙجيئن** ويو، تون **اَن** جيئن سسئي!

ڪپڙ جي=پَتي.اَن = مَتَرُ> مَ +تُر.

پنهون پتيءَ ويو، تون مَ تَرُ سسئي.

[ 906 ]

**ڪپڙو** تنهنجو ڪانڌ هو، **اوڪيءَ** ڳولح تون،
**پنهنجو نرنانءَ** ڪري، پهچ **نرنانءَ** ڪي تون.

ڪپڙو=جوڙي>جو +ڙي. اوڪي=سوڙهي>
سو +ڙي. پنهنجو=نفس. نرنان=پليو>پلي.
نرنان=پنهون.

جو ڙي! تنهنجو ڪانڌ هو، سو ڙي! ڳولح تون،
نفس کي پَلي ڪري، پهچ پنهونءَ ڪي تون.

[ 907 ]

لوهہ جو ڪيڇين ڪاڻ، جر جو آيئي سسئي!

لوهہ جو=بَرمون>برُ +مُنهن. جَرجو=جهاڳڻ.

بر مُنهن ڪيڇين ڪاڻ، جهاڳڻ آيئي سسئي!

[ 908 ]

جيئڏ ڪيڇين ڪاڻ، باز جو ڙي سسئي!

جيئڏ=ڪهہ(ماڪڙ). باز جو=ڇاپو>ڇا +پوءِ.

ڪاهي ڪيڇين ڪاڻ، ڇا پوءِ ڪنديئن ڙي سسئي؟

[ 909 ]

ڪپڙ جي ڪيڇين ڪاڻ، ڪپڙ جو ڪنديئن سسئي!

ڪپڙ جي=ڪَهي>ڪَهہ. ڪپڙ جو=ڇاپو>
ڇا +پوءِ.

ڪَهہ ڪيڇين ڪاڻ، ڇا پوءِ ڪنديئن سسئي!

[ 910 ]

ڪاٺيءَ ڪوهيارو ويو، ڪاٺي ڳول پنهون ڪي.

ڪاٺيءَ=ڪٺڪي>ڪسڪي. ڪاٺي=تاڪي>
تان +ڪي.

ڪسڪي ڪوهيارو ويو، تان ڪي ڳول پنهون ڪي.

[ 911 ]

ڳاهہ پنيان ڪر ڪاهہ، ڳهہ ۾ ڳول پنهل ڪي.

ڳاهہ=ڇاهڪ>ڇا +حق. ڳهہ=دُرُ> وندر.

ڇا حق پنيان ڪر ڪاهہ، وندر ۾ ڳول پنهل ڪي.

[ 912 ]

هو تا مرد جي وڃن، تون وڪر جي ڙي سسئي!

مرد جي=هڪلِ>هڪليو. وڪر جي=ڪمرڪس
>ڪمرڪش.

هو تا هڪليو وڃن، تون ڪمر ڪش ڙي سسئي!

[ 913 ]

ٻولي ٻڌي هُئي جن جي، ڇڏ مَ ڏات تن جي.

ٻولي=ٻهڪَ. ڏات=منگسي>مَ +گيسي.

ٻهڪ ٻڌي هئي جن جي، ڇڏ مَ گيسي تن جي.

[ 914 ]

اُتي سنير سسئي، هوت ويندءِ ڙي.
وڻ چڏي گاهہ پيا تہ هت نہ ايندءِ ڙي.

وڻ=هيرڻ>هي +رڻ. گاهہ=ٻيرڻ>
ٻئي +رِڻ.

اُتي سنير سسئي، هوت ويندءِ ڙي،
هيءَ رِڻ چڏي ٻئي رِڻ پيا تہ هت نہ ايندءِ ڙي.

[ 915 ]

اتي سسئي اوزار تي، ٻي اوزار تيندي كانہ،
ذاتين ۾ نرنان چئي تہ نرنانءَ مليئي شال!

اوزار=سيراهي>راهي. اوزار=كارائي>راهي.
ذات=رِند>رَندن. نرنان=رمضان. نرنان=محب.

اتي سسئي راهي تي، ٻي كا راهي تيندي كانہ،
رَندَن ۾ "رمضان" چئي تہ محب مليئي شال!

[ 916 ]

نرنانءَ تان مرون، زحمت كاڄ سسئي!

نرنان=راهو>رهڻ. مرون=دلاهہ>دل +لاهي.
زحمت=اُتي. كاڄ=وانكڙي(سوپاري)>
وانك +ڙي.

رهڻ تان دل لاهي، اُتي وانك ڙي سسئي!

[ 917 ]

زحمت كر ڙي سسئي، كاڄ جي ملين مانَ.

زحمت=ستَ. كاڄ جي=اوبر>برين.

ست كر ڙي سسئي، هو برين ملين مانَ.

[ 918 ]

كر مَ سرائكي، وج مَ فقير، كپڙي جي هوت وجن.

سرائكي=كڙو>كڙمَ. فقير=سامي>وِسامي.
كپڙي جي=اڳڙي>اڳڙيئون.

كڙ مَ اتاهون، وج مَ وِسامي، اڳڙيئون هوت وجن.

[ 919 ]

**عضوو ڪڻ سسئي، ڙي ڪپڙي جيئن هوت ويا.**

عضوو=ڪُڙي. ڪپڙي جي=اڳڙي>اڳيون +ڙي.

ڪُڙي ڪڻ ڙي سسئي، اڳيوُن ڙي هوت ويا.

[ 920 ]

**ناڻي جا ڪٺي، وجي ڪاڄ پنهون ڪي.**

ناڻي جو=رند. ڪاڄ جو=رس.

رند ڪٺي وجي رس پنهون ڪي سسئي!

[ 921 ]

**نالي پنهون، متي نهار.**

نالو=جَتو>جِتي. متي=اُتي.

جتي پنهون، اُتي نهار.

[ 922 ]

**وهٿين ويو ڀاروچو، وچ ولهارين سسئي!**

وهٿ=جاڏو>جاڏي. ولهار=تاڏو>تاڏي.

جاڏي ويو ڀاروچو، تاڏي وچ سسئي!

[ 923 ]

**اُتي نالي ڪاني ڪر، متان نالي هوت اچئي.**

نالو=ڪالو. ڪاني=چڪر. نالو=نظر.

اُتي ڪا لوچ ڪر، متان نظر هوت اچئي.

[ 924 ]

**ڪاني ڪيچين ڪاڻ، وجهه مال جا ملڪ ۾.**

ڪانيءَ جي=پوڙي>پوءِ ڙي. مال جو=وڙهو>
وڙهول. ملڪ=ولهار.

پوءِ ڙي ڪيچين ڪاڻ، وجهه وڙهول ولهار ۾.

[ 925 ]

**ڪاغذ جو نه هجئي، ته وجي مال جا ڪر.**

ڪاغذ جو=پتو. مال جا=گهوڙا.

پتو نه هجئي، ته وجي گهوڙا ڪر.

[ 926 ]

چا ڪنديءَ **پيڙي وارن** ڪي، **تون ذات** وني وڄ سسئي!

پيڙيءَ وارا=سونهان>سونهن. ذات=رِند>رَندَ.

چا ڪنديءَ سونهنِ ڪي، تون رَند وني وڄ سسئي!

[ 927 ]

**ڪپڙي جي** وِيڙئي ڏيہ، وڄ **ڪاسبڪي** سسئي!

ڪپڙي جي=کهي. ڪاسبڪي=ڏَنوڻ>ڏَنوندي.

کَهي وِيڙئي ڏيہ، وڄ ڏنوندي سسئي!

[ 928 ]

**ان جو** اتئي سسئي، **ان جي** واٿ وڃ.

ان جو=ڪَهٽو. ان جي=رَڙي>رِڙهي.

کهٽو اتئي سسئي، رڙهي واٿ وڃ.

[ 929 ]

ڪڻ **ڪاني** ڪيڇن ڪاڻ، **ڏينهن** تو تئي سسئي!

ڪاني=ڏانگ. ڏينهن=سهائي.

ڪڻ ڏانگ ڪيڇن ڪاڻ، سهائي اتئي سسئي!

[ 930 ]

پنهون تہ **پوک جو**، پر سسئي وجي **مال جي**.

پوک جو=داڻو>سڏاڻو. مال جي=ڦولهڙي>ڦولهہ +ڙي.

پنهون تہ سڏاڻو، پر سسئي وجي ڦولهہ ڙي!

[ 931 ]

**هٿيارئون** هوت ويا، تن ڪي اُتي **مال جي**.

هٿيار=تبر>تہ +بَرن. مال جي=ڦولهڙي>ڦولهہ +ڙي.

(اهي) تہ برن ۾ هوت ويا، تن ڪي اتي ڦولهہ ڙي.

[ 932 ]

وئين **نالن** ڪان نڪري، هاڻي **ذات** پنهون ڏڻ جو.

نالو=خان>خانن. ذات=پٽپار>پٽي +پار.

ڏڻ جو=پيچ.

وئين خانن کان نکري، هاٽي پٽي پار پنهون جو پيچ.

[ 933 ]

**ذات مال لوهہ جي** ڪري ويئي، **تون تڙ حاڪم مال جي** سسئي!

ذات=ڪيچي. مال=اُٺ. لوهہ جي=تار>قطار.

تڙجي=پُوٽي>پُٽي. حاڪم جي=پارت>پارَ.

مال جي=پُچڙي>پيچ +ڙي.

ڪيچي اُٺ قطاري وَيئي، تون پُٽي پارَ پيچ ڙي سسئي!

سسئيءَ جو پنهون پنيان وڃڻ

[ 934 ]

جنهن جو هو **واٽيو** رات ويئڙو، سا **عورت ڪندي** چو نہ ميان!

واٽيو=تُرسي. عورت=ساهُل>سا +هُل.

جنهنَ جو هوت رسي رات ويڙو، ساهُل ڪندي چونہ ميان!

[ 935 ]

سٽيو **مال جا، نار نالي** سسئي!

مال جا=چوئِبول. نار نالو=صابل>سا>بُل.

سٽيو چوئِبول، سا بُل ڪائي سسئي!

[ 936 ]

**وڪر** وهاءِ نہ سسئي، ڪري **پوڪ جي** پنهل ڪاڻ.

وڪر=سرمون. پوڪ جي=سوءَ>سُوءَ.

سرمون پائي نہ سسئي، ڪري سُوءَ پنهل ڪاڻ.

[ 937 ]

جنهن جو **ڳهہ** وٺي ويا ڏير، سو **نالو نرنان** ئي نہ ٽئي.

ڳهہ=ور. نالو=موريو>مُور. نرنان= ٽڪيو>ٽڪي.

جنهن جو ور وٺي ويا ڏير، سا مور نہ ٽڪي سسئي.

[ 938 ]

ڪاٺ ئون هلندي، ڪاٺ نہ رهندي،
ڪاٺ ئون ڪنيو ٻئي ڪاٺين هٽندي،
وئي ائين چوندي، ڪاٺ ڙي جيڏيون ڪاٺ.

ڪاٺ= ڏرو (گاڏيءَ جو پويون تختو)> ڏرئون.
ڪاٺ=مُول (لاهہ). ڪاٺ=ٻانهون (جهلار جي
ڪوهاڏي ۾ اُهي ٻہ ڪاٺيون جن تي جهلڻ رکجي).
ڪاٺ=مُنو>مونو>مونين. ڪاٺ=ورو.

ڏرئون هلندي، مُول نہ رهندي،
ٻانهون ڪنيو ٻئي مونين هٽندي،
وئي ائين چوندي، ورو ڙي جيڏيون ورو.

[ 939 ]

هوءَ اتي ڪاٺ ٻڌي، الله! عورت تون ڪرين.

ڪاٺ=وٿوهڙ>وٿو +هڙَ. عورت=سونهين.

هوءَ اتي وٿو هڙَ ٻڌي، الله! سونهين تون ڪرين.

[ 940 ]

شهر سارو لوهہ ٿيو، نالو هوئي ڪونہ.

لوهہ (جو)=مارو. نالو=سچڻ.

شهر سارو مارو ٿيو، سچڻ هوئي ڪونہ.

[ 941 ]

ويهڻ هنڌ ٿيوس، تڏهن تي پٽي چام پنهون ڪي.

ويهڻ هنڌ=ڪٿولو>ڪٿو +لوڪ. پٽڻ=
اوسارڻ>اوساري.

ڪٿو لوڪ ٿيوس، تڏهن تي اوساري چام پنهون ڪي.

[ 942 ]

جڏهن پنهون هو هتي، سمهڻ هنڌ نہ هو،
جڏهن پنهون هُت ويو، تڏهن سمهڻ هنڌ ٿيو.

سمهڻ هنڌ=ڪٿولو>ڪٿو +لوڪ.

جڏهن پنهون هو هتي، ڪٿو لوڪ نہ هو،
جڏهن پنهون هُت ويو، تڏهن ڪٿو لوڪ ٿيو.

[ 943 ]

آءُ تان **ڪاني** ڪيچين لئي، سي ويا **ڪاني** ڪوهيارا،

هاٿي ڏي **ڪاني** اُليرا، تہ رچ پوي روھہ ۾.

ڪاني=ڪِڙڪي. ڪاني=سرڪي. ڪاني=سڌي.

رچ=طباک>تہ +باک.

آءُ تان ڪڙڪي ڪيچين لاءِ، سي ويا سرڪي ڪوهيارا،

هاٿي ڏي سِڌي اُليرا، تہ باک ڦٽي روھہ ۾.

[ 944 ]

پنهون ڪان پوءِ سسئيءَ سان **ذات پنهنجو** ڪونہ ٿيو.

ذات=سورو>سُورن. پنهنجو=پائي.

پنهون ڪان پوءِ سسئيءَ سان سورن پائي ڪونہ ٿيو.

[ 945 ]

**باھہ جي** ڪيچين ڪاڻ، **پنهنجون** ڪري سسئي.

باھہ جي=بَني>بيني. پنهنجون = اَرداسُون.

بيني ڪيچين ڪاڻ، ارداسون ڪري سسئي.

[ 946 ]

هوءَ جا **ڪاني** ڪوهيارل، تنهن کي **علم جُر جا** ڇا ڪندا.

ڪاني=ڪپي. علم جا=ڦيٽا. جر جا=ڇندا.

هوءَ جا ڪپي ڪوهيارل، تنهن کي ڇندا ڦيٽا ڇا ڪندا.

[ 947 ]

**ولايت** ٿون آئي **ڪامٽي**، ڪري ڪلهي تي **وڻ**،

پاريندي پنهل سان، وجي **وڻ** جو وڻ.

ولائت=پار>پارٿون. ڪامٽي=سسئي. وڻ=

اَڪ>حق.

پارٿون آئي سسئي، ڪري ڪلهي تي حق،

پاريندي پنهل سان، وجي حق جو حق.

[ 948 ]

**ڪُتي واري** ڪيچين مان ڪانہ آئي، نہ تہ پاڻ سان

ونی وجي ها.

[ 1251 ]

**وكر** هُياس جيڏيون، **وكر** سپ ويا.

وكر=هڙتال. وكر=چوٽال>چيتا.

هڙتال هيس جيڏيون، چيتا سپ ويا.

[ 1252 ]

**مٽئي جي** مون جيڏيون، توهين **كپڙ جون** چو

تيون تيو.

مٽئي جي=لَكَ>لِكيو. كپڙ جون=چَٽيُون>

چِتيون.

لكيو مون جيڏيون، توهين چِتيون چو تيون تيو.

[ 1253 ]

هيس **نارنالي نرنانءَ** سان، پر **مرونءَ پاٽي جي** كيس.

نارنالي=عاقلان>عاقل. نرنانءَ=عقل. مِرون جي=

كِي>هلكي. پاٽيءَ جي=هار وير>هار.

هيس عاقل عقل سان، پر هلكي هار كيس.

[ 1254 ]

اوهين **اَن** واريون، پر منهنجو تہ **اَن** ڏسو.

ان=كلڻ. اَن (جو) = جيءُ.

اوهين كلڻ واريون، پر منهنجو تہ جيءُ ڏسو.

[ 1255 ]

**ذات** پلايس جيڏيون، **كاچ** خدا خلقيا،

كنهن **نالي** چيم كون كو، تہ **ڏڻ جي** هٿ مَ لاءِ.

ذات=لوهار. كاچ=چوهارو>چو +هار. نالو=

سچڻ. ڏڻ جي=مهار>مَ +هار.

هار پُلايس جيڏيون، چو هارَ خدا خلقيا،

كنهن سچڻ چيم كون كو، تہ مَ هارَ هٿ لاءِ.

[ 1256 ]

**ذاتيون ۽ ذاتيون**، ڏي **كاچ** جون **نرنانءَ** كي،

ڏي **ككن جي عورت** كي.

ذات=هنيا>هنيي. ذات=پَنيا>پَني.

ڪاچ=چوڙي>چوُ +ڙي. نرنانءَ=چنيسر.

ڪکن جي=پُنگي. عورت=رن.

هنيي نہ پنيي، اوهين چوُ ڙي چنيسر کي تہ ڏي
پُنگي رن کي.

[ 1257 ]

هوءَ جي **مال جي** آئي، **متيءَ جي** مون ڪان نہ تي،
ادي! مون **عضوي جي** ڪئي، تڏهن **ڳهہ مال جي**
تي پئي.

مال جي= اُسري. متي= واري، عضوي جي=
چُڪ(چيلهہ جو مرض).ڳهہ=مالها. مال جي=ٿُتي.

هوءَ اُسري آئي، واري مون کان نہ تي،
ادي! چُڪ مون ڪئي، تڏهن مالها ٿُتي پئي.

سرتين جو ليلان کي جواب

[ 1258 ]

اي ليلان! ڪوئروءَ کي **ذات نالو** نہ ڪرين ها،
جي **ذات نالو** ڪيئي، تہ ڏي **ڪپڙي جي** ڪوئروءَ کي.

ذات=درزي>در +جي. نالو=محرم. ذات=
درزي>در +جي. نالو=محرم. ڪپڙي جي=هڙ.

اي ليلان! ڪوئروءَ کي در جي محرم نہ ڪرين ها،
جي در جي محرم ڪيئي تہ ڏي هَڙَ ڪوئروءَ کي.

[ 1259 ]

**لوهہ جا** ليلان، **ڪپڙي جا** ڪيئن ڪيئي؟

لوهہ جا=گهوڙا. ڪپڙي جا=ڪلورا>ڪلور.

گهڙا ڙي ليلان، ايڏا ڪَلُور ڪيئن ڪيئي؟

[ 1260 ]

جڏهن **حقي جا** ڏنا هيئي ملڪ ۾، تڏهن **مال جا**
چو ڪيئي؟

حقي جا=چغل. مال جا=واپار.

جڏهن چغل ڏنا هيئي ملڪ ۾، تڏهن واپار چو ڪيئي.

[ 1262 ]

ليلان! **شهر** شهرن **ڳالهہ**، تہ ڪوئرو ڪندي ڪي **اَن جا**.

شهر=سچا. ڳالهہ=سٌئي. ان جا=ڏُتپا.

ليلان! سچن شهرن سٌئي، تہ ڪوئرو ڪندي ڪي ڏُتپا.

[ 1263 ]

ليلان! ڪوئرو تي هار آندو، تڏهن **ٻولي ڳاهہ** ڪرين ها.

ٻولي= چِني. ڳاهہ=مُڃَ.

ليلان! ڪوئرو تي هار آندو، تڏهن چِني مُڃ ڪرين ها.

[ 1264 ]

**پنڌ جي** هار ورتئي؟ اهڙا **نالا** نہ ڪجن.

پنڌ جي=چُهي>چو +هيءُ. نالو=ڪمن>ڪم.

چو هيءُ هار ورتئي؟ اهڙا ڪم نہ ڪجن.

[ 1265 ]

**وڻ** وجئي **نارنانءَ**، تو **مال جو** چو ڪيو؟

وڻ=آڪ>عقل. نارنانءُ=ليلان. مال جو=
مَٿُ (سودو)

عقل وجيئي ليلان، تو مَٿُ چو ڪيو؟

[ 1266 ]

**لوهہ جي** ليلان، **رڇ** چنيسر؟

لوهہ جي=ڪينچي>ڪنهن +چيئي. رڇ=مَٿ.

ڪنهن چيئي ليلان، (تہ) مَٿِ چنيسر؟

[ 1267 ]

**لوهہ جي** ليلان، تو ني **اَن جا** ڪيا.

لوهہ جا=گهوڙا. اَن جا=اگهہ.

گهوڙا ليلان! تو وجي (مڙس جا) اگهہ ڪيا.

[ 1268 ]

**عضوو** وني **جبل** تو ڪيو **حرام** ڙي ليلان!

عضوو=لب. جبل=ياقوت. حرام=رمايو.

لب وني ياقوت تو رمايو ڙي ليلان!

[ 1269 ]

ليلان، چنيسر کي **عورت** نه ڪرڻو هو،

پوءِ **نانءَ** نه ڪجن اهڙا، **ذات** هار ونڻو هو.

عورت=مَمُلَ>مَ +مُلهه. نانءَ=ڪَمَنُ>

ڪَمَ +نه. ذات=ڪوسا.

ليلان، چنيسر کي مَ مُلهه ڪرڻو هو،

ڪم نه ڪجن اهڙا، ڪسي هار ونڻو هو.

[ 1270 ]

**عضوي ۽ ڪاٺ** تي، **نرنانءَ** وجي **ذات** ٿيو.

عضوو=مٽڪو. ڪاٺ=چندن>چندن هار.

نرنانءَ=چنيسر. ذات=وِڪيا>وِڪيو.

مٽڪي چندن هار تي، چنيسر تو وِڪيو.

[ 1271 ]

**ذات** ڪنهين نه **ذات** ڪيا، توڙي **ذات** هجن،

**نرنانءَ** ته **نرنان** هو، تو چو **رڇ** ڪيو؟

ذات=ڪانڌڙا>ڪانڌ. ذات=وِڪيا. ذات=

ڪارڙا. نرنان=چنيسر. نرنان=ملوڪ. رڇ=

ڏيو>ڇڏيو.

ڪانڌ ڪنهين نه ڪيا، توڙي ڪارڙا هجن،

چنيسر ته ملوڪ هو، تو چو ڇڏيو؟

[ 1272 ]

توڙي هجن **ذاتيون**، ته به اهڙي **ذات** نه ڪنهن نه.

ذاتيون=ورڏنگ>ور +ڏنگا. ذات=وڪيا.

توڙي هجن وَر ڏِنگا، ته به وڪيا نه ڪنهن نه.

[ 1273 ]

**نارنانءَ**! جن سان **ڪپڙ جون** ڪجن، سي **شهر** نه ڏجن.

نارنانءَ=ليلان. ڪپڙ جي=لوڏ>لوڏون.

شهر=ملتان>ملهه +تان.

ليلان! جن سان لوڏون ڪجن، سي ملهه تان نه ڏجن.

[ 1274 ]

**ذاتيون** ڪنهن نہ **ذاتيون**، تنهنجو تہ **نرنانءُ** هوا

ذاتيون=ڪارڙا ۽ ڪوجهڙا. ذات=وِڪيا.

نرنانءُ=ملوڪ.

ڪارڙا ۽ ڪوجهڙا ڪنهن نہ وِڪيا، تنهنجوتہ سهڻو هوا

[ 1275 ]

**نالو نالو** ڪنهن نہ چڏيو، تنهنجو تہ **نرناءُ** هوا

نالو=ڪاٽو. نالو=ڪوجهو. نرنانءُ=ملوڪ.

ڪاٽو ڪوجهو ڪنهن نہ چڏيو، تنهنجوتہ ملوڪ هوا

[ 1276 ]

**ذاتيون** نہ ڪڍ، جو **نالو** ڪيو تي ڪانڌ ڪي،

**مرض** نہ ايندءِ هٿ.

ذات=اَگهيمر>اَگهہ +مَرَ. نالو=ڪارو. مرض=

موڪو>موقعو.

اَگهہ مَرَ ڪڍ، جو ڪارو ڪيو تي ڪانڌ ڪي،

موقعو نہ ايندءِ هٿ.

[ 1277 ]

ليلان! **ليڪو** لاهہ، چنيسر **ڪپڙو** تو ڪيو.

ليڪو=پولو. ڪپڙو=ڪارو.

ليلان! پولو لاهہ، چنيسر ڪارو تو ڪيو.

[ 1278 ]

مَرُ **ڪاٺ جو** تي ليلان، جو **عضوين نانءُ** پيئي.

ڪاٺ جو=ڏَڪُ>سُڏَڪ. عضوو=هٿ>هٿين.

نانءُ=هر جو.

مَرُ سُڏَڪ ڙي ليلان، جو هٿين هرج پيئي.

[ 1279 ]

جڏهن **ڪپڙي جو** ڏنئي، تڏهن **مڃيءَ جو** پريئي.

ڪپڙي جو=زيب. مڃيءَ جو=پَنُ.

جڏهن زيب ڏنئي، تڏهن پَنُ (چَتي) پريئي.

[ 1280 ]

**نارنــان!** توکــي **ڳهــہ** مليــو، تــہ ويئــي **ذات** ڇــڏي.

نارنان=ليلان. ڳهہ=هار. ذات جا=مَتيا>مَت.

ليــلان! توکــي هــار مليــو، تــہ ويئــي مــت ڇــڏي.

[ 1281 ]

مــر **منٿــي** هجيــن ليــلان، **وڻ** جــا وڏا هــُـيئي.

مِـنٿي=چوري. وڻ=سکمڙد>سک +مڙد .

مر چــوريَ هجيــن ليــلان، ســُـکَ مــڙدَ جــا وڏا هــُـيئي.

[ 1282 ]

**ڳهــہ منٿــي** ڙي ليــلان! نــہ تــہ وڏا هئــا **وڻ** جــا.

ڳهہ=طوق>تو ڪئي. منٿي=ڪچي. وڻ=سُکمڙد.

توِ ڪئي ڪچي ڙي ليلان! نہ تہ وڏا هئا ســُـکَ مڙد جا.

[ 1283 ]

**وڻ** ڪــِي، **ڏن** ڪــِي، پهر **کهيتي** ڪــِي ڪيــون؟

وڻ=سکمڙد. ڏن ڪي=منٿا. کهيتي ڪي=

روت>روتي.

ســکہ مــرد مــِـنٿا، پهــر روتــي ڪيــون؟

[ 1284 ]

ليــلان! توکــي **ذات** ڇڏيو، يا ڪنهن سان **نــالو** هئيــنءَ.

ذات=ياڳت>ياڳ. نالو=ذوقي.

ليــلان! توکــي ياڳ ڇڏيو، يا ڪنهن سان ذوقي هئيــنءَ.

[ 1285 ]

**ســُـٿ جــي** ليــلان، هــوءَ **پورهيــت** هــار ڪٽــي ويئــي.

سُٿ جي=پڙائي>پڙهايئي. پورهيت=ڪُويلي>

ڪويلي.

ڪنهن پڙهايئي ليــلان، هــوءَ ڪويلــي هــار ڪٽــي ويئــي.

[ 1286 ]

**نــالو ذات** ڪــري، ڪوهــہ **مچــي** تــي ليــلان.

نالو=مِـنو. ذات=مگٽهار>هار. مچي=

رڙي>رڙين.

مـِـنو هــار ڪــري، (پــوءِ) ڪوهــہ رڙيــن تــي ليــلان!

[ 1287 ]

**هٿيار پوک جي ذات ڪيئي، جو مروڻ جي ليلان!**

هٿيار=وڏاڻ. پوک جي=رک. ذات=واپاري>
واپار. مروڻ جي=لُڇ>لُڇين.

وڏاڻ رکي واپار ڪيئي، (پوءِ) جو لُڇين ليلان!

[ 1288 ]

**نالي ڪاٺ جو ٻه تنهنجو، وري راند جي ٻه تون!**

نالو=قائم. ڪاٺ جو=ڪِلو. راند جي=گُٽي.

قائم ڪِلو ٻه تنهنجو، وري گٽيءَ ٻه تون!

[ 1289 ]

**اڙي ليلان! نالو تنهنجو شهر هو، پر توکان
نالو ئي نہ ٿيو.**

نالو=خانو>خانو(گهر). شهر=آباد. نالو=وَسايو.

اڙي ليلان! خانو تنهنجو آباد هو، پر توکان وَسايو نہ ٿيو.

[ 1290 ]

**چنيسر تہ ذات هو، تو شهر ڪيو ڙي.**

ذات=سنگتراش>سنگت +راس. شهر=ڪرڪُوڪ
>ڪرتُوت

چنيسر تہ سُنگت راس هو، تو ڪَرتُوت ڪيو ڙي.

[ 1291 ]

**ڪوڙ ڪيو اٿئي ليلان، مرون ڪَٽيو تو.**

ڪوڙ=اعمال. مِرون=ڪَلب>قلب.

اِعمال (لڇڻ) ڪِيو اٿئي ليلان، قلب ڪَٽيو تو.

[ 1292 ]

**ڪاڄ جي توکي نارنان، نارنان تو نہ ڪئي.**

ڪاڄ جي=ٻَرهي>ٻَر +هو. نارنان=ليلان.
نارنان=سُرهي.

ٻَرهئو توکي ليلان، سُرهي تو نہ ڪئي.

[ 1293 ]

بہ **ڪاٺيون** توتي ليلان! تڏهن **پوڪ جو** توکي ٿيو.

ڪاٺي=ٻج. ڪاٺي=ڳلي. پوڪ جو=وهراج>
وهہ +راڄ.

بہ چغليون توتي ليلان! تڏهن وهہ راڄ توکي ٿيو.

[ 1294 ]

ليلان! **ڳهہ** ٿيئي، **ڪاٺ جو** نہ ٿيو تو.

ڳهہ=هار. ڪاٺ جو=وَرو>وَرُ.

ليلان! هار ٿيئي، وَر نہ ٿيو تو.

[ 1295 ]

ليلان! **نالو** تہ ڪيئي، پر **ٻولي** نہ.

نالو=ڏيرڻ>آڏيءَ +رڻ. ٻولي=نهيو.

ليلان! آڏيءَ رڻ ڪيئي، پر نهيو تہ نہ.

[ 1296 ]

ليلان! **سٽ جو** ڏنو پاڻ کي، هاٿي وَت **راند جي**.

سٽ جو=توبرو>توٻرو> تو +ٻرو. راند جي=
ڊوڙ>ڊوڙندي.

ليلان! تو ٻرو ڏنو پاڻ کي، هاٿي وت ڊوڙندي.

[ 1297 ]

**راند ڏڻ** تنهنجو، **زحمت مرون** ليلان!

راند جو=حڪم. ڏڻ=چڪو. زحمت=اُٿي.
مرون=روباهہ>روءِ +باهہ.

حڪم چڪو تنهنجو، اُٿي روءِ باهہ (۾) ليلان!

[ 1298 ]

**نارنالي لوهہ جي** لڳئي، تڏهن بہ تي **مال جا** ڪرين!

نار نالي=ليلان. لوهہ جي=ڪَسُ. مال جا=
سودا>سوداءُ.

ليلان! ڪس لڳئي، تڏهن بہ تي سوداءُ ڪرين!

[ 1299 ]

اڙي ليلان! شهر تہ ڪيئي، پر نالو تہ ڪر.

شهر=قصور. نالو=منظور.

اڙي ليلان! قصور تہ ڪيئي، پر منظور تہ ڪر.

[ 1300 ]

پنهنجي ڪري ليلان، پوءِ تي پڪي ڪرين.

پنهنجي=سونهن>سونهان. پڪي=شتاب>تاب.

سونهان ڪري ليلان! پوءِ تي تاب ڪرين.

[ 1301 ]

مرض تنهنجا ليلان! ڪپڙ جا سهيو، ويني مرد جا ڪرين.

مرض=ٻرهال>ٻرَ +حال. ڪپڙ جا=تُنڪا.

مرد جا=لُٽڪا.

ٻرَ حال تنهنجا ليلان! تُنڪا سهيو ويني لُٽڪا ڪرين.

[ 1302 ]

ڪپڙ جا چڏي، تون ڪُتي جا ڪر.

ڪپڙ جا=ڪُنڪا (تُڪريون). ڪُتي جا=

لُٽڪا (پيچ لُٽڪائڻ).

ڪُنڪا چڏي، تون لُٽڪا ڪر.

[ 1303 ]

نالو اتئي ڙي ليلان! هاٽي ذات نہ ڪر.

نالو =روشن، ذات ڪراڙ > تڪرار.

روشن اتئي ڙي ليلان! هاٽي تڪرار نہ ڪر.

[ 1304 ]

ڪاٺ جي آهين ليلان، مال جو چنيسر.

ڪاٺ جي=چيت>چِتي. مال جو=پُچ.

چِتي تي آهين ليلان، پُچ چنيسر.

[ 1305 ]

لوهہ جي تي هئين ليلان! تڏهن پڪي جو چنيسر.

لوهہ جي=چيت>چِتي. پڪيءَ جو=پُچ>پُچن.

چِتي تي هئين ليلان! تڏهن پچين ها چنيسر.

[ 1306 ]

ليلان! تون **لوهہ جي** تئينءَ، چنيسر **مال جو** ٿيو.

لوهہ جي = دور. مال جو=مست.

ليلان! دور تئينءَ، چنيسر مست ٿيو.

[ 1307 ]

ليلان! تو ۾ **هار جو** هو، تڏهن توکي وئي **ذات** ڇڏي.

هار جو=ڪَچُ. ذات=سمجهہ.

ليلان! تو ۾ ڪَچُ هو، تڏهن توکي وئي سمجهہ ڇڏي.

[ 1308 ]

**نالو** وڃائي پانهنجو، **تڙ** وينئينءَ تون،

**مرون جي** هن بہ ڪانہ ڪي، پوءِ **عضوي** پئينءَ تون.

نالو=هالو>حال. تَڙ=تالهو>طالبو. مرون جي=
اونائي. عضوو=مُٺ>مُٺينءَ.

حال وڃائي پانهنجو، طالب ٿئينءَ تون،

اونائي هن بہ ڪانہ ڪا، پوءِ مُٺينءَ تون.

[ 1309 ]

ليلان! اسان **لوهہ جي** تہ **چنيسر مٿيءَ جي** ڪري.

لوهہ جي=سُئي. مِٿيءَ جي=توبِي>تو +بِي.

ليلان، اسان سُئي تہ چنيسر تو بِي ڪري.

[ 1310 ]

**ذات نالي** پر، جو **عورتان پولي** ڪري.

ذات=قنبراٺي>ڪنبُ +راٺي. نالو=قهار.
عورت=دادلي>دادليون. پولي=دُور.

ڪَنبُ راٺي، قهار پَر، جو دادليون دور ڪري.

[ 1311 ]

**مرض** سهي ڪٺي **ڪاٺ جي** ڪر، **نالي** ۾ **فقير
جو** اٿئي.

مرض=سور. ڪاٺ جي=ماٺ. نالو=نصيبو>
نصيب. فقير جو=لکيو.

سُور سهي ڪٺي ماٺ ڪر، نصيب ۾ لکيو اٿئي.

[ 1312 ]

**ڪڪُ ڪري پيو نالي تي، هاڻ ڪا ذات.**

ڪڪ=قلم. نالو=ڪرم. ذات=پوڳڙي>
پوڳ +ڙي.

قلم آئيئي ڪرم تي، هاڻ پوڳ ڙي.

[ 1313 ]

**ويو ڪَڪُ وَهي، هاٺي ليلان! وينئي ذات.**

ڪڪ=قلم. ذات=لوڙها>لوڙُ.

ويو قلم وهي، هاٺي ليلان! وينئي لوڙ.

[ 1314 ]

**لوهه جي ليلان، اڪر جو چنيسر،**
**ڪاٺ ٿون پئي، هاٺي نالو ڪر.**

لوهه جي=روات>روءِ +اُت. اڪر جو=وَٽُ.
ڪاٺ جو=هٿيو>هٿ. نالو=بخشڻ>بخش.

روءِ اُت ليلان، وَٽ چنيسر،
هٿئون پئي، هناٺي بخش ڪر.

[ 1315 ]

**ذات ليلان سَٽَ جي، چنيسر من نانءُ ڪريئي!**

ذات=وونرا>وئُن +روءِ. سٽ جي=وَٽِ.
نانءُ=سائينداد>سائين +داد.

وئُن روءِ ليلان! وَٽ چنيسر، من سائين داد ڪريئي.

[ 1316 ]

**مال جو ليلان، توسان الله نانءُ ڪندو.**

مال جو=نرو>نر +روءِ. الله=سائين. نانءُ=داد.

نر روءِ ليلان، توسان سائين داد ڪندو.

[ 1317 ]

**پر ڙي ليلان ڪاني، اڳيان ذاتين ۾ ويندينءَ.**

ڪاني=قلمي>ڪلمون. ذات=ملائڪ>ملائڪن.

پر ڙي ليلان ڪلمون، اڳيان ملائڪن ۾ ويندينءَ.

[ 1318 ]

ليلان! ويهه نه **مال جن** ۾، وچ تون **ذات** ڪٽي.

مال جا=اَجها<اَجهن. ذات=ساڏور>ڏور.

ليلان! ويهه نه اَجهن ۾، وچ تون ڏور ڪٽي.

<u>ليلان جو وڃڻ</u>

[ 1319 ]

هئينءَ **ڪڪن جي ڪامٽي**، **نرنانءَ** ويوئي ڇڏي،
هاٽي ليلان وچ لڏي، متان **مرضو مرض** مري وڃي.

ڪڪن جي=تونري>توڙي. ڪامٽي=سومري.
نرنانءَ=سياڳو>سو +ياڳ. مرض=رنجو رُنج.

هئينءَ توڙي سومري، سو ياڳ ويوئي ڇڏي،
هاٽي ليلان وچ لڏي، متان رنجو رنج مري وڃي.

[ 1320 ]

اي ليلان! **گاهه جي** هتئون، ڪوئرو **ڪپڙو** ڪيو.

گاهه جي=لَڏ. ڪپڙو=ڇوڙو (ڪفن متان ڪپڙو)
>ويڇوڙو.

اي ليلان! لَڏ هتئون، ڪوئرو ويڇوڙو ڪيو.

[ 1321 ]

هتي **واٽڪي** ڪريان ڪوهه، چنيسر **ذات** ٽيو.

واٽڪي=وَهي>ويهي. ذات=سامٽيا>ساءِ +مٽيو.

هتي ويهي ڪريان ڪوهه، (جڏهن) چنيسر ساءِ مٽيو.

[ 1322 ]

**حاڪيماٽا** هت ڇڏيو، ليلان **ولايت** وڃي.

حاڪيماٽا = قلعا. ولايت=ڏورُ.

قلعا هت ڇڏيو، ليلان ڏور وڃي.

[ 1323 ]

جڏهن ليلان تي **گاهه جي**، تڏهن **ڪائڻ جو** ڪير
ڇويس ٿي ڪونه.

گاهه جي=لَڏَ<لڏي. ڪائڻ جو=وِهه>ويهڻ.

جڏهن ليلان تي لڏي، تڏهن ويهڻ جو ڪير ڇويس ٿي نه.

[ 1324 ]

ليلان پئي **گاهه جا** ڪيا، تہ **هندو نالي** ڪنهن نہ چيو.

گاهه جا=لڏڻ>لاڏاٽا. هندو نالو=تڪيو>ٽڪ.

ليلان پئي لاڏاٽا ڪيا، تہ 'ٽڪ' ڪنهن نہ چيو.

[ 1325 ]

**حاڪيماٽي** ليلان، چنيسر تو **ذات** ڪري، متان **ڪاسبڪي ڏي**.

حاڪيماٽي=پَچ. ذات=وِڳڻ. ڪاسبڪي=مار.

پچ ليلان، چنيسر تو وڳڻ ڪري، متان مار ڏي.

[ 1326 ]

**ڪپڙي جي** اٿئي ليلان، وڄ **نالو** ڪٺي.

ڪپڙي جي=هَڙَ. نالو=ساهُڙ>سا +هَڙَ.

(جا) هَڙ اٿئي ليلان، وڄ ساهَڙ ڪٺي.

[ 1327 ]

اي ليلان! **فقير جو** نہ، **ڪپڙي جو** آ.

فقير جو=گيڙُ (هارڻ). ڪپڙي جو=پَريو.

اي ليلان! گيڙُ نہ، پَريو آ.

[ 1328 ]

**هٿيار جي** ليلان، نہ **پولي** چنيسر.

هٿيار جي=جامڪي>جا +مُڪي. پولي=مجي.

جا مُڪي ليلان، نہ مجي چنيسر.

[ 1329 ]

**پنهنجو جيت** چنيسر، ليلان **ان جو** نہ.

پنهنجو=نياپو. جيت=مُڪو. ان جو=چُنو>اچ +نہ.

نياپو مڪو چنيسر، ليلان اچ نہ.

[ 1330 ]

اينديس **گاهه عضوي**، بي **ڪاٺ جا عضوي** ڪهڙي؟

گاهه=سَرُ>چنيسر. ڪاٺ جا=هَرُ. عضوو=ڳِرو (ڳچي). عضوو=نڪ.

اينديس چنيسر ڳِري، پيهر نَڪ ڪهڙي؟

[ 1331 ]

ليلان اڳي **ذات** هئي، پر ڪؤنرو ڪٽي **پاٽي** ڪئي.

ذات=مشوري>مشهور. پاٽي=پڌرو>پڌري.

ليلان اڳي مشهور هئي، پر ڪؤنرو ڪٽي پڌري ڪئي.

[ 1332 ]

**ذاتيون** اڳئي **ذاتيون**، پر **ذات** پڌاسين ڪين ميان!

ذات=ڪانڌڙا>ڪانڌ. ذات=ڳهلڙا. ذات=وڪيا.

ڪانڌ اڳئي ڳهلڙا، پر وڪيا پڌاسين ڪين ميان!

[ 1333 ]

ليلان **ڪپڙي** جو سودو ڪيو، **ذات** ٻه آيس ڪانه، پر **نالو** ٿي ويو.

ڪپڙي جو=لَبادو>لَبائتو. ذات=ڪَسَر>ڪٿر.
نالو=مور>مُور.

ليلان لَبائتو سودو ڪيو، ڪٿر آيس ڪانه، پر مُور ٿي ويو.

[ 1334 ]

ليلان ته **ڪاني** هئي، پر ڪؤنرو **جرجا** ڪري، **حاڪيماٽي** ڏني.

ڪاني=ڪاٽي>مالڪياٽي. جر جا=جهڳڙا.
حاڪيماٽي=طلاق.

ليلان ته مالڪياٽي هئي، پر ڪؤنرو جهڳڙا ڪري، طلاق ڏني.

[ 1335 ]

ليلان **پوڪ جو** ڪيو، ڪؤنرو **نالو** ڪندي.

پوڪ جو=چيهه. نالو=قرب.

ليلان چيهه ڪيو، ڪؤنرو قرب ڪندي.

[ 1336 ]

ڪؤنرو ته **پوڪ جا** ڪيا، پر ليلان **نرنانءَ** ڪندي.

پوڪ جا=دنگ. نرنانءَ=نياز.

ڪؤنرو ته دنگ ڪيا، پر ليلان نياز ڪندي.

[ 1337 ]

**جي اکر جا لکبا، سي وکر ٿي کين.**

اکر=انگ. وکر=ميٺ>ميٺيا.

جي آنگ لکيا، سي ميٺيائي کين.

[ 1338 ]

**کاسبکي ذات کئي، نہ تہ کامڻ هئي نرنانءَ سان.**

کاسبکي=پَهي>پَهو. ذات=نائي>پِنائي.

کامڻ=اربيلي. نرنانءُ=ارباب.

پَهي پِنائي، نہ تہ اربيلي هئي ارباب سان.

[ 1339 ]

**عورت تي کوئنرو، جنهن آچي ٺکر جو هنيو،**

**نہ عورت تي ليلان، جنهن سان جنڊ جي تي.**

عورت=ياڳي (ياڳ واري). ٺکر جو=نارو.

نہ عورت=نياڳي. جنڊ جي=سوڙهي.

ياڳي تي کوئنرو، جنهن اچي نعرو هنيو،

نياڳي تي ليلان، جنهن سان سُوڙهي تي.

[ 1340 ]

**لوهہ جي ليلان، رڇ چنيسر.**

لوهہ جي=کَنڊي>کُنڊي. رڇ=مَٺُ>مَٺيئين.

کُنڊي تي ليلان، مٺيئين چنيسر.

[ 1341 ]

**کاڃ جو ڏنائون، وکر ويچاريءَ کي.**

کاڃ جو=کريلو>کري +لوءِ. وکر=وهہ.

کري لوءِ ڏنائون وهہ ويچاريءَ کي.

[ 1342 ]

**هئي نالي وٽ نارنانءُ، اها تلوار جي کنهن کئي.**

نالو=دوس>دوست. نارنانءُ=دادلي.

تلوار جي=ڌار.

هئي دوست وٽ دادلي، اها ڌار کنهن کئي.

[ 1343 ]

**عــــورت ويئـــي، نـــالو كيـــائين، نرنـــانءُ تـــي.**

عورت=قوُلان. نالو=مدگر>مـَد +گهـَر.

نرنانءُ=پـُورن>پوءِ +رن.

قـــولا ويئـــي مـــَــدِ گهـــر كيـنـائين، پــوءِ رن تـــي.

[ 1344 ]

**لوهـــ لڳـــي ليـــلان، مٿـــيءَ جـــي ٽئـــي كيئـــن؟**

لوهـ=داغ. مٿي =اچي.

داغ لڳـــــي ليـــــلان، اچـــــي ٽئـــــي كيئـــــن؟.

[ 1345 ]

**مٿـــــيءَ جـــــي ليـــلان، لوهـــــ جـــــو چنيســـــر.**

مٿيءَ جي=چـَري. لوهـ جو=ڪـَڙو.

چـــري ليـــــلان، (تيـــــو) ڪـــــڙو چنيســـــر.

[ 1346 ]

**پـــوڪ ڏڪ جـــي ليكـــي رانـــد جـــون كـــائي.**

پوڪ=تـِر. ڏڪ جي=گـُـتـِي. ليكي جو=سوُ.

راند جون=چوٽون.

تـــِـــر جـــي گـــُــتي، ســـو چوٽـــُــون كـــائي.

[ 1347 ]

**ليـــلان مـــال جـــي، كوُنـــرو تـــان ميچـــي.**

مال جي=ولوڙي>ويني لوڙي. ميچي=ڪـَـٿي.

ليلان ويني لوڙي، (جنهن سان) كوُنروءَ تان كٿي.

---

باب ڏھون

# سُرائتيون ڳجھارتون: مارئي

عمر جو کوھ تان مارئي کڻڻ

[ 1348 ]

**پوک هئي جـَر جي تي، تـڏهن نرنـان ڏنـائين.**

پوک(جي) =کڙهي(زمين تيار ڪرڻ)>کڙي.

جر جو=کوھ. نرنان=عمر.

ڪـڙي هئـي کوهـ تـي، تـڏهن عمـر ڏنـائين.

[ 1349 ]

**ادا! توکي منهنجي ولايت جو کنهن نالو کيو؟**

ولايت=سورت>صورت. نالو=معلوم.

ادا! توکي منهنجي صورت جو کنهن معلوم کيو؟

[ 1350 ]

**آنـب جـا عضـون مـان، نـالو اُٺ ڏنـي.**

انب جا=پوکڻ. عضوو=هٿ. نالو=چُٽو.

اُٺ=توڏي.

پوکـو هٿـن مـان چٽـو، تـو ڏي ڏنـي.

[ 1351 ]

**عمـر! عـورت نـالي ذات گهـر جـو نـہ.**

عورت نالي=حُمي>همہ. ذات=دستي.

گهر جو=کُڻ (ڇت جو)>کَڻ.

عمـر! همـہ دسـتي کـري کـَڻُ نـہ.

[ 1352 ]

**عمـر! هـَـڏئون زحمـت نـہ.**

هڏي(جو) =ڍارو>ريدار. زحمت=ڇِنُ.

عمـر! ريـدارئون ڇـِـنُ نـہ.

[ 1353 ]

**عمر! شـهر نـہ ڇـڏ، مـان ذات نـالو کنديسـانءِ.**

شهر=ڇِني. ذات=آهين>آهہ +پُني. نالو=ڪارو.

عمـر! ڇني نـہ ڇـڏ، آهـہ پـُني تـہ ڪـارو کنديسـانءِ.

[ 1354 ]

**مرض عمر، ككن جي مارئي.**

مرض=سَٽ. ككن جي=دٻڪيٰ.

سَٽ (كئي) عمر، (تہ) دَٻڪي مارئي.

[ 1355 ]

**جر ان جي ذات، نرنان كاٺ جي مال تي.**

جر=پاڻي. ان جي=پَرِٽي>پرينديي. ذات=
پنهوار. نرنان=عمر. كاٺ جي=چاڙهي.
مال=اُٺ.

پاڻي پريندي پنهوار، عمر چاڙهي اُٺ تي.

[ 1356 ]

**ذات كي ذات كيو، كانيءَ كي مال ۾.**

ذات=سومرو. ذات=پِيسڪ. كاني=بيراڳڻ.
مال=بَرُ.

سومري وني سُڪَ كيو، بيراڳڻ كي بَرَ ۾.

[ 1357 ]

**كاچ مچي ماري، نہ تہ عمر پوك ئي نہ هو.**

كاچ=جُونئو. مچي=جَڪ. پوك=چَٽو>اچٽو.

جوئي (ڦوڳ) جَڪ ماري، نہ تہ عمر اچٽوئي نہ هو.

[ 1358 ]

**عمر نہ ذات هو، پر كاني تي پيو.**

ذات=امير. كاني=ناڙي>اَناڙي.

عمر تہ امير هو، پر اَناڙي تي پيو.

## مارئيءَ جي ماءُ جي مارئيءَ لاءِ پڇا

[ 1359 ]

**نالي متي نہ باهہ جي، الائي كنهن راند جي؟**

نالو=اڳڻ. باهہ جي=تِمڪَ>تمكي.
راند جي=چائِي.

اڳڻ متي نہ تمكي، الائي كنهن چائي؟

[ 1360 ]

هوءَ جا **نالا** وني **ذات** وئي، سا **كاتڻ** توڻ ئي **ذات**.

نالو=جعفر>جا +ڦر. ذات=چارڻ. كات=

ڪُوهو>كوهہ. ذات=نائي>نہ +آئي.

هوءَ جا ڦَر وني چارڻ وئي، سان كوهہ توڻ ئي نہ آئي.

[ 1361 ]

منهنجي **جيت** جو، **كات جو** عمر سان.

جيت=ڄاهو>ڄائي. كات جو=سَلُ>سليو.

منهنجي ڄائيءَ جو، كنهن سليو عمر سان.

[ 1362 ]

ڏاتيـن آئيـن سـومرا! **ذات** كري وئيـن مـارئي.

ذات=غيبي>ازغيبي. ذات=غيب>غائب.

ازغيبي آئيـن سـومرا! غـائب كـري وئيـن مـارئي.

مارئي عمر جي قيد ۾

[ 1363 ]

**نرنان نالو** يانيان ها، تہ **پيلي ذات** نہ وجان ها.

نرنانءَ=عمر. نالو=آيو. پيلي>نَفر>نہ +ڦر.

ذات=چارڻ.

عمر آيو يانيان ها، تہ نہ ڦَرَ چارڻ وجان ها.

[ 1364 ]

**پنهنجي حاكم جو** كيو، تڏهن **كات جي** تان

**گاهہ جو** تياس.

پنهنجي=قسمت. حاكم جو=قهر. كات جو=

ڪُوهو>كوهہ. گاهہ جو=بند.

قسمت قهر كيو، تڏهن كوهہ تان بند تياس.

[ 1365 ]

**نارنان حاكيماٽا، كات جي** ڏسان كانہ ميان!

نارنان=جافران>جان +ڦران. حاكيماٽا=كوٽ.

كات جي=ڏاكڻ.

جان ڦران كوٽ كي، تہ ڏاكڻ ڏسان كانہ ميان!

[ 1366 ]

مارو چڏي مارئي، تي **مال جا** نهاري.

مال جا=اوٺر>ٺر.

ماروُ چڏي مارئي، تي ٺر ڏي نهاري.

[ 1367 ]

**نالو ذات راڳ، سا پنڊ جا ڪپڙي** ۾.

نالو=جعفر>جا +ڦر. ذات=چارڻ. راڳ=

جوڳ>جوڳي. پنڊ جا=ڪوهه. ڪپڙو=ڪوٽ.

جا ڦر چارڻ جوڳي، سا ڪوهه (آهي) ڪوٽ ۾.

[ 1368 ]

مارئي اندران **باهه** جي، پئي **مال** نهاري.

باهه جي=اُماڙي>ماڙي. مال=هرڻ>رڻ.

مارئي اندران ماڙيءَ جي، پئي رڻ نهاري.

[ 1369 ]

**مرضن** چڙهيو مارئي، بيٺي **پوڪ** جا نهاري.

مرض=مهلو>محلين. پوڪ جا=چوئرا.

محلين چڙهيو مارئي، بيٺي چوئرا نهاري.

[ 1370 ]

ماڙيءَ چڙهيو مارئي، بيٺي **ڏڻ جا** نهاري،

**پوڪ** اُباٽي پارَ جي، مَن ڏاتر ڏيکاري،

آءُ تہ گهٽئي **ڳهہ جي**، پَر جي عمر اُماٽي.

ڏڻ جا=اوڳر>گهر. پوڪ جا=چوئرا

ڳهہ جي=ڪَنڊلي>اُڪنڊي.

ماڙيءَ چڙهيو مارئي، بيٺي گهر نهاري،

چوئرا اباٽي پارَ جا، مَن ڏاتر ڏيکاري،

آءُ تہ گهٽئي اُڪنڊي آهيان، پر جي عمر اُماٽي.

[ 1371 ]

**وڻ** چڙهيو مارئي، بيٺي **جيت** نهاري.

وڻ(جو)=منگهو. جيت=پوپٽ>پَٽ.

منگهي چڙهيو مارئي، بيٺي پَٽ نهاري.

[ 1372 ]

**مـاڙيءَ** چڙهيو مارئي، **مال ڪاٺ جـي** لائـي روئـي،
ائيـن بيئـي چوئـي، **مــرض مــال جــي** آهيـان.

ماڙيءَ(جو)=چاچو. مال جي=رَتي>رَت.
ڪـاٺ جـو= وَرو>ورن. مـرض= وِرهه.
مال جي=وڪوڙي.

چـاچين چڙهيـو مـارئي، رَتَ وَرَنـو روئـي،
ائيـن بيئـي چوئـي، ورهـ وڪـوڙي آهيـان.

[ 1373 ]

**ڪـاچ** نـه ڪـائي مـارئي، **نـالو** اتـس مـَـن ۾.

ڪاچ=تـِڪي (ماني). نالو=موتڻ.

تـِـڪي نـه ڪـائي مـارئي، موتـڻ اتـس مـَـن ۾.

مارئيءَ جون عمر کي منٿون

[ 1374 ]

هڪ **نالو**، ٻيو **نالو**، ٽيون **نالو**، توکي چوٿون **نالو** نه هو.

نالو=عمر. نالو=ميرو>مير. نالو=امير.
نالو=لائق.

عمـر ميـر اميـر! توڪـي (ائيـن) لائـق نـه هـو.

[ 1375 ]

**لوهـ ڪاٺ** نـه اٿئـي ميـان سـومرا، هـي **نـالو** نـه تـو.

لوهه جي=جهَلَ>جهَلَڻُ. ڪاٺ(جو)=مُنو
(نار جو عضوو)>مناسب. نالو=لائق.

جهلڻ مناسب نه اٿئـي ميـان سـومرا، هـي لائـق نـه تـو.

[ 1376 ]

**جيت نالي** ڪيئي ميان سومرا! سو **شهر** ٻه ٽئين تون،
تو **پنهنجي پوڪ جي** ڪئي، ٻوءِ **ڪـاٺ پنهنجو** مـون.

جيت= ڪَڻ>ڪٽي. نالو= آندو>آندئي. شهر=
جهَلو>جهلي. پنهنجي=پٽ. پوڪ جي=پيوري>
پوري. ڪاٺ(جي) =ڪَٿ>ڪٿي. پنهنجو=نصيب.

ڪٽـي آندئـي ميـان سـومرا! سـا جهلـي وينئـن تـون،
تـو پنهنجـي پـوري ڪئـي، هـاڻي ڪـَـٿي نصيـب مـون.

[ 1377 ]

**مٽئي نالي نار، شهرئون آندئي ڪيئن ميان!**

مٽيو=ياقوت>قوت. نار=مڪڙ>مڪڙيون.

شهر=ساماروِ>سا +ماري.

قوت جنهن جو مڪڙيون، سا ماري آندئي ڪين ميان!

[ 1378 ]

**اولت نالي شهر موئن، تو ڪاني آندي ڪيئن ميان!**

اولت(عورت) =بيگم>بي +غمي. شهر=گام.

ڪاني=ڳني>ڳنهي.

بي غمي گام موئن، تو ڳنهي آندي ڪيئن ميان!

[ 1379 ]

**نالو ڪر ڙي سومرا! ڏي پنهنجو نارنانءَ ڪي تہ حاڪم جي ٿئي.**

نالو=ترس. پنهنجو=دلاسو. نارنانءَ=دلگير.

حاڪم جي=دلجاءِ.

ترس ڪر ڙي سومرا!ڏي دلاسو دلگير ڪي تہ دلجاءِ ٿئي.

[ 1380 ]

**اُتئي نانءُ الله جو، ذات نہ ڪر مون،**

**نرنالي حاڪيماٽي ۾، جيت ٿينديون تون.**

ذات= ڪارا> ڪاري. نر نالو= صاحب.

حاڪيماٽي=سرڪار. جيت=ڏوهو>ڏوهي.

اتئي نانءُ الله جو، ڪاري ڪَر نہ مون،

صاحب جي سرڪار ۾، ڏوهي ٿينديون تون.

[ 1381 ]

**ذات آهيان ميان سومرا! نہ ڏي ڳھٽو اُباٽن.**

ذات=ماچي>مان اُچي. ڳهٽو=ٽڪڙو.

مان اُچي آهيان ميان سومرا! نہ ڏي ٽِڪو اُباٽن.

[ 1382 ]

پکي ڪيئي مون ڪي، عمر! پکين ۾.

پکي=بَدڪ>بَد. پکي=هيڙهو>هيڙين>
ساهيڙين.

بَد ڪيئي مون ڪي، عمر! ساهيڙين ۾.

[ 1383 ]

نالا تنهنجا سومرا، نالي ڪي نہ وٽن.

نالو=حڪيم>جي +ڪَمَ. نالو=واحد.

جي ڪم تنهنجا سومرا، واحد ڪي نہ وٽن.

[ 1384 ]

اي عمر سومرا! توکي زال جي، نہ مال جو.

زال جي=ناس. مال جو=پِتو.

اي عمر سومرا! توکي ناس نہ پِتو.

[ 1385 ]

وٽن منجهہ هُياس، جي تون نہ ڪٽين ها سومرا!

وَٽ=اَنب>اَنبن +اَبن (عزتن).

اَبن منجهہ هياس، جي تون نہ ڪٽين ها سومرا!

[ 1386 ]

ڪاٺين آندئي مارئي، ڪاٺي ڪين ڇڏيج،
نالو اٿئي ميان سومرا! وجي مال جن ڪي ڏيج.

ڪاٺ(جو)=ڪُوهو>ڪوهين. ڪاٺي=رُول>
رولي. نالو=راضي. مال جا=ساڳا>ساڳين.

ڪوهين آندئي مارئي، رولي ڪين ڇڏيج،
راضي ٿيءِ ميان سومرا! وجي ساڳين ڪي ڏيج.

[ 1387 ]

ڪاٺ تان ذات آندءِ سومرا!وڌئي ڪاٺن منجهہ پکي،
سا هت ڪيئن گذاري، جنهن جا شهر ۾ پوک رڄ ٿيا.

ڪاٺ=ڪوهو>ڪوهہ. ذات=ڪونيڙيا>ڪنيي.
ڪاٺ=طاق>طاقن. پکي=تاڙو. شهر=ڪاهڙ.
پوک=ڪيٺ. رڄ=پڪا.

ڪوهہ تان ڪنيي آنديءَ سومرا! وڏئي طاقن منجهہ تاڙي،
هٿ ڪيئن گذاري، جنهن جا ڪاهڙ ۾ ڪيٿ پڪا.

[ 1388 ]

**ذاتيون** ڪنهن نہ ڪنيون **ذات**، عمر! تو ڪا **ذات** ڪئي.

ذاتيون=نياڻيون. ذات=تَرِت>تڙ تان.

ذات=توري.

نياڻيون ڪنهن نہ ڪنيون تَڙ تان، عمر! تو ڪا توري ڪئي.

[ 1389 ]

**جيت** مٿان **جر جو**، توکي رحم نہ پيو هڪ رَتي.

جيت=کَڻ>کٽي. جر جو=کوهہ.

کٽي مٿان کوهہ، توکي رحم نہ پيو هڪ رَتي.

[ 1390 ]

**نالو نالي** ۾، **چو راند جي** ڪيئي؟

نالو=بيگ. نالو=بنگل. راند جي=پوري.

بيگناهہ بنگلن ۾، چو پوري اتئي؟

[ 1391 ]

**ڪپڙي** آندئي مارئي، **ڪپڙي** نہ تڪاءِ،
هن **ڪپڙي** مان ڪڍي، **ڪپڙي** ۾ ملاءِ.

ڪپڙو=زري>زوري. ڪپڙي(جو)=ڪوٽ.

ڪپڙو=ملير.

زوريءَ آندئي مارئي، زوريءَ نہ تڪاءِ،
هن ڪوٽ مان ڪڍي، ملير ۾ ملاءِ.

[ 1392 ]

اداڙي عمر!اسان جي ملڪ ۾، **عضوي گهوڙي** تئي ڪانہ.

عضوو=هٿ. گهوڙو=ڪسي>ڪس.

ادا ڙي عمر! اسان جي ملڪ ۾ هٿ ڪس تئي ڪانہ.

[ 1393 ]

عمر! اسان جي ڏيهہ ڏي، **نالن** تي **قرآن**.

نالو=واٽُو>واٽن. قرآن=فرقان>قُر+ڪانہ.

عمر! اسان جي ڏيهہ ڏي، واٽن تي قُر(تئي)ڪانہ.

[ 1394 ]

**عضوو** مون **حاڪيماڻي** تيو، **عورت** آندياس **ڪپڙي** ۾.

عضوو=تن>وطن. حاڪيماڻي=ويڙهہ.

عورت=قسمت. ڪپڙي جو=ڪوٺ.

وطن مون ويڙهہ تيو، (پر) قسمت آندياس ڪوٺ ۾.

[ 1395 ]

**عرض** اچين سومرا! **نالو** **نالن** سان،

ڪڏهن سُئاسون ڪينڪي، **اُپ جا** مارن سان.

عرض=صدا>سدا. نالو=رهندو. نالو=راڄو>راڄن.

اُپ جا=ڪس>عڪس.

سدا اچين سومرا! رهندو راڄن سان،

ڪڏهن سُئاسون ڪينڪي، عڪس مارن سان.

[ 1396 ]

**نالو** ڪر ڙي سومرا! **ذاتين** **راند** نہ ڦٽاءِ.

نالو=نظر. ذات=سانگي. راند=سانگ.

نظر ڪر ڙي سومرا! سانگين سانگ نہ ڦٽاءِ.

[ 1397 ]

**ذاتئين** آندئي مارئي، سا **ذاتئين** تون پهچاءِ.

ذات=ڪيبر>ٻَرين. ذات=راڄپر>راڄين.

ٻَرين آندئي مارئي، سا راڄين تون پهچاءِ.

[ 1398 ]

**ڪڪين** آندءِ ميان سومرا! **ڪڪن** ۾ پهچاءِ.

ڪڪن جو=ٻهارو. ڪڪن(جون)=جهوپڙيون.

ٻهاري آندءِ ميان سومرا! (سا) جهوپڙين ۾ پهچاءِ.

[ 1399 ]

**ڪڪان** آندءِ ميان سومرا! **تڙٿون** موڪل ڏي.

ڪڪن(جو)=ٻُهارو. تڙ (جو)=وارو.

ٻُهاري آندءِ ميان سومرا! (تنهن ڪي) واري موڪل ڏي.

[ 1400 ]

عمر! **ڳاهہ جو** ڪيئي، هاڻ **نارنانءُ** ڪيجانءِ.

ڳاهہ جو=بند. نارنان=عزت.

عمر! بند ڪيئي، هاڻ عزت سان ڪيجانءِ.

[ 1401 ]

اي **پڪي** عمر سومرا! مون ڪي ڪڍ **لوهن** مان.

پڪي=پرمار. لوهہ=ڪَڙو>ڪَڙن.

اي پرمار عمر سومرا! مون کي ڪڍ ڪَڙن مان.

[ 1402 ]

**پنهنجيءَ** ڪونہ آيس، **پڪيءَ جو** ڪٽي آئين.

پنهنجي=خوشي. پڪيءَ جو=ڪنڀ>ڪنيي.

خوشيءَ ڪونہ آيس، ڪنيي ڪٽي آئين.

[ 1403 ]

**ڪاني** ادا سومرا! نہ تہ آءٌ **ميجيءَ جي** ڪنديسانءِ.

ڪاني=نيگهر>ني +گهر. ميجيءَ جي=هاري>ڏوهاري.

ني گهر ادا سومرا! نہ تہ ڏوهاري ڪنديسانءِ.

[ 1404 ]

**ڪپڙي مرون** آيا، پر **ڪاچ جي** ڪنهن نہ ڪئي!

ڪپڙو=چِندو>چِندين. مرون=چنچل>چئنچل.

ڪاچ جي=هَڏِي>هيڏي.

چِندين چئنچل آيا، پر هيڏي ڪنهن نہ ڪئي!

[ 1405 ]

هِت **هندڪا** اڳ بہ هئا، **جر جو جون فقيراڻيون** تو ڪيون.

هندڪا=راجا. جر جون=نيون. فقيراڻيون=ريتيون.

هت راجا اڳ بہ هئا، پر نيون ريتيون تو ڪيون.

[ 1406 ]

ادا ڙي عمر! تو **نالي** اهڙا **ڪاٺ جا** ڪنهن نہ ڪيا.

نالو=ساماڻو. ڪاٺ جا=گز>غضب.

ادا ڙي عمر، تو ساماڻي اهڙا غضب ڪنهن نہ ڪيا.

[ 1407 ]

سٽيپ **ان جون** ڪري، **نرنانءُ** ٿيو ڪونہ ڪو.

سٽيپ جي=چُوري>چوريون. ان جون=رَيون.
نرنانءُ=وَنهيون.

چوريون ڪري، وَنهيون ٿيو ڪونہ ڪو.

[ 1408 ]

**نالا نانءُ** نہ ڪن، **ڪانئيون** هٽن نہ سومرا!

نالو=چڱو>چڱا. نانءُ=چُوريو>چوريون.
ڪانئيون=سڌيون>سَنڌيون(ڪاٺ).

چڱا چوريوُن نہ ڪَن، سَنڌيون هٽن نہ سومرا!

[ 1409 ]

**مٽيا پوڪ** نہ ڪن، **پوڪ** پلي **پورهيت** ڪِن.

مٽيو=سالڪ. پوڪ=ڪَس. پورهيت=
ڪمي>ڪميٺا.

سالڪ ڪَس نہ ڪن، ڪَس پلي ڪميٺا ڪِن.

[ 1410 ]

اهو **مال جو** نہ هُيئي سومرا، جو لڄايئي **ذاتيون**.

مال جو=وڙ. ذات=
پنهوار>پنهواريون.

اهو وَڙُ نہ هيئي سومرا، جو لڄايئي پنهواريون.

[ 1411 ]

**پکي** مار نہ سومرا! **نالو پوڪ** نہ تون.

پکي=آپرا. نالو=رعايا. پوڪ(جو)=تڪ.

آپرا مار نہ سومرا! رعايا تَڪ نہ تون.

[ 1412 ]

**پکي** مار مَ سومرا! مَرُ **پکي** مارُو هونِ،
**پکي** جهلڻ جهنگ مان، اها ريت نہ راجائنِ.

پکي=آپرو>آپرا. پکي=سيرو>سيرا. پکي=
پار ڏتارو.

آپرا مار مَ سومرا! مر سيرا مارُو هونِ،
پار ڏتاري جهلڻ جهنگ مان، اها ريت نہ راجائنِ.

[ 1413 ]

**ذات** نہ كر ميان سومرا، توكي **نرنانءُ نالو** كندو.

ذات=تُرڪ>روڪ. نرنانءُ=مالڪ.

نالو=موچارو.

روڪ نہ كر ميان سومرا، توكي مالڪ موچارو كندو.

[ 1414 ]

**تڙ** ڦٽا كر سومرا! نيئي ڏي **ڳهہ** مارن كي.

تڙ=ڏنگ. ڳهہ=مانگهہ>مان گڏ.

ڏنگ ڦٽو كر سومرا! نيئي مون گڏ مارن كي.

[ 1415 ]

عمر! اسان جي ڏيهہ ۾، **ول پوڪ** تئي ئي كانہ.

ول=ويساهي>ويساهہ. پوڪ=ڪَتي>گهاتي.

عمر! اسان جي ڏيهہ ۾، ويساهہ-گهاتي تئي ئي كانہ.

[ 1416 ]

**ذات** آنديس سومرا! **وٺن** كونهي ڏوهہ.

ذات=اَمر. وٺ=مٺ>مائٽ.

اَمر آنديس سومرا! مائٽن كونهي ڏوهہ.

[ 1417 ]

مارئي مري تي **نرنانءُ** لاءِ، آءُ **نرنانءُ** كي پهچاءِ؛

**نالي نرنائن** ۾، توچو **كاڄ جي** كئي؟

نرنانءُ=ننگ. نرنانءُ=ساهُو>سا +هن. نالو=

بيگ> بيگناهہ. نرنانءُ= بَنگُل> بنگلن.

كاڄ جي=پُوري.

مارئي مري تي ننگ لاءِ، آءُ سان هُن كي پهچاءِ،

بيگناهہ بنگلن ۾، توچو پُوري آهہ؟

عمر جو مارئيءَ كي شاديءَ لاءِ چوڻ

[ 1418 ]

**مال جي** تي نہ مارئي، تنهنجا **نالا** آهن.

مال جي=مادي>ماندي. نالو=سانگي. نالو= سكيو>سكيا.

ماندي تيءُ نہ مارئي، تنهنجا سانگي سُكيا آهن.

[ 1 419 ]

**چلمر جي** نہ تيءُ مارئي! تون **نارنان** تي ويهہ.

چلمر جي=ڪِنِي. نارنان=سُرهي.

ڪِني نہ تيءُ مارئي! تون سُرهي تي ويهہ.

[ 1420 ]

**نالو** تي جي رڃ ڪرين، تہ ڏيان **وڪر** مارن ڪي.

نالو=روچي>پرچي. رڃ=پرُڻ>پرٽو. وڪر=
زهر>زر.

پرچي جي پرٽو ڪرين، تہ ڏيان زر مارن ڪي.

[ 1421 ]

**وڻ** تون **ملڪ** وسار، **پنهنجو** ڏي **نرنان** ڪي.

وڻ=وينگس. ملڪ=ويڙهہ. پنهنجو=جهڄڻ.
نرنان=جهانگي.

وينگس تون ويڙهہ وسار، جهڄڻ جهانگيئڙن ڪي.

[ 1422 ]

**نالي** ۾ تي ويهہ، چڏ **مرون** مارئي.

نالو=نظر. مرون=ويڙهو>ويڙها.

نظر ۾ تي ويهہ، چڏ ويڙها مارئي.

[ 1423 ]

توکي **نالي** آندمر مارئي، تون **نالي** ۾ تي ويهہ،
هي بہ تنهنجو ڏيهہ، **نالي** ڪندوسانءِ مارئي!

نالو=دلو>دليئون. نالو=بيگمر>بي +غمي.
نالو=بَخشو>بخش.

توکي دليئون آندمر مارئي، تون بي غمي تي ويهہ،
هي بہ تنهنجو ڏيهہ، بخش ڪندوسانءِ مارئي!

[ 1424 ]

**نالي** ۾ آندومانءِ مارئي! **نالي** ۾ تي ويهہ،
هي بہ تنهنجو ڏيهہ، **نالي** ۾ ڪندوسانءِ مارئي!

نالو=محبت. نالو=صحبت. نالو=سُکيو.

محبت ۾ آندومانءِ مارئي! صحبت ۾ تي ويهہ،
هي بہ تنهنجو ڏيهہ، سکيو ڪندوسانءِ مارئي!

[ 1425 ]

**ڪاٿ** ڪر، **ٻولي شهر جن** ۾ **فقير جون** ڪر مارئي.

ڪاٿ(جي)=ماٿ. ٻولي=هلي. شهر جا=محلات.

فقير جون=موجون.

ماٿ ڪر، هلي محلاتن ۾ موجون ڪر مارئي.

[ 1426 ]

ڪر **پنهنجو**، تيءُ **نارنان**، **ٻوليون** ڪيم ڪر،

تہ **نرنان** ڪريئين مارئي.

پنهنجو=صبر. نارنان=سياٽي. ٻوليون=دانهون.

نرنان=راضي.

ڪر صبر، تيءُ سياٽي، دانهون ڪيم ڪر،

تہ راضي ڪريئين مارئي.

[ 1427 ]

**ڪاڇ** نہ ڪائين ڙي مارئي! **نالا نامن** جا.

ڪاڇ=صوف. نالو=تاجو>تازو. نامر=باغ.

صوف نہ ڪائين ڙي مارئي! تازا باغن جا.

[ 1428 ]

**ميڄي** تي **ڳهہ** پاءِ، **ڪڙمڪا** نہ هار.

ميڄي=ڏاهي. ڳهہ=چلا. ڪڙمڪا=ڳوڙها.

ڏاهي تي، چلا پاءِ، ڳوڙها نہ هار.

[ 1429 ]

**ان جا** آٽيو ڏينِ، تہ **مال جا** ڪر مارئي!

انءَ جا=وساڻ>ويس +نوان. مال جا=چوندِ.

ويس نوان آٽيو ڏينِ، تہ چوندِ ڪر مارئي!

مارئيءَ جو عمر کي جواب

[ 1430 ]

**وات جا** آڇ نہ مون، **راند جا** پلي هڻ.

وات جا=ويڻ. راند جا=هاڙهي>کهاڙي.

ويڻ آڇ نہ مون، کهاڙي پلي هڻ.

[ 1431 ]

**حاڪم جون** نہ ڪر عمر ادا، **بلائون** ڪينئي.

حاڪم جون=آچون. بلائون=ارموش(وڏي بلا).

آچون نہ ڪر عمر ادا، ارموش ڪينئي.

[ 1432 ]

عمر! تون چوين **نرنان**، مون ڪي **مال جي**.

نرنان=پرچو>پَرچ. مال جي=اُڪي>اوڪي.

عمر! تون چوين پرچ، مون ڪي اوڪي.

[ 1433 ]

**ڪپڙو** نہ ڪر ميان سومرا! هيءُ **ڪپڙو** چڱو هناهہ،

جو **نالو** تون چوين، سو **نالو** مون وٽ ناهہ.

ڪپڙو=ڪارو. ڪپڙو=اَنذاري>انذير. نالو=
ڪلڻ. نالو=خوشي.

ڪارو نہ ڪر ميان سومرا! هيءُ انذير چڱو ناهہ،

جو ڪلڻ تون چوين، سا خوشي مون وٽ ناهہ.

[ 1434 ]

**ذات ڪاسبڪي ڪار، نرنالي آزار جي نار نالي.**

ذات=دائي>مدائي. ڪاسبڪي ڪار=مَنڻ>
من +ہر. نرنالو=اَمانُ>اما +نہ. آزار جي=سُتي.
نار نالو=ڏني.

مدائيءَ جي من ہر، اما نہ سُتي ڏني.

[ 1435 ]

**عضوي** تي ويهي، **عضوو** ڏيندي سانءِ ڪين ميان!

عضوو=سَنڌ>سَڌَ. عضوو=گوش.

سَڌُن تي ويهي، گوش ڏيندي سانءِ ڪين ميان!

[ 1436 ]

**عورت** تنهنجي سَومرا، **مرونءَ جي** وٽي مَ مون.

عورت=هرچي>هر چيز. مرونءَ جي=ڪائئين>
ڪائي.

هر چيز تنهنجي سومرا، ڪائي وٽي مَ مون.

[ 1437 ]

عمر چئي **سُت جي**، آءُ **نار نالي** نہ هڪڙي.

ست جي=كاهي<كاءِ +هي. نار نالو=زليخان<
ذَري +كان.

عمر چئي كاءِ هي، آءُ ذري كان نہ هڪڙي.

[ 1438 ]

ڪڻ پنهنجا **عضوا**، مان **ذات** جي نہ آهيان.

عضوا=ڍاڪون. ذات=بخاري<بكاري.

ڪڻ پنهنجا ڍاڪون، مَان بُكاري نہ آهيان.

[ 1439 ]

**نالو** كر نہ سومرا، تہ ويهي **عورت** تون.

نالو=صلاح. عورت=خاتُون<كاءِ +تون.

صلاح كر نہ سومرا، 'تہ ويهي كاءِ تون.'

[ 1440 ]

**كاڄ** نہ كائيندیس سومرا، مون کي **مٽيءَ جون** آٽي ڏي:

كاڄ=حلوو<حلوا. مٽيءَ جون=كنپيون.

حلوا نہ كائيندیس سومرا، مون کي كنپيون آٽي ڏي.

[ 1441 ]

**كاڄ** كائيندیس كينكي، **نار نالي** تنهنجو.

كاڄ=آڪو<آءُ +ڪو. نار نالو=داني< اَدا +ني.

آءُ ڪو كائيندیس كينكي، ادا ني تنهنجو.

[ 1442 ]

**مٽيءَ جي** كائينديس، **ذات** كنديس كينكي.

مٽيءَ جي=پِني. ذات=شاھ<شاهي.

پِني كائينديس، شاهي كنديس كينكي.

[ 1443 ]

**مُئي جو**كائينديس كينكي، وج **نالو** **نانوَ** كٽي.

مئي جو=ماتام<مان +طعام. نالو=خانا<كانا.
نانءُ=خان.

مان طعام كائينديس كينكي، وج كانا خانَ كٽي.

[ 1444 ]

**تنهنجي ذاتين** ڪريان ڪوهه، منهنجي **پڪين شهر**
جا ڪيا.

ذات=خشڪ>خشڪن. پڪي=ڊوليڙ. شهر جا=ڍير.

تنهنجي خشڪن ڪريان ڪوهه، منهنجي ڊوليڙن ڍير ڪيا.

[ 1445 ]

**سُٿ جا** آڇ مَ سومرا! مان **گاهه جي** هيراڪ.

سٿ جا=وَٽيا>وَٽا. گاهه=ٻُڪن.

وَٽا آڇ مَ سومرا! مان ٻُڪن جي هيراڪ.

[ 1446 ]

**اَن جا** آٽي ڏينِ، تہ ٻہ **وڻ جا** نہ ڪائي مارئي.

اَن جو=ميدو>ميدا. وڻ جا=مور (گونچ)>مُور.

ميدا آٽي ڏينِ، تہ ٻہ مُور نہ ڪائي مارئي.

[ 1447 ]

**نار نالي** آڇ نہ سومرا، **نار نالي** پنهنجون پاڻ،
جي **نار نالي** ڪاوان، تہ مارن ۾ **مٿي** تيان.

نار نالو=مِلي>مليدا. نار نالو=خاتون>ڪاءِ +
تون. نار نالو=زرينا>ذري. مٿي=ڪاري.

مليدا آڇ نہ سومرا، ڪاءِ تون پنهنجا پاڻ،
جي ذري ڪاوان، تہ مارن ۾ ڪاري تيان.

[ 1448 ]

**تنهنجي جر جن** ڪريان ڪوهه، منهنجي **جيتن**
**عضوا** ڪيا.

جر جو=ڪنڊ. جيت=ڪارڙو>ڪرڙن. عضوا= ڏوئرا.

تنهنجي ڪنڊن ڪريان ڪوهه، منهنجي ڪِرڙن ڏوئرا ڪيا.

[ 1449 ]

**وڻ جي** عمر سومرا، **نالي مرض** نہ.

وڻ جي=چوڏي>چو +ڏين. نالو=مصري.
مرض=ڪام>ڪان +مان.

چو ڏين عمر سومرا، مصري ڪان مان نہ.

[ 1450 ]

ادا ڙي عمر! اسان جو **ڪاٺن** تي گذران، ڇا ڪنديس
**شهر** ڪي.

ڪاٺ=ساڳُ. شهر=مصر>مصري.

ادا ڙي عمر! اسان جو ساڳن تي گذران، ڇا ڪنديس
مصريءَ ڪي.

[ 1451 ]

**پوڪ مُلڪ** ميان سومرا! **وڻ** ڪائي.

پوڪ=ڪَتي>ڪَتيون. ملڪ=سال. وڻ=ڪاٺونبا.

ڪَتيون سال ميان سومرا! ڪاٺونبا ڪائي.

[ 1452 ]

**نالن** ۽ **نالن** تي، آءُ **ڪاني**.

نالو=لونگ>لونگن. نالو=ڦوٽو>ڦوٽن.

ڪاني=نهري>نہ +هِري.

لونگن ۽ ڦوٽن تي، آءُ نہ هِري.

[ 1453 ]

**نالو** ڪائي نہ مارئي، اهو **نالو نالن** جو.

نالو=منو. نالو=ميوو. نالو=باغ>باغن.

مِنو ڪائي نہ مارئي، اهو ميوو باغن جو.

[ 1454 ]

**ٻن نالن** مان **عورت** آءُ نہ، متان **حاڪيماڻي** تي پوان.

ٻہ نالا=هڪ نالو توت، ٻيو نالو صوف. عورت=
زليخا>ذَري ڪان. حاڪيماڻي=گنهگار.

توتن ۽ صوفن مان آءُ ذري نہ ڪان، متان گنهگار تي پوان.

[ 1455 ]

**نرنانءُ! نار نالي پنهنجو** نہ، اسان وٽ **نالن ۾ ڪاٺ**.

نارَ=گلابي. نالو=گل. نرنانءُ=عمرؔ. پنهنجو=
سونگهڻ> سونگهيان. نالو= ڪپڙ> ڪپڙن.
ڪاٺ=بانس.

عمر!گلابي گل سونگهيان نہ، اسان وٽ ڪپڙن ۾ بانس.

[ 1456 ]

**ڏڏ وڻ جي آچ مَ سومرا! اسان ڏي ريت رچن.**

ڏڏ جي=جهُو (ڦيڻ). وڻ جي=مَڪ. رَچ=
وَٽو>وَٽين (ڪنن ۾ پائڻ جو ڳهه).

جهومڪ آچ مَ سومرا! اسان ڏي ريت وَٽين.

[ 1457 ]

عمر! تون شهرئون ڏئين، آءُ ڪاٿي ٻه ڪانه ڏيان.

شهر=سَڳيون. ڪاٿ(جي)=ڦٽي.

عمر! تون سڳيون ڏئين، آءُ ته ڦٽي ٻه ڪانه ڏيان.

[ 1458 ]

**اڏ شهر ۾ ساز جو وٽي نه مون، مون کي پنهنجن جا پنهنجا ٿي چڱا.**

شهر=چوٽي (چوٽياريون مان اڏ شهر). ساز جو=
ڇمڪو. پنهنجن=ٻاٻاٽا. پنهنجا=ٻچڙا.

چوٽيءَ ۾ڇمڪو وٽي نه مون، مونکي ٻاٻاٽا ٻچڙائي چڱا.

[ 1459 ]

ڪاٿ ٿون ڪاٿي، ڪانهي ريت رچن جي.

ڪاٿ(جي) =ٻانهين > ٻانهيون، ڪاٿي = ٻندو
رچ= وٽو> وٽن.

ٻانهيون ٻُندا ناهه، ڪانهي ريت وٽنُ جي.

[ 1460 ]

عمر اسان جي ڏيهه ۾، ڪاٿ ٿون ڪاٿي ڪانه.

ڪاٿ=ٻانهين. ڪاٿي=پائو>پائي.

عمر اسان جي ڏيهه ۾، ٻانهين پائي ڪانه.

[ 1461 ]

ڪپڙي آندءِ سومرا! سُت پائيندي ڪين.

ڪپڙو=ٻانڌٽي>بندياٽي. سُت جي=سانت>سا +نَت.

بندياٽي آندءِ سومرا! سا نَت پائيندي ڪين.

[ 1462 ]

عمر! اسان جي ڏيھہ تي، **ڪاٺيون** ڪنھن نہ **ذاتيون.**

ڪاٺ(جي)=نٽ>نٽون. ذات=پاٽي، پاتا>پاتيون.

عمر! اسان جي ڏيھہ تي، نَٽون ڪنھن نہ پاتيون.

[ 1463 ]

**ڪتا** آچ مَ سومرا! آءُ **مرون** نہ پايان،
**جيت** اباڻي پار جا، مڙيئي ملھايان،
پوءِ گاھہ لڳين لايان، آءُ **ذات** تينديس ميان سومرا!

ڪُتو=ويندو. مرونءَ جو=چلو. جيت=اڏوھي>
اوڏانھين. گاھہ=چاھڪ. ذات=ماڃي>آڃي.

ويندا آچ مَ سومرا! آءُ چلو نہ پايان،
اوڏانھين اباڻي پار جا مڙيئي ملھايان،
چاھڪ لڳين لايان، مان آڃي تينديس ميان سومرا!

[ 1464 ]

**ڪاٺين رانديون** ڪن، سي سيباٽا ساھہ ڪي،
**نالا نرنان** تنھنجا، ڀھڳڻ وجھان پن،
عمر! اسان جي ملڪ تي، **ڪپڙوئي** نہ ڪن.

ڪاٺ= ڪوھو> ڪوھين. راند= ڪيل> ڪيلون.
نالو=سونو. نرنان=ڳھٽو. ڪپڙو=شال>شالون.

ڪُوھين ڪيلون ڪن، سي سيباٽا ساھہ ڪي،
سونا ڳھٽا تنھنجا، ڀھڳڻ وجھان پن،
عمر اسان جي ملڪ تي، شالون ڪونہ ڪن.

[ 1465 ]

**فقير جي** پائي، **باھہ جا** وني آءُ.

فقير جي=جاڳھ>جا +ڳھہ. باھہ جا=اُھاءَ>اُھا.

جا ڳھہ پائي، اُھا ونبي آءُ.

[ 1466 ]

**اوطاق** پائي سومرا! **ڪپڙي** آڇ جوءِ،
اسان ۾ ريت **ڪاٺين** جي، **نرنان** ڪن نہ ھوءِ.

اوطاق=جاڳهہ>جا +ڳهہ. ڪپڙو=سائو>سائي.

ڪاني=ٻُندو. نرنان=حَسن>هس.

جا ڳهہ پائي سومرا! سائي آڇ جوءِ،

اسان ۾ ريت ٻُندن(پائڻ) جي، هَسَ ڪن نہ هوءِ.

[ 1467 ]

**مٿيءَ جي** آڇ نہ سومرا، مون **ڪاٺ جا** ٺي ناهن.

مٿيءَ جي=جاڳهہ>ڳهہ. ڪاٺ جا=پائٺا (لڪڻ).

ڳهہ آڇ نہ سومرا! مون پائٺائي ناهن.

[ 1468 ]

تنهنجن **نرنامن** کي ڇا ڪريان، هي **مال جائي** مون بس،

**راند جن** بنان ڙي سومرا! منهنجي روح نہ اڇي رس.

نرنالا=سونو ۽ ڳهڻو. مال جا=وڳہ>وڳا.

راند جا=ڍارا>ريدار.

تنهنجن سونن ڳهڻن کي ڇا ڪريان، هي وڳائي مون بس،

ريدارن بنان ڙي سومرا! منهنجي روح نہ اڇي رس.

[ 1469 ]

تنهنجي **نالن** ڪان، مون کي **سُٽ جا** چڱا.

نالو=سونو. سٽ جا=وَٽا.

تنهنجي سونن ڪان، مون کي وَٽا چڱا.

[ 1470 ]

ٻہ **وٽيون** اَباٽن جون، سي ڇڏينديس ڪين ميان!

تو ٽي آڇيا **نالا ۽ نرنان**، سي وٺنديس ڪين ميان!

تو ٽي گهڙيا **رچ راند جا**، سي **رچ** ڏينديس ڪين ميان!

وٽي= ڪرڙي> ڪرڙيون. نالو= هيرو.

نرنان=جواهر. رچ=پرُڙ>پرٽو. راند جو=پاسو.

رچ=دلو>دلئون.

ٻِڪرڙيون اَباٽن جون، سي ڇڏينديس ڪين ميان!

تو ٽي آڇيا هيرا جواهر، سي وٺنديس ڪين ميان!

تو ٽي گهريا پرٽي لاءِ پاسا، دلئون ڏينديس ڪين ميان!

[ 1471 ]

**ڳهہ** پائيندِيس سومرا، **لوهہ جا** تنهنجا.

ڳهہ=نسبي>نہ +سِبي. لوهہ جا=رَوات>
رَوا +تہ.

نہ سِبي پائيندِيس سومرا، رَوا تہ تنهنجا.

[ 1472 ]

**لوهہ جون** آڇ مَ سومرا! آءٌ **وکر** ئي کنديس.

لوهہ جون=رواتيون>روا +تون. وکر=
کَتيلو>کتي +لو.

روا تون آڇ مَ سومرا! آءٌ کَتي لوئي کنديس.

[ 1473 ]

ادا عمر! اهو **وکر** کنديس کين، جو **وکر** اتم مارن جو.

وکر=تِج>تاج. وکر=کُهنبو.

ادا عمر! اهو تاج کنديس کين، جو کُهنبو اتم مارن جو.

[ 1474 ]

**کپڙو** آڇ نہ سومرا! اهو **کپڙو** تئي منهنجي مَن،
مارو ملڪ مليرتي، اهو پيا **کپڙو** کن.

کپڙو=گيگم. کپڙو=گيگم>غم.

گيگم آڇ نہ سومرا! اهو غم تئي منهنجي مَن،
مارو ملڪ مليرتي، اهو پيا غم کن.

[ 1475 ]

هي **پورهيو وڻ** نہ مارئي، چي، وجي **نالي نار** پهچاءِ.

پورهيو=پَرت. وڻ=بانس>باسي. نالو=پَٽ.
نار=راڻي.

هي پَرت نہ باسي مارئي، چي، وجي پٽ راڻيءَ پهچاءِ.

[ 1476 ]

**فقير جي** آندءِ سومرا، **فقير جا** آڇ مَ تون،
**جَر جي** تيندِيس کينکي، جي **شهر ڏئين** تو مون،
جيئن **سَڏجي** اتئي مون، تيئن پنهنجون **سڏيندءِ** سومرا!

فقيرِ جي=ڳاٿي>آڳاٿي. فقير جو=پـَٽو>پـَٽ.
جـَرَ جي=چري. شهر=گام . سَڏجي=رَڙ.
آڳـاٿي آنـدءِ سـومرا، پـَـٽَ آڇ مَ تـون،
چـري ٿينديـس ڪينڪـي، جـي گـام ڏئيـن تـوْ مـون،
جيئـن رڙايـو اتئـي مـون، تيئـن پنهنجـون رڙنـدءِ سـومرا!

[ 1477 ]

**ڪاريگر** جا ڪنديس ڪينڪي، مون کي **مال** جائي بس.
ڪاريگر(جا)=پٽ. ڪنديس=پهرينديس.
مال(جا)=ليڙا.
پٽ پهرينديس ڪينڪي، مون کي ليڙا (اباڻا) ئي بس.

[ 1478 ]

ادا عمر! **باهہ جا** نہ ڏي، مون کي **ڪپڙو** ئي چڱو.
باهہ(جا)=شَمر>ريشم. ڪپڙو=ليڙو.
ادا عمر! ريشم نہ ڏي، مون کي ليڙوئي چڱو.

[ 1479 ]

**ڪپڙو** آڇ مَ سومرا! مون **اُن پهڻ جي** وٽي.
ڪپڙو=ڪيمخواب.اُن(جي)=لوئي.پهڻ جي=لال.
ڪيمخواب آڇ مَ سومرا! مون لوئي لال وٽي.

[ 1480 ]

**ذات** ڇڏينديس ڪينڪي، **ذات** نہ مون کي آڇ.
ذات=ڪلوئي>لوئي. ذات=وِينس>ويس.
لوئي ڇڏينديس ڪينڪي، ويس نہ مون کي آڇ.

[ 1481 ]

**مال جا** مون وٽ هُون، تہ **پوڪ** ڪري **ذات** ڪريان.
مال(جا)=ڇـُنڊا. پوڪ=ڪـَتي>ڪـَتي.ذات=
ڪلوئي>ڪا +لوئي.
ڇـُنڊا(اُن)مون وٽ هُون، تہ ڪـَتي ڪا لوئي ڪريان.

[ 1482 ]

تنهنجن **جر جن** ڪريان ڪوهہ، منهنجا **ذات** جائي چڱا.
جرجا=نوان(لـَٿَ)>نـَون. ذات=ٽڳڙ>ٽـڳڙ.
تنهنجن نـَوَن ڪريان ڪوهہ، منهنجا ٽڳڙئي چڱا.

[ 1483 ]

**ذات** اتم ڪپڙا، **پوڪ جا** تان نہ ڪندياس.

ذات=مگٽيجا>مگٽي +جا. پوڪ(جا )=پيجا>
پيجا (پيا ).

مگٽي جا اتم ڪپڙا، پيجا تان نہ ڪندياس.

[ 1484 ]

شل **باھ جا** تنهنجا **ڪپڙي جا**،**عضوي ليڪي جا** ڏي،
تہ وڃي ڪريان **پنهنجن** سان **معشوقن جا**.

باھ جا=ڪامڻ>ڪامَن. ڪپڙي جا=طول وهاٽا.
عضوو=رُخُ. ليڪي جا=سَتَ. پنهنجا=مائٽ>
مائٽن. معشوقن جا=ماٽا.

شل ڪامن تنهنجا طول وهاٽا، رخصت ڏي تہ وڃي
ڪريان مائٽن سان ماٽا.

[ 1485 ]

تنهنجي **ذاتين** ڪان ميان سومرا! منهنجي **ذات** متي.

ذات=فراش>فراشين. ذات=ڪَرڙ.

تنهنجي فراشين ڪان ميان سومرا! منهنجا ڪرڙ متي.

[ 1486 ]

**ذاتيون** آڇ نہ سومرا، تنهنجي **ذاتين** ڏيان ٻَن،
**راڳ جي** منهنجي من، **اوزار** اباڻي پار جا.

ذات=ڏگڙ>ڏگڙ. ذات=فراش>فراسين. راڳ
جي=صدا>سدا. اوزار=سونهڻ>سونهان.

ڏگڙ آڇ نہ سومرا، تنهنجي فراسين ڏيان ٻَن،
سدا منهنجي من، سُونهان اباڻي پار جو.

[ 1487 ]

**ذات عورت** سومرا، **مُندون اوزارن**،
سي ڪيئن **نانءُ** رهن، جن **جون ٿوريون وڻ** مان سومرا.

ذات=ڪَرڙ. عورت=اودي.مُند=سيارو.اوزار=
سونهن>سونهن. نانءُ=رتو>رتولين. ٿوري=
سوڙهي>سوڙيون. وڻ=سِڻ.

کَـرڙ اوڏيــــون ميـان سـومرا، جـي سـياري ســــونهن،
سي ڪيئن رتولين رهن، جن جون سوڙيون سـِڻ مان سومرا.

[ 1488 ]

**حاڪيماٽا** نہ وٽن مون، آءٌ تہ وجي **مرض** واريون ڏسان.

حاڪيماٽا=طنبو. مرض=مليريا>ملير.

طنبو نـہ وٽـن مـون، آءٌ تـہ وجـي ملير واريـون ڏسـان.

[ 1489 ]

**اُپ جـــن** تـــي ويهنديـــاس، **رچ جـــي** تـــو وٽ.

اُپ جا=نَڪٽ>نہ +ڪٽ. رچ جي=گهڙي.

نـہ ڪـٽ تـي ويهنديـاس، هـڪ گهـڙي تـو وٽ.

[ 1490 ]

تنهنجي **ڪاڄ گاهہ** ڪان بس، **حاڪيماٽا** مون نہ قبوليا.

ڪاڄ=سڄ>سيج. گاهہ(جا)=بند. حاڪيماٽا=
پلنگ.

تنهنجي سيج بندن ڪان بس، پلنگ مون نہ قبوليا.

[ 1491 ]

**مِٺي جن** ۾ ويهار نہ ميان سومرا، **اي نالو** مون نـہ آهـہ.

مٺيءَ جي=ماڙي>ماڙين. نالو=لائق.

ماڙين ۾ ويهار نہ ميان سومرا، اي لائق مون نہ آهہ.

[ 1492 ]

**ڪاريون** آڇ مَ سومرا، مان **مال جون** ڪائينديــاس.

ڪاريون=اُماڙيون>ماڙيون. مال جون=گوريون.

مـاڙيون آڇ مَ سـومرا، مـان گوريـون ڪائينديـاس.

[ 1493 ]

**پوڪ جو** مون نہ وٽي، اِهو **نالو** ڏي پنهنجن کي.

پوڪَ جو=مهلو>محلو. نالو=بنگل>بنگلو.

محلو مون نہ وٽي، اهو بنگلو ڏي پنهنجن کي.

[ 1494 ]

آءٌ **مرض** ڏيان تنهنجي **شهر جن** کي، مون کي وٽن
**مال ۽ جر جون**.

مرض=باھہ. شهر جا=بنگلا. مال(جا)=ڇيلا.

جر جون=ڇڻڪارون.

آءُ باهہ ڏيان تنهنجي بنگلن کي، مون کي وڻن ڇيلن جون ڇڻڪارون.

[ 1495 ]

عمر! اسان جي ڏيهہ تي، **ڪاني** تئي ئي ڪانہ.

ڪانيءَ جي=اُماڙي>ماڙي.

عمر! اسان جي ڏيهہ تي، ماڙي تئي ئي ڪانہ:

[ 1496 ]

ادا عمر! اسان وٽ نڪي **علم جو**، نڪي **مال جو**، ڪريون **ڪاڇن** تي گذران.

علم جو=صفحو>صفو. مال جو=ماڙي(پاڏو).

ڪاڇ=پيهُون>پيهين.

ادا عمر! اسان وٽ نڪي صفو، نڪا ماڙي، ڪريون پيهين تي گذران.

[ 1497 ]

**باھہ جن** تنهنجن باھہ **جون** ڏيان، آءُ **ڪکن** ۾ ويهندياس.

باھہ جون=اُماڙيون>ماڙين. باھہ جون=

اُماڙيون. ڪکن (جا)=جهوپڙا>جهوپڙن.

ماڙين تنهنجن اُماڙيون ڏيان، آءُ جهوپڙن ۾ ويهندياس.

[ 1498 ]

**ڪاٺ جا** سمجهان **ذات**، **ڪک جون** **ڪپڙي** رڇ.

ڪاٺ جا=مول(لاه). ذات=سومرا. ڪک جون=

ڪنڌيون. ڪپڙو=ڪوٽ>ڪوٽن. رڇ=مَٽ.

مُول نہ سمجهان سومرا! ڪنڌيون ڪوٽن مَٽ.

[ 1499 ]

عمر! **ڪاٺ جو** ۾ **پنهنجي**، **وڻ جي** **ڪپڙي** ڪي.

ڪاٺ جو=در>اندر. پنهنجي=آهہ. وڻ جو=

ڪيرو>ڪيرائي. ڪپڙو=ڪوٽ.

عمر! اندر جي آهہ، ڪيرائي (تنهنجي) ڪوٽ ڪي.

[ 1500 ]

**نالا نانءُ** تہ تنهنجا، **نالا نانءُ** تہ تو،
**نالا نالي** ڪينڪي، تن ڪي **نالا** وجهين ڇو.

نالو=نوڪر. نانءُ=چاڪر. نالو=سانگي. نانءُ=
پرتو> پرتا. نالو= مارُو. نالو> محسن> مٺاس.
نالو=هيبت.

نوڪر چاڪر تنهنجا، سانگي پُرتا تو،
مارُو تہ مٺاس ڪينڪي، تن ڪي هيبت وجهين ڇو.

[ 1501 ]

**نرنان** آچ نہ سومرا، آهي **مرض** مارن ڪي.

نرنان=دولت. مرض=گنج.

دولت آچ نہ سومرا، آهي گنجُ مارن ڪي.

[ 1502 ]

**نالو** تو وٽ سومرا، **ٻولي** اسان مارن ڪي.

نالو=ڏنو>ڏنُ. ٻولي=مسڪيني.

ڏنُ تو وٽ سومرا، مِسڪيني اسان مارن ڪي.

[ 1503 ]

مارئي عمر سان، **وڻ جو ئي** نہ ڪري.

وڻ جو=آڪارو>هاڪارو>هائوڪار.

مارئي عمر سان، هائوڪارئي نہ ڪري.

[ 1504 ]

ادا عمر! جيڪو مون سان **عضوو** لائي، **ذات** تنهن
ڪي ڪائي.

عضوو= لوٹو> لنوُ. ذات= نانگا> نانگ.

ادا عمر! جيڪو مون سان لنوُلائي، نانگ تنهن ڪي ڪائي.

[ 1505 ]

مون **گاهہ** اڳيئي ڪيا، **ڪاني** ڪين ڪندياس،
**ذاتيون** تي ويندياس، **ڪاٺ** پريندس ڪينڪي.

گاهہ= سيڻُ. ڪاني=ٻياني. ذات=مري. ڪاٺ=
بانس>باس.

مون سيڻ اڳيئي ڪيا، پياني ڪين ڪندياس،
مري جي ويندياس، ته به باس پريندس ڪينڪي.

[ 1506 ]

**نالو ذات** تيو، سو نه **مرض** ميان!

نالو=جڳسو>جڳ +سُئو. ذات=سنگراس>
سگ +راس. مرض=چِڻ.

جڳ سُئو سگ راس تيو، سو نه چِڻ ميان!

[ 1507 ]

**نالو** منهنجو **نالي** سان، **نالن** مجهه تيو،
**وڪر** هونديس **ڪامٽي**، **پنهنجو** نه ڪنديس پيو.

نالو=مڱيو>مڱٽو. نالو=ڪيت. نالو=چِتو>
چَتڙن. وڪر=تِر>جيتر. ڪامٽي=جيئري.
پنهنجو=حق.

مڱٽو منهنجو ڪيت سان، چَتڙن منجهه تيو،
جيتر هونديس جيئري، حق نه ڪنديس پيو.

[ 1508 ]

**ذات** وجين ميان سومرا، تون تو **ذات** ڪرين،
آءُ **نالو** ناهيان، تون **ذات** نه تيءُ.

ذات=مري. ذات=مڱٽا>مڱٽو. نالو=راضي.
ذات=ڪهيري>قهري.

مري وجين ميان سومرا، تون تو مڱٽو ڪرين،
آءُ راضي ناهيان، تون قهري نه تيءُ.

[ 1509 ]

**مرض** اتم هڪڙو، **راند جو** جيئنديس ڪين،
**شهر ڪاچ** اباڻن جو، **عيب** لائيندس ڪين.

مرض=دم. راند جو=جُڳ>ست جڳ. شهر=
لڪپت>لڪ پت. ڪاچ=رهو>رهي. عيب=ٽِڪو.

دم اتم هڪڙو، سَت جڳ جيئنديس ڪين،
لڪ پت رهي اباڻن جي، آءُ ٽِڪو لائيندس ڪين.

[ 1510 ]

مون ۾ **مرون** هڪڙو، ٻـ **راند جا** آءُ نـ ڪندياس،
هي **شهر** مارن جو، **پڪي** تان نـ ڪندياس.

مرون=سهو>ساهه. راند جا=جُڳ. شهر=لڪپت.
پڪي=ميري.

مون ۾ ساهه هڪڙو، ٻـ جُڳَ آءُ نـ جئندياس،
هيءَ لک پت مارن جي، ميري تان نـ ڪندياس.

[ 1511 ]

**گاهه** مان ويندياس، **ڪاني** ڪنديس ڪينڪي.

گاهه=مريڙو>مري +ڙي. ڪاني=بانس +باس.
مري ڙي ويندياس، باس باسينديس ڪينڪي.

[ 1512 ]

عمر تو **گاهه** ڪري، مان **وڻ** چوان تـ وات سڙي.

گاهه=وَس. وڻ=بانس>باسيان.
عمر تو وَسَ ڪري، مان باسيان تـ وات سڙي.

[ 1513 ]

ڪُهي **ڪاچ** ڪرين، تـ ٻـ **نالو** نـ **نالي** ونانءِ.

ڪاچ=ڪباب. نالو=عمر. نالو=قبول>قبوليانءِ.
ڪُهي ڪباب ڪرين، تـ ٻـ عمر نـ قبوليانءِ.

[ 1514 ]

**لوهه جون** آءُ نـ ٽيندياس، توڙي مون ڪي **ڪاٺ جا** وجهين.

لوهه جون=ساهميون>سامهون. ڪاٺ جا=وَڍَ.
سامهون آءُ نـ ٽيندياس، توڙي مون ڪي وَڍَ وجهين.

[ 1515 ]

**نرنانءُ** آڇ مَ سومرا، **نرنان** آءُ مَ ڪندياس،
**ذات** ٽيندياس، تـ ٻـ **ڪاٺ** ڪمائينديس ڪانـ.

نرنان=بخشو>بخششون. نرنان=قبول. ذات=
مري. ڪاٺ=بانس>باس.

بخششون آڇ مَ سومرا، قبول آءُ مَ ڪندياس،
مري ويندياس، تـ ٻـ باس باسينديس ڪانـ.

[ 1516 ]

آءُ **نالا**، وٺ **نالو**، تنهنجي **نالي** ڏيان پن،
ماروئڙا مليسر ۾، اهو **ڪپڙو** تا ڪن.

نالو=عمر.نالو=محبت. نالو=صحبت. ڪپڙو=
گيگم>غم.

آءُ عمر، وٺ محبت، پر تنهنجي صحبت ڏيان پن،
ماروئڙا مليسر ۾، اهو غم تا ڪن.

[ 1517 ]

**هندو** منهنجو ماءُ پيءُ، **هندو** سِر سندون،
عمر اسان جي ڏيهہ ڏي، **هندو** ڪري ٿي ڪونہ.

هندو=جيسو>جئي +سو. هندو=لکي. هندو=
هاسو>هائو.

جئي سو منهنجو ماءُ پيءُ، لکي سِر سندون،
عمر اسان جي ڏيهہ ڏي، هائو ڪري ٿي ڪونہ.

[ 1518 ]

آءُ **مِٽي** جن جي، شل **ذات** ملان تن ڪي.

مٽي=والاريل، ذات=ڪوري.

آءُ والاريل جن جي، شل ڪوري ملان تن ڪي.

[ 1519 ]

**نالو** ڪر تہ **شهر** تيئي، اسان جو **نالو** ٿي نہ.

نالو=بيجلو>بي جوءِ. شهر=گهارو. نالو=شيوو.

بي جوءِ ڪر تہ (تو وٽ) گهاري، اسان جو شيوئي نہ.

[ 1520 ]

مين نہ **لوهہ دي** تيڏي، تون چا **لوهہ دي** ڪر.

لوهہ دي=ٽجوڙي>جوڙ. لوهہ دي=چابي> چا +بي.

مين نہ جوڙ تيڏي، تون چا بي ڪر.

[ 1521 ]

مان هِت **درياءَ جو** ڪريان، متان مارو هُت **ڪپڙا** تين.

درياءَ جو=وَرُ. ڪپڙا=ڪارا.

مان هِت وَر ڪريان، متان مارُو هُت ڪارا تين.

[ 1522 ]

**اَن جــي آڻ ميــان ســومرا! جــا جــر جــي تــو ســاڻ.**

اَن جي=ڪاسگي>ڪا +سڳي. جر جي=
گهاري>گهاري.

ڪـا سـڳي آڻ ميـان سـومرا! جـا گهـاري تـو سـاڻ.

[ 1523 ]

آءُ ڪپـــڙي جـــي ســـومرا! تـــون حاڪيمـــاڻي آڻ.

ڪپڙي جي =اناري> ڏاري، حاڪيماڻي = ڪاسگي> ڪا +
سڳي.

آءُ ڏاري سومرا! تون ڪا سڳي آڻ.

[ 1524 ]

**گهــوڙي جــي ذات ۾ آڻ، توڪــي آهــي ڏُٽ جــي
ميــان ســومرا!**

گهوڙي جي=ڏُوڻ>ڏوٽي. ذات=ڪاٻي>
ڪا +ٻي. ڏُٽ=لَوڙهہ.

ڏُوٽي ڪا ٻي آڻ، (جي) توڪي آهي لوڙهہ ميان سومرا!

[ 1525 ]

**ڪـامڻ ڪا آڻ، جيڪـا شـهر تـو سـان، نـالو نـہ مـان.**

ڪامڻ=ميري>مير>امير. شهر=گهارو>
گهاري. نالو=سيئو>سيوو.

امير ڪا آڻ، جيڪـا گهـاري تـو ساڻ، سـيوو نـہ مـان.

[ 1526 ]

**ذات مـوُن ڪـاني آڻ، مـان آهيـان حاڪيَمـاڻي.**

ذات=اُچ>اُچن. ڪاني=ڪانواني>ڪا +وني.
حاڪيماڻي=دَڙي (دنگ تي لڳل)>گندڙي.

اُچـن (پـاڙن) مـوُن ڪـا ونـي آڻ، مـان آهيـان گنـدڙي.

[ 1527 ]

**نـار نـالي نــہ آءُ، نـار نـالي سـا جـر جـي.**

نار نالي=طوطل>تو +تـُل. نار نالي=جادُل>
جا +تـُل. جر جي=آڻ.

تـــو تـــُـــلَ نـــہ آءُ، جـــا تـــُـــل، ســـا آڻ.

[ 1528 ]

**اُٺ جيئـن** اسـان وٽ ڪريئـي ڪانہ، اوهـان وٽ ڪـا **اُٺ جيئـــن** ڪـــري!

اُٺ جي=ٻهڪ>ٻہ حق.

ٻہ حـق اسـان وٽ ڪريئـي ڪانہ، اوهـان وٽ ڪـا ٻہ حـــق ڪـــري!

[ 1529 ]

**هندونالي** لنگهيا ميان سومرا! گڏ وڻ ڪنهـن نـہ ڪيـا.

هندو نالو=ڪيسن>ڪي +سنہ. وَڻ=ٻاڻر> ٻہ +وَرَ.

ڪي سنہ لنگهيا ميان سومرا! گڏ ٻہ وَر ڪنهـن نـہ ڪيـا.

[ 1530 ]

**نرنـــانءُ** وينـــدءِ ســـومرا، **ذات** ڪريـــن ٿـــو تـــون.

نرنانءُ=هوشيار>حشر +محشر. ذات=ماسسَ> ماءُ +سسُ.

محشر ويندئي سومرا، ماءُ سسُ ڪرين ٿو تون.

[ 1531 ]

آءُ تہ **ڪـائيءَ جـي** تنهنجي، تـون تہ **ڪـائي نـالو** ڪـر.

ڪائيءَ(جي)=پيتي>پيئتي(پيءُجي). ڪائي= ڏڪهي. نالو=نظر.

آءُ تـہ پئيتــي تنهنجــي، تــون تــہ ڏڪهــي نظــر ڪــر.

[ 1532 ]

ميان عمر! آءُ **راند جي** تنهنجي، تون ڪيئن ٿو **ذات** ڪرين؟

راند جي=پيٽي>پيٽ. ذات=جويا>جوءِ.

ميان عمر! آءُ پيٽ تنهنجي، تـون ڪيئـن ٿـو جوءِ ڪريـن؟

[ 1533 ]

جي **سـُـٽ شهر جون** سومرا! سي ڪيئن **ذاتيـون** ٿيـن؟

سـُـٽ جون=سڳيون. شهر جون=پيٽيون>پيٽون. ذات=جويا>جويون.

جـي سـڳيون پيٽـون سـومرا! سـي ڪيئـن جويـون ٿيـنِ؟

[ 1534 ]

ادا عمر! مرض، توکي چور جو چا؟

مرض=ماشرا (موت جي وقت نرڙ جو پگهر "ماشرات ٿيندي") > شرع. چور جو=جائز.

ادا عمر! مان شرع ۾ توکي جائز چا؟

[ 1535 ]

ڪَن جو لڄايان ڪيئن پلا، جو اتم پنيءَ جو وَر،

پنهنجو پري ڪيئن ڪري قبوليان مان پَرُ.

ڪن جو=ڪُر، پنيءَ جو=ڪيٺ>ڪيت. پنهنجو= سيلُ. پَر=ڏاريو (عمر).

ڪُر لڄايان ڪيئن پلا، جو اُتم ڪيت وَر،

سيلُ پري ڪيئن ڪري، قبوليان مان عمر.

[ 1536 ]

سِڪ جو نہ لڄاءِ پنهنجو، ڪوڙ جو لڄاءِ مون،

ڏينهن دنيا آهي ڏُون، ذات وڃاءِ پنهنجي.

سِڪ جو=ياڪر>ياءُ+ڪُر. ڪوڙ جو=مڪر> مَرَ+ڪُر. ذات=مشائخ>مرَ+ساڪَ.

ياءُ! ڪُر نہ لڄاءِ پنهنجو، مَرَ ڪُر لڄاءِ مون،

ڏينهن دنيا آهي ڏُون، مَرَ ساڪ وڃاءِ پنهنجي.

[ 1537 ]

عمر! تنهنجو حُقي جوءِ منهنجو حُقي جو آهي تہ ذات.

حقي جو=پيڻ>پيءُ. ذات=هڪڙا>هڪڙو.

عمر! تنهنجو پيءُ ۽ منهنجو پيءُ آهي تہ هڪڙو.

[ 1538 ]

تنهنجي انهن ذاتين ڪان، مون ڪي مال جا چڱا.

ذات=سونُهان>سهاڳن. مال جا=ڏوها>ڏهاڳ.

تنهنجي انهن سهاڳن ڪان، مون ڪي ڏهاڳ چڱا.

[ 1539 ]

نالو هيئن ڙي سومرا، هاٹي نالو ٽئين.

نالو=عزيز. نالو=يزيد.

عزيز هئين ڙي سومرا، هاڻي يزيد ٿئين.

[ 1540 ]

**ڪانئي هٿ مَ لاءِ، نه ته مال جون ڪيان ٿي.**

ڪانئي=مُنيِ>مون +ني. مال جون=گوريون.

مون ني هٿ مَ لاءِ، نه ته گوريون ڪيان ٿي.

[ 1541 ]

**ڪامڻ پنهنجي سومرا، ماڪوئن ٻولي ڪر، مان ڪي نار نالي وٺي.**

ڪامڻ=شڪيل>شڪل. ٻولي=دُوراني>دُور.

نار نالي=نٿي>نه +ٿي.

شڪل پنهنجي سومرا، ماڪوئن دور ڪر، مان ڪي نه ٿي وٺي.

[ 1542 ]

**مقام جا آچ نه ميان سومرا، ڏڻ جا آءٌ نه ڪندياس، شهر ۾ نرنانءُ ٻُجهي، تنهن ڏي آءٌ ويندياس.**

مقام جا=ڊِپ. ڏڻ جا=سانگ>سانگا. شهر= ملير. نرنانءُ=ڪيت.

ڊِپ آچ نه ميان سومرا، سانگا آءٌ نه ڪندياس، ملير ۾ ڪيت ٻُجهي، تنهن ڏي آءٌ ويندياس.

[ 1543 ]

**تون نالو نه رکندين سومرا! ته منهنجو نالو به ٿيندو ڪين، اڌ نالي ۾ زحمت ٿيندين، نالو به ٿيندئي ڪين.**

نالو=سيل. نالو=جيئڻ. اڌ نالو=عالم. زحمت= بدنام. نالو=حاصل.

تون سيلُ نه رکندين سومرا! ته منهنجو جيئڻ به ٿيندو ڪين، عالم ۾ بدنام ٿيندين، حاصل به ٿيندئي ڪين.

[ 1544 ]

**نارنالي ميان سومرا! توڪي وڪر ڪندا.**

نار نالي=سيائي>سيئي. وڪر=ڪِنڙو.

سيئي ميان سومرا! توڪي ڪِنڙو ڪندا.

[ 1545 ]

عمر! انهن **گهوڙي جن** کان، **مال جي** ڏين ها.

گهوڙي جا=قاعدا>قيدن. مال جي=گوئري> گوري.

عمر! انهن قيدن کان، گوري (زهر جي) ڏين ها.

[ 1546 ]

**وڻ** ڏي وينديس، **اَن جي** کين ٽيينديس.

وَڻ=آمري>آءُ مري. اَن جو=تُهه>تنهنجي.

آءُ مري وينديس، تنهنجي کين ٽيينديس.

[ 1547 ]

توڙي جا **رچ** کرين، **پولي** نه.

رچ=خونچو>خون چا. پولي=تنهنجي.

توڙي خون چا کرين، تنهنجي نه.

[ 1548 ]

ادا عمر! **کاٺ** کر، **حاکيماٽي** نه کر.

کاٺ(جو) =محافو>معاف. حاکيماٽي=حد.

ادا عمر! معاف کر، حد نه کر.

[ 1549 ]

**نالو** کر مَ سومرا! اهو **مرض** مارن کي.

نالو=شادي. مرض=دوکو.

شادي کر مَ سومرا! اهو دوکو مارن کي.

[ 1550 ]

**ذات** نه آهيان سومرا، **نالو** کريان کيئن؟

ذات=خشک>خوش. نالو=گهاتو>گهوٽ.

خوش نه آهيان سومرا، گهوٽُ کريان کيئن؟

[ 1551 ]

**نالو** منهنجو ملير ۾، هت **نالو** کيئن کريان؟

نالو=مگيلڏو>مگيندو. نالو=شادي.

مگيندو منهنجو ملير ۾، هت شادي کيئن کريان؟

[ 1552 ]

ادا عمر! منهنجي **نرنانءَ** جا، اجا اَتئي **متي جا** گهٽا.

نرنانءَ=مڱڻ>مڱڻو. متيءَ جا=شاهد(ڪاٺيءَ جي ماپ لاءِ وچ تي چڏيل دڙي.)

ادا عمر! منهنجي مڱڻي جا، اجا اتئي شاهد گهٽا.

[ 1553 ]

**ذات** جا متم ڪپڙا، **پوڪ جا** تان نہ ڪندياس:

ذات=مڱڻيجا. پوڪ جا=پيجا>ٻئي جا.

مڱڻي جا متم ڪپڙا، ٻئي جا تان نہ ڪندياس.

[ 1554 ]

ميان عمر! **ڪاٺي** چوان توکي، **پنهنجي** لڳي تو،

**نرنان** آهي **ڪپڙ** ۾، **نرنان** آهي سو.

ڪاٺي=سچي. پنهنجي=ڪاوڙ. نرنان=مارُو.

ڪپڙ(جو) =ملير. نرنان=مڱيو.

ميان عمر! سچي چوان توکي، ڪاوڙ لڳي تو،

مارو آهي ملير ۾، مڱيو آهي سو.

[ 1555 ]

**تڙ** ڦتو ڪر سومرا! ڏي **مَال** مارن کي.

تڙ=ڏنگو. مال جو=سَڱَ>سَڱَ.

ڏنگ ڦتو ڪر سومرا! ڏي سَڱَ مارن کي.

[ 1556 ]

رچ آچ مَ سومرا! **نرنانءَ** آءُ نہ ڪندياس،

**مال جون** ڪائينداس، پر **وڻ** ڪنديس ڪينڪي.

رچ=پرڻ>پرڻو. نرنان=قبول. مال جون= گوريون(ڳاڙهيون ڍڳيون). وڻ=هيرڻ>هي رڻ.

پرڻو آچ مَ سومرا! قبول آءُ نہ ڪندياس،

گوريُون ڪائينداس، پر هي رڻ ڪنديس ڪينڪي.

[ 1557 ]

**ڪپڙي جي** پوئي ميان سومرا! **نالو** آچ نہ مون.

ڪپڙي جي=ڳارَ. نالو=شادي.

ڳارَ پوئي ميان سومرا! شادي آچ نہ مون.

[ 1558 ]

عمر! **نالو** مليو آهي مون، آءُ **لوهہ جي** نہ، تون **مال جو** نہ ڏي.

نالو= کيت، لوهہ جي=پرٽي. مال جو=ٽِڪو.

عمر!کيت مليو آهي مون، آءُ پرٽي نہ،تون ٽِڪو نہ ڏي.

[ 1559 ]

سومرا! تنهنجي سورن جي، مون **وڪر** ئي ڪونهي،
**ڪاٽ** منهنجي من تي، سو **لوهہ** ئي ڪونهي،
تڏهن تي پانيان، تہ **ڪاٽ لوهہ** ئي ڪونهي.

وڪر=ڪاٿو. ڪاٽ=رنجهہ>رنج. لوهہ(جا) =
تولا>تو +لاٿو. ڪاٽ=تُمر>تو +مون. لوهہ=
ڏاتُو>ڏاتو.

سومرا! تنهنجي سورن جو، مون ڪاٿوئي ڪونهي،
رنج منهنجي من تي، سو تو لاٿوئي ڪونهي،
تڏهن تي پانيان، تہ تو مون سان ڏاتو ئي ڪونهي.

[ 1560 ]

**سَنج** آچ نہ سومرا! مون کي **ڪپڙي جا** اُباٽن.

سنج=پرڻ>پرٽو. ڪپڙي جا=چاڪ.

پرٽو آچ نہ سومرا! مون کي چاڪ اُباٽن.

[ 1561 ]

**شهر جي** چئو مون کي، **نالو** چوان تو،
**مال جو** وٽ **ذاتين** کان، جو **نالو** آهي تو.

شهر جي=پيٽي>پيڻ. نالو=دادُو>دادو(پاءُ).
مال جو=سڳَ>سڳَ. ذات=سومرا>سومرن.
نالو=لائق.

پيڻ چئو مون کي، دادو چوان تو،
سڳَ وٽ سومرن کان، جو لائق آهي تو.

[ 1562 ]

**شهر** ڪر نہ سومرا، **شهر** چگوئي ناهہ،
چا ڪنديس تنهنجي **شهر** کي، **نالو** مون وٽ ناهہ.

شهر=بغداد. شهر=جهول>جهل. شهر=بخت.
نالو=خوشي.

بغداد ڪر نہ سومرا، اها جهَل چڱي ناهہ،
چا ڪنديس تنهنجي بخت کي، جو خوشي مون وٽ ناهہ.

[ 1563 ]

**نالا نالن تي، پوڪ جا هُن متي،**
رڃ آچيسن ها سومرا، چڱي ڳالهہ ٽئي.

نالو=گل. نالو=موڙ>موڙن. پوڪ جا=آپون>
آءُ+پُونءِ. رڃ=پرڻ>پرڻجي.

گل موڙن تي بَڌي، آءُ پُونءِ هن متي،
پرڻجي اچيسن ها سومرا، چڱي ڳالهہ ٽئي.

[ 1564 ]

**ڪاٺين جون** هڻ مِ سومرا! **نالا نانءُ** نہ ڪن،
جن جو ڪم **رڃن** سان، مر تہ **وڻ جن** سان اچن.

ڪاٺين جون=سنڌيون. نالو=راجا. نانءُ=راٺو.
رڃ=پرڻ. وڻ جا=موڙَ.

سَنڌيون هڻ مِ سومرا! راجا راٺا ائين نہ ڪن،
جن جو ڪم پرڻي سان، مَرُ تہ موڙن سان اچن.

[ 1565 ]

**مرونءَ جون** ڪجن **پنهنجن** سان، **ان جا** ڪجن **ذاتين** سان.

مرون جون=هلائون. پنهنجا=جيسَ. اَن جا=
بائيتال. ذات=مهراج>راڄ>راڄن.

هلائون ڪجن جيسن سان، بائيتال ڪجن نہ راڄن سان.

[ 1566 ]

جتي **پکي** مارو ڪن، اُتي **پکي** تڪي ڪونہ ڪو،
اها ريت نہ راجائن، جو **پکي** ڪونائين پاڻ کي.

پکي=شهباز. پکي=ڪانئرو. پکي=
پاپيهو>پاپي.

جتي شهباز مارو ڪن، اتي ڪانئر تڪي ڪونہ ڪو،
اها ريت نہ راجائن، جو پاپي ڪونائين پاڻ کي.

[ 1567 ]

**گل مال جا** سومرا، توڪان اڳي **ھندڪا** ھئا،
تون **جر فقير جي** نہ ڪر.

گل=ڪيسو>ڪي +سُئا. مال جا=ماھا>
مان +ھئا. ھندڪا=مارڪا. جرجي=نئين>
نئين. فقير جي=ريت.

ڪي سُئا مان ھئا سومرا، توڪان اڳي مارڪا ھئا،
تون نئين ريت نہ ڪر.

[ 1568 ]

**جر حاڪم جو** سومرا، **پيڙين** جيئن تيو.

جر جو=ھيڏو. حاڪم جو=ھاجو. پيڙيءَ(جي) =
نَتَر (ناتاري)>نہ +تر.

ھيڏو ھاجو سومرا، نہ تر ۾ تيو.

[ 1569 ]

اھي **وھٽن جا** نہ وِير، جو **جيت** لچائين **ذات** ڪي.

وھٽ جو=وڙ. جيت=پوپٽ>پٽ. ذات=پنوھار.

اھي وَڙَ نہ وِير، جو پٽ لچائين پنوھار جو.

[ 1570 ]

**ذاتيون** نالا جن ذريا، **وٺ** ۾ **مرض جي** تن ڪئي.

ذاتيون=سما ۽ سومرا. وٺ جو=ٿارو. مرض جي=
سردي>سرندي.

سومرا ۽ سما نالا جن ذريا، سرنديءَ ٿارا تن ڪيا.

[ 1571 ]

**نالا** اُھي چئجن، جي **پاٽي وٺ جا** ڪن.

نالو=بھادر. پاٽي=سَرد>سرندي. وٺ جا=ٿارا.

بھادر اُھي چئجن، جي سرنديءَ ٿارا ڪن.

[ 1572 ]

**جبل جي** پوئي ميان سومرا! **جيتين** وجھہ نہ مون.

جبل جي=چِپَ. جيت=مَھلو>محل.

چِپَ پوئي ميان سومرا! محلين وجھہ نہ مون.

[ 1573 ]

**نالا** لنگهيا ميان سومرا، **سُتَ جي** ڪنهن نہ ڪئي.

نالو=عيسن>سنڌ. ستَ جو=بَند.

سنڌ لنگهيا ميان سومرا، بند ڪنهن نہ ڪئي.

[ 1574 ]

**نرنالن جون** اهي نہ **ڪامٽيون**، جي **نالن** تي **گهوڙن جون** ڪن.

نرنالو=صاحب>صاحبن. ڪامٽي=پَري>پريون.

نالو= راڄو> راڄن. گهوڙن جون= ڦَرڪُون (تَنبَڻ واري حالت)>ڦُر +ڪَنِ.

صاحبن جون اهي نہ پَريون، جو راڄن تي ڦُرڪن.

[ 1575 ]

**وڪر** ميان سومرا، توکي **شهر** ڪيو،

**نالا** جهلڻ ڪم اوهان جو هو، پر تو **نالي** اڳيون **ڏڻ** ويو.

وڪر=ڪِنڙو>ڪنڙي>ڪِن +ڙي. شهر= ڪڏهرو. ناَلا=سما>سامون. نالو=ساماٽو> ساماٽي. ڏڻ (جو) =وَڙُ.

ڪني ڙي ميان سومرا، توکي ڪڏهر ڪيو،

سامون جهلڻ ڪم اوهان هو، پر تو ساماٽي اڳيون وَڙ ويو.

[ 1576 ]

**چور جي** ڪري اچي **ڪپڙي جي** ڪيئي، سا ڪيئن **نالو**؟

چور جي=قزاقي. ڪپڙي جي=گَـئُون (ڳوٿري)

نالو=ڦبيو>ڦبندي.

قزاقي ڪري تو اچي گَـئُون ڪئي، سا ڪيئن ڦبنديئي؟

[ 1577 ]

چوڙ **ڪُڙمڪا**، جو مان **ذاتئين** ويندياس.

ڪُڙمڪا=ڦرسا>ڦر +سي. ذات=چارڻ.

چوڙ ڦَر، سي مان چارڻ ويندياس.

[ 1578 ]

**گاهہ** اڳي ڪيم سومرا! **ڪاني** ڪانہ ڪندياس.

گاهہ=سيڻُ. ڪاني(جي) =ٻياني.

سيڻُ اڳي ڪيم سومرا! ٻيا ني ڪانہ ڪندياس.

[ 1579 ]

عمر ادا! تو وٽ اڳي ٻہ ڪا **وڻ ذات** هئي، يا آءُ تي **وڻ ذات** تيان.

وڻ=ٻُوهہ>ٻُو. ذات=ساٿي.

عمر ادا! تو وٽ اڳي ٻہ ڪا ٻُوساٿي هئي، يا آءُ تي ٻُوساٿجان؟

[ 1580 ]

عمر! تنهنجن **عضون** ۾، مون ڪي **پنهنجا** تا مارين.

عضوو=بغل>بنگلن. پنهنجا=اوجاڳا.

عمر! تنهنجن بنگلن ۾، مون ڪي اوجاڳا تا مارين.

[ 1581 ]

**لوهہ جون** پيچ نہ سومرا! **ڪاٺين** هڏ مَ پئو،

نہ آهي **ڪاٺ** ڪنڏيءَ ۾، تڏهن توکي ناهي پئو.

لوهہ جون=ڪارايون>ڪرايون. ڪاٺ جو=

هٿيو>هٿين. ڪاٺ جو=وَرُ.

ڪَرايون پيچ نہ سومرا! هٿين هڏ مَ پئو،

نہ آهي ور ڪنڏيءَ ۾، تڏهن توکي ناهي پئو.

[ 1582 ]

مارو تہ منهنجا **حاڪيماٽا، ولايت** ڪر نہ تن سان.

حاڪيماٽا=سپاهي. ولايت=اُڇ>اُڇاٽ.

مارو تہ منهنجا سپاهي، اُڇاٽ نہ ڪر تن سان.

[ 1583 ]

**مرون** ڏسي **ڪُتي جو** نہ هڻ، اڳيان ٻہ **نرنانءُ** اتئي.

مرون(جي) =هڪل>هيڪلي. ڪتي جو=جهٽ.

نرنانءُ=راڇو>راڇ.

هيڪلي ڏسي جهٽ نہ هڻ، اڳيان ٻہ راڇ اتئي.

[ 1584 ]

جي **ذات ٻولي** هجن ها، تہ **لوهہ جي** وجهنئي ها.

ذات=مارُو. ٻولي=ڪول (ويجها). لوهہ جي=

ڪَٽ>ڪُتي.

جي مارو ڪولِ هجن ها، تہ ڪُتي وجهنئي ها.

[ 1585 ]

عمر! **شڪار وارا** ڪونہ هئا، نہ تہ **ڪاٺي** ڪنئي ها.

شڪار وارا= پهتا. ڪاٺيءَ جو=لَڪُ>پلڪ.

عمر! (مارو) پهتا ڪونہ هئا، نہ تہ پَلڪَ ڪنئي ها.

[ 1586 ]

عمر! منهنجا گڏجنئي ها، تہ **چمہ جو** ڪنئي ها.

چمہ جو=مَڙُهہ.

عمر! منهنجا (مائٽ)گڏجنئي ها، تہ مڙهہ ڪنئي ها.

[ 1587 ]

ادا عمر! **پوک جي** ڪري آئين، تو ۾ **گاهہ جو** هو،

مارن ۾ **مال جي** ڪانہ هئي، نہ تہ **وڪر** ڪنئي ها.

پوک جي=قِسط>ڪستُ. گاهہ جو=ڦير.

مال جي=پهر. وڪر=ناس.

ادا عمر! ڪست ڪري آئين، تو ۾ ڦير هو،

مارن ۾ پهر ڪانِہ هئي، نہ تہ ناس ڪنئي ها.

[ 1588 ]

**ڪاٺ** تي **پنهنجو** هجي ها، تہ **عضوي ٻار جي**

تئي ها سومرا!

ڪاٺ جو=ڪُوهو>ڪوهہ. پنهنجو=وارث.

عضوو=سسي. ٻار جي=لڙڪي.

ڪوهہ تي وارث هجي ها، تہ سسي لڙڪئي ها سومرا!

[ 1589 ]

جي ڪا **لوهہ جي** پوي ها، تہ مارو اڃي هت **ڪاٺ جا** ٿين ها.

لوهہ جي=ڪَل. ڪاٺ جا=ڪوڙ.

جي ڪا ڪَل پوي ها، تہ مارو اڃي هت ڪوڙ ٿين ها.

[ 1590 ]

**انهي جنگ جوڙي** نرنان، **ذاتين كك** پوءِ،
تہ **درياءَ ۾ هٿيار جو، مقام جي** ٿهان پوءِ،
پوءِ **شهر جبل** هوءِ، كي ڏينهن **كپڙي جن** ۾.

جنگ جو= سُرسلو> سُرسلي. نرنان= سومر>
سومرا. ذات=پنهوار. كك=كَل. درياءَ جو=
كپ>كپينئي. هٿيار=كهاڙو. مقام جي=سِر.
شهر=راڄ. جبل=روھ>روءِ. كپڙي جو=كوٽ.

انهي سُرسلي جي ڙي سومرا، كَل پنهوارن پوءِ،
تہ كپينئَ ها كهاڙن سين، سُر ٿهان پوءِ،
پوءِ راڄ تولاءِ روءِ، كي ڏينهن انهيءَ كوٽ ۾.

[ 1591 ]

**مرض جي** كري، **مرون جي** آنديءِ **كپڙي جهنگ جي**
مَ ڀانئج سومرا!

مرض جي=سوڙهيءَ گهٽَ. مرونءَ جي=سَٽَ.
كپڙو=صفا. جهنگ جي=سج.

سوڙهيءَ گهٽَ كري، سٽ ڏيئي آنديءِ، تڏهن صفا سج
مَ ڀانئج سومرا!

[ 1592 ]

شل **شهر كاني** ٿيئي، **عضوي جي** كر نہ مون سان.

شهر=ڊينگو. كاني=ڊيري. عضوي جي=تِري>ايتري.

شل ڊينگو ڊيري ٿينئي، ايتري كر نہ مون سان.

[ 1593 ]

**جهـُـڙ جا** پونئي سومرا، **مال جا** وڃنئي شال!

جهـُڙ جا=هاگام. مال جا=دوُر.

ها گام پونئي سومرا، دوُر وڃنئي شال!

[ 1594 ]

جيكا تو **مرض جي**، سا **حاكيماٽي** اچيئي شال!

مرض=پٽري. حاكيماٽي=پيش.

جيكا تو پٽري، سا پيش اچيئي شال!

[ 1595 ]

**شهر** تنهنجو سومرا، مان **ڀڻ ذاتين** کي ڏينديس.

شهر=ڀيراني. ڀہ ذاتيون=هڪ ذات ڪوري،
ٻي ذات=ڪُتڙا.

ڀيرا ني تنهنجا سومرا، ڪوري ڪُتڙن کي ڏينديس.

[ 1596 ]

**مٿيءَ جڻ** ۾ پوين سومرا، ڏي **جيت** موڪل.

مٿيءَ جا=ذاوَ(سرن جا ننڍا ٽڪر، جي اوساريءَ
۾ ڪم اچن)>ايڏاوَ. جيت=اصيل>اصل.

ايڏاوَن ۾ پوين سومرا، ڏي اصل موڪل.

[ 1597 ]

عمر ري **نرنان**، ڏي **حاڪيماٽي** يا **ذات** ڪر.

نرنان=سوپو>سوپا. حاڪيماٽي=مهلت. ذات=
ڪُهاوَڙ>ڪُهيا +وَڙ.

عمر بي سوپا، ڏي مهلت يا کهيا وَڙ ڪر.

[ 1598 ]

**لوهہ جي** پوئي ميان سومرا! مون کي **ڪپڙي** موڪل ڏي.

لوهہ جي=ڪوڏر>ڪو +ڏرُ. ڪپڙو=ملير.

ڪو ڏرُ پوئي ميان سومرا! مون کي ملير موڪل ڏي.

[ 1599 ]

**ڪاٺ جا** پونئي ڙي سومرا! مون کي **لوهہ جي**.

ڪاٺ جا=ڏنڊڻ. لوهہ جو=زبانو> زبانئن.

ڏنڊڻ پونئي ڙي سومرا! مون کي زبانئون موڪل ڏي.

[ 1600 ]

**نرنانءَ** سڏائين سومرا، تو **ذات مال جو** ڪيئن،
**پنهنجي ملڪ جي** هيئن، تنهنجو **ڪاڃ جو** مونکي **نالا**.

نرنانءَ=اشرف>اشراف. ذات=شَر>شرم.
مال جو=وِڪيو. پنهنجي=آهہ>آهي. ملڪ جي=
ڏينهن رات. ڪاڃ جو=داغ. نالو=سوَمرو.

اشراف سڏائين سومرا، تو شرم وڪيو ڪيئن،
آهي راتو ڏينهن، تنهنجو داغ مون کي سومرا.

[ 1601 ]

**ڪاٺ** نـہ بچئـي سـومرا! شـل **وڪـر** وجئـي،
تـو اسـان ڪـي ڇـو **مـال جـن** ۾ وڌو؟

ڪاٺ جو=وانگي. وڪر=مُرداسنگ>مردو.
مال جا=چوڙا>وڇوڙن.

وانگـي نـہ بچئـي سـومرا، شـل مـردو وجئـي،
تـو اسـان ڪـي ڇـو وڇـوڙن ۾ وڌو؟

[ 1602 ]

**وڪـر** پوئـي ميـان سـومرا، **شـهر** اڇيـن ڇـو!

وڪر=چوڙ>چوڙنگ. شهر=ماڏو>مان +ڏي.

چوڙنـگ پوئـي ميـان سـومرا، مـان ڏي اڇيـن ڇـو!

[ 1603 ]

**لوهہ جا** پونئي ميان سومرا، اڇيو **لوهہ جا** پون،
انهن **لوهہ جن** مان ڪڍي، من مون ڪي مارو نين.

لوهہ جا=ڏول.

ڏول پونئـي ميـان سـومرا، اڇيـو ڏول پـون،
انهن ڏولن مان ڪڍي، من مون ڪي مارو نين.

[ 1604 ]

**ڪنڪيون** پونئي سومرا، تون **ڪَنڪيون** آڻين ڪيئن،
توڪي راتو ڏينهن، آهن **ڪَنڪيون** من ۾.

ڪَنڪيون= ڇُرون> ڇُريون. ڪَنڪيون=
ٻَڏيون>ٻڏيو. ڪَنڪيون=ٻانڌڻيون>ٻانهون +
ڌڻيون.

ڇُريون پونئي سومرا، تون ٻَڏيو آڻين ڪيئن،
توڪي راتو ڏينهن، آهن ٻانهون ڌڻيون من ۾.

[ 1605 ]

**وڻ جون** وجنئي ميان سومرا! **اُپ جي** مون تان لاهہ.

وڻ جون=پاڙون. اُپ جي=ڪارنهن.

پاڙون وجنئي ميان سومرا! ڪارنهن مون تان لاهہ.

[ 1606 ]

**وکر** وجئي ميان سومرا، **اُپ جي** مون تان لاهه.

وکر=صابڻ>سو +بُڻ. اُپ جي=ڪاراڻ.

سو بُڻ وجئي ميان سومرا، ڪاراڻ مون تان لاهه.

[ 1607 ]

**وکر** وجئي ميان سومرا! **مال جو** نه بچئي ڪو.

وکر=صابڻ>سو +بڻ. مال جو=بُج.

سو بُڻ وجئي ميان سومرا! بُج نه بچئي ڪو.

[ 1608 ]

**وکر** وجئي ميان سومرا، **تڙ جا** تان ڪجن،
**مال جا** ڏئي اسان کي، سي **ڪپڙي** تان نه لهن.

وکر=صابڻ>سو +بُڻ. تڙ جو=نهڻ>نهن.
مال جا=داغ. ڪپڙو=ڏوتو>ڏوتي.

سو بُڻ وجئي ميان سومرا، جيئن نهن تيئن ڪجن،
جي داغ ڏنئي اسان کي، سي ڏوتي تان نه لهن.

[ 1609 ]

**وڻ** وجئي ميان سومرا، **ڪاٺ** نه بچئي ڪو،
مون کي آٽي تو، **مال جن** ۾ چو وڏو!

وڻ=چمون>چمر. ڪاٺ=بُند. مال جا=
چوڙا>وچوڙا.

چمر وجيئي ميان سومرا، بُند نه بچيئي ڪو،
مون کي آٽي تو، وچوڙن ۾ چو وڏو!

[ 1610 ]

**وڻ** وجئي ميان سومرا! **سُت** نه بچئي ڪو،
مون کي آٽي تو، هنت **مرضن** ۾ وڏو.

وڻ=سرُ>سرِ. سُٺ جو=بڻ. مرض=سور>
سُورن.

سرُ وجئي ميان سومرا! بُڻ نه بچئي ڪو،
مون کي آٽي تو، هت سُورن ۾ وڏو.

[ 1611 ]

**رانڍ** **ڪيف** **جا** سومرا! تو **جرَ** **جو** آندو ڪيئن،
مون کي راتو ڏينهن، آهي **مال** **جوئي** من ۾.

راند جو=خانو. ڪيف جو=خراب. جر جو=
چاڙهو. مال جو=اوسيڙو.

خانو خراب ٿيئي سومرا! تو چاڙهي آندو ڪيئن،
مون کي راتو ڏينهن، آهي اوسيئڙو من ۾.

[ 1612 ]

**جر** **جون** پونئي سومرا! **مال** **جي** آندئي ڪيئن،
مون کي راتو ڏينهن، آهي **نالو** من ۾.

جر جون=سيرون. مال جي=ٻڍي. نالو=مونڻ.

سيرون پونئي سومرا! ٻـَـڍي آندئي ڪيئن،
مون کي راتو ڏينهن، آهي مونڻ من ۾.

[ 1613 ]

**ڍنڍ** **ڪاٽ** ڪائنئي ميان سومرا، **ڌڻ** **جو** آٽي ڪيئن،
مون کي راتو ڏينهن، آهي **مرد** من ۾.

ڍنڍ=ڪاري. ڪاٽ(جو) =هـَل(هر). ڌڻ جو=
بـَنديو>بنديئي. مرد=مونڻ.

ڪاريهل ڪائينئي ميان سومرا، بنديئي آٽي ڪيئن،
مون کي راتو ڏينهن، آهي مونڻ من ۾.

[ 1614 ]

**جيت** ڪائني ميان سومرا، **ڪاٽ** نه ٻچئي ڪو.

جيت=ڪاريهر. ڪاٽ=وانگي.

ڪاريهر ڪائني ميان سومرا، وانگي نه ٻچئي ڪو.

[ 1615 ]

**اَن** **جو** پوئي ميان سومرا! **جر** **جي** ٻچئي ڪين.

اَن جو=تـُوتـَڙ(تـُهه). جر جي=پوئڪي>
پوءِ ڪي.

تُوتـَـڙَ پوئي ميان سومرا! پوءِ ڪي ٻچئي ڪين.

[ 1616 ]

**ذات** وجين ميان سومرا! **ڪپڙي جو** ڪيئي مون.

ذات=مري. ڪپڙي جو=رِئو>گلارو.

مري وجين ميان سومرا! گلارو ڪيئي مون.

[ 1617 ]

ڪو **لوهہ** پوئي ميان سومرا، تو **وڻ جي** آندي ڪيئن!

لوهہ(جي) =ڪوڏر. وڻ=ڪُنوار ٻوٽي>ڪنواري.

ڪو ڏَرُ پوئي ميان سومرا، تو ڪنواري آندي ڪيئن؟

[ 1618 ]

**مٽيءَ جو** وجئي ميان سومرا، تو **ذات جي** آندي ڪيئن!

مٽيءَ جو=تَنُور>نُورُ. ذات جي=تُنياٺي>

تو +نياٺي.

نُور وجئي ميان سومرا، تو نياٺي آندي ڪيئن.

[ 1619 ]

**ٻج** پچنئي ميان سومرا، **ڪپڙو** نہ بچئي ڪو.

ٻج=ڪڪڙا>ڪي ڪَڙا. ڪپڙو=ڪوٽ.

ڪي ڪڙا پچنئي ميان سومرا، ڪوٽ نہ بچئي ڪو.

[ 1620 ]

عمر، شال **مال جا** پونئي.

مال جا=گهوڙا.

عمر، شال گهوڙا پونئي.

[ 1621 ]

**هندڪو** وجئي ميان سومرا، شل **نالو** ٿئين ڪين!

هندڪو=رام>آرام. نالو=سڪيو.

آرام وجئي ميان سومرا، شل سڪيو ٿئين ڪين!

[ 1622 ]

**نرنانءُ** وجئي ميان سومرا، تڏهن ڪا **ذات** پوئي.

نرنان=موسن>مون +سنہ. ذات=دُر>قدر.

مون سنہ وجئي ميان سومرا، تڏهن ڪو قدر پوئي.

[ 1623 ]

**سُٽ جون** وڃئي سومرا، هي **لوھ جا** مون تؤن لاھ.

سُٽ جون=پيڙهيون. لوھ جا=مارا.

پيڙهيون وڃئي سومرا، هي مارا مون تان لاھ.

[ 1624 ]

**گاھ** تئين ميان سومرا! مون تان **جر جا** لاھ.

گاھ=چٽ. جر جا=لُڙَ.

چَٽُ ٿيئن ميان سومرا! مون تان (هي)لُڙ لاھ.

[ 1625 ]

**ڪڪ جر جون** پونئي سومرا، مون تان **پاٽي وارا** لاھ.

ڪڪ جا=سر. جر جون=واهيون. پاٽي وارا=لُڙَ.

سرواهيون پونئي سومرا! مون تان (هي) لُڙ لاھ.

[ 1626 ]

**ڪاٺ جا** پونئي ميان سومرا، مون تان **لوھ جا** لاھ.

ڪاٺ جا=اَرٽ. لوھ جا=ڪرٽ.

اَرٽ پونئي ميان سومرا، مون تان ڪَرٽ لاھ.

[ 1627 ]

**لوھ جا** پونئي ميان سومرا، **اَن جا** مون تان لاھ.

لوھ جا=ڪنگڻ. اَن جا=لنگهڻ.

ڪنگڻ پونئي ميان سومرا، لنگهڻ مون تان لاھ.

[ 1628 ]

ادا عمر! **ڏينهن** پوئي، **ڏينهن** مون تان لاھ.

ڏينهن=حشر. ڏينهن=محشر.

ادا عمر! حشر پوئي، محشر مون تان لاھ.

[ 1629 ]

**لوھ جا** پونئي ميان سومرا، هي **ذاتيون** مون تان لاھ.

لوھ جا=برمان. ذات=ڏچر>ڏچا.

برمانٰ پونئي ميان سومرا، هي ڏچا مون تان لاھ.

[ 1630 ]

**اُپ جون** پونئي ميان سومرا! شل **ذات** وڃين.

اُپ جون=اورڪون. ذات=ڳاها>ڳاهجي.

اورڪون پونئي ميان سومرا! شل ڳاهجي وڃين.

[ 1631 ]

جڏهن **نرنانءَ** تي **وڻ** ٿيو، تڏهن **نارنان** هجان ها،

تہ **گاهہ واريندي**، **عضوي جو** ڏيانس ها.

نرنانءَ=عمر. وڻ=چميو. نارنان=حڪيمان>
حقي ماءُ. گاهہ=ناڙو. واريندي=موڙيندي.
عضوي جو=نُنهن.

جڏهن عمر تي چميو، تڏهن حقي ماءُ هجان ها،

تہ ناڙو موڙيندي، نُنهن ڏيانس ها.

[ 1632 ]

اي **ذات گاهہ** ڪپيندڙ، تو **هٿ جو** چون نہ ڏنو عمرکي؟

ذات=دايا>دائي. گاهہ=ناڙو. هٿ جو=گهُٽو.

اي دائي! ناڙو وڍيندڙ، تو گهُٽو چو نہ ڏنو عمر کي؟

[ 1633 ]

جڏهن عمر پئي **ڪپڙا** ڪيا، تڏهن **ڪپڙو** ڪنهن نہ اُتو.

ڪپڙو=اُبتو>اُبتا. ڪپڙو=سُبتو.

جڏهن عمر پئي اُبتا ڪيا، تڏهن سُبتو ڪنهن نہ اُتو.

[ 1634 ]

سي **ڪاٺ جا** مير عمرا! جن **نرنانءَ** مون هتي.

ڪاٺ جا=مُنيا>مُنا. نرنان=آندو.

سي مُنا مير عمرا! جن آندو مون هتي.

[ 1635 ]

**ڳالهہ** چوانءِ ميان سومرا! جي **عضوي** لايين تون،

تهان پوءِ مون، **اُنن شهر** جي ڇڏيين.

ڳالهہ(جي) =نصيحت. عضوو=دل. اُنن(جو) =
ساڳو>ساڳي. شهر جي=جاءِ.

نصيحت ڪريين ميان سومرا! جي دل(سان) لايين تون،

تهان پوءِ مون، ساڳي جاءِ ڇڏيين.

[ 1636 ]

لهـي وچ انهـيءَ **لوهـ** تـان، توکـي **نـالو، نـالو** ڏي.

لوهہ جو=بُرج. نالو=هادي. نالو=هدايت.

لهـي وچ انهـي بـرج تـان، توکـي هـادي هدايـت ڏي.

[ 1637 ]

**لوهـ** تـي راڄ ويهـار، **گهـر جـي** ڏي نـہ تـن کـي.

لوهہ=ريهو>ريهي. گهر جي=ڪارنهن.

ريهـي راڄ ويهـار، ڪـارنهن ڏي نـہ تـن کـي.

[ 1638 ]

**رانـد جـون ذاتيـن** سـان ڏجـن، نـہ ڪجـن **ڪـائن**

سـان **حڪيماٽـا**،

جيئـن **نـانوَ نرنـانون جـا**، تيئـن مـارو سـونهن مـس،

ڏيئـي دلاسـن دس، **لوهـ جـي نـانءُ** ويهـار سـومرا!

راند جون=جوڻون. ذات=جوسي>جيسين. ڪاني=هيٺي. حاڪيماٽا=
حسد. نانءُ=گاهي. نرنانوَ =درگاهي.لوهہ جي= ريهہ. نانءُ=راڄ.

جوڻون جيسـَن سان ڏجن، نـہ ڪجن هيٺن سان حسد،

جيئـن گـاهي درگـاهي، تيئـن مـارو سـونهن مـس،

ڏيئـي دلاسـن دس، ريهـي راڄ ويهـار سـومرا!

[ 1639 ]

ادا عمـر! **لوهـ جـا** انهـن سـان کـر، جيڪـي انهـيءَ

**اَن جـون** هجـن.

لوهہ جا=ڪَرتَ. ان جي=چال.

ادا عمـر! ڪـرٽ انهـن سـان کـر، جيڪـي انهـيءَ چـال

جـون هجـن.

[ 1640 ]

**ذات ذات** کي **ذات** جيئن آهي، سا ڪيئن **ذات** سومرا!

ذات=رعيت. ذات=حاڪم. ذات=پچڙا>پچڙن.

ذات=تَڪيا>تڪين.

رعيت حاڪم کي پچڙن جيئن آهي، سا ڪيئن تڪين سومرا!

[ 1641 ]

ادا عمر! مون کي وڻ آهي تہ تون ذات آهين.

وڻ=ڪين>يقين. ذات=صراف>اشراف.

ادا عمر! مون کي يقين آهي تہ تون اَشراف آهين.

[ 1642 ]

ادا عمر! مون کي تہ ڪتي جي، تون چوين تہ اجان ڪپڙي جي.

ڪُتي جي=تڪ. ڪپڙي جي=گهاري>گهار.

ادا عمر! مون کي تہ تَڪ (مارن جي)، تون چوين تہ اجان گهارِ.

[ 1643 ]

نالي سان نالو، عمر! نالوئي نہ.

نالو=مولو>مون. نالو=مرڪڻ. نالو=شيوو.

مون سان مرڪڻ، عمر! شيووئي نہ.

[ 1644 ]

چم جي آهيان ميان سومرا، چم جي ڪر نہ تون.

چم جي=نَط>امانت. چم جي=نَط>خيانت.

امانت آهيان ميان سومرا، خيانت ڪر نہ تون.

[ 1645 ]

نالو تي حاڪم جو نہ ڪر، نہ تہ ملڪ تي ويندين.

نالو=ظالم. حاڪم جو=ظلم. ملڪ=تباهہ.

ظالم تي ظلم نہ ڪر، نہ تہ تباهہ تي ويندين.

[ 1646 ]

وڻ ڏسي نالو نہ تي، اڳيان ميجي زور آهي.

وڻ=سورت>صورت. نالو=ظالم. ميجي=هَڪَمُ>حاڪم.

صورت ڏسي ظالم نہ ٿي، اڳيان حاڪم زور آهي.

[ 1647 ]

علم وارا! مون سان علم واري نہ ڪر، متان علم وارو اچئي.

علم (جي) =زير>زوراوَر. علم (جي) =زبر>
زورزَبر>علم (جو) =پيشُ.
زوراور! مون سان زور زبر نہ ڪر، متان پيش اچئي.

[ 1648 ]

**نالا نام** تنهنجا، آهن **نالا نام** تو،
**نام** ڪرين تو چو، **نالي نام** ڪنديـن ڪينڪي.

نالا=نوڪر. نام=چاڪر. نالا=سندا. نام=رعايا.
نام=هيبت. نالا=مارو. نام=ناموس.

نوڪر چاڪر تنهنجا، آهن سندا رعايا تو،
هيبت ڪرين تو چو، مارُوَ ناموس ڪندئي ڪينڪي.

[ 1649 ]

هت تہ **نالا نانءُ** وٽ تو، هت بہ **نالا نانءُ** تو،
سي **نالا نالن** تي ڪين هئا، تو **نانءُ** ڏرين تو چو؟

نالا= نوڪر. نانءُ= چاڪر. نالا= سانگي. نانءُ=
پرتو>پرتا. نالو=مارو. نالا=مَواس (زوراٿا، مَواڙ)
نانءُ=هيبت>هيبتون.

هِت بہ نوڪر چاڪر وٽ تو، هُت بہ سانگي پرتا تو،
سِي مارو مواس ٿي ڪين ها، تون هيبتون ڪرين ٿو چو؟

[ 1650 ]

ادا عمر! هِت تہ **ذات** تي، ڪا **ڪاني نالو** ڪر.

ذات=مانجهي>مانجهاندو. ڪاني=ڏکهي.
نالو=نظر.

ادا عمر! هت تہ مانجهاندو تي، ڪا ڏکهي نظر ڪر.

[ 1651 ]

هت تون تو **جنگيون** ڪرين، اڳيان **ڪاٺ جن** ۾
**مال جا** اٿئي.

جنگ جو=اولاٽو. ڪاٺ جو=ڳجهہ>ڳجهن.
مال جو=چاٽو>پچاٽو.

هِت تون ٿو اولاٽا ڪرين، اڳيان ڳجهن ۾ پچاٽو اٿئي.

[ 1652 ]

ادا عمر! انهيءَ وڻ ٿون تنڌئون چمر جو وجئي.

وڻ=اَڪ. تند=لئون. چمر جو=مَڙهه.

ادا عمر! انهيءَ عقلئن مَڙهه وجئي.

[ 1653 ]

ذات ۾ ڪپڙو تئين، تون ڪي ذات.

ذات=سامي. ڪپڙو=سوڙهو. ذات=سِڪ.

سامي ۾ سوڙهو تئين، تون ڪي سِڪُ.

[ 1654 ]

رات ڪيئي سومرا، مَنَ ڪو ڏينهن تئي.

رات=ڪاري. ڏينهن=آچر>آچار.

ڪاري ڪيئي سومرا! من ڪو آچار تئي.

[ 1655 ]

جڏهن ڏينهن تيندو، تڏهن ڪاٺ ڪنديسانءِ سومرا!

ڏينهن=آچر>آچار. ڪاٺ=سنئون.

جڏهن آچار تيندو، تڏهن سنئون ڪنديسان سومرا!

[ 1656 ]

ادا عمر! تنهنجي ڏيهه تي اها ڪاٺي ناهي، جنهن سان ڪاچ ڪريان.

ڪاٺي=ونگي>وانگي. ڪاچ=آچار.

ادا عمر! تنهنجي ڏيهه تي اهو وانگي ناهي، جنهن سان آچار ڪريان.

[ 1657 ]

اُهي نالا آڻ، جيڪي لوهه جي ته ڪن.

نالا=امين. لوهه جو=پروڻ>پروڙ.

اُهي اَمين آڻ، جيڪي پروڙ ته ڪن.

[ 1658 ]

رچ پاٽيءَ جي ڪان پچ عورت ٿون ته عورت ڪير آهي؟

رچ=ڪَرسيا<ڪر +سِيا. پاڻيءَ جو=گَڏُون<

گڏ. عورت=امينا<امينئُون. عورت=اُتما<اتم.

ڪر سِيا گڏ، پچ آمينئون تہ اُتم ڪير آهي؟

[ 1659 ]

**ڪاچ ڪر ميان سومرا! توتي شهر ڪندا.**

ڪاچ=آچار. شهر=لڪپت<لک +پت.

آچار ڪر ميان سومرا! توتي لَڪَ پَتِ ڪندا.

[ 1660 ]

**ذات لڳئي ميان سومرا! تہ نالو ڏينَدوُن.**

ذات=آهين<آهہ +پُنئي. نالو=امين.

آهہ پسُنئي ميان سومرا! تہ آمين ڏينِدوُن.

مارئيءَ جو وطن ۽ ويڙهيچن کي سارڻ

[ 1661 ]

**ادا عمر! ڏڏڪ پر ڪٽڪ نہ.**

ڏڏڪ=شرع. ڪٽڪ=لُٽ.

ادا عمر! رهہ شرع، پر لُٽ نہ.

[ 1662 ]

**علم جي آئي مارئي وهٽ جا ڇڏي،**

**پوءِ هاٿي کو هجي، جو ڪري راند ڪانيءَ سان.**

علم=مسين. وهٽ جا=ايال<عيال. راند=ميلو.

ڪاني=ڏوئي<ماڏوئيءَ.

مسين آئي مارئي، عيال ڇڏي،

پوءِ هاٿي کو هجي، جو ڪري ميلو ماڏوئيءَ سان.

[ 1663 ]

**وڻ جون وتن ميان سومرا، ڪپڙي تي ڪيئي.**

وڻ جون=ڇَڙيون<ڇُڙيون. ڪپڙو=پَٽ<پَٽن.

ڇُڙيون وتن ميان سومرا! پَٽن تي ڪيئي.

[ 1664 ]

**وڻ جون وجن مال سان، عمر! پوک جي نہ ڪن.**

وڻ جون=چڙيون. مال=ڇيلا. پوک جي=
اول>اُلڪو.
ڇڙيون وجن ڇيلن سان، عمر! اُلڪوئي نہ ڪن.

[ 1665 ]

**ليڪي** ۽ **سور** ۾ آٽي، تو **راند جي** ڪئي ميان سومرا!
هت تو **ذاتيون** ڪرين، اتي مارو **نالو** ڪندا.
ليڪي جي=پُل. سور جي=چُڪ. راند جي=
لڪائي. ذات جا=مذاق>مزا. نالو=سڪيو.
پُل چُڪ ۾ آٽي، تو لڪائي ميان سومرا!
هت تو مزا ڪرين، اتي مارو (مون لاءِ) سڪندا.

[ 1666 ]

**پکي** ساريم سومرا! جنهن مون کي **ڪاچ جي** ڏني.
پکي=هُماءَ>هوءَ +ماءُ. ڪاچ جي=تَڇ.
هوءَ ماءُ ساريم سومرا! جنهن مون کي تڇ ڏني.

تر

[ 1667 ]

**پکي** ڪائين ميان سومرا! **ذاتين** منجهہ رهن،
مال انهن جا سومرا! **راڳن** منجهہ چرن.
پکي=گُرڙ. ذات جا=پَٽ>پِٽ. راڳ=ڏهر.
گرڙ ڪائين ميان سومرا! پِٽن منجهہ رهن،
مال انهن جا سومرا! ڏهرن منجهہ چرن.

[ 1668 ]

**ڪپڙجي** ڪري آنديءِ ميان سومرا! **ڳهہ** تي موڪل ڏي.
ڪپڙ جي=ٻانڌڻي>ٻانهن ڏوٽي. ڳهہ=مُرڪي.
ٻانهن ڏوٽي آنديءِ ميان سومرا! (هاٺي)مُرڪي موڪل ڏي.

[ 1669 ]

**نرنان** تہ منهنجا **نرناڻ** آهن، پر قسمت قيد ڪيو.
نرنان=مارو. نرنان=مٺو.
مارو تہ منهنجا مٺا آهن، پر قسمت قيد ڪيو.

[ 1670 ]

عمرا انهيءَ جاءِ تي مارو مون لاءِ، **ڪانئي ذات** ڪن.

ڪانئي= اُڏهٽي(ڏڪَ = ڪنيار تانون کي نپڻ وقت ٺيڪ طور ڏيڻ)>او +ڏهاٽي. ذات=گُهمرا.

عمرا انهيءَ جاءِ تي مارو مون لاءِ اُوڏِهاٽي گهمرا ڪن.

[ 1671 ]

جهليو **درياءَ زمين جي**، آءُ **ڏينهن جي** هياس،

آٽي **نرنانءُ ڪپڙي** ۾، **پنهنجي حاڪم جو** ڪياس،

تنهان پوءِ تياس، **ذاتين نالي** لاءِ.

درياءَ جي=پَر. زمين جي=پِٽَ. ڏينهن جي= مُرڪ. نرنانءُ= عمر. ڪپڙي جو= ڪوٽ. پنهنجي=قسمت. حاڪم جو=قيد. ذات=مشتاق. نالو=مارو.

جهليو پَر پِستن جي، آءُ مرڪندي هياس،

آٽي عمر ڪوٽ ۾، قسمت قيد ڪياس،

تنهان پوءِ تياس، مشتاقي مارن لاءِ.

[ 1672 ]

تون **ذات** ڪر، هو **ذات** ڪندا.

ذات=ڪيهر>قهر +نہ. ذات=هَهَا>هاءِ هاءِ.

تون قهر نہ ڪر، هو هاءِ هاءِ ڪندا.

[ 1673 ]

**ڪاچ** ٿون تنهنجي سومرا! **وڻ جيءَ** تي نہ **ڪپڙا**.

ڪاچ=ڏاڪون>ڏاءَ +ڪوئن. وڻ جي=پُسي. ڪپڙو=پهراڻ>پهرن.

ڏاءَ ڪوئن تنهنجي سومرا! پُسيءَ تي نہ پهرن.

[ 1674 ]

ٻن **ڳهن** ڪوئن ميان سومرا! مارو تا **مال جا** ڪن.

ٻہ ڳهہ=طوق>تو +هار>ٿهار. مال جا=ڦر> ڦَٽِ.

تو ٿهارئون ميان سومرا! مارو تا ڦٽِ ڪن.

[ 1675 ]

**ڳوٺاٽو ڳوٺ** منهنجو آهي **رسو** مارن سان.

ڳوٺ=ڪلڻ. ڳوٺ=خاشو. رسي جو = مرڪ.

ڪلڻ خاشو، منهنجو آهي مرڪ مارن سان.

[ 1676 ]

**ڪپڙو** مارن من ۾، **نالو** ڪن ئي ڪون.

ڪپڙو=قلمي(بيڙيءَ جو جهنڊو)>ڪلمون.

نالو=پيجل>پي +جهل.

ڪلمون مارن من ۾، پي جهل ڪن ئي ڪون.

[ 1677 ]

**ڏڻ جون** سٽيو سومرا! مون ڪي **ڏڻ جون** اڇيو پُون،

**ڏڻ جن** منجهان سومرا! من مارو مون ڪي نين،

هُتي **ڏڻ جن** متي سومرا! پيا مارو قوت ڪن.

ڏڻ جون=چيرون. ڏڻ جون=لُڙڪيون>لُڙڪ.

ڏڻ جون=ماڙيون. (ضد=پلوڙيون). ڏڻ جا=

ڪُڏا (ڪن چيريل).

چيرون سٽيو سومرا! مون ڪي لُڙڪ اڇيو پون،

ماڙين منجهان سومرا! مَن مارو مون ڪي نين،

هُتي ڪڏن متي سومرا! پيا مارو قوت ڪن.

[ 1678 ]

اڳ **جرجن** منجهه هياس، هاڻ **جر جا** اڇيو پُون،

**جرجن** ماري آهيان، هاٺي مارو شال نين.

جر جا=لوڙهه>لوڙهن. جر جا=لڙڪ.

جر جا=بندَ.

اڳ لوڙهن منجهه هياس، هاڻ لڙيو لڙڪ پُون،

بندن ماري آهيان، هاٺي مارو شال نين.

[ 1679 ]

**لوهن** ماري مارئي، **لوهه** تنين ڪي پُون،

**لوهن** مان ڪيي، مارئي مشيءَ ڪي نينِ.

لوھ جو=ڏول>ڏولاوا>ڏولاون.

ڏولاوان ماري مارئي، ڏولاوا تنين کي پُون،
ڏولاون مان کڍي، مارئي مئيءَ کي نين.

[ 1680 ]

**سنج** آهن **مال جا، نرنان** منهنجي **نالن** جا،
**نالا** ٻڌي **مال جا،** هت نہ ٿڪي تو هينون.

سنج=ٽڙا>ٿر. مال جا=ٿاڪَ. نرنان=عمر.
نالو=مارو>مارن. نالو=عمر. مال جا=ٻاڪ.

ٿر آهن ٿاک، عمر منهنجي مارن جا،
عمر ٻڌي ٻاک، هت نہ ٿڪي تو هِنيون.

[ 1681 ]

**پاهڻ** منهنجي من، **ذاتيون** کين ميان!

پاهڻ=ماروسو>مارو +سي. ذات=وسريا>وسرن.

مارو سي منهنجي من، وسرن کين ميان!

[ 1682 ]

ڏي **رڇ** سومرا، **نالو** تہ نہ.

رڇ=حُقو>هُہ +کو. نالو=ويسرو>وسريو.

ڏيهہ کو سومرا، مون وسريو تہ نہ.

[ 1683 ]

**وڻ ٿر** مارن ڏي، **حاکيماڻا ويل** سومرا!

وڻ ٿر=ماچک>مان +چک. حاکيماڻو=روز.
ويل=ڏيهاڙي.

مان چک مارن ڏي، روز ڏيهاڙي سومرا!

[ 1684 ]

عمر! **پکي ڪپڙي** جي، جي **ذات** وجي سا ٻہ،
**پکيءَ** تي.

پکي=طوطو>تو +تہ. ڪپڙو=جهلي. ذات=،
مري. پکي=طوطو>تو +تي.

عمر! تو تہ جهلي، جي مري وجي سا ٻہ توتي.

[ 1685 ]

ادا عمر! هـت نـہ **مـال جـا**، پر هـُـت **مـال جـا**.

مال جا=مَرا>مَران.

ادا عمـر! هـت نــہ مــران، پــر هــُـت مـران.

[ 1686 ]

جي مان **ذات** تيان، تہ **ساز جو** وجي **نرنان** کي ڏيو.

ذات=مري. ساز جو=مڙهہ. نرنان=کيت.

جـي مـان مـري وجـان، تـہ مڙهـہ کيـت کـي ڏيـو.

[ 1687 ]

**جيـت** آيـا تـي سـومرا، **پکـي جـي** مـلان تـن،

جـڏهن **آن جـي** آهيـان **گاهـہ** ۾، آکهـہ ابـاڻن.

جيت=اڏوهي>اوڏانهون. پکي>کـُرکي>

کـَر +کي. ان جي=ساري. گاهہ=سر>سرير.

اوڏانهـون آيـا تـي سـومرا، کـَـر کـي مـلان تـن،

ســاري آهيـــان ســــرير ۾، آکهــــہ ابــــاڻن.

[ 1688 ]

**کـپـڙو** آچ نـہ ميـان سـومرا، **کـپـڙو** منهنجـي مـن،

منهنجـا مـارو مليـر ۾، **کـپـڙو کـپـڙو** کـن.

کپڙو=گـِيگم>کي +غم. کپڙو=گـِيگم>

هي +غم. کپڙو=گـِيگم=غم.

کي غـم نـہ آچ ميـان سـومرا، هـي غـم منهنجـي مـن،

منهنجــا مــــارو مليـــر ۾، غـــم پيــا کـــن.

[ 1689 ]

**مينهـن جـا** ميـان سـومرا، **گــاهن جــا** ابـاڻن.

مينهن جا=وسڻ>وسن. گاهن جا=ويڙها.

وســــن ميـــــان ســـــومرا، ويڙهـــا ابــــاڻن.

[ 1690 ]

**مـُـردي ڍُکـيءَ ان جـا**، مـون **پـوک جـون** مليـر ۾.

مُردي جا=سُور>سُو. ڍُکيءَ جا=مَرا.

ان=ساريون. پوک جون=رتيون.

ســـومرا ســــاريون، مـــون رُتيــــون مليـــــر ۾.

[ 1691 ]

**باراٺـــا مـــون چـــڏيا، نـــالي اباڻـــا.**

باراٺا=منهَن>مَنهَن>مَنهڙا. نالو=
آڏيو>آڏيا.

منهـــڙا مـــون چـــڏيا، آڏيـــا اباڻـــا.

[ 1692 ]

**كـــاڄ ريءَ سومرا! ككـــن جـــا نـــه بـــسَـــڌن.**

كاڄ=سِيرا>سِيرون. ككن جا=مَنَهُن.

سِـــيرن ريءَ سومرا! مـــنـــهڙا نـــه بـــسَـــڌن.

[ 1693 ]

**نـــالا جـــن ركيـــا، كـــاڄ بـــه ڏينديـــس تـــن كـــي.**

نالو=چَتو>چتا. كاڄ=ڳُنڍڻ.

چـــتا جـــن ركيـــا، ڳُـــنڍڻ بـــه ڏينديـــس تـــن كـــي.

[ 1694 ]

**كـاٺ پنهنجـو ڙي سـومرا! تـو ذاتيـن كـي پـڻـي.**

كاٺ جي=مَن. پنهنجو=اُداس. ذات=سانگي.
پِـڻ=اوسارڻ>سارڻ.

مـــن اداس ڙي ســـومرا! تـــو ســـانگين كـــي ســـاري.

[ 1695 ]

**جـر جـي آهـي چِـك، مـان هاريـان تـي جـر جـا.**

جر جا=سنگهارا>سنگهارن. جر جا=ڦُڙا.

سنگهارن جي آهي چِك، مان هاريان تي (رت جا) ڦُـڙا.

[ 1696 ]

**نـــالو مـــارن كـــاڻ، پلپـــل پـــاڻيءَ جـــي ٽيـــو.**

نالو=هيمنُ>هي +من. پاڻيءَ جي=
پياس> پياسي.

هـــيءُ مـــنُ مـــارن كـــاڻ، پلپـــل پياســـي ٽيـــو.

[ 1697 ]

**اجـان ســگَ جـن، پنهنجـي پـوك جـي منهنجـي.**

سگَ جا=اباڻا. پنهنجي>آس. پوك جي=پَلي.

اجـــان ابـــاڻن، آس نـــه پلـــي منهنجـــي.

[ 1698 ]

**نرناڻ** ڙي ميان سومرا، هت **شهر مال جن** سان.

نرناڻ=موسن>مون +سَنُ (هڪجيڏا) .

شهر=گُڏ. مال جا=گهيتا>گهيٽن.

مون سَنُ ميان سومرا، هُت گَڏ گهيٽن ساڻ.

[ 1699 ]

**ڪپڙي جن** تي سومرا! **ڪير جي، پار جون** ڪن.

ڪپڙي جو=بَر. ڪير جي=تَرِ>تَري.

پار جون=رانديون.

بَرن تي ميان سومرا! تَري رانديون ڪن.

[ 170 0 ]

هت ڪڏهن **نالو**، هت مارو مون **مال جا** ڪن.

نالو=عيدُو>عيدون. مال جا=ڪسيرا>ڪَسو.

هت ڪڏهن عيدون، هت مارو مون ڪَسو ڪن.

[ 1701 ]

مارئي! تنهنجي ملڪ ۾، ڪهڙا **نالا نانوَ** تين؟
چي: **جيئڏ** جي ڪن ڪانہ ڪا، تہ بہ ڏئي تو
**اَن جون** اَن ڪي.

نالو=هالو. نانءُ=چالو. جيئڏ=ڪاريهر>ڪار +
هر. اَن جون=روٽيون.

مارئي! تنهنجي ملڪ ۾، ڪهڙا هالا چالا تين؟
چي: ڪار هر جي ڪن ڪانہ ڪا، تہ بہ ڏئي تو
روٽيون اُن ڪي مولا.

[ 1702 ]

**جر جو** ساريم سومرا! آءُ جن جو **وڻ** هياس،
**نر نالي** تينداس، **شهر** تن سان سومرا!

جر جون=سيمو. وڻ=چمون>چمر. نر نالو=
ميڙائو. شهر=سال>شال.

سي مون ساريا سومرا! آءُ جن جو چمر هياس،
ميڙائي تينداس، شال تن سان سومرا!

[ 1703 ]

**بـلا شــهر ڙي سـومرا! لوهـ جـا** سـاريا مـون.

بلا=ڇِن. شهر=پالهي>پالي. لوهہ جا=
سينوَر>سي +وَر.

جـن پـالي ڙي سـومرا! سـي وَر سـاريا مـون.

[ 1704 ]

اجـان آهـي آس، **نـالن** كـي ڏيـان **پـوك** جـا.

نالو=سانگي. پوک=ساريون>ساريان.

اجـان آهـي آس، سـانگين كـي تـي سـاريان.

[ 1705 ]

**ڪپـڙي جـي** دل مـارن سـان، **اَن جـي** ٿيندي ڪانـہ.

ڪپڙي جي=رِلي. اَن جي=پَلي.

رِلـي دل مـارن سـان، سـا پلـي ٿينـدي ڪانـہ.

[ 1706 ]

**عـورت** تـِـكندي هــت، **عــورت** مـاروئڙن سـان.

عورتُ=نـڏُلَ>نہ +دِل. عورت=جاڏُل>
جَا +دِل.

نـہ دل تـِـكندي هــت، جـا دل مـارن سـان.

[ 1707 ]

**ڪامڻ** هئي **ڪپڙن**، تہ **آزار** هو **مردن**.

ڪامڻ=وسندي. ڪپڙا=ملير>مليراٿين. آزار=
وارو (تپ جو). مرد=سنگهار>سنگهارن.

وسـندي هئـي مليريـاٿن، تـہ وارو هـو سـنگهارن.

[ 1708 ]

**نـالا** هئـن سـومرا، **نـالا** هـُـون شـال،
**رانـد جــون ولات** ۾، **مــال جــون** ڏسـاَن شـال!

نالو=سُكيو. نالو=سچڻ. راند جون=بَڏيون.
ولات=پاهڙمير. مال جون=چيليون.

سـكيا هـُـئن سـومرا، سـچڻ هـون شـال،
بـَـڏيون بـاهڙ ميـر ۾، چيليـون ڏسـاَن شـال!

[ 1709 ]

**اکـــر** آهـــي انـــگ، تـــہ وڄـــي ملنديـــس **ذاتيـــن** ســـان.

اکر=لکيو. ذات=مارُو>ماروئڙن.

لکيـــو آهـــي انـــگ، تـــہ وڄـــي ملنديـــس مـــاروئڙن ســـان.

[ 1710 ]

**مـــال جـــون** ســـاريان ســـومرا، جـــي **پيـــر جـــي** خـــدا.

مال جون=پنهواريون. پير جي=ڏيکاري>
ڏيکاريندو.

پنهواريـــون ســـاريان ســـومرا، جـــي ڏيکـــاريندو خـــدا.

[ 1711 ]

**متيءَ** جا ڏنمر **شهر** کي، سي اجـان **ذات** تيائي کيـن.

متيءَ جا=ليٽڙا. شهر=لس. ذات=وِيسر>وِسريا.

ليٽـــڙا لـــس ڏنمر، ســـي اجـــان وســـريائي کيـــن.

[ 1712 ]

**پورهئـــي جـــا** ســـاريم ســـومرا! **پکـــيءَ** پيئـــي رات،

**مـــال جـــا** پريـــات، **نـــار نـــالو** پـــاٽيءَ تـــي.

پورهئي جا=هيج. پکي جو=طعامو>تان +مون.

مال جا=ڦر. نار نالو=نعمت>نيا +مون.

هيجئـــون ســـاريم ســـومرا، تـــا مـــون پيئـــي رات،

ڦـــر (چـــوڙي) پريـــات، نيـــا مـــون پـــاٽيءَ تـــي.

[ 1713 ]

**پـــوک جـــا** چـــڏيم جـــي، ســـي **نـــالا** آهـــن مـــان کـــي،

نـــہ **شـــهر** کريـــن تـــو، ادا عمـــرا چـــا کـــي؟

پوک جا=ڦَرَ. نالو=مِنو>مِنا. شهر=ناگور>
نہ +غور.

ڦـــَرَ چـــڏيم جـــي، ســـي منـــا آهـــن مـــان کـــي،

نـــہ غـــور کريـــن تـــو، ادا عمـــر چـــا کـــي؟

[ 1714 ]

**نرنـــانءُ** ڙي ســـومرا! هـــُـت **نرنـــانءُ مـــال** ســـان.

نرناڻ=مؤمن>مُئو +مَن. نرناڻ=جڙيو. مال=گهيٽا .

مُئو مَن ڙي سومرا! هُت جڙيو گهيٽن سان.

[ 1715 ]

**ست جا** چڏيم سومرا! سي **وکر جا** هوندا ڪيئن؟

ست جا=ٻَڌا>ٻڌيءَ وکر جا=ڏاٽا>ڏايا.

ٻَڌي چڏيم سومرا! سي ڏايا هوندا ڪيئن؟

[ 1716 ]

**ڪاٺيين** چڏيم سومرا! سي **ڪکين** هونديون ڪيئن؟

**نرناڻ** اسان جي مَن ۾، آهي راتو ڏينهن.

ڪاٺ جو=گهاٽو. ڪکن جون=ڏايُون (سَتريون)

نرناڻ=موٽڻ.

گهاٽي چڏيم سومرا! سي ڏايُون هونديون ڪيئن؟

موٽڻ منهنجي مَن ۾، آهي راتو ڏينهن.

[ 1717 ]

**مال جا** ساريم سومرا، هو جي **وڻ جا** اباڻن.

مال جا=چيلا. وڻ جا=پُور>پوريا.

چيلا ساريم سومرا! هو جي پوريا اباڻن.

[ 1718 ]

**ڏڻ پهڻ** ڙي سومرا! **وڻ ولايت** مون،

پيو سواءِ مون، **ذات** نيندو ڪونه ميان!

ڏڻ جا=ڦر. پهڻ=ٺڪر. وڻَ =لَيا. ولايت=

ڪابول>قابو. ذات=چارڻ.

ڦر ٺڪر ڙي سومرا! لَيا (ٻَڌا) قابو مون،

پيو سواءِ مون، چارڻ نيندو ڪونه ميان!

[ 1719 ]

**ڳهه وڻ جا** چني، **ڪپڙي** ۾ ڪري، وجي **ذاتين**
ڪني ڏينديا س.

ڳهه=مُرڪي. وڻ جا=سگر. ڪپڙو=لوئي.

ذات=ليل> ليلن.

مُرڪي سگر چني، لوئيءَ ۾ ڪري، وجي ليلن
کي ڏينديا س.

[ 1720 ]

**چمر جون** ساريمر سومرا! سي **چمر جا** اچيو پُــون،
**چـــمر جـــن** متــي ســـومرا! قـــوت اباڻـــا كـــن،
مـــانَ مـُــــنيءَ كـــي نيـــن، چـــمر جـــن **منجهـــان** ســـومرا!

چمر جون=وڍيون>وانديون. چمر جا=وَڍَ.

وانـــديون ســـاريمر ســـــومرا! وَڍِ اچيـــــو پـــُــــون،
وَڍَن (پـــــٽن) متـــي ســـومرا، قـــوت اباڻـــا كـــن،
مِـانَ مـُـــنَيءَ كـي نيـنِ، وڍن (ڏكـــن) منجهـــان ســـومرا!

[ 1721 ]

**مـــال جـــا** ســاريمر ســومرا، هـــو **رانـــد جـــا** ابـــاڻن،
مـــارو تنهـــن مليـــر ۾، **كپـــڙو ئـــي نـــه كـــن.**

مال جا=جَندا. راند جا=جوڙا>جوڙيا كپڙو = تانُ.

جـــَـــندا ســـاريمر ســـومرا، هـــو جوڙيـــا. ابـــاڻن،
مـــارو تنهـــن مليـــر ۾، تـــانُ ئـــي نـــه كـــن.

[ 1722 ]

**تيليـــن جـــا** ۽ **پنهنجـــا**، جـــڏهن چـــــت پـــون،
**عضـــون** مـــان **وكـــر جـــا**، **وڻ** وانـــگر تـــا كـــن،
**عضـــوا** لڳــي مـــرن، جـــي اجـــان **عضـــوي** تـــن جـــي.

تيلين جا=پكا. پنهنجا=وار>پنوهار. عضوو=
اك>اكين. وكر=ڳُـڙ>ڳوڙها. وڻ جو=چاڻو>
چٽيو. عضوو=ڳل. عضوو=هٿ.

پكـــا پنوهـــــارن جـــــا، جـــــڏهن چـــــت پـــــون،
اكيـــــن مـــــان ڳوڙهـــــا، چٽيـــــو تـــــا پـــــون،
ڳلـــي لڳـــي مـــرن، جـــي اجـــان هـــٿ تـــن جـــي.

[ 1723 ]

ادا عمـــرا! **ككـــن جـــو وهـــٽ** تـــي، **نـــالو** ابـــاڻن.

ككن جو=پَكو. وهٽ=كودڙو>دڙو. نالو=آڏيو.

ادا عمـــــرا! پكـــــو دڙي تـــــــي، آڏيـــــو ابـــــاڻن.

[ 1724 ]

**ڏُڏ جون ساريم سومرا! جي ڪاٺ جون اباڻن.**

ڏڏ جون=مَنيون>مَنَهيون. ڪاٺ جون=آڏيون.

مَنهيون ساريم سومرا! جي آڏيون اباڻن.

[ 1725 ]

**مال جا ساريم سومرا، ڪاٺ جا اباڻن.**

مال جا=اوگهر>اوءِ +گهر. ڪاٺ جا=آڏا>اڏيا.

اوءِ گهر ساريم سومرا، جي اڏيا اباڻن.

[ 1726 ]

**گاهه جا پَسي ميان سومرا! آءُ ذات ٽينديَاس.**

گاهه جا=ويڙها. ذات=سُرهيا>سَرهي.

ويڙها پسي ميان سومرا! آءُ سرهي ٽينديَاس.

[ 1727 ]

**نالو ساريم سومرا! آهي مِرُوَن مارن وٽ.**

نالو=ساجُو>سا جُوءِ. مرون=جاجُو>جا جُوءِ.

سا جُوءِ ساريم سومرا! جا جوءِ مارن وٽ.

[ 1728 ]

**وڻ ملڪ ڪيئن وساريان، منهنجو پنهنجو نرناءُ لاءِ.**

وڻ=وينگس. ملڪ=ويڙهه. پنهنجو=جهچڻ.

نرناءُ=جهانگي>جهانگين.

وينگس ويڙهه ڪيئن وساريان، منهنجو جهچڻ جهانگين لاءِ.

[ 1729 ]

**گاهه جا ساريم ميان سومرا، هُو ان جا اباڻن.**

گاهه جا=اويڙ. ان جو=چُنُو>چِنو.

اويڙ ساريم ميان سومرا، هو چِنا اباڻن.

[ 1730 ]

**وڻ جا ساريم سومرا! شهر جون اباڻن.**

وڻ جا=ڏونرا. شهر جون=چاڙهيون>چاڙهيا.

ڏونرا ساريم سومرا، جي چاڙهيا اباڻن.

[ 1731 ]

**جهنگ جون** ساريم سومرا! **شهر جون** اباڻن.

جهنگ جون=ڪُنپيون. شهر جون=چاڙهيون.

ڪُنپيون ساريم سومرا! (جي) چاڙهيون اباڻن.

[ 1732 ]

**وڻ جا** ساريم سومرا! **مال جون** آباڻن.

وَڻ=مُنگها. مال=ميڙيا.

مُنگها ساريم سومرا! ميڙيا آباڻن.

[ 1733 ]

**سُٽ جون** ساريم سومرا! هوءِ جي **راند جون** اباڻن.

سٽ جون=ڇاريون. راند جون=پَڪيون.

ڇاريون ساريم سومرا! هوءِ جي پڪيون(وٽ) اباڻن.

[ 1734 ]

عمر! اسان جي ڏيهہ تي، **ڪاٺ** بہ **عضوا** ڪن.

ڪاٺ=ڪِرڙ. عضوا=ڏؤنرا.

عمر! اسان جي ڏيهہ تي، ڪرڙ نہ ڏؤنرا ڪن.

[ 1735 ]

**جيتن** تي **عضوا** ڪيا، تڏهن **مرض** هنيون ساري،
**پورهيت** اباڻي پار جا، ڪيئن ويهان وساري؟

جيت=ڪرڙي>ڪرڙن. عضوو=ڏونرو.
مرض=ٿوٽر. پورهيت=نقر>ڦَر.

ڪرڙن تي ڏؤنرا ڪيا، تڏهن ٿو ٿر هنيون ساري،
(مان) ڦر اباڻي پار جا، ڪيئن ويهان وساري.

[ 1736 ]

**ذاتين** منجهہ جا **ذات**، سا مون **پوڪ** وٺي.

ذات=ماچاٽي>مان چاٽي. ذات=ڇڇڙا>ڇڇڙن.
پوڪ=نانگلي.

مان چاٽي جا ڇڇڙن ۾، سا مون نانگلي وٺي.

[ 1737 ]

**حاڪيماڻيون** ساريم سومرا! جي **پٽر جون** اباڻن.

حاكيماڻيون=سِوليون(كورتون)>سي +وليون.

پٽر جون=موريون.

سي وليون ساريم سومرا! جي موريون اباڻن.

[ 1738 ]

**وڻ جا** ساريُم سومرا، هُت **پوڪ جا** اباڻن.

وڻ جا=چُڳا. پوڪ جا=چُوندا>چونڊيا.

ڇڳا ساريم سومرا، هُت چونڊيا اباڻن.

[ 1739 ]

**شهر** ساريم سومرا، **پڪي** ڏنم رات،

پچاڻان پرياتِ، كي **نالا** ساريم سومرا.

شهر=جيسر>جي +سر. پڪي=سيسر>سي +سَر.

نالو=قيصر>كي سر.

جي سَرَ ساريم سومرا، سي سَرَ ڏنم رات،

پچاڻان پرياتِ، كي سَرَ ساريم سومرا.

[ 1740 ]

**ذاتيون** ساريم سومرا! جي **نالا** مليرِ ۾.

ذات=سروري>سَرَ +وري. نالا=موريو ۽

مَسُو>مَسَ.

سَرَ وري ساريم سومرا! جي موريا مس مليرِ ۾.

[ 1741 ]

**جهنگ جون** ساريم سومرا! جي **لوهه جون** اباڻن.

جهنگ جون=ماكيون. لوهه جون=ڇاٽيون.

ماكيون ساريم سومرا! جي ڇاٽيون اباڻن.

[ 1742 ]

**لوهه جون** ساريم سومرا! هوءِ **اَن جون** اباڻن.

لوهه جون= ٽپريون (گيهه پرڻ جون). اَن جون= پريون.

ٽِپريون ساريم سومرا! هوءِ (جي) پريون اباڻن.

[ 1743 ]

**مال جون** ساريم سومرا! جي سُٽ **جون** اباڻن.

مال جون=ڇَرون. سٽ جون=اُچلون>اُچليون.

ڇَرون ساريم سومرا! جي اُچليون اباڻن.

[ 1744 ]

**پنهنجا** ساريم سومرا! جي **نالا** اباڻن.

پنهنجا=کَر>اوکر. نالو=تڏو.

او کَرَ ساريم سومرا، جي تڏا اباڻن.

[ 1745 ]

**ڪاچ جون** ساريم سومرا! جي **ڪانيءَ جون** اباڻن.

ڪاچ جون=چانهيون. ڪانيءَ جون=ٻاريون.

چانهيون (ٻاهيون)ساريم سومرا! جي ٻاريون اباڻن.

[ 1746 ]

**ڏڻ جاِ** ساريم سومرا! **ڏڻ جا** تان نہ ڪندياس.

ڏڻ جا=سچا. ڏڻ جا=ڪوڙا.

سچا ساريم سومرا، ڪوڙا تان نہ ڪندياس.

[ 1747 ]

**مال جا** ساريم سومرا! هُت **اُپ جا** اباڻن.

مال جا=پِس. اُپ جا=ڪاڙها>ڪاڙهيا.

پس ساريم سومرا! هُت ڪاڙهيا اباڻن.

[ 1748 ]

**مال جون** ساريم سومرا، **آن جون** اباڻن.

مال جون= ڏوريون. ان جون= رکون> رکيون.

ڏوريون ساريم سومرا، جي رکيون اباڻن.

[ 1749 ]

**وڻ جون** ساريم سومرا! جي لايون اباڻن.

وڻ= ميندي.

مينديون ساريم سومرا! جي لايون اباڻن.

[ 1750 ]

**ڪاٺ جا** ساريم ميان سومرا! هُت **ڏاتيون** اباڻن.

ڪاٺ جا= پينگها. ڏاتيون= واٽيا.

پينگها ساريم ميان سومرا، (جي) هُت واٽيا اباڻن.

[ 1751 ]

**مـال جـون** سـاريم سـومرا! **لوهــ جـون** ابـاڻن.

مال جون= پُنيون. لوهه جون= ڪَتَرون.

پُــنيون سـاريم سـومرا! (جـي) ڪتريـون ابـاڻن.

[ 1752 ]

**سـٽ جـون** سـاريم سـومرا! **اُپ جـون** ابـاڻن.

سُٽَ جون= ڏيريون. اُپ جون= ڪتيون.

ڏيريـون سـاريم ميـان سـومرا! جـي ڪتيـون ابـاڻن.

[ 1753 ]

**سـٽ جـون** ساريم ميـان سـومرا، هـو **نـالو** ابـاڻن.

سٽ جون= سڳيون. نالو= سونو> سونهن.

سڳيون سـاريم ميـان سـومرا، هـو سُـونهن ابـاڻن.

[ 1754 ]

**سـٽ جـون** سـاريم سـومرا! هـو **مـال جـون** ابـاڻن.

سٽ جون= چوٽيون. مال جون= گهُتون> ڳُتيون.

چوٽيـون سـاريم سـومرا! هـو ڳُـتيون ابـاڻن.

[ 1755 ]

**مـال جـا** سـاريم سـومرا، جـي **پـوڪ جـا** ابـاڻن.

مال جا= چندا. پوڪ جا= چُوندا> چونديا.

چـُندا سـاريم سـومرا، (جـي) چونديـا ابـاڻن.

[ 1756 ]

**سـٽ جـا** سـاريم سـومرا، هـُت **مـال جـون** ابـاڻن.

سُٽَ جا= جُوالنگ. مال جون= اُٺيون.

جـُوالنگ سـاريم سـومرا، هـُت اُٺيـون ابـاڻن.

[ 1757 ]

**مـال جـا** سـاريم سـومرا، **سـُٽ جـا** ابـاڻن.

مال جا= جوڙا. سٽ جا= جوٽا> جوٽيا.

جـوڙا سـاريم سـومرا، جـي جوٽيـا ابـاڻن.

[ 1758 ]

**پـوڪ جـا چمـن ۾، عضـوا** ابـاڻن.

پوک جا= ڪڪڙا. چمر جو= ڪوس. عضوو=
جوڻ> جوڻيا.
ڪڪڙا (ڏِڱا) ڪوسن ۾، جوڻيا اباڻن.

[ 1759 ]

**ذات** ۾ **مال جا** ساريم سومرا، من **ڪپڙ جا** ڪن.
ذات= اونا. مال جا= مهري. ذات= اونا.
ڪپڙ جا= ڪوڻا> ڪوڻي.
اوڻي ۾ مهري ساريم سومرا، من ڪوڻي مون وجن.

[ 1760 ]

**ڏڻ جا** ساريم سومرا، مون ڪان ڪِريو **ڏڻ جا** پُون،
انهن **ڏڻ جن** مان، وجي قوت اباڻا ڪڪن.
ڏڻ جا= ڪڪر. ڏڻ جا= لڙڪ. ڏڻ جون= ڪنيون.
ڪڪر ساريم سومرا، مون ڪان ڪريو لڙڪ پون،
انهن ڪنيين مان وجي قوت اباڻا ڪن.

[ 1761 ]

**پوڪ جون** ساريم سومرا! هوءِ جي **نار نالي** اباڻن.
پوڪ جون= مُندون. نار نالي= عيد> عيدون> ايندِيون.
مُندون ساريم سومرا! هوءِ جي ايندِيون اباڻن.

[ 1762 ]

**ڪاٺ** ٿون **پوڪ** پيدا ٿي، هتي **ذاتين** ڪاريا **ڏڻ**،
عمر تنهنجي تڙ، ۾ **نالا** ڏسان ٿي ڪينڪي.
ڪاٺ= نيسر> نيسارا. پوڪ= نير. ذات= ماڇي>
ماءُ+ ڇيڪاريا. ڏڻ جا= ڦر. ۾ نالا= سانگي ۾ سڪيو.
نيسارئون نير پيدا ٿيو، هُتي ماءُ ڇيڪاريا ڦر،
عمر تنهنجي تڙ، سانگي سڪيا ڏسان ٿي ڪينڪي.

[ 1763 ]

**مرون** ساريم سومرا! جي **مُلڪن** پاس پون،
هتي **هٿ** **راند جي**، هُت هُو **حاڪيماڻيون** ڪن.
مرون= وِجُو> وِجون. ملڪ=ڪاهڙ. هٿ جي=
مُٺ> مُٺي. راند جي=ماري> مارئي.
حاڪيماڻي= رس رِهاڻ.

وڃون ساريم سومرا! جي ڪاھڙ پاس ڪنون،
هتي مٿي مارئي، هت هو رس رهاٽيون ڪن.

[ 1764 ]

**پڪي** ساريم سومرا! **پڪي** جهل نہ ڏين،
مون کي اچي انهن، **ڏڻ جن** ماريو سومرا!

پڪي=گُرڙ>گوڙ. پڪي=هنجهہ. ڏڻ جا=
ڪُڏا (سجاٽپ لاءِ ڪنن جا ڪپيل نشان).

گوڙيون ساريم سومرا! هنجهون جهل نہ ڏين،
مون کي اچي انهن، ڪُڏن ماريو سومرا!

[ 1765 ]

جا **ذات** ساريم سومرا، سا مر **رچن** هوءِ،
آءُ پڻ تنهين لوءِ، **ذات** آهيان سومرا!

ذات= جهنجهڻ> جهڻ. رچ= ماتي. ذات=
پيسڪ> پي + سڪ.

جا جهڻ ساريم سومرا! سا مر ماتين هوءِ،
آءُ پڻ تنهين لوءِ، پي سڪ لاهيانُ سومرا!

مارئيءَ جي مارن تي ميار

[ 1766 ]

منهنجي ڪائي **جر گهر جي** ڪانہ ڪيائون،

جر جي= پِر. گهر جي= پيئي.

منهنجي ڪائي پِر پيٺي ڪانہ ڪيائون،

[ 1767 ]

**ڪائي** عمر تو ڏي، نہ **عضوي جي** اباڻن.

ڪائيءَ= ميڙ. عضوي جي= مُڪ> مُڪي.

ميڙ عمر تو ڏي، نہ مُڪي اباڻن.

[ 1768 ]

**تڙئون** لڳي تن کي، **مرد** نہ مُڪائون،
تن کي آءُ جيڪر **ڳهہ** تي آيس.

تڙ جي= رنڊ. مرد=سنيهو. ڳهہ= لانجهي.

رنڊ لڳي تن کي، سنيهو نہ مڪائون،
تن کي آءُ جيڪر لانجهي تي آيس.

[ 1769 ]

**تڙئون** لڳي تن کي، **مرد** نہ مڪائون،
تن کي آءُ جيڪر **ڳهہ** تي آئيس.

تڙ جي= روڪ. مرد=خاطي. ڳهہ=ڪَسي.

روڪ لڳي تن کي، خاطي نہ مڪائون،
تن کي آءُ جيڪر ڪسي تي آئيس.

[ 1770 ]

**تڙئون** لڳي تن کي، **مرد** نہ مڪائون،
تن کي آءُ جيڪر **ڳهہ** تي آئيس.

تڙ جي= ڪيهي. مرد= سلام. ڳهہ= ڪڙي.

ڪيهي لڳي تن کي، سلام نہ مڪائون،
تن کي آءُ جيڪر ڪڙي تي آئيس.

[ 1771 ]

جڏهن آءُ **نالن** ۾ هياس، تڏهن **نرنان** ٿيم ڪونہ ڪو.

نالو= قادو> قيد. نرنانءُ= وارث.

جڏهن آءُ قيدن ۾ هياس، تڏهن وارث ٿيم ڪونہ ڪو.

[ 1772 ]

**ان جي** آءُ نہ ڪِيان، **عورت** تان نہ ٿيان،
پوءِ منهنجي ڙي سومرا، **مِتيءَ جي** ڪانہ ڪيائون.

ان جي= بُکي. عورت= چگي. متيءَ جي=
واري> پوئواري.

بُکي آءُ نہ ڪِيان، چگي تان نہ ٿيان،
پوءِ منهنجي ڙي سومرا، پوئواري ڪانہ ڪيائون.

[ 1773 ]

مون ڏي اباڻن، **متيءَ جو** ڪونہ مُکو.

مِتيءَ جو= ڪونو.

مون ڏي اباڻن، ڪونو ڪو نہ مُکو.

مارئيءَ جو وطن ورڻ لاءِ واجهائڻ

[ 1774 ]

جن سان گڏ هئا **مال جا**، سي اڄ **ذات** نہ جيڏيون!

مال جا= ياٽا. ذات= اوڏ> اوڏا.

جن سان گڏ هئا ياٽا، سي اڄ نہ اوڏا ڙي جيڏيون!

[ 1775 ]

اديون! عمر چام ڪي، آءٌ وڏو **ڳهہ** ڪندياس،
**جر جو** ڏيندم سومرو، تہ هتي نہ هونديَاس،
**مرون** تي **ملڪ** ۾، وجي پہ **وڻ** ڳوليندياس،
ڏس جا **هٿيارن** ڪئي، سا **تڙ** جي مور نہ ڪندياس،
**ولايت** آءٌ ويندياس، **ڳهہ** سُڄي تي مارئي.

ڳهہ= نٿ> منٿ. جر جي= موڪ> موڪل.
مرون= سرهہ>سرهي. ملڪ=ساٿيهہ. پہ وڻ=
پہ ڪرڙيون> پڪرڙيون. هٿيارن جا= پليتا.
تڙ= ڦِتو. ولايت= هرات> هئي +رات. ڳهہ=
پوپٽ> پوءِ + پٽَ.

اديون! عمر چام ڪي، آءٌ وڏي منت ڪندياس،
موڪل ڏيندم سومرو، تہ هتي نہ هونديَاس،
سرهي تي ساٿيهہ ۾، وجي پڪرڙيون چارينديَاس،
ڏس جا پليتن ڪئي، سو ڦتو تان نہ ڪندياس،
هئي رات آءٌ ويندياس! پوءِ پَٽَ سُڄي تي مارئي.

[ 1776 ]

**ڏُڏ جي** ڏسي مون ڪي **چم جا** نہ ڏيو،
مان بہ ڪن جي **پوڪ جي** آهيان.

ڏڏ جي= تَرَ. چم جا= تيلها. پوڪ جي= چائي.

تر جي ڏسي مون ڪي تيلها نہ ڏيو،
مان بہ ڪن جي چائي آهيان.

[ 1777 ]

اڇو ڙي جيڏيون! **مال جي** ڪريون، مال جي ڪري
**راند جي** ڪريون، راند جي ڪري **سٽ جا** ڪريون.

مال جي= ٻڌ ڇوڙ. راند جي= ويڙهه> ويڙها.

سٽ جا= ڊيرا.

اڇو ڙي جيڏيون! ٻڌ ڇوڙ ڪريون، مال ٻڌي، ويڙها وٺيون، ويڙها وٺي، ڊيرا ڪريون.

[ 1778 ]

**چمر مرض** ڙي جيڏيون، **ڪاڻين** شال وڃان،

انهيءَ **عورت** ڪان **ڪپڙي** جيئن وڃان.

چمر= ورت. مرض= وارو. ڪاڻي= ڪوهو> ڪُوهين.

عورت= حياتان> حياتيءَ ڪان. ڪپڙو= ٻڌڻ.

ورت واريو ڙي جيڏيون! ڪوهين شال وڃان،

انهيءَ حياتيءَ ڪان ٻڌي آءٌ مران.

[ 1779 ]

**جيت** اُنو ڙي جيڏيون! پوءِ **مال جون** اباڻن.

جيت= پوپٽ> پٽ. مال جون= ڪاهيون> ڪاهيو.

پـَٽُ اُنو ڙي جيڏيون! پوءِ ڪاهيون اباڻن.

[ 1780 ]

اجان تہ **مال جو** آهي، من **فاقيرو** بہ ٿئي!

مال جو= ڇوڙو> وڇوڙو. فاقيرو= ميلو.

اجان تہ وڇوڙو آهي، من ميلو بہ ٿئي!

[ 1781 ]

الله **پنهنجي** ڏيندو، شال وڃي **نرنانءُ** ڏسان.

پنهنجي= سوپ. نرنانءُ= ڪيت.

الله سوپ ڏيندو، شال وڃي ڪيت ڏسان.

[ 1782 ]

**پنهنجن** سان، **پير جا** تيندا ڪڏهن.

پنهنجا= مِٿَ. پير جا= ميلا.

مـِٿن سان ميلا تيندا ڪڏهن.

[ 1783 ]

مارئيءَ کي **پوک جي**، **نارنالي** ئي نہ.

پوک جي= تات. نار نالو= وسري.

مارئيءَ کي تات وسري ئي نہ.

[ 1784 ]

جيڪي **ڪڪ جي** ڪيو، سو **وڪر** نہ منهنجي وس.

ڪڪ جو= قلم. وڪر= ميٽ> ميٽڻ.

جيڪي قلم ڪيو، سو ميٽڻ نہ منهنجي وس.

[ 1785 ]

**ولايت** ئون **مال جي** آئي، سا **ذات** نہ ميان!

ولايت= الست. مال جي= تڪبير> تقدير. ذات=

ٽرندَ = ٽرندي.

الستي تقدير آئي، سا ٽرندي نہ ميان!

[ 1786 ]

اي **نالا! نالو** تيءُ تہ مان **ملڪ** وڃان.

نالو= رب. نالو= راضي. ملڪ= ملير.

اي رب! راضي تيءُ تہ مليرِ وڃان.

[ 1787 ]

**نالي** آندي **نرنانءَ** موڪل ڏي تہ **نالي** کي وڃي ملان.

نالو= راڏو> راڏي> ايرادي. نرنانءُ= پروردگار.

نالو= کيت.

ايرادي آندي، پروردگار موڪل ڏي تہ کيت کي وڃي ملان.

[ 1788 ]

**جيئڏ شهر** ڏسان، **جاءِ وڻ جي** پنهنجي.

جيئڏ= اُڏوهي> ڏيهي. شهر= سال> شال. جاءِ جي=

پوڇي> پهچي. وڻ جي= پاڙ> پاڙي.

ڏيهي شال ڏسان، پهچي پاڙي پنهنجي.

[ 1789 ]

راند جي **ذات ڪپڙي جي**، روز تَڪيان تي **اَن جي**.

راند جي= لِڪَ> مالڪ. ذات= مارُو. ڪپڙي جي=
مِـل> مَيل. آن جي= راه.
مـــالڪ! مَـــارو ميـــل، روز تڪيـــان تـــي راهـــ.
[ 1790 ]
الله! **ڪپـــڙي جـــي** آڻ، تــ ڏئــي ســڌ **ولايـــت** جـــي.
ڪپڙي جي= ڳوتري> ڪو +تري. ولايت= ساٿيهہ.
الله! ڪـــو تـــري آڻ، تـــ ڏئـــي ســـڌ ســـاٿيهہ جـــي.
[ 1791 ]
**وڻ** ڳالهـــ بـــڌاءِ، **نـــالي ۾ ذاتيـــن** جـــــي.
وڻ= ڪامُنهَن> ڪا +مون. نالو= سڪيو.
ذات= سانگي.
ڪـــا مـــون ڳالهـــ ٻـــڌاءِ، ســـڪين ســـانگين جـــي.
[ 1792 ]
اي **نـــالا**! وجـــي **ذاتيـــن** ڪـــي **فقيراٺـــو** ڪجـــاڻ.
نالو= پانڌي. ذات= سنگهار. فقيراٺو= حال.
اي پـــانڌي! وڃـــي ســـنگهارن ڪـــي حـــال ڪجـــاڻ.
[ 1793 ]
اي **پکي**! تو جا **ٻولـي** ڪئـي، سا مـون **ولايـت** ٻـُڌي.
پکي= تاڙو. ٻولي= تنوار. ولايت= هرات>
هُـئي رات.
اي تاڙا! تو جا تنـوار ڪئـي، سا مـون هـُئي رات ٻـُڌي.
[ 1794 ]
**اي نـــالا، اي نرنـــانءَ**، وجـــي مـــارن ڪـــي **نـــالو** ڪـــر.
نالو= بادل. نرنانءَ= سارنگ. نالو= ستابو.
اي بـــادل، اي ســـارنگ، وجـــي مـــارن ڪـــي ســـَتابو ڪـــر.
[ 1795 ]
اي **نـــــالا**! وجـــي **عضـــوي** تـــي **نـــــالو** ڪـــــر.
نالو= بادل. عضوو= پـُنا> پوتا. نالو= وسڻ.
اي بـــــادل! وجـــــي پوتـــــن تـــــي وســـــڻ ڪـــــر.

[ 1796 ]

**نــالي** ۾ ميــان ســومرا! مــارو **عــورت** كــن.

نالو= سانوڻ. عورت= خوشي.

ســانوڻ ۾ ميــان ســومرا! مــاروُ خوشــي كــن.

[ 1797 ]

هــِت **نـالا نـام** كـن. هـُـت **حــقي جي** مـارئي.

نالو= مينگهو> مينگهہ. نام= ملهار. حقي جي=

پچاڙي> پچاڙي.

هـُت مينگهہ ملهـارون كـن. هــت پچــاڙي مــارئي.

[ 1798 ]

هـُـت ٻہ **نــالا** كـن. هـِـت **حقــي جــي** سـومرا!

ٻہ نالا= هڪ نالو سارنگ، ٻيو نالوگاجي> گاجُون.

حقي جي= پچاڙي> پچاڙيان.

هـُـت سـارنگ گـاجوُن كـن. هــت پاڻ پچاڙيـان سـومرا!

[ 1799 ]

كـڏهن **كـــائيءَ** تــي، كــڏهن **لكـــن** تــي لال،

عمــر! ابــاڻي ڏيهـہ ۾، **مــون ڏڻ جــا** ڏنـا كـال.

كاڻي جي= پـَتي> پٽن. لكن جي= پِٽَ> پِٽُن.

ڏڻ جا= ككرا>ككر.

كــڏهن پــَــٽن تــي، كــڏهن پــِــٽن تــي لال،

عمــر! ابــاڻي ڏيهـہ تــي، مــون ككـرَ ڏنـا كالهـہ.

[ 1800 ]

آئــي **نــار نرنــانءَ** جــي، مــارن مــاڳ مٿــي،

**وڻ** منجهــانرا **كــاڄ جــون** كيــو وينــا كيــنِ اُتــي،

**مــال جــن پنهنجــا** ڍكيــا **مــِــرون** بـہ آهــن اُتــي،

عمــر جــــامرا اُتــــي، آءُ بــــہ **نــــالو** اُنِ جــــي.

نــار= عيد. نرنان= رمضان. وڻ جـا= سگر.

كاڄ جون= سيويون. مال جا= ككر. پنهنجا=

تارا. مـِرون= وِجـُو> وڃون. نالو= ميڙائيون.

آئي عيد رمضان جي، مارن ماڳ متي،
سڳرن منجهانرا سيويون كيو، وينا كين اتي،
ككرن وجي تارا ڍكيا، وڃون ب آهن اتي،
عمر ڄام! اتي، آءُ ب ميڙائنو اُن جي.

[ 1801 ]

**شهر** ڏسان ميان سومرا! جنهن ۾ **عضوا** ڏٺا مون.

شهر= سيوهڻ> سي وَڻ. عضوا= ڏوئنرا.

سي وڻ ڏسان ميان سومرا! جنهن ۾ ڏوئنرا ڏٺا مون.

[ 1802 ]

**نالن ۽ نرنانون** كان، آندئي كالهه ميان!
**نالن ۽ نرنانون** لاءِ، سِكي تو ساهه ميان!
**نالن** تي جي **نالا** پكا، سِي كائينديس شال ميان!
هيس گهٽي **ڳهه جي**، پر **كپڙي جي** كيئي سومرا!

نالو= كرڙ. نر نالو= كندو. نالو= منو. نر نالو=
ميوو. نالو= مينهون. نالو= ميهو> ميها. ڳهه جي=
لعل. كپڙي جي= كاري.

كرڙن ۽ كندن كان، آندئي كالهه ميان!
منن ميوَن لاءِ، سِكي تو ساهه ميان!
مينهن تي جي ميها پكا، سي كائينديس شال ميان!
هُيس اڳي لعل ميان، پر كاري كيئي سومرا!

[ 1803 ]

جڏهن **ذاتين** تي **نرنان** كيا، تڏهن مارن كي **نرنان** لڳو.

ذات جا= گولاڙا. نرنان=گل. نرنان= نورنگ>
نئون رنگ.

جڏهن گولاڙن تي گل كيا، تڏهن مارن كي نئون رنگ لڳو.

[ 1804 ]

**پكي** كاڌم، **مال** چاريم، پنهنجن ذاتين ۾ ميان!

پكي=گُرڙ. مال= پَهُون. ذات= ڏَهر>ڏهرن.

گُرڙ كاڌم، پَهون چاريم، پنهنجن ڏهرن ۾ ميان!

[ 1805 ]

**هُو تا كاڄ كاڄ كن، هٿيار جا ڏسي، پوءِ مال جي وجن.**

كاڄ كاڄ= لڏوُن لڏون> لڏيون لڏيون.

هٿيار جا= ككر. مال جو= سانگ.

هوتا 'لڏيون لڏيون' كن. ككر ڏسي، پوءِ سانگ وجن.

[ 1806 ]

**مــِــرون تــن ذاتيــن تــي، فقيــر جئــن ســونهن،**

**نــالو تــن ذاتيــن تــي، نــالي ٻولــي نــہ كــن.**

مرون= وِڇُو> وڇون. ذات= ولهار. فقير جي=

صَدا> سدا. نالو= مينگهو> مينگهہ. ذات= مارو.

نالو= بادل. ٻولي= بس.

وِڇــون تــن ولهــارن تــي، ســدا ٿيــون ســونهن،

مينگهـــہ تـــن مـــارن تـــي، بـــادل بـــس نـــہ كـــن.

[ 1807 ]

**شــهر مثــان پــوک جــا، مــِــرن** وڏا وس كيــا.

شهر= مِلير. پوک جا=گڄ>گاڄ. مِرون=

وِڇو>وڇون.

مليــرَ مثـــان گـــاڄن ۾ وِڇـــُــن وڏا وس كيـــا.

[ 1808 ]

**هــک نـــالو، پيــو نـــالو ئــي نـــانوَن تــي.**

نالو= وَسيو. نالو= وَسند> وَسندو. نالو= موريو.

نالو= مينهون> مينهن.

هــک وَســيو، پيــو وَســندو، مورنــو ئــي مينهــن تــي.

[ 1809 ]

**اُپ ڏيهــہ ســندون، گاهــہ پكـــي** ڙي ميـــان.

اُپ= پِنو. گاهہ= سِڻ> سيڻ. پكي= سانباهو.

پِـــنو ڏيهـــہ ســـندون، ســـيڻن ســـانباهو ڙي ميـــان!

[ 1810 ]

**لوهــہ** ســان **پنهنجــو** كيــام، پــر **عمــر** **ذات** ئــي نــہ.

لوهہ جي= سنداڻ> سنداڻ. پنهنجو= وس.
ذات جا= پُڌ.
سنداڻ سان وس ڪيام، پر عمر پُڌيئي نہ.

[ 1811 ]

توکي بہ **باغ**، مون کي بہ **باغ**، منهنجي مارن کي بہ **باغ**.
باغ= ارِم> اَرم> اَرمان.
توکي بہ ارمان، مون کي بہ ارمان، منهنجي مارن کي بہ ارمان.

[ 1812 ]

ادا عمر **ڪاٺ** ڪر، پر **حاڪيماٺو** نہ.
ڪاٺ= محافو> معاف. حاڪيماٺو= عڪس (وير).
ادا عمر! معاف ڪر، پر عڪس نہ.

[ 1813 ]

**ڪاٺ جن** کي مير عمر! تو **جيت** ڪيو.
ڪاٺ جا= اوڳڻ> اوڳڻ. جيت= ڏُکٿهار.
اوڳن کي مير عمر! تو ڏُکٿهارو ڪيو.

[ 1814 ]

هُيس آءُ **ڪاٺ جي**، پر **مال جو** تو وڌو.
ڪاٺ جي= ڪِٺ> ڪَني. مال جو=
چوڙو> وِچوڙو.
هيس آءُ ڪَني، پر وچوڙو تو وڌو.

[ 1815 ]

**ذاتيون رڃن ۾، نرناڻ گاهہ** ڪن.
ذات= سينار> سيناريون. رڃ= نڪر. نرناڻ=
چيڙ. گاهہ= چُوپا.
سيناريون نڪرن ۾، چيڙ چوپا ڪن.

[ 1816 ]

هن جو **اوزار رڃن** سان، **نر نالي جيتن** ڪين.
اوزار= سونهڻ. رڃ= وٺو> وٺن. نر نالو= عطر.

جيت= مک> مکين.
هن جو سونهن وٽن سان، عطر مکين ئي کين.
[ 1817 ]
**نالن** تي **نانءَ** جن جا، عمر! سي **ذاتيون**.
نالو= زيب. نانءُ= ذوق. ذات= واڍا> وانڍيون.
زيبن تي ذوق جن جا، عمر! سي وانڍيون.
[ 1818 ]
جڏهن **مال جا** تا پون، تڏهن پکي **پوک جا** وڃن.
مال جا= پُورَ. پوک جا= ڳوڙها.
جڏهن پور تا پون، تڏهن ڳوڙها تا وهي وڃن.
[ 1819 ]
جو **ڪاريگر** مارن جو، سو **ذاتين** تي ڪيئن مٿيان؟
ڪاريگر جي= سيرائي> سير + سيل. ذات=
چوڙن> چشن.
جو سيل مارن جو، سو چشن تي ڪيئن مٿيان؟
[ 1820 ]
ادا عمر! **نالو** وٽڻ نه آءُ، ڪر **مال جو** مارن تي،
**شهر** ڪري هٿ لاءِ.
نالو= منگهه. مال جو= ڪٺڪ. شهر= ڳُڏَ> ڳڏ.
ادا عمر! منگهه وٽڻ نه آءُ، ڪر ڪٺڪ مارن تي،
ڳڏ ڪري هٿ لاءِ.
[ 1821 ]
جي مان **نالو** هجان ها، ته **ذات ڪڙمڪي** ڪريان ها.
نالو= جيسي> جيس. ذات= سينا. ڪڙمڪي= تنگي.
جي مان جيس هجان ها، ته سينا تنگي ڪريان ها.
[ 1822 ]
**تڙجي** نه ڪر ميان سومرا، **تڙجي** چڱي نان،
**تڙجي** ڪر انهن سان، جي **جر جون** هجن.
تَڙجي= ڏند پيهه. جر جون= واهيون> بيواهيون.
ڏند پيهه نه ڪر ميان سومرا، ڏند پيهه چڱي نان،
ڏند پيهه ڪر انهن سان، جي بيواهيون هجن.

[ 1824 ]

**نالو** جي ميان سومرا، **نالو** مون کي ني.

نالو= سڪندر> سِڪ + اندر. نالو= ساٿي> سا +ٿي.

سڪ اندر جي سومرا، سا ٿي مون کي ني.

[ 1824 ]

**گهوڙي جن** جهلياس، نہ تہ **وڪر** هوند وياس!

گهوڙي جو= بند. وڪر= ساٿر> ٿر.

بندن جهلياس، نہ تہ ٿر هوند وياس!

[ 1825 ]

**ڪاٺن** تي چڙهي، **وڪر** ڏيان مارن کي.

ڪاٺ جن= رحلن> رلين. وڪر= ڪتيلو> ڪتي لوئي.

رلين تي ويهي، ڪتي، لوئي ڏيان مارن کي.

[ 1826 ]

**نارنانءَ** آهن، وجي **جيت** ڏسنديس.

نارنانءَ= اُميدان> اُميدون. جيت= پوپٽ>

پوءِ + پٽ.

اُميدون آهن، وجي پوءِ پٽ ڏسنديس.

[ 1827 ]

**پوڪ** ۽ **پاٽيءَ جا**، هئا مارئيءَ کي من ۾.

پوڪ جا= چونرا> چورا. پاٽي جا= ڪونرا> ڪورا.

چورا ۽ ڪورا، هئا مارئيءَ کي من ۾.

مارئيءَ جي عمر کان موڪل گهرڻ

[ 1828 ]

**نرنانءَ نرنانءَ نرنانءَ**، اسان منجهہ ناهي،
موڪل ڏي ميان عمر، تہ پنهنجن ۾ وڃي **مِرون** ٿيان.

نرنانءَ= ڪِلو> ڪلڻ. نرنانءَ= ڪوڏڻ> ڪڌڻ.

نرنانءَ= حسن> هسڻ. مِرون= تازي (ڪتو).

ڪَلڻ ڪُڌڻ، هسڻ، اسان منجهہ ناهي،
موڪَل ڏي ميان عمر، تہ پنهنجن ۾ وڃي تازي ٿيان.

[ 1829 ]

**نالو** ڪر ميان سومرا، جو **نالو** آهي **زحمت** ۾.

نالو= احسان. نالو= بيگنہ> بي +گناهہ. زحمت= قئي> قيد.

احسان ڪر ميان سومرا، جو بيگناهہ آهيان قيد ۾.

[ 1830 ]

**نالي** موڪل ڏي، نہ تہ **وڪر** ڪائيدنيس سومرا!

نالو= پٺوري> پٺي + ٺوري. وڪر= گوري.

پٺي ٺوري موڪل ڏي، نہ تہ گوري ڪائيندنيس سومرا!

[ 1831 ]

**عضوو** ۾ **پنهنجي** ڏي ميان سومرا، **مال جي** پوان نہ اُن سين.

عضوو= مُنهن> مو. پنهنجي= ڪَل. مال جي= ماڪِڙي> مان +ڪَڙي.

موڪل ڏي ميان سومرا، مان ڪڙي پوان نہ اُن سين.

[ 1832 ]

**لوهہ جا** پوئي ميان سومرا! **ڪاڃ جن** موڪل ڏي.

لوهہ جي= ڪوڏر> ڪو +ڏر. ڪاڃ= پَتُ.

ڪوڏر پوئي ميان سومرا! (ڪنهن) پَتِ موڪل ڏي.

[ 1833 ]

**نارنانءَ** سان **حاڪم جو** نہ ڪر، ڇڏ تہ وڃي **مال شهر جا** ڪري.

نارنانءَ= نماڻي. حاڪم جو= ناحق. مال جا= ڇيلا. شهر جا= چارا> چاري.

نماڻيءَ سان ناحق نہ ڪر، ڇڏ تہ وڃي ڇيلا چاري.

[ 1834 ]

**نالو** ڏي تہ **ولايت** وڃان، نہ تہ **وڪر** مُنج مير.

نالو= جعفر> جان +ڦَرَ. ولايت= چارڻ. وڪر= ساٽر> سا +ٽر.

جان ڦَر ڏي تہ چارڻ وڃان، نہ تہ سا ٽَرُ مُنج مير.

[ 1835 ]

**نالُو** تي موڪل ڏي، تہ **ڪپڙي جي** ڪندين.

نالو= راضي. ڪپڙي جي= سوَڙ> سوَ+وَڙَ.

راضيَ تي موڪل ڏي، تہ سوَ وڙ ڪندين.

[ 1836 ]

**نرنالي** مليرِ ۾، تہ **وڪرِ راڳ** ڪري مارئي.

نر نالو= واريو> واري. نالو= موتيو> موتائي.

وڪر= ڳوڻ> ڳڻ. راڳ= ڳائڻ.

واري موتاءِ مليرِ ۾، تہ ڳڻ ڳائي مارئي.

[ 1837 ]

**نالو** تي موڪل ڏي، تہ **عضوي** آءُ وڃان.

نالو= راضي. عضوو= تن> وطن.

راضي تي موڪل ڏي، تہ وطن آءُ وڃان.

[ 1838 ]

**جَرَ جي** موڪل ڏي، تہ **نالو** ڏسي **نرنانءُ** تيان.

جَرَ جي= ڪَرَ. نالو= وطن. نرنانءُ= راضي.

هيڪر موڪل ڏي، تہ وطن ڏسي راضي تيان.

[ 1839 ]

**شهرئون** پوئي ميان سومرا! ڪا **شهرئون** موڪل ڏي،

**شهرئون** چوانءِ تي، وڃان ادا! **شهرن** ڏي.

شهر = دلي.

دليئون پوئي ميان سومرا! ڪا دليئون موڪل ڏي،

دليئون چوانءِ تي، وڃان ادا! دلين ڏيَ.

[ 1840 ]

آءُ هڏ **گهوڙي جي**، مون کي ڪنهن **نالي** موڪل ڏي.

گهوڙي جي= اَڙي. نالو= پتورو> بہ + تورو.

آءُ هڏ اَڙي(قاتي)، مون کي ڪنهن بہ توري موڪل ڏي.

[ 1841 ]

**ڪپڙ جي** آندوءِ، عمر سومرا! **ڳهہ** تي موڪل ڏي.

ڪپڙ جي= پانڌٽي. ڳهہ= مُرڪي.

پانهن ڌوٽي آندوءِ، عمر سومرا! مُرڪي موڪل ڏي.

[ 1842 ]

**سُتَ جونَ** ساريمر سومرا! مون کي **ڳهہ جي** موڪل ڏي.

ستَ جون= ڏهيون> ڏيهہ. ڳهہ= مُرڪي.

ڏيهہ ساريمر سومرا! مون کي مُرڪي موڪل ڏي.

[ 1843 ]

**نالي** آندي مارئي، **نالا** موڪل ڏي تہ **نالي** وجي مارئي.

نالو= پرور> پرائي +وَرُ. نالو= سرور. نالو=

انور> انهي + ور.

پرائي وَر آندي مارئي، سرور موڪل ڏي، تہ انهيءَ

وَر وجي مارئي.

[ 1844 ]

ميان عمر! آءُ **لوهہ جي** آهيان، مون کي **پوک ڪاريگر**

**جي** ڏي، تہ آءُ **هندو پوک جا** ڏسان.

لوهہ جي= ڪُنڍي> اُڪنڊي. پوک جي= موڪَ.

ڪاريگر جي= ڪل. هندو= مهتا> ماتا.

پوک جا= پتا.

ميان عمر! آءُ اُڪنڊي آهيان، مون کي موڪل ڏي،

تہ آءُ ماتا پتا ڏسان.

[ 1845 ]

**لوهہ** پوئين تي سومرا، **رِڇ** جيئن موڪل ڏي.

لوهہ جي= سامَ. رِڇ= اُڪلي(اڪري)> او + ڪِلي.

سامَ پوئين تي سومرا، او ڪِلي موڪل ڏي.

[ 1846 ]

**وڻ جن** تي **ڪپڙي جو** رکيو، **ولايت** پوان تي سومرا!

موڪل ڏي تہ **پنهنجن** وجان.

وڻ جا= پيروُن> پيرن. ڪپڙي جو= هٿ.

ولايت= شام> سام. پنهنجا= مائٽ.

پيرن تي هٿ رکيو، سام پوان تي ميان سومرا!

موڪل ڏي تہ مائٽين وجان.

[ 1847 ]

چـڏ تــڙ ميــان ســومرا! ڏي **ڳهــر** مــاروئڙن.

تڙ= ڏنگو> ڏنگ. ڳهر= مانگهر> مان +گهر.

چـڏ ڏنـگ ميـان سـومرا! ڏي مـان گهـر مـاروئڙن.

[ 1848 ]

**نرنــانءَ!** کــر **نــار**، تـــ **ذاتيــون ذات** کـــي.

نرنانءَ= عمر. نار= آجي. ذات= مُلان> مِلان.

ذات= ماروئڙا.

عمـر! کـر آجـي، تـ مـلان مـاروئڙن کـي.

[ 1849 ]

**نرنـالي** آنڌئي مارئي، وجـي **ذاتيـن** کـي پهچـاءِ.

نرنالو= جيوڻ> جنهن + وڻ. ذات= تيوڻا>

تيوَڻ> تنهن + وڻ.

جنهـن وڻ آنڌئـي مـارئي، وجـي تنهـن وڻ پهچـاءِ.

[ 1850 ]

**عضـوي ليکـي جـا** ڏي ميان سـومرا! کـر **پـوک جـي**

**شــهر** تــي.

عضوو= رخ. ليکي جا= ست. پوک جي= پلاٽي.

شهر جي= پيٽي> پيڻ.

رخصـت ڏي ميـان سـومرا! کـر پلاٽـي پيـڻ تـي.

[ 1851 ]

**پکـي پکـيءَ** جـون ڳـالهڙيون، آچيـم **نرنـان** کـي،

**ريچ** ابـاٽي پـار جـا، هتـي نـ هونـدا سـي،

ميـان موکـل ڏي، تـ **وڻ** وجـي **گاهــ** ٿيـان.

پکي=زُرو> ذرو. پکي= پرو. نرنان= عمر.

ريچ= دلي> دليون. وڻ=گولاڙو. گاهه جو=گُل.

ذري پـري جـون ڳـالهڙيون، آچيـم عمـر کـي،

دليـون اباٽي پـار جـون، هتـي تـ هونديـون سـي،

ميـان موکـل ڏي، تـ گـولاڙي چڙهـي گـل چونديـان.

[ 1852 ]

سُٽ جا ساريم سومرا! مون کي ڳهہ جي موڪل ڏي.

سٽ جا= پاندا> پنهنجا. ڳهہ= مُرڪي.

پنهنجا ساريم سومرا! مون کي مُرڪي موڪل ڏي.

[ 1853 ]

مٿيءَ جا ساريم سومرا! مون کي ذاتئين نيئي پهچاءِ،

مان مال جي اوڏانهن وڃان، نارنان منهنجي ماءِ.

مٿيءَ جا= دلا. ذات جا= ڪيڙا> خيرا. مال جي=

سائي> سائين. نارنانءَ= جَتو> جتي> جت.

دلئون ساريم سومرا! مون کي خيرئون نيئي پهچاءِ،

مان سائين! اوڏانهن وڃان، جتي منهنجي ماءِ.

[ 1854 ]

نالو ساريم سومرا! نالو ناهي هتي،

ميان! موڪل ڏي، تہ نالو وڃي هُست ڪريان.

نالو= پيرو> پيرُون. نالو=ڪپڙ. نالو= عيدو> عيدون.

پيرون ساريم سومرا! ڪپڙ ناهي هتي،

ميان! موڪل ڏي، تہ عيدون وڃي هُت ڪريان.

[ 1855 ]

پکي آندءِ، سا ڪيئن پکين ۾ ويهي؟

نالو ڪر ڙي سومرا! هو وڃي فقير جو رسي.

پکي= چِڙي. پکي= هنجهہ. نالو= راضي.

فقير جو= سانگ.

چڙي آندءِ، سا ڪيئن هنجن ۾ ويهي؟

راضي تيءُ سومرا! هو وڃي سانگ رسي.

[ 1856 ]

مقامن جا آيَ مرَ سومرا! مال جا آءُ نہ ڪندياس،

نرنانءَ سجهي شهر ۾، اوڏانهن آءُ ويندياس.

مقامن جا= ڍپ. مال جا= سانگا. نرنانءَ= مارو.

شهر= ملير.

ڍپ آيَ مرَ سومرا! سانگا آءُ نہ ڪندياس،

مارو سجهي ملير ۾، اوڏانهن آءُ ويندياس.

[ 1857 ]

**نالئون** آنديئي سومرا، تيئن **وطن** پهچاءِ.

نالو= جيوڻ> جيئن + وٽئون. وطن= وندر.

جيئن وٽئون آنديئي سومرا، تيئن وندر پهچاءِ.

[ 1858 ]

ادا عمر! **پنهنجو** نہ وجهہ **ذات** ۾، **ڏي نارنالي** مون کي.

پنهنجو= جيءُ. ذات= جوکيا> جوکي. نار نالي=
اميرزادي> آزادي.

ادا عمر! جيءُ نہ وجهہ جوکي ۾، ڏي آزادي مون کي.

[ 1859 ]

**ٻولي، پنهنجو** ڪر، آءُ **سُٺ عورت جي** آهيان.

ٻولي= ڇڏ. پنهنجو= شرم. سُٺ جي= سڳي.
عورت= ڀيڻ.

ڇڏ، شرم ڪر، آءُ سڳي ڀيڻ آهيان.

[ 1860 ]

**ڪک پوک جي** سومرا، **ڪپڙي جي** اباڻن.

ڪک= مُڃَ> مَڃ. پوک جي= ميڙ.
ڪپڙي جي= جامڪي> جا + مُڪي.

مَڃ ميڙ سومرا! جا مُڪي اباڻن.

[ 1861 ]

**رڃن** ڪان رکي وئي، **وارن** سان ماري،
پوءِ ڏاتر ڏيکاري، **مال** اباڻي پار جا.

رڃ= ڏوها> ڏوهن. وار= ڪلمون. مال=
ڪنوات> ڪا واٽ.

ڏوهن ڪان رکي وئي، ڪلمن سان ماري،
پوءِ ڏاتر ڏيکاري، ڪا واٽ اباڻي پار جي.

مارئيءَ جو ملير ڏانهن موٽڻ

[ 1862 ]

**ڪاٿي** تيءُ نہ مارئي، تي **ڪاڇ جي** عمر سان.

ڪاني= مُنهن رکي. ڪاڄ جي= مَهي.

مُـــنهن رکــي نــ مــارئي، تــي سـامهون عمــر ســان.

[ 1863 ]

**پنهنجـــا ۽ پنهنجيــــون، پنهنجـــا** اتئــي مـــارئي!

پنهنجا= جهڄڻ. پنهنجون= جِهوريون.

پنهنجا= مَرڪ.

جهــــڄڻ ۽ جهوريـــون، مــَــرڪ اتئـــي مـــارئي!

مارئيءَ کي دلداري ۽ اُميد

[ 1864 ]

**نــالي** رو نــ مــارئي! توکــي **نرنـــان** ڪــري نينــدا.

نالي= ڪپيو> ڪپ. نرنانءَ= نواز.

ڪـــپ رو نــ مـــارئي! توکـــي نـــوازي نينـــدا.

[ 1865 ]

**مٹڪـــو** ڪــري نــ مـــارئي، سَــا **عـــورت** ڪيئـــن؟

مٹڪو= ياقوت> قوت. عورت= جيئندي.

جَـا قــوت ڪــري نــ مــارئي، ســا جيئنــدي ڪيئـــن؟

[ 1866 ]

**ڪــاڄ** نــ ڪــاڏو مــارئي، ســا **ڪـــاڄ** ڪنــدي ويئـــي.

ڪاڄ= ماني. ڪاڄ= لولاٖ> الوالا.

مــاني ڪــاڏي نــ مــارئي، ســا آلــو آلا ڪنــدي ويئـــي.

[ 1867 ]

**پوڪ جي** ڪٹي، **ڪاريـــگر جي** هٹي، **نرنـان** مـون کي

**رانــد جــو** ڏنـــو.

پوڪ جي= چانهين. ڪاريگر جي= چَتي.

نرنانءَ= ڪيت. راند جو= پتو.

چانهين ڪٹي، چَــتي هٹي، ڪيت مـون کي پَـتُــو ڏنـو.

[ 1868 ]

**عـــورت جـــو** هــو مــارن کــي کـــو **مـــال جـــو**.

عورت جو= لکيو. مال جو= ٽِڪو.

لـــِڪيو هــو مــارن کــي (هـــيءَ) کـــو ٽـــِـڪو.

[ 1869 ]

**ذات** هيس سومرا! **نالي** نہ آٽين ها.

ذات= ماچي> مان + اَچي. نالو= جيتو> جي + تون.

مان اَچي هيس سومرا! جي تون نہ آٽين ها.

[ 1870 ]

**پکيءَ جو** نہ ڪٽين ها، تہ ڇو **عيبدار** تيان ها!

پکيءَ جو= ڪنپ> ڪنيي. عيب جي= ڪاٽياري.

ڪنيي نہ ڪٽين ها، تہ ڇو ڪاٽياري تيان ها!

[ 1871 ]

**ڪپڙو** تہ ڪيئي، **جتيءَ جي** تہ ڪر.

ڪپڙو= ڪارو. جتيءَ جي= رَءُ (متي) روءِ.

ڪارو تہ ڪيئي، هلي روءِ تہ ڪر.

[ 1872 ]

اڳي منجهہ ملير **ڪاني** هئي ڪان،

هاڻي منجهہ ملير، گهمان تہ **گاهہ** تئي.

ڪاني= جهل. گاهہ= سييءُ.

اڳي منجهہ ملير جَهَل هئي ڪان،

هاڻي منجهہ ملير، گهمان تہ سيءُ (ڊپ) تئي.

[ 1873 ]

آءُ **نالا**، وٺ **نالا**، تہ مان **وڪر** تي پوان.

نالو=ڪيت. نالو= اسحاق> ساڪ. وڪر=

سرهي جيري> سرهي.

آءُ ڪيت، وٺ ساڪ، تہ مان سَرهي تي پوان.

[ 1874 ]

عمر **شهر** ڪانہ، وئي **شهر** سان مارئي.

شهر= جوهي. شهر= عَمان> اَمانَ.

عمر جو هي ڪانہ، وئي اَمانَ سان مارئي.

باب يارهون

# سُر ائٽيون ڳجهارتون: مومل راڻو

سامِيءَ جو مومل کان ڏند وٺڻ

[ 1875 ]

**عضوو** سامِيءَ من ۾، بيٺو **ڪاني** پسي.

عضوو= ڪوپري> ڪوپرو. ڪانيءَ جي= ڏوئي> اوڏوئي.

ڪو پَرو سامِيءَ من ۾، بيٺو اوڏوئي پسي.

[ 1876 ]

**چم جو فقير** من ۾، اڇيو **ڪاٺ** پِني.

چم جو=ڪوس> ڪو + شَڪ. فقير= سامي.

ڪاٺ= در> اندر.

ڪو شڪ سامِيءَ من ۾، اڇِيو اندر پِني.

[ 1877 ]

**نالو** ڪٽي ويو **عضوي جو**، توکي **نالو** پيو بہ گهٽو،

پلاڙي **نر نالا!** تو **پنهنجو** وڃايو **نالي** تي.

نالو= فقيرو> فقير. عضوو= ڏند. نالو= ڏنو> ڏن.

نر نالو= راجا نند. پنهنجو= ڌرم. نالو= ڏنو> ڏن.

فقير ڪٽي ويو ڏند، توکي ڏن پيو بہ گهٽو،

پلاڙي راجا نند! تو ڌرم وڃايو ڏن تي.

مومل جو ڪاڪ محل اڏائڻ

[ 1878 ]

**شوم جي تنگي، جيت آزار** تي آڏيا.

شوم جي= نندب> نند(راجا). تنگي= لَڙڪي.

جيت= محلو> محلا. آزار = ڪڪ> ڪاڪ.

راجا نند جي لڙڪي، محلا ڪاڪ تي آڏيا.

[ 1879 ]

**ڏينهن جي گلن جا، مال جا ڪاٺ** متي.

ڏينهن جو= صبوح. گل= سناسي. مال جا= دونهان.

ڪاٺ= در> درن.

صبوح سناسين جا، دونُهان دَرن متي.

[ 1880 ]

**پنڊ ذات** جا **پڌرا**، جتي **پوڪ پڪيءَ** جا پُونِ،
هن ٻه **نالا** ڪوڙيا، بيٺا **نالا** رونِ،
جي **عورت عضوي** پُونِ، تن جو **نرنان** ئي نہ ٿئي.

پنڊ= ڳام. ذات= ڳُجر. پوڪ= لڙي> لڙيو.
پڪي= باشو> باشا. نالو=ڪيمو> ڪيما. نالو=راوت.
عورت= مومل. عضوو= مُنهن. نرنان= مونڻ.

ڳام ڳجر جا پڌرا، جتي لڙيو باشا پُونِ،
هن ٻه ڪيما ڪوڙيا، بيٺا راوت رونِ،
جي مومل جي منهن پُونِ، تن جو مونڻ ئي نہ ٿئي.

[ 1881 ]

**نارنانءَ** جي **ٻولي** ٻڌي، **ذات نالا**،
**مٿيءَ جو** ڏيئي، **ذات ڳاهہ** تي ويا.

نارنانءَ= مومل. ٻولي= هاڪ. ذات= سورهيہ.
نالو= سلطان. مٿيءَ جي= سر. ذات= مري.
ڳاهہ= مُڄ.

مومل هاڪ ٻڌي، ڪئين سورهيہ سلطان،
سر ڏيئي، مري مُڄ تي ويا.

[ 1882 ]

**نرنانءَ ٻولي، نرنانءَ ذات** ٿيا ڪين،
**نارنانءَ** تي **نالي ذات** تي ويا.

نرنانءَ= عاشق. ٻولي= آيا. نرنانءَ= داناءَ. ذات=
دهليا. نارنانءَ= مومل. نالو= مست. ذات= مري.

عاشق آيا، داناءَ دهليائي ڪين،
مومل تي مست تي مري ويا.

[ 1883 ]

هن ڪئين **مال جا ونڻ** ڪري، **جر وڪر** جا ڪيا.

مال جا= نر. ونڻ جي= نمائي. جَرَ جو= نِڪُونج.
وڪر جي= ناس.

هن ڪئين نَرَ نمائي، نڪونج ۾ ناس ڪيا.

[ 1884 ]

**رانديون ۾ رانديون، جر جون هيون شهر تي.**

راند(جا) = منڊل. راند(جا) = مشاهدا. جر جي= ڪوڏي> ڪو +ڏينهن. شهر= ڪاڪ.

منڊل ۾ مشاهدا، ڪي ڏينهن هئا ڪاڪ تي.

[ 1885 ]

**نارنانءَ پنهنجي شهر جيءَ تي ذات جر جو ڪٺايو،**
**جنهن تي هرڪو ٻولي عضوو تي ويو.**

نارنان= مومل. شهر جي= ماڙي. ذات= خوني. جر جو= ڪوهه. ٻولي= هئي. عضوو= ران.

مومل پنهنجي ماڙيءَ تي خوني ڪوهه ڪٺايو، جنهن تي هرڪو حيران تي ويو.

راڻي ۾ سندس يارن جو ساميءَ سان ملڻ

[ 1886 ]

**شهر ئون نرنانءَ نڪتو، ڏڻ جون ڏنائين،**
**باب اڪر تي چوڙي چڏيائين،**
**اَن پَٽَ راند جا، وجي چِنا پچيائين.**

شهر= ڏُر. نرنان= مينڊرو. ڏڻ جون= روجهون. باب اڪر= بر، بي، بان> بَرَ بيابان. اَن جا= ڪَرا. پَٽ جا= پارَ. راند جا= مل> مومل.

ڏُرئون مينڊرو نڪتو، وجي روجهون ڏنائين،
بَرَ بيابان ۾ چوڙي چڏيائين،
ڪرا پار مومل جا، وجي چڻا پچيائين.

[ 1887 ]

**ولايت ئون آيو نرنانءَ، جنهن اچي مُئي ڪپڙ جا ڏنا.**

ولايت= ڪاف. نرنانءَ= ڪاپڙي. مُئي(جا) = پار. ڪپڙ جا= چِنا.

ڪافئون آيو ڪاپڙي، جنهن اچي پار چڻا ڏنا.

[ 1888 ]

**آءَ نـــالا! شـــهر ئـــون اڇـــي ڏي ذات ســـندن.**

نالو= سامي. شهر= ڪاڪ. ذات جا= ڏيپار>
ڏي +پار.

آءُ ســـامي! ڪـــاڪئون اڇـــي ڏي پـــار ســـندن.

[ 1889 ]

**ذات تـــــــو، ذات مـــــــون.**

ذات جا= جيپر> جي پار. ذات جا= ڏيپار>
ڏي + پار.

جـــي پـــار تـــو (ڏٺـــا)، ڏي پـــار مـــون.

[ 1890 ]

**جــو نـــالو ڏٺــو مــون، اهــو نـــالو ڏســين تــون،**

**تـــ نـــالو وجئـــي وســـري، نـــالو ٿئيـــن تـــون.**

نالو= رنگ. نالو= روپ. نالو= بادشاهه> بادشاهي.
نالو= فقير.

جــو رنــگ ڏٺــو مــون، اهــو روپ ڏســين تــون،

تـــ بادشـــاهي وجئـــي وســـري، فقيـــر ٿئيـــن تـــون.

[ 1891 ]

**چئـــي: پڪيـــن ڪـــان وڌ پريـــن، نـــالا نـــام ســـنڌانِ.**

پڪي= وڃلو> وڃن. نالو= پنيو. نام= پرُو> پـرُون.

چئـــي: وڃـــن ڪـــان وڌ پريـــن، پنيـــا پـــرُون ســـندانِ.

[ 1892 ]

**گاهه ويهاريو ڪاٺ تي، ذاتيون سـُـت جون ڪن،**

**نارنـانءَ سـُـڄي هڪڙي، جنهن جو عـورت نام چون،**

**ليڪو نـ لڳن نرنانءَ جـو، مـُرض نـ هـو عضـون،**

**تـن جي چيري تي، هت آن ڪير جـي ڪئي مـرن.**

گاهه= ســڻ> سيڻ. ڪاٺ= صندلي> صندلين.
ذات= رانوڙ. سٽ جي= رانءِ> رانيا. نارنانءَ=
عورت. عورت= مومل. ليڪو= انگ. نرنانءَ=

ٻالڪو. مرض=ٿوٿر.عضوو=ٿڻ> ٿڻن.ڇيري جو=
اُهاءَ. اَن= ڇٽا> ڇِنا. ڪيرجي= ٿر. مرون= روجهن.

سيڻ ويهاريو صندلين تي، رانيا رانوڙين،
عورت سُڄي هڪڙي، جنهن مومل نام چون،
انگ نه لڳن ٻالڪو، ٿوٿر هئي نه ٿڻن،
تن جي اُهاءَ تي، هُت تر ڇِنا روجهن.

راڻي جو ڪاڪ تي اچڻ ۽ مومل ماڻڻ

[ 1893 ]

**اُتيئي نالا، جتي اَن ڪپڙي جا.**

نالو= آيو> آيا. ان جا= ساٿ. ڪپڙو=
گَوَن> گَنوَن.

اُتيئي آيا، جتي ساٿ گِنوَن.

[ 1894 ]

**وڻ جا تا پون، پکي جا شهر متي.**

وڻ جا= پَلڙا> پڙلاءَ. پکي= ڪونج> ڪونجن.
شهر= ڪاڪ.

پڙلاءَ تا پون ڪونجن، جا ڪاڪ متي.

[ 1895 ]

**سو اُپ جو چڙهيو، شهر من ڪري،**
**اڳيان گڏيس پاٽي وارو، تنهن ڪان تو راند پڇي.**

اُپ جو= ڍِهو> ڍو. شهر= ڪاڪ. پاٽي واري=
تڙ> ناتر. راند= ملهه> مومل.

سو ڍو چڙهيو، ڪاڪ من ڪري،
اڳيان گڏيس ناتر، تنهن ڪان تو مومل پڇي.

[ 1896 ]

**ڪامڻ تي پوڪ جا ڪيا، متي نرنالن.**

ڪامڻ= ناتر. پوڪ جا= ڪرا> نخرا. نر نالو=
ملوڪ> ملوڪن.

ناتر نخرا ڪيا، متي ملوڪن.

[ 1897 ]

**نارنـــان اک جـــا** کٽـــي، ويئـــي **نارنـــان** وٽ،
تــو بــہ گهٽــا **مچـــيءَ جـــا**، هـــو هٽنـــدءِ **پـــوک** ۾،
**نرنـــان** نينـــدءِ شـــهر، کيـــن ڇـــڏيندءِ **تـــڙ** تـــي.

اک جا= ناز. نارنان= ناتر. نارنان= مومل.
مچيءَ جا= گهائو>گهايا. پوک= پٽ(پٽ تي
ويئي= ڪانہ تي). نرنان= ڍولو. شهر= ڍٽ.
تڙ= ڪاڪ.

نـــاتر نـــاز کٽـــي، ويئـــي مومـــل وٽ،
تـــو بـــہ گهٽـــا تـــي گهايـــا، پـــر هـــو هٽنـــدءِ پـــٽ،
ڍولـــو نينـــدءِ ڍٽ، کيـــن ڇـــڏيندءِ ڪـــاڪ تـــي.

[ 1898 ]

**نـــالا نـــانءُ** نـــہ رهيـــا، هـــي ســـپ **نـــالا** تنهنجـــا اُتئـــي.

نالو= مومل. نانءُ= ملگزار. نالو= طالب.

مومـل! ملـگزار نـہ رهيـا، هي سـپ طـالب تنهنجـا اتئـي.

[ 1899 ]

پونديئـــن **زميـــن** ۾، جـــو **اَن جـــو** آهـــي ڏيهـــن کـــي.

زمين(جي) = غار. اَن جو= ڏوڏو> ڏُڏو.

پونديئـــن غـــار ۾، جـــو تـــو ڏڏو آهـــي ڏيهـــن کـــي.

[ 1900 ]

**هـــٿ جـــون** حـــاڪمن کـــي، **کـــامڻ لوهـــہ جـــون**.

هٿ جو= هٿڻ> هنيون. ڪامڻ= مومل. لوهہ
جون= مهميزون.

هنيـــــون حـــــاڪمن کـــــي، مومـــــل مهميـــــزون.

[ 1901 ]

**اڏ مـــرض پنهنجـــيءَ** وڄ، **ســـودي جـــي ذات** آهيـــن.

اڏ مرض= ڏيِ. پنهنجي= سمجهہ> سمجهي.
سودي جي= باقي. ذات= هَڪڙا> هِڪڙو.

اي ڏيَ! سمجهـــــي وڄ، بـــــاقي هڪـــــڙو آهيـــــن.

[ 1902 ]

**نرناڻءَ** پنهنجي **پوڪ لاءِ، دانهون** **ڪندي ويو.**

نرناڻ= سوڍو. پوڪ= سنگت. دانهون= پار> پارت.

سوڍو پنهنجي سنگت لاءِ، پارت ڪندي ويو.

[ 1903 ]

**نرنان وڪر جي** هنئي، تڏهن **پڪين تي جرجا ڪيا.**

نرنان= سوڍو. وڪر= سوپاري. پڪي= ڪانوَ> ڪاوَنِ. جر جا= ڪڙڪا.

سوڍي سوپاري هنئي، تڏهن ڪاوَنِ تي ڪڙڪا ڪيا.

[ 1904 ]

يارو! ڏسو **ذات** بڻي، **ڪاٺيءَ جي** هٽي وجي **نرناڻءَ** ٿيو.

ذات= بازيگر> بازي. ڪاٺيءَ جي= سوپاري.

نارناڻءَ= پار پيو.

يارو! ڏسو بازي بڻي، سوپاري هٽي وجي پار پيو.

[ 1905 ]

**ڪاٺ** لڳو ڙي جيڏيون! **شهر** تہ منهنجي ڪي.

ڪاٺ جو= ڏونڪو. شهر= پير.

ڏونڪو لڳو ڙي جيڏيون! پير تہ منهنجيءَ ڪي.

[ 1906 ]

اتي **عورت** جاڳ، **وڻن** ڪي **ڪپڙا** لڳا.

عورت= ناتر. وڻ= مور> مورن. ڪپڙا= گجَ> گزَ.

اتي ناتر جاڳ، مورَن ڪي گز لڳا.

[ 1907 ]

**نارنان پوڪ واپار جي تي، نرناڻءَ پار ڪاٺ جو.**

نارنان= مومل. پوڪ جي= نسري. واپار جو= نروار.

نرناڻءَ= راڻو. پار جو= ڪريب. ڪاٺ جو= پڳو.

مومل نسري نروار تي، راڻي ڪريب پڳو.

[ 1908 ]

ميڏرو **ڪامڻ ۾ ڪاچ جي** هو، پر **نرنالي** ويو.

ڪامڻ= چيني> چٽني. ڪاچ جي= لاس. نرنالو=
جيتُو> جِيتي.

مينڏرو چٽني ۾ لاس هو، پر جِيتي ويو.

[ 1909 ]

**نارنان ذات** هئي، جو **ڪڙمڪي** سان **ڪپڙ شهر جو،**
**علم** سان **قرض جو** ڏيندي هئي پر **نانءُ نالو** ڪيو.

نارنان= مومل.ذات=مشتاق.ڪڙمڪي= ڪاريگري
ڪپڙ جو= ڪوٽ. شهر جو= اڏيو. علم= جادو.
قرض جو= دوڪو. نرنان= راڻو. نالو= فتح.

مومل مشتاق هئي، جنهن ڪاريگريءَ سان ڪوٽ اڏايو،
جادو ڪري دوڪو ڏيندي هئي، پر راڻي فتح ڪئي.

[ 1910 ]

مومل بہ **ڪاني، ڪاچ جو** ڪيئي مينڏرا!

ڪاني= هاڪي> هاءِ + ڪئي. ڪاچ= نشاستو>
ناس + تو.

مومل بہ هاءِ ڪئي، پر ناس تو ڪئي مينڏرا!

[ 1911 ]

مومل وڏي **ذات** هئي، تو **جهڙ جي** مينڏرا.

ذات= بازيگر. جهڙ جي= نَوائي.

مومل وڏي بازيگر هئي، تو نوائي مينڏرا.

[ 1912 ]

مومل تہ **ڪاٺ جي، جهڙ جي** مينڏري.

ڪاٺ جي= گهڙامنجي> گهٽا + جِيءَ. جهُڙ جي= نِوائي.

مومل تہ گهٽا جيءَ (گنوايا)، پر نِوائي مينڏري.

[ 1913 ]

مومل تہ **ذات** هئي، تو **مچيءَ جي** راڻا!

ذات= سولنگي> سوُرنگيَ. مچيءَ جي= مُٺ
(ہِ مچيون)> مُني.

مومل تہ سوُرنگي هئي، (پر) تو مُني راڻا!

[ 1914 ]

مومل وڏي ذات هئي، پر زحمت ماري مينڌرا!

ذات= سوچي> سچيت. زحمت= موهيڙا> موهي.

مومل وڏي سچيت هئي، پر (تو) موهي مينڌرا!

[ 1915 ]

تو آزار ڙي مينڌرا! نہ تہ مومل تہ ڪا ذات هئي.

آزار= موهيڙو> موهي + ڙي. ذات= رنگ>
سَت رنگي.

تو موهي ڙي مينڌرا! نہ تہ مومل تہ ڪا ست رنگي هئي.

[ 1916 ]

مومل ڪنهن نہ ذات، تو گھوڙي جي مينڌرا!

ذات= نائي. گھوڙي جي= ڪيري.

مومل ڪنهن نہ نائي، تو ڪيري مينڌرا!

[ 1917 ]

تو مچي جي مينڌرا! مومل وڏي ذات هئي.

مچيءَ جي= ماڻڪي> ماڻي. ذات= وينجھر> وينجھار.

تو ماڻي مينڌرا! مومل وڏي وينجھار هئي.

[ 1918 ]

مومل تہ ڪپڙ جا، پر تو مچيءَ جي مينڌرا!

ڪپڙ جا= سٽڪا ۽ ڪوڙ> سٽيو ڪوڙ. مچيءَ جي=
مياڻي> ماڻي.

مومل تہ سٽيو ڪوڙ ڪيا، تو ماڻي مينڌرا!

[ 1919 ]

نارنان رچ ڪيو، تڏهن مچيءَ جي ڪئي هئي نرنانءُ.

نارنان= مومل. رچ= نانٽ> ناٽ. مچيءَ جي=
ماڻي (ماپ، تور) نرنانءُ= مينڌرو.

مومل ناٽ ڪيو، تڏهن ماڻي هئي مينڌري.

[ 1920 ]

تو حاڪيماٽي مينڌرا! ذات بہ مومل ڪي.

حاڪيماٽي= لائي. ذات= لاڪا> لنؤ ڪا.

تو لائي ڙي مينڌرا! لنؤ ڪا مومل ڪي.

[ 1921 ]

**جڏهن نرنانءَ شهر ويو، ڏسي عورت کي نرنان ٿي پيو.**

نرنانءُ= راڻو. شهر= ڪاڪ. عورت= مومل نرنان= عاشق.

جڏهن راڻو ڪاڪ ويو، ڏسي مومل کي عاشق ٿي پيو.

[ 1922 ]

**عضوي عيب لڳو، مومل وجي ذات ڪئي.**

عضوو= نيڻ> نيٽين. عيب= نينهن. ذات= مضبوط.

نيٽين نينهن لڳو، مومل وجي مضبوط ٿي.

[ 1923 ]

**ڪانئي ڳاريا مون، پنڊ جو ني تو ڪيو.**

ڪانئي= گهڙامنجي> گهٽا + جيءَ. پنڊ جو= سڏو.

گهٽا جيءَ ڳاريا مون، سڏو ني تو ڪيو.

[ 1924 ]

**مرض ڙي من مينڌرا! نہ تہ ذاتيون ٻيون بہ گهٽيون.**

مرض= موهيڙو. ذات= جيها.

موهي ڙي من مينڌرا! نہ تہ تو جيها ٻيا بہ گهٽا.

مومل جو سومل کي پاڻ سان سمهارڻ

[ 1925 ]

**نارنالي پاري جو آءُ، تہ مال جو اڇي تو شهر ڏي؟**

نارنالو= ناتر. پاري جو= سيءُ> ڏسي. مال جو= ڪرهو. شهر= ڪاڪ.

ناتر! ڏسي آءُ، تہ ڪرهو اڇي تو ڪاڪ ڏي؟

[ 1926 ]

**ڪانئيءَ جي ڪٽڪار، مون نہ ٻڌي آزاري.**

ڪانئي= ڪرهل. آزاري= اوڪ> آ + ڪاڪ.

ڪَرهل جي ڪٽڪار، مون نہ ٻُڌي آ ڪاڪ ۾.

[ 1927 ]

**ڪيڙي جي نارنالي ڪاٺ تي، ذات جر جي شهر ۾.**

ڪيڙي جي= پڳ. نارنالي= رکي. ڪاٺ جو=

پايو. ذات= ڀهڻ> ڀيڻ. جر جي= سـتي. شهر=
قنبر> پر.
پـــڳ رکـــي پـــائي تـــي، ڀيـــڻ ســـُـتي پـــَـــر ۾.

[ 1928 ]

**ڪاٺ جي** ڇڏ **رانـد جـون، نرنـانءَ** کي **شـهر** ڀهچاءِ.

ڪاٺ جي= چانئٺ> چا اُٺ. راند جون= گوهيون.
نرنان= راڻو. شهر= ڪاڪ.

چـا اُٺ، چـڏ گوهيـــون، راڻـــي کـــي ڪـــاڪ پهچـــاءِ.

[ 1929 ]

**نرنـالا** پـُـٺَ **ڪـائيءَ جـا**، تيتـر **رانـد جـي** نـہ ڪـر،
جيتـــر **حاڪيمـــاڻي** ڪيـــان.

نرنالو= گورو> گونرو. ڪائيءَ جي= چانئٺ>
اُٺ. راند جي= گوهي. حاڪيماڻي= سواري.

گونـرا پـــُـٺ اُٺ جـا، تيتـر گوهـي نـہ ڪـر، جيتـر مـان
سـواري ڪيـان.

[ 1930 ]

اي **نرنـالا**! تـون **ڪـپڙي** سان **باهہ جي** ڇو نـہ ڪرين؟

نرنالو= توڏو. ڪپڙي جا= وڳا> وڳَ.
باهہ جي= چَري.

اي تـــوڏا! تـــون وڳـــن ســـان چـــري ڇونــــہ اَچيـــن؟

[ 1931 ]

**نرنـــالو** چڙهيــو **وهـــٽ** تـــي، ســو **نرنـــانءُ** ٿيـــو.

نرنالو= راڻو. وهٽ= توڏو. نرنان= ملوڪ.

راڻـــو چڙهيـــو تـــوڏي تـــي، ســـو بـــہ مـلـوڪ ٿيـــو.

[ 1932 ]

رکي **ڪـائي ولايـت** ۾، سـو تـہ **ٻولـي** ڪـري وئيـن.

ڪائي= ڪام. ولايت= ڪڇ. ٻوليءَ جو=
حرف> حرفي.

رکـي ڪـامَ ڪـڇ ۾، ســو تــہ حرفــي ڪـــري وئيـــن.

[ 1933 ]

**وهٽ جي** هٽي **ڪاٺ** تي، **نرنانءُ ولايت** ويو.

وهٽ جي= ڪام. ڪاٺ= ڪرهو. نرنانءُ= ڊوليو. ولايت= ڊٺ.

ڪام هٽي اُٺ تي، ڊوليو ڊٺ ويو.

[ 1934 ]

**پڪي پوڪ** ڪائي، **نرنانءُ** ويو **ڏيهہ** ڪي.

پڪي= ڪونج> ڪو +رنج. پوڪ جي= وَلِ. نرنانءُ= ڊولو. ڏيهہ= ڊٺ.

ڪو رنج ڪري وَل، ڊوليو ويو ڊٺ ڪي.

[ 1935 ]

راٺو تہ **وڏي ذات** هو. **مرض جي** ڪيئين ڪانہ، **ڪاٺ** تي پيو.

ذات= وينجهار. مرض= گردو. ڪاٺ= هلڪو.

راٺو تہ وڏو وينجهار هو، (وڏ) گُردو نہ ٿيو، هلڪو تي پيو.

[ 1936 ]

راٺو تہ **ذات** هو، پر **ڪاني** تي پيو.

ذات= وينجهر> وينجهار. ڪاني= ناڙي> اَناڙي.

راٺو تہ وينجهار هو، پر اَناڙي تي پيو.

[ 1937 ]

**جيت شهر** ۾ پيو، **نرنانءُ ولايت** ڪان ويو.

جيت= ڪَٽر. شهر=ڪاڪ. نرنانءُ=راٺو. ولايت= ريهاڻ> رهاڻ.

ڪٽر ڪاڪ ۾ پيو، راٺو رهاڻ ڪان ويو.

## صبح جو سجاڳ ٿيڻ تي

[ 1938 ]

**جر اَن جي** تي ويئي، **ٻوليءَ** کي **نرنانءُ** ٿئي ڪانہ.

جر جي= رات. اَن جي= وهائي> وهامي. ٻولي= جيءُ. نارنانءُ= جميعت.

رات وهامي ويئي، جيءَ کي جميعت ٿئي ڪانہ.

[ 1939 ]

**رات تہ راڳ هو، مِــرون ٻري بس ڪئي، اڄان تـي**
**پـوڪ جـي پچيـن!**

راڳ= سارنگ. مِرون= چراخ> چراغ> چراغن
(ڏيئن). پوڪ جي= ڍل> سوڍل.

رات تہ سارَنگ هو، چراغـن ٻرِي بس ڪئي، اڄان تـي
ســوڍل پچيــن!

[ 1940 ]

**رات پـي ذات تـي، مـرن پـي مـاٺ ڪئي، نـہ نـالي**
**پريــــن جيتيـــــن ڙي!**

ذات= لنگهي. مرون= چراخ> چراغن. نالو= آيو.
جيت= مهلو> محلين.

رات پـي لنگهـي، چراغـن بـہ ٻـري چـپ ڪئي، نـہ آيـو
پريــن محليـــن ڙي!

[ 1941 ]

**نـــــــالو تــــــہ نـــــــالو، نـــــــالو ڙي!**

نالو= موسو> مون + سُئو. نالو= راڻو. نالو=
وتايو> رات + آيو.

مـــــون ســـــُـــئو تـــــہ راڻـــــو رات آيــــو ڙي!

[ 1942 ]

**ٻُـڌ باهـہ جـي نـار، ڪـاٺ ڏيئـي ويـو عضـوي ۾.**

باهہ جي= سَڙي. نار= سومل. ڪاٺ جي= ڪامر.
عضوو= ڪڇ.

ٻـــُـڌ ســـڙي مومـــل! ڪـامرَ ڏيئـــي ويـــو ڪـــڇ ۾.

[ 1943 ]

**نارنـــان باهـــہ مـــان، نرنـــانءَ ٻـــار جـــو ڪيـــو،**
**پـــوءِ نارنـــان ســـان ذات جـــو تيوئـــي ڪيـــن.**

نارنانءَ= سومل. باهہ(جي) =سڙي. نرنانءَ= راڻو.
ٻار جو= رسايو. نارنان= مومل. ذات= پـرِيا.

سومل سڙِي راڻو رُسايو، پوءِ مومل سان پـرِييوئي ڪيـن.

[ 1944 ]

**ڪانئي** چڏي وٽ مون، **نرنانءُ شهر** چڙهي ويو.

ڪانئي= ڪام. نرنان= ڍوليو. شهر= ڍٽ.

ڪام چڏي وٽ مون، ڍوليو ڍٽ چڙهي ويو.

[ 1945 ]

يسَري **رڇ وڪر جا**، رات ٻه ٻاريا مون،

الله هن **اُپ** تي، نرنان آٽين تون.

رڇ= ڏيو. وڪر= تيل. اُپ(جي) =ڪٽَ(تارن جي) > ڪَٽُن. نرنان= راٽو.

يري ڏِيا تيل جا، رات ٻه ٻاريا مون،

الله! هِنن ڪٽن تي، راٽو آٽين تون.

[ 1946 ]

**نالو** چڏي مون ڪي، **شهر** چڏ نه تون،

**پنهنجي** هئي مون ڪي، **ڪُڙمڪي** ڪئي نه تو.

نالو= سيتل> سُتل. شهر= ڪاڪ. پنهنجي= ننڊ.

ڪُڙمڪي= جوڳ> جاڳ> جاڳايو.

سُتل چڏي مون ڪي، ڪاڪ چڏ نه تون،

ننڊ هئي مون ڪي، جاڳايو نه تو.

سومل جو مومل کي طعنو

[ 1947 ]

**نار**! ويئي **نرنانءُ**، جنهن تي **مال جو** هو.

نار= مومل. نرنان= راٽو. مال= هيج.

مومل! وِيئي راٽو، جنهن تي (تنهنجو) هيج هو.

[ 1948 ]

**جيت** پيو **شهر** ۾، ته **نرنانءُ** نه آيو.

جيت= ڪڪر> ڪُوڪرو. شهر= ڪاڪ. نرنانءُ = راٽو.

ڪُوڪرو پيو ڪاڪ ۾، ته راٽو نه آيو.

مومل جو راڻي ڏي قاصد موڪلڻ

[ 1949 ]

**نرناڻ** جي **حاڪماڻي** ڪي، **ليڪي** ڏينهن ٿيو.

نرناڻ= راڻو. حاڪماڻي= رهاڻ. ليڪي جو= چوٿو> چوٿون.

راڻي جي رهاڻ ڪي، چوٿون ڏينهن ٿيو.

[ 1950 ]

**سٽ جا** وڏا هئم **نرنالا** تنهنجي **نار** ڪي.

سُٽَ جا= واجهہ. نر نالو= راڻو. نار= رهاڻ.

واجهہ وڏا هئم راڻا! تنهنجيءَ رهاڻ ڪي.

[ 1951 ]

**ذات** هئاسين جڏهن، **شهر** پئي وُنو تڏهن،

انهي **نرنالي** ڪوُن **ڪکن جا** پلا، اها **نار نالي** ٿيندي ڪڏهن؟

ذات= ڪانڌڙا> هيڪاندا. شهر= ڪاڪ. نرنالو= جيوڻ. ڪکن جا= مُوئا. نار نَالو= ريهاڻ.

هيڪاندا هئاسين جڏهن، ڪاڪ پئي وُنو تڏهن،

انهيءَ جيئڻ ڪوُن مئا پلا، اها رهاڻ ٿيندي ڪڏهن؟

[ 1952 ]

اڳي هن **شهر** ۾، **پکي مال جي** ڪندا هئا،

هاڻي منهنجي **شهرن** ۾، **جيت پولي** ناهي.

شهر(جو) = محلات. پکي= طوطو. مال جي= تنوار. شهر(جو) = ڪوٽ> ڪوٽن. جيت= پنؤر. پولي= پُٽڪو.

اڳي هن محلات ۾، طوطا تنواريندا هئا،

هاڻي منهنجي ڪوٽن ۾، پنؤرن پٽڪو ناهي.

[ 1953 ]

**نالو** رکي وئين مينڌرا، **نالا** ڪيا ٿي تو،

**نالي** اچين تو ڪينڪي، **عورت** مون نہ اچي.

نالو= محبت. نالو= احسان. نالو= موتو> موتي.

عورت= جميعت.

محبت رکي وئين مينڌرا، احسان کيا تي تو،

موتي اچين تو ڪينڪي، جميعت مون نہ اچي.

[ 1954 ]

**وڻ نالي جي** تو نہ ڪئي، **ڪپڙي جي** ڪري وئين.

وڻ جي= رس. نالو= محبت. ڪپڙي جي= چِني.

رس محبت تو نہ ڪئي، چني ڪري وئين.

[ 1955 ]

**ڪپڙي** رهان مينڌرا، تون **عورت گاهہ** لهيج.

ڪپڙو= پهراڻ> پئي + حيران. عورت= سگهڙ> سگهڙي. گاهہ= سَر> سارَ.

پئي حيران رهان مينڌرا، تون سگهڙي سار لهيج.

[ 1956 ]

جڏهن **نرنانءَ** هيو تہ **ذات ڙي**، نہ تہ مون **ڪکين** چڳي.

نرنان= راڻو. ذات= ڪاڪا> ڪاڪ. ڪکن جي= مُئي.

جڏهن راڻو هيو تہ ڪاڪ ڙي، نہ تہ مون(آءٌ) مُئي چڳي.

[ 1957 ]

**رچ** ڪيم رنگي، من راڻل **ذات** **ٹُئي**.

رچ= ڪُپڙا> ڪپڙا. رنگ=ڪارو> ڪارا.

ذات= اوڏ> اوڏو.

ڪپڙا ڪيم ڪارا، من راڻل اوڏو ٿئي.

[ 1958 ]

**ٻولي ڪپڙ جا، وکر تو.**

ٻولي= ويهہ> وهُ. ڪپڙ جا= وهاڻا. وکر= سوڍا.

وکر= سُئا> سَواءِ.

وهہ تيا وهاڻا، سوڍا! سواءِ تو.

[ 1959 ]

اي **نالا**، اي **نرنانءَ**، تو بِن **نالن نانءَ** ڦٽا ڪيا.

نالا= راڻا. نرنانءَ= سوڍا. نالن= باغن. نانءَ= گل.

اي راڻا اي سوڍا! تو بِن باغن گل ڦٽا ڪيا.

[ 1960 ]

**ٻار وارا!** هن **مرض** تي، **موت جا** ڏيئي وئين.

ٻار وارا= اوراڻا> او + راڻا. مرض= ڪاڪ.
موت جا= ڍَڪر.

او راڻا! هن ڪاڪ تي، ڍَڪر ڏيئي وئين.

[ 1961 ]

اڳي تہ **نالي** ايندو هئين، **نالي** ويندو هئين،
هاڻي تہ **نالي** اچين ڪونہ، توکي ڪنهن **نالي** جهليو آ.

نالو= پيروز> پيو روز. نالو= نظر. نالو=
ميهَن> مِنهَن.

اڳي تہ پيو روز ايندو هئين، روز ويندو هئين،
هاڻي تہ نظر اچين ڪونہ، توکي ڪنهن مِنهَن جهليو آ.

[ 1962 ]

اڳ تہ **اَن جي** ايندو هُون مينڌرا! هاڻي **نالي**
اچين ڪين.

اَن جي= ريڪت> ري + خط. نالو= پروانو.

اڳ تہ ري خط ايندو هُون مينڌرا! هاڻي پروانين اچين ڪين.

[ 1963 ]

**ڪاٺ بلا** ۾ سپرين، تون **شهر** ئون آيو تيءُ.

ڪاٺ جي= ڳجهہ. بلا= ڳوهہ. شهر= ماڏو>
مان + ڏي.

ڳجهہ ڳوهہ ۾ سپرين، تون مان ڏي آيو تيءُ.

[ 1964 ]

ذات ئون آءُ راڻا، تہ **ڳهہ** ۾ ڳالهايون.

ذات= اوڏ> اوڏڙو. ڳهہ= ڏيدي.

اوڏڙو آءُ راڻا، تہ ڏيديءَ ۾ ڳالهايون.

[ 1965 ]

**ڪپڙي نالي** ڳالهڙي، تو ڪيئن **نرنانءَ** ڪيو؟

ڪپڙي(جو) = چوسو> چئو +سا. نالو=جاني. نرنانءُ=
ساماڻو> سان + ماڻو.

چوَ سا جاني ڳالهڙي، تو ڪيئن مون سان ماڻو ڪيو.

[ 1966 ]

راڻا! نالو ڪري، عضوي چم جي نه.

نالو= ماڻڪ> ماڻو. عضوو= مُٺ> مُٺي.

چم جي= مار.

راڻا! ماڻو ڪري، مُٺي مار نه.

[ 1967 ]

مال جا موتي آءُ، مان عضون ڏيان آرام.

مال جا= مينڊ> مينڊرا. عضوا= اڪڙيون.

مينڊرا! موتي آءُ، مان اڪڙين ڏيان آرام.

[ 1968 ]

باهه جي آءُ راڻا! مان ڪوهه جون روز ڪيان.

باهه جي= اُماڙي> او + ماڙي. ڪوهه جون=

ارڙيون> رڙيون.

او ماڙيءَ آءُ راڻا! مان رڙيون روز ڪيان.

[ 1969 ]

جر جن مارياس، حاڪيماڻي منهنجا پرين!

جر جا= چينهرا. حاڪيماڻا= عامل> آ + مل.

چينهرن مارياس، آءُ مل منهنجا پرين!

[ 1970 ]

اُٺ جي ڪر نه سپرين، مون وٽ راند تي آءُ.

اُٺ= مهري> ڪُمهري. راند= رَچي> پرچي.

ڪُمهري ڪر نه سپرين، مون وٽ پرچي آءُ.

[ 1971 ]

باهه جا هڪ رات، ڪڙمڪي ساعت هڪڙي.

باهه جا= آرڻ> آءُ + راڻل. ڪُڙمڪي= ڍِل> سوڍِل.

آءُ راڻل هڪ رات، سوڍل ساعت هڪڙي.

[ 1972 ]

نار نالي نرنانءُ، گُل مڇي شهر جا.

نار نالو= هاوڻي> هاڻي. نرنانءُ= راڻو. گُل=

ڪنوَل> ڪونر. مڇي= ڪُمر> ڪماڻا. شهر=ڪاڪ.

هاڻي آءُ راڻا! ڪونر ڪُماڻا ڪاڪ جا.

[ 1973 ]

**وٽيـن** آئيـن ميـان مينـدرا، تـ **ٻوليءَ** آءُ تـون.

وڻ= چانھ> چاھ> چاھي. ٻوليءَ(جي) = چلي.

چـاھي آئيـن ميـان مينـدرا، تـ چلـي آءُ تـون.

[ 1974 ]

اي ميان **نرنان**، تون **شھر** آ، تہ تو ۽ مون وچان وڃي **گاھـ** نکري.

نرنان= راڻو. شھر= ڪاڪ. گاھ= سيءُ.

اي ميـان راڻـا! تـون ڪـاڪ آ، تـ تـو ۽ مـون وچـان وڃـي سـيءُ نڪـري.

[ 1975 ]

**نار نالي** وٽ آءُ منھنجا پرين، آءُ **نالي** ھاٽي آھيان.

نار نالو= حليمان> ھلي مان. نالو= عيبو> عيبن.

ھلي مـان وٽ آءُ منھنجـا پريـن، آءُ عيبـن ھـاٽي آھيـان.

[ 1976 ]

**گھر جو** وڃايم **نرنانءَ** تنھنجي ڪاڻ، تون تو اجـان **پوڪ جـا** ڪريـن!

گھر جو= مارنگ> مان + رنگ. نرنان= ڍولڻ.

پوک جا= ويچا.

مـان رنـگ وڃـايو ڍولـڻ تنھنجـي ڪـاڻ، تـون تـو اجـان ويچـا ڪريـن!

[ 1977 ]

**وڪـر** مـون ڏي راڻـا! مـان **پـوڪ** نھاريـان تـي.

وڪر= آنورا> آءُ + وري. پوک جون=راھُون.

آءُ وري مـون ڏي راڻـا! مـان راھـُـون نھاريـان تـي.

[ 1978 ]

**ڪوھـ جـي** نھاريـان، راڻـل مـان **اَن جـون**.

ڪوھ جي= نيسر> نئين + سر. ان جون= راھون.

نئيـن سـِـر نھاريـان، راڻَـل مـان راھـون.

[ 1979 ]

**پکي** اچ راڻا، **ڪات جي** چڙهي آءُ.

پکي= باز. ڪات جو= ڪرهو> ڪرهي.

باز اچ راڻا، ڪَرهي چڙهي آءُ.

[ 1980 ]

**اَن** چڙهي آءُ راڻا! مان **ذات** اُڏايان.

اَن= مُهري(دال)> مَهري. ذات= ڪَنگ> ڪانگا.

مَهريءَ چڙهي آءُ راڻا! مان ڪانگ اُڏايان.

[ 1981 ]

**ڳهہ جي ڪات جو**، تہ منهنجو **نرنانءَ** اچي.

ڳهہ جي= لنؤ. ڪات جو= ڪانو> ڪانءُ.

نرنانءُ= سڄڻ.

لَنؤُ ڪانءَ، تہ منهنجو سڄڻ اچي.

[ 1982 ]

اڳي تہ مون سا **علم جا** هيئي، پوءِ ڦري **رڇ جون**،

مون سان تہ **ذات**، پر **مال** ڳالهيون پيون،

اسين بہ پيا **ڪڙمڪي** هلنداسون، تون بہ وڃي **پيرِ** ٿيون.

علم جا= عهد. رڇ جون= مَٺيون. ذات=

مانجهند. مال= منجهيون> منجهئي. ڪڙمڪي=

حال هلائي. پير= چُٺو.

اڳي تہ مون سان عهد هيئي، پوءِ ڦري مَٺيون،

مون سان تہ مانجهند هو، پر منجهئي ڳالهيون پيون،

اسين بہ پيا حال هلنداسون، تون بہ وڃين چُٺو.

[ 1983 ]

**لوهہ** جو ڏسي، **ڪات** جو آ مينڊرو.

لوهہ جو= قيمو> ڪي +مون. ڪات جو= بَمر> بميو.

ڪي مون ۾ ڏسي، بميو آ مينڊرو.

راڻي جو جواب

[ 1984 ]

جڏهن **عورت** وڪر ڏنم مرد سان، تڏهن **نرنان** ٿي ويس.

عورت= مومل. وڪر= مستي> سُتي. مرد=
سيتل. نرنان= ڪارو.
جڏهن مومل سُتي ڏنم سيتل سان، تڏهن ڪارو تي ويس.

[ 1985 ]

ڪوڙ نہ ڪر، رَچ ٿئون تڙ ڪيئي،
ڇوڙي سٽ ڪپڙ جون، **جر** جون **نرنانءَ** سان،
اجان بہ راڻو، **مِرون** هئو ڙي مومل!

ڪوڙ= مڪر. رچ= دِلي. تڙ=ڦِتو. سُٽ جون=
ڪَهيون. ڪپڙ جون= ڪنجريون. جر جون=
سُتيون> سُتينءَ. نرنانءُ= سيتل راءِ. مِرون=
ڏوهيو> ڏوهہ.

مَڪر نہ ڪر، تو دليئون ڦتو ڪيو،
ڇوڙي ڪهيون ڪنجرا، سُتينءَ سيتل راءِ سان،
اجان بہ راڻي جو ڪو ڏوهہ ڙِي مومل!

[ 1986 ]

**جر جي نرنانءُ** سان، **پڪي** تہ نہ.

جر جي= سُتي> ستينءَ. نرنانءُ= سيتل راءِ.
پڪي=آلُ.

سُتينءَ سيتلَ راءِ سان، آلُ تہ نہ.

[ 1987 ]

**نالو** تنهنجي **شهر** تي، ڪيئن **جر جي** ڪٽي ايندو!

نالو= راڻو. شهر= ڪاڪ. جر جي= ڪَرَ.

راڻو تنهنجي ڪاڪ تي، ڪيئن ڪَرُ ڪٽي ايندو!

[ 1988 ]

مومل ڪي تہ **هنڌ جي** هئي، پر راڻي وجي **ذات** ڪئي.

هنڌ جي= صفائي. ذات= هُليا> هلائي.

مومل ڪي تہ صفائي هئي، پر راڻي وجي هُلائي.

مومل جو راڻي کي جواب، ۽ موتي اچڻ لاءِ منٿون

[ 1989 ]

اي **نالا**، اي **نرنان**، آءٌ تہ **سگيٽي پار جي**، تون تو **نرنانءُ** چوين!

نالو= راڻو. نرنان= مينڌرو. سگيٽي= پيڻ.
پار جي= سُتي. نرنان= سيتل.

اي راڻا، اي مينڌرا، آءٌ پيڻ سان ستيس، تون تو سيتل چوين!

[ 1990 ]

مون تہ **ناري مٿيءَ جي**، پر تو **اک جي** ڪئي ڪانہ.

ناري= سومل. مٿيءَ جي= هارِي> سمهاري.
اک جي= جهاتي.

مون تہ سومل سمهاري، پر تو جهاتي پاتي ڪانہ.

[ 1991 ]

**جر جون** ڇڏي، **ڪانيءَ جو** رکي، **مرض** ڪري وئين،
تنهن ڪان ڇو نہ مون کي، **پکيءَ جي** ڪري هليو وئين!

جر جون= سُتيون. ڪانيءَ جو= لَڪڻ. مرض=
بدنام. پکيءَ جي= ڪُني> ڪُهي.

سُتيون ڇڏي، لڪڻ رکي، بدنام ڪري وئين،
تنهن ڪان ڇو نہ مون کي، ڪُهي هليو وئين!

[ 1992 ]

**شهر** کي ناهي **ٿامي جي**، پر **ذات** وارا، تو لڄايو **پنهنجو**.

شهر= ڪاڪ. ٿامي جي= ڪَس. ذات جا= سوڍا.
پنهنجو= ننگ.

ڪاڪ کي ناهي ڪَس، پر سوڍا، تو لڄايو ننگ.

[ 1993 ]

**ڪپڙو** مون کي بہ ڪيئي، پر **گاهہ** تون بہ ٿئين.

ڪپڙو= ڪارو. گاهہ= ڪَچو.

ڪارو مون کي بہ ڪيئي، پر ڪَچو تون بہ ٿئين.

[ 1994 ]

**ڪُڙمڪا** راڻا، **مال جو** تہ ڪرين ها!

ڪُڙمڪا= بلاڪ> بي + لائق. مال جو= هوش.

بي لائق راڻا، هوش تہ ڪرين ها!

[ 1995 ]

**پڪي** تيءَ راڻا، **مال جا** ڏنئي مون ڪي.

پڪي= ڪانئر. مال جا= گـَلا> گـلا.

ڪانئر تي راڻا، گـلا ڏنئي مون ڪي.

[ 1996 ]

**ڪاٺ جا** چڙهي، **ڪاٺ پوڪ جي** تئين راڻا!

ڪاٺ جا= اوڳا. ڪاٺ جا= ڪَرها. پوڪ جي=
راهہ> راهي.

اوڳا چڙهي ڪرهي تي راهي تئين راڻا!

[ 1997 ]

راڻا! چڙهئين **ڪاٺ جي، مال جو** ئي نہ.

ڪاٺ جو= ڪرهو. مال جو= پُڇ> پڇئي.

راڻا! چڙهئين ڪَبرهي، پڇئي نہ.

[ 1998 ]

**ڪاٺ جيئڻ** نہ وجين ها **نرنان،** تہ ڪا **انسان جي** هئي.

ڪاٺ جي= ڪرسي> رسي. نرنانءَ= راڻو.
انسان جي= ڳالهہ.

رُسي نہ وجين ها راڻا، تہ ڪا ڳالهہ هئي.

[ 1999 ]

راڻو تہ وڏي **ذات** هو، پر مون سان ويو **جنگ جا** ڪري.

ذات= ڪيمياگر. جنگ جا= زلزلا.

راڻو تہ وڏو ڪيمياگر هو، پر مون سان ويو زلزلا ڪري.

[ 2000 ]

راڻو وڏي **ذات** هو، مون ساڻس **عضوي** جي ڪانہ ڪئي.

ذات= وينجهار. عضوو= ڳچي> ڳچي ڳارو.

راڻو وڏو وينجهار هو، مون ساڻس ڳچيءَ ڳارو
ڪونہ ڪيو.

[ 2001 ]

**تاچي جيئن هجن، لوهہ جا ڏجن تن کي،**
**نالي بنان ڙي نرنان، وڻ نہ کجن.**

تاجي= اوچي(چڊي، ننڍي)> اوچيون. لوهہ جا=
يالا> اويالا. نالو= بيگن> بيگناهہ. وڻ= هيرڻ>
هي +رِڻ.

اوچيون جي هجن، اويالا ڏجن تن کي،
بيگناهہ ڙي راڻا! هي رِڻ نہ کجن.

[ 2002 ]

**جڏهن کپڙي جي ڏنئي کاٺ جي پر، تڏهن**
**حاڪيماٽي چونہ کيئي!**

کپڙي جي= پڳ. کاٺ جو= پائو> پائي.
حاڪيماٽي= جاچ.

جڏهن پڳ ڏنئي پائي پر، تڏهن جاچ چونہ کيئي!

[ 2003 ]

**لوهہ وهٽ ڏنو هوئي، تہ علم جو کرين ها!**

لوهہ(جو) = سُوئو> سُئي> سِي. وهٽ= متل>
تل. علم جو= ڪلام> قتلام.

سيتل ڏنو هوئي، تہ قتلام کرين ها!

[ 2004 ]

**هڏو ڏنئي، گاهہ نہ کيئي.**

هڏو= کو شکَ(وَهہ جو هڏو، مِک وارو هڏو)>
کو + شک. گاهہ= کوتک> کوَ + تک(ياگو اڏ)

کو شک ڏنئي، کو تک نہ کيئي.

[ 2005 ]

**جڏهن ڏنا هوئي پيسا، تڏهن کرين ها پيسا،**
**هاڻي چو تو کرين پيسا؟**

پيسا= ٻہ ٽکا> ٻہ + ٽِکيا. پيسا= ٽي ٽکا>
ٽيٽ کا. پيسا= ڇهہ ٽکا> ڇَٽ + کا.

جڏهن ڏنا هوئي ۾ تِڪيا، تڏهن ڪرين ها ٽيٽ ڪا،
هاٽي ڇو تو ڪرين (مون مان) ڇَتَ ڪا.

[ 2006 ]

**ناٽي جي** پئي هيئي، تڏهن **ناٽي جا** ڪرين ها،
جڏهن **ناٽي جا** نہ ڪيئي، تڏهن **ناٽي جا** ڇو هٽين؟

ناٽي(جا) = ڇهہ ٽڪا> ڇَٽ ڪا. **ناٽي جا**=
ٽي ٽڪا> ٽيٽَ ڪا. ناٽي جا= ۾ ٽڪا> ۾ٽاڪ.

ڇٽ (خبر) ڪا پئي هيئي، تڏهن ٽيٽ ڪا ڪرين ها،
جڏهن ٽيٽ ڪا نہ ڪيئي، تڏهن ۾ٽاڪ ڇو هٽين؟

[ 2007 ]

جڏهن **ڪاڻ جا** ڏنا هوئي، تڏهن **فقير جا** ڇو نہ ڪيئي؟

ڪاڻ جا= ٻِٽَ (ٻن آنگهن وارا). فقير جا=
ڳَيا (مانيءَ جا).

جڏهن ٻِٽ ڏنا هوئي، تڏهن ڳيا ڇو نہ ڪيئي؟

[ 2008 ]

**جڏهن ٻيلي** هئين تڏهن **مٽيءَ راند جي** ڪرين ها.

ٻيلي= توشڪي> تون + شڪي. مٽيءَ جي= سرَ. راند جي = ڪاڻ.

جڏهن تون شڪي هئين، تڏهن سرُ ڪَاڻ ڪرين ها.

[ 2009 ]

**ڪاڻ** لنگهندي **هندڪا** ڏنئي، تڏهن تون **فاقيرا** ڪر!

ڪاڻ= در. هندڪا= گَڏون> گڏ.
فاقيرا= تَڪرَ.

در لنگهندي گڏ ڏنئي، تڏهن تون (وڏي) تڪر ڪر!

[ 2010 ]

**نالا** ڏنا هوئي **رات**، تڏهن **نارنان** توڪان وئي،
جڏهن **نارنان شهر** هئي، تہ **شهر** ڪرڻا هوئي **ذات**!

نالو= دودو> دو. رات= گڏيل> گڏ. نارنان=
ڪلان> ڪَلا. نارنان= مومل. شهر= سانگهڙ>
ساگهر. شهر= ٻيراني> ٻيرا +ني. ذات= منڊرا>
مينڊرا.

دو ڏنا هوئي گڏ، تڏهن ڪلا توڪان وئي،
جڏهن مومل سا گھر هئي، تہ بيرا ني ڪرڻا هوئي مينڊرا!

[ 2011 ]

**ڪپڙي جي** ڏنو هيئي، تہ **ذات** وجهين ها مينڊرا!

ڪپڙي جي= پِٽَ. ذات= واڍا> وَڍي.

پِٽَ ڏنو هيئي، تہ وڍي وجهين ها مينڊرا!

[ 2012 ]

جڏهن **پڪي نالو** ڏنئي **شهر** ۾، تڏهن **ڪاٺي** ڪر!

پڪي= پڇو. نالو= رتو. شهر= ماڙي. ڪاٺي=
چڪر> ڳَچ ڪر.

جڏهن پہ چور تو ڏنا ماڙيءَ ۾، تڏهن ڳَچ (تڪر) ڪر!

[ 2013 ]

جڏهن **جيت** ڏنو هوءِ ڪاڪ ۾، تڏهن **ڪاسبڪي**
ڪرين ها!

جيت= ڪَتَرُ. ڪاسبڪي= وَڍَ.

جڏهن ڪتر ڏنو هوءِ ڪاڪ ۾، تڏهن وَڍَ ڪرين ها!

[ 2014 ]

**پنهنجا پڪي، ڪپڙي جا** تہ نہ!

پنهنجا= متا> متان. پڪي> تاڙو> تاڙي (تاڻي).
ڪپڙي جا= ڪاپا> ڪپيئي.

متان تاڙي، ڪپيئي تہ نہ!

[ 2015 ]

اول تہ **راند جو** ڪرين ها، **جر جو** پوءِ.

راند جو= وارو. جر جو= ڍورو> ڍنيورو.

اول تہ وارو ڪرين ها، ڍنيورو پوءِ.

[ 2016 ]

جڏهن **مِرون** ڏنو هوءِ، تہ **نار نالي** ڪرين ها!

مرون= پولو. نار نالو= صادر.

جڏهن پولو ڏنو هوءِ، تہ صادر ڪرين ها!

[ 2017 ]

**جڏهن نالو ڏنو هوئي، تڏهن كاچ جو كرين ها!**

نالو= كوڏو> كو + ڏوهه. كاچ جو= پَت> ثابت.

جڏهن كو ڏوهه ڏنو هوئي، تڏهن ثابت كرين ها!

[ 2018 ]

**جڏهن سون جي نہ كيئي، تڏهن وڻ نہ كرين ها،**
**جڏهن وڻ كيئي، تڏهن راند جي تہ كرين ها.**

سون جي= پرک. وڻ= هيرڻ> هي +رڻ.

راند جي= پڇا ڳاڇا.

جڏهن پرک نہ كيئي، تڏهن هي رڻ نہ كرين ها،
جڏهن هي رڻ كيئي، تڏهن پڇا ڳاڇا تہ كرين ها.

[ 2019 ]

**مقامن جا! جڏهن مرون ٿيئي، تڏهن ميچي كاچ جي كرين ها.**

مقامن جا= مجاور> منهنجا وَرَ. مرون= پولو.

ميچيءَ جي= پُڇي. كاچ= پكو> پَكَ.

منهنجا وَرَ! جڏهن پولو ٿيئي، تڏهن پڇي پَكَ كرين ها.

[ 2020 ]

**مال جيءَ آيو هئين نرنانءَ! پوءِ كاٺ جي وجين كيئن؟**

مال جي= پڏي. نرنانءَ= راڻو. كاٺ جي= دهلي> دهليو.

پَڏي آيو هئين راڻا! پوءِ دهليو وجين كيئن؟

[ 2021 ]

**اي نالا! ذات، نرنانءَ نہ ٿين ها، پوک جي اچين ها،**
**ككن جي كامٽي ٻولي كي ٻولي.**

نالو= راڻو. ذات= دهليا> دهلجي. نرنانءَ= دُورو> دور. پوک جي=اور> اوري. ككن جو= سَنڌ> سُڌ. كامٽي= سيائي> سيئي. ٻولي= كوڙ. ٻولي= سچ.

اي راڻا دهلجي دور نہ تين ها، اوري اچين ها،
سُڌ سيئي پوئي ها تہ "کوڙ کي سچ".

[ 2022 ]

هوءِ **راڱ نار نالي** جو، تہ **درياءَ ليکي جو** ڪرين ها،
راڱ = کسوري> قصور. نار نالي = ڪامڻي.
درياءَ جو= مار> ماري. ليکي جو = مٺ.
هو قصور ڪامڻيءَ جو، تہ ماي مَٺُ ڪرين ها.

[ 2023 ]

راڻا! **رات** ڪري وئين، من کو **ڏينهن** ٿئي!
رات جي= اوندھ. ڏينهن= آچر> آچار (انصاف).
راڻا! اوندھ ڪري وئين، من کو آچار ٿئي!

[ 2024 ]

**پاڻي** تيءَ نہ سپرين، **ذات** مون ڏي آءُ.
پاڻي= ٻاڙو. ذات= اوڏ> اوڏو.
ٻاڙو (ٻول) نہ سپرين، اوڏو مون ڏي آءُ.

[ 2025 ]

**ميڇي** هيس سيج تي، ڪنهن **ميڇيءَ** مارايا س،
**ميڇي** سمجهايس ڪينڪي، ڪنهن **ميڇيءَ** ڦاسايا س،
انهيءَ وهم ورتياس، جو **ميڇي ميڇي** ڪري ويا.
ميڇي= سينگاري. ميڇي= ڦدڙي> ڦَند ڙي. ميڇي=
مُڪري> مَڪر. ميڇي= پلو. ميڇي= پوپري> پرين.
ميڇي= پلو> پري.
سينگاري هيس سيج تي، ڪنهن مڪر مارايا س،
پلي سمجهايس ڪينڪي، ڪنهن ڦند ڙي ڦاسايا س،
انهيءَ وهم ورتياس، جو پرين پري ڪري ويا.

[ 2026 ]

**ميڇي** مار نہ مينڌرا! **ميڇي** آءُ نہ هياس،
**ميڇيءَ** جي ڪري، **ميڇي** آءُ نہ هياس،
**ميڇي** هيس من ۾، ڪنهن **ميڇي** مارياس؟
انهي وهم ورتياس، جو **ميڇي ميڇي** ڪري ويا.

ميڃـي= مـُكــر> مـُكري. مـيڃي = سٽي> سـُٽي.
ميڃي= سينگاري> سينگاري. ميڃي= سوٽي> سـُتي.
ميڃي= ڏاهي. ميڃي= لوڙهه> لهـ ڙي. ميڃي=
پوبري> پوءِ + پرين. ميڃي= پـَلو> پلي.
مـــُكري مـــار نـــ مينـڌرا! مـــُكري آءٌ نـــ هيـــاس،
ســُـٽي ســينگاري ســيج تــي، ســتي آءٌ نــ هيـــاس،
ڏاهــي هيــس ڏيــل ۾، كنهــن لهـــ ڙي لوڏايـــاس،
انهـــيءَ وهـــم ورتيـــاس، جـــو پريـــن پـــاڻ پلـــي ويـــا .

[ 2027 ]

**نـــالا! نـــالو تـــيءُ، مـــرض اتـــم تنهنجـــو.**

نالو= راڻو. نالو= راضي. مرض= عشق.
راڻـــا! راضـــي تـــيءُ، عشـــق اتـــم تنهنجـــو.

[ 2028 ]

**جيــت** ڇـڏي وئيــن جـاني، شـل راڻـل **نــالو** تئيــن!

جيت= جـُونءِ> جـُوءِ. نالو= راضي.
جـُـوءِ ڇـڏي وئيـن جـاني، شـل راڻـل راضـي تئيـن!

[ 2029 ]

راڻـــا شـــهر تـــي، **پكـــي** ڏســـان شـــال ميـــان!

شهر= آراضي> آءٌ + راضي. پكي= طوطو> تو +تن.
راڻـا! آءُ، راضـي تـيءُ، تـو تـَـنُ ڏسـان شـال ميـان!

[ 2030 ]

**نرنـــانءِ نـــالو تـــيءُ، حاكيمـــاڻيون شـــهر تـــي.**

نرنان= راڻو. نالو= راضي. حاكيماڻي= قنات>
قناتون. شهر= كاك.
راڻــا راضــي تــيءُ (كـــوڙ) قنــاتون كـــاك تـــي.

[ 2031 ]

**كـــاڻ ٻـــار جـــو تـــي ويـــو نرنـــان، ان جـــو نرنـــان،**
كـــري ائيـــن الله، تـــ **نرنـــان شـــهر** اڇـــي.

كاڻ جو= وَرُ. ٻار جو= رسامون> رُسي.

نرنان= ولھو. ان جو= جيءُ. نرنانءُ= جاني.

شھر= ڍٽَ.

وَرُ رُسي ويو ولھو، جيءُ جو جاني،

ڪري ائين الله، تہ ڍوليو ڍٽ اچي.

[ 2032 ]

**اڪر پڪي رچ راند جا، ٻولي ذات ڪندياس،**

**نالي ڏي منجندياس، پري ڍول ڪپاھہ جا.**

اڪر= ٻي. پڪي= ھلِ> ھر. رچ= ڪَرو> مر ڪر.

راند جا= ھُل. ٻولي= مان. ذات= جانوري>

زاري. نالو= راڻو. ڍول ڪپاھہ جا= پھاڪا پرچاوَ جا.

ٻيھر ھُل مر ڪر، مان زاري ڪندياس،

راڻي ڏي منجندياس، پري پھاڪا پرچاوَ جا.

مومل، سومل سرتين جي گفتگو

[ 2033 ]

**عورت چيو عورت کي، مون کي نالو آڻي ڏي.**

عورت= مومل. عورت= سومل. نالو= راڻو.

مومل چيو سومل کي، مون کي راڻو آڻي ڏي.

[ 2034 ]

**شل نارنانءُ! باھہ جي ذات تئين، تو فقير جي سان**

**منھنجو ذات راند جو ڪري ڇڏيو.**

نارنان= سومل. باھہ جي= سڙي. ذات= مري.

فقير جو= ڪريب. ذات= پوتار> پتار. راند جو=پلايو.

شل سومل! سڙي مرين، تو ڪريب سان، منھنجو

پتار پُلائي ڇڏيو.

[ 2035 ]

**ٻيڙيءَ واري ڪان پڇين ھا تہ اھڙي حاڪيماڻي نہ ٿئي ھا.**

ٻيڙيءَ جي= مُوسالي> مون ساليءَ. حاڪيماڻي= حد.

مون ساليءَ کان پڇين ھا تہ اھڙي حد نہ ٿئي ھا.

[ 2036 ]

**لوهه** لڳم ڙي جيڏيون، آءُ کيئن **منيءَ جي** تيان؟

لوهه(جو) = داغ. منيءَ جي= اڇي.

داغ لڳم ڙي جيڏيون، آءُ ڪيئن اڇي تيان؟

[ 2037 ]

**جيت** لڳو ڙي جيڏيون! **ڪاٽ** تہ منهنجي ڪي،

دعا ڪريو ڙي جيڏيون! من **نرنان شهر** اچي.

جِيت= ڏنگ. ڪاٽ(جو) = مَن. نرنان= راڻو.

شهر= ڪاڪ.

ڏنگ لڳو ڙي جيڏيون! من تہ منهنجي ڪي،

دعا ڪريو ڙي جيڏيون! من راڻو ڪاڪ اچي.

[ 2038 ]

**باهہ جا** ساري رات، **نرنانءَ** بنا ڙي سرتيون؟

باهہ جا= سيرڻ> سَي +رڻَ. نرنان= سوڍو.

سي رڻ ساري رات، سوڍي بنان ڙي سرتيون!

[ 2039 ]

راڻو رات **جيئڏ** تي ويو، هلو مون سان **شهر جو** تي،

تہ هلي **مال جو** ڪريون.

جيئڏ= ڪَنڙ. شهر جو= ميڙ. مال جو= سمهڙو.

راڻو رات ڪنڙجي ويو، هلو مون سان ميڙ تي، تہ هلي

سمهڙو (سنئين منهن، راضي) ڪريون.

[ 2040 ]

**جنگ جو** لڳو مان کي، اوهين وجي ڪا **وڪر عضوي**

**جي** ڪريو.

جنگ جو= چَڪر. وڪر= مس. عضوو= لَت.

چڪر لڳو مان کي، اوهين وجي ڪا مصلحت ڪريو.

[ 2041 ]

جي **اک جي** هجيئي ها، تہ **مُلڪ** نہ وڃين ها.

اک جي= عينڪ> نڪ. ملڪ=مهراڻو> منهن + راڻو.

جي نڪ هجيئي ها، تہ مُنهن راڻي نہ وڃين ها.

مومل جو جوڳياڻي ٿي، راڻي جي پنيان وڃڻ

[ 2042 ]

**هٿي هٿ جي، ڪٺي ڪاٺ جي، وجي ذات** ٿينداسين.

هٿ جي= تاڙي. ڪاٺ جي= مُرلي. ذات= جوڳي.

هٿي تاڙي، ڪٺي مُرلي، وجي جوڳي ٿينداسين.

[ 2043 ]

**پاڻيءَ** جيئن اينڊياس، **نرناڻ**ءَ تنهنجي **ڏيهہ** تي.

پاڻيءَ جي= ڪَرَ. نرناڻ= ڍولو. ڏيهہ= ڍٽ.

ڪَرَ ڪٺي اينڊياس، ڍولا تنهنجي ڍٽ تي.

[ 2044 ]

**ٻولي ۽ ٻولي، نرناڻ**ءَ نہ **ٻولي** تہ بہ ڪنديسَ تان **ٻولي**.

ٻولي= آزي. ٻولي= زاري. ٻولي= مجي.

نرناڻ= راڻو. ٻولي= ڪَري.

آزي ۽ زاري راڻي نہ مجي، تہ بہ ڪنديس تان ڪري.

[ 2045 ]

**ڳالهيون ۽ ڳالهيون** راڻي نہ **ڳالهيون**، تہ بہ ڪنديس **ڳالهيون**.

ڳالهيون= چڱيون. ڳالهيون= منيون. ڳالهيون= سُنيون. ڳالهيون= ڪريون.

چڱيون ۽ منيون، راڻي نہ سُيون، تہ بہ ڪنديس ڪريون.

[ 2046 ]

اي **نالا**! موٽي آءُ، مان **ذات** ٿي آهيان.

نالو= راڻو. ذات= جوڳي.

اي راڻا! موٽي آءُ، مان جوڳياڻي ٿي آهيان.

[ 2047 ]

**عورت ساز** ڪٺي ذات ٿي، **نرنان نالو** ٿيوئي ڪونہ.

عورت= مومل. ساز جي= مُرلي. ذات= جوڳي> جوڳياڻي. نرنان= راڻو. نالو= رِيڊو.

مومل مُرلي ڪٺي جوڳياڻي ٿي، (پر) راڻو ريڊوئي ڪونہ.

[ 2048 ]

تـوڙي **رانـد جـون** هـُـونِ، تـہ بـہ **وٽـن** رسـين مينـڊرا!

راند جون= شطرنجون. وٽ= توت> تون + تـِنِ.

تـوڙي شـطرنجون هـون، تـہ بـہ تـون تـن رسـين مينـڊرا!

[ 2049 ]

راڻــي **مـــال جـــي**، ڏســي **وكـــر كـــاني** تـــي.

مال جي= سجاٽپ> سجاتي. وكر= لسڻ.

كاني= ٻانهن.

راڻـــي ســـجاتي، ڏســـي لســـڻ ٻـــانهن تـــي.

[ 2050 ]

**گهـر جـون، حاكيمـاڻيون، جيئـڏ گهـوڙي جـا**
كريــن تـــون،
**هـٿ كـاٺ علـم جـو، مـرض** لڳـي ويـو مـون،
**فقيـر مـرون مـال جـو، وكـر** كريـن هـا تـون،
**نـالو نـالي** كـان، هـو **نـالو** كيـو مـون.

گهـر جـون= ميڙيـون. حاكيمـاڻيون= ڇيڙيـون.
جيئـڏ= كينئـون> مـُـكيون. گهـوڙي جـا= اُڇڻ>
اڇيـن. هـٿ جـو= تـورو> تـو + ري. كـاٺ جـو=
پلنـگ. علـم جـو= خـال> خـالي. مـرض= غـم.
فقير جو= ڦيرو. مرون جو= ڦتيل. مال جو= داغ.
وكر= ميٽ> ميٽين. نالو= پـَيو> پايـائي. نـالو=
پـَلـُو> پلي. نالو= پـِني لڏو.

ميڙيـون ڇيڙيـون (مـون)مـُـكيون، هيكـر اڇيـن هـا تـون،
تـو ري پلنـگ خـالي ٿيـو، تـڏهن غـم ٿيـو مـون،
ڦيـرو ڏيئـي ڦتيـل جـو، اڇـي داغ ميٽيـن هـا تـون،
پايـائي پلـي كـان، كـو پـِـني لـڏو هوئـي مـون.

[ 2051 ]

جـڏهن **نرنـانءُ** ڏنـوءِ، تـہ **كـانيءَ جـي** كريـن هـا.

نرنان= محب> مون + عيب. كانيءَ جي= ماٺ.

جـڏهن مـون ۾ عيـب ڏنـوءِ، تـہ مـاٺ كريـن هـا.

[ 2052 ]

اي **نرنانءَ**! منهنجو **عضوو** توسان، تون ڇو ڏکارين؟

نرنان= راڻو. عضوو= دل.

اي راڻا! منهنجي دل توسان، تون ڇو ڏکارين؟

[ 2053 ]

**نرنانءَ** کر نہ مون کي، ڏي **شهر** ڏکيءَ کي مينڌرا!

نرنانءُ= ڪوڙو> ڪَڙو. شهر= ڏيجي>
ڏي + جيءُ.

ڪڙو کر نہ مون کي، ڏي جيءُ ڏکيءَ کي مينڌرا!

[ 2054 ]

**باهہ جي** تہ کيئي، پر **چمر جي** تہ کر.

باهہ جي= ڪاري. چمر جي= رُوءِ> روبرو.

ڪاري تہ کيئي، پر روبرو تہ کر.

[ 2055 ]

راڻا! **رچ جيت، جر جي** نہ کر.

رچ= ڍَڪ. جيت= ڏکٽھاري. جر جي= واءِ.

راڻا! ڍڪ ڏکٽھاري، واءِ واءِ نہ کر.

[ 2056 ]

**ڪاٺ** گھوڙي ولھا، **ذاتيون** نہ ڏي مون،
**جر جي** آءُ نہ هياس، **نرنانءَ** هئين تون.

ڪاٺ= وَرو> وري. ذات= ڏهاڳ. جر جي=
ڏاهي. نرنانءُ= خاوند.

وري آءُ گھوڙي ولھا، ڏهاڳ نہ ڏي مون،
ڏاهي آءُ نہ هياس، خاوند هُئين تون.

[ 2057 ]

**وڻ گھوڙي جا** ولھا، ڏي **پيڙيءَ جا** مون،
**مچي** آءُ تيان، پہ **نالا** تئين تون.

وڻ= اڪ. گھوڙي جو=لوَند. پيڙيءَ جو=سهاڳ.
مچي= ڏاهي. پہ نالا= هڪ نالو راڻو، ٻيو راضي.

عقلوند ولھا، ڏي سهاڳ مون،
ڏاهي آءُ تيان، راڻا! راضي ٿيءُ تون.

[ 2058 ]

**ڪاچ جون** ڇڏيون، جي **نالو** ڏين تہ ڏيانءِ **راند جون**.

ڪاچ جي= مومڻائي> مون مڙئي. نالو= رسيو> رُسڻ. راند جون= ڳرهاٽڙيون.

مون مڙئي ڇڏيون، جي رُسڻ ڇڏين تہ ڏيانءِ ڳرهاٽڙيون.

[ 2059 ]

هيءَ **نار نالي** آ تنهنجي، راڻا! پل **ذات** ڪري ڇڏ.

نار نالي= سسئي> سِسي. ذات= وادا> وَڏي.

هيءَ سِسي آ تنهنجي، راڻا! پل وڏي ڇڏ.

[ 2060 ]

اي **نالا! نالو** وٺي آءُ، تہ توکي **ڪپڙي جو** ڏيان.

نالو= راڻو. نالو=اَمين. ڪپڙي جو= پلئہ.

اي راڻا! اَمين وٺي آءُ، تہ توکي پلئہ ڏيان.

[ 2061 ]

**پنهنجون** مان ڏيانءِ، تہ **نرنانءُ** مون وٽ ناهہ.

پنهنجون= ساڪون. نرنان= سيتل.

ساڪون مان ڏيانءِ تہ سيتل مون وٽ ناهہ.

[ 2062 ]

مينڌرا! **شهر** وٺين، هاڻي **ذات** ڪي.

شهر=مٽياري> مٽي + ياري. ذات= ملوڪاڻي> مَر +لوڏ +ڪاڻي.

مينڌرا! مَٽي ياري وٺين، هاڻي مَر لوڏ ڪاڻيءَ ڪي.

[ 2063 ]

**نرنان! نرنان** ڏار، مج منهنجون **مال جون**.

نرنان= سودو. نرنان= سُرتيو> سرت. مال جون= ميڙون.

سودا! سُرت ڏار، مج منهنجون ميڙون.

[ 2064 ]

اي **نالا**، اي **نرنان**! تنهنجو **نالو** پڳو نہ مان،
جي **نر نالو** وٺين، تہ توکي **نالو** ڏيان.

نالو= سوڊو. نالو=راڻو. نالو= سيرو> سير.

نر نالو= سُڪُو> ساڪَ. نالو= پريو> پَر.

اي سوڊا، اي راڻا! تنهنجو سيرُ پڳو نہ مان،
جي ساڪ وٺين، تہ توکي پَرَ (خاندان) جي ڏيان.

[ 2065 ]

راڻا! تو ڪاني، مون نہ ڪاني.

ڪاني= سُري (سُريل) > سَري.

راڻا! تو سَري، مون نہ سَري.

[ 2066 ]

مومل هڏ ٻولي هئي، پر راڻي کي ٻولي تي آئي.

ٻولي= سچي. ٻولي= ٿوهہ.

مومل هڏ سچي هئي، پر راڻي کي ٿوهہ تي آئي.

[ 2067 ]

راڻي پئي راند جي ڪئي، تڏهن مومل پئي ميچيءَ جان تي.

راند جي= ڦِٽي. ميچيءَ جو= ڦَٽڪو> ڦٽڪي.

جڏهن راڻي پئي ڦٽي ڪئي، تڏهن مومل پئي ڦٽڪي.

مومل جو ڏاگهہ چڙهڻ

[ 2068 ]

آءُ تي ڪڏ ڪٽان، من راڻو گاهہ ٽئي!

ڪڏ= چَر. گاهہ= ويساهہ.

آءُ تي چَرَ ڪٽان، من راڻو ويساهہ ڪري!

[ 2069 ]

ڪاچ ڪرين تہ ڪاچ ڪر، نہ تہ ڪڻ ڪاچ جي.

ڪاچ= پَتِ. ڪاچ جي= چربي> چَر +ٻي.

جي پَتِ ڪرين تہ پَتِ ڪر، نہ تہ ڪڻ چَر ٻي.

[ 2070 ]

ٻولي ڪاچ نرناڻ، متي شهر مال جو،
سُٽ جا نارنان تان، وچ ناڻي جا لاهي.

ٻولي= سگهو. ڪاچ جو= رَسُ. نرنانءَ= راڻو.
شهر= ڪاڪ. مال جو= ڪاهيو> ڪاهي.
سُٽَ جا= مونجهارا. نار=نال مومل. ناٽي جا= لَڪَ.
سگهو رَس راڻا! متي ڪاڪ ڪاهي،
مونجهارا مومل جا، وچ لَڪَ لاهي.
[ 2071 ]
**ڪاغذ ۾ فقير جو، ڪو نرنان وجي ڏي،**
**نار اتئي ڪکن جي، جنهن سين مال جو هيئي.**
ڪاغذ= حقيقت. فقير جو= حال. نرنانءَ= قاصد.
نار= مومل. ڪکن جي= مُئي. مال جو= هيڄ.
حقيقت هن حال جي، ڪو قاصد وجي ڏي،
مومل مُئي اتئي، جنهن سان هيڄ هيئي.
[ 2072 ]
**ڪا ڳَت جي، فقير جي، وجي نرناءَ کي چئو،**
**نار مُئي ڙي نرنان، ڏڻ جو جنهن سان هو.**
ڳَتَ جي=هال جي. فقير جي= حقيقت. نرنان=
راڻو. نار= مومل. ڏڻ جو= هيڄ.
حال جي، حقيقت جي، وڃي راڻي کي چئو،
مومل مُئي ڙي مينڌرا، هيڄ جنهن سان هو.
[ 2073 ]
**مِتي مالين ڏينديا س، مون کي ملڪ ڏيڪار.**
مٿيءَ(جي) = سرَ. مال= ڏاگها> ڏاگهين.
مُلڪ= مُهراڻو> منهن + راڻا.
سر ڏاگهين ڏينديا س، مون کي منهن راڻا ڏيکار.
[ 2074 ]
**جيت ۾ آءُ راڻا! مان باهه جا ڏيکاريانءِ.**
جيت= ماڪوڙي> مان + ڪوڙي. باهه جا=
جهَڙڪا.
مان ڪوڙي ۾ آءُ راڻا! مان جهَڙڪا ڏيکاريانءِ.

[ 2075 ]

**نارنـان وڻ چڙهـي، نرنـان پهـڻ جـي چيـو، ٻولـي**
**نرنان هندوءَ جي ڪريـون.**

نارنان= مومل. وڻ جي= ڏاک> ڏاگھہ. نرنانءُ=
راڻو. پهڻ جي= روهي> روئي. ٻولي= آءُ.
نرنان= پرين. هندوءَ جي= پرچي> پرچون.
مومل ڏاگھہ چڙهي، راڻي روئـي چيـو، آءُ تہ پريـن پرچـون.

باب ٻارهون

# سُرائتيون ڳجهارتون: راءِ ڏياچ

انيراءِ ۽ راءِ ڏياچ جي جنگ

[ 2076 ]

**جر جن** متي **مال جا** پُڇن ئي کين.

جر جا=نارَ> گرنار. مال جا= گورا.

گرنار متي، گورا پڇن ئي کين.

ٻيجل جو جهوناڳڙه وڃڻ، ۽ راءِ ڏياچ کان سر گهرڻ

[ 2077 ]

منگتو **فقير تُلهو** هو.

فقير= پنڻو. تُلهو= مَڱُ.

منگتو پنڻو مَڱُ هو.

[ 2078 ]

**نرنانءَ شهر** متي، **مال جن** ۾ هو.

نرنانءَ= جاجڪ. شهرَ= جهوناڳڙه. مال جو=

ڍونڍيو> ڍونڍڻ.

جاجڪ جهوناڳڙه ۾ ڍونڍڻ ويو.

[ 2079 ]

**شهر** ۾ **پوڪ** جون، کو **ڏنار** آيو ڙي.

شهر= استنبول> تنبيل. پوڪ= تار> تارون.

ڏنار (جو) = چارڻ.

تنبيل ۾ تارون وڄيون، کو چارڻ آيو ڙي.

[ 2080 ]

لڳي **لوه جي**، تي **مال جي**، **مِتي** هيٺ **نرنانءَ** جي.

لوه جي= تند. مال جي= تنوار. متيءَ(جي) =

ماڙي. نرنانءَ= ملوڪ.

لڳي تند، تي تنوار، ماڙيءَ هيٺ ملوڪ جي.

[ 2081 ]

**مال جو** وجهي **پوڪ جن** ۾ آيو، اهو **نالوئي** نيندو.

مال جو= تارون (اُٺ جو). پوک جون= تُنبيون.
نالو= سلطان> سر + تان.
تـاروُن وجهـي تـُنبن ۾ آيـو، اهـو سـِـر تـان نينـدو.

[ 2082 ]

**ڪـاٺ جـو آيـو فقيـر، جنهـن ڳهـه پوتـي رات.**
ڪاٺ جو= آرو. فقير= مڱڻهار. ڳهہ= لئون.
پوتي= جاڳائي.
آري آيـو مڱڻهـار، جنهـن لئـُـون جاڳـائي رات.

[ 2083 ]

**رچ ذات ڦاڻـا ڪـاچ جـو، نرنـان اُتـي اوزار هئـو.**
رچ= جام> جان. ذات= منگتا. ڦاڻي(جا) =
آلاپ. ڪاچ جو= پڪو> ڪيو. نرنانءُ= راءُ.
اوزار= سُئو.
جـان منگتـي آلاپ ڪيـو، راءَ اُتـي سـُـئو.

[ 2084 ]

**وَل جـي ۾ نـالو لڳـو، تنهـن ۾ ٻـه وٽيـون، تنـي نـالو ڦٽـايو.**
ول جو= تُنبو. نالو= تارو> تارُون. ٻہ وٽيون=
ٻپريون> ٻہ + ٻُريون. نالو= رام> آرام.
تـُنبي ۾ تـاروُن لڳيـون، تنهـن ۾ ٻـه ٻـُـريون،
تنـي آرام ڦٽـايو.

[ 2085 ]

**اوزار راڳ جـن نرنـانءَ ڪـي شـهر ڪيـو.**
اوزار= رندو> سُرندو. راڳ جن= سُرن. نرنانءُ=
ڏياچ. شهر= دهلي> ڏهلي.
سـُرندي جـي سـُـرن، ڏيـاچ ڪـي ڏهلـي وڏو.

[ 2086 ]

**نرنـانءَ وڳـو راڳ ٿيـو، هـن ڪـامڻ جـي اڳيـان.**
نرنانءُ= اُپنگ. راڳ= ڪينرو. ڪامڻ= راڻي.
اُپنـگ وڳـو ڪيـنرو ٿيـو، هـن راڻـيءَ جـي اڳيـان.

[ 2087 ]

**نالي لوهہ جا ڪٽي، ڪامڻ ڪي نارناڻ ڪيو.**

نالو= چٽنچل. لوهہ جا= چنگ. ڪامڻ= راڻي.

نرناڻ= حُوران> حيران.

چٽنچل چنگ ڪٽي، راڻيءَ ڪي حيران ڪيو.

[ 2088 ]

**نرنان پاهڻ مال، سو وڪر مون وٽي.**

نرنان= بيجل. پاهڻ= توبي> تو + بي. مال=

ڳاءِ (ڳٺون). وڪر= سُرمون> سُر + مون.

بيجل تو بي ڳاءِ، سو سُر مون وٽي.

[ 2089 ]

**نار نالي پڇئي تہ ولايت تون.**

نار نالي= وَس. ولايت= ڪرني> ڪر + ني.

وس پڇئي تہ ڪر ني تون.

[ 2090 ]

هيءُ جو آيو **نرنانءُ، ذاتين** ۾ پيو،

تنهن ڪي ڪي ڏيو، من **مرض** ٿئي.

نرنانءُ= بيجل. ذات= قنبراڻي> ڪنب + راڻين.

مرض= موراهي> مئو + راهي.

هيءُ جو بيجل آيو، ڪنب راڻين ۾ پيو،

تنهن ڪي ڪي ڏيو، من مَئو راهي ٿئي.

[ 2091 ]

**چمہ جو** آيو منگتو، جنهن جي **ڪاڻي** بيڙي آهہ،

**وڻ** وڄهندو راڻين ۾، **پڪي** پنهنجو لاءِ.

چمہ جو= موجو(موزو)> مئو + جو. ڪاڻيءَ جو=

پوئري. وڻ= راڙهو. پکي= ڪاوُس> ڪو + وس.

مُئو جو آيو منگتو، جنهن جي پوئري بيڙي آهہ،

راڙهو وڄهندو راڻين ۾، ڪو وَس پنهنجو لاءِ.

[ 2092 ]

**پوک جا نار نالي، ذات عضوي ڙي.**

پوک جا= نار> گرنار. نار نالي= ڏجاٽي. ذات=
چارڻ. عضوو= مُٺ> مٺيون.

گرنار جون ڏجاٽيون، چارڻ مُٺيون ڙي.

[ 2093 ]

جيئن تو **وڻ جو** ڪري، تيئن تو **ذاتين** ۾ پوي.

وڻ= مئو راڙي> مئو + راڙيون. ذات= قنبراٽي>
ڪَنب + راٽين.

جيئن تو مُئو راڙيون ڪري، تيئن تو ڪنب راٽين ۾ پوي.

[ 2094 ]

**نرناڻ** آيو، **مال** چڙهي بيٺو **شهر** گهري.

نرناڻ= منگتو. مال= اُٺ> چانئٺ. شهر=
سري> سِرُ.

منگتو آيو، چانئٺ چڙهي بيٺو سِرُ گهري.

راءِ ڏياچ جو بيجل کي دان آڇڻ

[ 2095 ]

**ڪاٺن** سان پري ڏيو، **چم جي** هن **نرناڻ** کي.

ڪاٺن(جا) = مُهرا> مُهرن. چم جي= تيلهي.
نرناڻ= مڱڻ> مڱڻ + هار.

مُهُرن سان پري ڏيو، تيلهي هن مڱڻهار کي.

[ 2096 ]

آءُ **فقير چم ڪاٺ جا**، هيءَ **نار نالي** توکي ڏيان.

فقير= جاچڪ. چم جا= جهونا. ڪاٺ جا= ڳڙهه.
نار نالو= زرينا> زر + ني.

آءُ جاچڪ جهوناڳڙهه جا، هيءَ زر ني توکي ڏيان.

[ 2097 ]

**شهر نالن** سان ڏيانءِ، تنهن جي مٿئون **لوهه جي**.

شهر=لڪي> پالڪي. نالو= جهوڙو> جهُوڙن.
لوهه جي= چَڙي> چڙهي.

پالڪي جهوڙن سان ڏيانءِ، تنهن جي مٿئون وڃ چڙهي.

[ 2098 ]

**نار** مڱين منگتا، تہ **نار نالي** تو ڏيان.

نار= راڃي> راڄ. نار نالو= سيائي> سيوئي.

راڄ مڱين منگتا، سہ سيوئي تو ڏيان.

[ 2099 ]

وٺ **ٻولي** منگتا، وڄ **شہر کي** کٽي.

ٻولي= هونهين. شهر جي= ڪيميا.

وٺ هونهين منگتا، وڄ ڪيميا کٽي.

[ 2100 ]

هيءَ **ذات** وڃي، منهنجو تہ **نالو** ٽٽي.

ذات= جانوري> جان + وري. نالو= نندو> نندا (گلا).

هيءَ جان وري وڃي، منهنجي تہ نِندا ٽٽي.

<u>ٻيجل جو ناٺي ونڻ کان انڪار ۽ سرُ گهرڻ</u>

[ 2101 ]

جيڪي **ذاتئين** ويندا، سي **نالو** چونہ ڪندا!

ذات=جانوري> جان + وري. نالو= نندو> نندا.

جيڪي جان وري ويندا، سي نندا ڇو نہ ڪندا!

[ 2102 ]

**نالو نالي** آهيان، ڏي **نالو ذاتار!**

**نالي نالا** پنان، تہ **ذات** گهٽا هئا.

نالو= نذر> نہ زر. نالو= طالب. نالو= مصري> مَر + سِري. نالو=ماڻڪ. نالو=موتي. ذات= اُتيرا> اُتي + راءِ.

نہ زر طالب آهيان، ڏينم سري ڏاتار!

ماڻڪ موتي پنان تہ اُتي راءِ گهٽا هئا.

[ 2103 ]

اي ميان **جر جا سوداگر**، تو وٺان **مال جا** موتي ويا؟

جر جا= نارَ> گرنار. سوداگر=ڏٽي. مال جا= جهُڪ (جهوڪون)> جاجڪ.

اي ميان گرنار جا ڏٽي، تو وٺان جاجڪ موتي ويا؟

[ 2104 ]

**ڪپــڙي پيــڙيءَ جــا ڏٺــي، مــون ڪــي رڇ ڏيــار!**

ڪپڙو= جهونو. پيڙيءَ جو= ڳڙهہ. رڇ= تسري> تہ + سري.

جهوناڳڙهہ جــاَ ڏٺــي، مــون ڪــي تــہ ســِـري ڏيــار!

[ 2105 ]

**ڪپـــڙو جــن متـــي، آءُ بـــہ نـــالو تــن جــو.**

ڪپڙي(جي) = تاجَ> تاجُون. نالو= طالب> طالبُـو.

تــاجون جــن متـــي، آءُ بـــہ طالبــُـــو تــن جــو.

[ 2106 ]

**آيـس پـوڪ مـال تـي، نـــالو ڏي تــہ نرنــانءُ ٿيــان.**

پوڪ= تماڪ> طماعو. مال= توڏو> تو +ڏي.
نالو= مُهت. نرنانءُ= نهال.

آيـــس طمـــاعو تــو ڏي، مهــت ڏي تــہ نهـــال ٿيـــان.

[ 2107 ]

**ذات آيـس تــو ڏي، هٿيــار ڏي تــہ ذات چــون توڪــي.**

ذات= سيال> سوالي. هٿيار= مصري(تلوار)> سِري.
ذات= جسراڄ> جس + راڄ.

سوالي آيـس تـوڏي، ســري ڏي تہ جس راڄ چون توڪـي.

[ 2108 ]

**شـــهر ڏٺـــي! اهــو رڇ وڻ چـــا ڏي ذات ڪــبون.**

شهر= جهوناڳڙهہ. رڇ= تاسري> سِري. وڻ= ڪونيت. ذات= يــَت.

جهوناڳڙهہ ڏٺـي! اهـا ســـري چـاڏي يــَـت ڪـُـون.

[ 2109 ]

**نـــالو نرنـــالو آهيـــن، تـــہ ولايـــت مـــون ڪـــيَ ڏي.**

نالو= سخي. نرنالو= ڏاتار. ولايت= سرو> سِري.

ســخي ڏاتــار آهيــن، تـــہ ســـــري مـــون ڪـــي ڏي.

[ 2110 ]

**تــُـلهي ٻــاجهوَن ذات، نــار نـــالي ڪـــُــڏي.**

[ 2384 ]

شهر مٿان ٿي مال جا لنگهيا، تڏهن مون ڀانيو تہ
ذات وارا آيا.

شهر= اِستنبول. مال جا= تارُون> تارُو.
ذاتِ وارا= ويراڳي.

اِستنبول مٿان ٿي تارُو لنگهيا، تڏهن مون ڀانيو تہ
ويراڳي آيا.

[ 2385 ]

جتي جيِوڙ رانديون ڪن، تتي نرنانون
مال جي ڪئي.

جيوڙ= سگهي (بلا جو نالو)> سيگهيون.
راند جا= سُوسٽ. نرناڻ= جوڳي> جوڳين.
مال جي= جُوءِ.

جتي سيگهيون سُوسَٽ ڪن، سا جوڳين جُوءِ ڪئي.

[ 2386 ]

اُتي پکي ڪر راڳ جي، اتئي هٺ جي هڪڙي رات!

پکي= پوو> ڀائو. راڳ جي= پڳتي. هٺ جي=
ساهمي> سامي.

اتي ڀاوا ڪر پڳتي، اتئي سامي هڪڙي رات!

[ 2387 ]

آيا ڪي عضوي چير، وڃن ٿا ولايت ڏي.

عضوو= ڪن. چِير= ڦاڙ. ولايت= گرنار.

آيا ڪي ڪن- ڦاڙ، وڃن ٿا گرنار ڏي.

[ 2388 ]

اتي ڪامڻ وٺ جر جي، نر نالو ولايت ويو.

ڪامڻ= جيجان، جَر جي= سُرڪي. نر نالو=
جوڳي. ولايت= هنگلاج.

اتي جيجان، وٺ سُرڪي، جوڳي هنگلاج ويو.

[ 2389 ]

**ڪٽي ڪانئي ڪڙمڪي، هو ذات ولايت ويا.**

ڪانئي= جُنگ. ڪڙمڪي= هاج. ذات= سامي.

ولايت= هنگلاج.

ڪٽي جُنگ جِهاج، سامي هنگلاج ويا.

[ 2390 ]

**ذاتين ڪٽي ڪانئين ٻِڌا ڪپڙ جا.**

ذات= ڪاهوڙي. ڪاٺ (جا) = سنجا> سنجهي.

ڪپڙ جا= سندرا.

ڪاهوڙين ڪٽي، سَنجهي ٻڌا سندرا.

[ 2391 ]

**اَن ۽ مال جا، نار نالي مردن جا.**

اَن جا= پَلَ. مال جا= پُورَ. نار نالو= جيجل.

مرد= جوڳي> جوڳيئڙن.

پلپل پُور (پون)، جيجل جوڳيئڙن جا.

باب اٺويهون

# مجازي ڳجهارتون

[ 2392 ]

**پکيــن** کــان وڏ منهنجــا پريــن، **نــالا نــانءَ** ســندن.

پکي= وِڇُــو> وِڇن. نالو= پنيو. نانءُ=
پِــرو> پِرُون.

وِڇــن کــان وَڏ منهنجا پريــن، پَــنيَــا پِــرُون سندن.

[ 2393 ]

**پنهنجـــو شــهر** ڏســي، **مــــِــرون ذات** تيـــام.

پنهنجو= سُــهڻو> سُــهڻي. شهر= سورت> صورت.
مِـرون= چِـيتو> چيتا. ذات= گُـمٽائي> گُـم.

ســـهڻي صـــــورت ڏســـــي، چيتـــا گم تيـــام.

[ 2394 ]

**نـــالي** ســهڻا ســپرين، **رڇ** نـــ تـــن جـــو کـــو.

نالو= صورت. رڇ= مَـٽُ.

صــورت ســهڻا ســپرين، مَــَـٽُ نـــ تــن جــو کـــو.

[ 2395 ]

**وکـــر ذات** جـــن، منهنجـــو **نرنـــاءَ** بـــ تـــن ســـان.

وکر= سُرمو. ذات= پائتا> پاتا. نرنانءُ=
حسڻ> هسڻ.

ســرما پاتـــا جـــن، منهنجــو هــَـــسڻ بـــ تـــن ســـان.

[ 2396 ]

جڏهن **ســج** ڏنـــم ســپرين، تـــڏهن **عضــوو وڻ** تيــو.

سج(جي) = مُـرڪَ(باک)> مرڪندي. عضوو=
جُـثو. وڻ= جاءِ (گل).

جڏهن مـــُـرڪندي ڏنـــم سپرين، تـــڏهن جثــو جــاءِ تيــو.

[ 2397 ]

آءُ ميـــان، تنهنجي **نرنـــائن**، مـــون کـــي **نرنـــانءَ** کيـــو.

نرنان= کـلڻ، نرنان= ٽـلڻ. نرنان= خوشحال.

آءُ ميـــان، تنهنجَي کلڻ ۽ ٽلڻَ مـــون کـــي خوشـــحال کيـــو.

[ 2398 ]

پرين اڳئي نند جا، پيا ڪپڙ جا ڍڪيائون،
پاهڻ پائي عضوي ۾، ڪپڙ جون ڪڍيائون،
اُنهن ڪي آءُ نرنانءُ چونديس.

نند جا= سُهڻا. ڪپڙ جا= ڪُهنبا. پاهڻ= سُرمو.
عضوو= اکيون. ڪپڙ جون= پَنيون. نرنانءُ= مبارڪ.

پرين اڳئي سُهڻا، پيا ڪُهنبا ڍڪيائون،
سرمو پائي اکين ۾، پنيون ڪڍيائون،
اُنهن ڪي آءُ مبارڪ چونديس.

[ 2399 ]

وڻ پائي رڇ ۾ ست جون ڪنيائون ساڻ.

وڻ= مينديءَ. رڇ= وٿو. ست جون= سڳيون.

مينديءَ پائي وٿي ۾، سڳيون ڪنيائون ساڻ.

[ 2400 ]

پڪي پوڪ مال جا ٻڌل، مون وڻ جن ۾ ڏٺا.

پڪي= ٻاز> ٻازو. پوڪ جا= بَند. مال جا= ٻڌل.
وڻ جا= ڏؤنرا> ڏورا.

بازوبند ٻڌل، مون ڏورن ۾ ڏٺا.

[ 2401 ]

نالي اڳيان ناريون، مرجان راند جا ڪن.

نالو= دلبر. نالو= دادلي> دادليون. راند جا= ماٺا.

دلبر اڳيان دادليون، مرجان ماٺا ڪن.

[ 2402 ]

نالو چڏ منهنجا پرين، نالو مون سان ڪر.

نالو= ساماٺو> ماٺو. نالو= محبت.

ماٺو ڇڏ منهنجا پرين، محبت مون سان ڪر.

[ 2403 ]

نرنانءُ، ٻولي ڏي تہ ڪريون واپار متيءَ جو.

نرنانءُ= جاني. ٻولي= جيءُ. واپار= سودو.
متيءَ جي= سِرَ.

جاني، جيءُ ڏي تہ ڪريون سودو سِر جو.

[ 2404 ]

**وٽئي نالو** ڪر، **وٽئي وڪر** ڪر.

نالو= قبول. وڪر= ڪتل> قتل.

وٽئي قبول ڪر، وٽئي قتل ڪر.

[ 2405 ]

**نالي چيو نالي** ڪي تہ **شهر جي** آٽي ڏي.

نالو= معشوق. نالو= عاشق. شهر جي= سوڪڙي.

معشوق چيو عاشق ڪي تہ سوڪڙي آٽي ڏي.

[ 2406 ]

**نالو** ڪريان چو نہ، پر **اُٿَ جا** سهن ڪين ٿا.

نالو= محبت. اُٿَ جا= ڏاوڻ> ڏائڻ.

محبت ڪريان چو نہ، پر ڏائڻ سهن ڪين ٿا.

[ 2407 ]

**پاٽي** تي آءُ، **نرنالو**، منهنجا پرين.

پاٽي= پڊرو. نر نالو= مَلڪ> مرَ + لڪ.

پڊرو تي آءُ، مرَ لڪ منهنجا پرين.

[ 2408 ]

**لوهہ جا** منهنجا پرين، **لوهہ** جيئن تون ڳالهاءِ،

اسان ٻنهي وچ ۾، **گاهہ جو** بينو آهہ.

لوهہ جا= پورا. لوهہ جي= ڳُجهہ> ڳجهو.

گاهہ جو= اوڪر> اُو + ڪَرُ.

پورا منهنجا پرين، ڳجهو تون ڳالهاءِ،

اسان ٻنهي وچ ۾، اُو ڪَرُ بينو آهہ.

[ 2409 ]

**لوهہ جا** منهنجا پرين، تون **ڳهہ** تي آءُ، اڳيئون **گاهہ جا** وڏا.

لوهہ جو= پورڙو (ننيڙي چڙي)> پورڙا.

ڳهہ جي= لُڪڙي> لڪي. گاهہ جا=ڪرا>ڪَرَ.

پورڙا منهنجا پرين، تون لَڪي آءُ، اڳيئون تي ڪَرَ وڏا..

[ 2410 ]

**وڃُ** جاون، **پنهنجا** آون، **ذاتيون** کاوَن، ايڏا **نالي**
جا **نرناڻ** ميان!

وڃُ= جاکر> کر. پنهنجا= پرين. ذات= کلڻ>
کليو. نالو= آڳو. آڳي. نرناڻ= احسان.

کَرَ جاون، پرين آون، کليوکاوَن، ايڏا آڳي جا احسان ميان!

[ 2411 ]

**کاٺ کاٺ** جون ڳالهڙيون، پون نہ **مال جن**،
اسان ۾ پرين، کٽي **شهر** ڦتو کيو.

کاٺ جي=ڳجهہ. کاٺ(جا) = دَر> اندر. مال
جون= بيڪون> ٻئي + ڪَنُ. شهر= گڏيجي
(تعلقو گنبٽ) گڏي + جيءُ.

ڳجهہ اندر جون ڳالهڙيون، پون نہ ٻئي ڪَن،
اسان ۾ پرين، گـڏي جيءُ ڦتو کيو.

[ 2412 ]

اوري آءُ مَ منهنجا **نالا**، متان **گاهہ** کنئي.

نالو= پرين. گاهہ= ڪوتڪ> ڪو + تَڪَ.

اوري آءُ مَ منهنجا پرين، متان ڪو تَڪ کنئي.

[ 2413 ]

**پکي** نہ ٿيءُ، **کانيءَ** نہ آءُ، متان ماڻهو **مرون** کنئي.

پکي= چِپ. کانيءَ جو= هَرُ> هرهر. مرون=
سَهو> سهي.

چِپ نہ ٿيءُ، هرهر نہ آءُ، متان ماڻهو سهي کنئي.

[ 2414 ]

**کانئين** اينِدي سان، **کانئين** ويندي سانِ،
**کانئين** سنديون ڳالهڙيون، **کانئين** کندي سانِ.

کانيءَ جي= ڳُجهہ (اَرٽيءَ جي چَپر).

ڳُجهين اينِدي سان، ڳجهين ويندي سانِ،
ڳجهن سنديون ڳالهڙيون، ڳجهين کندي سانِ.

[ 2415 ]

مُئا **مِرُون، حاڪم جو** تينئي، **وڻ** چڏ تہ **پوڪ** ملون.

مِرون= ڪتو. حاڪم جو= خط> ڪَتُ (مرض) .

وڻ= بَهڻ. پوڪ= ساٿر> ساعت.

مُئا ڪتا، ڪَتُ تينئي، بَهڻ چڏ تہ ڪا ساعت مِلون.

[ 2416 ]

مان تہ **فقير** تنهنجو، **پوڪ جون** نہ ڪر مون سان.

فقير= عاشق. پوڪ جون= گهُنديون.

مان تہ عاشق تنهنجو، تون گهُنديون نہ ڪر مون سان.

[ 2417 ]

**ڪاٺ جن** ۾ هئين منهنجا پرين! تڏهن **جر جون** وڏيون مون،

جڏهن وڏو ٿيو آهين، تڏهن تو **مال جا** ڪرين.

ڪاٺ جا= پينگها. جر جا= اڪا> اڪيون.

مال جا= گوشا.

پينگهن ۾ هئين منهنجا پرين، تڏهن اڪيون اڙايون مون،

جڏهن وڏو ٿيو آهين، تڏهن تو گوشا ڪرين.

[ 2418 ]

**وڻ** وسين منهنجا پرين، **اجهي** ڇو نہ اچين،

**ڪپڙي** اندر تو ڳالهڙي، سا **مائٽين** ڇو نہ ڪرين.

وڻ= توٽ> تون +تن. اجهو= پيهي. ڪپڙي (جو) = جامون> جا + من. مائٽ= مامون> مان + من.

تون تن وسين منهنجا پرين، پيهي ڇو نہ اچين،

جا من اندر تو ڳالهڙي، سا مان من ڇو نہ ڪرين.

[ 2419 ]

**زحمت** ويڙهيا سپرين، **زحمت** ڏسڻ نہ ڏينِ،

الله ائين ڪرينِ، جو سدا هونِ **زحمت** ۾.

زحمت= بگ. زحمت= رتي. زحمت= محلو> محل.

بگ ويڙهيا سپرين، رتي ڏسڻ نہ ڏينِ،

الله ائين ڪرين، جو سدا هونِ محلن ۾.

[ 2420 ]

شهر بہ لڳم جن سان، **فقير جا** بہ ڪندين تن ڪي،
**نالو** هوندو نصيب ۾، تہ **شهر جو** بہ ٿيندو تن سان.

شهر= ذِلي> دل. فقير جا= سوال. نالو= لکيو.
شهر جو= ميلو.

دل بہ لڳيم جن سان، سوال بہ ڪنديس تن ڪي،
لکيو هوندو نصيب ۾، تہ ميلو بہ ٿيندو تن سان.

[ 2421 ]

چـُل ڙي **پيڙيءَ وارا**، وڃي **شهر** خبر ڏي،
**پوڪ** تہ پوڪيم جن ڪاڻ، موليٰ ميلي سي.

پيڙيءَ وارا= ساڳاهيا. شهر= منجهئون. پوڪ=
ڪاسني> ڪي + سنہ.

چل ڙي ساڳاهيا، وڃي مجهئون خبر ڏي،
ڪي سنہ ڪاڻيم جن ڪاڻ، موليٰ ميلي سي.

[ 2422 ]

**پوڪ ڪاڻ** تي، جي **ڪامڻ** آهہ تہ **نرنانءَ** بہ ٿيندو،
نہ تہ **شهر** ڙي.

پوڪ جي= رکَ. ڪاڻ= لاهہ> الله. ڪامڻ=
حياتان> حياتي. نرنانءَ= مولو> ميلو. شهر=
ياڳناڙي> ياڳ.

رک الله تي، جي حياتي آهہ تہ ميلو بہ ٿيندو، نہ تہ
ياڳ ڙي.

[ 2423 ]

**ذات** لڳي جن، **پڪيءَ جو** تن ڦتو ڪيو.

ذات= جوڪيا> جوڪو. پڪيءَ جو= ڦيرو.

جوڪو لڳو جن، ڦيرو تن ڦتو ڪيو.

[ 2424 ]

**نرنانءَ** ماڻهو ڏيهہ ۾، آءُ **نرنانءَ** ڪونہ ڏسان،
**نرنانءَ** آهيم ڪونڪو، جنهن ڪي سُتَ هٿ جا ڏيان،
هاڻي ڪيئن ڪريان، جو مون جي پَتَ پري ٿيا.

نرنانءُ = دشمن. نرنان= سڄڻ. نرنان= محرم.
سُٽ جا= ڏورا. هٿ جا= پاءَ. پَٽَ جَي=وَسَ.

دشمن ماٺهو ڏيهه ۾، آءُ سڄڻ ڪونه ڏسان،
محرم آهيم ڪونڪو، جنهن کي ڏوراپا ڏيان،
هاٿيَ ڪيئن ڪريان، جو مون بيوس ڪان پري ٿيا.

[ 2425 ]

شهر سڄوئي لوهه، نرنانءُ نهي ئي ڪونه.

لوهہ= مارو. نرنان= سڄڻ.

شهر سڄوئي مارو، سڄڻ نهي ئي ڪونه.

[ 2426 ]

ڪنڌ وڻ ۾ منهنجا پرين، وجي وڻ جا ڪياسون،
شهر جن ۾ وجي، رپي جا ڪياسون،
جڏهن مال جا ماڻهو پيدا ٿيا، تڏهن ڪٽي ڏڏ جا ڇڏياسون.

ڪنڌ وڻ جا= پور. وڻ جا= گوش> گوشا. شهر
جا= ماڙيون ۽ محل. رپي جي= پرڪ. مال جا=
ڪَرَ> ڪَرَ. ڏڏ جا= گهمرا.

پورن ۾ منهنجا پرين، وجي گوشا ڪياسون،
ماڙين ۽ محلن ۾، پرين پرڪياسون،
جڏهن ڪَرَ ماڻهو پيدا ٿيا، تڏهن ڪٽي گهمرا ڇڏياسون.

[ 2427 ]

هي جي مِرون پيدا ٿيا، تہ اَن جا ڇڏيا مون.

مِرون = ڪتو> ڪُتڙا. اَن جا= گهمرا.

هي جي ڪتڙا پيدا ٿيا، تہ گهمرا ڇڏيا مون.

[ 2428 ]

جنهن کي ڳهہ جي لڳل، سا ذاتيون ڇو نہ ڪري.

ڳهہ جي= لڻون. ذات= گهمراٽي> گهمرا.

جنهن کي لڻون لڳل، سا گهمرا ڇو نہ ڪري.

[ 2429 ]

اسان وٽ لوهہ جي گهٽي، توهان وٽ ڪنولي
جي ڪانہ.

لوهہ جي= ڪيرِ> اُڪير. ڪنولي جي= تانگهہ.
اسان وٽ اُڪير گهٽي، توهان وٽ تانگهہ(ئي) ڪانہ.
[ 2430 ]
**لوهہ نالي** جي هنيئي، **لوهہ جي** مون ڪي ناهہ.
لوهہ جي= ميخ. نالو= محبت. لوهہ جي=
چَينَ> چَينُ.
ميخ محبت جي هنيئي، چَينُ مون ڪي ناهہ.
[ 2431 ]
**نالي** ڪي **نالو** ڳري، سو پڻ **نالو** ڙي.
نالو= دانهہ. نالو= ديوانو. نالو= عشق.
دانهہ ڪي ديوانو ڪري، سو پڻ عشق ڙي.
[ 2432 ]
**گاهہ** ڏني **نرنانءُ** ملي، تہ مان **نالو** تيان.
گاهہ= سَرُ> سِرُ. نرنانءُ= ساجن. نالو= قربان.
سِر ڏني ساجن ملي، تہ مان قربان تيان.
[ 2433 ]
**مِتي** ڏني **نرنانءُ** ملي، تہ **ليڪي عضوي** ڏئي.
متيءَ جي= سِرَ> سِرُ. نرنانءُ= ساجن. ليڪو=
ڏونِ> ڏونهين. عضوو= هٿ> هٿين.
سِر ڏني ساجن ملي تہ ڏونهين هٿين ڏي.
[ 2434 ]
اي ميان **ذات**! هن **متيءَ جي** ڪي ڪا **ڪاني** چڏين ها،
تہ **جر جي** ۾ پيو ڏسان ها.
ذات= اوڏ. متيءَ جي= ماڙي. ڪاني= دري.
جرجي= گهڙي. ذات= معشوق.
اي ميان اوڏ! هن ماڙيءَ ڪي ڪا دري ڇڏين ها،
تہ آءٌ گهڙي گهڙي پيو ڏسان ها.
[ 2435 ]
**ذات** سان **نالو** سڳو، تيلاتهہ سڏ مرض جو تيسو.

ذات= رازا> رضا. نالو= رمضو> رمزون. سڏ=
جيءُ. مرض جو= جڏو.
رضا سان رمزون لڳيون، تيلانهه جيءُ جڏو ٿيو.

[ 2436 ]

**چڏ حاڪيماٽيون**، ڪر **ڪاڄ جون، ذات** ٿينداسون.
حاڪيماٽيون= ڏاڍايون. ڪاڄ= مٺايون. ذات= مَري.
چڏ ڏاڍايون، ڪر مٺايون، مري وينداسون.

[ 2437 ]

**نالي** وارا هٿاسون، **رچ** نه ٿياسون،
**ڪاٺ** جن ۾ پئي، **ذات** وينداسون.
نالو= اُميدو> اُميدن. رچ= ڳڏون> ڳڏ.
ڪاٺ جو= ڦوڙائو. ذات= مَري.
اُميدن وارا هٿاسون، ڳڏ نه ٿياسون،
ڦوڙائي ۾ پئي مري وينداسون.

[ 2438 ]

**نالي** ماريس، **نالو** آهي، **نالو** ڪي تو **نالو** ني.
نالو= محبت. نالو= صحبت. نالو= سڪندر>
سڪ + اندر. نالو= ساٿي> سا + ٿي.
محبت ماريس، صحبت آهي، سڪ اندر جي، سا ٿي ني.

[ 2439 ]

**نالو** ويني نهاريان، **نالي** ماري آهيان.
نالي= واٿو> واٿُون. نالو= محبت.
واٿون ويني نهاريان، محبت ماري آهيان.

[ 2440 ]

**زمين جيئڏ** ۾، **شهر** ٿون آيو ٿي سپرين!
زمين جي= ڳجهه. جيئڏ= ڳوهه. شهر= مڏئي>
مان + ڏي.
ڳجهه ڳوهه ۾ مان ڏي آيو ٿي سُپرين!

[ 2441 ]

اڳي ته منهنجو **نالو** هئين، هاٿي **گاهه** ٿون وئين.

نالو= جاني. گاھ جو= پُڇَڙ> پُڇڻ.
اڳي تہ منهنجو جاني هئين، هاڻي پُڇڻئون وئين.
[ 2442 ]
**رچ** نہ وجهہ منهنجا پرين، **پوک جي** تي تيان،
ڪونهي **شهر نالي**، جنهن **عضوي هٿ جا** ڏيان.
رچ = گهڙي. پوک جي= چَري. شهر= هالا> حال.
نالو= محرم. عضوو= هٿ. هٿ جا= پاءِ> نياپا.
گهڙيون نہ وجهہ منهنجا پرين، چري تي تيان،
ڪونهي حال محرم ڪو، جنهن هٿ نياپا ڏيان.
[ 2443 ]
**نالي** منجهہ هياس، تہ بہ **عضوي** ۾ **پنهنجي** هئي.
نالو= سقراط> سڪرات. عضوو= تن. پنهنجي= تات.
سڪرات منجهہ هياس، تہ بہ تنهنجي تن ۾ تات هئي.
[ 2444 ]
**ڏينهن جي** توڪان **جرجي**، **ملڪ** نہ تي **ننڊ جا** پرين!
ڏينهن جي= گهڙي. جر جي= ڏار. ملڪ= سِرو=
سَري. ننڊ جا= سهڻا.
گهڙي توڪان ڏار، سَري نہ تي سهڻا پرين!
[ 2445 ]
**مٽيي جون** بُڌي آءُ **اَن جا** گهورينديس.
مٽيي جون= وايون. اَن جا= جيءَ.
وايون بُڌي آءُ جيءُ گهورينديس.
[ 2446 ]
**ڪاني** لائين تہ مان **ذات** ٿي تنهنجي.
ڪانيءَ(جو) = ڪَتب. ذات= گولا> گولي.
ڪتب لائين تہ مان گولي ٿي تنهنجي.
[ 2447 ]
پرين بہ **ڪپڙو**، مان بہ **ڪپڙو**، پر الله **ڪپڙو**
ڪڙنہ ميان!

ڪپڙو= جوڙي.

پريــن بـــ جـــوڙي، مـــان بـــ جـــوڙي، پـــر الله جـــوڙي ڪانــ ميـان!

[ 2448 ]

**جهــُـڙ جو** ڪر نــ سپرين، هــي **آن جــو** ڏيڻـدس تــو.

جهـُـڙ جو= آگم> آءُ + غم. آن جو= جيءُ.

آءُ غــم ڪــر نـــ ســپرين، هـــيءُ جـــيءُ ڏينـــدس تـــو.

[ 2449 ]

محبوبـن **گنـدي** هنئـي، سـا وجـي **سـگـيٽين** پيئـي،

**نرنـانءُ** تيـس ڪونڪـو، پاٽـان **جــر جـــي** تـــي.

گندي= چـُريل> چـُري. سگيٽين= ساهـُرني> سا + هـُري. نرنانءُ= چـُـٽڻ. جر جي= چـِـڪ> چـِـڪي.

محبوبـــن چـــُــري هنئـــي، ســـا هـــُــــري پيئـــي،

چـٽـــڻ تيــس ڪونڪـــو، پاٽـــان چـــِـــڪي پيئـــي.

[ 2450 ]

**ذات** منهنجـي **گهـ**ـ مـان **سـودي رانـد جـي** آهيـان.

ذات= عامل> آءُ + مل. گهـ = والي. سودي جي= ٻول. راند جي= ٻڌي.

آءُ مـــِـــل منهنجـــا والـــي، مـــان ٻولـــن ٻـــڌي آهيـــان.

[ 2451 ]

مـان هيـس **پيـڙيءَ جـن** ۾، تـو تـي **مـال جـا** ڪيـا.

پيڙيءَ جا= پـُور. مال جا= گهمرا.

مـــان هيـــس پـــورن ۾، تـــو تـــي گهمـــرا ڪيـــا.

[ 2452 ]

جي **ڪـانيءَ جـو** آٽيـن هـا سپرين! توکـي **مـرض جـو** نــ ڏيـان هـا.

ڪانيءَ جو= ميڙ. مرض= وارو> واري.

جـي ميـڙ آٽيـن هـا سـپرين! توکـي واري نـــ ڏيـان هـا.

[ 2453 ]

**نـالو ڳهـ**ـ جـو جيـڏيون، تـــ **عــورت** چـو نـــ تيـان.

نالو= ساجن. ڳھ جو= رڄ> سرڄي. عورت= سُکي.
ساجن سرڄي جيڏيون! تہ سُکي ڇونہ ٿيان.

[ 2454 ]

کيم **راند جون** کيتريون، **نرنان** عمر ساري،
آهيان ڏوهاري، **نرنانءَ** تہ **عضوو** ٿيان.

راند جون= ڪچيون. نرنانءَ= سچڻ. نرنانءَ=
تارو> تارئين. عضوو= تِري> تَري.

کيم ڪچيون کيتريون، سچڻ! عمر ساري،
آهيان ڏوهاري، تارئين تہ تَري پوان.

[ 2455 ]

**وهٽ جي** پڇئي تہ **نالو** کجان،
**نالو** ڪري، **راند جي** کجان،
**راند جي** نہ پڇئي تہ پوءِ **نالو** نہ ٻولجان.

وهٽ جي= وک. نالو=محبت. راند جي= توڙ.
نالو= ڪوڙو> ڪَڙو.

وک پُڇئي تہ محبت کجان،
محبت ڪري، توڙ کجان،
توڙ نہ پڇئي تہ پوءِ ڪڙو نہ ٻولجان.

[ 2456 ]

آءُ ڙي **نرنانءُ**، تہ ڪنو **نالو** ڪريون،
متان **نرنانءُ** اچي، ڪو **مال جو** وِجهي.

نرنانءُ= ساجن. نالو= صحبت. نرنانءُ= موتي>
موت. مال جو= چوڙو> وڇوڙو.

آءُ ڙي ساجن تہ ڪا صحبت ڪريون،
متان موت اچي، ڪو وڇوڙو وِجهي.

[ 2457 ]

**ڪاٺي** ڪنهن جي نہ پُڄي، **پوک** هر ڪنهن جي هوءِ،
**راتو** هن **فقير جو**، مَن پرينءَ ڪي پوءِ،
اسين **سوداگر** نہ سَهون، اوهين **نرنان** ڪريو ڇو؟

کانيءَ جي= اسِي> آس. پوک = پوري. رات=
قدر. فقيرجو=حالَ. سوداگرجي=ساعت. نرنان=آچار.

آس کنهن جي نہ پُڄي پوري هر کنهن جي هوءِ،
قدر هن حال جو، من پريںءَ کي پوءِ،
اسين ساعت نہ سهون، اوهين آچار کريو ڇو؟

[ 2458 ]

**اک جو اڳي ويو، ويو هاڻ بہ اک سندو،**
**ننڊ جا نہ کر حاکيماڻي، تون نرنانءَ تيءَ نار،**
**رچ کر نرنانءَ، تَڙ متي جو نام جو.**

اک جو= حيا. اک سندو= شرم. ننڊ جا= سهٽا
(خواب). حاکيماڻي= سختي. نرنانءَ= دلبر. نار=
نريمان> نرم. رچ= کَرو> کري. نرنانءَ=
کَرم. تڙ جو= وارو. متي جو= وار. نام=
واصل> وصل.

حيا اڳيئي ويو، ويو هاڻي شرم،
سهٽا! نہ کر سختِي، تون دلبر تيءَ نَرم،
کري کو کرم، وارو وار وصل جو.

[ 2459 ]

**رَسي جا** کرين ها منهنجا پرين! سي تو نہ کيا،
**مال جا** کرين ها منهنجا پرين! سي تو نہ کيا،
**لوهہ جا** ڏئين ها منهنجا پرين! سي تو نہ ڏنا،
**عضوي جا** وجهين ها منهنجا پرين! سي تو نہ وڌا،
جڏهن تون تئين **نرناءَ**، تڏهن، آءَ ويس **نارنانءَ**.

رسي جا= ويڇوا. مال جا= ڇٽ. لوهہ جا= ياالا>
اويالا. عضوي جا= ياکر. نرنانءَ= تڏو.
نارنانءَ= بڇي.

ويڇوا (وِڇوارو) کرين ها منهنجا پرين! سي تو نہ کيا،
ڇٽ کرين ها منهنجا پرين! سي تو نہ کيا،
اويَالا ڏئين ها منهنجا پرين! سي تو نہ ڏنا،
ياکر وجهين ها منهنجي پرين! سي تو نہ وڌا،
جڏهن تون تئين تڏو، تڏهن آءَ ويس بڇي.

[ 2460 ]

**نالن** ۾ منهنجا پرين! **پاٽي** تياسون پاڻ،
**عضون جون** هاڻ، مون سان نہ ڪر منهنجا پرين!

نالو= ٻڌو> ٻڌو. نالو= سوڍو> سُئو. پاٽي=
ڀڌرو. عضون جون= تريون> ايتريون.

"ٻُڌو سُئو" ايتريون منهنجا پرين! پڌرا تياسون پاڻ،
ايتريون هاڻ، مون سان نہ ڪر منهنجا پرين!

[ 2461 ]

آيس **وڪر** ڪٽي، مون ڪي **وڪر** بہ نہ چيائون،
**مرونءَ** جي من ڪري، **شهرن** جي ڏنائون،
**مچي پاٽيءَ** جي مان سان نہ ڪيائون،
انهيءَ ڪي آءٌ **ذات** سَلي چا ڪريان.

وڪر= وهہ> ويهڻ. وڪر= وهہ. مرونءَ=
گورڪر. شهرڻ= چني. مچي(جي) = پُچي
پاٽيءَ(جي) = ڪَرَ>ڪَلَ. ذات= سُورَ.

آيس ويهڻ، مون ڪي، ويهہ بہ نہ چيائون،
گورڪريٰن! ڪن ڪري چني ڇڏيائون،
پُچي مان وتان ڪَل بہ ڪانہ لڌائون،
انهيءَ ڪي آءٌ، سورَ سلي چا ڪريان.

[ 2462 ]

**ڪاچ جو** ڪنهن ڪي چوان، من ڪو **پِير جو** تئي.

ڪاچ جو= پيرو> پيروئي> پيو + روئي. پِيرجو= ميلو.

پيو روئي ڪنهن ڪي چوان، من ڪو ميلو تئي.

[ 2463 ]

مان سان محبوبن، **ليڪي هٿ جي** ڪانہ ڪئي.

ليڪي جي= اَسي. هٿ جيٰ= لَپَ> اصيلپ.

مان سان محبوبن، اصيلپ ڪانہ ڪئي.

[ 2464 ]

**پوڪ جي** ڪري پرينءَ ڪي ٻُڌائي،
تہ **نارنانءَ** وس اسان جي نہ آهي،
اسان جو **مال جو** اوهان سان آهي.

پوک جي= ڪورڙ> ڪو + رڙ. نارنانءَ= جيئڻ.

مال جو= آسابند.

ڪو رڙ ڪري پريِنءَ ڪي پڌائيٰ،
تہ جيئڻ وس اسان جي نہ آهي،
اسان جو آسابند اوهان سان آهي.

[ 2465 ]

**مهتي** ڪريو **مهتي** ڪريان، **مهتي** تئي شال،
**مهتي** مون ڪان يار لهڻي، سا بہ ڏيان شال.

مهتي= آسي> آس. مهتي= اُميد. مهتي= پوري.

مهتي= پرتي> پِرت.

آس ڪريو اُميد ڪريان، پوري تئي شال!
پِرت مون ڪان يار لهڻي، سا بہ ڏيان شال!

[ 2466 ]

اسان کي **ڪنولي جي** گهٽي، اوهان کي **جندب جو** ناهي،
**پِيرن جو** الائجي ڪڏهن ٿيندو!

ڪنولي جي= تانگهہ. جندب جو= ڪرُ> اُڪير.

پِيرن جو= ميڙو.

اسان کي تانگهہ گهٽي، اوهان کي اُڪير ناهي،
ميڙو ڪڏهن ٿيندو!

[ 2467 ]

**اَن جا** پرين! آءٌ تولاءِ **اَن جي** آهيان.

اَن جو= چوندو> چوندب> چوندبيل. اَن جي=
ڪُنديي> ڪُنديي> اُڪندبي.

چوندبيل پرين! آءٌ تولاءِ اُڪندبي آهيان.

[ 2468 ]

**رَچ** نَسيا منهنجاپرين تون **ولاتئون** وري آءُ،
تہ تو مون وچانءِ، **گاهہ** بہ وجي نڪري.

رچ= پارا. ولايت= ڪڇ. گاهہ= سيءُ.

پارا(سيءُ) نَيا منهنجاپرين، تون ڪڇئون(ڪڇ مان) وري آءُ،
تہ تو مون وچانءِ، سيءَ بہ وجي نڪري.

[ 2469 ]

**نـــــالن** جـــــي **وڻ** خبــــــر ڏي؟

نالو= مِٺو. نالو= ميوو. وڻ= ڪامونٺي> ڪا + مون.

مَـــــٺن ميـــون جـــي ڪـــا مـــون خبـــر ڏي؟

[ 2470 ]

عــورت ڏيــو ڙي جيــڏيون! تــہ **ڪاريــگر جــي** اچــان.

عورت= متي> مت. ڪاريگر جي= آنٺ

(آن وٺ= اوهان وٽ).

(ڪــا) مــت ڏيــو ڙي جيــڏيون! تــہ اوهــان وٽ اچــان.

[ 2471 ]

**ٻولــي** ڪــري **ٻولــي** ڪيــائون، تــن ڪــي ڪهــڙا

**مــال جــا** پيــا.

ٻولي=ها. ٻولي= نہ. مال جا= گهوڙا.

هــا ڪــري نــہ ڪيــائون، تــن ڪــي ڪهــڙا گهــوڙا پيــا؟

[ 2472 ]

**پنهنجــي ڪپــڙي جــا**، تــون **ڪــاٺ شـــهر** ڪــراءِ.

پنهنجي= دل. ڪپڙي جا= بَــرَ. ڪاٺ جو= در.

شهر= سن.

دلبـــــــر! تـــــون درســــــن ڪـــــــراءِ.

[ 2473 ]

**مــال جــي** ڏيڪــار، نــہ تــہ **نرنــانءَ** ٿــو مــاري!

مال= مينهن> مُنهن. نرنانءَ= سڪندر>

سڪ + اندر.

منهــن ڏيڪــار، نــہ تــہ ســڪ انــدر جــي ٿــي مــاري!

[ 2474 ]

**چـــوڙ پـــوڪ** دي، متـــان ميـــن **ذات** ٿيـــوان.

پوڪ= تماڪ> طمع + ڪُون. ذات= مَري> مَـر.

چـــوڙ طمــع ڪـــون، متـــان ميـــن مـــر وڃـــان.

[ 2475 ]

اسين اوهان جي راڄ ۾، اڇي **لوهہ جا** ٽياسون،
ماڻهو اوهان جي راڄ جا، تا **مال جون** ڪن مون،
ائين تا چون تہ تون **جيئڏڙي** جيڏيون.

لوهہ جا= ڪڙا. مال جون= ويڙهون. جيئڏ=
مهوڙ مَر + هو.

اسين توهان جي راڄ ۾، اڇي ڪڙا ٽياسون،
ماڻهو اوهان جي راڄ جا تا ويڙهون ڪن مون،
ائين تا چون تہ تون: مرَهو، ڙي جيڏيون!

[ 2476 ]

اڳي **نالي** ايندو هئين، هاڻي تہ **نالي** ئي نتو اچين،
متان ڪنهن **نالي** جهليو ائي.

نالو= اڱڻ. نالو= نظر. نالو= وارث.

اڳي اڱڻ ايندو هئين، هاڻي تہ نظرئي نتو اچين،
متان ڪنهن وارث جهليو ائي.

[ 2477 ]

تو تي **ڏِڳي جا** ڪيا، تڏهن هتي **حُقي** جا گهٽا،
هاڻي تون وجي **پنهنجي** تيءُ.

ڏِڳي جا= ڦيرا. حُقي جا= چُغل. پنهنجي = جاءِ.

تو تي ڦيرا ڪيا، تڏهن هتي چُغل گهٽا،
هاڻي تون وجي جاءِ تي.

[ 2478 ]

**ڪپڙي** ۾ ايندياس، **ڪپڙي** ۾ وينديياس،
**ڪپڙي** سنديون ڳالهڙيون، **ڪپڙي** سان ڪندياس.

ڪپڙو= گهونگهٽ.

گهونگهٽ ۾ ايندياس، گهونگهٽ ۾ وينديياس،
گهونگهٽ سنديون ڳالهڙيون، گهونگهٽ سان ڪندياس.

[ 2479 ]

**پوڪ ڪکن جي** آءُ منهنجا پرين، هو تا **مال جا** ڪن.

پوڪ= تر> ترَ. ڪکن جي= رسي. مال جا= وڳ.

ترسي آءُ منهنجا پرين، هو تا وڳَ ڪن.

[ 2480 ]

**عورت** كر منهنجا **نرنان**، **شهر** ئون **پنهنجي** ڏيندي سئين.

عورت(جو) صبر. نرنان= منو. شهر= دلي.
پنهنجي= ڳراٽي.

صبر كر منهنجا منا، دليئون ڳراٽي ڏيندي سئين.

[ 2481 ]

**زحمت جانور جي**، مُڪائون مان ڏي،
**تڙن** جون **رڇن** تي، اڇان كيئن آن ڏي.

جانور جي زحمت= كت> خط. تڙن جون= چوڻكيون.
رڇ= در> درن.

خط مُڪائون مان ڏي، چوڻكيون درن تي، اڇان كيئن آن ڏي.

[ 2482 ]

**نالي** وارا، **نالو** اٿئي، هن **نالي** جي پارت اٿئي.

نالو= بُولو. نالو= جانُو> جانو. نالو= غلام.

بُولي وارا، جانو اٿئي، هن غلام جي پارت اٿئي.

[ 2483 ]

**نالي** منجهه هياس ته به تنهنجي **عضوي** ۾ **پنهنجي** هئي.

نالو= سقراط> سكرات. عضوو= تن. پنهنجي= تات.

سكرات منجهه هياس ته به تنهنجي تَن ۾ تات هئي.

[ 2484 ]

**سازين لوهه** لڳو، **نرنانءُ** ڏيندس تن كي.

ساز= دِلو> دليئون. لوهه(جو) = پيچ. نرنانءُ= محبت.

دليئونَ پيچ لڳو، محبت ڏيندس تن كي.

[ 2485 ]

**نالي** واراهئاسي، **رڇ** نه ٿياسي، انهن **نالن** ۾ **ذات** ٿينداسي.

نالو= اُميدو. رڇ=گڏون> گڏ. نالو= اميدو.
ذات= مري.

اميدن وارا هئاسي، گڏ نه ٿياسي، انهن اُميدن ۾ مري وينداسي.

[ 2486 ]

رچ مَ ڪسڻ منهنجا پريسن! آءُ تسي رچ تيسان،
هي شهر نرنانءُ جو ناهي، هٽ جا ڪنهن کي ڏيان؟
هاٽي ڪيئن ڪريان، جو پسَٽ وارئون پري ٿيا.

رچ= دلي> دل. رچ= چروڙي> چري ڙي.
شهر= هالا> حال. نرنانءُ= محرم. هٽ جا=
وٿ> انت. پٽ واريون=وَسيون.

دل مَ ڪسڻ منهنجا پريسن، آءُ تسي چسري ڙي تيسان،
هسي حسال محسرم نساهي، اَنست ڪنهسن کسي ڏيسان؟
هساٽي ڪيئسن ڪريسان، جسو وسسئون پسري ٿيسا.

[ 2487 ]

مسرض نسہ آيسو تسن، مٿسيءَ جسي لڏائسون ڪانسہ.

مرض چڪي. مٿيءَ جي= واري> پوئواري.

چِسڪي نسہ آئسي تسن، پوئَسواري لڏائسون ڪانسہ.

[ 2488 ]

حسُسب جسو ڪسري نسالوُ تسي،
نرنسانءُ جسي گهسوڙي ۾، تسہ نسالو سسڏجين.

حُب= قرب. نالو= قربان. نرنانءُ= معشوق.
گهوڙي جو= ميُدان. نالو= عاشق.

قسرب ڪسري قربسان تسي، تسہ معشسوق جسي ميسدان ۾
عاشسق سسڏجين.

[ 2489 ]

مر تہ جهنگ جا مون ڏين، ڪوڏي تيان مان نہ تن سان.

جهنگ جا= مِرون> مارون. ڪوڏي= سچلي> سچي.

مر تسہ مسارو مسوَن ڏيسن، سچي نسہ تيسان مسان تسن سسان.

[ 2490 ]

اي مٺا مِرون! حاڪم جي تئيئي، وڻ چڏيو تہ پوڪ مسلون.

مِرُون= ڪتا. حاڪم (جو) = خط> ڪَتُ (مرض).
وڻ= بَهَڻ. پوڪ= ساتر> سات> ساعت.

اي مٺا ڪتا! ڪَتُ تئيئي، بهڻ ڇڏ تہ ڪا ساعت ملون.

[ 2491 ]

**نــــالو** پـــائي **عضـــوي** ۾ بينـــا **نـــالو** كـــن،
آءُ بـــ **نـــالو** تـــن جـــو، جـــي مـــون كـــي **نـــالو** كـــن.

نالو= بولو. عضوو= نڪ. نالو= سلام. نالو= غلام.
نالو= قبول.

بولـــو پـــائي نـــڪ ۾، بينـــا ســـلام كـــن،
آءُ بـــ غـــلام تـــن جـــو، جـــي مـــون كـــي قبـــول كـــن.

[ 2492 ]

**نرنـــــانءُ عضـــــوو جيـــــت** ڙي!

نرنان= مِـنو> مِـنا. عضوو= اک. جيت= ڪڻ(بلا).

مـــــــــــنا، اک كـــــــــڻ ڙي!

[ 2493 ]

**پـــوک** پكـــي تـــي، تـــون وجـــي **كـــاني** تـــيءُ.

پوک= ڦُـتي(وونئڻ). كاني= طاقي.

پرهـــ ڦتـــي تـــي، تـــون وجـــي اوطـــاقي تـــي.

[ 2494 ]

**وڻ جـــي وڻ** تياس، پـــر هـــن **گاهـــ** ئـــي كونـــ كيـــو.

وڻ جي= ڳـرِ> ڳري. وڻ= كندو> كندا.
گاهـ= كَـل.

ڳري كنـدا تيـاس، پـر.هـن كـَــل ئـي كانـــ لـــذي.

[ 2495 ]

**كـــاڇ جـــو** كنهـــن كـــي چـــوان، مـــن كـــو **پـــِير جـــو** ٿئـــي.

كاڇ جو= پيرو> پيو + روئي. پـِير جو= ميلو.

پيـــو روئـــي كنهـــن كـــي چـــوان، مـــن كـــو ميلـــو ٿئـــي.

[ 2496 ]

**نـــالي** تـــي ڏســـان، پـــر **نـــالي** اَچـــن ئـــي كيـــن.

نالو= پيروز> پـَئي روز. نالو= موندر> مون در.

پئـــي روز ڏســـان، پـــر مـــون در اچـــن ئـــي كيـــن.

[ 2497 ]

اَن جـــي تـــي كـــِـيان، **عـــورت** مـــان تيـــان،
منهنجـــا ڙي ميـــان! پَـــوءِ **متـــيءَ جـــي** كانـــ كيـــان.

اَن جي= ٻُڪي> ٻڪيون. عورت= ڇڳي. منيءَ
جي= واري.

ٻُــــڪيون تـــي ڪـــِـيان، ڇڳـــي مـــان ٿيـــان،
منهنجـــا ڙي ميـــان! ٻوئـــواري ڪانـــ ڪيـــان.

[ 2498 ]

**جنـڊ** ئـون **ٻيــڙيءَ جــا**، مـان سـان شـال نـ ڪـن،
جــن ســان **شـــهر** لـــڳن، ســي مــَــر **ذات** هجـــن.

جنڊ جا= جهيڙا (گُڙڪا). ٻيڙيءَ جا= جهوٽا> جهٽا.
شهر= دلـِي(دهلي)> دليون. ذات= اوڏ> اوڏڙا.

جهيـــڙا ۽ جهٽـــا، مٽـــان ســـان شـــال نـــ ڪـــن،
جــن ســان دليــون لــڳن، ســي مــر اوڏڙا هجـــن.

[ 2499 ]

**اڪريــن** آءٌ تـــي ســاريان، **اڪريـــن** تـــون ٻـــڻ ســار،
**اُوزاريـن** ڇڳـي ٻوئـي، تـ **جـر جـون** ڳــالهيون ٻـار،
**نـالو** ٿئـي قــرار، جــي **ڏينهـن جـي** مليــن ســُپرين!

اڪــر= جيــم ۽ ميــر> جيئــن + مــن. اڪــر= تــي ۽
ميــر> تيئــن + مــن. اوزارن= ڪــاتن> ڪــا + تــن.
جرجــن= ســيمن> ســي + مــن. نـــالو= هيمـــن>
هيءُ + من. ڏينهن جي= ساعت.

**جيئـن** مــن آءٌ تـي ســاريان، **تيئــن** مــن تــون ٻــڻ ســار،
ڪــا تــن ڇڳــي ٻوئــي، تـ ســي مـَـن ڳــالهيون ٻــار،
هــيءُ مــن ٿئـــي قـــرار، جــي ســاعت مليــن ســپرين!

[ 2500 ]

ڪــو وهــٽ **جــي** هــوءِ، تـ **ٻنهنجــي ڪپــڙي جـــي**
ٿئـــي ڪانـــ:

وهٽ جي= ٿورَ> ٿورڻ. ٻنهنجي= ٻريت. ڪپڙي
جي= ٻُراڻي.

ڪــو ٿــورڻ وارو هــوءِ، تـ ٻريـت ٻراڻـي ٿئـي ڪانـ.

[ 2501 ]

جتي **ٻاٽيءَ جون** هجن، اتي **اَن جون** ٿين ٿي ڪين.

پاٽيءَ جون= دِليون. اَن جون= پَليون.
جتـي دليـون هجـن، اَتـي پليـون ٿيـن ٿـي ڪيـن.
[ 2502 ]
**ڪپـڙي دل محبـوب سـان، اَن جـي رهنـدي ڪيئـن؟**
ڪپڙو= رَلي. اَن جي= پَلي.
رَلـي دل محبـوب سـان، پـَـلي رهنـدي ڪيئـن؟
[ 2503 ]
**پـاٽـي جـون، رانـد جـون، پـوڪ جـون رهـن نـہ مـون.**
پاٽي جون= دليون. راند جون= اَڙيون. پوڪ
جون= پليون.
هـي دليـون اَڙيـون، پليـون رهـن نـہ مـون.
[ 2504 ]
**اي نرنـان، ڪول ٻـار جـي، پريـن مـن ذات تـي اچـن؟**
نرنان= ٻانيڻ. ٻار جي= پوتي> پوتي. ذات= چندُ.
اي ٻـانيڻ، ڪـول پوتـي، پريـن مـن چنـدُ تـي اچـن؟
[ 2505 ]
**نـالي ڏانـد ملئـي، تـہ اَن جـون آڻجـان.**
ڏاند نالو= سنيهو. اَن جون= ساريون> ساري.
سـنيهو ملئـي تـہ سـاري آڻجـان.
[ 2506 ]
**پڪـي ڪـا ٻولـي ڪـر، مـون ڪـي وڻ وري ويـا.**
پڪي=ڪانگ> ڪانگا. ٻولي + لات. وڻ=
ڪيسن> ڪي + سنہ.
ڪانگا ڪـا لات ڪـر، مـون ڪي ڪـي سنہ تي ويـا.
[ 2507 ]
**ڳهـہ جـي ڪـاٺ جـو، تـہ منهنجـو نرنـانءَ اچـي.**
ڳهہ جي= لئون> لنوءِ. ڪاٺ جو= ڪانءُ(مالهہ کي
ڏينگي ڏانهن سِري اچڻ کان روڪيندو آهي).
نرنانءَ= سڄڻ.
لنـوءَ ڪـانءُ، تـہ منهنجـو سـڄڻ اچـي.

[ 2508 ]

**تڙ جي** لڳين جو **مرد** نہ مڪائون،
تنين کي آءٌ **ڳهہ** تي آيس.

تڙ جي= ڪيهي. مرد= سلام. ڳهہ= ڪَڙي.

کهڙي لڳين جو سلام نہ مڪائون،
تنين کي آءٌ ڪَڙي تي آيس.

[ 2509 ]

**پوڪ جو** رکيم، **لوهہ جو** تي پيو،
**نارنانءُ** ڇا ڪريان، **پنڊ جو** تي پيو.

پوڪ جو= سَنگ> سُنگ(سنگت). لوهہ جو= ڪَڙو> ڪُوڙو. نارنانءُ= حليمان> هلي + مان.

پنڊ جو= پري.

سُنگ رکيم ڪوڙو تي پيو،
هلي مان ڇا ڪريان، پري تي پيو.

[ 2510 ]

**نالو نالو**، ڙي!

نالو= جاني، نالو= موسو> مون + سُئو(ٻُڌو).

جاني آيو، مون سُئو ڙي!

[ 2511 ]

**نالا** آيا **نالن** وٽ، ڪي **وڪر جون** ونڻ.

نالو= پوئر. نالو= گُل. وڪر جون= واسنايون.

پوئر آيا گلن وٽ، ڪي واسنايون ونڻ.

[ 2512 ]

**ڪاٽ جو نرنانءُ**، پر تنهنجي ڪيئن **پوڪ جي**؟

ڪاٽ جو= سَلُ. نرنانءُ= سچڻ. پوڪ جي= سُري> سَري؟

سَل سچڻ، تنهنجي ڪيئن سَري؟

[ 2513 ]

تنهنجا **مرون** تہ مان **پوڪ ۾** ڏنا، مون کي ڏايا
**رچ جا** لڳا.

مرون= چلو> چلڙا. پوک= پيجو> پيءِ + جاءِ.

رچ جا= وٿا> ڪس وٿا.

تنهنجا چلڙا مان پيءِ جاءِ ڏٺا، مون کي ڏاڍا ڪس وٿا لڳا.

[ 2514 ]

**مرون** محبوبن جا، مون کي **راڳ زحمت** هئا.

مرون= چل> چِلا. راڳ= آسا. زحمت= بند.

چِلا محبوبن جا، مون کي آسا بند هئا.

[ 2515 ]

جيڪو **نالو نالي** تي رکي، اهو **نالو** ئي ناهه.

نالو= بيگن> بيگنا> بي +گناهه. نالو= ايوب>

عيب. نالو= سڄڻ.

جيڪو بي گناهه عيب رکي، اهو سڄڻ ئي ناهه.

[ 2516 ]

**ڪپڙي** ۽ **مال پوڪ** جي اٿئي، تڏهن ڪا **رچ** ترس.

ڪپڙي جي= بُوند. مال جي= بري> برهه.

رچ= گهَڙي.

بوند برهه جي لائي اٿئي، تڏهن ڪا گهڙي ترس.

[ 2517 ]

**گاهه** وينا سپرين، **مال جون** ڏيئي،

انهن وٽ ويهي، **پوڪون** پوڪيان ڪهڙيون!

گاهه= ڪتڻ. مال جون= پنيون. پوڪون= اورون.

ڪتڻ وينا سپرين، پُنيون ڏيئي،

انهن وٽ ويهي، اورون اوريان ڪهڙيون!

[ 2518 ]

جتي **سچ مرد جي** نه آهي، اُت **منڊيءَ جي** ڇا ڪريان؟

سچ جي= اڳين. مرد جي= محبت. منڊيءَ جي=

تڪ> تِڪي.

جتي اڳين محبت نه آهي، اُت تِڪي ڇا ڪريان؟

[ 2519 ]

جڏهن تو ۾ **نالو** ئي نہ، پوءِ مان **آن جي** ڇا ڪريان.

نالو= پيارو> پيار. آن جي= رانهي> رَهي.

جڏهن تو ۾ پيار ئي نہ، پوءِ مان رهي ڇا ڪريان.

[ 2520 ]

**پهڻ جي** ڪر منهنجا پرين، جنهن ۾ **پنهنجو** رهي.

پهڻ جي= سڪر> سا + ڪر. پنهنجو= پڙدو.

سا ڪر منهنجا پرين، جنهن ۾ پڙدو رهي.

[ 2521 ]

سڄڻ تا **پڪي** ڪن، هلو تہ **جر وڻ** جي ڪريون.

پڪي= سانباهو. جر جي= موڪ. وڻ= لاٽي.

سڄڻ تا سانباهو ڪن، هلو تہ موڪلاٽي ڪريون.

[ 2522 ]

**ڪڪ** ڏسيو اُن جا، مون ڪي **پاٽي جا** جهل نہ ڏين.

ڪڪن(جو) وڃٹو> وڃڻ. پاٽيءَ جا= لڙڪ.

وڃڻ ڏسيو اُن جا، مون ڪي لڙڪ جهل نہ ڏين.

[ 2523 ]

**مرض** ڪيئي جي سپرين، سي تون **وڪر** وڃ.

مرض= قول. وڪر= پارو> پاري.

قول ڪيئي جي سپرين، سي تون پاري وڃ.

[ 2524 ]

**مرض** ڏيئي، پوءِ وجي **پوڪ جي** ڪيئي.

مرض= قول. پوڪ جي= ڪچي.

قول ڏيئي، پوءِ وجي ڪچي ڪيئي.

[ 2525 ]

**ٻہ نالا** هُون تہ **ڪاني** ٽئي ڪانہ.

ٻہ نالا= ساهو> سَهُو، ۽ سڄڻ. ڪاني= ڪچي.

سَهُو سڄڻ هُون تہ ڪچي ٽئي ڪانہ.

[ 2526 ]

**مـــِـٽيءَ جـا جبـل تــان پکـــي تيــو تــي ويــا.**

مٽيءَ جا= ڳوڙها. جبل= ڳِل> ڳلن. پکي= وهيو.

ڳوڙهـــا ڳِلـــن تـــان وهيــــو تـــي ويـــا.

[ 2527 ]

**پنهنجن منهنجي عضوي تي آهي شهر مال جو کيو.**

پنهنجا= درد. عضوو= دل. شهر= ديرو. مال

جو= مچڻ> مچايو.

دردن منهنجـــيءَ دل تـــي آهـــي ديـــرو مچـــايو.

[ 2528 ]

**اهـڙي نرنــانءَ کـان، ککـن جــا پـَـلا هٿاســون.**

نرنانءَ= جيئو> جيئڻ. ککن جا= مُوئا> مُئا.

اهـــڙي جيئـــڻ کـــان، مـــُـئا پـــَـلا هٿاســـبون.

[ 2529 ]

**وکـــر کيـــم وســار، تـــي کـــاٺي نرنـــانءَ لاءِ.**

وکر= وهُ> ويهي. کاٺي(جو) = اروء> روءِ.

نَرنانءَ= پرين.

ويهـــي کيـــم وســـار، پيئـــي روءِ پريـــنءَ لاءِ.

[ 2530 ]

**نـــالي هنـــدو هـــُون، ڏي ڳهـــ ذات تنهيـــن کـــي.**

نالو= سچڻ. هندو= ساڏو. ڳهه جي= چاپ.

ذات= چارڻ.

ســچڻ ســاڏو هـــُون، چـــا پچـــارڻ تنهيـــن کـــي.

[ 2531 ]

**ميچـــي نـــ نرنـــان، گاهـــ نـــ منهنجـــا پريـــن.**

ميچي= سٺهي> سٺي. نرنان= آيو> آيا. گاهہ=

اوئن> اُوءِ + نہ.

ســـُـٺي نـــ آيـــا، اوءِ نـــ منهنجـــا پريـــن.

[ 2532 ]

**ميچيءَ جـي بـہ اچن، ڏجن اڌ سڏ ميچيءَ جـا تـن کي.**

ميچيءَ جي= پـُچي. اڌ سڏ= او. ميچيءَ جا= تارا (ترڻ).

پڇـــي جـــي اچـــن، ڏجـــن اوتـــارا تـــن کـــي.

## باب ويهون

# سورهيائي واريون ۽ عام چوڻين واريون ڳجهارتون

سورهيائي

[ 2533 ]

ڪـــــاٺ لـــــڳن، اُت پڪـــــي چپـــــن،

بنـــان نرنـــانئن، مـــــال جـــــو تئـــي ڪونـــــ.

ڪاٺ(جو)= ڪِلو> ڪِلا. پڪي= ڪانئر.

نرنانءُ= بهادر. مال جو= ٿُڪر.

ڪــــــــلا لــــــڳن، اُت ڪـــــانئر چپــــن،

بنـــان بهـــادرن ٿـــُـڪر تئـــي ئـــي ڪونـــــ.

[ 2534 ]

هـــو جـــي پڪـــــي آئيـــا، وجهـــي ڪپـــــڙو وات،

اچـــي پڇيـــائون رات، ڪتـــي نـــالا جنـــگ جـــا؟

پڪي= ڳجهہ> ڳِجهون. ڪپڙو= ڳاڙهو. رات=

پريات. نالو= محب. جنگ جا= ماراٺا.

هـــو جـــي ڳـــــــجهون آئيـــون، ڪـــري ڳاڙهـــا وات،

اچـــي پڇيـــائون پريـــات، ڪتـــي محـــب ماراٺـــا؟

[ 2535 ]

نـــالو ڏســـي نـــالو گهـــري، اهـــو نـــالو ئـــي ناهـــ.

نالو= جنگو> جنگ. نالو= جيئڻ. نالو= بهادر.

جنـــگ ڏســـي جيئـــڻ گهـــري، اهـــو بهـــادر ئـــي ناهـــ.

[ 2536 ]

جڏهن مٽيءَ تيٰ ساز وڳو، تڏهن پڪي چو نہ ڪيئي؟

مٽيءَ جو= بَنگلو. ساز= بِگُل. پڪي= سانباهو.

جڏهن بنگلي تي بگل وڳو، تڏهن سانباهو چو نہ ڪيئي؟

[ 2537 ]

نرنانءُ هو ئي ڪونـــ، ملـــڪ ســـي لوهـــ پٽجـــي ويـــو.

نرنانءُ= سُورو> سورهيہ. لوهہ(جو) = مارو.

سورهيہ هـــو ئـــي ڪونـــ، ملـــڪ ۾ مـــارو پٽجـــي ويـــو.

[ 2538 ]

سو **نرنانءَ** اڃي ڪيئن؟ جنهن جا **پنهنجا** ڪونهن **شهر** ۾.

نرنانءَ= وڍيو. پنهنجا= چُوٽا. شهر= اُپ.

سو وڍيو اڃي ڪيئن، جنهن جا چُوٽا ڪونهن اُپ ۾.

نصيحت ۽ هدايت

[ 2539 ]

اي **نرنان!** **پوک جي** ڪر **ڪاٺ** سين، جيسين

**عضوي جو** هجين **ملڪ** ۾.

نرنانءَ= بندو. پوک جي= اوڙ> اور. ڪاٺ جو=

لاھ> الله. عضوو= جيرو> جيئرو. ملڪ= جهان.

اي بندا! اور الله سين، جيسين جيئرو هجين جهان ۾.

[ 2540 ]

**ڪاٺ نرنانءَ** هٿ ۾، **وڪر** ڪندو ڪير ميان!

ڪاٺ(جو) = قلم. نرنانءَ= قادر. وڪر= ميٽ.

قلم قادر هٿ ۾، ميٽيندو ڪيُر ميان!

[ 2541 ]

**نالو نالي عضوي** ۾، تون بہ ڪو **ڪاڄ** جو تہ ڪر!

نالو= پيروز> روز. نالو= رزاق. عضوو= هٿ.

ڪاڄ= ماهيلُو> حيلو.

روز رازق هٿ ۾، تون بہ ڪو حيلو تہ ڪر!

[ 2542 ]

**علم جي** پڙهہ **ذات** تي، تہ **ذات فقير جا** ڪنئي.

علم جي= صلوات. ذات= سيد. ذات= شافي.

فقير جي= شفا.

صلوات پڙهہ سيد تي، تہ شافي شفا ڪنئي.

[ 2543 ]

**مٽيو** رک **نرنان** ڏي تہ من اڳيئون **نارنالي** جاءِ ملئي.

مٽيو= دل پاڪ. نرنانءَ= محمد ﷺ. نارنالو= جنت.

دل پاڪ رک محمد ڏي، تہ مَن اڳيئون جنت جاءِ ملئي.

[ 2544 ]

رک **عضـــوو فقيـــر جـــي** ســان، تــہ شــهر جــو تئيــن.

عضوو= دل. فقير جو= دين. شهر جو= چارو> موچارو.

رک دل ديـــن ســـــان، تـــــہ موچـــارو تئيـــــن.

[ 2545 ]

رک **پنهنجو فقير جي** سان تہ **مرض** کان **ليکي جو** تئين.

پنهنجو= نينهن. فقير جي= نماز. مرض= عذاب.

ليکي جو= آجو.

رک نينهــن نمــاز ســانٰ تــہ عــذاب کــان آجــو تئيــن.

[ 2546 ]

آيـــو **نـــالو مـــرد** جـــو، **نـــالو** هـــڏ مَ ڇـــڏ،

**نـــالو** ڇـــڏيندين هکـــڙو، **ليکـــو** پوندئـــي هـــڏ،

جهلـي **پنهنجـــو عضـــوو**، **رانـــد واري** ســان گـــڏ،

پهريـــن وجـــي ســـڏ، **ٻولـــي نـــاٽي** جـــي تئـــي.

نالو= مينهون> مهينو. مرد= رمضان. نالو=پيروز>

روزو. ليکو= ٽيهہ. عضوو= هنيون. راند وارو=

شيطان. ٻولي= ڏٽيءَ پاران. ناٽي جو= ڇوٽکو.

آيـــو مهينـــو رمضـــان جـــو، روزو هـــڏ مَ ڇـــڏ،

روزو ڇـــڏيندين هيکـــڙو، تـــہ ٽيهـــہ ئـــي پوندئـــي هـــڏ،

جهلـــي پنهنجـــو هـــــنيون، شـــيطان ســـان مَ گـــڏ،

پهريـــن وجـــي ســـڏ، ڏٽـــي پـــاران ڇوٽکـــو تئـــي.

[ 2547 ]

**نالو** اچي تہ **نالو** تجي ۽ **راند جي** کي کٽي ڦٽو کجي.

نالو= رمضان. نالو= راضي. راند جي= شيطاني.

رمضان اچي تہ راضي تجي، شيطانيءَ کي کٽي ڦٽو کجي.

[ 2548 ]

**نـــالو** رکـــي ويهـــہ تـــہ **نـــار** بـــہ اينـــدي تـــو گهـــر.

نالو= فيروز> روزو. نار= عيد.

روزو رکـــي ويهـــہ تـــہ عيـــد اينـــدي تـــو گهـــر.

[ 2549 ]

**نالا** جن رکيا، **نار** ٻ **نالي** تن جي.

نالو= راضي> روزا. نار= عيد. نالو= صادق> صدقي.

روزا جن رکيا، عيد ٻ صدقي تن جي.

[ 2550 ]

**نرناڻ** ڏنو **نرناڻ** ويو، **نرناڻ** چئي **نرناڻ** ڪريو.

نرناڻ= چنڊ. نرناڻ= رمضان. نرناڻ=آدم.

نارناڻ= عيد.

چنڊ ڏنو رمضان ويو، ”آدم“ چئي عيد ڪريو.

[ 2551 ]

**متي نالو ڪر ڪاٿ** ۾،

**پکي** ٿئين، **شهر پنهنجو** ٿينئي.

متيءَ جي= سرَ> سرِ. نالو= قربان. ڪاٿ(جو) = جهاز> جهاد. پکي= شهيد. شهر= بهشت؛ پنهنجو = نصيب.

سر قربان ڪر جهاد ۾ تہ شهيد ٿئين، بهشت نصيب ٿينئي.

[ 2552 ]

ڪني **نرناڻ** ڪوڙيا، ڪي **نرناڻ** **پنهنجون** ڪن،

جي وجي **عورت** ۾ پون، ٿيو موٽڻ مشڪل تن جو.

نرناڻ= جهنڊو. نرناڻ= راول. پنهنجون= رڙيون.

عورت= قبر.

ڪني جهنڊا ڪوڙيا، ڪي راول رڙيون ڪن،

جي وجي قبر ۾ پون، ٿيو موٽڻ مشڪل تن جو.

[ 2553 ]

**نرناڻ** تنهنجي متي تي، **نرناڻ** تنهنجي وات،

**نرناڻ** تنهنجا انگڙا، **نرناڻ** تنهنجي ذات.

نرناڻ= موتي> موت. نرنان= ڪرمو> ڪلمون.

نرناڻ= خاڪي. نرناڻ= سامي.

موت تنهنجي متي تي، ڪلمون تنهنجي وات،

خاڪي تنهنجا انگڙا، سامي تنهنجي ذات.

[ 2554 ]

**نالو** چوي **راند جي** چڏ، اڳيان **نالو حاڪم** آهي.

نالو= قاضي. راند جي= ڪپت. نالوَ= قادر.

حاڪم= قهار.

قاضي چوي ڪپت چڏ، اڳيان قادر قهار آهي.

[ 2555 ]

**مائٺ چم جيءَ** ۾ **چور جي** نہ ڪر، **ولايت** ۾ **واپار نالو** ٿيندين.

مائٺ= امان. چم جي= نَط> نت. چور جي= خيانت. ولايت= قيامت. واپار(جي) = ڪاٺ.

نالو= يارو.

اَمانت ۾ خيانت نہ ڪر، قيامت ۾ ڪاٺيارو ٿيندين.

[ 2556 ]

**پنهنجي نالي** ڏار تہ **مرض** ئون **ليکي جو** ٿئين!

پنهنجي= نيت. نالو= نيڪ. مرض= عذاب.

ليکي جو= آجو.

نيت نيڪ ڏار تہ عذابئون آجو ٿئين!

[ 2557 ]

اي **نالا!** بي **نالا**، تون **پوڪ زمين جو** ڇو ڪرين؟

نالو= بندو. نالو= بقا. پوڪ جو= تڪ. زمين جو= بر.

اي بندا بي بقا، تون تڪبر ڇو ڪرين؟

[ 2558 ]

اي **نالا نرنانءَ** جا! **قرآن جي** ڪري **نالو** ٿي تہ **پنهنجيءَ** ڪان **حاڪم جي** ملئي.

نالو= بندو. نرنانءَ= خدا. قرآن جي= توبہ. نالو= طيب> تائب. پنهنجو= گناهہ. حاڪم جي= معافي.

اي بندا خدا جا! توبہ ڪري تائب ٿي تہ گناهن ڪان معافي ملئي.

[ 2559 ]

**نالو** جن هوندو، **نر نالي** تن ٿيندي.

نالو= صابر> صبر. نالو= فتح.

صبـــر جـــن هونـــدو، فتـــح تـــن ٿينـــدي.

[ 2560 ]

**جن پنھنجـي کـي ذات کيـو، سـي رانـد نـالا ٿيـا.**

پنھنجي= طمع. ذات= تُرک> ترک. راند=

رچي. نالو= لعل.

جـن طمـع کـي تـَـرک کيـو، سـي رچـي لعـل ٿيـا.

[ 2561 ]

**شـــاھوڪاري ڏســي فقيـــر جـــو نـــ ڇـــڏ،**

**انھـيءَ ڪـــاڄ جــــي تــــي پنھنجـــو نـــ ڪـــر!**

شاھوڪاري= دنيا. فقير جو= دين. ڪاڄ جي=

ٽـِڪي> نہ + ٽڪيءَ. پنھنجو= ڀروسو.

دنيا ڏسي دين نہ ڇڏ، انھيءَ نہ ٽڪيءَ تي ڀروسو نہ ڪر!

[ 2562 ]

**حـاڪم جـو ڏسـي ذات نـہ ٿـيءُ، نـالو ٿينـدءِ ڪونـہ!**

حاڪم جو= خزانو. ذات= خشڪ> خوش. نالو=

نيپائو> نيبھہ.

خزانــو ڏســي خــوش نـــ ٿـــيءُ، نيبھـــ ٿينـــدءِ ڪونـــ!

[ 2563 ]

**ڏي مال جي ڪر مرض جـو، مـن ڪـا پنھنجي ٿئي.**

مال جي= مايا. مرض جو= صدقو. پنھنجي= مـِھر.

ڏي مايـا، ڪـــر صدقـــو، مـــن ڪـــا مـــِـــھر ٿئـــي!

[ 2564 ]

**اٿـئـي جــر جـــي، ڪـــڏھن وجـــي ذات ٿينديــن.**

جر جي= ڪوڏي> ڪو + ڏينھن. ذات= سانگي.

اٿـئـي ڪـو ڏينھـن، ڪـــڏھن وجـــي ســـانگي ٿينديـــن.

[ 2565 ]

**جـــا ذات نـــالي ڪـــان، ســـا ڪيئـــن نـــار ميـــان.**

ذات= جعفري> جا + ڦري. نالو= خاوند. نار= ٽڳي.

جـــا ڦـــري خـــاوند ڪـــان، ســـا ڪيئـــن ٽڳـــي ميـــان.

[ 2566 ]

**نرنانءَ اهي، جي پنهنجو پنهنجي ڪري ذات ٿي ويا.**

نرنانءَ= درويش. پنهنجو= نياز. پنهنجي= نوڙت.

ذات= ڪٿي.

درويش اهي، جي نياز نوڙت ڪري ڪٿي ويا.

[ 2567 ]

**ذات ٿي فقير جي هڻ، من نالو پنهنجو نرنانءَ ڪري!**

ذات جا= صوفي. فقير جي= صدا. نرنانءَ= آڳو.

پنهنجو= عرض. نالو= قبول.

صوفي ٿي صدا هڻ، من آڳو عرض قبول ڪري!

[ 2568 ]

**نالي حاڪم جيءَ ۾، ٻولي ڪر تہ نالو ٿيئي.**

نالو= دوست. حاڪم جي= دربار. ٻوليءَ جي=

دانهن. نالو= داد.

دوست جي دربار ۾، دانهن ڪر تہ داد ٿيئي.

[ 2569 ]

**هت تہ وڻ، پر اڳيان وڏو نالو اٿئي.**

وڻ= مانجهاندڙي> مانجهاندو..نالو= صفر> سفر.

هت تہ مانجهاندو، پر اڳيان وڏو سفر اٿئي.

[ 2570 ]

**ميوي جو تہ گهٽوئي موچارو، پر نيٺ ڪاڄ جو.**

ميوي جو= رس. ڪاڄ جو= حلوو> هلبو.

(هتي) رس تہ گهٽوئي موچارو، پر نيٺ هلبو.

[ 2571 ]

**نر ڪٿي نار ڪائي، آن جو ٻنهي ڪي نہ ٿئي.**

نر= موت. نار= قبر. آن جو= ڍؤ.

موت ڪٿي، قبر ڪائي، ڍؤ ٻنهي ڪي نہ ٿئي.

[ 2572 ]

ٻه نالا ايندا، وڻ جو تيندو تڏهن.

ٻہ نالا= منڪر ۽ نڪير. وڻ جو= چاٽو> پچاٽو.

منڪر نڪير ايندا، پچاٽو تيندو تڏهن.

[ 2573 ]

جڏهن اُپ ڪاٺ ڪپڙ جو تيندو،

تڏهن ڪاغذ ۽ فقير جو چا تيندو.

اُپ جو= سج. ڪاٺ جو= نيزو. ڪپڙ جو= پاند.

ڪاغذ جي= بندي> بند. فقير جو= حال.

جڏهن سج نيزي پاند ايندو،

تڏهن بندي جو حال چا تيندو.

[ 2574 ]

اول ساز ڪپڙو، پوءِ مال جو ذاتين.

سَاز= مڙهه. ڪپڙو= لَٽو> لٽيو. مال جو= پُڇ>

پڇيو. ذات= مَلڪ> ملڪن.

اول مڙهه لَٽيو، پوءِ پڇيو مَلڪن.

[ 2575 ]

ڏاڍيءَ منجهه هياس، نالا آيا لوهه جا ڪٽي.

ڏاڍي= قبر. نالو= مَلڪ. لوهہ جا= گُرز.

قبر منجهه هيابس، مَلڪ آيا گرز ڪٽي.

[ 2576 ]

ڪاٺ پِير ڪان عضوو لاءِ فقير جي گهُر، من

حاڪمُ جي ڪري.

ڪاٺ(جو) = لاهه> الله. پِير= پاڪ. عضوو=

دل. فقير جي= دعا. حاڪم جي= ٻاجهه.

الله پاڪ ڪان دل لائي دعا گهر، من ٻاجهه ڪري.

مناجات

[ 2577 ]

**شـــهر** مڙئـي **شـــهر**، تـو ريءَ **شـــهر** نـــ كيـــو.

شهر(جو) = تڪيو.

تـَـڪيا مڙئـي تڪيـمر، تـو ريءَ نـــ تڪيـو ڪـو.

[ 2578 ]

اي **نـالا**! ڏي **نـالو**، مـان **نـار نـالي** تـي وڃـان.

نالو= عارف> رب. نالو=پناهه. نار نالو= بچي.

اي رب! ڏي پناهـــ، تـــ مـــان بچـــي وڃـــان.

[ 2579 ]

**رچـــن** ڪـان رڪيـــن مـــون، **وارن** ســـان مـــارين،

**شـــهر نرنـــان** جـــي، ڪــا **مـــال جـــي** ڏيڪـــارين.

رچ= ڏوها. وارن(جو) = قلمر> ڪلمون. شهر

جو= ميڙو. نرنان= محمد(ﷺ). مال جي= واٽ.

ڏوهـــن ڪـــان رڪيـــن، مـــون ڪلمـــي ســـان مـــارين،

ميـــڙي محمـــد ﷺ جـــي، ڪـــا واٽ ڏيڪـــارين.

[ 2580 ]

**ڪپڙي جي** وٺي **نرناءَ** ڪان، مان **ولايت** وينديـاس.

ڪپڙي جي= داوَن. نرنانءَ= دستگير. ولايت= مدينو.

داوَن وٺـــي دســـتگير جـــي مـــان مدينـــي وينديـــاس.

[ 2581 ]

**نـــالوءِ نرنـــانءَ، ڪـــاٺ مٿـــيءَ** ســـان لاءِ!

نالو= پيرو> پير. نرنان= دستگير. ڪاٺ(جا) =

بيڙا. مٿيءَ جا= بنا.

پيـــر دســـتگير، بيـــڙا بـــَـــني لاءِ!

[ 2582 ]

**اي نرنانءَ! واءُ جي ڪر تہ شهر ٿيان.**

نرنانءُ= لعل شهباز. واءُ جي= سڻائي. شهر= سکر.

اي لعل شهباز! سڻائي ڪر تہ سکر ٿيان.

[ 2583 ]

**وڻ جي وجهي رچ ۾، مان شهر نينديس.**

وڻ جي= مينديءَ. رچ= وٽو. شهر=سيوهڻ.

مينديءَ وجهي وٽي ۾، مان سيوهڻ وينديس.

[ 2584 ]

**اي زمين جا ڌڻي، شل عورت نالي ٿئي!**

زمين(جي) = پٽَ، عورت= مُرادان> مراد.

نالو= حاصل.

اي پٽ جا ڌڻي، شل مراد حاصل ٿئي!

[ 2585 ]

**ذات نالا، ڪاٺ وارا، عورت ڏي تہ نالي وڃان.**

ذات= سيد. نالو= سونهارو. ڪاٺ(جو) = نيزو.

عورت= صحت. نالو= سومار.

سيد سونهارا، نيزن وارا، صحت ڏي تہ سومار تي وڃان.

[ 2586 ]

**اي نالا شهر جا ڌڻي! ڪاٺ جا مون تان لاهہ.**

نالو= ياون شاهہ. شهر= بديڻ. ڪاٺ جا= ڏلها.

اي ياون شاهہ بديڻن جا ڌڻي! ڏلها مون تان لاهہ.

[ 2587 ]

**نالي شاهہ پير شهر جا ڌڻي،**
**ڪکن جا تون لاهين، مُني ڪي مال جا ڏي.**

نالو= عباس علي. شهر= ونهيرو. ڪکن جا= تُرها.

مال جا= ڏاڻ.

عباس علي شاهہ پير، ونهيري جا ڌڻي!
تُرهن تان لاهين، مُني ڪي ڏاڻ ڏي.

[ 2588 ]

**اُتي عورت! ڪڻ ڪپڙ جي، نرنانءُ آيو ڙي.**

عورت= دائي. ڪپڙ جي= رضائي. نالو= مرشد.

اُتي دائي! ڪڻ رضائي، مرشد آيو ڙي.

چوٽيون ۽ پهاڪا

[ 2589 ]

**ذات هجي ذات ڪجي، نرنانءَ ڪجي ڪانه.**

ذات= جيترا. ذات= اوترا. نرنانءَ= واڏو.

جيتري هجي اوتري ڪجي، واڏو ڪجي ڪانه.

[ 2590 ]

**ليڪي پوڪ جي جو ڪري، تنهن سان جهجها ڪاٺ ڪجن.**

ليڪي جي= آسي> اصي. پوڪ جي= لائي. ڪاٺ (جو) = گهُٽو> گُنَ.

اصيلائي جو ڪري، تنهن سان جهجها گُن ڪجن.

[ 2591 ]

**ليڪي عضوي جي جو ڪري، تنهن کي مال جا نه ڏجن.**

ليڪي جي= آسي. عضوي جي=لپ. مال جا= ڏنب.

اصيلپ جو ڪري، تنهن کي ڏنب نه ڏجن.

[ 2592 ]

**نرنان پائي پاند ۾، نرنان تي اچن،**

**نرنان** به ڏجي انهن کي، پل **نرنان** تي وجن.

نرنان= عيب. نرنان= غلام. نرنان= احسان.

نرنان= راضي.

(جي) عيب پائي پاند ۾، غلام تي اچن،

احسان به ڪجي انهن سين، پل راضي تي وجن.

[ 2593 ]

نالو ڏجي **نالي** کي، توڙي **نالو** هجب ي.

نالو= عزت. نالو= آيو> آئي. نالو= پانهون.

عزت ڏجي آئي کي، توڙي پانهون هجي.

[ 2594 ]

**نالو** هوندو سو **نالو** ڏيندو، نه ته **نالو**!

نالو= ساهُو> سائُو> سائو. نالو= سنيالو> سنيالبو.

نالو= چُتو.

سائو هوندو سو سنيالبو، نه ته چُتو!

[ 2595 ]

**علم ۾ راند جو نالي، جر ۾ مروڻ جي ناهي،**

**اُپ ۾ مٽيءَ جي ناهي، فقير جي ۾ ماٺهوءَ جي ناهي.**

علم= قرآن. راند جو= ڪوڙ. جر= پاٽي. مروڻ جي=پليتي. اُپ= آسمان. مٽيءَ جي= قبر. فقير جو= مقام. ماٺهوءَ جي= ڳالهه.

قرآن ۾ ڪوڙ ناهي، پاٽيءَ ۾ پليتي ناهي،

آسمان ۾ قبر ناهي، مقام ۾ ڳالهه ناهي.

[ 2596 ]

**راند ڪاٺ وڻ جو، پر جر جو ڏيندوئي ڪونه.**

راند جو= سچ. ڪاٺ جو= بيڙو. وڻ جو= لڏڻ> لڏي. جر جو= بڏو> بڏي.

سچ جو بيڙو لڏي، پر بڏي ڪونه.

[ 2597 ]

**اَن جي سپ چمار، ڪاٺيءَ ساعت هڪڙي.**

اَن جي= رک> مورک. ڪاٺيءَ جي= ڪهڙ> سگهڙ.

مورک سپ چمار، سُگهڙ ساعت هڪڙي.

[ 2598 ]

**نرناڻ هجي ته عضوي جي ڏجي، نرناڻ کي فقير جي نه ڏجي.**

نرناڻ= دوست. عضوي جي= دل. نرناڻ= دشمن. فقير جو= حال.

دوست هجي ته دل ڏجي، دشمن کي حال نه ڏجي.

[ 2599 ]

**نالي** کان **نالو** پلو، جو **نالي** ۾ **نالو** ڏئي.

نالو= سخي. نالو= شوم. نالو= ترت. نالو= جواب.

سخيءَ کان شوم پلو، جو ترت ڏئي جواب.

[ 2600 ]

**جت نالا** ۾ **نرنانءَ** هجن، **تت ڪانئي** ٿئي ئي ڪانه.

نالو= سالڪ. نرنانءُ= سگهڙ. ڪانئيءَ جو= ڪَچُ> ڪَچي.

جت سالڪ ۾ سگهڙ هجن، تت ڪچي ٿئي ئي ڪانه.

[ 2601 ]

**ذات آزار** ۾ خوش.

ذات= چاڪي. آزار= پيڙَ.

چاڪي پيڙَ ۾ خوش.

[ 2602 ]

**ڪاٺ** ڪُتي جي وات ۾، **ڪاٺ** ڪُتي جو ڪم،

ماري لاهينس چم، ته به **ڪاٺ** ڪُتي جي وات ۾.

ڪاٺ= ٻهڻ.

ٻهڻ ڪُتي جي وات ۾، ٻهڻ ڪُتي جو ڪم،

ماري لاهينس چم، ته به ٻهڻ ڪُتي جي وات ۾.

[ 2603 ]

**مَرونءَ** جي وات ۾ آهي **وڻ**.

مرون= ڪتو. وڻ= ٻهڻ.

ڪُتي جي وات ۾ آهي ٻَهڻ.

[ 2604 ]

**ڪامڻ ڪڪ** اٿي ويا، وڃي **مال جا** رهيا.

ڪامڻ= سچي> سچا. ڪڪ= سَرَ> سير. مال جا= دَنگل> غل باز.

سچا سير اٿي ويا، وڃي دغل باز رهيا.

[ 2605 ]

جڏهن **ليکي شهر** لڳو، تڏهن **نرنانءَ ذات** ٿيو.

ليکو= تيرهن. شهر= سن. نرنانءَ=آدم. ذات=
سامٿيا> ساءُ + مٿيو.
جڏهن تيرهون سن لڳو، تڏهن آدم ساءُ مٿيو.
[ 2606 ]
ملڪ مڙوئي مڇي، وڻ ڪونہ ڇوي.
مڇي= مُڪر> مڪر. وڻ= سَرينهہ> صريح.
ملڪ مڙوئي مَڪر، صريح ڪونہ ڇوي.
[ 2607 ]
نالو ۾ نارنانءَ، نالي ايندا.
نالو= موت. نارنانءَ= ملاقات. نالو= اوچتو.
موت ۾ ملاقات اوچتا ايندا.
[ 2608 ]
جيکي تيل جا، تن سان ڪاڃ جا ڇا ڪبا.
تيل جا= ٻُڙا> ٻوڙا. ڪاڃ جا= ٻاٽ> سُرٻاٽ.
جيکي ٻوڙا، تن سان سُرٻاٽ ڇا ڪبا.
[ 2609 ]
ذاتين کي ڪاٺ جا ڇا ڪندا؟
ذات= ٺوڙها. ڪاٺ جا= ڦٽوتا.
ٺوڙهن کي ڦٽوتا ڇا ڪندا؟
[ 2610 ]
ڪاٺ جي ڪٽي لشڪر جو ڏي تہ مرونءَ جي ڇا ڪري؟
ڪاٺ جي= ڦٽي. لشڪر جو= مٿو. مرونءَ جي=
جُوءِ> جُون.
ڦٽي ڪٽي مٿي کي ڏي تہ جُونءِ ڇا ڪري!
[ 2611 ]
جنهن کي مٽيءَ جي پوندي، سا شهر مان نالو آڻيندي.
مٽيءَ جي= گتي. شهر= لَڪي. نالو= لعل.
جنهن کي گتي پوندي، سا لَڪي مان لعل آڻيندي.
[ 2612 ]

جن مُنڏن ڪَتي ليڪو نـ ڪيو، سي مال جون ڙي.

منڏ= عورت. ليڪي(جو) = انگ. مال جون= ڳڏهيون.

جن عورتن ڪَتي آنگ نـ ڏڪيو، سي ڳڏ هيون ڙي.

[ 2613 ]

نالي ۽ نرنان تي پڪيءَ جي ڏنيسون ڪانـ.

نالو= خسيس. نالو= ڪدڙو. پڪيءَ جي= ڪلنگي.

خسيس ۽ ڪدڙي تي ڪلنگي ڏنيسون ڪانـ.

[ 2614 ]

جيت تي پر مال نـ.

جيت= اصيل. مال= خر.

اصيل تي پر خَر نـ.

[ 2615 ]

پنهنجا ۽ مال جا چني نـ ڇڏجن.

پنهنجا= ننگ. مال جا= وڙ.

ننگ ۽ وڙ چني نـ ڇڏجن.

[ 2616 ]

ڪاني ۽ نالو رڇ نـ ٿيندو،

جي رڇ ٿيندو تـ بـ مال جو.

ڪاني= من. نالو= موتي. رڇ= پڳو سِڄو. رڇ= سڄو. مال جو= سنڌو.

مَن ۽ موتي پڳو، سڄو نـ ٿيندو،

جي سڄو ٿيندو تـ بـ سَنڌو.

[ 2617 ]

ڪپڙ ڪي ذات ڪائي تـ هٽجي گهوڙي جي.

ڪپڙ(جو) = ڪوٺ. ذات= ڪَلرَ. گهوڙي جي= پُستي> پُشتي.

ڪوٺ ڪي ڪلر ڪائي تـ هٽجي پُشتي.

[ 2618 ]

چمر ۽ باهـ جي، تنهن ڪي شهر چا ڪندا؟

چم جي= سيٽاهہ. باهہ جي= ڦُوڪٽي> ڦُوڪي، شهر = بادِهہ، ٻاندَ.

(جنهن) سيٽاهہ ڦُوڪي، تنهن کي ٻاند ڇا کندا؟

[ 2619 ]

جن جا **نالا نالي** هُون، **ذات** نہ ڪجي تن سان.

نالو= ڪرم. نالو= سياڳو. ذات= رئيس> رِيسَ.

جن جا ڪِرم سياڳا هُون، ريس نہ ڪجي تن سان.

[ 2620 ]

**ٻولي** ڪجي ان کي، جيڪو **ٻولي** ڪري،

جيڪو **ٻولي** نہ ڪري، **ٻولي** نہ ڪجي ان کي.

ٻولي= عرض. ٻولي= غرض. ٻولي= غرض.

ٻولي= عرض.

عرض ڪجي ان کي، جيڪو غرض ڪري،

جيڪو غرض نہ ڪري، عرض نہ ڪجي ان کي.

[ 2621 ]

**نالو** ڪاڏو جن، سي **ذات** ڪائيندا ڪين ميان!

نالو= پنيو> پني. ذات= ڪتي.

پني ڪاڏو جن، سي ڪتي ڪائيندا ڪين ميان!

[ 2622 ]

**نالو** تي گذار، **ڪڙم جو** ڪر، **وڻ** نہ جڳاءِ.

نالو= غريب. ڪڙم جو= پورهيو. وڻ= سڪ مرد.

غريب تي گذار، پورهيو ڪر، سڪ مرد کي نہ جڳاءِ.

عام ڳجهارتون

[ 2623 ]

**ذات** آئي **لوهہ جي نالو** ڪيائون.

ذات= چنڊ. لوهہ جي= بتي. نالو= گل.

**چنڊ** آئي بتي گل ڪيائون.

[ 2624 ]

**نرنانءُ** هڪڙو، ٻيا سڀ **نالا** ڙي!

نرنانءُ= چنڊ. نالو= تارو> تارا.

چنڊ هڪڙو، ٻيا سڀ تارا ڙي!

[ 2625 ]

**وكـــــر بنـــــان ذات پئـــــون.**

وكر= لوڻ. ذات = مري.

لــــوڻ بنــــان مــــري پئــــون.

[ 2626 ]

**ناٽي جو اٿر كونہ، كـاٺ جي تي وڻ تيان كيئن؟**

ناٽي جو= نُول. كاٺ جو= جهاز. وڻ جو= چڙهيو.

نــُـول اتــر كونــہ، جهـــاز تــي چڙهـــان كيئــن؟

[ 2627 ]

**نـاري ركيئون نـر تـي، نـاريون پجيـو ٿـي نـر كـري.**

ناري= جنڊي. نر= ڍيبو. ناريون= ساريون. نر= چانور.

جنڊي ركيئون ڍيبي تي، ساريون پجيو ٿي چانور كري.

[ 2628 ]

**كـاٺ ۾ مــال جــو پيــو، ســو بـہ نــالو ٿيــو.**

كاٺ= ساڳُ. مال جو= مكڻ. نالو= پَلُو> پَلو.

ســاڳ ۾ مكـــڻ پيـــو، ســو بـــہ پلـــو ٿيـــو.

[ 2629 ]

**كـاٺ جـو فقيـر! شـهر جــو كيئـي كونـہ كـو.**

كاٺ جو= رول. شهر جو= ٽكاٽو.

رول فقيـــر! ٽكـــاٽو كيئـــي كونـــہ كـــو.

[ 2630 ]

**شهر ٺون پكـي لوهـہ ٿيو تہ رانـد جـون چا كنديون.**

شهر= دلي. پكي=باز. لوهہ(جي) = آر. راند جون=اٽكلون.

دل جيكـڏهن بيـزار ٿئـي تـہ اٽكلـون چـا كنديــون.

[ 2631 ]

**اي ميان نرنان، تـو ۾ نرنـان، اجان بـہ پيـو كريـن نـالا.**

نرنان= كانڌيرو. نرنان= كنڊو. نالو= گُل.

اي ميان كانڌيرا، تو ۾ كنڊا، اجا بہ پيـو كريـن گـُلَ.

[ 2632 ]

**جڏهن پيِير جو هُيو، تڏهن وڻ کي ڪپڙي جي لڳي.**

پيِر جو= چاليهو. وڻ= ڪندو. ڪپڙي جي= لِير> ليڙ (سِگرَ).

جڏهن چاليهو هيو، تڏهن ڪندي کي لِيڙ لڳي.

[ 2633 ]

**نرنانءُ لڳو، نارنان آئي جر جي پويئي ڪانه.**

نرنان= اتر. نارنان= واهوندي. جر جي= ماڪ.

اُتر لڳو، واهوندي آئي، ماڪ پويئي ڪانه.

[ 2634 ]

**پکين مُلڪ ڏنو، پولي ڪندي ويون.**

پکي= ڪونجون. ملڪ= روهه. پولي= ڪر ڪا.

ڪونجن روهه ڏنو، ڪَرڪا ڪندي ويون.

[ 2635 ]

**پکي ڏڏائون، جهُڙ جي ڪيائون،**

**ائين نه چيائون، جيئن هاري چوي ڏاند کي.**

پکي= ڪونج. جهُڙ جي= لسي. هاري ڏاند کي چوي= ڏُڪا> ڏُڪ.

ڪونج ڏڏائون، لسي ڪيائون،

ائين نه چيائون تہ ڏُڪ (پبيءُ).

[ 2636 ]

**مال ۾ مرون ناهي، تون تولوهه جي گهرين!**

مرون= سيڙهه. لوهه جي= لسي(چَرَ ۾ پڌل ڏاٿو).

مال ۾ سيڙهه ناهي، تون تو لسي گهرين!

[ 2637 ]

**ذات ڏنا هوئي، تڏهن حاڪم جو تيئي ڪونه،**

**جو عضوي جو ڪرين ها.**

ذات= دشمن. حاڪم جو= خوف. عضوي جو= پاسو.

دشمن ڏٺو هُوئي، تہ ڏهن خوف ٿيئي ڪوَن،
جو پاسو ڪرين ها.

[ 2638 ]

**جيڪو تو چيو سو گاهہ تيئن، منهنجي تہ ذات.**

گاهہ جو= ڪَرو. ذات= ٻُڌَ.

جيڪو تو چيو سو ڪَرو تيو، منهنجي تہ ٻُڌ.

[ 2639 ]

**رڃ جي نار جو تہ نرنانءُ ٿئين.**

رڃ جي= ڪانيَ. نار جو= ڪدِ. نرنان= سُڪيو.

ڪانيَ ڪدِ تہ سُڪيو ٿئين.

[ 2640 ]

**فقير جو وڪر ڪر تہ نالو ٿيئي.**

فقير جو= درد. وڪر جي= دوا. نالو= فيضو> فيض.

درد جِي دوا ڪر تہ فيض ٿيئي.

[ 2641 ]

**شهر** سامهون **شهر** آهي، **نرنانءُ** متي **نار** آهي،
واهہ ڪاريگر **ڪپڙ جي** آهي!

شهر= سکر. شهر= روهڙي. نرنانءُ= دريا خان.
نار= موري. ڪپڙ جي= جوڙي.

سکر سامهون روهڙي آهي، درياءَ متي موري آهي،
واهہ ڪاريگر جوڙي آهي.

[ 2642 ]

**ڪڻ ڪاٺ جو، يچ متيءَ جو، جيئن پڪي** تي وجن.

ڪاٺ جو= وَنوهڙ. متيءَ جو= پتر. پڪي=
پوري> پورا.

ڪڻ وَنوهڙ، يچ پتر، جيئن پورا تي وجن.

[ 2643 ]

**نالو چئي نالي ڪي تہ هڻ ڪاني شهر ڪي.**

نالو= گاهي. نالو= ماهي. ڪانيءَ جي= ٽِنب.
شهر= ڪاهي.

گاهي چئي ماهيءَ ڪي تہ هڻ ٽِنبَ ڪاهيءَ ڪي.

[ 2644 ]

هڻ **حاڪيماٽي**، ٻڌ **ڪاسبڪي**، ماڻ **رَڇ** تي پوين.

حاڪيماٽي= اڙي. ڪاسبڪي= ڪارائي. رڇ= مَٽُ.

هڻ اَڙي، ٻڌ ڪارائي، ماڻ مَٽُ تي پوين.

[ 2645 ]

جان وڃان **جتن** ۾، تہ **نالوئي** ناهہ.

جتن جي= وتاڱ> اوطاق. نالو= ريحاڻ> رهاڻ.

جان وڃان اوطاقن ۾، تہ رهاڻ ئي ناهہ.

[ 2646 ]

**جر جيت جو** مون نہ ڪيو، **پوڪ جي** پڇي **نرنان** تي.

جر جو= رؤ. جيت جو= ريڙهو. پوڪ جي= ناڙي.

نرنان= نهال.

رؤ ريڙهي جي مون نہ ڪئي، ناڙي پڇي نهال تي.

[ 2647 ]

**سُٽ جو** چنو، **ڪاٺ جو** لڙيو، **حاڪيماٽي** جو الله!

سُٽَ جو= تنگ. ڪاٺ جو= هنو. حاڪيماٽو= سوار.

تَنگ ڇنو، هَنو لَڙيو، سوار جو الله!

[ 2648 ]

**ولايت** ئون **رڇ** ڪري، تيو **پڪي** ڙي **پڪي**.

ولايت= ڪَڇ. رڇ= ڪوئرو. پڪي= پوري> پورا.

ڪڇ مان ڪوئرو ڪري، تيو پورا ڙي پورا.

[ 2649 ]

ڪڻ **ڪاٺ جي**، هڻ **هٿ جي**، توکي **زحمت** ڇا ڪري!

ڪاٺ جي= دبلي. هَٿ جي= چَپٽي. زحمت= نزلو.

ڪڻ دبلي، هڻ چپٽي، توکي نزلو ڇا ڪري!

[ 2650 ]

ڪڻ **اوزار**، وڍ **وٺ**، متان **مرض** ٿيئي.

اوزار= سوئڙي. وٺ= سوپاري. مرض= اُلٽي.

ڪڻ سوئڙي، وڍ سوپاري، متان اُلٽي ٿيئي.

[ 2651 ]

ڏس رنگ **نرنانءَ**جا، جو **ڪاٽ جا** پچيو **ڪپڙ جا** ڪري.

نرنانءُ= صاحب. ڪاٽ جا= جهاز. ڪپڙ جا= پرزا.

ڏس رنگ صاحب جا، جو جهاز پچيو پرزا ڪري.

[ 2652 ]

**پڪيئون** وياسين، **نرنان** ٿياسين، هاٿي **نالو** ڪير ڪندو؟

پڪي= وهيو> وَهي. نرنانءُ= ٻڍو. نالو= قبول.

وَهي ٿون وياسين، ٻڍا ٿياسين، هاٿي قبول ڪير ڪندو؟

[ 2653 ]

جڏهن **نالا** آيا، تڏهن **واٽڪي** ويئي.

نالو= پَريو> پريا (اچا). واٽڪي= وَهي.

جڏهن پَريا آيا، تڏهن وَهي ويئي.

[ 2654 ]

جيڪي **رنگ جا** اچن پاٽهي، تن کي **ڪورٽ جا** نہ ڪجن.

رنگ جا= اچا. ڪورٽ جا= ڪيس.

جيڪي اَچا اچن پاٽهي، تن کي ڪيس نہ ڪجن.

[ 2655 ]

**نالن** ۾ **نالا** پيا تہ **ولايت** ويئي.

نالو= ڪارو> ڪارن. نالو= اڇو> اڇا. ولايت= سُورت> صورت.

ڪارن ۾ اَڇا پيا تہ صورت ويئي.

[ 2656 ]

**ٿَڪين** ڏني **ڪاغذ جي** ملي تہ مان **نالو** ٿيان.

ٿَڪا= لڪ> لڪين. ڪاغذ جي= وَهي. نالو= جوان.

لڪين ڏني وَهي ملي تہ مان جوان ٿيان.

[ 2657 ]

سج تہ **پڪي**، جُتي تہ **ڳهہ**.

پڪي= وهيو> ويو. ڳهہ= نسبي> نہ + سبي.

سج تہ ويو، جُتي نہ سبي.

[ 2658 ]

**ذات جا** گهٽا هئا، پر **عورت** هئي ڪانه ڪا.

ذات جا= خشڪ> خشڪا. عورت= ڪنڊل> ڪنڊ.

خشڪا گهٽا هئا، پر ڪنڊ هئي ڪانه ڪا.

[ 2659 ]

**پُوريو** چوي **تـَنگيل** کي، ادا ڪڏهن ملنداسين؟

**تنگيل** جواب ڏنو ته **ريچ** ۾ ملنداسين.

پوريو= بصر. تنگيل= واڳڻ. ريچ= ڪُنو.

بصر چوي واڳڻ کي، ادا ڪڏهن ملنداسين؟

واڳڻ جواب ڏنو ته ڪُني ۾ ملنداسين.

[ 2660 ]

**نالو** تو، **نالو** مون، هاٿي **لوهه جي**.

نالو= مَڪو> مُڪو. نالو= ريڏو> رڏو. لوهه جي= رِنگَ.

مُڪو تو، رڏو مون، هاٿي رِنگ نه.

[ 2661 ]

آهي ته **ڪاچ جي** پر **گاهه جي** ڙي!

ڪاچ جي= ماڪي. گاهه= ڏنگٽي.

آهي ته ماڪي، پر ڏنگٽي ڙي!

[ 2662 ]

**ڪاٺيءَ** **پوڪ جي**، **جر جي** ۾ پلي، تون **ڪاچ جي** نه.

ڪاٺيءَ جي= اک. پوڪ جي= ڪاٺي. جر جو= مُنهن. ڪاچ جي= وَڏَ> وَڏُ.

اک ڪاٺي منهن ۾ پلي، تون وَڏُ نه.

[ 2663 ]

**پوڪ** پيلي ته گهوري، منهنجي **مال وارين** کي نه ٿئي.

پوڪ= تُري. مال واريون= ماٽڪيون.

تُري پيلي ته گهوري، منهنجي ماٽڪين کي نه ٿئي.

[ 2664 ]

**نالي نرنانءَ کي عضوي جي آئي ته به ول نه ڪيائين.**

نالو= جيئند. نرنانءَ= خليفو. عضوي جي= ڏاڙهه> ڏاڙهي. ول= ڪَدُو> قد.

جيئند خليفي کي ڏاڙهي آئي، ته به قد نه ڪيائين.

[ 2665 ]

**اي نرنانءَ! ڏينهن ڪر ته ڪاٺ جن کان نارنانءَ متيءَ جي حاڪم تني!**

نرنانءَ= الله. ڏينهن= جمعو. ڪاٺ جا= ڏلها. نارنانءَ= چِتان. متيءَ جي= ڪاتي. حاڪم جي= معافي.

اي الله! جمعو ڪر ته ڏلهن کان چِتان، ڪاتيءَ کان معافي ملي.

[ 2666 ]

**ڪپڙي جو ڪيم سُڪاءِ، پوک تي ڪاٺ جو گهُري.**

ڪپڙي جو= صافو. پوک= پنگ. ڪاٺ جو= ڏنڊو.

صافو ڪيمَ سڪاءِ، پنگ تي ڏنڊو گهري.

[ 2667 ]

**اي ميان نرنانءَ! ڪاٺ جي آڻ ته پوک جو ڏيانءِ.**

نرنانءَ= مرالي. ڪاٺ جي= سُلفي. پوک جو= تماڪ.

اي ميان موالي! سلفي آڻ ته تماڪ ڏيانءِ.

[ 2668 ]

**متيءَ جي هٿ ۾ ڪپڙ جي تي گهري.**

متيءَ جي= سُلفي. ڪپڙ جي= صافي.

سُلفي هٿ ۾ صافي تي گهري.

[ 2669 ]

**رڇ ڪٺي ڪتو ڪر! وڪر نهيئي ڪونه، ته پوءِ
راند جون ڇا؟**

رڇ= چلم. ڪتو= تازي. وڪر= تماڪ. راند
جون= ڇڪيون.

چلم ڪٺي تازي ڪر! تماڪ نهيئي ڪونه، ته پوءِ
ڇڪيون ڇا؟

[ 2670 ]

**نڪرڪي ڪتونه سڏ. پوڪ جي ناهه، راند جي ڇا؟**

نڪر= حقو. ڪتو= تازي. پوڪ= تماڪ. راند
جي= ڇڪي> ڇڪيون.

حقي کي تازو نه ڪر، تماڪ ناهه، ڇڪيون ڇا؟

[ 2671 ]

**گهه ڏي ته حقي ۾ وجهان.**

گهه= پنڙو.

پنڙو (تماڪ جو پن) ڏي ته حقي ۾ وجهان.

[ 2672 ]

**حقي ۾ ڀ نرنان تئين ذات.**

ڀ نرنان= متو ۾ رکيو. ذات= آهيڙي> آهي + ڙي.

حقو متو رکيو آهي ڙي!

[ 2673 ]

**پن جي ۾ ڪاٺ جو ڪو تو وٽ ذات!**

پن جي= ٻيڙي. ڪاٺ جو= ماچيس. ذات= آهيڙي>
آهي + ڙي.

ٻيڙي ۽ ماچيس ڪو تو وٽ آهي ڙي!

[ 2674 ]

**شهر ٻه خير، مال ٻه خير.**

شهر= ماڏو> مان + ڏي. مال= توڏو> تو + ڏي.

مان ڏي ٻه خير، تون ڏي ٻه خير.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڏڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)